# پيش لفظ

## غلام محمد گرامي

بسم الله الرحمان الرحيم. خدا جي بندي ۽ اُن جي رسول محمد ﷺ جي طرفان مقوقس بادشاهه قبط ڏانهن، سلام هجي انهيءَ تي جيڪو هدايت جي پيروي ڪري. اما بعد آءٌ توکي اسلام جي دعوت ڏيان ٿو. اسلام آڻ ته سلامت رهندين ۽ خدا توکي ٻيڻو ثواب ڏيندو ۽ اسلام نه آندو ته تنهنجي مثان سڄي قبط کي تڪليف پهچائڻ واري مصيبت ٿيندي. اي اهل ڪتاب! اچو انهيءَ ڳالهه ڏانهن، جيڪا اسان ۾ توهان ۾ هڪجهڙي آهي ته خدا کان سواءِ ڪنهن جي عبادت نه ڪريو ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ نه ڪريو ۽ پاڻ ۾ هڪٻئي کي خدا نه بنايو سواءِ الله جي. بس، جيڪڏهن اهي نه مڃين ته ڪين ٻڌائي ڇڏ ته اي اهل ڪتاب! شاهد رهجو اسين ته مسلمان آهيون.

# ناشر طرفان پيش لفظ

پنج سال اڳ بورڊ، مولوي محمد عظيم شيدا جو ڪتاب ”سيرتِ مصطفيٰ“ شايع ڪيو هو، جنهن کي حڪومت پاڪستان ان سال جو سيرت جي موضوع تي بهترين ڪتاب قرار ڏنو هو.

سيرتِ مصطفيٰ جي پيش لفظ ۾ مون عرض ڪيو ته ”حضور جن جي سيرت مبارڪ اهڙو موضوع آهي، جنهن تي سنڌي زبان ۾ گهٽي کان گهٽا ڪتاب شايع ڪرڻ جي ضرورت آهي..... سنڌي زبان ۾ سيرت جي موضوع تي معياري لٽريچر نه هئڻ جي برابر آهي ..... پيو ته ٿهيو، ابن هشام جي سيرت النبي ئي اڃا تائين سنڌي زبان ۾ شايع ٿي نه سگهي آهي.“

اڄ پورن پنجن سالن گذرڻ کان پوءِ به سيرت جي موضوع تي سنڌي زبان ۾ معياري لٽريچر جو جائزو

وڌبو، ته صورتحال ساڳي نظر ايندي. (ممڪن آهي ته هڪ اڌ ڪتاب جو اضافو ٿيو هجي). ظاهر آهي ته مهراڻ جو سيرت نمبر ايڏي وڏيءَ کوٽ جي پورائي ته نٿو ڪري سگهي.البت ايترو آهي ته ان ۾ پڙهندڙن کي ڪجھ ڪارائتو مواد ملي ويندو.

هن سيرت جي اشاعت ۾، تعليم کاتي جي شعبه ثقافت جي مالي معاونت بورڊ کي مهل سر ڪم آئي، جنهن جو بورڊ دلي طرح شڪرگذار آهي. سنڌ سرڪار اها مالي معاونت بورڊ جي پندرهين صدي هجريءَ واري اشاعتي پروگرام لاءِ ڏني هئي. جنهن موجب بورڊ کي قرآن ڪريم جي مخدو نوح واري فارسي ترجمي ۽ پنهنجي هڪ پراڻي ڪتاب ”برهانپور ڪي سنڌي اولياءَ“ جو نئون ڇاپو شايع ڪرڻو هو. مذڪور فارسي ترجمي جي ڇپائي شروع ڪئي ويئي آهي ۽ جيئن ته اسلامي تعليمات ۾ قرآن پاڪ کان پوءِ حضور جن جي اقوال (احاديث) ۽ سيرت جو درجو آهي، ان ڪري بورڊ ”برهانپور ڪي سنڌي اولياءَ“ بدران سيرت تي معياري ۽ مستند مواد جي اشاعت کي ترجيح ڏني. مهراڻ جي انچارج ايڊيٽر مسٽر نفيس احمد شيخ ۽ رسالي گل ڦل جي ايڊيٽر مسٽر

انورهالائي سيرت نمبر ۾ قابل قدر محنت ڪئي آهي ۽ سنڌ جي ممتاز عالم دين ۽ بورڊ جي محترم چيئرمن اشاعت جي هر مرحلي ۾ رهنمائي ڪئي آهي. هونئن، دستور موجب اشاعت کان اڳ سمورو مواد اول بورڊ جي معزز اراڪين تي مشتمل ايڊيٽوريل ڪاميٽيءَ غور سان ڏٺو آهي ۽ اشاعت کان پوءِ سنڌ سرڪار جي انفارميشن کاتي ان جي چڪاس (C E N S O R) ڪئي آهي. ظاهر آهي ته لکندڙن وٽان علمي مواد هٿ ڪرڻ، ان کي ايڊٽ ڪرڻ، مختلف مرحلن مان منظور ڪرائڻ، ڇاپڻ ۽ شايع ڪرڻ ۾ وقت لڳي ٿو، ان ڪري اسان سيرت نمبر سويرو شايع ڪري ڪونه سگهياسون. پر اسان لاءِ اها ئي سعادت جي ڳالهه آهي، جو خدا جي ڪرم سان سيرت نمبر، هجري پندرهين صديءَ جي مبارڪ موقعي تي شايع ٿي رهيو آهي.

انشاء الله سيرت تي بنيادي ۽ مستند ڪتاب پڻ بورڊ طرفان شايع ڪيا ويندا.

سنڌي ادبي بورڊ - غلام رباني

31-12-1980ع

# گذارش

## نفيس احمد شيخ

رب العزت جي فضل و ڪرم سان مهراڻ جو سيرت نمبر پنهنجن معزز پڙهندڙن جي خدمت ۾ وڏي عقيدت سان پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيا آهيون.

سرڪارِ دو عالم حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي حيات طيبه جي تذڪري تي مشتمل مهراڻ جو هي خاص پرچو، توقع آهي ته قارئين وٽ قبوليت حاصل ڪندو ۽ اداري جي ناقص خدمتن ڪي قدر جي نظر سان ڏٺو ويندو.

مهراڻ جي قارئين کي معلوم آهي ته 15 - صدي هجري جي آمد جي مبارڪ موقعي تي، قومي تقريبات ۾ حصو وٺندي، سنڌي ادبي بورڊ پڻ اشاعتي رٿن جو اعلان ڪيو هو، لهٰذا، مهراڻ جو هي ”سيرت نمبر“ ان جو هڪ

حصو آهي، جيڪو بفضل تعاليٰ پڙهندڙن آڏو پيش ڪري رهيا آهيون.

بورڊ جي ٻي رٿا ڪلام مجيد جي انهيءَ تاريخي نسخي جي اشاعت آهي، جيڪو برصغير ۾ شاهه ولي الله محدث دهلويءَ جي مشهور فارسي ترجمي کان ٻه تقريباً ٻه صديون کن اڳ سنڌ جي هڪ جليل القدر روحاني بزرگ غوث الحق مخدوم نوح سرور رح، فارسي زبان ۾ ڪيو آهي. ان تاريخي نسخي جي ايڊيٽنگ جو ڪم سنڌ جي نامور عالم ۽ بورڊ جي فاضل چيئرمين علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب انجام ڏنو آهي. رب ڪريم جي فضل سان قرآن شريف جي ڇپائي شروع ڪئي ويئي آهي. گذريل 14 آڪٽوبر 1980ع تي هڪ ساده پروقار تقريب ۾ حيدرآباد ڊويزن جي علم دوست ڪمشنر جناب عبدالله ميمڻ صاحب اُن جو افتتاح ڪرڻ فرمايو. انشاءَ الله العزيز ڪلام الله جو اهو قيمتي ۽ تاريخي نسخو جلد شايع ٿي ويندو، جيڪو بلاشبه بورڊ جو هڪ قابلِ فخر اشاعتي ڪارنامو تصور ڪيو ويندو.

مهراڻ جو هي سيرت نمبر سنڌ ۽ پاڪستان جي برک عالمن جي تحريرن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ رسول ڪريم

صلى الله عليه وسلم جي حيات طيبه ۽ اسوه حسنه بابت نهايت سير حاصل مضمون شامل آهن. ادارو انهن مهربان لکندڙن جو احسانمند آهي، جن پنهنجا معياري مقالا ۽ دلاويز ڪلام موڪلي تعاون ڪيو آهي. پرچي کي وڌ کان وڌ معياري بنائڻ جي جا ڪوشش ڪئي وئي آهي، اُن جو اندازو قارئين بخوبي لڳائي سگهندا.

- نفيس احمد شيخ

بُرو هو پنپور، آرياڻيءَ اجاريو،
لاٿو ساري لوڪ تان، هاڙهي ڏٺيءَ هور،
چوريون چرڻ سکيون، پنهون ڪيائون پور،
آيو سو اتور، جنهن ڏکيون ڏک وهاريون.

-----شاهه لطيف

# مَولُود شَريف سنڌِي شَاعِريءَ ِجي اَهم صنفَ

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

نبي ﷺ جي صفت ۾ ساراھ لاءِ سنڌ کان ٻاهر"نعت"،"ثنا" وغيره الفاظ استعمال ٿيندڙ آهن، مگر اهڙي ساراھ وارن نظمن جي ڪا خاص هيئت ڪانهي، ۽ نڪي وري اُنهن ڪي ڪو مخصوص نالو ڏنل آهي. سنڌ ۾ ڪافي آڳاٽي وقت کان وٺي نبي ﷺ جي ساراھ لاءِ "مولود" مروج آهن، جي معنيٰ ۾ مقصد توڙي نظم جي نوعيت جي لحاظ سان هڪ اهم ۽ اصولي درجو رکن ٿا.

لفظ ”مولود“ جي معنيٰ

"مولود" هڪ مخصوص نالو آهي، جو سنڌ وارن ئي ڪنيو ۽ رائج ڪيو آهي. ڪنهن اهو نالو تجويز ڪيو ۽ ڪڏهن کان اهو نالو رائج ٿيو، سو چئي نٿو سگهجي، پر

مفهوم ۽ مقصد جي لحاظ سان اهو نالو هڪ انوکي ۽ اصولي حيثيت رکي ٿو. هن برعظيم ۾ اسلام اول سنڌ ۾ آيو ۽ سنڌ وارن جي دلين ۾ نبي ﷺ جي محبت سڀ کان اول جائگير ٿي. نبي ﷺ جيڪو"توحيد" جو پيغام آندو تنهن انسان ذات کي ٻين انسانن، جسمن ۽ وهمن جي غلاميءَ کان آزاد ڪيو، انساني برابريءَ جو بنياد رکيو، ۽ فقط علم، فڪر ۽ نيڪيءَ ۾ گوءِ کٽندڙ جي بلندي ۽ برتريءَ کي تسليم ڪيو. اهو هڪ"نئون نياپو" هو جو نبي ﷺ آندو. سندن چائي ۽ آئي، علم جي روشنائي هر جاءِ سهائو ڪيو ۽ جِّهل جي اونداهيءَ جو هميشه لاءِ خاتمو شروع ٿيو. انهيءَ ڪري نبي ﷺ جي ولادت ۽ ورود انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهبوديءَ لاءِ هڪ اهم پيش خيمو هئا. نبي ﷺ سان محبت رکندڙ عقيدتمندن جي جذبات جي لحاظ سان جڳ ۾ ڪو آيو ته محمد ﷺ آيو ۽ جي ڪو چائو ته محمد ﷺ چائو. انهيءَ ڪري سنڌ وارن نبي ﷺ جي ڄم ۽ ولادت کي پنهنجي صفت ۽ ساراه جو مرڪز ۽ محور قرار ڏيئي سندن شان ۾ چيل شعر کي"مولود" سڏيو. لفظ "مولود" جي معنيٰ ئي آهي"انسان چائو" يا "چاول ٻار" (1). اهڙي معنيٰ خيز

لفظ کي جن آڳاٽن سنڌي عقيدتمندن چوندبيو ۽ رائج ڪيو، تن جي دانائي ۽ روشن ضميريءَ جي جيتري واکاڻ ڪجي اوتري جڳائي.

صنف ”مولود“ جي نوعيت

صنف شعر جي حيثيت ۾ مولود،"وائي" يا"ڪافي" واري دفعي ۾ شامل آهي ۽ ٻنهي جو قالب ساڳيو آهي. اصولي طور"مولود" وائي يا ڪافي جو هڪ خاص قسم آهي، جنهن جو موضوع ۽ موسيقي آهستي آهستي مستقل ۽ مخصوص بنجي ويا. قالب ۽ هيئت جي لحاظ سان وائي ۽ مولود ۾ فرق ڪونهي، مگر پنهنجي تاريخي ارتقاءَ بعد موجوده صورت ۾ معنيٰ توڙي موسيقيءَ جي لحاظ سان "مولود" وائيءَ کان هڪ نرالي حيثيت رکي ٿو. موسيقي،"وائي" توڙي"مولود" جو لازم ملزوم جز آهي: ٻئي محض شعر خاطر منظوم ڪيل نه آهن، مگر ڳائڻ خاطر جوڙيل آهن. "وائي" وانگر "مولود" به ڳائڻ لاءِ آهي، پر"مولود" جي"لئي" وائيءَ جي "لئي" کان اصولي طور الڳ آهي. "مولود" جو الحان ۽ ڍار، ڪٽڻي ۽ وراڻي، توڙي مولود پڙهندڙن جي سنگت جي سٿاءَ نرالي آهي.

وائي يا ڪافي جي ارتقاء سان ان جي مضمونن جو دائرو وسيع ٿيندو ويو، تان جو ان ۾ قصن، ڪهاڻين، روز مره جي عام ڳالهين توڙي محض مجازي رنگ جا عنوان پڻ داخل ٿيا، ٻئي طرف ان کي هڪ فن طور سازن سرودن جي وڄت سان، ۽ موسيقي جي اصول موجب سُر تار ۽ راڳڻين جي لحاظ سان ڳايو ويو. انجي برعڪس "مولود" جو موضوع محض نبي ﷺ جي ذات ئي رهيو، جنهن جو تعلق عقيدتمندي ۽ روحاني خوشيءَ سان هو. انهيءَ ڪري مولود کي راڳ جي فن طور سازن سرودن تي ڪين ڳايو ويو، پر ان کي"قرائت"(سهڻي آواز سان صحيح ۽ چٽو پڙهڻ) ۽ "اِنشاد"(لئي سان پڙهي ٻڌائڻ) جي فن مطابق آلاپيو ويو. انهي ڪري ئي ”مولود ڳائڻ“، جي بدران "مولود پڙهڻ" جي رسم رائج ٿي، ۽ مولودن کي بنا سازن سرورن جي ديني محفلن ۽ درويشن جي مجلسن ۾ پڙهيو ويو ۽ اڄ تائين پڙهيو وڃي ٿو.

نتيجي طور چئبو ته تاريخي طور مولود خاص سنڌي ماحول جي پيداوار آهي ۽ سنڌ ۾ ئي رائج آهي. صنف شعر جي لحاظ سان "مولود" وائي جو هڪ قسم آهي، جنهن جو موضوع اصولي طور نبي ﷺ جي ذات آهي

۽ جنهن ڪي بنا ساز سرود جي مخصوص الحان ۽ لئي ۾ احترام سان پڙهيو وڃي ٿو.

مولودن جا مضمون

جيتوڻيڪ مولودن جو موضوع اصلي نبي ﷺ جي ذات مبارڪ آهي، مگر هر عقيدتمند شاعر پنهنجي حال ۽ قال، فڪر ۽ فهم مطابق نبي ﷺ جي ذات بابرڪات بابت مولود چيا آهن، ۽ انهيءَ ڪري اندروني طور مولودن ۾ جدا جدا مضمون پيدا ٿي پيا آهن. مثلاً، نبي ﷺ ڏڻيءَ جو ڏڻيل پيغمبر، سندن اعليٰ شان ۽ رتبو، سندن سوانح جا جدا جدا پهلو، سندن سائين سڳورن جي ساراه، سندن عام فيض ۽ ڪرم، سندن شفاعت ۾ آسرو، ڪانئن دعا ۽ مهر جي طلب، ساڻن محبت ۽ عقيدت جو اظهار، مٿن صلوات ۽ سلام ۽ سندن روضي جي زيارت ۽ حج پڙهڻ جي تمنا وغيره مولودن جا مکيه مضمون آهن، جن کي سنڌي شاعرن پنهنجي زبان حال سان عجب نموني ۾ نباهيو آهي:

"جنهن تي چٽ جهليو"لولاڪ"، اعليٰ شان ٿيو محمد جو"

(مقيم)

"محمد آئي سپ سور لٿا، آجي ٿيڙس آئون" (خير محمد)

"سرهو ٿيو سپڪو، تو سامائي سيدا" (پاڳو)

"تو سامائي سيدا! لٿا ملڪن تان مونجهارا" (دلاور)

مولودن جو تاريخي ارتقاءَ

مٿي چئي آيا آهيون ته "مولود" هيئت ۾ "وائي" يا "ڪافي" آهي، انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو ته مولود تڏهانڪر رائج ٿيا جڏهانڪر"وائي" وجود ۾ آئي. ڪن آڳاٽن حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته ستين صدي هجريءَ کان وٺي سنڌ ۽ ملتان جي سهروردي بزرگن ۽ سندن عقيدتمند خليفن ۽ احبابن جي سماع جي مجلسن ۾ سنڌي درويش سنڌي ڪلام ڳائيندا هئا، ۽ غالباً دوهڙا ۽ وايون ڳايون وينديون هيون. جيئن ته نبي صلى الله عليه وسلم جي محبت ”فنا في الرسول“ جي سالڪانه منزل ڪي صوفي بزرگن جي طريقي ۾ خاص اهميت هئي، انهيءَ ڪري اهي وايون جن ۾ نبي صلى الله عليه وسلم جن جي حب ۽ محبت جو اظهار هو،

سي انهن سماع جي مجلسن ۾ وجد طاري ڪرڻ لاءِ هڪ
خاص ذريعو بنيون، مگر انهن آڳاٽين واين يا ڪافين جا
سالم نمونا اسان وٽ موجود نه آهن، جو انهن مان مولود
جي مضمون وارن مثالن جو پوريءَ طرح اندازو لڳائي
سگهجي. واين جا سربستا متن ۽ مختلف نمونا اسان کي
ٻارهين صدي هجريءَ جي شروع کان شاهه عنات
رضويءَ جي ڪلام ۾، ۽ ان بعد شاهه عبداللطيف جي
ڪلام ۾ ملن ٿا، جن ۾ "مولود" جي مضمون واريون
وايون پڻ شامل آهن. اهو چئي نٿو سگهجي ته ”وائي“
کان الڳ، مولود جي مستقل ۽ جدا گانه حيثيت ڪڏهن
کان عام طور تسليم ٿي. غالباً جڏهن "وائي" جو دائرو
وسيع ٿيو ۽ ان ۾ مجازي رنگ جا عاشقانه عنوان توڙي
سنڌ جي رومانوي داستانن جا مضمون عام رائج ٿيا، تڏهن
"مولود" جي مضمون واريون وايون هڪ مخصوص
دفعي ۾ شمار ٿيڻ لڳيون. پيو ته جڏهن"وايون" سماع جي
مخصوص مجلسن کان ٻاهر پڻ عام خاص جي تفريح
خاطر سازن سرودن سان ڳائجڻ لڳيون، تڏهن
"مولود"جي مضمون واريون وايون سماع جي مجلسن لاءِ
مخصوص بنجي ويون، ۽ سازن سرودن جي سنگت جي

بجاءِ انهن واين جي الحان ۽ لئي ۾ گونا گون رنگيني پيدا ڪئي ويئي، انهيءَ لاءِ ته بنا سازن جي پڻ انهن جي پڑهڻي ۾ رس ۽ ميٺاج پيدا ڪري سگهجي. غالباً مغلن جي دور ۾ موسيقيءَ جي ترقيءَ سبب ڪافيون سازن سرودن جي سنگت سان علم موسيقي مطابق پوريءُسر تار ۽ مختلف راڳڻين ۾ ڳائجڻ لڳيون ۽ مغلن جي دور جي آخر(ٻارهين صدي هجريءَ جي شروعات) ڌاري اهو چلامان عام ٿي ويو. انهيءَ ساڳئي وقت مولود جي مضمون واريون وايون خاص سماع جي مجلسن جو سينگار بنجڻ لڳيون، ۽ الحان ۽ لئي جي لحاظ سان انهن جي پڻ هڪ مستقل حيثيت قائم ٿي. يارهين صديءَ جي آخر کان وٺي سنڌ ۾ علمي درسگاهن پڻ وڏي ترقي ڪئي، ۽ "مولود" جي مضمون واريون وايون، جن جو ارتقاء درويشن جي سماع جي مجلسن ذريعي ٿيو، سي هاڻي علمي درسگاهن، مسجدن ۽ عالمن جي مجلسن توڙي عرسن ۽ عيدن برادن جي موقعن ۽ عام خاص جي"شغل وارين محفلن" ذريعي پنهنجي مستقل مضمون ۽ مخصوص لئي سان مشهور ٿيڻ لڳيون، ۽ انهيءَ جداگانه حيثيت سبب سندن خاص نالو "مولود" پڻ رائج ٿيڻ لڳو.

بهرحال يارهين صديءَ جي آخر تائين الحان، لئي توڙي مخصوص نالي جي لحاظ سان"مولودن" جي هڪ مستقل حيثيت قائم ٿي چڪي هئي، ۽ لفظ "مولود" پنهنجي مخصوص معنيٰ ۽ مفهوم سان رائج ٿي چڪو هو، چاڪاڻ ته ميون شاهه عنات رضوي، جو يارهين صدي هجريءَ جي آخر ۽ ٻارهين صدي هجريءَ جي اوائل جو شاعر آهي، تنهن لفظ "مولود" استعمال ڪيو آهي ۽ پنهنجي هڪ "وائي" کي "مولود" سڏيو آهي:

"چئو صلوات صدق سين، اِيءُ مولود مدام."

اڄ تائين عام طور ائين ڀانيو ويو آهي ته مخدوم عبدالرؤف ڀٽي مولودن جو موجد آهي يا پهريون شاعر آهي جنهن مولود چيا، يا جنهن جا مولود اسانکي ملن ٿا. اهو گمان صحيح نه آهي:تاريخي طور "مولود" تڏهن کان رائج ٿيا جڏهن کان وايون يا ڪافيون رائج ٿيون، ۽ هڪ الڳ حيثيت ۾ پڻ "مولود" پنهنجي خاص مفهوم، الحان ۽ لئي سان يارهين صديءَ جي آخر ۾ رائج هئا. ميين شاهه عنات رضوي جي ڪلام ۾ لفظ "مولود" پهريون دفعو استعمال ٿيل نظر اچي ٿو.

پر ٿي سگهي ٿو ته اجا به ڪنهن آڳاٽي شاعر جو ڪلام ملي جنهن ۾ مولود جي مضمون واريون وايون موجود هجن يا خود لفظ مولود استعمال ٿيل هجي. البت موجوده تحقيق جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته مولودن جي عام مقبوليت ۽ مشهوريءَ جي لحاظ سان پهريون دور ميين شاه عنات رضوي وارو هو.

ميين شاه عنات رضوي بعد، سندس ننڍن معاصرن مثلاً شاه عبداللطيف (1102-1165 ھ)، مخدوم عبدالرؤف ڀٽي (1094-1166ھ)، مخدوم غلام محمد بگائي (1145ھ ۾ زنده) ۽ مخدوم محمد اسماعيل پريان لوئي (وفات 1174ھ) جي ڪلام ۾ مولود عام طور ملن ٿا. مولودن جي مقبوليت جو اهو ٻيو دور هو، جنهن کي "مخدوم عبدالرؤف ڀٽي وارو دور" چئجي ته بجا ٿيندو. مخدوم عبدالرؤف ڀٽي پهريون شاعر هو، جنهن فقط مولود ئي مولود چيا.ظاهر آهي ته اُنهيءَ وقت مولود ايترو ته عام مقبول هئا جو بزرگ عبدالرؤف"مولودن" کي ئي پنهنجو مخصوص موضوع بنايو. سندس انهيءَ سموري توجه سببان، مخدوم عبدالرؤف پهريون آڳاٽو سنڌي شاعر آهي جنهن گهڻي ۾ گهڻا مولود چيا. ٻن سون سالن کان وڌيڪ

عرصي گذرڻ بعد، هن وقت پڻ سندس چيل مولود ايترو ته عام رائج ۽ مشهور آهن جو سڄا سارا اسي هٿ ٿي سگهيا، جي هن ڪتاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن، ۽ يقيني طور انهن ڪانسواءِ اڃا ڪي ٻيا به هوندا جي سردست هن ڪتاب واسطي ملي نه سگهيا.

مخدوم عبدالرؤف جي مولودن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پهريون شاعر آهي جنهن مولود جي عنوانن کي وسيع ڪيو. معنوي لحاظ سان، نبي ﷺ جي ولادت ۽ انسان ذات جي سر بلنديءَ لاءِ سندن پيغام مولود جو اصلي ۽ اصولي عنوان هو. عبدالرؤف جا ٿي مولود انهيءَ عنوان تي چيل آهن، ان ڪانسواءِ نبي ﷺ جي خالص ساراهه ۽ ثنا، سندن لاءِ دلي محبت ۽ سچي سڪ، ڪانئن مهر ۽ شفاعت جي طلب ۽ اميد، سندن چئن يارن ۽ پنجتن جي سڪ ۽ ساراهه، نبي ﷺ جي مڙني محبن ۽ مشتاقن جي تعريف، مديني پهچي زيارت ڪرڻ جي دلي تمنا ۽ حاجين جي حج وڃڻ جو ذڪر ۽ ٻيا عنوان آهن، جن تي عبدالرؤف پنهنجا مولود چيا آهن. ان ڪانسواءِ نبي ﷺ جي سوانح جي مکيه پهلوئن، مثلاً نبي ﷺ جو ساٺ سان موٽڻ ۽ بيبي خديجة جو سڪ سان واجهائڻ،

نبي ﷺ جي شادي، سندن هجرت ۽ سندن معراج کي پڻ عبدالرؤف پنهنجي مولودن جو عنوان بنايو. نه فقط ايترو پر نبي ﷺ جي وفات تي پڻ مولود چيا. عنوانن جي انهيءَ انوکائي ۽ گهڻائي سببان، مولودن جي موضوع جو مرڪز، سو نبي ﷺ جي ذات رهي، باقي ان جو دائرو ايترو وسيع ٿي ويو جو ان ۾ ڪئين عنوان سمائجي ويا. نبي ﷺ جي ذات کان ٻاهر،مخدوم عبدالرؤف ڌڻي تعاليٰ جي مناجات کي پڻ وائي واري سانچي ۾ سموهيو، ۽ سندس اهڙي هڪ وائي هن ڪتاب ۾ شامل آهي، جيئن ته اها وائي پڻ مولودن سان گڏ مجلس ۾ پڙهي ويئي انهيءَ ڪري مولودن ۾ شمار ٿيڻ لڳي.

مخدوم عبدالرؤف ڪانپوءِ جي شاعرن گهڻو ڪري انهيءَ وسيع دائري اندر ئي پنهنجي طبع رسا کي ڊوڙايو ۽ انهن مکيه عنوانن کي ئي نئين سر نباهيو، جيتوڻيڪ انهن نبي صلعم تي ڌڻيءَ جي ڪرم ۽ سندن اعليٰ شان، سندن آمد ۽ فيض عام، مٿانئن جان نثاري ۽ مٿن سلام، سندن حسن جمال ۽ سونهن ڪمال جهڙن عنوانن کي زياده تفصيل سان ورجايو. مخدوم عبدالرؤف نبي ﷺ جي شاديءَ جي عنوان تي مولود چيا ته ڪانئس پوءِ جي شاعرن وري

بلڪل سهري طور مولود چيا. مخدوم عبدالرؤف جي مناجات طور چيل وائي پڻ مجلسن ۾ پڙهڻ جي لحاظ سان مولود شمار ٿيڻ لڳي، ۽ ان ڪانپوءِ اهو رواج پيو جو ڏٺيءَ جي مناجات، چئن يارن ۽ پنجتن جي ساراهه، بادشاهه پير ۽ ٻين ولين جي شان ۾ چيل وايون پڻ مولودن طور مجلسن ۾ پڙهجڻ لڳيون.

مولود جي اندروني سانچي ۽ سٽاء توڙي ان جي وزن ۽ ترنم ۾ پڻ مخدوم عبدالرؤف قابل قدر اضافا ڪيا. موضوع جي سٽاء جي لحاظ سان عبدالرؤف سنڌ جي ڪُهنين ڪهاڻين مان تلميحون توڙي انهن ڪهاڻين جا قالب تمثيلي طور استعمال ڪيا: مثلاً ٻن مولودن ۾ پنهل ڏانهن ۽ هڪ ۾ سمي ڄام تماچيءَ ڏانهن تلميح طور اشارو آندو اٿس، ۽ ٻه مولود سڄا سربستا سُر سسئي جي سانچي ۾ سمايا اٿس. ڪن مولودن ۾ وزن جو ماڻ پريو اٿس: مثلاً هڪ مولود سڄو سارو بحر هزج مان هڪ موزون مصرع آهي، ۽ ٻيو مولود سڄو سارو بحر هزج جي ماڻ ۾ ميَل آهي.اِهو صحيح نه آهي ته مخدوم عبدالرؤف پهريون شاعر هو جنهن وزن تي شعر چيو، ڇاڪاڻ ته سندس وڏي معاصر شاعر جمن چارڻ جي

چيل مداح ۾ وزن سمايل آهي(1) ، البت مخدوم عبدالرؤف انهن اوائلي شاعرن مان آهي جن موزون شعر چيو آهي. ترنم جي لحاظ سان مخدوم عبدالرؤف جا ٻه مولود سَمهه(2) جي نچ جي تار ۾ ُتريل آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اُن وقت سمهه جي حلقن ۾ مولودن پڙهڻ جو ايترو ته ذوق شوق هو، جو مخدوم عبدالرؤف پنهنجا اهي مولود سمهه جي نچ جي تار ترنم موافق جوڙيا. مولود جي فن ۾ اهو پڻ خاص سندس اضافو آهي.

مخدوم عبدالرؤف کانپوءِ مخدوم عبدالله عرف ميان موريو ٺٽوي، حافظ عالي(وفات 1192ھ) ۽ ميان سرفراز(وفات 1192ھ بعد) جا مولود ملن ٿا. اهي ٽيئي مخدوم عبدالرؤف جا ننڍا معاصر هئا. حافظ عالي جا ٻئي مولود اهم آهن: پهريون بحر هزج ۾ چيل آهي ۽ سنڌي موزون شاعري جي اوائلي مثالن مان آهي، ۽ ٻيو مولود سمهه جي نچ جي تار موافق چيل آهي، جنهن جو پهريون مثال مخدوم عبدالرؤف جي مولودن ۾ ملي ٿو.

مولودن جو ٽيون دور چڻ تيرهين صدي هجريءَ جي شروعات سان جناب پير صاحب محمد راشد رحه عرف "روضي ڌڻي" (وفات 1233ھ) سان شروع ٿئي ٿو. اهو

خاص طرح اُتر سنڌ جي شاعرن جو دور آهي. هن ڪان اڳ ميين شاهه عنات رضوي توڙي مخدوم عبدالرؤف ڀٽي ۽ سندس معاصر لاڙ طرف جا هئا، جتي ٺٽو، نصرپور، مٽياريون ۽ هالا علمي درسگاهن ۽ عالمن ڪان مشهور هئا. اُتر ۾ موجوده ضلعي خيرپور ۾ ڪهڙا علم جو مرڪز هو، ۽ ڪهڙن جي مخدومن بزرگن وٽ ديني مجلسن توڙي عيدن برادن تي مولودن جا شغل ٿيندڙ هئا. پير صاحب محمد راشد رحه جن ڪهڙن ۾ پڙهيا ۽ انهيءَ شاگرديءَ واري زماني ۾ غالباً مولود جي مجلسن ڪان متاثر ٿيا. ان بعد پاڻ پنهنجون تصنيفون ۽ تحريرون فارسيءَ ۾ قلمبند ڪيائون، مگر سنڌيءَ ۾ خاص طرح مولود چيائون ۽ گهڻائي چيائون. هن ڪتاب ۾ سندن اَٺ مولود ڏنا ويا آهن، جي نبي ﷺ لاءِ سچي سِڪ ۽ محبت واري جذبي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. نمبر 5 ۽ 6 حقيقت ۾ ڪافيون آهن، جي پڻ مولودن سان گڏ انهيءَ الحان ۾ چيون وينديون آهن. مولود نمبر 7 موزون شاعريءَ جي قالب ۾ سمايل آهي. هن دور جو وڏو شاعر سچل سرمست(وفات 1242 ه) هو، جنهن ڪي مولود پڻ چيا. سندس ٽي مولود هن ڪتاب ۾ شامل آهن، جن مان نمبر 3 بحر رمل ۾ چيل

آهي. ملا صاحبڏنو(وفات 1250 ھ) پڻ هن دور جو شاعر هو، جنهن فارسي ۾ غزل ۽ قصيدا ۽ سنڌيءَ ۾ مولود چيا.

مولودن جو چوٿون دور، جناب پير صاحب محمد راشد رحه جي آخري عمر وارو دور(1230 ھ) هو، جنهن جو مهندار غالباً مقيم هو. مقيم جا مولود اجا تائين مشهور آهن، ۽ زبان جي سلاست ۽ جذبي جي صداقت ۾ برک آهن. مقيم جو احوال خاطريءَ سان معلوم نه ٿي سگهيو آهي، مگر جيئن ته اشرف شاهه ڪاماري واري کيس اڳ جي بهترين مولود-گو شاعرن ۾ ڳڻيو آهي، انهيءَ ڪري اندازاً کيس هن چوٿين دور جو اڳواڻ شمار ڪري سگهجي ٿو. ميان غلام عباس شاهه دڙي واري پنهنجي خانداني روايتن جي بناء تي خاطريءَ سان ٻڌايو ته سنڌن وڏو ڏاڏو ياسين شاهه بن سيد محمد شريف بن سيد جان محمد بن هاشم شاهه بخاري، جو ميرن جي ڏينهن ۾ ٿي گذريو آهي، سو پنهنجو تخلص"مقيم" ڪندو هو ۽ انهيءَ تخلص سان سندس چيل مولود مشهور آهن. هن پوئين دور ۾ اٽڪل پنجاهه کن سال اڳ مقيم سمون ، جو ڪاتب هو، تنهن پڻ پنهنجي نالي"مقيم" سان مولود چيا. پر اهي مولود جي مقيم جي نالي سان مشهور آهن سي ان کان اڳ

جا آهن، چو ته اشرف شاهه ڪاماري واري (ولادت 1214 ه) پنهنجي هڪ مولود ۾ چيو آهي ته:

مجلس منجهه "مقيم" ڪي جڏهن غازي گڏيائون، مقام تنهن جو مڪي ۾ آڻي اڏيائون.

جيڪڏهن اشرف شاهه اهي مولود پنهنجي پنجويهن ورهين جي ڄمار بعد (يعني 1240 ه بعد) چيا هجن ته انهيءَ جي معنيٰ ته مقيم اندازاً سنه 1240 ه کان اڳ مڪي شريف ويو جتي گذاريائين- انهيءَ لحاظ سان اهو بزرگ مقيم، ياسين شاهه"مقيم" کان غالباً اڳ جو هو. سيد خير شاهه ۽ پيا هن چوٿين دور جا مولود- گو شاعر هئا.

مولودن جو پنجون دور تيرهين صديءَ جي وچ وارو دور هو. فتح فقير مونٿيل وهيءَ ۾ سيد قنبر علي شاهه پاڏائي رحه جو اچي مريد ٿيو. سندس رفيق تيرهيو فقير پڻ قنبر علي شاهه رحه جو مريد هو، خود درويش قنبر علي شاهه(وفات 1268 ه)،جو "رسالي جو صاحب" آهي، تنهن جي رسالي ۾ ڏنل ڪي وايون حقيقت ۾ "مولود" آهن ۽ انهيءَ ڪري هن ڪتاب ۾ شامل ڪيون ويون آهن.

انهيءَ ساڳئي دور جو ٻيو نامور ۽ اڳواڻ شاعر پير محمد اشرف شاهه(ولادت 1214 ھ) ڪاماري وارو هو. اسلوب بيان جي لحاظ سان اشرف شاهه نهايت سهڻا ۽ سلوڻا مولود چيا. اڳين نامور مولود-گو شاعرن مان اشرف شاهه ڪي عبدالرؤف ۽ مقيم ڪافي متاثر ڪيو هو، ۽ انهيءَ ڪري پنهنجي هڪ مولود ۾ ٻنهي جا نالا ڪنيا اٿس. اشرف شاهه سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪلام چيو، جنهن ۾ مولود پڻ گهڻي تعداد ۾ هئا جي نهايت مقبول پيا ۽ مشهور ٿيا.

مٿيان پنج دور ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي آزاد حڪومت واري عرصي جي مکيه مولود- گو شاعرن جا آهن ۽ مولودن جي ابتداء ۽ ارتقا- جي سلسلي ۾ بنيادي يا ڪلاسيڪي حيثيت رکن ٿا.

پير اشرف شاهه انگريزن جو دور ڏٺو هو ۽ ڪانئس پوءِ پيا مکيه مولود- گو شاعر، جن ٽالپرن توڙي انگريزن جو دور ڏٺو، تن ۾ نواب جان محمد لغاري، غلام حيدر فقير شر، صابر ٺٽوي، خير محمد فقير هيسباڻي، مخلص علي "مخلص"، سيد مهدي شاهه بخاري، حسين فقير ديڏڙ، نواب الهداد خان لغاري ۽ پيا سنڌن ساٿي هئا. انهن سڀني سنه 1300ھ/1882ع کان اڳ وفات ڪئي. اهي شاعر

جي تيرهين صديءَ جي آخر ۾ ساماڻا ۽ جن چوڏهين صدي هجريءَ جي شروع ۾ وفات ڪئي تن ۾ شاهه محمد ديدڙ(وفات 1309 ه) ۽ رمضان ڪنڀر (وفات 1316ه/1899ع) برک هئا.

ان بعد هن چوڏهين صدي هجريءَ يا ويهين صدي عيسويءَ جي شروعات وارن مولود-گو شاعرن ۾ رمضان واڍو(وفات تقريبا 1330 ه/1912ع) مشهور شاعر ٿي گذريو،جو پنهنجي دور جو اڳواڻ شاعر هو. رمضان واڍي جا چيل مولود گهڻو ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ مقبول پيا ۽ اجا تائين شغل جي مجلس ۾ پڙهيا وڃن ٿا. رمضان واڍي تي مولودن جي ارتقاء جو وچون دور ختم ٿيو. انهيءَ وچين دور جي مولودن تي سٽاء توڙي اسلوب بيان جي لحاظ سان اوائلي دور جو رنگ چڙهيل هو.

رمضان واڍي بعد مولودن جو موجوده نئون دور شروع ٿيو، جو اندازاً گذريل پنجاهه سالن وارو دور آهي.هن دور ۾ گهڻن شاعرن مولود جوڙيا. گذريل عرصي جي وڏن نامور شاعرن جهڙو ڪو شاعر ڪو نه ٿيو پر جتي ڪٿي شاعر مولود جوڙڻ لڳا، چاڪاڻ ته مقامي مولود پڙهندڙ پڻ اڳين وڏن شاعرن جي مولود پڙهڻ واري

پابندي کي چڏي مقامي شاعرن جا مولود پڙهڻ لڳا. ويهه پنجويهه سال اڳ، مولوي غلام رسول جتوئي ۽ جانڻ سوناري جا مولود ٻين جي ڀيٽ ۾ زياده مشهور ٿيا. هن وقت لاڙ طرف پير زين العابدين شاهه نورائي واري جا چيل مولود قدري مقبول آهن، پر هر هنڌ شغلن ۾ مقامي ننڍن وڏن شاعرن جا مولود پڙهيا وڃن ٿا.هن دور جي مولودن جو اسلوب بيان زياده عام فهم ۽ آسان آهي، پر ان ۾ شاعرانه نزاڪتن جي ڪمي آهي. زبان جي ڳوڙهائي، خيالن جي انوکائي، توڙي جذبي جي صدق ۽ سچائي ۾ موجوده دور جي شاعرن جو معيار گذريل دور جي شاعرن جي ڀيٽ ۾ ايترو بلند نه آهي.

("مولود"، لوڪ ادب سلسلي جو چوٿون ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ 1961ع، جي مقدمي مان کنيل شروعاتي حصو.)

----------

جن ماڻهن اسانجي دين جي ڪم ۾ ڪوششون ڪيون، اسان (به) انهن کي ضرور پنهنجو رستو ڏيکاريندا سون ۽

ڪو به شڪ نه آهي ته الله اهڙن (ماڻهن) جو ساٿي آهي جيڪي (سچي دل سان) نيڪ ڪم ڪندا آهن.(القرآن)

---

(1) عربيءَ ۾ ”مولود“ (جمع مواليد) معنيٰ نئون ڄاول ٻار يا طفل. ”مولود“ جي اها معنيٰ قرآن شريف ۾ سورة ”بقرة“ جي هن آيت سان پوريءَ طرح واضح ٿئي ٿي ”وعلي المولود لہ رزقهن و ڪسوتهن بالمعروف“ (والد کي نون ڄاول ٻارن جي مائرن جي کاڌي ۽ اوڇڻ جو انتظام سهٽي طريقي موجب ڪرڻ لازمي آهي.)

(1) ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ٻهريون ڪتاب ”مداحون ۽ مناجاتون“.

(2) ”سمهه“ اصل ۾ ”سماع“ آهي. ”سماع“ جي مجلسن ۾ صوفي درويش وجد ۾ اچي نچندا هئا. عيدن برادن جي موقعن تي سمهه جي نچ، اصلوڪي سماع جي مجلس ۾ حال واري رقص جي يادگار آهي.

صفحو 2

عجب جهڙي آهہ، حقيقت حبيب جي،
نڪو چئبو سو ڏٺي، نڪي مخلوقا،
شفق جي ساڃاءِ، جامع ليل نهار کي.
خواجه محمد زمان رحه

## ميون شاھ عنات رضوي

دوس قريشي، عرب ديسي----
توکي رب سنڀالي، ميان سائين!
اول نور نبيءَ جو تاري ۾ رکيائين،
ڏسي ڏيھ ڏٺين کي التحيات اُتائين.
منجھان بهشت براق سينگاري، پيا ملائڪ مُڪائين،
آءُ موجن سين محمدا! اِيءَ توکي ڏات ڏنائين.
آدم، عالم، عارف، مرسل، سڀ خاطر تو خلقيائين،
جت سَپ نه ملائڪن جو، اُت ڳجھاندر ڳرھيائين،
جنبي جبريل سين، باونگ پير ڏريائين.
ڳس غربت خاص خلوت، اوپر چڙھ، اُتائين،
عرض ڪري "عنات" چئي، اُمت انعام لڏائين.
*

## شاھ عبداللطيف ڀٽائي

ھاڻي ايندو، ھاڻي ايندو،
منھنجو سڄڻ سائين ھاڻي ايندو.
آڳر لائي انڌيون، وڃي وسينءَ نيئي وڃھندو.
مٿان لڪن ساڻڙو، صحيح سلامت نيندو.
ڏيئي ور ولھين کي، ڪامل ڪرم ڪريندو.

شمع ٻاريندي شب ۾، نرمل نور سڏيندو.
نماڻيءَ جو نجهرو، پاسي پاڻ اڏيندو.
هادي جهلي هٿڙا، چڪڻ مان چاڙهيندو.
اڳواڻ ٿي امت جو، هادي هٿ جهليندو.
احمد ڪارڻ عاصيين، داڙو ٿي دڙيندو.
پٺي لائيندو پانهنجي، چوريون تان نه چڏيندو.
مهند ٿيندو مصطفيٰ، پُٺيءَ لوڪ لنگهيندو.
اُتي عبداللطيف جي، هو حمايت ٿيندو.
*

## مخدوم عبدالرؤف ڀٽي هالائي

سدا ٿيون سارين،
منهنجون اکڙيون احمد چام کي.
ويچاريون واٽن تي نئين سج نهارين.
دليئون دوست رسول کي، ويل نه وسارين.
ساريو سپرين کي، روز هنجهون هارين.
عاصي عبدالرؤف چئي، گهنگهر ڏينهن گهارين.
*

## مخدوم غلام محمد بگائي

ركو هيٺي تي هٿ هر هر، ٿئي رحمت يا رسول الله!
ڪري پيو ڪير توريءَ هت حمايت يا رسول الله!
هيٺي هن حال منهنجي جي، سيد! سڏ توکي سپ آهي،
چوڻ چارو نه مون آ ڪو، حڪايت يا رسول الله!
ٿئي آڌر ارادت جي، پسان تو مير محمد کي،
ڪريان خدمت، ٿئي حاصل، هدايت يا رسول الله!
نه اٿم تقويٰ نمازن جي، نفل، فرضن عبادت جي،
رکان اميد رحمت جي، عنايت يا رسول الله!
غلام محمد جو غم لاهي، خرابيون ۽ خطائون سپ،
ٿئي شافع! وري منهنجي، شفاعت يا رسول الله!
*

## مخدوم محمد اسماعيل سومرو

(پريان لوءِ)
ٻاجھ حضرت جي گهڻي،
محب مون تي لک ٿورا.
تون سردار آهين سپ خلق جو، مهڙ مڙن جو مصطفيٰ!
شفي شافعي، نور نافعي، مير مديني جا ڌڻي!

راضي رهائيم صبر توفيقا، قادر تنهنجي ڪل تي قضا،
حال پس، هي مون نه وس، يار توکي هيءَ وٽي.
سولي ڪر سڪرات منهنجي، قبر ۾ رس ڪارٽي،
وير وڙ ڪر، پال پڙ ڪر، چپر پيس آءٌ چٽي.
اسماعيل کي علم ارشاد جي، هن آر اندر ۾ آٽي،
وڙ وچايم، پلؤ پايم، عيب آيس آءٌ ڪٽي.
*

## مخدوم عبدالله (نرئي وارو)

اجهي اوهان جي آهيان،
مير محمد مصطفيٰ!
آءٌ دامن لڳو آهيان،
رهبر! اوهين رسجاها!
موليٰ ملائڪ موڪليا، ڪوٺي سان ڪرما،
آيا سينگاري سهج سين، مرڪب سونهن صفا،
حسن ڏسي حورون، سج چنڊ ڪتيون تارا،
عرش ڪرسي آسمان، سيئي ڪن ساراها،
تهان پوءِ رسيا، جت جبرئيل جاءِ نه ڪا،
اوهان کي آگي ڏيکاريو پنهنجو پاڪ لقا،

ترهو چنم تار ۾، جت ويڙم وسيلا،
مون کي رسجاهه مهر سين، پلا پرجهلا،
وصف اوهان جي والضحيٰ انا فتحنا،
مدح اوهان جي مصطفيٰ، ياسين ۽ طٰہ
دامن لڳو دوست جي، عاصي عبدالله،
مدد تنهن جي مهر سين، ڪامل ڪجا.

*

## پير محمد راشد  روضه ڌڻي

موليٰ مڪو توکي ڏيو، عالم سجو ٿيو سوجهرو،
ظلمات سڀ ضايع ٿيو، موليٰ ملائين مصطفيٰ!

تِڪ ٿي وهي هن پار ڏي، ڪشتي چڪي اوپار ڏي،
درڪار پهچڻ يار ڏي، مولا ملائِين مصطفيٰ!

آهي هتي چولي گهٽي، تنهن ۾ گهڙان چا ٿو ڪٽي،
تڙ چاڙهه تون تڙ جا ڌڻي، موليٰ ملائين مصطفيٰ!

ڪين جو ڪمايم ڪار ۾، هت چا سلان سرڪار ۾،
دانهون ڪيان بيڪار ۾، مولا ملائين مصطفيٰ!

ساريو سچڻ کي ساريان، تولئه هنجون هٿ هاريان،
ڏونگر ڏکيا ڏينهن گهاريان، مولا ملائين مصطفيٰ!

سنسار ۾ سردار تون، اڙين سندو آڌار تون،
"راشد" پهچائج پار تون، مولا ملائين مصطفيٰ!
*

## سچل سرمست

اي صبا! تون ڏي وڃي، نياپا سندم سردار کي،
سپ سنيها هي چئج، مرسل مٺي منٺار کي.

مهر ڪا مون تي ٿئي، ڏيو گوش هن گفتار کي،
جيڪي آهي سو ٿئي، ڪيو پور هن پندار کي.

بخشيو دارون ديد جو، هن برھ جي بيمار کي،
دل نه ڏي دلبر واٽ ڏيو يا احمدا اغيار کي.

احمدا!  توکاڻ ٿي بخشش سچي سنسار کي،
شڪ نه شبهو مونکي ڏي، ڪر تون پڪو اعتبار کي.

پاچي پٿيون ڪيو آ پٽي، اصلؤن پنهنجي اختيار کي،
ڪو نه ڪو پؤ آ سچو، هر جاءِ حمايتدار کي.

*

## ملان صاحبڏنو شڪارپوري

ڪونهي جوڙ تنهنجو ڪو جهان اندر،
گهمي عرب عجم ايران ڏٺم.

تو تي راضيِ الاهي رسول سچا — تون ته مولا جو مقبول مٺا،
تنهنجو قول سچا، ٿئي قبول سدا — تنهنجي وصف اندر قرآن ڏٺم.
توکي شاهه شرف لولاڪ مليو — توکي ارض سما افلاڪ مليو،
توکي خاص خدا رب پاڪ مليو — جبرئيل سندءِ دربان ڏٺم،
توکي حوض ڪوثر جي — تنهنجي اُمت کي

ذات ملي صلوات ملي،
توکي عرب، عجم، عرفات ملي جتي بخش ٿيندا عصيان ڏنم.
دک درد تنهين جا دور ٿيا، جيڪي حاضر منجهه حضور ٿيا،
"صاحبڏنا" سپ نور ٿيا تنهنجي پيش پتنگ پروان ڏنم.

*

## فتح فقير

### ڪيڏو شرف قرآن ۾
### اعليٰ نبي تنهنجو شان ٿيو

شاهد نبوت تي شجر
پڙهندا ها تسبيحون حجر
جن مجيو خيرالبشر
تن دين ۾ ايمان ٿيو
رب پاڪ ڏنئي رهبري،
سيد سچا تون سروري
پرور ڏنئي پيغمبري
راضي مٿءِ رحمان ٿيو

راضي مٿس ٿيڙو ربي

آيو محمد عاربي

هو ٻن جهانن جو نبي

سردار ۽ سلطان ٿيو

شاهد نبوت تي شجر
پڙهندا ها تسبيحون حجر

جن مڃيو خيرالبشر
تن دين ۽ ايمان ٿيو

رب پاڪ ڏنئي رهبري
سيد سچا، تون سروري

پرور ڏنئي پيغمبري
راضي مٿئه رحمان ٿيو

راضي مٿس ٿيڙو ربي
آيو محمد عاربي

هو ٻن جهانن جو نبي
سردار ۽ سلطان ٿيو

هو اُپ مٿي اسرار تو
اهو اشارو اظهار تو

ڪيو معجزو منٺار تو
قمر ڪِري قربان ٿيو

هينئڙي ڪي حب حسنين جي
ذي فهم ذي النورين جي

دلبر نبي دارين جي
نازل مٿس قرآن ٿيو

برڪت ڀلاري پير جي
مرسل نبي منير جي

صدقي محمد مير جي
اُمت مٿي احسان ٿيو

خاصو ڪيو خلقي خدا
مطلوب موليٰ مدعا

ڪر جيءُ ”فتح“ تنهن تان فدا

جنهن لاءِ جڙي جهان ٿيو

*

## سيد قمبر علي شاهه ”شريف“ پاڙائي

يار دڪاني، دوست دڪاني

مٿي تو ڪلما پڙهياسين قرآني

شمس تنهن سونهن تان، قمر ٿيو قرباني

آءُ اورانهون سپرين، جنت جاءِ مڪاني

ڏوريان ڏوريان نه لهان، سيد تنهنجو ثاني

وچ عالم دي ”شريف“ چئي، صورت تيڏي سبحاني

*

## فقير نانڪ يوسف

اڄ نبي اسان جو آيو، وائي وات ٿي وئي

ڪريا ڪوٽ ڪفر جا، تجلات ٿي وئي

جبريل جاءِ جوڙي، يڪدم آيو ڊوڙي

سيد جي صحبت ۾ پرڀات ٿي وئي

جنهن رات ٿيون رهاڻيون، مَلڪن ڪيون ڪهاڻيون

حورن سهرا ڳايا، مٿي لات ٿي وئي

هي "يوسف" يتيم ٻانهو، تعريف ڇا ڪري

محب مليو مولا سان، ملاقات ٿي وئي

*

## پير اشرف شاھ ڪامارائي

مون مذنب تي موٽ --
موٽ محمد هاشمي
نفس ڪميٺو يا نبي! آهي امارو اٺموٺ
نرم ڪر نگاھ سان، جو سخت سٺاٺو سوٺ
مهندان محشرماڳ ۾، جتي مڙندو جڳ جهڳوٽ
عاصيڙن جو احمدا! تون آهين ڪانجهو ڪوٽ
پيءُ نه ڏاڏو ڀاءُ برادر، جت مامو نه ماروٽ
سوڙهيءَ ۾ رس سيدا! آهين اڙين آڳو اوٽ
پريل بدڪارين سان آهيان، پيرين تان سرچوٽ
ڪر عفو "اشرف" کي، ڪڍ تنهن مان کوٽ کروٽ

*

## خليفو نبي بخش لغاري"قاسم"

جهجا ڏيج جِهار، مُنهنجا عالم جي آڌار
پانڌي پرين رسول کي، جهجا ڏيج جهار
آجو ڪريو احمدا! عاصي ڪؤن آزار
سگ پانهنجو سپرينّ! وارث ڪيم وسار

سگهو موٽج سيدا! سَڏ سُڻي سالار
رهي آهي روح ۾، پرين تنهنجي پچار
قاسم جي ڪونين ۾، سيد لهج سار
*

## حسين فقير ديڏڙ

اُڪنڊ مون اندر ۾ عرب جي ادا ڙي
وڃان شال جيئري حبيبن جي پاڙي
ساريوويٺي ساريان ۽ پل پل پڪاريان
هنجون روز هاريان ۽ نڪريو نهاريان
وڇوڙو ٿو مون کي سدا رت رئاڙي
ڏکي تي هو والي وري واڳ واري
هلان شال حاجين سان ڪرها قطاري
پسان پاڪ پيرو، وڃان لڪ لتاڙي
مديني وڃڻ لئه ويٺي آءُ واجهايان
پرينءَ جي پسڻ لئه ٿي پانڌي پڇايان
ثمر ڪونه ساريان اهو سُورُ ساڙي
سڻي سوال منهنجا عرض تون اگهائين
اچي بارَ بَدين جا لحظي ۾ لاِهين
"حسين" آهي هيڻو، ڳوڙها پيو ڳاڙي

*

## خوش خير محمد هيسباڻي

پهري ميم سندي پوشاڪ
عرب ۾ ڏس احمد آيو
جنهن جي نور ظهور ڪيو،سارو ارض وسما افلاڪ
عرب ۾ ڏس احمد آيو
پسي حسن پنهنجي کي، موٽي پاڻ ٿيو مشتاق
عرب ۾ ڏس احمد آيو
مٿي تي محبوب جي سونهي چٽ سهڻو لولاڪ
عرب ۾ ڏس احمد آيو
خير محمد خوش ٿيو آهه، وحدت جا ٻڌي واڪ
عرب ۾ ڏس احمد آيو

*

## حمل فقير لغاري

سيد سچا سردار تون
عالم سندا آڌار تون
ڪل مرسلن مهندار تون
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
بيشڪ رسول الله تون
بيشڪ نبي الله تون
بيشڪ حبيب الله تون
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
توکي قرب"قوسين" جو
صاحب آهين ثقلين جو

تون قرة العينين جو
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
توتي رحم رب پاڪ جو
توکي لقب لولاڪ جو
غم ميٽ مون غمناڪ جو
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
تو لئه زمين آسمان ٿيا
جن و ملڪ انسان ٿيا
تو سان وڏا احسان ٿيا
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
مرسل! توکي معراج ٿيو
تنهجو ڪلي ڪم ڪاج ٿيو
آسان ڪل احتياج ٿيو
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
زينت نبين جو زيب تون
عاصين ڍڪيندڙ عيب تون
لاشڪ شفيع لاريب تون
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ
آهين اکين جو ٺار تون
موليٰ سندو مختار تون
ڪٽندڙ ڪهين جا بار تون
ڪر مهر مون تي مصطفيٰ

(اقتباس)

*

**پير مهدي شاهه**

هيٺن حمايت، واهرو وسيلا

ماڙ ڪيو ڪا منير

ڏيل ڏڪايو ڏاڍو ڏوهن ويتر لوڏيو چوهي چولين

آڏر ڏيج امير

ڪامل ڪاهي رسج قبر ۾ حضرت! حامي ٿيج حشر ۾

معاف ڪيو تقصير

پيش اوهانجي پيڙس پارس واه اسانجي ڪرڪا وارث

تو تي ڪرم قدير

مهدي شاه ڪي مديني مرسل آڏر اڳتي ڏيج تون اڪمل

سرور تارج سير

*

## ميان سرفراز

رس غوث قطب گلزار، مٺا مل نور نبيءَ جا
شاهه محي الدين موچارا
اول نور نبيءَ جو پرور ڪيو پيدا
دامن لڳي تنهن دوست جي عاصي سڀ چٽندا

در تنهنجي تي دادلا، بيٺي ڪري آهون سدا
من جون مرادون ٿي پنان سي پجائين پاتشاه

فرزند شاه عليءَ جا گوهر گلزارا
حضرت حسن ۽ حسين سي اڙين آذارا

سڪرات ۾ ”سرفراز“ کي بديون بخشيندا
مرڻ ويل مريض کي ڪلمون پاڪ پڙهائيندا
*

**سيد خير شاه حيدرآباد**

جيءُ ڪرم ڪريو ڪلتاري
آءُ ستر پنان ٿو ستاري
يا رب راضي ٿيءُ اسان تي، بخش بديون سڀ باري
پرور! پار اُڪارين، آءُ تان آهيان ڏڏ ڏوهاري

پيڙي پنهنجي پاجه سان، سا تار منجهان تو اچي تاري
پڏل ڪڍي هيئي پاجه سان، منجهان ڪنن قهاري
يارب العالمين! آئون تو در ڪريان ٿو زاري
والي پنهنجي واٽ تان، هي جا وانجهج ڪين ويچاري

"خيرشاه" چئي خير جي، ڪرڪا موليٰ مهر موچاري
پيراندي پرين رسول جي، هئان ڪلمي ساڻ قراري

*

## مخدوم امين محمد پڪن ڏٽي

محمد مصطفيٰ ڪر ماڙ ميان
دلگيرن جا دلدار ميان
اول صديق صدق جو، ياور سنڌ ِ هو يار ميان
عمر عادل دين جو، اڙين سنڌ ِ آڌار ميان
عثمان اڪمل آءُ چوان ۽ حيدر ڪرار ميان
ڪنبائي ڪفران کي ڌڙ کان سسيون ڪيئين ڌار ميان
پيا مڙئي پهگڻ هئا، اصحاب ۽ انصار ميان
سر سدا صدقو ڪري، گهورون ڪيئون گهر ٻار ميان
عرض منهنجو احمدا! دائم سنڌ ِ دربار ميان
چڙايوم چيَن ڪان، ڪم چڱا مون ڪار ميان
هوس هميشہ حرج ۽ بديءَ جي بازار ميان
وسيلا مون وٽج ڪيا سڀ لا ابد لاچار ميان
آهي اميد"امين" جي، مدد ٿي هرڪار ميان
توهه تنهنجي تي تڳان، دلبر اٿم درڪار ميان
*

## شاهه محمد ديدڙ

سڻ سردار، هيءُ پڪار، هنون ڪار مديني
قسمت ڪار، پلي  پار، نيئي مار مديني

تو در آهه، لڳ الله، محمد شاهه پلارا
چٽا چار، ڏسان يار، اکين ٺار مديني

سنجهه صبوح، اندر روح، جيرا جوش جلايا
نيٽن نار، وهن يار، اکين ٺار مديني

هيٺو حال، ٿيو بي حال، چڱي چال نه چلياسين
بدين بار، ٿيا اظهار، گنهگار، مديني

"شاهه محمد" سندو غرض، پائي پاند پني ٿو
منهن ڏيڪار، اي منٺار، مون هڪوار مديني

*

## شاهه نصيرالدين"نصير"

تجلو پسان هڪ تار ۾، جاٿي تماشو طور جو
شب روز مون کي شوق انهن جو

ساراھ صفت سبحان ڪئي، سيدا! تنھنجي صحيح
ماڻھو پڑھن سڀ مَلڪ جن، مصحف تنھنجي مذڪور جو

طٰہ تنھنجي تعريف ۾، طومار جوڑيا ڏس جبار
توريت ۽ انجيل ڏس، ظاھر ذڪر زبور جو

ناگہ نظر جنھن تي پيو، سو خيال اُن ۾ خوش ٿيو
شل حشر ۾ ٿئي حوصلو، سر انھن مخمور جو

ھي ناز نرگس جا پسي، نياز مان آيو "نصير"
سو گل وري پيو ڪيئن پسي، گھايل اوھانجي گھور جو
*

## فقير غلام حيدر تيرھيو

مير مديني جو موچارو
حامي ٿيندو ھاشمي
اُپ تتو، پون ٿامڻي، ڪريو سج ڪارو
نفسا نفسي جو ٿيو، نيشان اُت نقارو
ڪونہ سڄاڻندو ڪنھن کي، ماءُ نہ پيءُ پارو

نڪو پير، نه ڏان ڪو، نڪو وسيلو وارو

لنگهائيندو لطف سان، پل تان پاڳارو
تان نه ڇڏيندو "تيرهيا" عاصين کي اڳ وارو
*

## حسن بخش شاهه جيلاني

مير مٺا سائين عربي چام،
تنهنجو ثاني پيو ڪو نه ٿي چاٽان.

رب هب لي اُمتي پڙوسون
شاهه شفيع جو شوق وڌيوسون

دل ته جهلي ان دام
لائق، تو در ٿي ليلايان

مرسل، مئيءَ جي ڪج ڪا قسمت
مير مڪي جا، هاشمي حضرت

ورنهه وير ورِيام
عرب اڇڻ لئه والي واجهايان

مئيءَ کي مديني احمد آٽي
پاڪ حرم جو پريان پاٽي

خاص پين سپ عام
سيد، تو در سگ سڏايان

جاءِ اسان جي جنت البقيا
اتي اسان جا تهدل تڪيا

"حسن بخش" سيد سام
پارس پاند، ڳچيءَ ڳل پايان

# فقير نواب ولي محمد خان لغاري

يا سردار عالم جا اجها | ڪر ماڙ منهنجي سيدا
هر حال ۾ مشڪل ڪشا | توفيق ڏي بهر خدا

رس يا رسول الله ﷺ

ختم الرسل سردار تون | خاوند اڳيان مختار تون
آهين اڙين آڌار تون | ڪٽندين ڪهن جا بار تون

رس يا رسول الله ﷺ

تلندا عمل ميزان ۾ | ٿيندو لقاءُ ميدان ۾
سيڪو هوندو ارمان ۾ | مون کي رکج تون ڌيان ۾

رس يا رسول الله ﷺ

تنهنجي سخاوت جي خبر | مشهور منجهه جملي بشر
سيڪو سلامي تنهنجي در | فضل عفو جي ڪري نظر

رس يا رسول الله ﷺ

تعريف تنهنجي جو بيان | سمجهي ڏٺم قرآن مان
ختم النبي آخر زمان | مالڪ اهي هر دوجهان

رس يا رسول الله ﷺ

تنهنجي حسن ڪان ڪيترا | جلوا وٺي مطلب رسيا
شمس و قمر کي ٿيو صفا | چوڏهن طبق روشن ٿيا

رس يا رسول الله ﷺ

"ولي محمد" ڏينهن رات ۾ آهي انهي خيالات ۾

يا سيدا سڪرات ۾ ڏج ياد ڪلمون وات

۾

لا الٰہ اِلا الله محمد رسول الله.

*

## مصري شاه

عرب ۽ هند ۾ وهواه، سچي ايران ۾ وهواه
صفت سردار سهڻي جي، عجب قرآن ۾ وهواه

سچي سردار سرور اج ڏني صلوات سينگاريل
لکيل وڻ وڻ مٿي پن پن، ساري بستان ۾ وهواه
مڪي چائو مٺو مرسل، ٿيو سرتاج نبين جو
مسلمانن سندي دليئون، آيو ايمان ۾ وهواه

شهنشاهي سندس رتبو، آگي عزت ڪيس اعليٰ
چوي "مصري" لٺو ڪلمون، سندس ئي شان ۾ وهواه

*

## احسان فقير

هن عرض جو غرض ڪر، سيد سچا سردار تون
مرسل محمد مصطفيٰ، آهين سندم آڌار تون

تنهنجي ڪنڌي ڌي ڪاهيان، تو در پيو ٿو دانهيان
ويرين ورايو آهيان، رسجين مٿا منٺار تون
مرسل مداحي سان ملي، هٿڙا رکو تنهن تي هلي
آن ڪان سري سيپڪا پلي، دارو ٿئج دلدار تون

سڻ سوال سائل جو سدا، پوري ڪريو من مدعا
نرمل نبي نور خدا، حامي ٿئج هر وار تون
احسان تي احسان ڪر، گولي سندو ڪو مان ڪر
دشمن سندم ويران ڪر، گوهر مجج گفتار تون
*

## آخوند لطف الله”لطف“

موٺ محمد مير------
ٻانهڙي ٿي ٻاڪاري
مشڪل ۾ رس مصطفيٰ، امت جا امير
مرضن وڌي آهيان ماري

پازياڻي پرڏيهہ ۾، دردن ڪئي دلگير
سورن سين ڳڌ ڳذاري
هِتي هتي هاشمي، احمد! وقت اخير
پرتي اٿو پناري
لاهيو غم"لطف" چئي، وڃان ملڪ ملير
سانگين کي دل ساري.
*

## مير عبدالحسين سانگي

اصل سان ٿي اصل جي هي وصل واري رات اڄ
جنهن ۾ ڪيو معراج مرسل، سا سونهاري رات اڄ
آسمان آهي سچو سرو چراغان جي مثال
آهي تارن کان ٿي روشن واهه ساري رات اڄ

پاڪ آهي انتظاري کان ٿي ذات پاڪ، پر
منتظر هئي تنهن جي لاٿي انتظاري رات اڄ
نور کي بين السواد اڪثر چون اهل خرد
سا آهي معراج واري صاف ڪاري رات اڄ

آهي باطل هت رکن مخدوم خادم جو خيال
احد احمد جنهن ۾ ٿيو تنهن کان بهاري رات اڄ

سچ چون ٿا "ڪل شي راجع" ٿي آخر اصل ڏي
آهي محبوب الاهي جي سواري رات اڄ

دين جو غلبو پسي ۽ طنطنو ۽ طمطراق
سانگ"سانگي" جو ڏسڻ سان دل هيءَ ٺاري رات اڄ

*غلام محمد شاه "گدا"

خدا ڪيو خلق جو سرور محمد
پيارو پاڪ پيغمبر محمد
شفيع المذنبين خيرالخلائق
رسول الله دين پرور محمد
"ظهورش باعث ايجاد عالم"
اَڙين جو آسرو آذر محمد
ڪريم و ڪار ساز جمله عالم
امين و اشرف و اطهر محمد
"ز نورش هر دو عالم گشت روشن"
مہ و خورشيد کان انور محمد
"ڪلام الله نازل شد بشانش"
رئوف و راحم و رهبر محمد
احد احمد جي وچ ۾ ميم ويڇو
پيو سڀ عرض ۽ جوهر محمد
اول آدم کان ان جو نور انور
اگرچه ڪيو ظهور آخر محمد
نبي، هاشمي، ابطحي
نبوت جو صحيح مظهر محمد

## رمضان فقير وايو

سيد سردار، نبي نروار
اوڪيءَ رس يا رسول الله
ڪيم صغيرا ڪيترا، پيا جي ڪوڙئين ڪبيرا
لحظي منجھ لاھئين، منھنجا عيب اپار

مرض منھنجي من جا، آھن مڙيئي مونجھارا
درد ڳرا دڪڙا، ڪج دل ڪان ڪيي ذار
رس اچي"رمضان" کي، سختيءَ منجھ سڪرات
وجي ساھ سرير مان، ڪلمي جي به پچار.

*

## امام بخش خادم

وجي ٿي وچوڙي ۾ سڀ زندگاني
منجھان مھر مرسل، پسايو پيشاني
گھڻا سال گذريا تنھنجي لاءِ سڪندي
ڪندي آھ و زاري پني زندگي
وچوڙي جدائي ۾ گذري حياتي
اندر ئي اندر آھ تو لئه حيراني
نه مٺ تنھنجو پيدا ٿيو آ نه ٿيندو

ڏسان ڏيهه ۾ ڪونه تنهنجو ڪو ثاني
اچي عمر آخر ٿي آهي حبيبا!
ڏيو ڏاڻ، تنهنجو ڏسان ڏيهه ڏاني
ٿئي شال سڪرات"خادم" جي سولي
وئي خام نندپڻ، اچائي جواني
*

## پير ڪمال نوشهرائي

وسيلا واهرو واهر
مٺا محبوب مل مدني

اُمت جا آسرا انور
شافي هر دو جهان سرور

رڙي روئي پچان راهون
مٺا محبوب مل مدني

پاجهارا ڏي پڏيءَ پانهون
ولهيءَ وييون سيئي واهون

پڏج عاجز سنديون آهون
مٺا محبوب مل مدني

داتا دردن سنديون دانهون
الله لڳ آءُ اوراهون

فراقن دل ڪئي ڦارون    ڏيو دردن سندو دارون
سڪايل جون لهو سارون    مٺا محبوب مل مدني

ملڻ لاءِ مون مٺان ماتم    هنجون هاريان ويٺي هردم
هيڏيءَ سان هوت ٿي هردم    مٺا محبوب مل مدني

*

## منٺار فقير راڄڙ

مرسل محمد ڄام جي
آڳي عزت اعليٰ ڪئي
نفسي نبي پڙهندا اُپا، جڏهن ٿيندي ويل قيام جي
چي يا اُمت اسين آهيون، احمد سچي امام جي
سختي قيامت جي سجهي ٿي، هل حشر هنگام جي
ماءُ پيءُ پڇي ٿيندا پري، تڏهن سيد جهليندو سام جي
وٺو راهه رسول جي، ڪٽي دين ۾ اسلام جي
ڪنجي بهشتن جي اٿو، ڪلمون نبيءَ جي نام جي

پارت پيغمبر کي هجي، "منٺار" هن غلام جي
ته من قبر مون کي ملي، تنهن مديني جي مقام جي

*

## مرزا قليچ بيگ

توکي ڪريان ٿو ياد آءُ ڏينهن رات يا نبي!
سهسين پڙهان سلام ۽ صلات يا نبي!
تون آهين نور حق، تون هنيٰ الله، تون رسول
تون مصطفيٰ،تون سيد، سادات يا نبي!
تنهنجا َملڪ سلامي ۽ تنهنجا فلڪ غلامي،
نت عرش ڪرسي، ارض و سماوات يا نبي!
خالق جو تون حبيب ۽ اُمت جو تون شفيع،
تون ابر رحم، بحر ڪرامات، يا نبي!
تو آئي هاشمي! ٿيو روشن زمين زمن،
ٿي ڏور جڳ مان ظلم جي ظلمات يا نبي!
عاصي ۽ عيبدار آهن تنهنجي آسري،
ڏيارين تنين کي عدن جا جَنات يا نبي!
ِهت هت تون مومنن کي رکين سرخرو سدا،
ماري منافقن کي ڪرين مات، يا نبي!
آهي تنهنجو نانءُ صبح شام وات ۾،

ليل و نهار تنهنجي اثم تات يا نبي!
آهي سدائين تو سندو دامن لڳو قليچ،
ڏاتر ڪان تنهن کي ڏيار وٺي ڏات يا نبي!
*

## پير علي اصغر شاهہ”اصغر“

پرور ڏنس پيغمبري،
سالار کي سپ سروري.
شڪر جو آخر زماني جو نبي پيدا ٿيو
آگي عطا آن کي ڪئي، ڪيڏي رسالت رهبري
براق تي سوار ٿي، معراج تي مرسل ويو
صلوا عليہ سپني چيو، جن و مَلڪ، حور و پري
شرف وارا ٿيا فلڪ، شمس و قمر، اختر مريخ
تنهنجي سونهن روشن ڪيا،زحل، زهره، مشتري
ڪهڙي ڪري ڪهڙي ڪندو، سردار جي "اصغر" ثنا
هن زبان ناتوان ۾ ناهہ طاقت ايتري
*

## سيد”صالح“جيلاني راڻيپوري

مرحبا روحي فدا معراج واري رات اڄ
مرسل عربي جي آھ رب ڏي تياري رات اڄ

سرمو ما زاغ البصر جو اڄ پرين پائي ھليا
۽ اٿس والليل اذا جي زلفڪاري رات اڄ

مرحبا محبوب رب جو ٿيو خرامان ناز سان
دمبدم الله ڪي زائد شوقباري رات اڄ

رحمة للعالمين جي ڏسڻ لئه سڀ انبياءَ
مسجد اقصيٰ ۾ ڪن اختر شماري رات اڄ

شوق مان سڀ انبياءَ ڪنجڪ وٺيون چوندا ھلن
الحمد الله ڪئي اسان خدمت گذاري رات اڄ

جن و ملڪ، انسان سڀ صلواتون پڙھيو بيٺا چون
واه پنھنجي دوست لئه، مولیٰ سينگاري رات اڄ

امت عاصين کي شفاعت جا پياري جام ڏيو
اِنا اَعطينا عطا ڏيس، اختياري رات اڄ

سال ڏيا" صالح" کي غم ۾ سڪندي تولئه سيدا
صاحب المعراج ڪر ڪا غمگساري رات اڄ
*

علامه اسد الله شاه"فدا" ٽکڙائي

ڏيو مون کي خيال مدحت خيرالوريٰ آهي
سرير ڪلڪ کان پيدا صدا صلي عليٰ آهي
چمن ۾ نعت گوئي جي هي طوطي طبع منهنجي جو
بذڪر پاڪ ختم المرسلين ڏيو خوش نوا آهي
محمد برگزيده بارگاه ڪبريا آهي
محمد انبياءَ ۽ مرسلن جو پيشوا آهي
محمد باعث ايجاد عالم خلقيو خالق
محمد ڪشور لولاڪ جو مالڪ ادا آهي
محمد جي مهابي عفو ڏيو عصيان آدم جو
محمد نوح جي طوفان ۾ ڏيو نا خدا آهي
محمد جو مبارڪ نام آهي روح جي راحت
محمد جو مبارڪ ذڪر دردن جي دوا آهي

محمد جا ٻئي گيسو ٿيا والليل جو تفسير
محمد جو رخ انور سراسر والضحيٰ آهي
ٻڌي هيءَ نعت منهنجي باغ جنت ۾ چيو رضوان
هزارين آفرين صد مرحبا توکي"فدا"آهي
*

## حاجي احمد ملاح

چئو صل عليٰ، سيد، سردار محمد
اڄ آهه ڪئي دين جي دربار محمد
اصحاب ستارا ته قمر شمس قريشي
هر پاڪ نبي گل، گل گلزار محمد
مسڪين وٺن دين جي تلقين نبيءَ کان
ٻولي ٿو عجب سر ۾ اسرار محمد
درگاهه وڏي جاهه سين، الله احد جي
دعوت ٿو ڏئي دين جي دلدار محمد
ڏينهن رات، ٻتن ٻات هجي وات ٻين جي
الله ۾ الله جو اذڪار محمد
قرآن در مرجان، مثل جان جسم لئه

گلزار گل و گوهر گفتار محمد
آرام صبح شام، احد نام سين احمد
صلوات پڙهان سؤ سؤ صد بار محمد
*

## مرتضائي نثوي

خلاق مڪو خلق تي سلطان محمد
دارين ڏٽي، دين ۽ ايمان محمد

احمد کي بلاميم احد سيڪو ٿو سمجهي
هي ميم مجازي ٿو رکي مان محمد

ري عين عرب آهي، بلا ريب ٿيو رب
هي عين رکي ظاهر عرفانِ محمد

موجود فلڪ ارض ڏسو نار جنان ٿيو
باعث وجود جان ۽ بي جان محمد

سڀ عالم و آدم ٿو رهي هن جي سبب سان
ظاهر ٿو رکي صورتِ انسان محمد

سڀ دين مذاهب تي سندس دين ڪرارو
بي دين ڏسي ڪيئن جو رکي شان محمد

هن بارگاه قدس ملائڪ مطيع ڪيا
جبرئيل امين آهي سو دربانِ محمد

صلواة ۽ سلام لکي ان مٿي درود
واڪاڻ ڪان وڏيڪ رڪي شان محمد

مون"مرتضائي" صدق سچي ساڻ قبوليو
اديان ڏسي، دينِ خدا دان محمد

*

## محمد هاشم ”مخلص “

خالق جي زير حڪم ٿيو فرمانِ مصطفيٰ
روح الامين آھ ثنا خوان مصطفيٰ

آدم جو ٿيو جبين ڪان عيان، شان مصطفيٰ
جڏهين ٿيو جلوه گر نور درخشانِ مصطفيٰ

ليل ونهار، شمس وقمر، هفت آسمان
هر دم ٿين ٿا شوق مان قربانِ مصطفيٰ

احمد جو نور موجب بنياد خلق آھ
سارو جهان ٿيو بنده احسانِ مصطفيٰ

ڪرسي و عرش، لوح و قلم، ارض و آسمان
حور و مَلڪ ٿيا تابعِ فرمانِ مصطفيٰ

بوبڪر يار غار، عمر ٿيو مشير ڪار
عثمان ٿيو نورِ شمع شبستانِ مصطفيٰ

شيرِ خدا ٿيو حيدرِ ڪرار لا
بابِ علومِ شرع دبستانِ

فتيٰ مصطفيٰ
خاتونِ خلد فاطمہ زهرا بتول نورِ نگاهه لختِ دل و جانِ
پاڪ مصطفيٰ
سبطين نور جنهن نبي جا بيشڪ اهي ٻئي سروِ
حسن حسين گلستان مصطفيٰ
"مخلص" کي جان دل کان يوسف جمال جيڪي
زياده عزيز ٿيا غلامانِ مصطفيٰ

## لال چند "مجروح"

ڪئي مون ڪانه ڪا آهي ڪمائي يا رسول الله
قِران ٿو پيو سدا در در اجائي يا رسول الله

وظائف نا تلاوت ٿي، نه ڪائي اجائي عمر مون ساري
بندگي آهي وڃائي، يا رسول الله
شهيدِ ڪربلا صدقي، اچي قيامت قبر ۾ ڪر تون شفائي
ڪر ماڙ ڪا منهنجي يا رسول الله
ٻڏي ڪشتي وئي منهنجي، اچي رس تون ڪري هائي
گناهه بحر ۾ آهي پلائي يار رسول الله

ڪٽي ڪھڙو مٿي منھڙو
ڪيم ھاڻي اچي درڊن گدائي
ٻڌايان حال مان پنھنجو
يا رسول الله
ويو مسڪين جو آھي
پلا ھاڻي اچي ڪر تون
سچوئي قلب ھي ڪٿجي
صفائي يا رسول الله
اچي"مجروح" کي دلبر
شرابِ عشق جي پيارين
ھٿون پنھنجي سخي سرور
سوائي، يا رسول الله

*

## قادري غلام عباس جوش

واھ ھئي معراج جي چا رات روشن حبذا
جو گھرايو شوق کان محبوب پنھنجي کي خدا

مسجدِ اقصيٰ کان نڪري
ان جي خدمت ۾ ملائڪ
آسمانن تي ويو
انبيا حاضر ٿيا
سر نوائي با ادب سيني ڪيو
۽ چيائون مرحبا! اي بادشاہ
ان جو سلام
دوسرا
حڪم انسانن کي ٿيو ايمان آڻيو
سو اکن سان ٿئي ڏٺو سڀ

غيب تي ڪجهه محمد مصطفيٰ
جنت الفردوس، حورون ۽ قدرتِ قادر ۽ شانِ ذوالجلالِ
ملائڪ، سلسبيل ڪبريا
منزلِ ناسوت ۽ جبروت کان ات وجي پهتو جتي پهچي نه
ويو سو لنگهي عقلِ انبيا
ان تي عاشق هو خدا ۽ هو چا چوان اي ”جوش“ انجو
سو معشوقِ خدا شان هو شانِ خدا

## غلام سرور فقير

يا مير مرسل مصطفيٰ صلوات توتي سيدا
محبوب ذاتِ ڪبريا، صلوات توتي سيدا

اي منبعِ جود و سخا، اي بحرِ ڪرم ابرِ عطا،
صاحبِ علم وحيا صلوات توتي سيدا
هي ڳالهه آهي برملا، راهه تون ذاتِ حق ۾ ٿين فنا،
هديٰ ئي رهنما صلوات تو تي سيدا
معراج جي شب جا بجا، چا شان معشوقِ خدا،
مَلڪن چيو سبحان الله صلوات توتي سيدا
ڪوثر جي پاڻي سان زبان، رخ تنهنجو آ شمس

ذوئي سندءِ نالو وثان الضحيٰ، صلوات توتي
هت هت مثي ۾ چارسو، سيدا
شهرو آ تنهنجي سونهن جو بس از ثريا تا سرا،
تو آن شفيع المذنبين، سالار صلوات سيدا
جمله مرسلين خيرالبشر، خيرالوريٰ
مان تنهنجي دامن آ وتي، توتي صلوات توتي سيدا
فدا اَمي اَبي لهندين خبر روزِ جزا،
پرتئه"فقير"عاصي گدا، صلوات توتي سيدا
تون ميث ان جي سپ خطا هث تنهنجي ۾ آهي شفا،
صلوات توتي سيدا

*

## محمد بخش "واصف"

نه هڪ آهيان عزيزو مان ته ديوانو محمد جو
خدا جو ملڪ سارو آهه مستانو محمد جو
جلائي جان ثو پنهنجي اُچل ذي دين احمد تي
پياري پرت سان آهي جو پروانو محمد جو
شرابِ معرفت جا جِت پيالا پر ڪري پيتؤن

اِلاهي سو رکي آباد ميخانو محمد جو
مديني جي گهٽي خلدِ برين کان آه ٿي اعليٰ
رکي ٿو عرش جو عالم ته ڪاشانو محمد جو
مسلمان آه جي هندو ڪو عيسائي يهودي جي
زبان تي هر ڪنهين جي آه افسانو محمد جو
جهليندا انجي دامن کي اچي جت انبيا"واصف"
عيان محشر ۾ ٿيندو شان شاهانو محمد جو
*

## علي محمد”قادري“

آهي امت کي خوشي رحمتِ باري آئي
يعني گلشن ۾ محمد جي سواري آئي
شاهدِ گل جي گلستان ۾ عماري آئي
نيست مان هست ۾ سڀ خلقت ساري آئي
تنهجي جا عشق م بدنامي خواري آئي
"قادري"دل جي چمن ۾ ته بهاري آئي

بلبلن کي ٿي چوي اڄ چاه مان بادِ صبا
يا نبي نور تنهجي ذات خدا مان ڪيو ظهور
منهنجي هن قلب جي ڪَس واسطي آهي صيقل
تنهجي رحمت جي خبر بادِ صبا گل سان ڪئي

## حاجي محمود ”خادم“

چا ڪري سگھندو بيان ڪو شوڪت حضرت رسول
ري خدا ڄاڻي نه ڪوئي عظمتِ حضرت رسول

سو ڇڱل ٻانهو خدا جو دوستو آهي ضرور — جنهن ڪئي هيڪر زيارت تربتِ حضرت رسول
رخ سندس والشمس وانگر، وار ٻڻ والليل جيئن — ۽ الف آهي سدائين قامتِ حضرت رسول
چشم طاها ۽ در ندان، يلسين جي جهلڪ — الغرض مصحف سچو آ صورتِ حضرت رسول
اُمتي ان جو سڏائڻ فخر موسيٰ جو ٿيو — ۽ اچي عيسيٰ به ٿيندو اُمتِ حضرت رسول
ڪئي ڪشش مونکي گناهن گرچه دوزخ ڏي گھڻي — پر ڇڪي جنت ۾ آندو رحمتِ حضرت رسول
يا خدا تو بخش هي"محمود" ۽ راحت ۾ رک — حشر ۽ دنيا ۾ صدقي شفقتِ حضرت رسول

## نواز علي "نياز"

انسان کان چا ٿيندو بيان شانِ محمد
خود پاڻ خدا آهي ثنا خوانِ محمد

خالق جي اطاعت جان نبيءَ جي به ٿي واجب
فرمانِ خدا آهه جو فرمانِ محمد

سردار ملائڪ ٿا چون ان کي جڏهن ٿيو
جبرئيل امين خادم و دربانِ محمد

منجهه چاهه زليخا جو عزيز ئي نه رهي ها
يوسف هي ڏسي چاهه زنخدان محمد

عيسيٰ ٿو محمد کي سڏي رشڪ مسيحا
دائود ٿو خوش ٿئي ٻڌي الحان محمد

چاچا نه مليون نعمتون محبوب خدا کي
اسلام ۽ ايمان ۽ فرقان محمد

صلوات "نياز" عجز سان پڙهه صبح و مسا جي
محشر ۾ گهرين سايئه دامان محمد

صفحو 3

## مضمون

# حُضُور اَڪرَم ﷺ جي پَاڪ سِيَرت جِي جَهلَڪ

## قرآن حڪيم جي روشني ۾

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

قرآن مجيد جي سورت آل عمران آيت 123 کان جنگ بدر جو بيان آهي، جنهن ۾ خدا پاڪ طرفان آنحضرت ﷺ ۽ مسلمانن کي ملائڪن سان مدد ڏيڻ جو به ذڪر آهي. قرآن پاڪ جي لفطن ۾- ملائڪن لاءِ ”منزلين“ (لٿل) جو لفظ آيل آهي، قصي جو تفصيل ته هر پڙهيل مسلمان کي معلوم آهي، اسان کي رڳو ان جي ڪن علمي نڪتن بابت عرض ڪرڻو آهي.

شاهه ولي الله صاحب جي اسلامي فلسفي مطابق اها الاهي مدد، عالم مثال کان لهندي آهي. اهو عالم، هن عناصر جي جهان کان مٿي آهي. ڪا به شيءَ جڏهن انهيءَ عالم کان ايندي آهي ته اتي عربيءَ ۾ ”نزل“ (لٿو) جو لفظ ڪتب

ايندو آهي. صوفين جو "ملاء سافل" به انهيءَ عالم جي شيءَ آهي. تڏهن جيڪي ملائڪ حضور پر نور ۽ صحابين سڳورن جي مدد لاءِ لٿا هئا، سي به "ملاء سافل" جا ملائڪ هئا.

آسماني دينن ۾ اهو دستور رهيو آهي ته جڏهن ڪا به قوم الله جي ڪتاب جي پيروي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندي آهي ۽ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ پورو عزم ۽ ارادو ڪندي آهي، تڏهن ملاء سافل يا ٻين لفظن ۾ عالم مثال جا ملائڪ اهڙن ماڻهن جي مدد لاءِ پنهنجي طبيعت ڪري مجبور ٿيندا آهن، اها امداد تڏهن ايندي آهي، جڏهن مجاهدن کي ان جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي. هن مدد جي ڪيفيت اها هوندي آهي ته ايماندارن جي دلين ۾ فتح جا خيال وڌا ويندا آهن ۽ ڪافرن جي دلين کي ڀاڄ ۽ شڪست جي خيالن ۽ خطرن سان ڀريو ويندو آهي ۽ اها به صورت پيش ايندي آهي ته اهڙي وقت ۾ امام پنهنجن ماڻهن کان ڪو مشورو ۽ صلاح وٺندو آهي ته صلاح ڏيندڙن جي دلين ۾ ملائڪن طرفان ڪنهن مناسب تدبير جو الهام ۽ القاء ٿيندو آهي ۽ حق جي خيالن جي انهن تي ڀالوٽ ٿيندي آهي. ملاء سافل جي ملائڪ جي اها عام ڊيوٽي هوندي

آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهي ملاء سافل جا ملائڪ انساني شڪل وٺي به ايندا آهن ۽ جهاد ۾ حصو وٺندا آهن. انهن ڪان قتل ۽ زخمي ڪرڻ وارا ڪارناما به صادر ٿيندا آهن.

ملائڪن جي اها تائيد تڏهن ئي ٿيندي آهي جڏهن مومن پڪو عزم ۽ ارادو ڪري ان تي عمل لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. بدر جي موقعي تي به صحابين سڀني اهڙي عزم جو اظهار ڪيو. سندن دليون الله جي نصرت سان معمور ۽ مستعد هيون احد واري لڙائي ۾ اها صورت نه رهي. ڪن مجاهدن جي افڪار ۾ پڇي جان بچائڻ جو خيال آيو ۽ ڪمزوريءَ جو ڪين يقين پيدا ٿيو. تڏهن الاهي مدد ڪان محروميءَ جو ڪين منهن ڏسڻو پيو. باقي قيادت جي تنظيم ۾ ڪو به نقص نه هو. پاڻ نبي صلى الله عليه وسلم ان ڏينهن هڪ عظيم ڪارنامي ڪي سرانجام ڏنو ۽ مستقبل ۾ امت لاءِ هڪ مستقل سنت جو بنياد وڌو.

اها سنت هيءَ هئي ته پاڻ سڀني جنگ احد ۾ پنهنجي اصحاب ۽ ساٿين ڪان مشورو ورتو ته حملي آور دشمن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ مديني منوره ڪان ٻاهر نڪرڻ گهرجي يا مديني ۾ اندر رهي گهرن جي ڇتين ڪي ڇٺيون ڏئي لڙائي

ڪجي؟ هن ۾ صحابي سڳورن جو اختلاف ٿي پيو. نوجوان ۽ ڪجھ اهي عمر رسيده جيڪي بدر جي لڙائي ۾ لا علمي ڪري حاضر نه ٿي سگهيا هئا، تن اها راءِ ڏني ته مديني کان ٻاهر نڪري دشمن کي منهن ڏجي ۽ شيوخ جي اڪثريت جي اها راءِ هئي ته مديني ۾ اندر رهي لڙائي ڪجي. ان وچ ۾ نبي ﷺ بنہ ايستائين ماٺ رهيا جيستائين آزاديءَ سان ٻنهي گروهن موافق يا مخالف پنهنجي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن عمر رسيده صحابين جي راءِ ڏانهن لاڙو ڏيکاريو، پر جڏهن ته اڪثريت نوجوانن جي هئي ان ڪري پاڻ پهرين خيال کي ڇڏي نوجوانن جي راءِ کي اختيار ڪيو ۽ پهرئين راءِ کي ڇڏي ڏنو.

شورائي قانون ۾ روءِ زمين تي اها سڀ کان چڱي راءِ آهي، ان کان وڌيڪ ڪو به سهڻو قانون نه ٿو ٿي سگهي. منهنجو استاد مولاناعبيدالله سنڌي اهو رايو بيان ڪندي افسوس مان فرمائيندو هو ته مسلمانن جو شوريٰ کان پاسيرو ٿيڻ هڪ عام ڳالھ ٿي پئي آهي، جو هڪ افسوسناڪ سانحو آهي. ان سان گڏ پاڻ اهو به فرمايائون ته مسلمانن شورائي قانون جي ايتري به سنڀال نه لڌي

جيتري اهي استنجا جي پڙن ۽ پترن جي ڪندا آهن. افسوس اهو آهي جو فقهي ڪتابن ۾ ان ڪي ڪا اهميت نه ڏني وئي آهي ان طرح حڪومت جي ستون کي به ڏاٿو ويو ۽ ان جي بنياد جي پاڙ پٽي وئي. اهو سڀ جهالت ڪري ٿيو آهي، ان طرح استبداد سرايت ڪئي ۽ اسلامي اجتماعيت بنهه ناس ٿي وئي.

احد جي لڙائي ۾ ٿيو ڇا جو جڏهن اڪثريت جي راءِ کي ڇڏيندي ڪي منافق ماڻهو واٺ کان موٽيا ۽ مشاورت سان جيڪي طئه ٿيو هو ان جي مخالفت ڪيائون ته لشڪر جي هڪ پاڱي ۾ ڪمزوريءَ جا جيوڙا سرايت ڪري ويا ۽ کين الاهي نصرت تي پورو ويساهه نه رهيو. لڙائيءَ لاءِ سندن عزم ۽ ارادي ۾ سستي پيدا ٿي تڏهن اهڙي حالت ۾ ڪيئن کين مدد پهچندي، سورت آل عمران جي آيت 126، 127 ۾ ان ڏانهن اشارو آهي، جن جو خلاصو هيءُ آهي ته الله جي اها مدد رڳو فتح ۽ نصر جي خوشخبريءَ لاءِ ايندي آهي ۽ هن ڪري ته دليون اطمينان ۽ قرار وٺن- جڏهن اوهان قرار جي مخالفت ڪئي ۽ ان تي اطمينان نه ورتو تڏهن جيڪي ٿيو سو اوهان کان ئي آهي. اڳتي هلي ظاهر ٿيو ته اهو به خدا جي امر ۽ حڪم ڪري

ٿيو آهي ۽ ان ۾ به ڪا حڪمت هئي. اسان جي سمجھ مطابق اها حڪمت اها هئي ته جنهن ماڻهو شڪست ۽ فتح ڪي نه آزمايو آهي، ان جي قيادت ۽ اڳواڻيءَ ۾ مستقيم راءِ نه ڏيندي آهي ۽ نڪي اهو شڪست ۽ فتح جي اسبابن کي سمجھندو آهي. عربي ٻوليءَ جي مشهور چوڻي آهي:"لاحڪيم الا ذوتجربہ" حڪيم تجربه ڪار ئي هوندو آهي. احد واري واقعي مان به اهو مقصد هو ته نبي صلی اللہ علیہ وسلم جن لشڪر جي قيادت جو تجربو ڪري وٺن ۽ اهو به سمجهي وٺن ته ڪهڙي شيءِ مجاهدن کي شڪست ڏيندي آهي ۽ ڪهڙي فتح ڏيندي آهي.

احد واري لڙائي ۾ حضور اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم زخمي ٿي پيا، سندن ڏند مبارڪ پڄي پيو. پاڻ سڳورن ڪافرن کي بددعا ڪرڻ گهري، ليڪن قرآن حڪيم ۾ کين ان ڪان روڪيو ويو. شڪست جو اصلي تجربو تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن جنگ جي قائد ۽ اڳواڻ کي به ڪا تڪليف پهچي. تڏهن نبي صه کي بار بار جيڪي تڪليفون پهتيون انهن ۾ اها ئي حڪمت هئي ته تجربو پرائجي ۽ تڪليفن تي استقامت حاصل ٿئي. ايستائين جو غلطيءَ مان مجاهدن جي صفن ۾ سندن قائد ۽ اڳواڻ حضور اڪرم

ﷺ جي قتل جي خبر پڻ ڦهلجي وئي، پر ان هوندي به اهي لڙائيءَ جي ميدان ۾ ثابت قدم رهيا ۽ منجهن ڪا به ڪمزوري پيدا نه ٿي- اهي ئي حقيقت ۾ ثابت قدم ۽ مستقيم هئا.
ڪن روايتن ۾ آيو آهي ته نبي ﷺ احد جي شهيدن تي بيهي فرمائڻ لڳا ته ايندڙ لڙائي ۾ اسين پنهنجي هڪ شهيد جي بدلي ڪافرن مان ٻن کي قتل ڪنداسون يا ان جهڙو ڪلام فرمايائون، تڏهن هڪ اخلاقي مسئلي جي ضمن ۾ ان کان قرآن ۾ روڪيو ويو ته اي ايمان وارؤ! اوهين وياج ٻيڻو چؤڻو نه کائو ۽ الله کان ڊڄو، من اوهين ڪامياب ٿيو.
نبي صلي الله عليہ وسلم جون ٻه حيثيتون
آنحضرت ﷺ جون ٻه حيثيتون هيون(1) پاڻ هڪ طرف جهاد لاءِ امير هئا(2) الله پاڪ طرفان سندن احڪامن جي تبليغ لاءِ رسول به هئا، انهن ٻن حيثيتن مان ڪنهن کي ٻي سان ملائڻ نه گهرجي. جنهن صورت ۾ جهاد جي امير پنهنجي سپاهين ۽ ساٿين کان مشورو ورتو ۽ صلاح ڪئي تڏهن لڙائي ۾ شڪست جي نسبت اڪيلي امير ڏانهن ڪرڻ کان الله پاڪ قرآن حڪيم ۾ منع فرمائي

آهي، اهڙي حالت ۾ ضروري آهي ته فساد ۽ خرابيءَ جي اسبابن کي پاڙ ۾ جاچڻ گهرجي. ڇو ته قرآن فرمائي ٿو ته امير ڪڏهن اوهان جي افڪار جو لحاظ ڪندو آهي، اوهان جي صلاح ۽ مشوري تي هلندو آهي،اهو اوهان تي مهربان هوندو آهي. پوءِ جڏهن اوهان کي ان جي نتيجي جي ڄاڻ ٿي وڃي ۽ شڪست کان پوءِ اوهان ان جي نقصان کي ڄاڻي ورتو ته هاڻي اوهان جو فرض آهي ته وري ان غلطيءَ ڏانهن نه موٽندا. باقي جيڪڏهن رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم علم جي مرڪز حظيرة القدس مان ڄاڻي شڪست کان اڳ اوهان کي ان جي اسبابن بابت ڄاڻائي ها ته ڪڏهن به شڪست نه اچي ها ۽ اوهان کي فتح ئي فتح نصيب ٿئي ها. پر ان حالت ۾ اوهان ۾ پنهنجي سمجهه پيدا نه ٿئي ها ۽ نڪي ذاتي طرح ڪنهن مفيد تدبير کي ڄاڻو ها ۽ تعليم کان اڳ جيئن بي خبر هئا پوءِ به ائين رهجي وڃو ها. اها ڳالهه سڀ کان وڌيڪ اوهان لاءِ نقصان جو باعث هجي ها.(قرآن)

نبي صلى الله عليه وسلم جي بعثت جو اولين مقصد هو قريش کي هدايت ڪرڻ ۽ سندن اخلاق سنواري کين ڪامل بنائڻ ته جيئن اهي ٻين جي هدايت ۽ رهبريءَ لاءِ اڳتي وڌن ۽

اسلام جي پيغام کي ڦهلائين، ان ڪري قريش جي هلاڪت ۽ بيخ ڪني ڪنهن به طرح صحيح نه هئي، ڇو ته انهن کي حضور اڪرم ﷺ کان هدايت حاصل ڪري پين ماڻهن لاءِ امام ۽ اڳواڻ ٿيڻو هو. هن سلسلي ۾ قرآن مقدس جي سورت آل عمران جي آيت 134 ۽ 135 ۾ مسلمانن کي اها هدايت ۽ نصيحت ڪئي وئي ته اهي قريش مان جيڪي ڪمزور ۽ مسڪين هجن انهن جي سک، ڏک ۾ مدد ڪن. انهن کان ڪاوڙ کي کائي وڃن ۽ انهن مان ڪو ڇڱو نه هلي ته ان کي معاف ڪن. اصلاح ۽ سڌاري جي خيال کان اهو انتقام ۽ وير وٺڻ کان پلو آهي. اڳتي هلي نبي ﷺ انهن اخلاق حسنه تي عمل ڪيو. صلح حديبيہ جي واقعي کي ڏسبو ته ان ۾ سراسر قريش کي رعايتون ڏنيون ويون. فتح مڪي ۾ ته پاڻ سڳورن معافي جو اهڙو عام اعلان ڪيو ته جيڪو به ابوسفيان جي گهر ايندو ته ان کي معاف ڪيو ويندو، سيرت پاڪ ۾ معافي جي اهڙن ڪيترن واقعن جو ذڪر آهي. اهي سڀ قرآن حڪيم جي هنن آيتن تي عمل ڪرڻ جو نمونو آهي.

ساڳي وقت قرآن حڪيم ۾ انهن اخلاق حسنه جي تعليم ڏيندي اهو ٻڌايو ويو ته جڏهن ڪو فاسد اخلاق کي سڌارڻ گهري ٿو ته اهو هڪ روحاني قوت ڏانهن محتاج ٿئي ٿو. اهڙي روحاني قوت الله جي توفيق ۽ عنايت سان هٿ ايندي آهي.

تنهن ڪري فرمايو ويو ته الله ئي گناهه معاف ڪندو آهي، مطلب ته اهڙي توفيق اُن کان ئي ملندي آهي.

حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهما السلام جي دعا جو ذڪر قرآن حڪيم ۾ آيو آهي ته سندن اولاد مان هڪ رهبر ۽ نبي پيدا ٿيندو جيڪو سندن دعا جو نتيجو ۽ سندن ديني ڪم جي تڪميل ڪندو. حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جو مقصد معين هو ته پاڻ اهڙي قوي ۽ وڏي حڪومت الاهي قائم ڪن، جنهن تي حنيفي امتن جو اتحاد ٿي سگهي ۽ ان دور ۾ ڪا به حڪومت ان جو مقابلو نه ڪري سگهي. پاڻ سڳورا صلى الله عليه وسلم ان مقصد ۾ ڪامياب ٿيا، چو ته جڏهن سندن خليفن جي اعمال کي حضور جي اعمال سان گڏ ڪجي ٿو ته اهو واضح ٿي ويندو ته جنهن تحريڪ جي ابتدا پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ڪئي هئي، ان جي تڪميل سندن خليفن ۽ نائبن ڪري ڏيکاري. خاص

طرح پهرين ٽن بزرگن جي وقت ۾ اهي فتوحات ٿيون جو هڪ عظيم اسلامي ۽ الاهي سلطنت ۽ حڪومت قائم ٿي وئي. قرآن پاڪ اڳ ئي اسان جي نبي ﷺ کي هڪ مثال ڏئي ڪاميابيءَ جي خوشخبري ڏئي ڇڏي هئي. اها آهي آيت"محمد رسول الله والدين معہ..." (سوره الفتح، آيت 29)

اسانجي نبيﷺ جيڪي ڪم ڪري ڏيکاريا انهن ۾ ملت ابراهيمي جي روح کي واضح طور ڏسي سگهجي ٿو. قرآن مقدس انهن ڪارنامن کي مٿئين آيت ۾ رڳو حضور اڪرم ﷺ ڏانهن نسبت نه ٿو ڪري پر حضور ۽ سندن ساٿين ڏانهن ڪري رهيو آهي. هاڻي ڪو به ماڻهو ان کي الله يا ملڪ بنائي نٿو سگهي.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جڏهن يهودين جي حرڪتن کان تنگ اچي ويو ۽ کيس اها اميد نه رهي ته يهودي سندن چيو مڃيندا ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دعوت کي کڻي اڳتي وڌندا تڏهن کين سڌ پئي ته حضرت ابراهيم، اها صلاحيت حضرت اسماعيل جي اولاد ۾ ڏني هئي ان ڪري حضرت عيسيٰ هڪ اهڙي رهبر جي پاڻ کان پوءِ اچڻ جي پنهنجي حوارين کي خوشخبري ڏني ۽

ڪين وصيت ڪئي ته اهو ئي دين جي تڪميل ڪندو پر جڏهن ته حواري پڻ يهودين مان هئا ان ڪري انهن کي جنهن چٽائي سان سمجهائڻو هو ائين سمجهائي نه سگهيا، پر مبهم لفظن ۾ فرمايائون:- آئون اوهان وٽ ايندس. وري ان جملي جو تفسير ڪندي چيائون ته آئون فارقليط کي اوهان ڏانهن موڪليندس، اهو فارقليط مون مان آهي- حضرت عيسيٰ کي ڪا به ڳالهه الله جي طرفان چوڻي هوندي هئي ته اتي"هومني" مون کان آهي چوندو هو. حضرت مسيح اهو به پنهنجي ماڻهن کي ٻڌايو ته فارقليط اوهان وٽ ايندو، اهو اوهان کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيندو جن جي ٻڌائڻ جي هاڻي آئون طاقت نه ٿو رکان. اهو الله جي حڪومت کي زمين تي قائم ڪندو.

هن ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته انجيل مقدس جي اها بشارت نبي صلى الله عليه وسلم بابت هئي پر انهن ان کي بعيد تاويلن سان مسخ ڪري ڇڏيو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توريت ۽ انجيل جو انصاف سان مطالعو ڪندو ته ان کي قرآن مقدس جي حضور بابت اڳين ڪتابن ۾ آيل بشارتن بابت پورو يقين اچي ويندو.

قرآن حڪيم جي مطالعي ۽ پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته ابراهيم عليہ السلام جي ملت جو روح اهو هو ته انساني معاشرن ۾ ماڻهن جي بادشاهيءَ کي ختم ڪيو وڃي ۽ مخلوق مان ڪنهن کي به خالق وارو درجو نه ڏنو وڃي. اهائي توحيد آهي. اهو هڪ اهڙو فڪر آهي جنهن کي هر هڪ سليم فطرت وارو انسان مڃي ٿو. انسان اهو ڪڏهن نه گهرندو ته هو ڪنهن به پاڻ جهڙي انسان جو خادم ٿي رهي-سڀڪو انسان هن کي دوست رکندو ته باهمي مشوري ۽ صلاح سان ڪم ڪيو وڃي ۽ ان کي شوريٰ ۾ دخل هجي. اها سڀ انساني فطرت آهي. ملت ابراهيمي جي هن روح توحيد جو وڏو مبلغ حضور اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم هئا.

قرآن حڪيم جي سورت احزاب ۾ اچي ٿو: "ماجعل الله لرجل من قلبين في جوفہ" مطلب ته الله تعاليٰ ڪنهن به ماڻهوءَ جي سيني ۾ ٻه دليون نه رکايون آهن. هن سورت جي شروع ۾ نبي صلی اللہ علیہ وسلم کي خطاب ڪري فرمايو ويو آهي ته اي پيغمبر! الله کان ڊڄ ۽ ڪافرن جو چيو نه مڃ! تقويٰ جو عام ترجمو خوف ۽ ڊڄڻ ڪيو ويندو آهي. لفظي ترجمو ان لفظ جو بچڻ آهي. فارسيءَ ۾ پرهيزگاري

ترجمو ڪيو ويندو آهي. ۽ متقي معنيٰ پرهيزگار، بچڻ وارو، پاسي وارو وغيره. هڪ روايت ۾ تقويٰ جو مطلب ٻڌايو ويو آهي، نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ، برائيءَ کان روڪڻ ۽ عدل و انصاف قائم ڪرڻ. قرآن شريف جي منڍ ۾ ڪتاب الله کي متقين لاءِ هدايت ٻڌايو ويو آهي. يعني اهي ماڻهو جيڪي انساني معاشري ۾ نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ ۽ برائي کان روڪڻ گهرن ٿا ۽ دنيا ۾ عدل و انصاف جي حڪومت قائم ڪرڻ گهرن ٿا. قرآن مقدس انهن لاءِ اهڙو رستو ڏيکاري ٿو. ان حالت ۾"اتق الله" جو ترجمو ٿيندو ته اي پيغمبر! الله لاءِ عدل ۽ انصاف جو نظام قائم ڪر. ڪافر بادشاه يا ٻيا ته پنهنجو حڪم هلائن ۽ مڃائن ٿا، اي پيغمبر! تون ائين نه ڪر، پر تون الله جو حڪم مڃاءِ. اهي ٻئي ڳالهيون انساني سماج لاءِ اعليٰ درجو رکن ٿيون: هڪ الله پاڪ جو حڪم مڃائڻ ۽ ٻيو عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ. منهنجو استاد امام عبيدالله سنڌي ان ڳالھ تي ڏاڍو افسوس ڪندا هئا ته اسان جي ڪتابن ۾ خيرات ڏيڻ، روزا رکڻ وغيره جهڙن احڪامن جو ته گهڻو ذڪر آهي،(جو پنهنجيءَ جاءِ تي چڱو آهي) باقي عدل ۽ انصاف بابت زور نه ڏنو ويو

آهي. هوڏانهن عام انبياء جي بعثت جو مقصد اهو آهي ته ظلم جي پاڙ پٽي وجي.

هاڻي اهڙي نظام جا مخالف به گروهه آهن:- هڪ گروهه کليل مخالفت ڪندو آهي، انهن کي قرآن حڪيم جي اصطلاح ۾ ڪافر سڏيو ويندو آهي ۽ ٻيا اهي جيڪي لڪل مخالفت ڪندا آهن، انهن کي منافق سڏيو ويندو آهي.

انهن ٻنهي گروهن لاءِ نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم کي هت فرمايو ويو ته انهن ٻنهي گروهن جو چيو نه مڃ، انهن سان بنيادي عقيدن بابت ڪو به صلح ٿي نه ٿو سگهي. ڇو ته صلح جو مطلب ته اهو آهي ته ڪجهه نبي صلى الله عليه وسلم پنهنجي ڳالهه تان لهي وڃي ۽ ڪجهه مخالف به پنهنجي ضد ۽ هوڏ کان لهي وڃن. ٻيئي هڪ ٻئي جي ڳالهين کي ڪجهه نه ڪجهه مڃي وڃن. هوڏانهن نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جو اصلي مقصد آهي ڪسريٰ ۽ قيصر جهڙن بادشاهن کي شڪست ڏئي اتي عدل ۽ انصاف جو نظام قائم ڪرڻ. ان ڳالهه ۾ ڪافر ۽ منافق ڪڏهن به ساٿ نه ڏيندا، ڇو ته ان ڪم لاءِ پهريون حجاز ۾ عادلانه حڪومت قائم ڪئي ويندي. جيڪي ماڻهو ظاهر ۾ توسان گڏ آهن ۽ دل سان تنهن جي ڳالهه کي ناممڪن چاڻن ٿا انهن سان به صلح نه

ڪر! بيشڪ الله ڄاڻندڙ حڪمت وارو آهي. هن حڪم جي حڪمت کي اهو ئي چڱو ڄاڻي ٿو.
هن کان پوءِ اچي ٿو:"واتبع مايوحيٰ اليڪ" جيڪي توڏي وحي ڪيو وڃي ٿو ان جي پيروي ڪر! اهو جملو"اتق الله" جو تفسير آهي. يوسف عليہ السلام غير حنيفي بادشاھ کان اختيار وٺي عدل ۽ انصاف ڪيو. اهو به چڱو آهي، پر نبي اڪرم ﷺ کي قرآن حڪيم جي تعليم اها آهي ته پنهنجي حڪومت قائم ڪري انصاف ڪريو. اهو تمام ڏکيو ڪم آهي، جو تمام دنيا جي بادشاهن سان مقابلو ڪرڻو پئي ٿو، تڏهن وڃي انصاف ۽ عدل قائم ٿيندو. ان ڪري حڪم اچي ٿو:"وتو ڪل علي الله ۽ الله تي ڀروسو ڪر!.
الله تعاليٰ کي دنيا ۾ انقلاب آڻڻو هو ۽ مظلومن جي حمايت ڪرڻي هئي، ان لاءِ خدا پاڪ، نبي ڪريم کي واسطو منتخب فرمايو ۽ سندن ڪم کي پنهنجو ڪم سڏيو. اهو نبوت جو درجو آهي. اهڙي انسان جي مخالفت، معنيٰ آهي الله جي مخالفت ڪرڻ. نبي ڪريم ﷺ دنيا ۾ آيا، پاڻ اهڙو ڪم ڪري ڏيکاريائون جو انسانيت لاءِ ضروري هو. ظاهر آهي ته اهڙو ڪم هڪ ماڻهوءَ کان

نه ٿو ٿي سگهي. جماعتن جا ڪم جماعت کان ئي ٿيندا آهن. ان ڪري حضور اڪرم ﷺ جو اهو فرض هو ته جماعت تيار ڪن. نبي ڪريم ﷺ ائين ڪيو. جماعت تيار ٿي، ان جماعت جي ڪم کي حضور اڪرم ﷺ پنهنجو ڪم ڇاتو. هن جماعت جو نالو آهي:"السابقون الاولون من مهاجرين والانصار" اها ايندڙ جماعتن لاءِ اڳواڻ جي حيثيت رکي ٿي- "والذين اتبعوهم باحسان" ۽ ٻيا اهي جيڪي انهن جي ڪڍ لڳا، چڱي مقصد سان. اها جماعت قيامت تائين هلندي.

نبيﷺ جي سيرت جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته هڪ ڪم پاڻ کي ڪرڻو هين ٻيو ڪم جماعت کي. سندن ڪم هو نبوت ملڻ کان پوءِ جو اهو 23 سالن ۾ پورو ڪري پنهنجي رب پاڪ ڏانهن روانا ٿيا- مڪي ۾ وڏي مخالفت شروع ٿي وئي. پاڻ سڀورن ۽ سندن صحابين تڪليفون ۽ ڏک ڏاکڙا سٺا پر اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت کان هٿ نه ڪنيائون- نيٺ هجرت ڪري مديني منوره پهتا- ٿوري ئي وقت اندر مخالفن کي بدر ۾ شڪست ڏنائون ۽ پاڻ جيڪا جماعت تيار ڪئي هئائون، انهن ڪسريٰ ۽ قيصر کي شڪست ڏئي اتي الاهي قانون ۽

عادلانه نظام جاري ڪيو. ابوجهل جيڪو هن امت جو فرعون هو، سو بدر ۾ مارجي ويو- ان جا پويان احزاب واري لڙائي ۾ آس پاس جي ڪافر قبيلن جو وڏو لشڪر وٺي آيا، پر ڪامياب نه ٿيا. نيٺ اڳتي هلي قريش جو مرڪز مڪو به فتح ٿي ويو- حضور اڪرمﷺ جي انهن ڪارنامن جو اصلي مطلب هو ته خدا جي قانون کان سواءِ ٻئي جي بادشاهي نه هلندي. 2- هي ڪتاب قرآن ان جو ڪتاب آهي، 3- بادشاهن، عام ماڻهن کي نهوڙي ناس ڪري ڇڏيو آهي ۽ کين غلام بنائي رکيو آهي، انهن سان مقابلو ڪري سندن حڪومتن کي ختم ڪري اتي الله جو قانون رائج ڪرڻ. نبي ڪريم ﷺ جي جماعت ان وڏي ڪم کي 25 ورهين جي ٿوري عرصي ۾ پورو ڪري ڏيکاريو.

هنن ديني انقلاب جهڙن ڪمن ۽ ڪارنامن ۾ ارادي ۽ عزم جي پختگي ضروري آهي، ان ڪري هن سورت ۾ اهو فرمايو ويو ته الله تعاليٰ ڪنهن به هڪ شخص جي سيني ۾ ٻه دليون نه ڪيون آهن. دل ارادي ۽ عزم جي جاءِ آهي- جڏهن دل ۾ اهڙو ارادو ۽ عزم پيدا ٿئي ٿو ته سمورو بدن ان جو تابع ٿيو پوي. هاڻي مطلب اهو آهي ته

جيڪو ديني انقلاب جو فڪر ڪٽي اٿي ٿو ته اهو ٻه متضاد ۽ هڪ ٻئي جي مخالف ارادا هلائي نه ٿو سگهي- مطلب ته ائين ان ڪان نه ٿيندو جو هڪ ڳالهه ڪي سچو چاٽي ان جو به ارادو ڪري وري ان جي مخالف ڳالهه ڪي سچو چاٽي ان جو به ارادو ڪري ائين نه ٿيندو. هن ڪان اڳ شروع ۾ جو حضور ﷺ ڪي حڪم ٿيو ته عدل ۽ انصاف جي نظام جي مخالفن ڪافرن ۽ منافقن سان صلح نه ڪر ۽ انهن جو چيو نه مڃ- هتي ان جي حڪمت بيان ڪئي وئي آهي ته هڪ انقلابي انسان پنهنجي اندر ۾ ٻه متضاد ۽ مخالف ارادا نه رکندو آهي- مطلب ته نبي ڪريم ﷺ ڪان ائين ڪڏهن نه ٿيندو جو هڪ پاسي قرآن جو قانون جاري ڪري ۽ ٻئي پاسي ان جي مخالفن سان صلح ڪري پنهنجي خيال ڪان ڪجھ لهي اچي ۽ انهن جو چيو مڃي. اهو ائين آهي جيئن هڪ سيني ۾ ٻن دلين جو هجڻ - اهو محال ۽ ناممڪن آهي- اهو ائين آهي جيئن سنڌيءَ ۾ چيو ويندو آهي ته هڪ مٿ ۾ ٻه ڳدرا نه ايندا آهن.

هن ڪان پوءِ سورت احزاب ۾ انهن عورتن جو بيان آهي جيڪي مرد تي حرام هونديون آهن، جيئن ماءُ،ڀيڻ،ڌيءُ ۽

پيون ـ اها ڳالھ به مثال ڏئي شروع واري حقيقت کي سمجهائڻ لاءِ آندي وئي آهي- عام طرح صحيح انساني سماج ۾ ائين نه هوندو آهي ته ماءُ، ڌيءَ ۽ ڀيڻ سان نڪاح ڪيو وڃي- مطلب ته هڪ عورت ماءُ به هجي ۽ زال به هجي، اهڙيطرح عدل ۽ انصاف جي حڪومت به هجي ۽ مشرڪن سان نباھ ڪري، پنهنجي انقلابي فڪر ڪان ڪجھ هٽي انهن جون ڪجھ ارتجاعي ڳالهيون به مڃيون وڃن، ائين ٿي نه سگهندو- ڪامل ديني انقلاب جو حامي به متضاد ارادا نه رکندو آهي.

عربن ۾ اهو دستور هوندو هو ته پرائي پٽ کي پنهنجو پٽ بڻائيندا هئا ۽ ان کي"دعي" پٽيلو سڏيندا هئا، ان لاءِ قرآن حڪيم جي هن سورت احزاب ۾ حڪم آيو"الله اوهان جي پٽيلن کي اوهان جو حقيقي پٽ نه بنايو آهي"- مطلب ته هڪ پٽ جا ٻه بابا نه ٿيندا- پيءُ هڪ ٿيندو آهي. اهو به هڪ مثال آهي ته خدا جي حڪم سان گڏ ٻئي جي حڪم کي گڏ نه ڪيو وڃي.

عيسائين جو مسيح عليہ السلام کي خدا جو پٽ سڏيو، اهو به اصل ۾ پٽيلو جي معنيٰ ۾ هو، حقيقي پٽ ڪو احمق به نه چوندو، پر اڳتي هلي انجيل جي عبارت جو غلط مطلب

ڪيو ويو ۽ مسيح عليہ السلام کي حقيقي پٽ اعتقاد ڪيو ويو- هندن جو پراڻو مذهب به ائين آهي. ڪنهن خدا پرست انسان کي خدا جو پٽ سڏيندا هئا- تڏهن هندو، يهودي ۽ نصارا ان اعتقاد جا قائل ٿي ويا- اها ڳالھ شروع ۾ ان معنيٰ لاءِ نه هئي نه ڪو عيب هو، پر اڳتي ان مان ڪفر پيدا ٿيو، پٽيلو ۽ پيارو مان حقيقي پٽ ڄاتو ويو جو ڪفر آهي. ان ڪري اسلام اهڙي اعتقاد کان منع فرمائي ۽ ان کي شرڪ سڏيو-

شهنشاهن جو وري دستور هوندو هو ته پنهنجي وفادارن کي القاب عطا ڪندا هئا، انهن ۾ پٽ جو لقب به هو- نبي ڪريمﷺ حضرت زيد کي پاليو ۽ ان جي تربيت ڪئي، ان ڪري زيد کي نبي سائين جو پٽ يا پٽيلو سڏيندا هئا. قرآن مقدس هتي سختيءَ سان ان کان روڪيو ۽ اهو فرمايو ته اهڙن پٽن کي سندن حقيقي پيئرن ڏانهن منسوب ڪريون. حضور اڪرم ﷺ جڏهن ته شهنشاهيت کي ڊاهڻ لاءِ آيا هئا، ان ڪري انهن جي سيرت ۽ عادتن کان پري رهڻ لاءِ سختي سان تاڪيد ڪيو ويو.

-------

# پَاڻ سَگورا- قُرآن جِي نَظر ۾

سيد گل محمد شاھ رضوي

اسان توکي سچي خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄاريندڙ بنائي موڪليو(سوره فاطر، آيت 24)

ھي اوھان سان رھڻ وارو نه(حق جي) راه کان ڀٽڪيو آھي ۽ نه غلط رستي تي آھي ۽ نه پاڻ پنھنجي خواھش نفساني سان ڳالھيون ڪن ٿا، ان جو ارشاد فقط وحي آھي جو مٿس وحي موڪليو وڃي ٿو.(سوره النجم، آيت 2)

محمد(ﷺ) الله تعاليٰ جو پيغمبر آھي.(سوره الفتح، آيت 29)

ته توھين الله ۽ ان جي رسول ﷺ تي ايمان آڻيو ۽ ان جي رسول ﷺ جو ادب ڪريو ۽ ان جي تعظيم ڪريو ۽ صبح شام الله جي پاڪائي بيان ڪريو.(سوره النجم، آيت 9)

اهو ئي خدا(تعالي) آهي جنهن پنهنجي پيغمبر(محمد ﷺ) کي هدايت ۾ سچو دين ڏئي موڪليو. (سوره الصف، آيت 9)
غيب داني
(اي پيغمبر) چئو ته آءٌ توهان کي هي نٿو چوان ته مون وٽ الله(تعالي) جا خزانا آهن“ (هي به) چئو ته آءُ غيب نٿو ڄاڻان ۽ نه آءُ هي چوان ٿو ته ملائڪ آهيان آءُ ته ان تي هلان ٿو جو(الله جي طرف کان) مون کي حڪم ٿئي ٿو. (سوره انعام، آيت 50)
بشريت
اوهين چئو ته آءٌ به اوهان جهڙو ئي بشر آهيان. مون تي وحي نازل ٿي ٿئي اوهان جو معبود هڪ ئي معبود آهي سو ان(برحق معبود) ڏانهن سڌا متوجه ٿيو ۽ ان کان معافي گهرو(سوره حم السجده، آيت 6)
رسالت
اي نبي! بيشڪ تون رسولن مان آهين(سوره يٰس، آيت 3) ۽ محمد(ﷺ!) تون فقط هڪ رسول آهين ۽ بس بلڪ هو حق کڻي آيو آهي ۽ ان رسولن جي تصديق ڪئي آهي. (سوره صٰفٰت، آيت 37)

توهان ٻيڇاريندڙ آهيو
بيشڪ آءٌ ان جي طرف کان اوهان جي لاءِ کولي ٻيڇاريندڙ آهيان.
توهان پيغمبر آهيو
(اي نبي) توهان جي ذمه ته فقط پيغام پهچائڻو آهي ۽ اسان جي ذمه حساب وٺڻو آهي. (سوره رعد، آيت 40)
توهان روشن ڏيا آهيو
۽ (اي نبي ﷺ) اسان توهان کي پنهنجي حڪم سان الله جي طرف ڪوٺڻ وارو ۽ روشن ڏيو بنائي موڪليو آهي. (سوره الاحزاب، آيت 46)
توهان حق تي آهيو
(اي نبي) بيشڪ تون کليو حق تي آهين. (سوره النمل، آيت 79)
توهان اُمي آهيو
ته توهان الله ۽ ان جي رسول(ﷺ) اُمي تي ايمان آڻيو. (سوره الاعراف، آيت 158)
توهان نبي رحمت آهيو
۽ جن ماڻهن توهان مان ايمان آندو.(نبي) ان جي حق ۾ رحمت آهن.

توهان خاتم النبيين آهيو

محمد(صلى الله عليه وسلم) توهان مردن مان ڪنهن جا پيءُ نه آهن. البت هو الله جا رسول ۽ نبين جا خاتم آهن. (سوره الاحزاب، آيت 40)

توهان جي ڪري عذاب الاهي جو روڪجڻ

۽ (اي نبي) الله اهڙو نه آهي جو توهين انهن ۾ موجود هجو ۽ هو انهن کي عذاب ڏي. (سوره الانفال، آيت 33)

شاهد محشر

۽ هي (انهيءَ لاءِ آهي ته) رسول توهان تي شاهد هجي. (سوره البقره، آيت 143)

فضيلت

هي رسول آهن. اسان انهن مان ڪن کي ڪن تي فضيلت ڏني. انهن مان ڪن سان الله ڪلام ڪيو ۽ ڪن جا درجا بلند ڪيا.(سوره البقره، آيت 253)

توهان حضرت موسيٰ جي مثال آهيو

(انسانو) بيشڪ اسان توهان وٽ هڪ رسول موڪليو جو توهان تي شاهد آهي جئين اسان فرعون ڏانهن هڪ رسول موڪليو.(سوره المزمل، آيت 15)

توهان جي رسالت تي خدا جي شاهدي

منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾(الله) ڪافي شاهد آهي. (سوره العنڪبوت، آيت 42)

توهان جي ۽ اڳوڻن نبين جي تعليم ساڳي هئي

(اي نبي) توکان فقط اها ئي ڳالھ چوائي وڃي ٿي جا توهان کان پهرين رسولن کان چوائي وئي.

پاڻ سڳورن جي تعريف

قسم آهي(مطلق)ستاري جو جڏهن لهڻ لڳي هي اوهان ۾ رهڻ وارو، نه (حق جي) راهِ کان ڀٽڪيو آهي ۽ نه غلط رستي تي آهي(سوره النجم، آيت 1-2)

پاڻ سڳورا شاعر نه آهن

۽ اسان اُن کي شعر(چوڻ) نه سيکاريو ۽ هو ان جي لائق به نه آهي ۽ هو ته وڏي نصيحت ۽ کولي بيان ڪرڻ وارو قرآن آهي. (سوره يٰس، آيت 69)

پاڻ سڳورا پنهنجي خواهش سان نه. فقط"وحي" جي چوڻ تي ڳالهائين ٿا. ۽ هو پنهجي خواهشن سان نه ڳالهائين ٿا. اهو ته وحي آهي جو ان ڏانهن موڪليو وڃي ٿو. (سوره النجم، آيت 3-4)

سندن رسالت عام هئي

۽ (اي نبي) اسان توکي سچائي سان خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ بنائي موڪليو آهي. (سوره البقره، آيت 119)
پاڻ سڳورن جا منڪر نقصان ۾ رهندا
۽ جيڪو ان(نبي) جو انڪار ڪندو ته اهڙائي ماڻهو گهاٽي ۾ آهن. (سوره البقره، آيت 121)
حضور جن کي تڪليف پهچائڻ وارن کي عذاب ٿيندو
۽ جيڪي ماڻهو الله جي رسول کي ايذاءُ ڏين ٿا، انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب آهي. (سوره توبه، آيت 61)
پاڻ سڳورن جو الله مددگار آهي
الله تنهنجي غالب اچڻ لاءِ مدد ڪري ٿو. (سوره الفتح، آيت 3)
پاڻ ڪريمن تي الله جو فضل آهي
مگر(هي قرآن) تنهنجي پالڻهار جي رحمت سان نازل ٿيو آهي. بيشڪ توتي ان جو وڏو فضل آهي.
پاڻ ڪريمن جو ذڪر بلند ڪيو ويو
تنهنجي لاءِ تنهنجي ذڪر کي بلند ڪيو ويو. (سوره الم نشرح، آيت 4)
عبديت

اي نبي! جيڪڏهن خدا توکي نقصان پهچائي ته خود خدا کان سواءِ ان جو ڪو دور ڪرڻ وارو نه آهي ۽ جيڪڏهن هو توکي فائدو پهچائي ته هو هر حال تي قادر آهي. (سوره الانعام، آيت 17)

بس اي محمد صلى الله عليه وسلم! چئو ته آءٌ پنهنجي لاءِ به نفعي يا نقصان جي قدرت نٿو رکان، سواءِ ان جي جو خدا گهري. (سوره الاعراف، آيت 188)

توهان تي انهن جي حساب مان ڪنهن شيءَ جي ذمه داري آهي ۽ نه انهن تي توهان جي حساب مان ڪنهن شيءَ جي، چو ته توهان جو ڪم پيغام پهچائڻ آهي ۽ حساب ڪرڻ اسان جو ڪم آهي.

جيڪڏهن توهين انهن جي خواهشن جي پيروي ڪندو، ان علم جي باوجود جو توهان تي لاٿو ويو آهي ته ان وقت توهين ظالم ٿيندا.

عبادت

اي چادر ڍڪيندڙ، اٿ! ماڻهن کي ديڄار ۽ پنهنجي پروردگار جي وڏائي بيان ڪر. (سوره مدثر، آيت 1-2-3)

پيغمبر ان تي ايمان آندو جو ان تي لٿو ۽ اي چادر ڍڪي سمهندڙ رات جو ٿوري دير کان سواءِ ساري رات اٿي ڪري نماز پڙهندا ڪريو، آڌي رات تائين يا ان کان به ڪجھ گهٽ يا ان کان به ڪجھ وڌائي.

اي محمد (صلى الله عليه وسلم) جڏهن توکي فرصت ملي عبادت جي لاءِ ڪڙو ٿي وڃ ۽ پنهنجي رب سان دل لڳاءِ.

اخلاقي خصوصيت

اي محمد(صلى الله عليه وسلم)توهين اخلاق جي وڏي درجي تي آهيو. (سوره القلم، آيت 4)

خدا جي عنايت سان توهين انهن سان به نرمي سان پيش اچو ٿا. جيڪڏهن توهين ڪج خلق ۽ سخت دل هجو ها ته اِهي ماڻهو توهان جي آس پاس کان هٽي وڃن ها.

توهان وٽ توهان مان به هڪ پيغمبر آيو، ان تي توهان جي تڪليف گهڻي ڏکي گذري ٿي. توهان جي ڀلائيءَ جو هو بکيو آهي. اهل ايمان تي نهايت نرم ۽ مهربان آهي. (سوره التوبه، آيت 168)

اسوه حسنه

توهان جي سيرت رسول(صلى الله عليه وسلم) جي ذات ۾ هڪ نمونو آهي. (سوره الاحزاب، آيت 21)

جنهن رسول الله جو چيو مڃيو ان الله جو چيو مڃيو. (سوره النساء، آيت 80)
سنت
توهان(پاڻ سڳورا) ماڻهن کي فرمايو ته جيڪڏهن توهان خدا (تعاليٰ) سان محبت ڪريون ٿا ته توهين منهنجي پيروي ڪريو(ته) خدا تعاليٰ توهان سان محبت ڪرڻ لڳندو ۽ توهان جي سمورن گناهن کي معاف ڪرڻ وارو ۽ رحم ڪندڙ آهي. (سوره آل عمران، آيت 31)
الله تعاليٰ ۽ ان جا ملائڪ محمد رسول الله(صلى الله عليه وسلم) تي درود موڪلين ٿا. مسلمانو! توهان پيغمبر تي درود موڪليو ۽ سلام موڪليو. (سوره الاحزاب، آيت 56)
---------------------

جيڪڏهن پيءُ ماءُ مان ڪو هڪ يا ٻيئي تنهنجي سامهون ٻڍاپڻ کي پهچن ته انهن جي اڳيان هون به نه ڪجو ۽ نه انهن کي جهڻڪ ڏجو ۽ انهن سان ڪجھ ڳالهايو ته ادب سان ڳالهايو ۽ (ٻڌو) (القرآن) (سوره الاسراءِ، آيت 23)
۽ اگر اوهان(سچا) مسلمان آهيو ته الله ان جي رسول جو حڪم مڃو. (القرآن)
--------

# قرآن ۾ سِيرَت رَسُولُ الله صلى الله عليه وسلم

## مولانا وصي مظهر ندوي

## مترجم:انور هالائي

حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي نقش قدم تي هر مسلمان ڪي هلڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. ان ڪري قدرتي طور تي هر مسلمان جي دل ۾ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي سيرت طيبہ ڪي معلوم ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيندو آهي ۽ پيدا ٿيڻ به گهرجي.

ان ڪري اهو سوال اپري ٿو ته حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي اخلاق مبارڪ ڪي معلوم ڪرڻ جو سڀ ڪان اهم ذريعو ڪهڙو آهي؟

هن سوال جو انتهائي حقيقت پسندانه جواب اُهو آهي جيڪو اُم المؤمنين حضرت عائشہ رضه الله تعالي عنها جن ڏنو هو.

اُن کان ڪنهن شخص حضور اڪرم ﷺ جن جي اخلاق ۽ سيرت جي باري ۾ پڇيو ته پاڻ نهايت حيرانيءَ سان خود ان پڇندڙ کان پڇيو...... اَما تقرء القرآن؟ وري پاڻ فرمايائون ته "کان خلقہ القرآن" يعني سندن سيرت مبارڪ جي مڪمل تصوير قرآن پاڪ آهي.

اُم المؤمنين رضه جي هن ارشاد جي روشنيءَ ۾ اڄ نبوت کان اڳ ۽ نبوت جي شروعاتي وقت ۾ آنحضرت ﷺ جن جي سيرت جي باري ۾ قرآن شريف جي صرف ٻن ننڍين آيتن جو مطالعو ڪرڻ گهرنداسين، جي آنحضرت ﷺ جن جي نبوت جي صداقت تي هڪ ناقابل فراموش حجت جي حيثيت رکن ٿيون."سورة المدثر" جي پهرين ٻن آيتن ۾ ارشاد ٿئي ٿو ته "يا اَيهاالمدثر قم فانذر" يعني اي چادر ۾ ويڙهيل انسان! اٿ ۽ انسانيت کي گمراهي جي نتيجي کان با خبر ڪر".

انهن آيتن متعلق هڪ روايت هيءَ آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن تي آغاز وحي ۾ هيءَ آيتون نازل ٿيون هيون- پر هڪ مشهور روايت جي مطابق .... .... اقراء باسم ربک الذي خلق0 خلق الانسان من علق 0 اقرء و ربک

الاڪرم0 الذي علم بالقلم0 علم الانسان مالم يعلم0 ڪي سڀ ڪان پهرين آيت تسليم ڪيو وڃي ٿو ته تڏهن سورة العلق جي هيءَ آيت محض شروعاتي آهي. نبوت جي شروعات دراصل ان آيت ڪان آهي جيڪا سورة المدثرجي شروع ۾ آهي ۽ جيڪو فترة الوحي(وحي جي وقفه)ڪان پوءِ نازل ٿيڻ واري آيت آهي. انهن آيتن مان پهرين آيت ۾ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي تصوير"المدثر" جي لفظ سان ڪڍيل آهي، جيڪو لفظ"دثار" مان ٺهيل آهي.

"دثار" هڪ وڏي چادر کي چوندا آهن جنهن کي انسان موسم جي سختي يا ڪنهن ٻي تڪليف جي ڪري پنهنجي اصل لباس جي مٿان اوڍيندو آهي.

چادر اوڍڻ جو مطلب آهي ته اها ٻين جي نگاهن، خوف يا موسم ۽ ماحول جي سختيءَ کان انسان کي بچائي ٿي ۽ انسان جي اصل شخصيت ته هن جي قوت ۽ طاقت، هن جي ذهانت يا فطرت، هن جي عمر و صحت سڀ ڪجهه هن جي اندر محفوظ رهن ٿا.

عرب جي قاعدن مطابق"مدثر" ان شخص کي چيو ويندو آهي، جيڪو دثار ٻاهرين پڙدي ۾ چڱيءَ طرح ويڙهيل

هجي. هاڻ ٿورو هن ڳالھ تي غور ڪجي ته حضور اڪرم ﷺ جن نبوت جي آغاز ۾ ماڻهن جي ميڙ کي ڇو مخاطب ڪيو هو- ته هن سوال جو جواب معلوم ڪرڻ لاءِ اسان کي جاهليت واري معاشري جي ان حالت جو جائزو وٺڻو پوندو جنهن ۾ آنحضرت صلي الله عليہ وسلم جن ساهه کڻي رهيا آهن.

توهان کي خبر آهي ته اُهو معاشرو فسق و فجور، فتنه و فساد، ظلم، ڪمزور آزاري، بي حيائي وبد اخلاقي، شراب نوشي ۽ قتل و غارت گري ۽ فڪر و نظر جي هر گمراهيءَ ۾ مبتلا هو- اهڙي بگڙيل معاشري ۾ هڪ صالح فطرت انسان پنهنجو پاڻ کي ڪيڏو اجنبي محسوس ڪندو هوندو، نندپڻ ۾ ئي انهن کي آواره ٻارن جون ڪنيون رانديون نه وڻنديون هجن ۽ نوجوانيءَ ۾ هن کي نوجوانن جي دلچسپين سان ڪا به دلچسپي نه هجي. وڏن جو ادب نه رکڻ ۽ لالچ جي هوس ۾ انڌا ٿي هڪ ٻئي جي خلاف سازشون ۽ طاقتن جو استعمال پوءِ انجي عياشانه زندگي- غرض ته هنن جي ڪنهن به عيش واري ڳالھ ۾ سندن دلچسپي نه هجي. بالڪل اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح اڄ ڪلهه اسانجي ملڪ جو ڪو شخص جيڪو

ڀرواڙيءَ جو رهاڪو هجي ۽ اهو صالح ۽ متقي هجي- اهو جيڪڏهن پئرس يا آمريڪا جهڙن ملڪن جي تفريح گاهن ۾ يڪدم پهچي وڃي ته هو پهريائين ته پنهنجي گوشئه عافيت کان ٻاهر نڪرڻ پسند نه ڪندو. اڪيلائي ۽ عزت سان هنجي دوستي هوندي ۽ جيڪڏهن گهر کان ٻاهر نڪرڻ تي مجبور به ٿي وڃي ته هنجي اها ئي خواهش هوندي ته نه ڪنهن کي هو ڏسي ۽ نه ئي ڪير هنکي ڏسي- اکين کي هيٺ ڪري پنهجي شخصيت کي لڪائيندي ماڻهن کان پاڻ لهرائيندي ڏاڍي مشڪل سان پنهنجي گهر اچي اطمينان جو ساهه کڻندو.

حضور اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي نبوت کان اڳ جي چاليهن سالن واري زندگي معاشري ۾ بلڪل اهڙيءَ طرح گذاري.

جڏهن پاڻ ننڍڙا ٻار هوندا هئا ته ٻين عام ٻارن کان سندن عادتون سڻيون هونديون هيون. ۽ جڏهن جوانيءَ جي هنگامه خيز زندگيءَ ۾ پير پاتائون تڏهن به پاڻ ان معاشري جي ٻين نوجوانن کان بلڪل مختلف هئا.

جڏهن پاڻ وڏا ٿيا ته نه قبيلن جي جهڳڙن ۾ حصو ورتائون ۽ نه ئي قريش جي ٻين محبوب مشغلن سان ڪا دلچسپي رکيائون- پاڻ نه ڪڏهن راڳ ورنگ جي محفلن ۾شرڪت ڪيائون ۽ نه ئي ماڻهن ڪڏهن ڪين ڪنهن ميلي وغيره ۾ ڏٺو. پاڻ ڪڏهن به ڪنهن به قسم جي محفل ۾ شرڪت نه ڪندا هئا.“ نه ئي اگهاڙو ٿي طواف ڪرڻ کي گوارا ڪيائون- ۽ نه شرڪ و بت پرستيءَ جي رسمن ۾ ڪا دلچسپي رکيائون.

هن معاشري ۾ چاليهه سال حياتي گذارڻ کان پوءِ به صرف چند ماڻهو سندن غمگسار هئا.

نبوت کان اڳ آنحضرت صلی اللہ علیہ وسلم، جن جي زندگيءَ جو اهو ئي نقشو ڪتابن ۾ ملي ٿو- ۽ جڏهن وحيءَ جو آغاز ٿيڻ وارو هو تڏهن ته پاڻ بلڪل ئي سڀني کان الڳ ٿلڳ ٿي تمام گهڻي مدت تائين غار حرا ۾ وڃي ويهندا هئا ۽ کاڌي پيتي جو سامان ختم ٿي وڃڻ تي مڪي جو رخ ڪندا هئا.

حضور اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي زندگي جي مشابهت جيڪڏهن صرف هڪ لفظ سان ڪجي ته اهو لفظ آهي

"المدثر". هن لفظ کان بهتر ۽ جامع ڪنهن ٻئي لفظ سان ڪري نٿي سگهجي.

هيءُ ته ان لفظ "مدثر" جو پهريون حصو آهي- انهيءَ لفظ ۾ هڪ ٻي به شخصيت لڪل آهي ۽ اها هيءَ ته چادر ۾ ويڙهيل شخص جي شخصيت ان جي اندر لڪل رهندي آهي- انجي صلاحيتن، توانائين ۽ قوتن مان ڪنهن به شيءَ جو اندازو لڳائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو آهي. جيئن ته لفظ مدثر ان ڳالھ جي طرف به اشارو ڪري رهيو آهي ته محمد رسول الله ﷺ جن جيڪي پنهنجي معاشري ۾ الڳ زندگي گذاري رهيا هئا ته انهن جي اندر قوتن ۽ صلاحيتن جو اهو خزانو محفوظ آهي جنهنجو اندازو هن جاهل معاشري کي نه آهي- جنهن ۾ پاڻ حياتي به گذاري رهيا آهن- جيئن ته تاريخ شاهد آهي ته حضور جن جيڪي چاليهن سالن جي عمر تائين قبائلي سردار جي حيثيت سان رهيا ۽ نه قريش جي صاحب دولت و اقتدار فرد جي حيثيت سان مشهور و معروف رهيا.

جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن نبوت کان پوءِ دعوت اسلام جو ڪم شروع ڪيو تڏهن دنيا وارن ڏٺو ته پاڻ

بهترين مبلغ ۽ اعليٰ درجي جا معلم هئڻ سان گڏو گڏ پنهنجي چوڌرد جي حالات تي گهري نظر رکڻ وارا سياستدان ۽ فوجن جي بهترين رهنمائي ڪرڻ وارا ليڊر ۽ هڪ نظرياتي حڪومت جا بهترين سربراهه به هئا.

ڏسو ته هيءَ ننڍڙي آيت جيڪا صرف ٻن لفظن تي مشتمل آهي- ڪهڙي طريقي سان حضور اڪرم ﷺ جن جي سچي ماضيءَ کي صرف هڪ لفظ ۾ بيان ڪري ڇڏيو اٿس- صرف ائين نه پر مستقبل ۾ ٿيندڙ امڪانن جي طرف به اشارو ڪري ٿي. ٻيءَ آيت ۾ جيڪا الڳ ٿلڳ رهڻ واري هستيءَ کي اچانڪ حڪم ٿي ڪري ته هو اٿي ۽ هن معاشري ۾ جيڪو اعتقادي گمراهين، اخلاقي طور تي پٺتي پيل ۽ ظلم زيادتين ۾ ٻڏل آهي- انهن کي سندن برن نتيجن کان واقف ڪري.

اها ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي ته جنهن شخص کي شروعات کان وٺي پنهنجي معاشري سان ڪا به دلچسپي نه هجي ۽ جنهن جي روشن طبيعت، جنهن جي ذات، جنهن جو ڪردار، جنهن جو اخلاق، معاشري سان ڪا به مناسبت نه رکندو هجي ۽ جيڪو چاليهن سالن تائين

عزت پسند ۽ خاموش طبيعت انسان جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو هجي ۽ جنهن معاشري جي سڀني گمراهين کي پنهنجي پوري جوانيءَ جي وقت ۾ خاموشيءَ سان ڏٺو ۽ جنهن پنهنجي معاشري خلاف چپ به نه چوريا هجن، اهو شخص ڀلا چاليهن سالن جي پختي عمر هئڻ جي باوجود، ڪيئن يڪدم پنهنجي ذات ۽ سيرت کي بدلائي سگهي ٿو.

پر الله تعاليٰ جي لفظ "قم" (اُٿ) ۾ ڪيڏي نه معجزانه طاقت هئي جو جيئن ئي حضور اڪرم ﷺ جن کي حڪم مليو ته: "قم فانذر" يعني: اُٿ غافلن کي سندن برن نتيجن کان واقف ڪر، تڏهن پاڻ حضور اڪرم ﷺ جن خاموشيءَ جي چادر لاهي ڇڏي ۽ دعوت و تبليغ جي ڪم ۾ ايتري حد تائين دلچسپي ورتائون جو دعوت و تبليغ جي تاريخ ۾ ان جو ڪو مثال ملڻ به محال آهي.

جيئن ته خود الله تعاليٰ بار بار حضور اڪرم ﷺ جن کي اعتدال کان زياده مشقت برداشت ڪرڻ کان منع فرمائي:

"فلعلڪ با خع نفسڪ عليٰ آثارهم اِن لم يومنوا بهذا الحديث اسفاط"

ته شايد پاڻ گهٽي ڏک جي ڪري انهن جي پٺيان پنهنجي جان به ڏيئي ڇڏين. جيڪڏهن هو هن پيغام تي ايمان نه آڻين!.

اسان کي دنيا جي تاريخ ۾ ڪيترائي اهڙا مثال ملن ٿا ته هڪ شخص شروعات کان وٺي معاشري جي اصلاح جو ڪم ڪري ٿو، ۽ ننڍين وڏين اصلاحي تحريڪن ۾ حصو وٺي ٿو ۽ هو اڳتي هلي ڪو وڏو ڪارنامو سرانجام ڏئي ٿو. پر ان ڳالھ جو ته ڪو به مثال ڪو نه ٿو ملي ته ڪو شخص پنهنجي جواني خاموشيءَ ۾ گذاري پر ڪرڙو ڏيڍ ٿيڻ تي هو پنهنجي معاشري سان بغاوت ڪرڻ جو اعلان ڪري ۽ انهن سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ۽ آخرڪار انهن کي پنهنجي اڳيان جهڪائي ڇڏي. ان مان اها ڳالھ به ظاهر ٿئي ٿي ته حضور اڪرم ﷺ جن جي چاليھ سال عمر گذرڻ کانپوءِ جنهن جنگ جو آغاز ٿيو اها سندن ايجاد ڪيل نه هئي، پر اها الله رب العالمين جن جي ئي دعوت هئي، جنهن کي پاڻ حضور ﷺ جن انهيءَ حڪم سان جاري رکڻ فرمايو. لفظ"قم" جي ذريعي آنحضرت ﷺ جن کي جيڪو حڪم ڏنل هو ان کان اڳ سندن حياتي ڪجھ ٻي نموني جي هئي. پر ان لفظ جي

طاقت حاصل ٿيڻ ڪانپوءِ سندن حياتي بلڪل ئي بدلجي ويئي.

معاملي کي جيڪڏهن هن نظريي سان ڏسجي ته خبر پوندي ته هي ٻئي آيتون نبوت جي صداقت جي ان دليل ڏانهن به اشارو ڪن ٿيون، جن جو ذڪر نسبتاً گهڻو تفصيل سان ٻين آيتن ۾ ڪيو ويو آهي.

فقد لبثت فيڪم عمرا من قبلہ افلا تعقلون0 (سورة يونس: 16) ٻي جاءِ تي ارشاد آهي ته: ما ڪنت تدري ما الڪتب ولا الايمان ولڪن جعلناه نورا نهدي بہ من نشاءُ(سورة شوريٰ 52)" اي نبي - توهان کي ڄاڻ ئي نه هئي ته ڪتاب ڇا ٿيندو آهي ۽ ايمان ڇاکي چوندا آهن. پر اهو ته اسين (الله تعاليٰ ) آهيون جو اسان هن کي نور بنايو جنهن جي ذريعي اسين(الله تعاليٰ) جنهن کي چاهيون ٿا هدايت ڏيون ٿا!" انهن ٻنهي آيتن جي روشنيءَ ۾ اسان جو لائحه عمل ڇا هئڻ گهرجي؟.

"سورة مدثر" جي پهرين ٻن آيتن جي روشنيءَ ۾ اسان حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي سيرت جي ڪجهه حصن جو مطالعو ڪيو. ان مطالعي مان اها ڳالهه واضح ٿي ته

آنحضرت صه جن پنهنجي معاشري ڪان بلڪل بيزار ۽ ان جي انفرادي و اجتماعي يا مفسدانه، ظالمانه يا گهمراهين جهڙين سرگرمين ڪان بلڪل لاتعلق هئا.

هن مطالعي مان اها به ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن نبوت ڪان اڳ بيشڪ عزت ۽ اڪيلائيءَ واري زندگي گذارڻ پسند فرمائيندا هئا، پر جيئن ئي حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن تي "قم فانذر" جو حڪم مليو ته پاڻ معاشري جي هر گمراهي ۽ بدڪرداريءَ جي خلاف آڱر ڪنيائون.

هنن آيتن جي پڙهڻ سان اسان تي اها به حقيقت واضح ٿي چڪي آهي ته حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي نبوت ڪان اڳ جي چاليهن سالن جي زندگيءَ ۾ اهي طاقتون ۽ صلاحيتون لڪل رهيون جن جو ظهور نبوت ڪانپوءِ ٿيڻو هو. ۽ ان سان گڏ اها به ڳالهه ظاهر ٿي ويئي ته حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم ڪي نبوت ڪان اڳ جي زندگي ۽ نبوت ڪان پوءِ واري زندگيءَ ۾ جيڪو عظيم الشان فرق آهي ان جي مشابهت ان ڳالهه ڪان سواءِ ممڪن ڪانهي ته نبوت ڪان پوءِ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن ڪي اها روشني ۽ قوت ملي

ويئي هئي جنهن کي اسان"وحيءَ الاهي" جي لفظ سان تعبير ڪيو آهي.

اڄ اسان پنهنجي هدايت و رهنمائيءَ جي سلسلي ۾ فقط اها ڳالهه معلوم ڪرڻ ٿا چاهيون ته اهڙي بگڙيل سوسائٽي ۽ اهڙي نجاست واري معاشري ۾ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن ڪهڙي ڳالهه کان شروعات ڪئي. ان سلسلي ۾ اها ڳالهه چڱيءَ طرح واضح ٿي چڪي آهي ته ڪنهن صحيح تعمير جو تصور به ان وقت تائين نٿو ڪري سگهجي جيستائين موجوده وقت جي غلط تعمير جي بنيادن کي ڊاٺو نٿو وڃي. تنهن ڪري حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جو پهريون لفظ انداز هو. يعني: ماڻهن کي انهن خطرن کان واقف ڪري جن سان هو پنهنجي غلط عقيدن ۽ غلط عملن جي ڪري منهن مقابل ٿيڻ وارا هوا.

اِن لاءِ ته هو اُنَ غلط بنياد تي تعمير ٿيڻ واري نظام اجتماعي جي عمارت کي ڊاهڻ لاءِ آماده ٿي وڃن.

ان ڪري نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي هر ويجهي ۾ ويجهي اهل خاندان کي گڏ ڪري انهن کي مستقبل ۾ ٿيڻ واري خطري کان آگاهه ڪندي فرمايائون ته"والله لتمو تن

كما تنامون ولتبعثن كما تستيقظون و لتحا بسن بما تعملون و تجزون بِالاحسان احساناً و ِبالسؤسؤاً و انها للجنتة ابدا اوالنار ابدا و انكم لاول من انذر بين يدي عذاب شديد".

ترجمو:

"خدا جو قسم، توهان هڪ ڏينهن ضرور مري ويندؤ جهڙيءَ طرح سمهو ٿا ۽ وري توهان کي اٿاريو ويندو جهڙيءَ طرح توهان جاڳو ٿا- ۽ پوءِ توهان کان توهان جي عملن جو حساب ڪتاب ضرور ورتو ويندو، ۽ توهان کي بدلو ڏنو ويندو، برائيءَ جو برائيءَ سان ۽ چڱائيءَ جو چڱائيءَ سان- ۽ پوءِ يا هميشہ جو دوزخ اٿو يا هميشہ بهشت ۽ توهان اهي پهريان ماڻهو آهيو جنکي اهڙي سخت عذاب اچڻ کان اڳ خبردار ڪيو ويو آهي".

اهڙيءَ طرح پاڻ صلی الله عليه وسلم پنهنجي قبيلي کي نه پرمڪي جي سيني ماڻهن کي ڪوه صفا جي ماٿري ۾ گڏ ڪيائون ۽ پنهنجي گفتگو جو آغاز فرمايائون ته:

انا النذير العريان (مان ظاهر ظهور ديچارڻ وارو آهيان) پاڻ صلی الله عليه وسلم انهن کي ٻڌايائون ته انجام کان بي خبر، حساب کان بي خبر، دنيا پرستي ۽ خدا فراموشيءَ جي جنهن

زندگي ۾ توهين مبتلا آهيو اهو سراسر فريب آهي. ۽ جڏهن هيءَ اڏاري حياتي توهان کان واپس ورتي ويندي تڏهن توهان کي هڪ هڪ شيءَ جو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو. اهو چوڻ ته منفي ڪم هو- پر حقيقت ۾ اهو به معاشري جي تعليم لاءِ هڪ مثبت بنياد فراهم ڪري ٿو. ۽ اُهو هي آهي ته انسان غير مسئول نه آهي پر مسئول آهي- آزاد ڪونهي پر پابند آهي. هن جي لاءِ فنا نه پر بقا آهي.

پوءِ "انذار" جي ان ڪم سان گڏ ئي حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي ذمي جيڪو مثبت ڪم سپرد ڪيو ويو هو، اهو ان ئي سورة جي ٽئين آيت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ”و ربڪ فڪبر“ (۽ صرف پنهنجي رب جي ذات جي وڏائي بيان ڪر!)

هن ننڍڙي آيت ۾ معافيءَ جي لاءِ گهڻو ڪجھ لکل آهي، پر اسان ته اهو سمجهيو آهي ته"سبح" جي معنىٰ محض زبان سان سبحان الله چوڻو آهي- ۽ "ڪبر" جي معنىٰ محض زبان سان الله اڪبر چوڻو آهي. حالانڪ انهن لفظن جو مفهوم صرف اهو نه آهي جو اسان سمجهيو

آهي. ٻين لفظن ڪي ته ڪٽي ڇڏيو، هن وقت صرف لفظ "ڪبر" کي ڏسو- هن جي حقيقي معنيٰ آهي ته انسان زبان سان به الله تعاليٰ جي وڏائيءَ جو اعلان ڪري دل ۾ صرف الله جي وڏائيءَ جو يقين رکي ۽ دماغ مان به غير الله جي برائي ڪڍي ڇڏي ۽ اهي سڀ قوتون ۽ طاقتون، بت ۽ موهوم انسان باوجود جيڪي وڏائيءَ ۾ الله تعاليٰ جي برابري ڪرڻ جي دعويٰ رکندڙ هجن.(نعوذ بالله).

يا جن جي باري ۾ اهڙي قسم جي دعويٰ ڪئي پيئي ويئي هجي ته، انهن سڀني جي مقابلي ۾ ڪلمو"الله اڪبر" هڪ اعلان جنگ آهي- ۽ عقل سان جيڪو انسان هيءَ اعلان ڪري ٿو ته اهو ان وقت تائين آرام سان نه ويهندو جيستائين زمين تي به الله جي وڏائي اهڙيءَ طرح قائم ڪري نه ڏيکاريندو، جهڙي آسمان تي اُن جي وڏائي قائم آهي. ٻين لفظن ۾ جيستائين انسان لاءِ ممڪن ان تفصيل مان اها ڳالھ واضح ٿي چڪي آهي ته"ربڪ فڪبر" جو حقيقي مفهوم آهي ته الله تعاليٰ جي حاڪميت، بالادستي، اقتدار اعليٰ عظمت کي قائم ڪيو وڃي ۽ وڏي جا اهي وڏا مدعي چاهي اهو ماڻهوءَ جو پنهنجو نفس هجي، چاهي شيطان هجي، چاهي جن هجي، چاهي بشر، جي چاهي

مرئي مخلوق يا غيبي مرئي هجي، مطلب ته انهن سڀني جي ڪوڙي وڏائيءَ جي قلعن کي ڊاٺو وجي.

هيءُ اهو عظيم الشان ڪم هو جو هن جاهل معاشري ۾ بلڪل اڪيلي بنان ڪنهن ساز و سامان ۽ مادي سهاري جي حضور اڪرم"صلى الله عليه وسلم" جن سر انجام ڏنو هو. ۽ پاڻ 23 سالن جي مختصر عرصي ۾ جزيره نما عرب جي اندر الله جي وڏائي عملاً قائم ڪري ڏيکاريائون ۽ ان کان سواءِ الله جي سپاهين جي اهڙي جانباز فوج تيار ڪيائون جا صرف ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ سڄيءَ دنيا ۾ پکڙجي ويندي هئي ۽ انهن تي فاتح ٿيڻ جي صلاحيت رکندي هئي.

قرآن پاڪ جي روشنيءَ ۾ سيرت پاڪ جي هن مطالعي مان جيڪو سبق اسان کي حاصل ٿئي ٿو اهو آهي ته هر مومن جي ڪرڻ جو ڪم صرف اهو آهي يعني دلين ۾ فڪر آخرت پيدا ڪئي وڃي- دنيا کي هڪ ڪوڙو خواب سمجهيو وڃي ۽ آخرت جي ڪاميابيءَ کي پنهنجو جدوجهد جو اصل مقصد سمجهي ۽ الله جي اڳيان جواب ڏيڻ جي يقين رکڻ وارن جي بهترين ڪوشش جي ذريعي

الله جي ڪلمي کي سڀ کان وڌيڪ بلند رکڻ ۽ الله جي اڳيان حساب و ڪتاب ڏيڻ جو جيئرو جاڳندو شعور پيدا ڪرڻ ۽ غير الله جي عظمت کي مٿيءَ ۾ ملائي ڇڏي.

اڄوڪي دور ۾ اهو انهن سڀني ماڻهن کي ڪرڻو آهي، جيڪي مسلمان هئڻ جي دعويٰ ٿا ڪن. حضور اڪرم صلی الله علیه وسلم جن جي زماني جي مقابلي ۾ اسان لاءِ اهو ڪم ڪرڻ هن لحاظ کان ته تمام گهڻو آسان آهي ته اڄ خدا جي فضل سان دنيا ۾ ڪروڙين مسلمان رهن ٿا.

جن وٽ حياتي گذارڻ لاءِ هر قسم جا ذريعا ۽ ساز و سامان موجود آهن جيڪڏهن هي سڀ مسلمان هڪ ٿي الله جي وڏائيءَ کي قائم ڪرڻ جو پختو ارادو ڪن ته باطل هڪ منٽ جي لاءِ به سندن اڳيان نه بيهي سگهندو پر سڀ ملسمان ته وڏي ڳالھ آهي، رڳو ڏھ سيڪڙو مسلمان به همت و قوت ۽ اخلاص سان گڏ هن مقصد جي لاءِ اٿي بيهن ته وڏائيءَ جي تمام ڪوڙن قصن کي آخرڪار خدا جي وڏائيءَ اڳيان ڪنڌ جهڪائڻو پوندو. پر هڪ لحاظ کان هيءُ ڪم اڄ جي زماني ۾ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ڇو ته هن زماني ۾ هن ڪم جي رستي ۾ سڀ

ڪان وڏي رڪاوٽ ماڻهو آهن. پراوا نه پر پنهنجا ”دشمن ڪو نه آهن پر دوست آهن“ جيڪڏهن اوهان برو نه پائيو ته! اڄ خود مسلمان الله جي وڏائي قائم ڪرڻ ۾ سڀ ڪان وڏي رڪاوٽ بنيل آهي.

اسان جي هن دعويٰ تي حيرت نه ڪائو ۽ نه ڪاوڙ ڪريو، پر ٿورو ٿڌي دماغ سان سوچيو ته ڇا اڄ:

1-ڇا مسلمانن جي وڏي اڪثريت هن قول کي فراموش نه ڪري ڇڪي آهي؟

2- ڇا مسلمانن جي وڏي اڪثريت هن مقصد کي تسليم ڪرڻ جي بجاءِ ٻين ننڍين يا وڏين رسمن کي پورو ڪرڻ کي پنهنجو اصلي دين نه سمجهيو آهي ڇا؟

3- ڇا، مسلمانن جي وڏي اڪثريت اڄ دنيا پرستيءَ ۾ مبتلا ٿي آخرت کي فراموش نه ڪيو آهي؟

4-ڇا اسان مان هر شخص عملي طور تي يا نفسياتي طرح خاندان کي قبيلي کي يا قوم ۽ وطن کي وڏائيءَ جو اهو مقام نه ڏنو آهي جيڪو صرف الله"رب العالمين" جي لاءِ خاص آهي؟

هنن حالتن ۾ جيڪڏهن ڪو رب جو بندو ان مقصد لاءِ اٿي ۽ دنيا جي سپني ماڻهن کي غفلت کان جاڳائي دنيا پرستيءَ کان هٽائي، صرف رب جي بندگي ڪرڻ لاءِ سڏي ۽ الله جي وڏائيءَ جي اڳيان پنهنجو ڪنڌ جهڪائڻ تي آماده ڪري. ته اڪثرخود مسلمان ئي ان جي خلاف ٿي ويندا ۽ جيستائين هن جو آواز ختم نه ٿيندو تيستائين ويچارن مسلمانن کي سک نه ايندو، هن صورتحال جو علاج ڪهڙو آهي؟

حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن کي جيڪو ڪم سونپيو ويو هو ۽ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي امتي هجڻ جي لحاظ کان جنهن ڪم جي ذميداري هاڻ اسان تي آهي( چو ته هاڻي ڪو به نبي پيدا نه ٿيندو)

هن ڪم کي ڪيئن سرانجام ڏجي؟

هن سوال جو جواب به "سورة المدثر" جي شروعات ۾ ئي موجود آهي ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ اسان جي لاءِ ڪم ڪرڻ جو واضح طريقو رٿيو آهي.

"سورة المدثر" جي شروعاتي آيتن ۾ ستن آيتن ۾ الله تعاليٰ هن مهم جو بيان فرمايو آهي ته نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم

اوهان جي وسيلي اوهان جي امت جي حوالي ڪئي وئي هئي يعني آخرت جي حساب ڪتاب جي بنياد تي الله تعاليٰ جي وڏائيءَ جي نظام کي قائم ڪرڻ.

پوءِ هن مهم کي پوري ڪرڻ لاءِ ”گھڻائي“ عمل ۽ طريقا به بيان فرمايا:

نبوت کان پوءِ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جي سڄي زندگي انهن لاتعداد عملن ۽ طريقن جو تفسير ۽ تفصيل آهي.

۽ انهن لاتعداد عملن جو پهريون اکر وثيابک فطهر آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ۽ پنهنجي ڪپڙن کي پاڪ رک) هن جي تفسير ڪندڙن ڪيترائي ّ قول چيا آهن ۽ انهن قولن جي وچ ۾ ڪو به اختلاف ڪونهي، ان ڪري اهي سڀئي مفهوم هڪ ئي وقت هڪ ئي مراد رکن ٿا.

(ثياب) معنيٰ ڪپڙا- ڪپڙن جي باري ۾ هڪ قول هيءُ آهي ته ان مان مراد نفس يا دل آهي يعني پنهنجي دل کي پاڪ رک. دل کي پاڪ رکڻ جو مطلب هيءُ آهي ته جنهن مهم کي تون فتح ڪرڻ وڃي رهيو

آهين، ان ۾ آخرت طلب ۽ الله جي رضا ڪان سواءِ ٻيو ڪو به مقصد نه هجي. نه شهرت و ناموريءَ جي خواهش نه ستائش جي تمنا، نه اقتدار جي طلب ۽ نه ٻيو ڪجھ صرف، ۽ صرف خدا جو راضپو حاصل ڪرڻ جو مقصد هئڻ گهرجي، ثياب جي باري ۾ ٻيو قول آهي ته ان مان مراد عمل و اخلاق آهي ، يعني تنهنجو اخلاق پاڪيزه هئڻ گهرجي نه تنهنجي قول ۽ عمل ۾اختلاف هجي ۽ نه تنهنجي، زبان ۽ هٿ سان ڪنهن مسلمان کي تڪليف پهچي ۽ نه تنهنجي سيرت و ڪردار ۾ ڪا به شيءَ ڪريل هجي.
ثياب جي باري ۾ ٽيون قول هيءُ آهي ته ان مان مراد ڪپڙا ئي آهن پر انهن کي پاڪ رکڻ مان مراد اها آهي ته اهي حلال جي روزيءَ مان ورتل هجن.

ظاهر آهي ته جيڪي ڪپڙا رڳو بدن تي پيل هجن ته انهن جي لاءِ ته ضروري آهي ته اهي حق ۽ حلال جا هجن، ته پوءِ ڪاڌو پيتو جيڪو اسان جي جسم جي

روح جي غذا آهي، ان کي لازماً حلال ۽ پاڪ هئڻ گهرجي.

انهن سڀني قولن ۾ مشترڪ ڳالهه اها آهي ته انسان سان گڏ جيڪي به شيون ڪپڙن وانگر چهٽيل رهن ٿيون، انهن کي ثياب چيو ويو آهي، اهڙيءَ مناسبت لاءِ الله تعاليٰ زال کي مڙس جي لاءِ. مڙس کي زال جي لاءِ لباس قرار ڏنو آهي.

هن مفهوم مان اها به ڳالهه ظاهر ڪري سگهجي ٿي ته جيڪڏهن تنهنجا ساٿي ۽ رفيق پاڪيزه اخلاق جا مالڪ هجن ۽ انهن مان جيڪو تنهنجي گهڻو ويجهو هجي ته ان جو اخلاق ايترو ئي زياده پاڪيزه هئڻ گهرجي.

"وثيابک فطهر" جي ان وضاحت مان معلوم ٿئي ٿو ته آخرت جي ڏينهن حساب و ڪتاب جي لاءِ ۽ الله جي وڏائيءَ جي طرف سڏ ڪرڻ وارن جو نفس گندي جذبات ۽ دل برين نيتن کان ۽ اخلاق ناپاڪ جي عادتن کان پاڪ هئڻ گهرجن، صرف اهو نه پر انهيءَ ڪم سان گڏو گڏ سندس

ساڻي به اعليٰ اخلاق ۽ پاڪيزه سيرت جا هجن جن جو هيءَ عملي حياتيءَ جو پهريون حصو آهي. ان ڪانپوءِ ارشاد آهي ته "والرجز فاهجر" ۽ گندگيءَ کان پرهيز ڪريو، هن آيت ۾ گندگي جي باري ۾ تفسير ڪندڙن جو هيءُ قول آهي ته ان مان مراد شرڪ آهي.

يعني شرڪ کان پرهيز ڪريو. ان سان توهان جو ڪو به تعلق نه هئڻ گهرجي. هيءَ آيت دراصل پهرين آيت جي تڪميل ٿي ڪري. يعني هن آيت ۾ طهارت جو مثبت حڪم ڪيو ويو آهي. هن آيت ۾ ان اصل گندگيءَ کان بچڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي، جيڪا عقيدن ۽ عملن ۾ جت به هوندي اتي نجاست پکيڙي ڇڏي ٿي، يعني شرڪ هن جو مطلب هيءُ آهي ته جيڪو شخص الله جي وڏائي قائم ڪرڻ چاهي ٿو اهو شرڪ کان بلڪل دور رهي ۽ ان سان ڪنهن به صورت ۾ ٺاهه نه ڪري. چاهي ظاهر ظهور سوسائٽي مشرڪانه هجي يا مسلمانن جو اهو معاشرو جنهن ۾ جهالت جي باعث اهي شرڪ پکڙيل هجن.

اهو شخص جيڪو الله جي وڏائي قائم ڪرڻ چاهي ته ڪهڙي به مصلحت جي خاطر شرڪ سان ادنيٰ تعلق ۽ واسطو نه رکي. هي عملي حياتيءَ جو ٻيو حصو آهي يا پهرين حصي جي تڪميل آهي. ان ڪانپوءِ ارشاد رباني آهي ته: ولاتمنن تستڪثر. هن آيت جي باري ۾ تفسير ڪندڙن جا ڪيترائي قول چيل آهن، پر مشهور قول آهي ته"ماڻهن سان سهڻي اخلاق سان پيش اچ پر ان عيوض ۾ زياده وٺڻ جي نيت سان نه".

هن قول جي روشنيءَ ۾ ائين چئجي ته جيڪو الله جي وڏائي قائم ڪرڻ جي مهم لاءِ اٿيو آهي ته ان کي خدمت خلق ۾ تمام گهڻي دلچسپيءَ سان حصو وٺڻ گهرجي، پر ان جو مقصد صرف الله جي رضا ۽ خوشنودگي حاصل ڪرڻ جو هجي.

شهرت يا ناموري، مقبوليت يا عوام جي تائيد حاصل ڪرڻ يا ٻيو ڪو به مادي مقصد اڳيان نه هجڻ گهرجي. مشهور مفسر مجاهد، هن آيت جي تفسير ۾ چيو آهي ته هن جي معنيٰ هيءَ آهي ته " ڀلائي جو ڪم چاهي ڪيترو ئي ڪريو پر ان کي زياده نه سمجهو ۽ زياده سمجهي ڀلائي ڪرڻ کان رڪجي نه وڃو".

مطلب هيءُ آهي ته الله جي وڏائيءَ جي علمبردار کي زياده کان زياده پلائي ڪرڻ کانپوءِ به ان کي گهٽو نه سمجهڻ گهرجي ۽ نه اتي ئي ختم ڪرڻ گهرجي پر الله جي راه ۾ پنهنجي جان ۽ مال وغيره سڀ ڪجھ ختم ڪري ڇڏڻ کانپوءِ به سمجهڻ گهرجي ته حق ته هيءُ آهي جو حق به پورو نه ٿيو. هيءُ عملي حياتيءَ جو ٽيون حصو آهي.

آخر ۾ عملي حياتيءَ جي چوٿين حصي ڏانهن به اشارو ڪندي هدايت ڪئي وئي آهي:"ولربڪ فاصبر" يعني پنهنجي رب جي لاءِ ئي صبر ڪريو.

صبر جي اصل معنيٰ آهي: روڪي رکڻ، پر هتي صبر جو مطلب آهي ته عملي حياتيءَ ۾ ڪم ڪندي، نه ته جلد بازي ڏيکار. نه ته جئن تڪڙن نتيجن جي حصول جي توقع تي عملن جي ٻين ڪن حصن تي عمل ڪريو يا ته انهن تي عمل ڪرڻ ۾ ڪا به گهٽتائي نه ڪريو ۽ نه مشڪلاتن کان گهبرائجي هن مقصد کي يا عملي حياتيءَ جي ڪنهن حصي کي ڇڏي ڪنهن لالچ جي باعث پنهنجي مقصد کان هٽي وڃو پر هر حال ۾ ثابت قدم رهه ۽ هيءُ ثابت قدمي رکو پنهنجي رب جي لاءِ هئڻ گهرجي.

صرف اهو نه پر ان رستي ۾ جيڪو صبر ڪرڻو هجي، اهو محض الله تعاليٰ تي ايمان ئي جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿو. جيئن ته ارشاد آهي ته ”وا صبر و ما صبرڪ الاباللهٰ“ ”۽ صبر ڪر تنهنجو صبر ڪرڻ مگر الله جي ذريعي“.

خدا جي بندن کي دنيا پرستيءَ کان ٻاهر ڪڍي آخرت جي راه ڏسڻ ۽ غير الله جي وڏائي ختم ڪري الله جي وڏائيءَ کي قائم ڪرڻ جي لاءِ ”نصب العين“ جي اصول تي عمل ڪرڻ ئي احسن آهي. ان جا چار جزا آهن.

(1) تطهير قلب و نفس ۽ تطهير رفقاء و انصار.

(2)شرڪ کان مڪمل پرهيز.(هيءَ اگرچه پهرين جزي جو حصو آهي پر پنهنجي اهميت جي لحاظ کان هن جو الگ ذڪر ڪيو ويو آهي.)

(3) ڪنهن مادي عيوض توقع بنا خدمت خلق يا مسلسل جدوجهد.

(4)رڳو الله تعاليٰ جي خاطر صبر و رضامندي. حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي سيرت طيبه جو هاڻ جيڪڏهن

تفيصلي مطالعو ڪنداسين ته عملي حياتيءَ جي انهن ڇئن جزن تي آنحضرت جي عمل پيرا هجڻ جي تفصيلي ڪيفيت معلوم ٿيندي، اسان مان هر شخص پنهنجي پنهنجي ماحول ۾ پنهنجي نصب العين کي حاصل ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل انهن مکيه عملي اصولن کي اختيار ڪرڻ جون صورتون معلوم ڪري سگهندو.

# سيرت پاڪ ۽ هجري سن جو آغاز

## شيخ عبدالرزاق"راز"

دنيا جو ڪو به ملڪ اهڙو نه آهي جتي طاقتور انسانن ڪمزور انسانن تي ظلم ۽ جبر نه ڪيو هجي. پوري مشرق ۽ مغرب جي تاريخ مان ڪيترائي اهڙا واقعا ملن ٿا جن ۾ ضعيفن کي طاقتورن پنهنجي شرف انسانيت کان دستبردار نه ڪيو هجي. فرعون مصر جيڪڏهن خدائي جي دعويٰ ڪئي ۽ ان سان گڏ نمرود پڻ اهڙي دعويٰ ڪئي ۽ ماڻهن کي پنهنجي آڏو سجدي ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو هو، اهڙائي واقعا موجوده زماني ۾ به جاري آهن. جيڪڏهن ڪنهن وڏي ماڻهوءَ کي جهڪي سلام نه ڪيو وڃي ۽ سندس تعظيم ۽ عزت لاءِ اٿي نه بهجي اهو وڏو ماڻهو انهيءَ غريب ماڻهو لاءِ آزار بڻجي پوندو، ان تي هر عذاب نازل ڪيو ويندو، دنيا ۾ طاقتور جي ظلم ۽ غرور جي جهڙي طرح عمر ڊگهي آهي، ساڳئي نموني

غريب جي مظلوميت، ڪمزوري ۽ بزدلي جي به طويل العمر آهي. دنيا ۾ اهي ٻيئي مرض انسان جي تاريخ سان گڏ و گڏ هلندا رهيا آهن ۽ انساني شرف کي برباد ۽ نابود ڪيو ويو آهي. اهڙن موقعن تي خداوند ڪريم ماڻهن جي هدايت ۽ رهبري لاءِ وقتا فوقتا پيغمبر مبعوث ڪيا آهن جن گاهي به گاهي انسان جي شرف انسانيت کي روشني بخشي آهي ۽ انسان جي عزت ۽ احترام کي برقرار رکيو آهي. فرعون جي سرڪوبي لاءِ حضرت موسيٰ پيدا ٿيو ۽ نمرود جي بربادي لاءِ حضرت ابراهيم مبعوث ٿيو جن طاقتور انسانن جي ظلم ۽ ستم کي روڪيو ۽ انهن سان مقابلي لاءِ ڪمزورن ۽ ضعيفن جي حقن جي حفاظت ۽ حمايت ڪئي ۽ جيڪي استحصالي قوتون ڪمزور ۽ ضعيف سان برسر پيڪار هيون تن جو خاتمو آندو ۽ ماڻهن کي الله تعاليٰ جي وحدانيت کان آگاهه ڪيو ۽ انهن کي ان جي طرف رجوع ڪيو. اهو معبود حقيقي آهي جنهن جي عبادت ۽ اطاعت لاءِ ماڻهن کي تيار ۽ مستعد بڻايو ۽ انهي ڪري الله تعاليٰ پيغمبرن جي تعليمات جو سلسلو جاري رکيو. انهن نبين ۽ پيغمبرن سدائين انسان ۽ انسانيت جي بهتري ۽ بهبودي لاءِ ڪوشش ڪئي آهي.

انسان جي باهمي تعلقات کي خوشگوار بڻائي معبود حقيقي جي عبادت ۽ اطاعت لاءِ آماده بڻايو. ڪڏهن هنن پند و نصيحت ۽ ڪڏهن وعظ ۽ ورد کان ڪم ورتو ۽ ڪڏهن صحيفا ماڻهن جي آڏو پيش ڪيا ۽ ڪڏهن ڪمزور ماڻهن کي بهادر بڻائي طاقتورن جي مقابلي لاءِ پيش ڪيو آهي. تاريخ ۾ اهڙا معرڪا تمام گهڻا ٿي گذريا آهن- سرڪش ۽ ڪج فهم ماڻهن جي غرور ۽ تڪبر کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. انهن پيغمبرن جي تعليم جو اهو نتيجو نڪتو ته دنيا ۾ هر پيري ظلم ۽ ستم جا طوفان کڙا ڪيا ويا ۽ بئي پيغمبر جي بعثت وقت اُهي طوفان برباد ۽ نابود ٿي ويا. سڀ کان وڏو طوفان ان وقت آيو جڏهن دنيا جي مٿان تاريڪي ڇانئجي ويئي ۽ هرڪو ماڻهو فرعون بڻجي ۽ نمرود بڻجي ويو. هو هر هڪ جهالت ۾ غرق هو، ان وقت انسانيت کي پنهنجو حق واپس ڏيارڻ لاءِ سرور ڪائنات محمد رسول الله ﷺ مبعوث ٿيو. پاڻ دنيا جو سڀ کان وڏو هادي ۽ رهبر ٿي آيو ۽ انسانن جي برتري لاءِ هن شريعت آندي جنهن دنيا کي سڀني کان بهتر نظام ڏنو ۽ ان نظام کي اڄ به پنهنجي فڪر ۽ تميز ۽ فهم و ادراڪ سان پرکي سگهجي ٿو. جنهن سڀني ماڻهن ۽

قومن جو امتياز مٿائي سڀني ماڻهن کي هڪ قطار ۾ بيهاري، امن، عدل ۽ مساوات جو سبق ڏنو ۽ مسلمانن ۾ هڪ ڀائيچارو قائم ڪيو ۽ مسلمان هڪ ٻئي جا ڀائر ٿي پيا. انصاف ۽ عدل جي ڳالھ ڪريو، امن ۽ امان جي پچار ڪريو. اهڙيون ڳالهيون تقويٰ جي ويجهو آهن. انصاف جي ڳالھ ڪريو توڙي ڪنهن سان قرابتداري به هجي. دوست،دشمن، قرابتدار ۽ غير قرابتدار سڀني سان هڪ جهڙو عدل ۽ انصاف ڪجي. سڀني سان هڪجهڙو عدل ۽ مساوات جو سلوڪ رکجي. ڪو به فاطمي يا ڪو به برهمڻ ڪنهن غلام يا شودر جو قتل ڪري ٿو ته انهيءَ فاطمي يا برهمڻ کان ضرور قصاص ورتو ويندو. قرآن حڪيم جو هڪ هڪ لفظ مسلمانن جي لاءِ پنهنجي زندگي گذارڻ جو دستور العمل آهي. هڪ ڀيري حضور صلى الله عليه وسلم جن هڪ سفر پنهنجي ساٿين سان گڏ ڪيو ۽ ماني کائڻ جو وقت ويجهو هو تنهن ڪري ماني پچائڻ جو ڪم تجويز ڪيو ويو ۽ حضور جن سڀني صحابين کي ڪم ورهائي ڏنو ۽ پنهنجي مٿان ڪاٺيون ڪپي ۽ انهن کي آڻڻ جو ڪم حوالي ڪيو ۽ پاڻ ڪاٺيون ڪري آيا ۽ اٽي صحابين جي حوالي ڪيون. اهڙا ڪيترائي مثال تاريخ ۾

موجود آهن. پاڻ واري تي ٻين وانگر پهرو به ڏيندا هئا پاڻ وقت تي سرون ڍوئي مزدوري به ڪندا هئا.
سرور ڪائنات آخري پيغمبر بڻجي مبعوث ٿيا.سندن ولادت مڪه معظمه ۾ ٿي ۽ سندن رسالت جو آغاز غار حرا کان شروع ٿيو. حضور جن جي نبوت وقت سندن عمر چاليهه سال هئي تڏهن مٿائن وحي نازل ٿي. پاڻ زندگي جا تيرهن سال مڪي جي ماڻهن جي اصلاح لاءِ گذاريائون. زندگي ستم و ظلم ۽ مصائب وآلام ۾ گذرندي رهي پر پاڻ خنده پيشاني سان انکي برداشت ڪندا رهيا. جڏهن قريش مڪه سندن جان جا دشمن بڻجي پيا تڏهن پاڻ مديني جي طرف هجرت فرمائي ۽ انهي هجرت کانپوءِ سن هجري جو آغاز ٿئي ٿو جيڪو مسلمانن لاءِ نهايت توقير ۽ اهميت جو حامل آهي.اهو نبوت جو چوڏهون سال هو جيڪو سن 622 عيسوي جي مطابق آهي. حضور جن باقي زندگي مديني ۾ گذاري ۽ وفات کانپوءِ به مديني منوره جي گنبذ خضرا ۾ مدفون آهن. مدينو اسلامي دنيا جو مرڪز بڻجي پيو ۽ انهي مقدس شهر ۾ سن هجري جو آغاز ٿيو. ان کانسواءِ مسلمانن جي سياسي ۽ معاشرتي زندگي به مدينه کان شروع ٿي مڪه ۾ مسلمانن جي

حيثيت هڪ سياسي اقليت جي مثال هئي جتي ڪفارن جو غلبو هو تنهن ڪري مسلمان پنهنجي دين حق جي نشرو اشاعت کان قاصر رهجي ويا ۽ هو نه وري آزادي سان اسلام جي حڪمن موجب زندگي گذاري سگهيا مڪي جي محڪوم اقليت مديني جي غالب ڪثرت بڻجي پيئي.

هجري سال جي ابتدا هجرت واقعي کان وٺي شمار ڪجي ٿي جيڪا قمري سال جي پهرئين ڏينهن کان عمل ۾ اچي ٿي. اها تاريخ 16 جولاءِ 622ع کان شروع ٿئي ٿي، پر هجري سن جو انعقاد تقريبا سترهن سالن کانپوءِ حضرت عمر جي دور خلافت ۾ ٿيو. اسلاميه ملت ان سن جو تاريخي استقبال ڪيو آهي.

ملت اسلاميه ۾ انصار به اچي وڃن ٿا جن حضور جن، مسلمانن ۽ دين جي خدمت ۽ مدد ڪئي آهي، مهاجرن کي هنن پنهنجي هر شيءَ ۾ شريڪ ڪيو. هر شيءَ کي هنن به اڌ ڪيو چا گهرن جو، چا زمين ۽ جائداد جو، چا مال ۽ اموال جو ۽ چا دولت جو. اهڙي رابطي هڪ متحد ۽ منظم قوم بڻائي جيڪا پنهنجي مجموعي طاقت جي اعتبار سان اغيار جي حرڪتن کان محفوظ رهي جن پنهنجي

شريعت ۽ اخلاق جي آزاديءَ سان نشرو اشاعت تبليغ ڪئي. معاشي ۽ معاشرتي اعتبار کان مهاجر ۽ انصار گڏجي هڪ متحده امت بڻجي پيئي ۽ انصارن پنهنجا اختلاف وساري مهاجرن سان گڏجي هڪ ملت جي صورت اختيار ڪئي. ۽ مسلمانن جي عملي زندگي پين منافقن ۽ ڪافرن کي به اسلام قبول ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو جنهنڪري ڪيترائي ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿي ويا.

اڳين پراڻن مذهبن انساني نسل جي حقن جي حفاظت لاءِ نظام سلطنت قائم ڪيا ۽ هميشه بني نوع انسان جي فلاح ۽ بهبود جي ڪوشش ڪئي پر اهي بنيادي بيماريون وري وري ظاهر ٿيون تنهنڪري هر پيغمبر جو انتظام درهم برهم ٿي ويو ۽ وري نئين رهبر ۽ هادي جي اچڻ جي ضرورت پيش ايندي رهي. آنحضرت محمد صلى الله عليه وسلم جيڪا شريعت چوڏهن سو سال اڳي کڻي آيا اها اڄ ڪالهه به موجود آهي جنهن ۾ ڪنهن جي تحريف ۽ تبديل جي ضرورت ڪانه آهي ۽ ان ۾ ڪنهن به قسم جي تبديلي واقع نه ٿيندي. ڇاڪاڻ جو خداوند ڪريم دين اسلام کي مڪمل بڻائي ڇڏيو آهي انهي ڪري هر انساني مسئلي کي شريعت اسلام ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو ۽ پاڻ ۾ اصلاح

آڻڻو پوندو بئي ڪنهن رهبر جي ضرورت ۽ انتظار نه آهي ڇاڪاڻ جو دين مڪمل آهي ۽ حضور ﷺ جن جي ذات پيغمبر آخرالزمان جي صورت ۾ پيدا ٿي ۽ هو ختم المرسلين آهن. انهيءَ شريعت جي اطاعت ڪرڻي آهي جنهن ۾ انسان جي بهتري ۽ ڀلائي آهي ۽ انسان جي فلاح ۽ بهبود انهيءَ ۾ آهي . انسان کي قرآن جي واضح تعليم جي تعميل ڪرڻي آهي جيڪو انسان کي ذلالت ۽ خواري، غلامي ۽ خرابي کان بچائي ڪيس هڪ معزز شهري بڻائي ٿو منجهس هڪ حريت ۽ آزادي جو جذبو پيدا ڪري ٿو ۽ هر انسان شريعت اسلام جي فرمانبرداري ۽ پابندي ڪري ٿو. انسان جي زندگيءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي جنهن مان پهريون حقوق الله ۽ ٻيو حقوق العباد چيو وڃي ٿو. هڪ طرف عبادت ۽ رياضت ۽ انساني معاملات جي برتري ۽ بهتري آهي.

سڀ انسان هڪ جهڙا حق رکن ٿا. ڪنهن به هڪ کي ٻئي تي ڪنهن به قسم جو امتياز حاصل نه آهي. سڀ مساوات ۽ برادريءَ جي لڙيءَ ۾ پوتل آهن. پيدائشي طور تي ڪنهن به هڪ انسان کي ٻئي تي فضيلت نه آهي. خاندان ۽ قوم جي ڪري ڪنهن کي به ٻئي تي برتري

حاصل نه آهي. انسان جا نيڪ اعمال ۽ زهد و تقويٰ ئي انسان جي استحقاق ۾ وڏائي ۽ گهٽتائي پيدا ڪري سگهن ٿا. سڀ انسان گڏجي پاڻ مان هڪ قابل ۽ زيرڪ امير منتخب ڪن ٿا جيڪو پنهنجي عملن جي لحاظ کان سڀني کان بهتر ۽ برتر آهي ۽ هن کي شاهانه اختيار حاصل ٿين ٿا پر سندس سمورو نظام شريعت جي ماتحت آهي ۽ انجي قانون موجب آهي ۽ هو ان لاءِ ذمه دار آهي. هر هڪ شخص کي اهو حق حاصل آهي ته جيڪڏهن هو قانون جي خلاف ڪم ڪري ٿو ته انتي تنقيد ڪري. هو هر معاملي ۾ جواب وٺڻ جو حقدار آهي پوءِ سندس سامهون ڪهڙو به وڏو خليفو هجي ۽ جابر حاڪم ۽ شهنشاهه ڇو نه هجي. هو مظلومن کي پنهنجا حقوق ظالمن کان وٺي ڏيڻ جو ذمه دار آهي ۽ هو هر شرير انسان کي صحيح رستي تي آڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ سزائون ڏئي ٿو. رعايا جي جان ۽ مال، عزت ۽ ناموس جي نگراني ڪري ٿو ۽ اُن سان گڏ هر اقليت جي جان ۽ مال ۽ عزت آبرو جو ساڳئي نموني محافظ آهي. اسلامي نظام حڪومت جو ڪامل نمونو خلفاءِ راشدين جي حڪومت ۽ زندگي ۾ موجود آهي ۽ اهو ئي اسانجي لاءِ راهه هدايت آهي ۽

رهنمائي جو رستو. اسلام جي سيڪاريل اخلاق مسلمانن کي حڪومت جو اندازسمجهايو ۽ ڪنهن به ٻئي مذهب تي هن ڪڏهن به بي اعتمادي نه ڪئي. جيڪڏهن ڪو به قابل ۽ زيرڪ ماڻهو دستياب ٿيو ته انکي حڪومت ۾ شامل ڪيو ويو پوءِ ڪٽي هو ڪهڙي به مذهب جو هجي. هڪ معزز ۽ موزون ۽ مناسب شخص جو انتخاب ڪرڻ، وقت جي امير کي حاصل آهي.

جڏهن مسلمانن تي قريش جو ظلم، زبردستي ۽ ايذا رساني نهايت شرير انداز ۾ جاري رهي ۽ هنن مسلمانن کي پنهنجي پياري وطن کي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو تڏهن مسلمانن جي هڪ جماعت حضور جن جي مرضي مطابق مڪي مان حبشه جي طرف هجرت ڪئي. مسلمانن جي اهڙي صورتحال تي قريشن کي خار آيا جي سندن تعاقب ۾ حبشه وجي پهتا. بادشاهه سان ڳالهيون ڪيون جنهن مسلمانن کي پنهنجي دربار ۾ گهرايو ۽ انهن جون ڳالهيون ٻڌي انهن جي همت افزائي ڪئي ۽ مسلمانن کي حبشه ۾ رهڻ جي اجازت ڏني. آخر ۾ حضور ﷺ جن انهن جي ظلمن کان تنگ ٿي مسلمانن کي مديني وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ مسلمان مديني جي طرف هجرت

ڪري ويا. حضور جن حضرت علي ۽ حضرت ابوبڪر سان گڏ مڪي ۾ رهجي پيا، انهن کي هجرت جو حڪم ڪونه مليو هو. قريشن مسلمانن جي هجرت کي نظر ۾ رکي آنحضرت جن تي انيڪ آلام ۽ مصيبت جاري رکيا ۽ مٿن ظلم ۽ ستم جون ڪيتريون ئي وارداتون ٿيون. هو حضور ﷺ جن جي جان جا دشمن بنجي پيا. آنحضرت ﷺ جي خلاف ايذارساني جا ڪيترائي منصوبا تيار ٿيا ۽ پوءِ انهن ماڻهن هر قبيلي مان هڪ جوان منتخب ڪيو جيئن حضور جن جي قتل ۾ سڀ قبيلا شريڪ ۽ شامل رهن ۽ ڪنهن به هڪ کي قصاص ڏيڻو نه پوي. جوانن رات جو اچي حضور جن جي گهر جو گهيرو ڪيو، جيئن رات جي اونداهي ۾ سرڪار دو عالم جو خاتمو ڪري ڇڏن. ان رات الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان حضور جن کي اهڙو اطلاع مليو ۽ کين حڪم ٿيو ته هو به هجرت ڪن، حضور جن فورن حضرت علي کي پنهنجي بستري تي سمهاريو ۽ کيس امانتن واپس ڏيڻ جو تفصيل سمجهايو ۽ ان کانپوءِ پاڻ سڳورا الله جو نالو وٺي دشمنن جي وچ مان لنگهي اچي حضرت ابوبڪر جي گهر پهتا ۽ انکي تياري جو حڪم ڪيائون.

حضرت ابوبڪر اهڙو حڪم ٻڌي سندن اکين مان خوشيءَ جا ڳوڙها وهي نڪتا ۽ مڪي کي پاڻ حضرت ابوبڪر سان گڏ پهرئين ربيع الاول تي ڇڏيائون ۽ مديني جي طرف وڃڻ جو قصد ڪيائون ۽ مديني ۾ ربيع الاول جي ٻارهين تاريخ مطابق 28 جون 622ع تي پهتا. مڪي مڪرمه مان نڪرندي حضور جن هي لفظ فرمايا"اي منهنجا الله! توکي خبر آهي ته مونکي منهنجي محبوب ترين شهر مان ڪڍيو ويو آهي، تنهنڪري هاڻي پنهنجي پسنديده شهر ۾ پناهه ڏي" حضور جن پنهنجي زندگيءَ جا 53 سال مڪي ۾ گذاريا هئا. مديني جا ٽي قبيلا ڏاڍو مشهور ۽ معروف هئا. اهي قبيلا مديني جا ڇڙ بنيادي پٿر هئا ۽ گهڻي زماني کان وٽي شهر ۾ آباد هئا. بنو اوس، بنوخزرج ۽ يهودي هئا. بنو اوس ۽ بنو خزرج جا ننڍڙا قبيلا ٻارهن تي مشتمل هئا ۽ يهودين جا وڏا قبيلا هئا جيڪي بني قينقاع، بني قريظه ۽ بني نظير جي نالن سان مشهور هئا. حضور ﷺ جن جي مديني ۾ وارد ٿيڻ کان پوءِ بنو اوس ۽ بنو خزرج پنهنجا اختلاف وساري هڪ لڙهي ۾ پوئجي ويا. انهن ٻنهي قبيلن جو نالو انصار رکيو ويو.مڪي مان لڏي آيل ماڻهن کي مهاجر ڪوٺيو ويندو

هو. حضور جن انهن ٻنهي ٽولن جي وچ ۾ هڪ ڀائيچارو ۽ برادري قائم ڪئي. حضور جن مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ مواخاه ڪرائي يعني هڪڙي مهاجر کي هڪڙي انصار سان گڏي فرمايائون ته"اوهان ٻيئي هڪ ٻئي جا ڀائر آهيو" اها ڀائپي ايتري قدر مضبوط ۽ مستحڪم ثابت ٿي جو ٻن سڳن ڀائرن ۾ به اهڙو اخلاص نظر ڪونه آيو. ان کان پوءِ حضور جن مديني جي مکيه قبيلن ۾ صلح ۽ امن جو پيغام پهچايو. سڀني ڌرين ڳالهين تي اتفاق ڪيو ۽ هڪ امن و امان جي تحريڪ شروع ٿي جنهن سان دنيا جي پهرئين معاهدي جو انعقاد ٿيو، جنهن کي تاريخ ۾ ميثاق مدينه ڪري سڏيو ويندو آهي.

خزرج ۽ اوس به ڀائر هئا. اهي ٻئي عربي النسل ۽ عظيم الشان قبيلا هوندا هئا. خزرج وڌيڪ طاقتور قبيلو هو جنهن حضور ﷺ جن کي هجرت ڪرڻ ۽ مدينه ۾ رهڻ لاءِ آماده ڪيو ۽ حضور جن جي هر موقع تي وڏي مدد ڪئي. اهي ٻئي ڀائر اصل يمن جا رهندڙ هئا.ٻوڏ جي اچڻ کانپوءِ اهي قبيلا منتشر ٿي ويا، مختلف ڳوٺن ۽ شهرن مان گهمندي ڦرندي لڏ پلاڻ جي حالت ۾ هو آخر يثرب ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. مديني کي حضور ﷺ

جن جي تشريف آوري کان اڳ يثرب ڪري سڏيو ويندو هو. جتي يهودين جو غلبو هو. شروع ۾ هنن عربي قبيلن کي يهودين جي غلبي کي تسليم ڪرڻو پيو ۽ ان ڪانپوءِ هنن پاڻ باهمي طاقت حاصل ڪري يهودين تي غلبو پاتو ۽ پنهنجي برتري قائم ڪئي. ان کان پنهي قبيلن جي وچ ۾ رقابت ۽ عداوت پيدا ٿي ۽ رقابت وڌندي وڌندي جنگين جي صورت اختيار ڪئي. انهن ٻنهي قبيلن جي وچ ۾ ڪيترين خونخوار جنگيون لڳيون جن ۾ يوم ربيع، يوم البقيع، فجاراول فجارثاني ۽ يوم بعاث واريون جنگيون مشهور آهن. يوم بعاث انهن جي آخري لڙائي هئي جيڪا 616ع ۾ لڳي هئي ۽ بني خزرج کي شڪست نصيب ٿي هئي. ان ڪانپوءِ ٻئي قبيلا ٿڪجي پيا ۽ پاڻ ۾ مفاهمت پيدا ڪيائون. سبا ۾ ٻوڏ جي سبب اهل سبا منتشر ٿي يمن کان ٻاهر نڪتا ۽ مختلف شهرن ۾ پکڙجي ويا. اوس ۽ خزرج قبيلا آخر ۾ اچي يهودي قبيلن سان آباد ٿيا. سندن نصيب ۾ بنجر ۽ غير آباد زمين آئي جنهن کي هنن محنت ڪري پوک جي لائق بڻايو ۽ هو ماڻهو نهايت تنگدست گذارڻ لڳا ۽ انهن جي پيٽ ۾ اتان جا يهودي نهايت خوشحال ۽ متمول هئا تنهنڪري يهودين ۽ عربن جي وچ ۾ لڙائي ۽

جهڳڙا ٿيندا رهيا. اهي جهڳڙا ۽ تنازعه اهڙي قسم جا هئا جيئن هاڻي هارين ۽ زميندارن جي وچ ۾ ٿيندا آهن. اوس ۽ خزرج جي جهڳڙن ۾ طرفين کي يهودي به مدد کندا رهيا. بني قريظه ۽ بني نضير بنو اوس جي مدد کندا رهيا ۽ بني قينقاع بنو خزرج جي مدد ۾ آيا ڇڻ اهي قبيلا عربن جا حليف بڻجي پيا. اهي سمورا جهڳڙا ۽ لڙايون شخصي رنجش کري ظهور پذير ٿيون. عربن ۾ بدلي وٺڻ جو جذبو سندن فطرت ۾ شامل هو. آخر ۾ ٻنهي قبيلن پاڻ ۾ صلح کري خزرج جي هڪ شخص عبدالله بن ابي کي مديني جي حاکم بنائڻ جي تجويز بنائي. ساڳئي زماني ۾ يثرب جي خزرج قبيلي جا ڇهه ماڻهو حج جي موقعي تي مکي آيا. حضور ﷺ جن کين اسلام جي دعوت ڏني ۽ حضور ﷺ جن جي پندو نصيحت موجب انهن ڇهن ماڻهن اسلام قبول کيو ۽ هو يثرب موٽي اسلام جي تبليغ کرڻ لڳا. ٻئي سال حج جي موقعي تي ٻارهن ماڻهو مکي آيا جن اچي حضور جن جي هٿ تي اسلام قبول کيو ۽ حضور جن کانئن هيٺين ڳالهين جي بيعت ورتي ته شرڪ، چوري، زنا ۽ اولاد جي قتل جو ڏوهه نه کندا ۽ نيڪيءَ جي کمن ۾ الله ۽

رسول جي فرمانبرداري ڪندا. پاڻ سڳورن پنهنجي هڪ اصحابيءَ کي انهن نون مسلمانن کي اسلام سيکارڻ ۽ مديني ۾ تبليغ ڪرڻ لاءِ انهن سان گڏ روانو ڪيو. جنهن يثرب پهچي ايتري اخلاص، محبت ۽ اخلاق سان تبليغ شروع ڪئي جو هر هڪ گهر ۾ اسلام جو سوجهرو ٿي ويو.

ٽئين سال يثرب کان ٻاهتر مسلمان مڪي ۾ آيا. پاڻ سڳورن جو چاچو حضرت عباس جيڪو اڃا مسلمان نه ٿيو هو انهن سان مليو ۽ انهن کي حضور ﷺ جن سان نيڪي ۽ همدردي جي سلوڪ قائم رکڻ لاءِ تلقين ڪئي. ۽ هو وري پاڻ حضور ﷺ جن سان مليا ۽ عرض ڪيو: "يا رسول الله ﷺ! اوهان کي جيڪي ڪجهه چوڻو هجي سو چئي ڏيو ۽ اسان کان جهڙو به وعدو وٺڻ چاهيو ٿا وٺي ڇڏيو، اسان اوهان جي مدد ڪرڻ ۽ ساٿ ڏيڻ لاءِ هر طرح تيار آهيون" انهي تي پاڻ سڳورن انهن کي قرآن جون آيتون پڙهي ٻڌايون ۽ کين الله تعاليٰ جي ذات سان رغبت رکڻ جي تلقين فرمائي. تنهن کانپوءِ فرمايائون ته"مان توهان کان انهيءَ ڳالهه جي بيعت وٺان ٿو ته توهان پنهنجي اولاد وانگر منهنجي حمايت ڪندا

رهندا" اهو ٻڌنديئي انهن جي سردار حضور ﷺ جن جي هٿ مبارڪ کي جهليو ۽ عرض ڪيائين ته "انهي خدا جو قسم! جنهن اوهانکي حق جي دين جي اشاعت لاءِ موڪليو آهي. اسان توهان جي اهڙي نموني حمايت ڪنداسين جهڙي نموني پنهنجي اولاد جي ڪندا آهيون" هن جو اهو جواب ٻڌي حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو" جنهن سان توهان وڙهندا تنهن سان مان به وڙهندس ۽ جنهن سان توهان صلح ڪندا تنهن سان مان به صلح ڪندس. توهان جي عزت منهنجي عزت هوندي ۽ توهانجي ذمه داري منهنجي ذمه داري هوندي. منهنجو جيئڻ ۽ مرڻ توهان سان ئي گڏ هوندو" انهي انجام ۽ وعدي کانپوءِ اهي ماڻهو ڏاڍو خوش ٿي يثرب ڏانهن واپس هليا ويا.

مڪي ۾ جڏهن قريشن ڏٺو ته حضور ﷺ جن پنهنجي جاءِ مان نڪري ويا آهن هنن ۾ ڏاڍو اضطراب پيدا ٿيو. هو ڏاڍو ششدر ٿيا. هنن ڏاڍي ڊڪ ڊوڙ ڪئي پر هر حالت ۾ کين ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو. تڏهن هنن مشورو ڪري حضور ﷺ جن جي گرفتاري لاءِ سؤ اُٺن جي انعام جو اعلان ڪيو. ڪيڏو نه وڏو انعام هو!

هڪڙي عرب لاءِ انهيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي لالچ ٿي سگهي ٿي. هر ڪنهن اها ڪوشش ڪئي ته جيئن رسول الله گرفتار ٿي وڃي تنهنڪري انهن مڪي جي ڪنڊ ڪڙڇ کي جاچي ڏٺو ۽ مڪي جي مختلف رستن جو به معائنو ڪيو، پر حضور ﷺ جن جو ڪين پتو پئجي نه سگهيو. حضور ﷺ جن ان وقت غارثور ۾ لڪل هئا. سراقه مڪي جو هڪ وڏو شهسوار هو. انعام جو اعلان ٻڌي هن يثرب طرف رخ رکيو ۽ حضور ﷺ جن جو تعاقب ڪيو. جڏهن هو حضور ﷺ جن جي ويجهو پهتو ته سندس گهوڙي ٿابو کاڌو ۽ هو زمين تي ڪري پيو. وري گهوڙي تي سوار ٿي حضور ﷺ جو پيچو ڪرڻ لڳو. سندس گهوڙو تکي رفتار وارو هو ۽ گهوڙو هلندي هلندي ٻيو پيرو ٿاٻڙجي پيو ۽ سندس پير زمين اندر ڦاسي پيا، تڏهن مجبور ٿي حضور ﷺ جن جي سرڪار ۾ فرياد ڪيائين ته دعا ڪيو ته مان هن بلا کان آزاد ٿيان. حضور ﷺ جن سندس حق ۾ دعا فرمائي ۽ گهوڙي مصيبت کان نجات حاصل ڪئي ۽ هن وعدو ڪيو ته ڪنهن سان اهڙي ڳالهه نه ڪندو، چنانچه سراقه مڪي جي طرف واپس روانو ٿيو ۽ اتي پهچي هر شخص

سان مايوسيءَ ۽ ناڪاميءَ جون ڳالهيون ڪندو رهيو ۽ ماڻهن کي حضور ﷺ جن جي جستجو کان باز رکيو ته حضور ﷺ جن جو ڪٿي به پتو پئجي نٿو سگهي. سڀ ماڻهو حضور ﷺ جن جي ڳولا کي ڇڏي چپ چپات ڪري ويهي رهيا.

حضور ﷺ جن يثرب کان ميل به اوري قباجي ڳوٺ لهي پيا ۽ قبا ۾ بني اوس جي مهماني قبول ڪئي. انهن جي سردار ڪلثوم بن هدم حضور ﷺ جن جي وڏي خاطرداري ڪئي. پاڻ قبا ۾ سومر ڏينهن پهتا ۽ سومر ڏينهن جو حضور ﷺ جن جي زندگي ۾ وڏو دخل هو. ٽي ڏينهن قبا ۾ رهي قبا جي مسجد تيار ڪري پاڻ سڳورا مديني طرف روانا ٿيا. مديني جا ماڻهو سندن انتظار ۾ هئا ۽ سڀ استقبال لاءِ تيار هئا. جڏهن حضور ﷺ جن يثرب ۾ قدم رکيو ماڻهو فرط انبساط ۽ خوشي کان بيتاب ٿي پيا. ماڻهو رستي جي ٻنهي پاسن کان قطارون ٺاهي بيٺا هئا چڻ خوشيءَ ۽ مسرت کان هو رستي ۾ اکيون وڇائي بيٺل هئا. ننڍڙيون نينگريون دف وڄائي آجيان ۽ استقبال جا گيت ڳائي رهيون هيون. حضور ﷺ جن جڏهن يثرب ۾ داخل ٿيا. ان وقت اُس هئي ۽ حضرت ابوبڪر

اس جي بچاءَ لاءِ سندن مٿي تي چادر سان ڇانو ڪري بيٺو هو. يثرب جي هر ماڻهو جي اها نيت هئي ته حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪيس پنهنجي مهماني جو شرف بخشي اهڙي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ يثرب جا رهاڪو بيتاب هئا. حضور صلى الله عليه وسلم جن ماڻهن جو اهڙو شوق ڏسي فرمايو ته "منهنجي ڏاچي جي مهار ڇڏي ڏيو، هوءَ جتي وڃي ويهندي مان اتي ٽڪندس" اهڙي نموني ڏاچي هلندي رهي ۽ بني نجار جي پاڙي ۾ اچي پهتي ۽ ان هنڌ تي هيٺئر مسجد نبوي جو دروازو آهي. ڏاچي اتي ويهي رهي. اها جڳهه ٻن يتيم ڇوڪرن جي ملڪيت هئي جن کي ان زمين جي معاوضو ادا ڪيو ويو. هنن هديه طور اها زمين حضور صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ پيش ڪئي، جنهن تي حضور صلى الله عليه وسلم جن پاڻ انڪار ڪيو ۽ رقم وٺڻ لاءِ انهن کي آماده ڪيو. انهيءَ زمين تي مسجد ۽ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي رهائش لاءِ حجرن تيار ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. جيستائين حجرن جو ڪم مڪمل ٿئي حضور صلى الله عليه وسلم جن ابو ايوب انصاري جي جاءِ تي رهائش اختيار ڪئي. مسجد جي تعمير جي ڪم ۾ پاڻ اصحابن سان گڏ مزدوري جو ڪم ڪيو ۽ چوندا رهيا"واقعي اصلي اجر

ته آخرت جو آهي ۽ اي الله! تون انصارن ۽ مهاجر تي رحم ڪر" بني اوس ۽ بني خزرج پنهنجن پراڻن جهڳڙن کي وساري ڇڏيو ۽ پاڻ ۾ مفاهمت قائم ڪيائون.

حضور ﷺ جن پنهي قبيلن کي ڪٺو ڪيو کين انصار جي لقب سان ملقب ڪيو ۽ هو انصار ٻڌجي مهاجرن جي هر مدد لاءِ تيار ٿي بيٺا. پنهنجون جايون جڳهيون، پنهنجون ٻنيون ٻارا ۽ پئسي ڏوڪڙ ۾ سندن هڪ جهڙا ڀائيوار ٻڌجي پيا، حتاڪ ڪنهن انصار کي ٻه زالون هيون ته هن هڪ پنهنجي مهاجر ڀاءُ کي پيش ڪئي. هي قرباني جو هڪ نادر نمونه هو. اهڙي ڀائيچاري جو نمونو دنيا جي تاريخ ۾ نه ملندو. هجرت جو آغاز ڀائيندي محبت ۽ خلوص سان شروع ٿيو ۽ حضور ﷺ جن جي مڪي کان مديني هجرت فرمائڻ جي وقت اسلامي تاريخ ۽ سن جي ابتدا ٿي. حضور ﷺ جن جو الله تبارڪ و تعاليٰ معاون ۽ مددگار رهيو. سندن سفر نهايت اطمينان ۽ آرام سان گذريو.

جيتوڻيڪ سندن سفر جي ساٿي حضرت ابوبڪر کي انتظار ۽ فڪر هو تڏهن حضور ﷺ جن کين اطمينان

ڏياريو ۽ فرمايو: ”اي ابوبڪر! دل ۾ خوف نه آڻ، يقيناً الله اسان سان گڏ آهي ۽ اهو اسان جو مددگار آهي. مشرڪين کي اسان جي خبر ملي نه سگهندي ۽ نه هو اسان تائين پهچي سگهندا.“

آنحضرت ﷺ جي تشريف آوري تي مديني جا ماڻهو بيحد خوش ۽ مسرور هئا. زالون ڪوٺن جي ڇتين تي چڙهي حضور ﷺ جن جو ديدار ڪري رهيون هيون. حضرت عائشه فرمايو آهي ته جڏهن حضور ﷺ جن مديني ۾ رونق افروز ٿيا ته اتان جي عورتن، ٻارن ۽ ڪنيزن خوشيءَ جون محفلون منعقد ڪيون، جنهن ۾ هوبا آواز بلند هي اشعار پڙهي رهيون هيون"اسان تي بدر ڪامل جو ظهور ٿيو آهي ۽ اسانکي الله جي طرف سڏڻ واري جي دعوت اسلامي جو شڪريو ادا ڪرڻ واجب آهي ۽ اي اسان ۾ مبعوث ٿيڻ وارا پيغمبر! اوهان اسان لاءِ واجب الاطاعت شريعت کڻي آيا آهيون".

حضرت ابن عباس فرمايو ته آنحضرت ﷺ جي ولادت سومر تي ٿي ۽ سومر جي ڏينهن ئي پاڻ نبوت جو اعلان ڪيائون ۽ سومر جي ڏينهن تي حجراسود کڻي ڪعبه ۾ نصب فرمايو ۽ سومر جي ڏينهن تي دنيا مان رحلت

فرمائي. آنحضرت ﷺ جي مڪي مان مديني جي هجرت فرمائڻ وقت اسلامي تاريخ ۽ سن جي ابتدا ٿي جيتوڻيڪ سڀ ڪان پهريائين جنهن شخص هجري تاريخ تجويز فرمائي اُهو حضرت عمر بن خطاب هو جنهن سترهن سالن ڪانپوءِ ان ڪي رواج ۾ آندو.

مديني ۾ حضور ﷺ جن جي تشريف فرمائڻ ڪان پوءِ خوشي ۽ انبساط، مسرت ۽ سرور جي روشني ٿي. ماڻهن ۾ افهام و تفهيم جو جذبو جاڳيو. انصار جا ٻئي قبيلا جيڪي صدين ڪان برسر پيڪار هئا، تن ۾ مفاهمت، خلوص ۽ محبت جو رنگ ڏسڻ ۾ آيو. اوس ۽ خزرج جا نالا ختم ٿي ويا ۽ انصارن جو قبيلو وجود ۾ آيو. حضور ﷺ جن سڀني مديني وارن کي پاڻ وٽ ڪوٺايو. هڪ معاهده مرتب ٿيو جيڪو يهودين سان صلح صفائي ۽ امن و امان سان رهڻ جو معاهدو هو. انهن کي پنهنجي مذهب موجب بندگي ۽ پنهنجي مال متاع ۽ عزت آبرو کي برقرار رکڻ جو حق ڏنو ويو. انهن تي ڪجھ پابنديون به عائد ڪيون ويون ۽ ڪجھ شرط به نافذ ڪيا ويا. انهي معاهده کي تاريخ عالم ۾ ميثاق مدينه ڪري سڏيو ويندو آهي، جنهن جا شرط هيٺين نموني هئا.

هي معاهدو محمد رسول الله جي طرفان تحرير ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ مديني جا مسلمان، مومن ۽ انهن جا متبعين ۽ لاحقين ۽ انهن سان گڏ جهاد ڪندڙن جي لاءِ آهي ته اهي سڀ افراد ۽ قبيلا هڪ قوم آهن، انهن ماڻهن کانسواءِ ٻيا ماڻهو هن قوميت ۾ شريڪ نه رهندا. مهاجرين پنهنجي سابقه حالات موجب باهمي ذمه دارين تي قائم رهندا، هو هڪ ٻئي جو خون بها ادا ڪندا رهندا ۽ پنهنجي قيدين جو فديو مومنن ۾ باهم عدل انصاف ۽ ڀلائي سان ادا ڪندا رهندا. بنو عوف پنهنجي سابقه حالات ۽ ذمه دارين تي قائم رهندا. هر ڪوئي طبقو پنهجي قيدين جو فديو پنهنجي جذبه ڀلائي سان ادا ڪندو رهندو. بنو ساعده به بنو عوف وانگر پنهنجي ذمه دارين تي قائم رهندو. بنوالحارث، بنوالجثم، بنونجار، بنوعمرو بن اوس اهي سڀ قبيلا پنهنجي ذمه دارين جا پابند رهندا.

مومن پنهنجي مقتول جو فديو يا خون بها کانسواءِ رهي نٿو سگهي. جنهن قاتل جو پتو پئجي نه سگهي ته مومن ڪنهن ٻئي مومن جي موليٰ سان ڪوئي معاهدو نه ڪري.

متقي مومنن مان جيڪڏهن ڪنهن گناه ڪيو هجي يا انهي ڪو ظلم، جرم، زيادتي يا مومنن جي وچ ۾ فساد ڦهلائڻ جو قصد ڪيو هجي ته ان ڪان سڀ گڏجي مواخده ڪن.

اڄ ڪانپوءِ ڪوئي مومن ڪنهن ڪافر جي بدران قتل نه ڪيو وڃي ۽ نه ڪنهن مومن جي مقابلي ۾ ڪنهن ڪافر جي مدد ۽ حمايت ڪئي وڃي، الله جي ذمه داري سڀني جي لاءِ هڪ جهڙي آهي، جنهن ۾ قوم جو هڪ ادنيٰ فرد به فرياد پيش ڪري سگهي ٿو. مومن پاڻ ۾ دوست ٿي رهندا. ڪفار ڪان سواءِ جيڪي به يهودي اسان سان رهندا اهي اسان جي تابع هوندا، انهن جي هر طرح مدد ڪئي ويندي ۽ انهن سان بهتر سلوڪ ڪيو ويندو. انهن تي نه ظلم روا رکيو ويندو ۽ نه وري انهن تي ڪنهن ٻئي کي غالب ٿيڻ ڏنو ويندو.

مومنن جو صلح هڪ اجتماعي هوندو. جهاد في سبيل الله جي موقعي تي ائين نه ٿيندو ته هڪ مومن ڪنهن سان صلح ڪري ۽ ٻيو نه ڪري، پر سڀ ماڻهو گڏجي امن ۽ صلح جي پيشڪش ۾ عدل ۽ انصاف ۽ مساوات جي طريقن جا پابند رهندا.

معاهدي جا سڀ شرط تفصيل سان سمجهايا ويا جن تي ذرين اتفاق ڪيو. صلح ۽ صفائي ۽ امن و امان جو هڪ دنيا جو عظيم ۽ پهريون تاريخ ساز معاهدو عمل ۾ آيو. انهن شرطن جو اختصار هيٺين ريت آهي.

هر قبيلي جا مقدما ۽ فيصلا سندن قانون ۽ رواج موجب طئي ٿيندا رهندا.

جيڪڏهن مديني تي ڪو ٻاهريون دشمن حملو ڪندو ته مسلمان ۽ يهودي گڏجي سندس مقابلو ڪندا.

مديني جي ڪنهن به ذر کي ڪنهن ٻاهرين قبيلي سان سنئين سڌي معاهدي ڪرڻ جو ڪو به اختيار نه هوندو.

مديني کان ٻاهر جيڪڏهن ڪا جنگ ٿئي ته ڪنهن کي به ان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مجبور نه ڪيو ويندو.

مديني جي سڀني جهڳڙن ۽ اختلافن جو آخري فيصلو حضور ﷺ جن پاڻ ڪرڻ فرمائيندا.

حضور جي تشريف آوريءَ کان اڳ مديني جو نالو يثرب هوندو هو. حضور جن جي تشريف آوري کانپوءِ اُن جو نالو مدينته النبي رکيو ويو، جنهن جي معنيٰ آهي نبيءَ جو شهر انکان پوءِ مخفف طور مدينو ٻڌجي پيو. انهي معاهدي سان هڪ شهري رياست وجود ۾ آئي، جنهن ۾

عصبيت ۽ قوميت جي بت کي پاش پاش ڪيو ويو. هڪ عالمگير برادري قائم ٿي ويئي. رنگ، نسل، خاندان، زبان ۽ وطن کان بالاتر ٿي ڪري هڪ امت ۽ ملت جو قيام عمل ۾ آيو. غير مسلمن ۽ مختلف جماعتن جي حقن ۽ فرضن جو تعين ڪيو ويو. خانداني قبائلي ۽ خوني رشتن تي اسلامي رشتي کي ترجيح ڏني. ڊاڪٽر حميدالله موجب اهو معاهده دنيا جو پهريون تحرير ڪيل دستور بڻجي پيو.

مٿيئن معاهدي موجب مديني جي سڀني باشندن کي هڪ امت بڻايو ويو:هر ڪنهن کي پنهنجي مذهب جا فرائض ادا ڪرڻ ۾ آزادي هئي ۽ هر قوم کي پنهنجي عقيدي موجب عبادت ڪرڻ جي اجازت هئي. هر ڪنهن جماعت جا معاملا پنهنجي مروج قانون ۽ رواج موجب ٿيندا رهيا. جيڪڏهن ڪنهن فرقي ۾ قانون موجود ڪو نه هو ته ان جي رواج موجب طئي ٿيندا رهيا. اهڙو معاهدو هر ماڻهو لاءِ پسنديده ۽ مستحسن هو. هر مقدمي جو فيصلو رائج قانون ۽ رواج موجب ٿيندو هو تنهن ڪري مديني جا سڀ قبيلا مطئمن ۽ خوش هئا ۽ هڪڙي مدني امت وجود ۾ آئي جنهن ڪري سڀني قبيلن ۽ جماعتن ۾

امن و امان ۽ افهام و تفهيم پيدا ٿيو. جيڪڏهن ڪو ٻاهريون قبيلو يا دشمن مديني جي مٿان حملو ڪندو ته مديني جا سڀ رهاڪو متحد ۽ يڪمشت ٿي ان جو مقابلو ڪندا. اهو اتفاق يڪجهتي ۽ اتحاد جو بهترين نمونو آهي. ڪنهن به ماڻهو کي ڪنهن ڌارئي ۽ ٻاهرين قبيلي سان معاهدي ڪرڻ جو ڪو حق نه آهي جنهن مان ثابت آهي ته اهڙن معاملن ۾ ڪنهن به هڪ فرد کي ڪو اختيار ڪو نه هو جو پنهنجي خودمختاري هلائي سگهي. فرد جي حيثيت اهڙن معاملن ۾ اجتماعي آهي ۽ اجتماعي حيثيت جو وڏو قدر ۽ قيمت آهي. جيڪڏهن مديني کان ٻاهر جنگ ٿئي ته ان جنگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڪنهن به مديني جي رهاڪو تي اصرار نه ڪيو ويندو ته هو به ان ۾ شامل ٿئي. انسان تي ڪنهن قسم جو جور ۽ جبر ڪو نه هو. مديني جي سڀني اختلافن ۽ تنازعن جي فيصلي لاءِ حضور جن جو ارشاد آخري ڪري سمجهيو ويندو هو.

مٿئين اختصار مان معلوم ٿيندو ته حضور جن مديني جي عربي قبيلن ۾ امن و امان ۽ افهام و تفهيم جي فضا قائم ڪئي. جنهن ۾ اوس ۽ خزرج جيڪي ٻارهن قبيلن تي مشتمل هئا تن ۾ صلح آڻي کين انصار جي نالي سان سڏيو.

جيتوڻيڪ يهودين جي ڪوشش هئي ته انهن ٻنهي قبيلن ۾ وري اشتعال پيدا ڪيو وڃي ۽ هنن جي وچ ۾ اختلاف رهندو اچي ڪي شرپسند يهودي. اهڙي باهه پڙڪائيندا رهيا، ڪن جنگ بعاث جا واقعا بيان ڪيا، ڪن جنگين جا اشعار پڙهيا، پر سندن ڪوشش ناڪام رهي.
انصارن مهاجرن سان اهڙو سهڻو سلوڪ اختيار ڪيو جيڪو تاريخ ۾ هڪ سهڻو يادگار ٿي رهندو. پائپي ۽ پائيچاري جو هڪ مثالي ڪارنامو ڪري ليکيو ويندو انهي عهدنامي ڪانپوءِ مديني ۾ هڪ سهڻي فضا قائم ٿي. ماڻهن سڪون ۽ اطمينان حاصل ڪيو. سڀ کان وڌيڪ بهتر اهو ٿيو ته حضور جن جي ذات گرامي کي آخري فيصله ڪندڙ تسليم ڪيو ويو. هن معاهدي جي بدولت مديني جي شهري رياست جو آغاز ٿيو ۽ آنحضور صلى الله عليه وسلم انهي رياست جو سربراهه تسليم ڪيو ويو. پاڻ هڪ رياست، هڪ ڪامن ويلٿ ۾ هڪ اهڙو معاشرو تشڪيل ڪيو جيڪو بين الاقواميت جي اصولن تي ٻڌل هو. انهي معاهدي جي بدولت سرڪار دو عالم، عدالتي، تشريعي، فوجي ۽ تنقيدي اختيار پنهنجي لاءِ محفوظ رکيا. سياست ۾ اخلاقي عناصر کي داخل فرمايو. شهريت، تنظيم،

حڪومت، سياسي رواداري، فراست ۽ حڪمت عملي جو اظهار به انهي معاهدي سان ٿيو- مذهبي آزادي جا اصول مرتب ٿيا، جنهن ڪري غير مسلمن سان اتحاد ۽ تعاون جي صورت پيدا ٿي.

هن معاهدي موجب مديني جي سڀني افراد هڪڙي امت جي صورت اختيار ڪئي ۽ هو پاڻ ۾ امن و امان جي فضا ۾ هڪ ٻئي سان نهايت سهڻي سلوڪ سان پيش اچڻ لڳا- نه فقط مسلمانن ۾ صلح ۽ صفائي جي فضا قائم ٿي پر يهودين تي جيڪي ڏهن قبيلن تي مشتمل هئا انهن به سڏ کي لبيڪ ڪيو- اهو هجري سن جو پهريون سال هو، ساڳئي سال اسلامي تاريخ جو هڪ اهم واقعو عمل ۾ آيو.

ٻيو اهم واقعو انهي سال جو مسجد رسول الله جو ٺهي گذريو آهي- مسجد عربي زبان جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ٿيندي ”سجده واري جاءِ“. مسلمان ته هر جاءِ تي الله جي عبادت ڪري سگهي ٿو ۽ هن جي لاءِ سموري زمين مسجد آهي. رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي ته الله تعاليٰ منهنجي لاءِ پوري زمين کي مسجد بڻايو آهي، تنهنڪري مسجد جي معنيٰ عبادتگاهه آهي جيڪا ٻين عبادتگاهن ڪليسا، مندر وغيره کان الڳ آهي. حضور

ﷺ جن جي هجرت ۽ مديني ۾ ورود ڪانپوءِ مسجد تعمير ڪئي ويئي، سادي پاڪ ۽ ديده زيب مسجد هئي جيڪا ابو ايوب انصاري جي گهر جي پر واري ايراضي جيڪا يتيم ٻارن جي ملڪيت هئي جنهن کي مربد ڪري سڏيو ويندو هو خريد ڪري مسجد جي تعمير شروع ڪئي ويئي جنهن جي ڇت کجيءَ جي پنن ۽ شاخن مان ٺهيل هئي ۽ ان جا ٿنڀا کجيءَ وڻ جي ٿڙ مان هئا- حضرت ابوبڪر رضه پنهنجي خلافت جي دور ۾ ڪا توسيع ۽ تبديلي نه آندي پر حضرت عمر رضه ضرورت جي مطابق ان ۾ توسيع ڪئي ۽ حضرت عثمان غني رضي الله عنه پنهنجي خلافت جي دور ۾ ان ۾ تبديلي پيدا ڪئي ۽ اڳئين تعمير کي بالڪل بدلائي ڇڏيو ۽ ان کي نقش وارن پٿرن ۽ چاندي جي پٿرن سان تعمير ڪرايو ۽ ان جا ٿنڀا نقش وارن پٿرن مان جڙيل هئا. مسجد جي ڇت کي ساڳوان جي ڪاٺي سان تعمير ڪرايو.

صحيح بخاريءَ ۾ مسجد جي تعمير جي روايت منقول آهي- صحابه چوندا هئا ته اسان هڪ هڪ سر کڻي ايندا هئاسون ۽ حضرت عمار بن ياسر ٻه ٻه سرون کڻي ايندو هو- آنحضرت ﷺ جن جڏهن انهي کي ڏٺو ته انجي

بدن تان مٿي چنڊيندا رهيا ۽ فرمايائون ته عمار تي حسرت آهي جنهن کي هڪ باغي ٽولو شهيد ڪندو"

امام طبيقي حضرت سفينه کان روايت ڪئي آهي ته مسجد جي تعمير وقت حضور ﷺ جن تعمير جي ڪم جو آغاز فرمايو ۽ پاڻ سنگ بنياد رکيائون. ان کان پوءِ حضرت ابوبڪر کي حڪم ڪيائون ته منهنجي پٿر جيترو پٿر رکو. ساڳئي نموني حضرت عمر رضه ۽ حضرت عثمان رضه کي فرمايائون ۽ چيائون مون کانپوءِ هي منهنجا خليفا ٿيندا.

مسجد نبوي جو بنياد سادگي ۽ طهارت تي ٻڌل هو، جنهن ۾ اصحاب سڳورن تعمير جو سامان جمع ڪري آندو هو ۽ مسجد جي تعمير جي ڪم ۾ سپني حصو ورتو . حضور ﷺ جن به انهن سان گڏ سرون ڍوئڻ لڳا. مسجد جي تعمير کانپوءِ مسجد جي لڳ حضور ﷺ جن ازواج مطهرات لاءِ به حجرا ٺهرايا، جيڪي حضرت عائشه ۽ حضرت سوده جي لاءِ هئا. ان کانپوءِ حضور ﷺ جن ٻيون شاديون به ڪيون جنهن ڪري حجرن جو تعداد وڌي نو ٿي ويو.

پهريائين حضور جن ڪجي جي وڻ ڪي ٽيڪ ڏيئي خطبو پڙهندا هئا جنهن تي ڪنهن عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ! توهان لاءِ ممبر نه ٺاهيو وڃي؟ حضور ﷺ جن جواب ڏنو ته جيڪڏهن اوهان چاهيو ٿا ته پلي ٺاهيو. ممبر تيار ٿي ويو ۽ حضور ﷺ جن وڻ جي سهاري ڪي ڇڏي ممبر تان خطبو پڙهڻ لڳا ته اهو وڻ روئڻ لڳو. آنحضرت ﷺ جن صحابن ڪي چيو ته توهان ڪي هن وڻ جي روئڻ تي تعجب نٿو لڳي- جڏهن ماڻهن وڻ ڏانهن ڏيان ڏنو ته روئڻ جو آواز ڇٽيءَ طرح ٻڌو ۽ انهن تي رقت طاري ٿي ۽ هو پاڻ به روئڻ لڳا. تنهن ڪان پوءِ حضور ﷺ جن ممبر تان لهي ان وڻ ڪي سيني سان لڳايو ۽ ان وڻ جو روئڻ بند ٿي ويو- خشڪ وڻ جو روئڻ به حضور ﷺ جن جي معجزن ۾ شامل آهي.

روايت آهي ته ممبر ۾ هڪ جاءِ ويهڻ لاءِ هئي ۽ ٻه ڏاڪا ٻيا هئا- مسلمان جا جهڳڙا ۽ تنازعا مسجد ۾ طئي ٿيندا هئا ۽ افهام و تفهيم جو بهترين ذريعو ٿيو. مسجد نبوي ۾ مجلس مشاورت جو قيام عمل ۾ آيو. تنظيمي معاملات، جنگين لاءِ اهم مشورا، تبليغي معاملن جا سڀ مشوره

مسجد ۾ ئي ٿيندا هئا. مسجد ۾ ديني مذاڪرا ۽ رسول اڪرم ﷺ، حضرت حسان بن ثابت جو ڪلام به اتي ئي ٻڌندا هئا.
ٻاهرين قبيلن جي طرفان مهمان ايندا ويندا رهيا. سرڪاري وفد به هن شهري رياست ۾ ايندا رهيا. انهن سڀني ماڻهن کي مسجد نبوي ۾ ٽڪايو ويندو هو. حبشه جي ماڻهن مسجد ۾ ئي پنهنجا ڪرتب ڏيکاريا- تحرير ۽ ڪتابت جو ڪم به مسجد ۾ ٿيندو هو ۽ حضور ﷺ جن قرآن ڪريم جي لکڻ جو انتظام به اتي ڪرڻ فرمايو. ساڳئي نموني پوليس ۽ شهري منصوبه بندي جي لاءِ به مشوره اتي ٿيندا هئا- علمي ادبي بحث مباحثا به اتي ٿيندا هئا. شعر و شاعري جو شوق به ان جاءِ تي ڪيو ويندو هو. مبلغن جي تربيت جي ڪم جو انتظام به مسجد ۾ هوندو هو ۽ شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جو عمل به ان جاءِ تي ٿيندو هو. مسجد هڪ وڏو ادارو بڻجي پيو- جنهن ۾ مشاورتي ڪورٽ، منصوبه بندي جو ادارو، تعليمي ادارا، مهمان خانه وغيره جو انتظام ڪيو ويو هو. درس و تدريس جون قنديلون روشن ٿيڻ لڳيون- ٻين ملڪن سان رابطي قائم رکڻ لاءِ ان جاءِ ۾ صلاح ۽ مشورو ڪيو

ويندو هو ۽ ٻين ملڪن جي حاڪمن ڏي مراسلا لکرايا ويندا هئا.
مڪي مان هجرت کان پوءِ حضور نبي ڪريم ﷺ جن پهريون جمعه جو خطبو پهرين هجري سال ۾ مديني ۾ پڙهيو، جنهن جي تاريخي حيثيت آهي. حضور ﷺ جن انهي خطبي ۾ ڪنهن جي به شڪايت ڪانه ڪئي، نه ته مڪي جي قريشن ظلم ۽ ستم ۾ گهٽايو ڪو نه هو. پاڻ فقط الله جو پيغام ۽ اسلام جي تبليغ ڪرڻ فرمائي. پاڻ تيرهن سال مڪي جي قريشن وٽ رهيا جن کين هڪ موقعي تي انيڪ تڪليفون پهچايون. تڏهن به زبان مبارڪ مان هنن جي لاءِ بددعا جو ڪو لفظ نه نڪتو ۽ نڪو ڪفارن جا عيب کوليا جن کيس پنهنجي محبوب وطن ۾ رهڻ به نه ڏنو. اهو عظيم الشان اخلاق جو مظاهرو آهي تنهن ڪري الله تبارڪ و تعاليٰ فرمايو آهي" اي محمد ﷺ! يقيناً اوهان عظيم الشان اخلاق تي فائز آهيو" پهرين خطبي جو اختصار هيٺين نموني آهي.
"سڀ وڏائي الله کي جڳائي. مان ان الله جي تعريف ڪريان ٿو ۽ انهيءَ رب کان مدد جو خواستگار آهيان ۽ انهيءَ ذات اقدس کان مغفرت جو طلبگار آهيان ۽ انهي

ڪان ئي هدايت جي طلب ڪريان ٿو ۽ ان تي ايمان آڻيان ٿو. ان جو انڪار نٿو ڪريان ۽ ان جي منڪر جو مخالف آهيان ۽ شاهدي ٿو ڏيان ته خدا ڪان سواءِ ٻيو ڪو خدا نه آهي. فقط اهو ئي هڪ خدا آهي جنهن جو ڪو شريڪ نه آهي.

محمد صلى الله عليه وسلم ان جو خاص بندو ۽ رسول آهي جنهن کي خدا نصيحت، هدايت ۽ نور ڏيئي مبعوث ڪيو آهي. جيئن ته پيغمبرن جي اچڻ ۾ ڪافي وقفو پئجي چڪو آهي. گمراهي عام ٿي وئي آهي، وڏو زمانو جهل ۽ اونداهي ۾ گذريو آهي. قيامت ويجهي آهي ۽ آخرت جو زمانو اچي ويو آهي، پوءِ جنهن الله ۽ الله جي رسول جي اطاعت قبول ڪئي ان کي هدايت حاصل ٿي، جنهن انهن ٻنهي جي نافرماني ڪئي سو صحيح رستي ڪان گمراه ٿي گمراهي ۾ مبتلا ٿي ويو. مان توهان کي زهد ۽ تقويٰ اختيار ڪرڻ جي هدايت ڪريان ٿو ته هڪ مسلمان ٻئي مسلمان ڀاءُ جي لاءِ ان ڪان وڌيڪ نصيحت ڪري سگهندو. هن ڪان پوءِ هڪ ڀاءُ ٻئي ڀاءُ کي آخرت جي ترغيب ڏئي ۽ ان کي تقويٰ جي هدايت ڪري . پوءِ خدا توهان کي جنهن ڳالهه جي منع ڪئي آهي ان ڪان بچندا رهو ٻي ڪا به هن ڪان

وڏيڪ بهتر نصيحت ڪا نه آهي ۽ نه وري ان کان وڏيڪ ڪو بهتر ۽ افضل ذڪر آهي. حقيقي تقويٰ ان جي آهي جنهن دل سان پنهنجي حقيقي رب جي خوف ۽ اُخروي امور جي جذبي سان ان تي عمل ڪيو هجي. جيڪو شخص پنهنجي ۽ الله جي وچ ۾ ڪنهن به معاملي جي ظاهر ۽ باطن کي نيڪ رکي ۽ انهي سان گڏ فقط الله جي خوشنودي جي نيت رکي ته اهو عمل دنيا ۾ سندس لاءِ ذڪر خير جو باعث بڻجي ۽ موت کان پوءِ به سندس لاءِ ذخيره آخرت بڻجندو. الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي عذاب کان ديچاري ٿو ۽ ان سان گڏ هو وڏو مهربان آهي. الله تعاليٰ پنهنجي قول ۾ صادق ۽ پنهنجي وعدي کي پوري ڪرڻ وارو آهي. خدا اوهان تي ڀلائي ڪئي آهي، اوهان به ڀلائي ڪريو. خدا جي دشمنن سان اوهان عداوت رکو. خدا کانسواءِ دنيا ۾ ٻي ڪا طاقت ڪا نه آهي تنهن ڪري اوهان الله جو ذڪر ڪثرت سان ڪندا رهو ۽ آخرت لاءِ نيڪ عمل ڪندا رهو. الله سڀ معاملي جو مالڪ ۽ مختيار آهي. ماڻهو ان جي معاملي جا مختيار نه آهن. الله وڏو آهي، ڪا به طاقت سواءِ الله جي عظيم طاقت نه آهي.

مٿئين خطبي ۾ الله جي وحدانيت جو ذڪر آهي، جيڪو سڀني ماڻهن جو مالڪ و مختيار آهي. سندس خوشنودي کي حاصل ڪرڻ لاءِ سندن حڪمن جي پيروي ڪرڻي آهي. زهد ۽ تقويٰ جي تلقين ڪئي ويئي آهي. الله ۽ الله جي رسول جي اطاعت ڪئي وڃي. براين کان بچندا رهو ۽ ڀلاين تي عمل ڪندا رهو- الله جو ذڪر ڪثرت سان ڪندا رهو انهي نقطه کي واضح ڪرڻو هو ۽ ان کي ماڻهن تائين پهچائڻو هو- جيڪو رسول ڪريم ﷺ ماڻهن کي چڱي طرح سمجهايو آهي.

هجري سن برڪت وارو ۽ ڀلارو سن آهي، انهي سن جي هر تاريخ ۽ هر سال ڀلارو ۽ نيڪ آهي- نئين صدي جو هر سال مسلمانن جي مٿان رحمت ۽ برڪت وارو سال بڻجي ايندو. تنهن ڪري نئين صدي عالم اسلام لاءِ برڪت ڀريل ۽ رحمتن واري صدي ثابت ٿيندي. جنهن سن جو بنياد نيڪي ۽ ڀلائي جي جذبن سان رکيو ويو هجي، ان جو هر سال ڀلارو ٿيندو، بشرطيڪ مسلمان مٿئين خطبي جي مقصدن تي چڱي طرح عمل ڪن.

مسجد نبوي اڳيان هڪ چبرو ٺهرايو ويو جيڪو مسلمانن جي روحانيت جو ادارو بڻجي مشهور ٿيو ان کي اهل

صفه وارن آباد ڪيو. هن اداري ۾ عزم و استقلال، استقامت، رفعت ۽ معرفت جون خوبيون پوشيده آهن. اهل صفه جا سپ اصحاب، مهاجر درويش هئا- سمجهان ٿو ته صوفيت جو طريقو اهل صفه کان شروع ٿيو آهي. انهن صوفي حضرات اهل صفه جي پيروي ڪئي آهي. هي تعداد ۾ چار سو مهاجر هئا جيڪي مڪي کان مديني آيا هئا- جاءِ جي تنگي سبب هنن چپري ۾ پناهه ورتي هئي- سندن ڪوئي مٺ مائٽ مديني ۾ موجود نه هو. هنن سڌو سنئون حضور صلى الله عليه وسلم جن کان تعليم ۽ تربيت ورتي هئي ۽ انهن درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيو.

هو روزا رکندا هئا، نمازون پڙهندا هئا، قرآن کي ياد ڪندا هئا ۽ ذڪر و فڪر ۾ مشغول هوندا هئا. ان وقت مدرسن ۽ مڪتبن لاءِ الڳ جايون ڪو نه هونديون هيون، جنهن ڪري ماڻهو علم حاصل ڪرڻ لاءِ مسجد جي طرف ايندا هئا ۽ اصحاب صفه ان ڏس ۾ خاطر خواه ڪم ڪيو.

حضور صلى الله عليه وسلم جن انهن جي کائڻ پيئڻ جو انتظام ڪندا هئا- صدقات ۽ خيرات مان انهن جي ماني جو انتظام ڪيو ويندو هو- مديني جا مسلمان به سندن هر طرح مدد

ڪندا هئا. حضرت ابو هريره انهن اصحابن مان هڪ هو.
سندس روايت آهي ته حضور ﷺ جن وٽ ڪا شيءِ صدقي طور ايندي هئي ته پاڻ سڄورا اها شيءَ اهل صفه ڏانهن موڪلي ڇڏيندا هئا. هنن ڪيترن صحابين ۽ مسلمانن جي تعليم ۽ تربيت ڪئي. هنن تبليغ جو سلسلو به جاري رکيو ۽ مديني کان ٻاهر وڃي ماڻهن ۾ تبليغ ڪندا رهيا. وٽن نه ڪوئي مال متاع هو نه وري ڪنهن هڪ تي سندن مصارف جي ذمه داري هئي. حضور ﷺ جن وٽ جڏهن هديه ايندو هو ته انهن کي پاڻ وٽ گهرائيندا هئا ۽ انهن سان گڏجي کائيندا هئا. هو پاڻ ڪنهن کان به ڪو سوال نه ڪندا هئا. عبادت ۽ تعليم ۾ مصروف رهندا هئا ۽ تو نگر ڏسڻ ۾ ايندا هئا.
حضرت ابن عباس کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن اصحاب صفه وٽ موجود هئا ۽ انهن جي فقر ۽ فاقه، تنگي ۽ شفقت جو ملاحظه فرمايو ۽ کين فرمايو "اي اهل صفه! مان اوهان کي خوشخبري ٻڌايان ٿو ته منهنجي امت مان جيڪو شخص ان حال ۾ ملندو جنهن حال ۾ اوهان آهيو ۽ ان حال تي راضي برضا هوندو سو

مون سان گڏ جنت ۾ هوندو. اصحاب صفه نه فقط علم تي عبور حاصل ڪيو هو پر هو دستڪاري ۾ به ماهر هئا ۽ مزدوري به ڪندا هئا ۽ جنگين ۾ به شامل ٿيندا رهيا. حضور ﷺ جن جو مٿن وڏو اعتماد هو- انهن ۾ ڪيترائي قرآن شريف جا حافظ هئا، جن تعليم ۽ تربيت ۾ چڱو حصو ورتو.

جيڪڏهن منجهائن ڪو بيمار ٿي پوندو هو ته پاڻ سڳورا سندس تيمارداري لاءِ وٽن ويندا هئا- جيڪڏهن ڪو مري ويندو هو، ته آنحضرت ﷺ جن سندس نماز جنازي لاءِ ويندا هئا. اتي ڪڏهن ڪين دير به ٿي ويندي هئي تنهن ڪري اصحاب صفه حضور ﷺ جن جي تڪليف ۽ زحمت کي محسوس ڪندي ڪين ڪنهن جي موت جو اطلاع اڳواٽ نه ڏيندا هئا، پر جنازه کڻي سندن جاءِ تي ويندا هئا ۽ حضور ﷺ جن پنهنجي سهولت ۽ آرام سان نماز پڑهائيندا هئا. پوءِ ان جاءِ کي موضع الجنائز(جنازن جي جاءِ) ڪري سڏيندا هئا ۽ اهو سلسلو اڄ تائين به جاري آهي، جنهن کي چوڏهن سو سال گذري ويا آهن.

الله تبارڪ و تعاليٰ اسان کي توفيق عطا فرمائي جيئن اسان رسول اڪرم ﷺ جي سيرت جي انهن واقعن تي

عمل پيرا رهون، پاڻ ۾ اتحاد و اتفاق قائم ڪريون، امن و امان سان گذاريون، هڪ ملت جي صورت ۾ عدل ۽ انصاف سان هلون تبليغ جي ڪم ۾ موَثر ڪردار ادا ڪري سگهون.

*

جو شخص پنهنجو اقرار پورو ڪري ”(بدمعاملگي) کان بچي ته اهڙي بچڻ واري کي الله پنهنجو دوست بنائي ٿو. (القرآن)

بيشڪ الله خلوص دل سان اسلام جي خدمت ڪرڻ وارن جي اجر کي ضايع نٿو ڪري (القرآن)

# سيرت طيِّبهَ جَا ڪَي پهلوُ

## ولادت، ننڍپڻ ۽ جواني

### غلام رباني آگرو

حضور ﷺ جن جي ولادت، با سعادت، سومر ڏينهن، 12 ربيع الاول تي سنه عامه الفيل ۾ ٿي (1). سندن والد بزرگوار عبدالله اڳيئي وفات ڪري چڪو هو. پاڻ ڇهن ورهين جا ٿيا، ته سندن والده بيبي آمنه پڻ هي جهان ڇڏي ويئي. چنانچه، پاڻ سڳورا پنهنجي ڏاڏي عبدالمطلب بن هاشم سان گڏ رهندا هئا. پر جڏهن اٺن ورهين جي عمر جا ٿيا، ته عبدالمطلب پڻ وفات ڪري ويو. ان ڪانپوءِ سندن پرورش سندس چاچي ابوطالب ڪئي.

عربن ۾ دستور هوندو هو ته ڪير پياڪ ٻار کي ٿڃ لاءِ ڪنهن قبيلي ۾ موڪلي ڏيندا هئا. هڪ دفعي مڪي ۾ بني

سعد جون ڌه زالون آيون. ٻين مڙني کي ته ٻار ملي ويا پر هڪ رهجي ويئي، جنهن جو نالو حليمه هو. اها سعادت دائي حليمه جي ئي قسمت ۾ لکيل هئي ته حضور ﷺ جن کي ٿڃ پياري. چنانچه حضور ﷺ جن کي هنج ۾ کڻي گهر رواني ٿي. حضور ﷺ جن ان طرح ننڍپڻ جا ڪجھ سال قبيلي بني سعد ۾ گذاريا.

مڪي ۾ بني لهب قبيلي جو هڪ شخص هوندو هو جو پيشنگويون ڪندو هو. آسپاس جا ماڻهو جڏهن مڪي ايندا هئا ته پنهنجن ٻارن کي انهيءَ شخص وٽ وٺي ويندا هئا. چنانچه ابوطالب پڻ هڪ دفعي حضور ﷺ جن کي انهيءَ شخص وٽ وٺي ويو. هن حضور ﷺ کي ڏسي چيو:"خدا جو قسم، هن يتيم جو وڏو شان ٿيندو".

اهڙي ساڳي ڳالھ ابوطالب سان ٻئي هڪ شخص پڻ ڪئي. ابوطالب واپار ڪندو هو. هڪ دفعي واپاري قافلي سان شام ملڪ ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪيائين. حضور ﷺ جن به سفر جو شوق ظاهر ڪيو. ابوطالب کين ساڻ ڪري سفر تي نڪتو. قافلو منزلون ڪندو، شام

۾، بغرا نلا هڪ هنڌ پهتو، جتي بحيرا نالي هڪ عيسائي راهب رهندو هو، جو تمام وڏو عالم هوندو هو.

بحيرا واپاري قافلي جي دعوت ڪئي، سڀ ماڻهو وٽس دعوت کائڻ ويا، پر حضور ﷺ جن ننڍڙيءَ ڄمار سبب، انن جي ڪجاون وٽ، هڪ وڻ هيٺان ويٺا رهيا. بحيرا مهمانن کان پڇيو ته ڪو پٺتي رهجي ته ڪو نه ويو آهي؟ مهمانن چيو ته سڀ آيا آهيون، رڳو هڪ ننڍي ٻار کي ڪجاون وٽ ڇڏي آيا آهيون. بحيرا چين ته ان ٻار کي به وٺي اچو مجلس مان هڪ شخص ويو ۽ حضور کي وٺي آيو. بحيرا حضور ﷺ جن کي غور سان ڏسڻ لڳو ۽ پوءِ سندن جسم مبارڪ تي ڪو خاص نشان ڳولڻ لڳو. جاچي جاچي نيٺ حضور ﷺ جن جي پٺيءَ تي ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ اهو نشان(مهر نبوت) ڏٺائين.

پوءِ ابو طالب کان پڇيائين ته هي ٻار تنهنجو ڇا ٿئي؟ هن وراڻي ڏنس ته منهنجو پٽ آهي. بحيرا چيس ته ائين ٿي نٿو سگهي. هن ٻار جو والد پڪ ئي پڪ هي جهان ڇڏي چڪو آهي. اهو ٻڌي ابو طالب چيس ته برابر ائين آهي. هي منهنجو ڀائٽيو آهي، پر مان پيار سبب کيس پٽ

سمجهندو آهيان. بحيرا چيس تڏهن منهنجي ڳالھ ٻڌ. تون پنهنجو سفر جلد پورو ڪري، واپس مڪي وڃ ۽ پنهنجي ڀائٽي کي يهودين کان بچاءِ. جيڪڏهن هتي ڪن يهودين کيس ڏسي ورتو ته کين به اهو سڀ ڪجھ معلوم ٿي ويندو، جنهن جي مون کي خبر پئجي وئي آهي. پوءِ متان هو کيس نقصان رسائڻ جي ڪوشش ڪن. مون کي خدا جو قسم آهي ته تنهنجي ڀائٽي جو وڏو شان ٿيندو.

جڏهن حضور ﷺ جن جوانيءَ ۾ قدم رکيو ته الله پاڪ سندن حفاظت ڪئي ته جيئن جاهليت جي قباحت کانئن پري رهي، ڇو ته الله پاڪ سندن شان بلند ڪرڻ ٿي گهريو ۽ کين رسالت جو اعليٰ منصب عطا ڪرڻ ٿي چاهيو. چنانچه، جڏهن پاڻ بلوغت جي سن کي پهتا ته پنهنجي قوم ۾ مروت جي لحاظ کان بهترين، اخلاق ۾ سڀني کان سٺا، حسب نسب ۾ سڀني کان شريف، علم ۽ فضل ۾ مڙني کان مٿي، ڳالھ ٻولھ ۾ سڀني کان سچا، ايمانداريءَ ۾ سڀني کان اڳتي ۽ پاڪ دامني ۾ بي مثال هئا ۽ انهن مڙني عيبن کان، جيڪي مشهور ماڻهن جي دامن کي داغدار ڪندا آهن، ڪوهين دور هئا. چانچه، انهن

خوبين جي ڪري سڄيءَ قوم ۾"امين" جي لقب سان مشهور ٿي ويا.

## نڪاح ۽ اولاد

جڏهن پان سڳورا پنجويهن ورهين جي ڄمار جا ٿيا ته بيبي خديجه رضه سان نڪاح ڪيائون. بيبي صاحبه مڪي جي هڪ شريف مالدار ۽ تاجر خاتون هئي، ماڻهن کي مال ڏيئي ڏيساورن ڏانهن واپار لاءِ موڪليندي هئي.

بيبي صاحبه جڏهن حضور جن جي ايمانداريءَ جي هاڪ ٻڌي تڏهن کين آڇ ڪيائين ته منهنجو مال کڻي واپار تي وڃن.

حضور صلى الله عليه وسلم جن بيبي صاحبه جي ڳالھ قبول ڪئي ۽ واپار جي سانگي سان شام ڏانهن ويا. اتي مال نيڪال ڪري، وري اتان جو واپاري مال وٺي، مڪي موٽي آيا. بيبي صاحبه جڏهن اهو مال مڪي ۾ نيڪال ڪيو ته کيس ٻيڻو فائدو ٿيو. اهو ڏسي بيبي صاحبه حضور صلى الله عليه وسلم جن

جي حسن اخلاق ۽ ذهانت کان ڏاڍي متاثر ٿي ۽ کين نڪاح لاءِ پيغام موڪليائين. حضور ﷺ جن پنهنجن چاچن سڳورن سان مشورو ڪري بيبي صاحبه سان نڪاح ڪيو.

حضور ﷺ جن کي ابراهيم نالي هڪ فرزند کانسواءِ (ننڍپڻ ۾ ئي گذاري ويو) باقي سمورو اولاد بيبي خديجه رضه مان ٿيو، جيئن ته قاسم - طاهر - طيب - رقيه - زينب - ام ڪلثوم ۽ فاطمه رضه.

سندن صاحبزادي ابراهيم جي والده بيبي ماريه صاحبه هئي. حضور ﷺ جن جا ٿيئي فرزند، کين نبوت ملڻ کان اڳ وفات ڪري ويا. پر، سموريون صاحبزاديون عهد نبوت تائين زنده رهيون، مسلمان ٿيون ۽ حضور ﷺ جن سان مديني ڏانهن هجرت ڪري ويئون.

## ڪعبي جي تعمير

جڪڏهن حضور ﷺ جن پنجٽيهن ورهين جي ڄمار جا ٿيا ته مڪي جي قريشن ڪعبي شريف جي نئين سر اڏاوت ڪئي. جڏهن اوساري حجر اسود جي هنڌ تائين پهتي ته ماڻهن ۾ اختلاف ٿي پيو. هر ڪنهن قبيلي جي

مرضي هئي ته حجر اسود کي صحيح جاءِ تي رکڻ جو شرف کيس ملي. ڳالھ ايتري وڌي ويئي جو جھڳڙي جو خطرو ٿي پيو. آخر چئن چڱن وچ ۾ پئي فيصلو ڪيو ته جيڪو شخص سڀ کان اول مسجد جي دروازي کان داخل ٿئي، اهو هن معاملي ۾ امانت ڪري. خدا جي قدرت، حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن ئي سڀ کان اول مسجد ۾ داخل ٿيا. سڀني هڪ زبان ٿي چيو: اهو امين آهي. اهو ئي صحيح فيصلو ڪندو.

حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن پڇيو ته ماجرا ڇا آهي؟ جڏهن کين سڄي ڳالھ جي خبر پئي، تڏهن فرمايائون ته ڪا چادر کڻي اچو جڏهن چادر آئي ته پاڻ حجر اسود کڻي چادر تي رکيائون ۽ قبيلن جي سردارن کي چيائون ته سڀ چادر کي ڪنڊن ۽ پاسن کان جهلي، حجر اسود کڻي هلن. جڏهن حجر اسود پنهنجيءَ جاءِ تائين پهتو ته پاڻ چادر تان کڻي اڏاوت واري هنڌ تي رکيائون. اهڙي ريت، جهيڙو به ٽري ويو ۽ سڀ قبيلا به خوش ٿيا.

رسالت

مڪي شريف کان اٽڪل ٽن ميلن جي پنڌ تي هڪ غار آهي، جنهن کي "حرا" ڪوٺيندا آهن. حضور ﷺ جن مهينن جا مهينا انهيءَ غار ۾ وچي رهندا هئا ۽ مراقبي ۾ ويهي غور ۽ فڪر ڪندا هئا. هڪ دفعي ان طرح مراقبي ۾ هئا ته مٿن وحي نازل ٿي:"اقراء"(پڙهه).

پڙهه پنهنجي رب جي نالي سان،

جنهن ڪائنات کي پيدا ڪيو.

جنهن انسان کي گوشت جي لوٿڙي مان پيدا ڪيو.

پڙهه تنهنجو رب ڪريم آهي.

جنهن انسان کي قلم سان علم سيکاريو،

جنهن انسان کي اهو سيکاريو جو کيس معلوم نه هو.

حضور ﷺ جن جڏهن"غار حرا" مان موٽي گهر آيا ته وحيءَ جي اثر ڪري سندن جسم مبارڪ ۾ ڏڪڻي هئي. بيبي خديجه رضه سان سچي حقيقت ڪيائون، جنهن کين تسلي ڏني ۽ پنهنجي سوٽ ورقه بن نوفل وٽ وٺي ويئي. هو وڏو عالم هو ۽ توريت ۽ انجيل جو ماهر هو. هن ڳالهه

ٻڌي، حضور ﷺ جن جي نبوت جي تصديق ڪئي. سڀ کان اول جن ماڻهن حضور ﷺ جن تي ايمان آندو ۽ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيا، تن ۾ بيبي خديجه رضه، حضرت علي رضه، حضرت ابوبڪر رضه ۽ حضرت زيد رضه شامل آهن.

شروعاتي دور ۾ حضور ﷺ جن کي فرض نبوت ادا ڪرڻ ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتون درپيش هيون، سو دين جي تبليغ جو ڪم پوشيده نموني ۾ ٿيندو هو. هڪ دفعي پاڻ حضرت علي رضه کي دعوت ڪرڻ لاءِ چيائون. اهو تبليغ اسلام جو پهريون موقعو هو. عبدالمطلب جو سڄو خاندان دعوت تي آيو. حضور ﷺ جن کاڌي کانپوءِ اٿي بيٺا ۽ سڀني جو ڌيان ڇڪائي چيائون ته،"مان اهو پيغام کڻي آيو آهيان جو دين ۽ دنيا ٻنهي لاءِ ڪافي آهي. هن نيڪ ڪم ۾ منهنجو ساٿ ڪير ڪير ڏيندو؟" سڄي محفل ۾ خاموشي ڇانئجي ويئي. حضرت علي رضه پنهنجي جاءِ تان اٿيو ۽ چيائين،"توڙي جو مون کي اک جو عارضو آهي، ٽنگن ۾ تڪليف اٿم، سڀني ۾ ننڍو آهيان، پر مان اوهان جو ساٿ ڏيندس". قريشن کي جڏهن ان واقعي جي خبر پئي تڏهن کلڻ لڳا ته به ڄڻا هليا آهن دنيا

جي قسمت جو فيصلو ڪرڻ. پر ڪين خبر ڪانه هئي ته قدرت کي اڳتي ڇا منظور آهي.

تاريخ ان حقيقت تي  شاهد آهي ته سچ کي جيترو زور سان دٻائبو آهي ايترو ئي زور سان اڀرندو آهي. چنانچه، قريشن ۽ ڪافرن مسلمانن کي هيسائڻ شروع ڪيو. پر ائين ڪرڻ سان مسلمانن جو ايمان هيڪاري مضبوط ٿيو ۽ هو بي ڌڙا ٿي دين اسلام جي تبليغ ڪرڻ لڳا. سنت ئي حضرت حمزه رضه ۽ حضرت عمر رضه مسلمان ٿيا. جن هيڪاري مسلمانن جا حوصلا بلند ڪري ڇڏيا. حضرت عمر جو مسلمان ٿيڻ در حقيقت تاريخ اسلام جو هڪ اهم واقعو هو. ان کانپوءِ مسلمان کليو کلايو ڪعبة الله ۾ نماز پڙهڻ لڳا. ڪجھ وقت بعد مسلمانن جي هڪ چڱي جماعت بنجي ويئي، جنهن ۾ تقريباً چاليھ ڄڻا شامل هئا. حضور ﷺ جن ڪعبة الله ۾ وڃي توحيد جو اعلان ڪيو. ڪافرن کي اها ڳالھ ڏاڍي ڏکي لڳي وڏو هنگامو برپا ٿي ويو. حضور ﷺ جن جو ساٿي حضرت حارث بن ابي هاله ان وقت گھر ۾ هو، سو هنگامي جي خبر پوڻ شرط حضور ﷺ جن جي بچاءَ لاءِ ڪعبي ڏانهن ڊوڙيو. رستي تي مٿس ڪافرن تلوارن سان حملو ڪيو،

زخمي ٿي ڪري پيو ۽ خدا جي راھ ۾ دم ڏنائين. حضرت حارث اسلام ۾ پهريون پهريون شهيد هو.

قريشين مسلمانن تي ظلم جي باھ ٻاري ڏني. جڏهن سج ڪاپار تي چڙهي ايندو هو ۽ تپت وڏي ويندي هئي تڏهن غريب مسلمانن کي تتل واريءَ تي دسي، ڇاتيءَ تي وڏا وڏا پٿر رکي ڇڏيندا هئن ته پاسو نه ورائي سگهن. لوھ جي سيخن کي باھ ۾ تپائي ڏنب ڏيندا هئن يا وارن کان جهلي پاڻيءَ ۾ غوطا ڏيندا هئن ته هاڻي ٻڌايو ته ڇا ٿا چئو؟ مسلمان جواب ۾ هڪ ئي ڳالھ چوندا هئا: "لا الہ الاالله محمد رسول الله صلى الله عليه وسلم".

جڏهن ڪافرن جا عذاب حد کان وڌي ويا تڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جن مسلمانن کي اجازت ڏني ته حبش ڏانهن هجرت ڪري وڃن. حبش ۾ نجاشي نالي هڪ انصاف پسند بادشاھ هو. هن مسلمانن جي وڏي تعظيم ڪئي ۽ پاڻ وٽ هر طرح سکيو رکيو.

ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ ابو طالب ۽ بيبي خديجه رضه هڪ هڪ ٿي هي جهان ڇڏي ويا. حضور صلى الله عليه وسلم جن لاءِ ڏاڍا ڏکيا ڏينهن اچي ويا. هاڻي قريشي بي ڌڙا ٿي کين ستائڻ

لڳا. آخر جڏهن قريشين جو ظلم وڌي ويو ۽ مڪي ۾ حضور ﷺ جن جي رهائش ڏکي ٿي پئي تڏهن پاڻ طائف ڏانهن روانا ٿيا، جتي وڏا وڏا رئيس ۽ خانداني ماڻهو رهندا هئا. حضور ﷺ جن وٽن ويا ۽ کين اسلام جي دعوت ڏنائون. پر هنن ظالمن سخت رڪائي ڏيکاري ۽ حضور ﷺ جن جي حد درجي دل آزاري ڪئي. حضور ﷺ جن واپس مڪي موٽي آيا. اتي ته ڪافرن تي ڪا به جهل پل نه هئي. هو حضور ﷺ جن کي جسماني تڪليفون ڏيڻ لڳا، سندن رستي ۾ ڪنڊا اڇلائيندا هئا، سندن جسم مبارڪ تي گرم خاڪ ڦٽي ڪندا هئا، نماز پڙهندا هئا ته مٿن اوجهري اڇلائيندا هئا، مطلب ته ڪين طرح طرح جون تڪليفون ڏيندا هئا ته جيئن پاڻ دين اسلام جي تبليغ ڇڏي ڏين.

ائين به چوندا هئا ته پاڻ سڳورا دين اسلام جي تبليغ نه ڪن ته اسان کين مڪي جو امير بنايون. پر حضور ﷺ جن جو جواب هو ته جيڪڏهن قريشي مون کي هڪ هٿ تي سج ۽ ٻئي هٿ تي چنڊ آڻي ڏين، تڏهن به مان اهو ئي چوندس، جنهن جو مون کي الله جي طرفان حڪم مليل آهي.

# معراج

حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي طائف کان واپسيءَ کان پوءِ معراج جو واقعو پيش آيو، يعني الله پاڪ جي حڪم سان کين راتو رات زمين ۽ آسمانن جو سير ڪرايو ويو ته جيئن پاڻ قادر جي قدرت ۽ سلطنت عظيمه جو معائنو فرمائين. مطلب ته الله پاڪ جيتري قدر گهريو، اوتري قدر پنهنجي پياري ۽ نوازيل ٻانهي کي پنهنجون نشانيون ڏيکاريون.

معراج جي واقعي کي سيرت ۾ خاص اهميت آهي ان ۾ عقلمندن لاءِ عبرت، هدايت ۽ رحمت آهي. مڪي جي ڪافرن کي ته معراج جي واقعي تي اعتبار ڪو نه آيو. سڀ کان پهريون شخص جنهن معراج جي معاملي ۾ حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي تصديق ڪئي، اهو ابوبڪر رضه هو. چنانچه، ان ڳالهه ڪري کيس صديق(سچي) جو خطاب مليو.

هجرت

جڏهن مڪي ۾ مسلمانن جو رهڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو ته حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن کين مديني ڏانهن هجرت جو حڪم

ڏنو. ڪجھ وقت بعد پاڻ به حڪم الاهيءَ سان هجرت جو ارادو فرمايائون.

هجرت کان به ٿي ڏينهن اڳ پاڻ سڳورا حضرت ابوبڪر صديق رضه جي گهر ويا ۽ کيس پنهنجي ارادي کان واقف ڪيائون. پٺيان ڪافرن سندن گهر کي گهيري ۾ ورتو. هڪ رات ساعت سڳوري ڏسي پاڻ ۽ حضرت ابوبڪر رضه ٻاهر نڪتا. ڪعبي تي نظر وڌائون ۽ فرمايائون:"اي مڪي جا شهر، تون مون کي سڄيءَ دنيا کان پيارو آهين. پر تنهنجا فرزند مون کي رهڻ نٿا ڏين." پاڻ سڳورا ۽ حضرت ابوبڪر رضه مڪي شريف کي الوداع چئي ٻاهر نڪتا. پٺيان حضرت علي رضه، حضور ﷺ جن جي بستري تي آرام فرمايو. صبح ٿيو ته ڪافر، حضرت علي کي حضور ﷺ جن جي بستري تي ڏسي حيران ٿي ويا، ۽ حضور ﷺ جن جي پٺيان ڊوڙيا، پر جنهن کي رب رکي، ان کي ڪهڙو لهر لوڏو. چنانچه ڪافر مڙني حيلن وسيلن هوندي به سندن وار ونگو ڪري نه سگهيا ۽ پاڻ خير سلامتيءَ سان ٽن سو ميلن جو سفر، پنهنجي يار غار، حضرت ابوبڪر

صديق رضه سان گڏ پورو ڪري، مديني تشريف فرما ٿيا.

مديني جو سڄو شهر سندن استقبال لاءِ منتظر هو. هر دل جي اها ئي تمنا هئي ته الله جي رسول جي ميزبانيءَ جو شرف ڪيس نصيب ٿئي.هر قبيلو اڳواٽ اچي ڪين عرض ڪرڻ لڳو ته منهنجو گهر ۽ مال سڀ ڪجھ اوهان جي ملڪيت آهي. پاڻ دعا ڏيندا اڳتي وڌندا ٿي ويا. جيئن جيئن حضور ﷺ جي سواري مديني شهر کي ويجهي پوندي ٿي ويئي، تيئن تيئن انصارن جو جوش خروش وڌندو ٿي ويو. هو شمع رسالت تان پتنگن وانگر پاڻ گهورڻ لڳا. مديني جي رهواسين جي خوشيءَ ۽ جذبي جي اها حالت هئي، جو پرده نشين خاتون ڇتين تي چڙهي ڳائي رهيون هيون:

طلع البدر علينا: اسان تي چنڊ اڀريو آهي.

من ثنيات الوداع: وداع جبل جي گهاٽين مان.

وجب الشڪر علينا: اسان تي خدا جو شڪر واجب آهي.

مادعيٰ لله داع: جيسين دعا گهرڻ وارا دعا گهرن.

معصوم نينگريون دف وڄائي، ڳائي رهيون هيون:

نحن جوار من بني النجار: اسان نجار خاندان جون نينگريون آهيون.

يا حبذا محمداً من جار: محمد ﷺ ڪهڙو نه سٺو پاڙيسري آهي!

جتي اڄڪلهه مسجد نبوي آهي، اتي حضرت ابو ايوب انصاريءَ جو گهر هوندو هو. حضور ﷺ جن جنهن ڏاچيءَ تي سوار هئا، ان کي آزاد ڇڏيو ويو. ڏاچي خود بخود اچي حضرت ابو ايوب انصاري جي گهر وٽ پهتي ته حضور ﷺ جن حضرت ايوب انصاريءَ واري گهر ۾ ٽڪيا. جڏهن مسجد نبوي ۽ آس پاس جا حجرا ٺهي ويا، تڏهن اتي لڏي وڃي ويٺا.

قبلي جي مقرري

هر گروهه، هر قوم، هر مذهب لاءِ هڪ خاص نشان هوندو آهي، جنهن ڪانسواءِ ان جي مستقل هستي قائم رهي نه سگهندي آهي. اسلام ۾ اهو نشان "نماز جو قبلو" آهي. مسلمانن لاءِ هجرت جي وقت تائين نماز جو قبلو بيت

المقدس هوندو هو. هجرت کان پوءِ بعد الله پاڪ جو حڪم آيو ته پنهنجو منهن ڪعبة الله ڏانهن ڪريو ۽ جتي به هجو اتي ڪعبي شريف ڏانهن منهن ڪندا ڪريو. انهيءَ حڪم ملڻ بعد مسلمانن ڪعبي شريف کي پنهنجو قبلو بنايو.

## غزوه بدر

قريشين حضور ﷺ جن جي مديني ۾ سڪونت پذير ٿيڻ شرط جنگ جون تياريون شروع ڪري ڏنيون هيون، مديني تي حملي لاءِ سڀ کان وڏي ضرورت جنگي سامان جي هئي. جڏهن قريشين جو هڪ وڏو واپاري قافلو شام ملڪ ڏانهن ويو ته مڪي جي قريشين پنهنجو سمورو گڏ ڪيل سرمايو جنگي سامان جي خريداري لاءِ شام موڪليو. حضور ﷺ جن کي جڏهن اها خبر پيئي ته 12- رمضان سنه 2 هجري تي پاڻ ٽن سون جان نثارن سان ڪافرن جي مقابلي لاءِ مديني مان نڪتا.

هوڏانهن مڪي ۾ جڏهن اها خبر پهتي ته قريش هزار ماڻهن جو انبوهه ساڻ ڪري، مسلمانن جي مقابلي لاءِ نڪتا.

بدر وٽ مقابلو ٿيو. ڪافرن جي فوج ۾ ڪا به ترتيب ۽ صف بندي ڪا نه هئي، هوڏانهن حضور صلي الله عليه وسلم جن پنهنجن هٿن سان مسلمانن جي صفن کي درست ڪري رهيا هئا. زبردست جنگ لڳي. قريشي پنهنجي ناموس لاءِ وڙهي رهيا هئا، مسلمان الله جي دين جي سوڀ لاءِ لڙي رهيا هئا. الله پاڪ سندن منهن مٿي ڪيو. ڪافر ميدان جنگ مان ڀاڄ کائي مڪي پهتا. مسلمان پنهنجي رب جو شڪر ۽ ثنا ڪندا، ڪامياب ۽ ڪامران، مديني منوره ۾ موٽي آيا.

## غزوه احد

عربن ۾ اهو دستور هوندو هو ته انتقام ڪڍهن ڪو نه ڇڏيندا هئا. بدر ۾ قريشين جا ستر ماڻهو مئا هئا، جي قريشين جي مٿي جا موڙ هئا. چنانچه، جڏهن قريشين ساهه پٽيو ته بدر جو انتقام وٺڻ لاءِ وري جنگ جي تياري ڪيائون. جڏهن سڀ تياريون مڪمل ڪيائون، تڏهن مديني روانا ٿيا ۽ اربع ڏينهن اڳي احد جبل وٽ منزل انداز ٿيا.

حضور ﷺ جن ڪافرن جي مقابلي لاءِ هڪ هزار مسلمانن سان مديني مان نڪتا ۽ احد جبل کي پٺيان رکي، پنهنجي لشڪر جي صف بندي ڪيائون.

سخت جنگ لڳي، نيٺ مسلمانن ڪافرن جا پير اکيڙي وڌا. مسلمانن پائيو ته ڪافر اجهي ڀڳا، سي فتح جي خوشيءَ ۾ حضور ﷺ جن جي حڪمن کي وساري، دشمنن جو ڇڏيل مال اسباب ميڙڻ ۾ لڳي ويا. هوڏانهن، ڪافرن اهو وجهه وٺي، جبل جي پٺيان مٿن اهڙو ته اوچتو حملو ڪيو جو ڪنهن کي ڪل ڪا نه رهي ته ڇا ٿي ويو. اک ڇنڀ ۾ مسلمانن جي سوڀ هار ۾ تبديل ٿي ويئي. جڏهن ٻئي فوجون الڳ ٿيون ته مسلمان زخمن ۾ چور هئا. جڏهن مديني پهتا ته هر طرف جنگ احد جو افسوس هو.

## غزوه خندق

غزوه "خندق" تي اهو نالو ان ڪري پيو، جو حضور ﷺ جن پنهنجي صحابيءَ حضرت سلمان فارسيءَ جي مشوري تي انهيءَ جنگ ۾ بچاءَ لاءِ "کاهي" کوٽائي هئي.

يهودين جڏهن اهو ڏٺو ته مسلمان مديني ۾ زور وٺي رهيا آهن، تڏهن هنن مڪي جي قريشن سان ملي سازش ڪئي

ته هڪ زبردست لشڪر گڏ ڪري مديني تي حملو ڪجي ۽ مسلمانن کي ختم ڪري ڇڏجي. پر کين سخت ناڪامي ٿي ۽ وڏي ساري لشڪر جي باوجود جاني ۽ مالي نقصان پرائي ناڪام موٽيا.

جنگ خندق ۾ حضور ﷺ جن ٻين عام مسلمان سپاهين سان گڏ مٽي ڍوئي ۽ پيٽ سان پٿر ٻڌا. ان موقعي تي اهڙو ته زبردست طوفان آيو، جو ڪافرن جي تنبن جون پاڙون پٽجي ويون ۽ چلهين تي چڙهيل ديگڙيون اونڌيون ٿي ويون.

چنانچه انهيءَ ڳالهه ڏانهن خود قرآن مجيد ۾ اشارو آهي ته "مسلمانو خدا جو احسان ياد ڪريو، جڏهن اوهان تي فوجون چڙهي آيون ته اسان انهن تي طوفان موڪليو ۽ فوجون موڪليون، جي اوهان کي ڏسڻ ۾ نٿي آيون."

## صلح حديبيه

سنه ڇهه هجري ۾ حضور ﷺ جن عمري لاءِ مديني منور مان نڪتا ۽ مڪي ڏانهن روانا ٿيا. پاڻ سڳورا جڏهن مڪي کان نون ميلن جي پنڌ تي حديبيه وٽ پهتا، تڏهن وٽن مڪي وارن جو هڪ وفد آيو ۽ ٻڌايائين ته

مڪي جا ماڻهو اوهان کي عمرو ڪرڻ ڪو نه ڏيندا. حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جواب ۾ چيو ته اسان ڪنهن سان وڙهڻ ڪو نه آيا آهيون، اسين ته بيت الله جي طواف لاءِ آيا آهيون. ان کان پوءِ مڪي جي قريشين ۽ حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي وچ ۾ قاصد نياپا کڻي ايندا ويندا رهيا. آخرڪار ٻنهي هڪ صلح نامو تيار ڪيو، جيڪو تاريخ اسلام ۾ "صلح حديبيه" جي نالي سان مشهور آهي. صلح حديبيه جا ٽي شرط هئا:

1- مڪي جي قريشين مان جڏهن ڪو به شخص مديني ۾ حضور جن وٽ پناه لاءِ ويندو ته ان کي واپس ڪيو ويندو.

2- مديني جي مسلمانن مان جڏهن ڪو به شخص مڪي جي قريشين وٽ پناه لاءِ ويندو ته ان کي واپس ڪو نه ڪيو ويندو.

3- مسلمان ان سال عمرو ڪرڻ بنا واپس هليا ويندا ۽ ايندڙ سال ڪعبة الله جي طواف لاءِ ايندا، پر مسافري جي هٿيارن جهڙوڪ: تلوار ۽ تيرڪمان کان سواءِ وٽن ٻيو

ڪو به هشيار ڪو نه هوندو، هو مڪي ۾ فقط ٽي ڏينهن ٽڪندا.

بظاهر صلح نامي جا شرط مسلمانن جي خلاف هئا، ان ڪري هو ان تي خوش نه هئا. حضرت عمر رضه ته اعتراض به ڪيو، پر حضور ﷺ جن صلح نامي کي بحال رکيو ۽ حديبيه ۾ قرباني ڪري مديني واپس روانا ٿيا. رستي تي مٿن وحي نازل ٿي ته"اسان اوهان کي کليل فتح عنايت ڪئي آهي".

اڳتي هلي صلح حديبيه مسلمانن لاءِ فائديمند ثابت ٿيو ۽ درحقيقت مڪي جي فتح جو پيش خيمو بنيو.

## مڪي جي فتح

10- رمضان سنه 8 هجري تي حضور ﷺ جن مسلمانن جي ڏهه هزار لشڪر سان مديني مان نڪري مڪي ڏانهن وڌيا. ڪافرن کي مقابلي جي همت ڪا نه ٿي. جڏهن حضور ﷺ جن مڪي پهتا ته ڪعبة الله مان بت ڪيرائي، اندر نماز ادا ڪيائون. ان موقعي تي پاڻ ارشاد فرمايائون ته:

هاڻي جاهليت جو غرور ۽ نسب جي وڏائي خدا ختم ڪري ڇڏي.

سڀ انسان آدم جي اولاد آهن ۽ آدم مٽيءَ مان خلقيو ويو آهي.

ان ڪانپوءِ قرآن مجيد مان هيءَ آيت پڙهيائون:

"اي انسانو! مون اوهان کي مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو،

۽ اوهان جا قبيلا ۽ خاندان بنايا ته جيئن پاڻ ۾ هڪٻئي کي سڃاڻي سگهو.

پر خدا وٽ شريف اهو آهي جو وڌيڪ پرهيزگار هجي.

خدا دانا ۽ سڀ شيءَ جو ڄاڻندڙ آهي".

حضور ﷺ جن جنهن وقت خطاب فرمائي رهيا هئا، ان وقت عرب جا رئيس ۽ قريشن جا وڏا وڏا سردار سندن سامهون هئا. پاڻ کين ڏسي چيائون:

"اوهان کي معلوم آهي ته مان اڄ اوهان سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ وارو آهيان".

هنن چيو ته شريف پاڻُ آهين شريف پاءِ جو اولاد آهين".

ارشاد فرمايائون:

"وڃو، مون سڀ ڪجھ بخش ڪيو. اوهان آزاد آهيو"

## اسلام جي تبليغ

جڏهن ملڪ ۾ حضور ﷺ جن جو اسم مبارڪ مشهور ٿي ويو، تڏهن ڪيترن ئي ماڻهن کي اهو معلوم ڪرڻ جو شوق ٿيو ته اصل ڳالھ ڇا آهي؟ چنانچه پري پري کان ماڻهو منزلون ۽ مسافريون ڪري وٽن حاضر ٿيڻ لڳا ۽ دين اسلام جي سچائيءَ کان متاثر ٿي مسلمان ٿي موٽڻ لڳا. هزارها ماڻهن جا قبيلا ۽ قبيلن جا اڳواڻ پڻ ان ريت دربار نبويءَ ۾ حاضري ڏيئي اسلام سان مشرف ٿيا، جهڙوڪ قبيله غفار، قبيله اسلم، قبيله اوس ۽ خزرج، قبيله اشجع، قبيله جهينه وغيره. ان کان علاوه اسلام جي تبليغ لاءِ پاڻ ملڪ جي چئني طرفن ڏانهن مختلف جماعتون ۽ وفد موڪلڻ لڳا.

فتح مڪي ڪانپوءِ انهيءَ تبليغ ذريعي هر هنڌ اسلام تيزيءَ سان پکڙجڻ لڳو ۽ ماڻهو خوشيءَ سان مسلمان ٿيڻ لڳا. قرآن ڪريم جي هيءَ آيت انهيءَ موقعي ڏانهن اشارو ڪري ٿي.

"جڏهن خدا جي فتح ۽ نصرت آئي ۽ اوهان ڏٺو ته ماڻهو فوج در فوج دين ۾ داخل ٿيڻ لڳا."

## حجة الوداع ۽ نبوت جي فرض جو اختتام

آخري حج جي موقعي تي حضور ﷺ جن جيڪو خطبو ڏنو ان کي اسلام جي تاريخ ۾ وڏي اهميت آهي. پاڻ فرمايائون:

"اي انسانون! اوهان جو رب هڪ آهي. بيشڪ اوهان جو پيءُ هڪ آهي. هاڻ، عربيءَ کي عجميءَ تي ۽ عجميءَ کي عربيءَ تي، گوري کي ڪاري تي ۽ ڪاري کي گوري تي ڪا به فضيلت ڪانهي، سواءِ پرهيزگاريءَ جي.

مڙئي مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن. جيڪو اوهان پاڻ کائو، سو غلامن کي کارايو، جو پاڻ ڍڪيو، اهو هنن کي ڍڪايو.

جاهليت جا سڀ خون معاف آهن. سڀ کان اول مان پنهنجي خاندان جو خون معاف ڪريان ٿو. جاهليت جا سڀ وياج حرام آهن. سڀ کان اول مان پنهنجي خاندان جو سود معاف ڪريان ٿو.

عورتن جي معاملي ۾ خدا کان ڊڄو. مردن جو حق عورتن تي آهي ۽ عورتن جو مردن تي.

مان اوهان وٽ هڪ شيءِ ڇڏي وڃان ٿو. جيڪڏهن اوهان ان کي هٿان نه ڇڏيو ته اوهان گمراهه نه ٿيندا. اها شيءِ آهي ڪتاب الله(قرآن مجيد).

جڏهن حضور ﷺ جن خطبو ختم ڪيو ته الله پاڪ قرآن مجيد جي اها آيت نازل ڪئي ته،"اڄ مون توهان لاءِ دين مڪمل ڪيو ۽ پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ اوهان لاءِ دين اسلام پسند ڪيو."

## وفات

حضور ﷺ جن وفات کان ڪجهه ڏينهن اڳ اڌ رات جو مديني کان ٻاهر بقيع الغرقد ڏانهن ويا ۽ قبرستان ۾ اهل ممات لاءِ دعا خير گهريائون. بعد ۾ گهر موٽي آيا. صبح

جو آرام مان اٿيا ته ڪين مٿي ۾ سور جي تڪليف ٿي. اهو مرض جو آغاز هو. ڏينهون ڏينهن مرض وڌندو ويو. جڏهن بيماريءَ شدت اختيار ڪئي ته مختلف ڪوهن مان پاڻيءَ جو ست مشڪون پرائي، غسل ڪري، ماڻهن سان ملاقات ڪيائون. جڏهن بيماري تمام زور وٺي ويئي، تڏهن حڪم ڪيائون ته نماز جي امامت ابوبڪر رضه ڪري. هڪ ڏينهن صبح جو سوير ماڻهو حضرت ابوبڪر جي امامت ۾، فجر جي نماز پڙهي رهيا هئا ته پاڻ سڳورن مسجد جي دروزاي تان پردو هٽائي، جماعت کي ڏٺو. ٿوريءَ دير بعد واپس موٽي ويا. مسلمانن ۾ سرهائيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي ۽ پانيائون ته سندن صحت بهتر ٿي رهي آهي. پر رب کي ڪجھ ٻيو منظور هو. چنانچه، ٻنپهرن جي مهل هئي، جو الله پاڪ جي آخري رسول ۽ مسلمانن جي ٻنهي جهانن جي سردار، هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو.

اوصاف ۽ اخلاق حسنه

حضور صلى الله عليه وسلم جن وچولي قد جا هئا. سندن رنگ سفيد ۽ سرخ هو. پيشاني ڪليل هئي ۽ چهرو هلڪو هو، يعني ان

تي گوشت گهڻو نه هو. مٿي جا وار ڪلهن تي پوندا هئا. پوئين زماني ۾ سندن سونهاريءَ ۾ ٿورڙا سفيد وار نظر ايندا هئا.

سندن عام لباس چادر، قميص ۽ گوڏ هئي. پائنجي ٿو ته ڪڏهن ڪڏهن پاجامو به استعمال ڪيو اٿن. پيرن ۾ جورابن جي عادت ڪا نه هئي، پر نجاشيءَ کين ڪارا جوراب تحفي طور موڪليا هئا، جي استعمال فرمايائون، عرب جي دستور موجب مٿي تي عمامو ٻڌندا هئا، جو اڪثر ڪاري رنگ جو هوندو هو. کين يمن جون ڌاريدار چادرون پسند هيون. رنگن ۾ سفيد رنگ وڌيڪ وڻندو هو. وقت جي بادشاهن ڏانهن جيڪي خط پٽ ويندا هئا، تن ۾ مهر هڻڻ جي ضرورت پيش ايندي هئي. چنانچه، ان مقصد لاءِ چانديءَ جي منڊي ٺهرايائون، جنهن جي ٿڪ تي"محمد رسول الله" اکر اُڪريل هئا. اها منڊي ساڄي هٿ جي آڱر ۾ پائيندا هئا.

کاڌو سادو کائيندا هئا. ڪدو، کجور، چاهين، گوشت، کير، ماکي ۽ ٿڌو پاڻي کين وڻندو هو. اڪثر ڪري کاڌو پنهنجن ساٿين سان گڏ کائيندا هئا. ضرورت کان هميشہ

گهٽ کائيندا هئا ۽ بعضي ڏينهن جا ڏينهن بنان کاڌي گذاريندا هئا.

سواريءَ ۾ کين گهوڙي جي سواري پسند هئي. ڪڏهن ڪڏهن گهوڙن ۽ اٺن جي گوءِ به ڪرائيندا هئا. ان ڪم جو بندوبست حضرت علي رضه جي بلي هوندو هو.

حضور صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي وقت جا ٽي حصا مقرر ڪيا هئا، هڪ حصو عبادت الاهيءَ لاءِ ، ٻيو حصو عام خلق لاءِ، ۽ ٽيون حصو پنهنجي ذاتي معاملن لاءِ.

فجر جي نماز کان پوءِ مصلي تي پلٿي ماري وهندا هئا. جماعت جا ماڻهو چوڌاري حقلو ٻڌي وهندا هئا. اها ئي دربار نبوي هوندي هئي. اڪثر ان موقعي تي، پاڻ خلق کي هدايت ۽ نصيحت ڪندا هئا. بعضي بعضي صحابين ۽ ساٿين کان پڇندا هئا ته اوهان رات ڪو خواب ڏٺو آهي؟ پوءِ پاڻ ان جي تعبير ڪندا هئا. ان موقعي تي عام گفتگو ٿيندي هئي- ماڻهو جاهليت جي زماني جا قصا به بيان ڪندا هئا يا کل خوشيءَ جون ڳالهيون ڪندا هئا. حضور جن رڳو مشڪندا هئا.

سج جي مٿي چڙهي اچڻ بعد چاشت جي نماز ادا ڪندا هئا. پوءِ گهر وچي پنهنجي ذاتي ڪم ڪارين سان لڳندا هئا، جيئن ته ڪير ڏهڻ، ڪپڙن ڪي چتيون هڻڻ وغيره.

ٿن پهرن جي نماز بعد پنهنجين بيبين مطهرات وٽ وجي گهڙي ساعت ڳالهه ٻولهه ڪندا هئا. پوءِ مسجد ڏانهن ويندا هئا ۽ سومهاڻي جي نماز ڪانپوءِ گهر اچي آرام ڪندا هئا. ننڊ ڪرڻ ڪان اڳ ڪلام پاڪ جي ڪا نه ڪا سورت پڙهندا هئا. اسر جو اٿي عبادت ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته سڄيون سڄيون راتيون به عبادت ڪندا هئا.

ماڻهن سان ملاقات وقت اول پاڻ سلام ڪندا هئا ۽ هٿ ڏيندا هئا. ايران ۾ دستور هوندو هو ته جڏهن مجلس ۾ ڪو معتبر ماڻهو ايندو هو ته سڀ ادب ڪان اٿي بيهندا هئا. ائين به ٿيندو هو ته امير جڏهن دربار ڪندا هئا ته ماڻهو سيني تي هٿ رکي نمي بيهندا هئا. حضور صلى الله عليه وسلم جن انهن ڳالهين ڪان منع ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته جنهن ڪي اهو پسند آهي ته ماڻهو سندس اڳيان ادب ۾ بيٺا رهن، ان ڪي پنهنجي جاءِ دوزخ ۾ ڳولڻ ڪپي.البت جوش محبت ۾ پاڻ مجلس ۾ ڪنهن ڪنهن لاءِ اُٿي بيهندا هئا. چنانچه، سندن

نياڻي حضرت فاطمه زهرا جڏهن به ايندي هئي ته پاڻ سڳورا اڪثر اٿي بيهندا هئا ۽ سڪ سان نياڻيءَ کي نرڙ تي چمي ڏيندا هئا. اهڙي طرح هيڪر پنهنجي ننڍ پڻ جي ٿج شريڪ پاءُ لاءِ اٿي بيٺا ۽ کيس پنهنجي آمهون سامهون وهاريائون.

حضور صلى الله عليه وسلم جن جي گفتگو نرم ۽ آهستي هوندي هئي. جڏهن پاڻ ڪنهن مجلس کي خطاب ڪرڻ نڪرندا هئا ته بادشاهن وانگر نه ڪو خاص لباس زيب تن ڪندا هئا، نه ڪو پيو جاهه جلال پسند ڪندا هئا. سندن هٿ ۾ هڪ لٺ هوندي هئي يا ڪمان، جنهن کي ٽيڪ ڏئي خطبو ڏيندا هئا.

جڏهن فتوحات جو سلسلو شروع ٿيو ته هر هنڌان مال غنيمت اچڻ لڳو. سندن سخاوت جي حد اها هئي ته سمورو مال دولت مسلمانن کي ورهائي ڏيئي ڇڏيندا هئا ۽ پنهنجي لاءِ ڪا شيءَ نه بچائيندا هئا. هڪ دفعي بحرين مان ايترو مال غنيمت آيو، جيترو ڪڏهن به ڪٿان ڪو نه آيو هو. حڪم ڪيائون ته مسجد جي صحن ۾ رکي ڇڏيو. فجر جي نماز پڙهي جڏهن فارغ ٿيا ته مال غنيمت

جي تقسيم شروع ڪيائون جڏهن سڀڪجھ ورهائي چڪا، تڏهن اٿي کڙا ٿيا.

هڪ دفعي سندن حرم پاڪ بيبي عائشه رضي الله تعاليٰ عنه گهر کي سينگارڻ لاءِ پٽين تي ڪو ڪپڙو هنيو. پاڻ ان کي نا پسند فرمايائون ۽ بروقت لهرائي ڇڏيائون.

سندن اخلاق حسنه ۾ سڀ خوبيون ۽ وصفون هيون، پر جا ڳالھ سڀني کان زياده نمايان هئي، سا هيءَ ته کين ٻين لاءِ ايثار ۽ قرباني پسند هئي.

پاڻ سڳورن کي اولاد سان بي انتها محبت هئي. سندن نياڻي حضرت فاطمه زهرا کين ايڏي تي پياري هئي جو جڏهن به تشريف فرما ٿيندي هئي ته پاڻ اٿي بيهندا هئا ۽ کيس پنهنجيءَ جاءِ تي وهاريندا هئا. پر بيبي صاحبه جي تنگدستيءَ جي اها حالت هئي جو گهر ۾ ڪا نوڪرياڻي ڪا نه هئن. جنڊ ڪاهي بيبي صاحبه جي هٿن ۾ لڦون پئجي ويندون هيون. هڪ دفعي حضور ﷺ جن کان نوڪرياڻي گهرڻ لاءِ آئي پر لڄ ڪري پاڻ ڪجھ ڪچي نه سگهي. اهو ڏسي حضرت علي رضه حضور ﷺ جن کي حقيقت حال کان واقف ڪيو ۽ عرض ڪيو ته

فلاڻي هنڌ تان ڪيترين ئي نوڪرياڻيون آيون آهن. اتان اسان کي هڪ عنايت ٿئي. حضور صلى الله عليه وسلم جن چيو ته ائين ٿي نٿو سگهي ته مان اوهان کي نوڪرياڻي ڏيان ۽ اصحاب صفه جي غريب ۽ نادار مسلمانن لاءِ ڪو به خدمتگار نه رهي ۽ هو بک ۾ پيا هجن. حضور صلى الله عليه وسلم جن جي مسڪينن سان ايڏي ته محبت هوندي هئي جو پاڻ دعا گهري اٿن ته:

"يا الله، مون کي ڏينهن قيامت جي مسڪينن سان گڏ اٿار"

*

اسان توکي سڀني جهانن لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي. (القرآن)

پروفيسر محمد اسحاق ابڙو

# اِمامُ اِلاَنبيَاء صَلِيّ اللهُ عَلَيهِ وَآله وَسلمُ

انسان ذات جي سڌاري ۽ سنئين واٽ وٺي هلڻ جي هدايت لاءِ الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان جيڪي به نبي ۽ رسول هن دنيا ۾ تشريف فرما ٿيا، انهن مان هر هڪ پنهنجي منصب نبوت جي لحاظ کان ڪنهن خاص وصف سان متصف هو. حضرت نوح عليہ السلام پنهنجي ساڍا نو سو سال زندگي توحيد جي تبليغ ۽ شرڪ و ڪفر جي بيخ ڪني ڪندي گذاري، حضرت ابراهيم رب سائينءَ جي خليل هئڻ سان گڏ، انسان جي بنايل هٿرادو خدائن يعني بتن جي پوڄا جي خلاف جهاد ڪيو ۽ ڪعبة الله جي تعمير ڪري، انسانيت کي مرڪزيت بخشي.

حضرت موسيٰ عليہ السلام جبر ۽ استبداد جي نظام کي ختم ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ جي تائيد ۽ مدد سان، فرعونيت جي سپني هٿڪنڊن جون جڙون اکوڙي پنهن جي امت کي ظلم کان نجات ڏياري.

حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام، الله تبارڪ تعاليٰ جي طرفان مليل مسيحيت سان گڏ توحيد، سچ، نياز ۽ نوڙت، صبر و تحمل ۽ حلم خواه بردباري جو نمونو ٿي سندس امت جي اڳواڻي ۽ رهبري ڪئي.

حضرت سليمان عليہ السلام پنهنجي سياڻپ جو سڪو ڇمائي انسان ذات کي ڏاهپ جو نمونو ٿي ڏيکاريو ۽ گڏو گڏ دنيوي بادشاهي ڪندي، ڪائنات جي اڪثر مخلوق مٿان حڪم هلائي، دنيا ۾ مثالي بادشاهت جو نمونو پيش ڪيو. حضرت دائود جي زندگي انساني بهتري ۽ بهبوديءَ لاءِ حق ۽ توحيد جي تبليغ سان گڏ رب جي تعريف جا سريلا نغما آلاپيندي گذري. حضرت ايوب عليہ السلام رب جي رضا تي راضي رهي صبر ۽ شڪر جو مجسمو ٿي ڏيکاريو ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ جي طرفان مٿن جيڪي به آزمائشون آيون، انهن ۾ ثابت قدمي ۽ ايثار جو نمونو پيش ڪيو. ساڳئي وقت پنهنجي قوم جي اڳيان رب سائينءَ جي معرفت جي تبليغ پڻ ڪئي.

حضرت يعقوب عليہ السلام جي زندگي اميد ۽ توڪل جو سچو نمونو هئي ته حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجي حسن و جمال سان گڏ اخلاق جي بلندي، دانائي ۽ خدا جي

خوف ۾ رهي هر لغزش کان بچي انسان ذات لاءِ سچ ۽ سياڻپ خواه خدا جي معرفت جو نمونو پيش ڪيو.

هن حقيقت جي قرآن حڪيم ۾ نهايت چٽائيءَ سان وضاحت ڪيل آهي ته "لانفرق بين احد من رسلہ". انهيءَ مشاهدي سان گڏ هي به بيان ٿيل آهي ته "تلڪ الرسل فضلنا بعضهم عليٰ بعض." جنهن جو مفهوم آهي ته رسولن جي وچم ڪو به فرق نه آهي، پر فضيلت ۽ مراتب جي لحاظ کان هڪڙن کي ٻين تي فضيلت ۽ مٿاهين حاصل آهي.

هر هڪ دور ۾ سڀني پيغمبرن پنهنجو پنهنجو منصبي فرض نهايت احسن طريقي سان پوريءَ طرح ادا ڪيو. هنن مان هر هڪ پنهنجي وقت ۾ انسانيت جي انهن پهلوئن کي اُجاگر ڪرڻ جي لاءِ ڪم ڪيو، جنهن لاءِ سندن بعثت وجود ۾ آيل هئي. جڏهن انسانيت ترقي ڪندي پنهن جي ڦوه جوانيءَ کي پهتي، تڏهن رب سائينءَ اهڙي رسول جي بعثت جا اسباب پيدا ڪيا، جنهن جي ذات جامع صفات هجي ۽ جنهن جي تعليم ۽ سنت ۾ انهن سڀني نبين ۽ رسولن جي تعليم، فضيلتن ۽ عمل جو نچوڙ ۽ روح اچي وڃي جيڪي ابتدا کان ان وقت تائين مبعوث

ٿي چڪا هئا. نيٺ الله تعاليٰ جي قدرت ڪامله ۽ منشا مبارڪ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي بعثت مبارڪ جي صورت ۾ هن دنيا ۾ جلوه افروز ٿي.دنيا جي سموري مخلوق تي الله تبارڪ و تعاليٰ جو اهو عظيم احسان آهي. وما ارسلناڪ اِلا رحمة للعالمين.

محدث خطيب بغدادي جي هڪ روايت پيش ڪندي سيد سليمان ندوي"خطبات مدراس" جي پنجين خطبي ۾ لکي ٿو ته"سندن ولادت وقت آواز آيو ته سندن ذات پاڪ ۾ آدم عليه السلام جو خلق، شيث عليه السلام جي معرفت، نوح عليه السلام جي شجاعت، ابراهيم عليه السلام جي دوستي، اسماعيل عليه السلام جي زبان، اسحاق عليه السلام جي رضا، صالح عليه السلام جي وضاحت، لوط عليه السلام جي حڪمت، موسيٰ عليه السلام جي سختي، ايوب عليه السلام جو صبر، يونس عليه السلام جي طاعت، يوشع عليه السلام جو جهاد، دائود عليه السلام جو آواز، دانيال عليه السلام جي محنت، الياس عليه السلام جو وقار، عيسيٰ عليه السلام جو زهد ۽ يحيٰ عليه السلام

جي پاڪدامني واريون سموريون وصفون ۽ صفتون جمع ڪيون وڃن."

حسن يوسف، دم عيسيٰ يد بيضا داري آنچه خوبان همه دارند تو تنها داري

علامه شبلي نعماني لکي ٿو ته حضور پر نورصلى الله عليه وسلم جن جي ولادت با سعادت کان اڳي الله تبارڪ و تعاليٰ جي پيغمبرن جي معرفت موڪليل دين جو حقيقي روح زماني جي تبديلين ۽ اٿل پٿل سبب ماڻهن بلڪل مٽائي ڇڏيو. الله تعاليٰ جي طرفان موڪليل دين جو روح بلڪل گم ٿي چڪو هو، ان ڪري انهيءَ روح کي وري اجاگر ڪرڻ ۽ ظاهر ڪرڻ لاءِ ۽ انهيءَ سڪي ويل گل کي وري تازي ڪرڻ ۽ منجهس خوشبوءِ پيدا ڪرڻ لاءِ ۽ انسان جي ستل بخت کي سجاڳ ڪرڻ خاطر رب سائينءَ پنهنجي خاص بندي ۽ پياري رسول حضرت محمدصلى الله عليه وسلم جن کي نبوت جو تاج پهرائي هن دنيا ۾ موڪليو. سندن جمڻ واري ڏينهن، دنيا جي ان وقت اجڙيل باغ ۾ روح پرور بهار آندو. هي اهو ڏينهن هو، جنهن جو هن ڌرتيءَ کي لکين سالن کان شديد انتظار هو. ستارا هزارين ورهين

ڪان هن ڏينهن جي نور ڪي ڏسڻ لاءِ اکيون ڦاڙي انتظار ڪندا رهيا. آسمان به انهيءَ ڏينهن ۽ ساعت جي ڏسڻ جو منتظر هو ۽ رات ڏينهن جي گردش ۾ پاسا پلٽائي رهيو هو. اهڙيءَ طرح ڪائنات جي ذره ذره ڪي هن ڏينهن ڏسڻ جي َسڌ هئي ۽ هر شيءِ سڪ ۾ سرشار ۽ بيقرار هئي.

حضور ﷺ جن جي هن دنيا ۾ تشريف آوريءَ جو ڏينهن، اهو ڏينهن هو جڏهن ايوان ڪسريٰ جا ڪنگرا ڪري وجي پٽ تي پيا، فارس جو آتشڪده جيڪو هزارين ورهين کان دکندو ٿي رهيو ۽ ڪڏهن به ڪو نه اجهاڻو هو سو به وسامي رک ۾ تبديل ٿي ويو، ساوه جي ڍنڍ(طبريه جي ڍنڍ) جنهن لاءِ عقيدو هو ته ڪڏهن به خشڪ نه ٿيندي، اها به سڪي رج ٿي ويئي. اها ساڳي حالت عجم جي شان ۽ شوڪت، روم جي رعب ۽ دٻدٻي توڙي چين جي اوج ۽ عروج سان ٿي. رڳو زردشتين جا آتشڪده ٺڏا ڪو نه ٿيا بلڪه جتي به ڪفر ۽ شرڪ، گمراهيءَ ۽ شر جو واسو هو، اتي جي حالتن ۾ ڦيري اچڻ جا آثار نمودار ٿي ويا. بت خانن جا در و ديوار بي رونق ٿي ويا ۽ عيسائيت خواه يهوديت جي ايوانن جي حالت

اهڙي ٿي، جهڙي باغن ۽ باغيچن جي خزان جي موسم ۾ ٿيندي آهي.

هي اهو ڏينهن هو جنهن ڏينهن سيد المرسلين، شفيع المذنبين، رحمت للعالمين، صاحب معراج، مالڪ مقام محمود، نور مجسم، محسن اعظم، ساقيءَ ڪوثر، شافع محشر، رحمت عالم، سيد العرب والعجم، امام الانبياءَ، سردار دوجهان، مديني جو مير، هيڻن جو همراه، يتيمن جو يار، اڙين جو آڌار، مسڪينن جو مددگار، بي واهن جو پرجهلو، بي وسيلن جو وسيلو، منڙو مرسل، مرسلن جو مهندار حضرت نبي ڪريم محمد مصطفيٰ احمد المجتبيٰ صلي الله عليہ وآلہ واصحابہ وبارڪ وسلم(فداه امي وابي) عالم قدس مان عالم امڪان ۾ تشريف فرما ٿيا. سندن حليو مبارڪ اهڙو هو جنهن لاءِ حضرت سليمان عليہ السلام فرمايو هو"خلو محمديم زه دودي، زه رعي". يعني: هو سراپا قابل تعريف آهي ۽ هي منهنجو محبوب آهي، منهنجي جان آهي.

قرآن حڪيم ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ فرمائي ٿو:"لقد جاء كم رسول من انفسكم عزيز عليہ ما عنتم حريص عليكم بالمؤمنين رؤف الرحيم". يعني بيشڪ اوهان وٽ اوهان

مان ئي رسول اچي ويو آهي، جنهن کي پنهنجي امت جي تڪليفن جو گهڻو اونو آهي ۽ سندن ڀلائي لاءِ گهڻو خواهشمند آهي ۽ مومنن لاءِ ٻاجهارو ۽ رحم دل آهي.

هن آيت ۾ الله تعاليٰ پنهنجي حبيب پاڪ شهنشاهه ڪونين ﷺ جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته امت جي تڪليف کين ڏکي لڳي ٿي ۽ رات ڏينهن کين اهوئي اونو آهي ته سندن امت سنئين واٽ وٺي هلي. تاريخ شاهد آهي ته پاڻ ڪريمن ﷺ امت جي هدايت ۽ ڀلائي لاءِ سخت تڪليفون سٺيون. آخر کين وطن ڇڏي هجرت ڪرڻي پئي پر ڪڏهن به ڪنهن کي پٽ پاراتو نه ڏنائون، بلڪه انهن جي هدايت لاءِ دعا فرمايائون. اَحد جي لڙائي ۾ به جڏهن پاڻ سڳورا ڪافرن جي هٿان زخمي ٿي پيا ته ان وقت به سندن زبان مبارڪ تي هي لفظ هئا: اللهم اغفر لقومي فانهم لايعلمون". يعني اي الله منهنجي قوم کي معاف فرماءِ، ڇاڪاڻ ته هو ڪو نه ٿا ڄاڻن.

طائف جي سفر دوران جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ ماڻهن کي اسلام جي دعوت ڏني ته انهن ظالمن حضور جن کي ايترا ته پٿر هنيا جو سندن سڄو جسم مبارڪ رت ٿي

ويو. پاڻ ڪريم ﷺ فرمائين ٿا:"كان اشد مالقيت منهم يوم العقبہ" يعني سڀ کان سخت تڪليف انهن(ڪافرن) کان مون کي طائف جي وادي ۾ پهتي. جڏهن پاڻ قرن الثعاب جي موڙ وٽ پهتا ته ڪمزوري ۽ ٿڪاوٽ جي ڪري ويهي رهيا. اتي پاڻ سڳورن وٽ جبلن جو فرشتو آيو جنهن کين سلام ڪري عرض ڪيو ته:"يا محمد ذالک لک" يعني اي محمدﷺ اوهان کي پورو اختيار آهي. وڏيڪ اجازت طلب ڪيائين ته چا هن طائف شهر جي انهن پٿر هٽندڙن مٿان اهي ٻئي جبل، جنهن ۾ طائف گهيريل آهي، اونڌا ڪريون- "ملاء اعليٰ ۾ جنبش پيدا ٿئي ٿي ۽ سلسلئه ملڪوت جي ارتقائي نقاط جي آخري ڪڙي يعني جبريل امين کي ڏيکاريو ويو جيڪو پڪاري رهيو هو"قد بعث اليک ملک الجبال" يعني الله اوهان کي جبل جو فرشتو موڪلي ڏنو آهي، جنهن کي "هواني علي الناس" جي لفظن سان روڪيو ويو، ان کي سڀ ڪجھ ڏنو پيو وڃي. مناظر احسن گيلاني لکي ٿو ته "کين پورو پورو اختيار هو، جيڪي چاهين سو ڪري سگهيا ٿي، ليڪن ان ئي تاريخ جنهن نوح جي طوفان ، عاد جي آنڌي، ثمود جي رڙ، شعيب جي زلزلي ۽ موسيٰ جي

درياءَ ڪي محفوظ رکيو آهي، ان ۾ رڪارڊ ڪيو ويو ته پهاڙ جي فرشتي کي فرمايو پيو وڃي: مان مايوس ڪو نه آهيان. انهن جي پٺي مان اهڙا نسل نڪرندا جيڪي الله جي عبادت ڪندا ۽ رب سان ڪنهن کي به شريڪ ڪو نه ڪندا. انهن لفظن جبل کي به پاڻي ڪري ڇڏيو. ان هڪڙي آواز باه کي باغ بنائي ڇڏيو، جي مري رهيا سي بچي ويا، جيڪي ختم ٿي ويا سي وري شروع ٿي ويا".

دنيا ۾ ڪيترائي نبي آيا، ڪيترائي بادشاه آيا، پر اهو ڪير آهي جنهن جي زندگيءَ جا ڪارناما اهڙيءَ ريت ڪتابن ۾ محفوظ ٿي وڃن، جو هڪ طرف ته صحت جو اهڙو انتظام جو ڪنهن صحيفئه آسماني کي به نه مليو ته ٻئي طرف وحي ۽ تفصيل جي لحاظ کان سندن هڪ هڪ ادا معلوم ۽ محفوظ آهي ته جيئن سندن زندگي اسان اُمتي پنهنجي لاءِ هڪ مثالي نمونو وٺي اختيار ڪريون. جهڙيءَ طرح قرآن حڪيم ۾ آيو آهي: لقد کان لکم في رسول الله اُسوة حسنة" يعني(سچ پچ اوهان جي لاءِ خدا جو رسول سٺو نمونو آهي.) گويا سيرت محمدي دنيا جو آئينو آهي، جنهن کي ڏسي هر شخص پنهنجي جسم ۽

روح، ظاهر ۽ باطن، قول و فعل، زبان ۽ دل، آداب ۽ رسوم توڙي طور و طريق سڌاري سگهي ٿو.

---

(1) ڪن عالمن ولادت جي تاريخ 9- ربيع الاول ٻڌائي آهي.

صفحو 7

مولانا سيد سليمان ندوي پنهنجي ڪتاب"خطبات مدراس" جي چوٿين خطبي ۾ لکي ٿو ته"ڪا به شخصيت خواه ڪيتري قدر تاريخي هجي، جيستائين اها ڪامل نه هوندي، اسان جي لاءِ مثالي نمونو ٿي نه سگهندي. ڪنهن به شخصيت جو ڪامل ۽ هر نقص کان پاڪ ايستائين ثابت ٿي نه سگهندو، جيستائين ان جي زندگي جا سمورا واقعا سامهون نه هوندا. پيغمبر اسلام ﷺ جي زندگي جو هر لمحو ڄمڻ کان وٺي وفات تائين ان وقت جي ماڻهن جي سامهون ۽ وفات بعد دنيا جي تاريخ اڳيان آهي. ڄمڻ، ٿڃ پيئڻ، ٻاراڻي عمر، هوش و تميز، جواني، واپار، شادي، امين ٿيڻ، خانهءِ ڪعبه ۾ پٿر رکڻ، اڪيلائي اختيار ڪرڻ، غار حرا ۾ گوشه نشيني، وحي جو اچڻ، دعوت تبليغ، مخالفت، معراج، هجرت، لڙايون، صلح

حديبيه، اسلام جي اشاعت، دين جي تڪميل، آخري حج، وفات، انهن مان ڪهڙو زمانو آهي جيڪو دنياجي سامهون نه هجي ۽ سندن ڪهڙي حالت آهي جنهن کان تاريخ واقف نه آهي." فاضل مصنف اڳتي لکي ٿو ته "سندن نجي زندگي جي هڪ هڪ ادا معلوم ۽ محفوظ آهي. اٿڻ ويهڻ، سمهڻ جاڳڻ، شادي برات، ٻار ٻچا، دوست سڄڻ، نماز روزا، عبادت رياضت، صلح و جنگ، سفر حضر، کائڻ پيئڻ، وهنجڻ ڌوئڻ، ڊڪڻ اوڍڻ، گهمڻ ڦرڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، ملڻ جلڻ، خوش طبعي، خلوت جلوت، طور و طريق، خط و خال، قد و قامت هر ڳالهه پوري روشني ۾ مذڪور، معلوم ۽ محفوظ آهي".

پاڻ سڳورا اڪلائي ۾ هجن يا ماڻهن ۾ مسجد ۾ هجن يا ميدان ۾، هر وقت هر شخص کي اهو حڪم فرمائيندا هئا ته سندن جيڪا به ڪيفيت يا حالت هجي اها منظر عام تي آندي وڃي. نجي گهرو زندگي جي اشاعت لاءِ ازواج مطهرات کي تاڪيد فرمايو ويو ته جيئن امت سندن نقش قدم تي هلي، زالن، اولاد ۽ عزيزن جا حق ادا ڪن. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سندن زندگي جو ڪهڙو پهلو هوندو جيڪو پوشيده رهيو هوندو اڄ به سندن

مخالف پوري چندِ چاڻ کان پوءِ پاڻ سڳورن خلاف آڱر به کڻي نه سگهيا آهن. پوءِ اهڙيءَ زندگيءَ کي پاڪ معصوم نه چئجي ته ڇا چئجي. سندن اخلاق مبارڪ سندن ڪامليت جو روشن دليل آهي، سندن سيرت اسلامي دنيا جو عالمگير آئينو آهي، جنهن کي سامهون رکي هر ڪو شخص پنهنجي جسم ۽ روح، ظاهر ۽ باطن، قول ۽ فعل جي درستي ڪري سگهي ٿو.

پاڻ سڳوراﷺ اخلاق ۽ عمل جي اها تعليم ڏيندا هئا، جنهن تي پاڻ عمل ڪندا هئا. حضرت عائشه رضه فرمائي ٿي:"ان خلق رسول الله ﷺ کان القرآن". يعني سندن اخلاق سراپا قرآن هو، ۽ قرآن حڪيم ان ڳالهه جو شاهدي ٿو ڏئي:"وانڪ لعليٰ خلق عظيم" خود پاڻ ڪريمن فرمايو ته:"بعثت لا تمم مڪارم الاخلاق"(موطا امام مالڪ) يعني آءُ بهترين اخلاق جي تڪميل لاءِ موڪليو ويو آهيان.

سندن اخلاق مبارڪ جو دائرو صرف رحم و ڪرم تائين محدود ڪو نه هو پر پوري معاشرتي زندگيءَ تي ڇانيل هو. اُم المومنين حضرت خديجه رضه فرمائي ٿي ته پاڻ رحمدل هئا، قرضدارن جو بار ڪٽيندا هئا، غريبن جي مدد

ڪندا هئا. حق جي حمايت ڪندا هئا، مهمانن جي ضيافت ڪندا هئا مصيبت ۾ ماڻهن جي ڪم ايندا هئا. اُم المومنين حضرت عائشه صديقه رضه فرمائي ٿي ته"پاڻ ڪريمن ﷺ ڪنهن کي گهٽ وڌ ڪو نه ڳالهايو، برائي جو بدلو برائي سان ڪو نه ڏيندا هئا، پر معاف ڪري ڇڏيندا هئا. ڪڏهن به ڪنهن کان بدلو ڪو نه ورتائون. پاڻ ڪڏهن ڪنهن غلام نوڪر يا نوڪرياڻي تي هٿ ڪو نه کنيائون. گهر ۾ گهڙندا هئا ته سدا مسڪرائيندا هئا. دوستن ۾ ڪڏهن به ٽنگون ٻگهيري ڪو نه وهندا هئا ۽ هميشه آهسته ۽ جهلي جهلي ڳالهائيندا هئا".

حضرت علي ڪرم الله وجہ فرمائين ٿا ته پاڻ سڳورا خنده جبين، نرم خو ۽ مهربان طبع هوندا هئا. ڪڏهن به زبان مبارڪ مان ڪو خراب لفظ ڪو نه ڪڍيائون. ڪنهن جي عيب جوئي نه ڪيائون ۽ ڪنهن سان به سخت مزاجي سان پيش ڪو نه آيا. ٻين جي واتان پنهنجي ساراهه ٻڌڻ پسند ڪو نه فرمائيندا هئا". پاڻ نهايت فياض، نهايت سچار، نهايت نرم طبع ۽ نهايت خوش اخلاق هئا.

پاڻ سڳورا ٻاجهه ۽ رحمت جا ڪڪر هئا. سندن رحمت ۽ شفقت جي خزاني ۾ دوست ۽ دشمن، ڪافر ۽ مسلمان، ٻڍا

۽ ٻار، عورتون ۽ مرد، آقا ۽ غلام، فقير ۽ امير، انسان ۽ حيوان سڀ برابر جا حصيدار هئا. دشمنن کي به معاف ڪرڻ سندن حسن اخلاق هو. مناظراحسن گيلاني لکي ٿو ته" 8 هجري ۾ مڪو فتح ٿيو، اهو مڪو جنهن پاڻ سڳورن ۽ سندن صحابه ڪرام کان سڀ ڪجهه ڦريو. پاڻي ڦريو، ڪاٺو ڦريو، گهر ڦريو، در ڦريو، نيٺ ٻاهه مان چمڪندڙ تلوارن مان، چڪيل ڪمانن مان ٻچي هجرت ڪري ويل ساٿيا مسلمان وري چمڪندڙ تلوارن سان، چڪيل ڪمانن سان، اُڀن نيزن سان، ڦڙڪندڙ جهنڊن سان فاتحانه انداز ۾ مڪي ۾ داخل ٿين ٿا، پر وٺن ڪجهه نٿا، ڏين ٿا، تڪبر سان نه بلڪ سر جهڪائي نوڙت سان داخل ٿين ٿا، بدلو وٺڻ لاءِ نه بلڪ معاف ڪرڻ لاءِ".

خانهءڪعبه ۾ چو طرف ماڻهن جا انبوهه نظر اچي رهيا آهن. پاڻ ڪريمن ﷺ ماڻهن جي ميڙ کي ڏٺو جيڪي ڪعبي جي اڳڻ تي ويٺا هئا. انهن ۾ قريشين جا اهي ظالم به ويٺا هئا، جيڪي اسلام کي ختم ڪرڻ لاءِ سڀ ڪان اڳتي هئا. انهن ماڻهن ۾ اهي به هئا جن جون زبانون شان رسول ۾ گستاخانه لفظ ڪيندڀون هيون، اهي به هئا جن تلوارن ۽ ڀالن سان پيڪر قدسيﷺ سان گستاخيون

ڪيون، اهي به هئا جيڪي سرڪار دو عالمﷺ جي شان ۾ گستاخانه شعر جوڙي زور زور سان بازار ۾ پڙهندا هئا. اهي به هئا جن خدا جي هن نور کي ڦوڪن سان اجهائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي، جن لاءِ قرآن حڪيم فرمائي ٿو: يريدون ليطفئوا نورالله..... کره الڪافرون.(يعني اهي چاهين ٿا ته الله جي نور کي ڦوڪن سان اجهائين پر الله تعاليٰ پنهنجي نور کي پوري طرح روشن ڪري ٿو ۽ پوءِ کڻي انهن ڪافرن کي ڪيترو به برو لڳي.) انهن ماڻهن ۾ اهي به هئا جن محبوبن ڪريمن ﷺ جي رستي تي ڪنڊا وڇايا، اهي به هئا جن سرڪار مدينه کي خانئه ڪعبه ۾ نماز پڙهندي ڳچي ۾ چادر وجهي گهوگها ڏنا، اهي به هئا جن محبوب ڪبريا جي مٿان بيت الله ۾ سجدي ڪرڻ وقت اوجهري وجهي ٺهڪ ڏنا ۽ تاڙيون وڄايون، اهي به هئا جن يتيم عبدالله کي وعظ ڪرڻ مهل پنين ۾ پٿر هڻي رتو ڇاڻ ڪيو، اهي به هئا جن جي اڄ خون نبوت کان سواءِ ٻي ڪنهن شيءِ مان لهڻ واري ڪونه هئي، اهي به هئا جن دارالندوه ۾ گڏ ٿي صاحب التاج و البراقﷺ کي شهيد ڪرڻ جي سازش سٽي هئي، اهي به هئا جن سرور ڪشور رسالت

ڪي وطن ڪان بي وطن ڪيو، اهي به هئا جن قاب قوسين جي تاجدار سان بدر ۽ احد ۾ لڙايون ڪيون، اهي به هئا جن شمع نبوت کي اجهائڻ جون اجايون ڪوششون ڪيون، اهي به هئا جن مسلمانن سان ڏيتي ليتي بند ڪئي، اهي به هئا جن جگر گوشئه آمنه صلی الله علیه وسلم ۽ سندن عزيزن سان قطع تعلق ڪري شعب ابو طالب ۾ محصور ٿيڻ تي مجبور ڪيو، اهي به هئا جن جي حملن جو سيلاب مدينه جي ديوارن سان اچي ٽڪرايو هو، اهي به هئا جن صحابن سڳورن کي حق جو ڪلمو پڙهڻ تان تتل واريءَ تي پٺن اگهاڙو ليٽائي گهليو هو، اهي به هئا جن شاه حرم جي دوستن کي باھ جا ڏنپ ڏنا، اهي به هئا جن بلال حبشي جهڙن مانجهي مردن جي سيني تي ڳرا باھ جهڙا گرم پٿر رکي عذاب ڏنا.

رحمت للعالمين صلی الله علیه وسلم انهن کي ڏنو ۽ ڪائنئن پڇيو"اوهان کي خبر آهي ته مان اوهان سان ڪهڙو معاملو ڪرڻ وارو آهيان؟" اهي ڪافر جيتوڻيڪ ظالم هئا، شقي هئا، بي رحم هئا، ليڪن مردم شناس هئا ۽ چيائون"اخ ڪريم وابن اخ ڪريم"(تون شريف پاءُ آهين ۽ شريف پائيٽيو آهين). رحمت جي درياءَ ۾ جوش آيو ۽ رئوف رحيم

فرمايو."لاتثريب عليڪم اليوم اذهبوا فانتم الطلقاء" اڄ اوهان تي ڪو به الزام ڪونهي، وڃو اڄ اوهين سڀ آزاد آهيو). ڪيترا دشمن ته موت جي ڊپ کان ڀڄي ويا هئا. وحشي جيڪو حضرت حمزه رضه جو قاتل هو طائف ڀڄي ويو، عڪرمه بن ابوجهل يمن ڏانهن ڀڄي ويو. صفوان بن اميته اسلام جو وڏو ويري جنهن حضور جن کي شهيد ڪرائڻ لاءِ عمير بن وهب کي انعام جي لالچ ڏني هئي سو جده ڀڄي ويو، پر پاڻ ڪريمنﷺ سڀني کي معافي ڏني ۽ پوءِ اهي سڀ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيا.

الله تبارڪ و تعاليٰ پاڻ سڳورن کي سمورن جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي، جنهن جي شاهدي قرآن حڪيم ڏئي ٿو:"وما ارسلنک الا رحمة للعالمين." اها سندن رحمت ۽ شفقت هئي جو سندن حڪومت نه صرف جسمن تي هئي، بلڪه انسان ذات جا قلب ۽ ذهن، ارواح ۽ نفوس به سندن محبت سان ٽمٽار هئا. پاڻ دين ۽ دنيا جا شهنشاه هئا مگر سندن انڪساري ۽ نوڙت جي اها حالت هئي جو جڏهن پاڻ پنهنجي خادمن جي وچ ۾ هوندا هئا ته صحابه ڪرام رضه فرمائين ٿا ته حاڪم ۽ محڪوم جو پردو کڄي ويندو هو ۽ ڏسندڙ اهو اندازو لڳائي ڪو نه

سگهندو هو ته آقا ڪير ۽ غلام ڪير، خادم ڪير ۽ مخدوم ڪير، تابع ڪير ۽ متبوع ڪير.
علامه مناظر احسن گيلاني پنهنجي جڳ مشهور تصنيف"النبي الخاتم صلى الله عليه وسلم" ۾ لکي ٿو ته "فتح مڪه کان پوءِ پاڻ سڳورا بيشڪ پوري عرب جا شهنشاھ به هئا، پر چا مدينه ۾ منبر بدران ڪو تخت وڇايو ويو؟نه- اهو ئي منبر هو، اها ئي مسجد هئي، اها ئي جهوپڙي هئي، اهو ئي چمڙي جو گاديلو، نه حاجب هو نه دربان هو، امير به ايندا هئا ته غريب به ايندا هئا. سڀني سان هڪجهڙو سلوڪ . عجب دربار هئي.
بادشاھ چوندا ته شاهي دربار هئي، چو ته حڪومت هئي، فوج هئي، جهنڊو هو، پوليس هئي، جلاد هو، محتسب هو، گورنر هو، ڪليڪٽر هئا، قاضي يعني جج هئا، نظم و نسق هو، قانون هو،
مولوي چوندا ته مدرسو هو، چو ته درس هو، وعظ هو، قضا هئي، تصنيف هئي، تاليف هئي، محراب هو، منبر هو.
صوفي چون ٿا ته خانقاھ هئي، دعا هئي، ورد هو، وظيفو هو، ذڪر هو، شغل هو، خوف خدا هو، راز هو، نياز

هو، وجد هو، حال هو، ڪشف هو، ڪرامت هئي، فقر هو، فاقو هو، زهد هو، قناعت هئي، پٽريون پڙهي ڪاري ڪوهه ۾ وجهبيون هيون ته پاڻي مٿو ٿيندو هو. ٻارن جي مٿي تي هٿ ڦيرايو ويندو هو ۽ جيڪي فرمايو ويندو هو سو پورو ٿيندو هو.

مگر سچ آهي ته اهو سڀ ڪجهه انهيءَ ڪري جو سپني لاءِ هو، آئينده جنهن کي هلڻو هو، جتان هلڻو هو، جنهن زماني ۾ هلڻو هو، ان ئي روشني ۾ هلڻو هو.

پوءِ جنهن جي روشني ۾ هلڻو آهي ان جي سيرت طيبه کي قرآن حڪيم اسان جي لاءِ بهترين نمونو قرار ڏنو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:"لقد كان لكم في رسول الله اسوة حسنة" يعني"سچ پچ اوهان جي (هدايت) لاءِ خدا جو رسول سٺو نمونو آهي". گويا سيرت محمدي دنيا جو آئينو آهي جنهن کي ڏسي هر شخص پنهنجي جسم ۽ روح، ظاهر ۽ باطن، قول و فعل، زبان ۽ دل، رسم و رواج ۽ عادات و اطوار سڌاري سگهي ٿو جيئن ته سيرت محمدي عالمگير آئينو آهي، ان ڪري اسان کي پنهنجي ادب ۽ اخلاق لاءِ پنهنجي مذهب کان ٻاهر، پنهنجي رسول جي سيرت کان جدا ڪنهن به شيءِ جي گهرج ڪونهي.

قرآن حڪيم ۾ ڪيترين ئي جاين تي حڪم ڪيو ويو آهي ته انسان ڪامل، محسن انسانيت، حضور سرور عالم محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلى الله عليه وسلم (فداه امي و ابي ونفسي) جي مثالي ڪردار ۽ ڪامل تعليم جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪئي وڃي. خدا جي محبت جو اهل ۽ هن جي پيار جو مستحق اهو ٿي سگهي ٿو جيڪو رسول پاڪ صلى الله عليه وسلم جي پيروي ڪندو. جهڙي طرح قرآن حڪيم فرمائي ٿو:" ان ڪنتم تحبون الله فاتبعوني يحببڪم الله". وري ٻي جاءِ تي فرمايو ويو آهي ته رسول جي اطاعت ڪيو اميد ته اوهان تي رحم ڪيو ويندو. اطيعوا الرسول لعلڪم ترحمون.

جيئن ته حضرت نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جي سيرت طيبه عالمگير ۽ مثالي نمونو آهي، ان ڪري سندن تعليم به دائمي ۽ عالمگير آهي، جيڪا ڪاري ۽ گوري، عرب ۽ عجم، ترڪ ۽ تاتار، آقا ۽ غلام سڀني لاءِ عام آهي. جهڙيءَ طرح الله تعاليٰ سڀي دنيا جو پروردگار آهي"الحمدالله رب العالمين" اهڙي طرح رسول به سڀي دنيا جو رسول رحمة للعالمين سڀي دنيا جي لاءِ رحمت آهي. سندن پيغام به سڀي دنيا جي لاءِ پيغام آهي.

سندن تعليم ته هڪ وسيع مضمون آهي جنهن کي ڪنهن مضمون ۾ پيش ڪرڻ مشڪل آهي پر نموني طور سندن ارشادات گرامي هيٺ ڏجن ٿا، جن مان قدري اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته پاڻ ڪريمن ﷺ جي ڏنل نظام حيات ۾ ايمان، اخلاق ۽ عمل کي ڪهڙي ريت پيش ڪيو ويو آهي.* ايمان جون ڪيتريون ئي شاخون آهن، ان جي پاڙ اها آهي ته اوهين خدا کانسواءِ ڪنهن کي به معبود نه سمجهو ۽ آخري شاخ اها آهي ته اوهين رستي تي جيڪڏهن ڪنهن اهڙي شيءَ کي ڏسو جيڪا خدا جي بندن کي تڪليف ڏيندي هجي ته ان کي هٽايو ۽ حياء به ايمان جو حصو آهي. * مؤمن اهو آهي جنهن مان ماڻهن جي جان ۽ مال کي خطرو نه هجي. * بهترين ايماني حالت اها آهي جو تنهنجي دوستي ۽ دشمني خدا جي واسطي هجي، تنهنجي زبان تي خدا جو نالو جاري هجي ۽ تون ٻين لاءِ اهو ڪجھ پسند ڪرين جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪرين ٿو.* توهان مان سڀ کان وڌيڪ ڪامل ايمان ان شخص جو آهي جنهن جا اخلاق سڀني کان سٺا آهن ۽ گهر وارن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ ۾ سڀ کان سرس آهي.* مؤمن ڪڏهن به طعنو ڏيندڙ، لعنت ڪندڙ،

زبان دراز ۽ ڳالهائڻ جو خراب نه هوندو آهي.* اهو مومن ڪونهي، خدا جو قسم مومن ڪونهي، جنهن جي بچڙائي کان سندس پاڙيسري امن ۾ نه هجي. جيڪو ماڻهو ڪنهن ظالم کي ظالم ڄاڻي ان جو ساٿ ڏيندو ته اهو اسلام مان خارج ٿيندو. * جنهن ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ نماز پڙهي ان شرڪ ڪيو، جنهن ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ روزو رکيو ان شرڪ ڪيو ۽ جنهن ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ خيرات ڪئي ان شرڪ ڪيو. * اوهين ڇهن ڳالهين جي مون کي ضمانت ڏيو، مان اوهان کي جنت جي ضمانت ڏيان ٿو. ڳالهايو ته سچ ڳالهايو، وعدو ڪيو ته وفا ڪيو، امانت ۾ خيانت نه ڪريو، بدڪاري کان پاسو ڪيو، بدنظري کان بچو ۽ ظلم کان هٿ کي روڪيو.* دوکي باز، بخيل ۽ احسان ڪري بيان ڪندڙ ماڻهو ڪڏهن به جنت ۾ نه وڃي سگهندو.* جنت ۾ اهو گوشت نه وڃي سگهندو جيڪو حرام جي لقمن مان تيار ٿيو هجي. حرام خوري مان پليل جسم جي لاءِ ته باهہ ئي زياده موزون آهي.* ڪو شخص پلي ڪيترائي دفعا زندگي حاصل ڪري ۽ جهاد جي راه ۾ جهاد ڪري جان ڏيندو رهي، پر اهو جنت ۾ نه وڃي سگهندو، جيڪڏهن مٿس

قرض هجي اهو ادا نه ڪيو هجيس. اهو شخص جنت ۾ داخل ڪو نه ٿيندو جيڪو پنهنجي ماتحت عملي تي خراب نموني حڪم هلائي.* جيڪو واپاري قيمتون چاڙهڻ لاءِ پنهنجو مال روڪي رکي اهو ملعون آهي. جنهن چاليهه ڏينهن اناج کي ان نيت سان روڪيو ته قيمتون چڙهن، ته هن جو خدا سان ۽ خدا جو هن سان ڪو تعلق ڪو نه رهندو. چاليهه ڏينهن اناج روڪڻ بعد جيڪڏهن ڪو ان انجاج کي خيرات ۾ ڏئي ڇڏيندو ته به معاف نه ڪيو ويندو.

دفتر تمام گشت و بپایان رسيد عمر
ماهمچنان در اول وصف تو مانده ايم

-------

حافظ خير محمد اوحدي

## نَبِي سَردَار جِي سَارَاهه

هزار بار بشويم دهن بمشک و گلاب
هنوز نام تو گفتن کمال بي ادبي است

الله جي آخري رسول ۽ حبيب پنهي جهانن جي سردار حضور پرنور محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلى الله عليه وسلم جن جو مبارڪ نالو، جيئن سڀني کي معلوم آهي، محمد آهي يعني ساراهيل يا جنهن جي ساراهه ڪئي وڃي. اچو ته هن مقدس هستي ۽ ان جي ڪيل ساراهه تي مختصر نظر ڪريون. مگر ان کان اول اهو ڏسون الله جي حبيب کي ايڏي عزت ۽ عظمت ڇاجي ڪري حاصل ٿي آهي. جو خود خالق اڪبر به کيس ساراهي رهيو آهي ۽ مخلوق به سندس ساراهه ۾ رطب اللسان آهي؟.

حقيقت هيءَ آهي ته جڏهن الله جا بندا صراط مستقيم ڇڏي، راهه کان بي راهه ٿي ويندا آهن ته الله تعاليٰ پنهنجن بندن مان هڪ خاص بندي کي منتخب ڪندو آهي جو راهه کان بي راهه بندن کي الله جي پاران راهه راست تي واپس اچڻ جو پيغام پهچائيندو آهي ۽ سندن ظاهري ۽ باطني اصلاح ڪري کين دوباره الله ڏانهن متوجه ڪندو آهي. اهي خاص بندا الله جا رسول ۽ نبي هوندا آهن. اسان جو آقا ۽ موليٰ الله جو آخري رسول آهي. سندن ظهور پر نور جي وقت سڄي انسان ذات لاءِ راهه کان بي راهه ٿي چڪي هئي. جنهن ڪري الله تعاليٰ پنهنجي آخري رسول

تي سچي انسان ذات جي هدايت ۽ اصلاح جي ذمه داري رکي، جا حضور ﷺ جن پوري عزم ۽ حوصلي سان نباهي، جنهن جي صله ۾ الله تعاليٰ کين ايڏي عزت ۽ عظمت جو لائق ٺهرايو.

نبي سردار الله وٽان سندن بي راه بندن جي هدايت ۽ اصلاح جو جيڪو پيغام آندو، ان ۾ الله جي الوهيت، وحدت ۽ ربوبيت جو اظهار هو، محمد رسول الله جي رسالت جو اعلان هو ۽ اسلام کي الله جو پسنديده دين ٺهرايو ويو. انهيءَ پيغام قبول ڪرڻ يعني الله ۽ الله جي رسول جي فرمان برداري ڪرڻ جي صورت ۾ دنيوي فلاح آخروي نجات جي بشارت ڏني وئي ۽ انڪار ۽ نا فرماني جي صورت ۾ آخرت جي غذاب جي ڌمڪي.

الله جو پيغام.

بسم الله الرحمٰن الرحيم. ان الدين عند الله الاسلام.

سچ پچ الله وٽ (پسنديده) دين فقط اسلام آهي.

و الٰهکم الٰه واحد لا اِلٰه الا هو الرحمٰن الرحيم.

وعدالله الذين آمنوا منڪم وعملوا الصالحات ليستخلفنهم في الارض ڪما استخلف الذين من قبلهم وليمڪنن لهم دينهم الذي ارتضيٰ لهم وليبدلنهم من بعد خوفهم امنا يعبدونني لايشرڪون بي شيئا و من ڪفر بعد ذالڪ فاولئڪ هم الفاسقون 0 و آقيموا الصلواة و آتوا الزڪواة و اَطيعوا الرسول لعلڪم ترحمون 0

الله تعاليٰ انهن ماڻهن سان وعدو ڪيو آهي، جن ايمان آندو آهي ۽ چڱا ڪم ڪيا اٿن، ته ڪين دنيا ۾ بادشاهه بڻائيندو، جيئن هنن کان اڳين کي بادشاهه بڻايو هئائين ۽ سندس دين کي پختو ڪندو، جنهن کي هنن لاءِ پسند ڪيو اٿس ۽ هنن جي خوف کي امن ۾ بدلائيندو. هو (فقط) منهنجي بندگي ڪندا ۽ ڪنهن کي به مونسان شريڪ نه ڪندا ۽ هن کانپوءِ جيڪي نا شڪر گذاري ڪندا، اهي نافرمان آهن. نماز جي پابندي ڪريو. زڪواة ڏيندا رهو ۽ رسول الله جي فرمان برداري ڪريو. اميد آهي ته اوهان تي رحم ڪيو ويندو.

يا اَيهاالذين آمنوا اطيعوالله واِطيعوا الرسول و اولي الامر منڪم فان تنازعتم في شيءِ فردوه ِالي الله والرسول ِان ڪنتم تؤمنون بالله واليوم الآخر ذالڪ خير و اَحسن تا ويلا 0

اي ايمان وارو! الله ۽ الله جي رسول جي فرمانبرداري ڪريو ۽ اوهان مان جيڪي (اوهانجا) حاڪم آهن، انهن جي فرمانبرداري ڪريو. پوءِ جيڪڏهن پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهه تي تڪرار ڪريو ته ان کي الله ۽ الله جي رسول ڏانهن رجوع ڪريو(سندن حڪمن موجب فيصلو ڪريو). بشرطيڪه اوهانکي الله تي ۽ قيامت جي ڏينهن تي يقين هجي. اها چڱي ڳالهه آهي ۽ ان جو نتيجو تمام چڱو آهي.

لقد ڪان لڪم في رسول الله اَسوة حسنة لمن ڪان يرجوالله واليوم الاخر و ذڪرالله ڪثيرا0

سچ پچ اوهان جي لاءِ يعني انهن شخصن جي لاءِ جيڪي الله جي، ۽ قيامت جي ڏينهن جي اميد رکن ٿا ۽ الله کي گهڻو ياد ٿا ڪن، رسول الله جي رهڻي ڪهڻي ۾ بهترين نمونو آهي.

ما آتاڪم الرسول فخذوه و ما نهاڪم عنہ فانتهوا0

(اي مسلمانو!) رسول الله اوهانکي جيڪي ڏئي، سو هن کان وٺو ۽ جنهن کان منع ڪري، ان کان رڪجي پئو.

قل اِن ڪنتم تحبون الله فاتبعوني يحببکم الله ويغفر لڪم ذنوبڪم والله غفورالرحيم0

(اي رسول!) اوهان(هنن کي) چئو ته جيڪڏهن اوهان الله سان محبت ڪريو ٿا ته(مان) رسول جي پيروي ڪريو، ته الله به اوهان سان محبت ڪندو ۽ اوهانجا گناه بخشيندو. الله بخشڻهار ۽ مهربان آهي.

## اسلام جي تبليغ

الله تعاليٰ نبي سردار کي مٿي ڄاڻايل پيغام ڏيڻ بعد حڪم ڏنو ته

و اَنذرعشيرتڪ الا قربين

(اي رسول!) پنهنجن ويجهن عزيزن کي (الله جي عذاب کان) ڊيڄار.

ڪجهه عرصي کانپوءِ کين ان کان وڌي ۽ وسيع پيماني تي حڪم ڪيو ويو ته:

قم فانذر و ربڪ فڪبر

(اي رسول!) اُٿ تيار ٿي ۽ ماڻهن کي سندن بد عقيدتي ۽

بد عملي جي نتيجن کان ڊيڄار ۽ پنهنجي پروردگار جي عظمت ۽ ڪبريائي جو اعلان ڪر.

ٻنهي جهانن جي سردار الله تعاليٰ جي انهن حڪمن جي پوري پوري تعميل ڪئي. اول پنهنجن عزيزن قريبن کي گڏ ڪري، بت پرستي کي ترڪ ڪرڻ، الله کي هڪ ڪري مڃڻ ۽ چڱن ڪمن ڪرڻ جي هدايت ڪيائون، جا ڪن مڃي ۽ ڪن نه مڃي. پوءِ عام تبليغ شروع ڪيائون. سندن دستور هوندو هو ته مجلسن ۾، ڳوٺن ۾، ميلن جي موقعن تي ۽ قافلن جي پڙاءَ وارن هنڌن تي ويندا هئا ۽ ماڻهن کي اسلام جي تبليغ ڪندا هئا. مڪي جي مشرڪن (قريشن) کي اها ڳالهه نه وڻندي هئي ته سندن دين ۽ سندن ابن ڏاڏن جي دين(بت پرستيءَ) جي بيخ ڪني ڪئي وڃي ۽ هڪ نئين دين(اسلام) جي پيروي ڪرڻ ۾ اچي. جنهن ڪري حضور صلى الله عليه وسلم جن جي مخالفت ڪئي. هو حضور صلى الله عليه وسلم جن جي پٺيان ويندا هئا ۽ ماڻهن کي حضور صلى الله عليه وسلم جن کان برغلائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

حضرت ابو طالب سائين جو ڪردار

بار بار سندن چاچي حضرت ابو طالب سائين وٽ وجي، ڪيس حضور جن کي اسلام جي تبليغ کان منع ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. مگر حضرت ابوطالب حضور ﷺ جو سچو عاشق هو. انهيءَ ڪري پاڻ مسلمان نه هجڻ جي باوجود هميشه حضور ﷺ جن جي حمايت ڪندو هو ۽ سندن عزم ۽ استقامت ڏسي، ڪين تبليغ کان منع ڪرڻ بدران مشرڪن کي ٿاري ڇڏيندو هو.

آخر مشرڪ حضرت ابو طالب کان اها تقاضا ڪرڻ لڳا ته پنهنجي ڀائٽي جي مدد تان دست بردار ٿيءِ ۽ ڪيس اسانجي حوالي ڪر. مگر حضرت ابوطالب پنهنجي ڳالهه تي ثابت قدم رهيو ۽ اڳي کان به وڌيڪ حضور ﷺ جن جي حمايت تي سندرو ٻڌي بيٺو. پنهنجي مشهور قصيدي جي آخر ۾ چوي ٿو:

لعمري لقد ڪلفت واخوانہ راب

وجدا با حمد المحب المواصل

مونکي پنهنجي حياتيءَ جو قسم، جهڙي حالت دائمي محبت ڪرڻ وارن جي هوندي آهي (منهنجي حالت به اهڙي آهي) ۽ مان احمد (ﷺ) ۽ سندس پائرن جي عشق ۾ مبتلا آهيان.

فلا زال في الدنيا وزيناً لمن والده

جمالا لاهلها رب المشاڪل

هڪ ٻئي سان مشابه شڪل ۽ صورت بنائڻ وارو پروردگار، احمد(صلی اللہ علیہ وسلم) ۽ سندس پائرن سان تعلقات رکڻ وارن جي لاءِ دينوي حسن و جمال کي هميشه قائم رکي ۽ هن، جن ماڻهن جي سرپرستي ڪئي آهي. انهن جي زيب زينت کي بقاءَ ۽ دوام عطا ڪري.

فمن مثلہ في الناس اذا قاسہالحڪام

اي مؤمل عندالتفاضل

احمد(صلی اللہ علیہ وسلم) جهڙو ماڻهن ۾ ٻيو آهي ڪير؟ فيصلي ڪرڻ وارن جڏهن فضائل ۽ محاسبن جو مواز نو ڪرڻ واسطي هن(جي عزت ۽ مرتبي) جو اندازو لڳايو ته انهن ماڻهن، جن سان اميدون وابسته ڪيون ويندیون آهن، منجهس هڪ قسم جي عظمت ڏٺي.

حليم، رشيد، يوالي الهاً ليس

عادل، غير طائش عنہ بغافل

(هو بردبار، سڌي رستي تي هلڻ وارو ۽ منصف مزاج آهي، جلد باز نه آهي ۽ اهڙي معبود سان تعلقات قائم رکڻ وارو آهي، جو هن کان غافل نه آهي).

فوالله ان اجيءُ تجر عليٰ اشياخنا
بسبة في المحافل
(خدا جو قسم، جيڪڏهن منهنجي اسلام قبول ڪرڻ سبب مونکي مجلسن ۾ منهنجن وڏن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ جو خوف نه هجي ها).

لڪنا اتبعناه عليٰ كل حالة
من الدهر جدا غير قول التهازل
(ته اسين هن جي پيروي ضرور ڪريون ها، خواه زماني جا حالات ڪهڙا به هجن ها. مون اها حقيقت بيان ڪئي آهي. مذاق نه ڪيو اٿم).

لقد علموا ان ابننا لا مكذب
لدينا ولا يعنيٰ بقول الاباطل
(سڀني کي خبر آهي ته(حضور صلى الله عليه وسلم تي ڪوڙ جو الزام لڳائڻ وارو اسان ۾ ڪو به ڪو نه آهي، ۽ ڪوڙن الزام لڳائڻ وارن جي ڳالهه تي ته ڪو توجهه ئي نه ڏيندو آهي.

فاصبح فينا احمد في ارومة
تقصر عنہ سورة المتطاول
(اسان ۾ احمد صلى الله عليه وسلم) اهڙن جڙن مان ظهور ڪيو آهي(اهڙي پيءَ ماءُ مان پيدا ٿيو آهي) جو مخالفن جون

سختيون هن کي نقصان پهچائڻ ۽ سندس رتبو گهٽائڻ کان قاصر آهن.)

حد بت بنفسي دونہ وداقعت منہ بالذر

وحميتہ او الكلاكل

(هن جي مدافعت خاطر مون پنهنجي جان خطري ۾ وڌي ۽ پنهنجي پٺيءَ جي سپ کان بلند حصي ۽ پنهنجي سيني جي سپ کان وڏي حصي(پنهنجي سڄي جسم ۽ سموري قوت) سان هن جي حفاظت ڪئي اٿم).

فايده رب العباد و اظهر دينا حقہ

بنصره غير باطل0

(پوءِ بندن جي پروردگار سندس مدد ڪئي ۽ پنهنجي سچي دين کي جو باطل نه آهي، غلبو عطا فرمايائين).

قريشن حضور ﷺ جن کي بت پرستيءَ جي مخالفت يا اسلام جي تبليغ تان دست بردار ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حربا ڪيا. لالچون ڏنائون. عرب جي بادشاهي، دولت، خوبصورت ڪنواري زال وغيره جون آڇون آڇيائون. جڏهن حضور ﷺ جن سندن سموريون آڇو ٺڪرايون ته دباء کان ڪم ورتائون. ذهني ۽ جسماني اذيتن ڏيڻ جون ڪوششون ڪيائون. تهمتون رکيائون ۽ قتل جو

منصوبو ٺاهيائون. مگر هنن جي ڪنهن به حرڪت حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪي متاثر نه ڪيو پاڻ ڏينهون ڏينهن اڳي ڪان به وڌيڪ عزم ۽ استقلال سان ڪم ڪندا رهيا. حضرت ابوطالب ڪڏهن ڪڏهن ڪين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اسلام جي تبليغ ڪي ترڪ ڪرڻ لاءِ نه، پر تبليغ ۾ نرمي اختيار ڪرڻ يعني بت پرستن ۽ بت پرستيءَ جي مذمت نه ڪرڻ لاءِ. هڪ دفعي قريشن ڪي ڪنهن وڏي فتني تي آمادو ڏسي، حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪي چيائين ته "پٽ! پاڻ تي به رحم ڪر. مون تي ايڏو بوجهه نه رک، جو مان ڪڻي نه سگهان". ان تي حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪي خيال اچڻ لڳو ته شايد چاچو منهنجي حمايت تان دست بردار ٿيڻ جو ويچار ڪري رهيو آهي. سو حضرت ابو طالب ڪي چيائون ته:

ياعم، والله لو و ضعوا الشمس في يميني والقمر في ليساري عليٰ ان اترڪ هذا الامر حتيٰ يظهرالله اواهلڪ فيہ ما ترڪتُہ0

چاچا سائين: الله جو قسم، جيڪڏهن هو منهنجي ساڄي هٿ تي سج ۽ کاٻي هٿ تي چنڊ آڻي رکن، ته مان هن ڪم(اسلام جي تبليغ) ڪي ترڪ ڪريان، ته مان ان ڪي

ترڪ نه ڪندس. جيستائين يا ته الله تعاليٰ اسلام کي غلبو عطا ڪري، يا مان تبليغ ڪندي مري وڃان

.

اها ڳالهه چوڻ وقت حضور صلى الله عليه وسلم جن جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ وڃڻ لاءِ اٿي کڙا ٿيا، ته حضرت ابو طالب کين دوباره ويهاري، سندن دلجوئي ڪئي ۽ کين چيائين ته"پٽ! وڃ ۽ جيئن وڻيئي ، تيئن وڃين چؤ، خدا جو قسم، مان ڪڏهن به تنهنجي حمايت تان دست بردار نه ٿيندس ۽ نه توکي دشمنن جي حوالي ڪندس".

صفحو 8

حضور صلى الله عليه وسلم جن بدستور اسلام جي تبليغ ڪندا رهيا. قريشن جي دشمني به روز بروز روز وڌندي وئي. آخر حضرت ابو طالب ۽ ام المؤمنين حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي وفات کانپوءِ جڏهن قريشن جي دشمني ۽ ايذاء رساني پنهنجي انتها کي وڃي پهتي، ته الله تعاليٰ حضور صلى الله عليه وسلم جن کي مڪي معظم کان مديني منوره ڏانهن  هجرت ڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو. حضور

صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي يار غار حضرت ابوبڪر صديق رضه کي ساڻ ڪري، مديني ۾ تشريف فرما ٿيا. حضور صلى الله عليه وسلم جن جا اصحاب ڪرام، جن جو تعداد هاڻي وڌندو ٿي ويو، اهي به ڪي اڳي، ڪي پوءِ مديني ۾ اچي سهڙيا. مديني جا ڪي انصار هجرت کان اڳ ۾ ئي اسلام قبول ڪري چڪا هئا ۽ عقبئه اوليٰ ۽ عقبئه ثانيه ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي هٿ تي بيعت ڪري، کين مديني هجرت ڪري اچڻ جي دعوت ڏئي ويا هئا. حضور جن مديني ۾ اچڻ بعد اسلام جي تبليغ ۾ اڳي کان به زياده مشغول ٿي ويا. مڪه ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي مخالفت مڪه جا مشرڪ ڪندا هئا، ته مديني ۾ مديني جا يهودي شرارتون ڪرڻ لڳا، جي دنيا جا وڏا فتنه پرواز ۽ مڪار هئا.

حضور صلى الله عليه وسلم جن مديني منوره ۾ تشريف فرما ٿيڻ بعد دنيا جي بادشاهن (حبش،روم، ايران ۽ مصر وغيره) ڪن علائقن جي حڪمرانن ۽ ڪن قبيلن جي سردارن کي اسلام اختيار ڪرڻ لاءِ خط لکيا.

آخر الله تعاليٰ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي محنت ساب وڌي. سندن منهن مبارڪ مٿي ڪيائين ۽ کين پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان عظيم ڪاميابي عطا فرمايائين. اسلام نه

صرف عرب جي سر زمين ۾ پکڙيو، پر ان کان ٻاهر به ڦهليو ۽ ايڏو وڌي ويو، جو حضور ﷺجن جي زندگيءَ ۾ خلفاءِ راشدين جي دور ۾ انهن کان پوين خليفن جي وقت ۾ اڌ دنيا جي مٿان حضور ﷺ جن جي غلامن جي هڪ مستحڪم ۽ ناقابل تسخير حڪومت قائم ٿي وئي.

## حضور اڪرم ﷺ جي ساراهه

محمد(ﷺ) اهڙو ساراهيل آهي، جنهن جي ساراهه الله به ڪئي آهي ۽ الله جي بندن به اها ساراهه دراصل حضور ﷺ جن جي ڪمالات نبوت جو اظهار آهي. الله تعاليٰ جي طرفان ڪلام الاهي ۾ ڪيل ساراهه انساني تخيل ۽ شاعرانه مبالغي کان قطعي پاڪ هئڻ سبب جامع به آهي ۽ حقيقت تي مبني به. اچو ته ڏسون ته الله تعاليٰ پنهنجي رسول ۽ حبيب جي ساراهه يعني سندن پيغمبرانه اوصاف بيان ڪرڻ لاءِ ڪهڙو انداز اختيار ڪيو آهي؟.

(1) الله تعاليٰ پنهنجي رسول جي ذڪر کي بلندي بخشي آهي

الله تعاليٰ پنهنجي حبيب کي خطاب ڪندي فرمائي ٿو:-

ورفعنالڪ ذڪرڪ (اي رسول!) اسان تنهنجي خاطر تنهجي ذڪر کي بلندي بخشي آهي"ذڪر کي بلند ڪرڻ" عربيءَ جو محاورو آهي. اسين پنهنجي محاوره موجب ان جو مفهوم"دائمي ناموري عطا ڪرڻ" يا "وڏي عزت ۽ عظمت بخشڻ" وٺي سگهون ٿا.

الله جي حبيب جي ذڪر جي بلندي ۽ عظمت جي هڪ جهلڪ هن حقيقت مان ملاحظو ڪري سگهجي ٿي، جو الله تعاليٰ جي نالي سان گڏو گڏ الله جي حبيب جو نالو به وٺڻ ۾ اچي ٿو.

حديث شريف ۾ آهي ته:

عن ابي سعيد الخدري ان رسول اللهصلى الله عليه وسلم قال اتاني جبريل فقال ان ربي و ربڪ يقول لڪ اتدري ڪيف رفعت ذڪرڪ، قلت الله اعلم، قال اذا ذڪرت ذكرتَ معي

حضرت ابو سعيد خدريءَ کان روايت آهي چيائين ته حضور جن صلى الله عليه وسلم فرمايو ته مونکي جبريل اچي چيو ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته توکي اها خبر آهي ته مان تنهنجي ذڪر کي ڪيئن بلندي بخشي آهي؟ مون چيو ته اهو صرف الله کي معلوم آهي. جبريل ٻڌايو ته الله تعاليٰ

فرمائي ٿو ته جڏهن منهنجو ذڪر ڪيو وڃي ٿو ته مونسان گڏ تنهنجو به ذڪر ڪيو ٿو وڃي.

الله تعاليٰ جي شهنشاهيءَ جي پنج وقت نوبت، جنهن کي اذن چيو وڃي ٿو، روزانو پنج دفعا دنيا جي گوشي گوشي ۾ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو(حرمين شريفين ۾ ڇهه دفعا جتي تهجد جي اذان به چئي وڃي ٿي) ان ۾ نماز کان اول تڪبير ۾ ۽ ڪلمه طيبه وغيره ۾.
محمد ﷺ جي حڪومت قيامت تائين قائم آهي
اهو سلسلو چوڏهن سو ورهين کان جاري آهي ۽ جيستائين الله تعاليٰ جي شهنشاهي قائم آهي، سندس حبيب جي ذڪر جي رفعت ۽ عظمت جو اهو سلسلو به بدستور جاري رهندو. الله جو آخري رسول آهي ۽ الله جو پسنديده دين اسلام سندس آخري رسول جي عهد رسالت ۾ پنهنجي تڪميل ۽ اتمام کي رسيو آهي، تنهن ڪري لازمي طور اسلام جي بقاء ۽ دوام سان گڏ الله جي آخري رسول جي رسالت کي به بقاء ۽ دوام حاصل رهندو. مولانا روميءَ انهيءَ نڪته تي اظهار خيال ڪندي چيو آهي ته جڏهن

تاج ۽ تخت جا وارث بدلجندا آهن، ته سندن سڪا به بدلجي ويندا آهن(اڳئين بادشاھ جو سڪو منسوخ ڪري، نئين بادشاھ جو سڪو جاري ڪيو ويندو آهي) مگر محمد عربيءَ جي بادشاهي جيئن ته قيامت تائين قائم آهي، تنهن ڪري سندس سڪو به ابدالاباد تائين رائج هوندو:-

ازدراهم نام شاهان برکمند

نام احمد تا قيامت مي برند

حضرت سيد عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليه ساڳي ڳالھ ٻئي انداز ۾ فرمائي آهي، ته اڳين امتن جا سج غروب ٿي ويا، پر اسانجو سج ابد تائين افق جي بلندين جلوه گر رهندو:-

افلت شموس الاولين وشمسنا ابدا عليٰ افق العلا لا تغرب

نعت گوئي

نبي سردار جي رفعت جو هڪ بديهي، روشن ۽ صدين کان وٺي ڏينهن رات جاري رهندڙ مثال اها نعت آهي، جا چوڏهن سئو ورهين کان مسلسل چئي پئي وڃي.

ٻنهي جهانن جي سردار ذات بابرڪات سان جذبهء خلوص جي اظهار لاءِ نعت جو سلسلو سندس بعثت کان پوءِ ۽ هجرت کان اڳ ۾ شروع ٿيو آهي، جنهن لاءِ

حضرت ابو طالب جا اشعار(جنهن سڀ کان اول حضور صلى الله عليه وسلم جن جي نعت چئي ۽ سڀني کان اول حضور صلى الله عليه وسلم جن کي مصطفيٰ سڏيائين،) حضرت حسان بن ثابت رضه جا قصائده کعب بن زهيرجو قصيدو"بانت سعاد" ۽ ٻيا اشعار ۽ ڪن اهل بيتن عظامن ۽ اصحابن ڪرامن جا اشعار شاهد آهن. هونءَ به عربي زبان جي شعري ادب ۾ نعت جا ايڏا ڀرپور ڀنڊار موجود آهن، جو ٻي ڪا به زبان انهيءَ سلسلي ۾ سندس همسري ڪري نٿي سگهي.

اُمت محمديءَ ۾ شروع کان وٺي هن وقت تائين لکها شاعر ۽ دانشور پيدا ٿيا آهن. اڄ به موجود آهن ۽ آئنده به پيدا ٿيندا رهندا. اسان جو اهل علم طبقو انهيءَ حقيقت کان با خبر آهي ته اهي شاعر ۽ دانشور نظم ۽ نثر ۾ هميشه حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ثنا گوئي ۽ ستائش گري ڪندا رهيا آهن. حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ذات جامع الصفات سان جذبئه محبت جي اظهار ۾ پنهنجي علم، فهم، فڪر ۽ فن جا خوب جوهر ڏيکاريا اٿن ۽ پنهنجي وس آهر ثنا گوئي ۽ ستائش گريءَ جي حق ادا ڪرڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪئي اٿن. حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ظاهري حسن و جمال ۽ باطني فضل و ڪمال تي، بلڪ سندن حيات

طيبه جي هر پهلوءَ تي دل کولي اظهار خيال ڪيو اٿن ۽ اهو التزام رکڻ جي ڪوشش به ڪئي اٿن ته سندن ظاهري ۽ باطني اوصاف کي بيڪ وقت پيش ڪيو وڃي. جيئن حضرت حسان بن ثابت چوي ٿو:-

واجمل منڪ لم ترقط عيني - و اڪمل منڪَ لم تلد النساء

خلقت مبرء اً من ڪل عيب - ڪانڪ قد خلقت ڪماتشاء

(توکان وڏيڪ سهڻو انسان منهنجين اکين نه ڏٺو آهي، ۽ توکان وڏيڪ ڪامل مڪمل پٽ ڪنهن ماءَ نه ڄڻيو آهي. توکي هر عيب کان پاڪ پيدا ڪيو ويو آهي. ائين ٿو پانئجي ڄڻ پيدائش تنهنجي مرضي جي مطابق ٿي آهي).

ڪعب بن زهير چوي ٿو:-

اِن الرسول لنوريستضاء بہ- مهند من سيوف الله مسلول

(رسول الله سچ پچ نور آهي ۽ سڄي روشني ان کان ورتي وڃي ٿي. هو الله جي ترارن مان هڪ بي نيام ترار آهي.)

امام بوصيري چوي ٿو:-

فهرهوالذي تم معناه و صورتہ۔ ثم اصطفاه حبيبا باريء النسم
منزه عن شريڪ في محاسنہ۔ فجو هرالحسن فيہ غير منقسم
(حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن صوري ۽ معنوي ڪماليت حاصل ڪئي، جنهن بعد الله تعاليٰ ڪين پنهنجو حبيب منتخب ڪيو.)
حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي ذات جامع الڪمالات پنهنجي فضائل ۽ محاسن ۾ لاشريڪ آهي. سندن حسن و جمال ۽ فضل و ڪمال جو جوهر اَڻ تقسيم ٿيندڙ(گويا جزء لايتجزي) آهي ۽ فقط حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي لاءِ ئي مخصوص آهي.
فارسيءَ جو هڪ صاحبدل شاعر سندن حضور اقدس ۾ خراج عقيدت پيش ڪندي چوي ٿو:-
بهار عالم حسنش دل و جان تازه مي دارد
برنگ اصحاب صورت را، ببو ارباب معنيٰ را
(حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي جمال جهان آرا جو بهار اهل شريعت جي قلب ۽ روح کي پنهنجي ظاهري رنگ روپ ۽ حسن و جمال سان تازگي ۽ باليدگي بخشي ٿو ۽ اهل

طريقت کي پنهنجي باطني خوشبوءَ سان نوازيندو ٿو رهي.)
عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ نعتيه ڪلام ايتري مقدار ۾ موجود آهي، جو اُن جو اندازو لڳائڻ آسان نه آهي. قارئين ڪرام مان جن صاحبن جو انهن زبانن سان ۽ انهن جي شعري ادب سان واسطو رهيو هوندو، انهن جي نظر کان عربيءَ جا نعتيه قصيدا، قطعا ۽ مفرد اشعار، فارسي ۽ اردوءَ جا نعتيه قصيدا، نعتيه غزل، مثنوين جي ابتدا ۾ حمد کان بعد نعتيه ابيات، قطعا ۽ مفرد اشعار، سنڌيءَ جا مولود ۽ مداحون، فارسي جي ڪن غير نعتيه غزلن جي اندر تغزل جي رنگ ۾ نعتيه اشعار گذريا هوندا.
تغزل جي رنگ ۾ نعتيه اشعار جو ذڪر نڪتو آهي ته مان چاهيان ٿو ته برسبيل تذڪره ان جا ٻه ٽي مثال به پيش ڪريان.
حافظ شيرازيءَ جي هن شعر جي باري ۾ سڀني جو اتفاق آهي ته هيءَ نعتيه شعر آهي ۽ حضور نبي امي (فداه ابي وامي) جي حضور اقدس ۾ حافظ جو خراج عقيدت آهي:-
نگار من که بمکتب نرفت و خط نه نوشت
بغمزه مسئله آموز صد مدرس شد

(منهنجو محبوب، جو نه ڪڏهن ڪنهن مڪتب ۾ پڙهڻ ويو ۽ نه لکڻ سکيو، فقط هڪ اشاري سان سوين استادن کي پڙهائي ڇڏيائين. مون ڏٺو هو ته سنڌ جو مشهور درويش عالم حضرت مولانا مخدوم بصرالدين صاحب سيوهاڻي رحمت الله عليہ اهو شعر گهڻو پڙهندو هو.

حافظ جي هن مطلع لاءِ حافظ جي شارحن جو خيال آهي ته هيءَ نبي سردار جي ساراه ۾ آهي ۽ منجهس حضور ﷺ جن جي ظاهر حسن و جمال ۽ باطني فضل و ڪمال جو ذڪر ڪيو اٿس:-

غلام نرگس مست تو تاجدارا نند
خراب باده لعل تو هوشيارا نند

(دنيا جا شهنشاهه تنهنجن مست ۽ ڪڪوريل نيڻن جا غلام آهن. وڏا وڏا عقل جا اڪابر تنهنجن لعل لبن جي شراب جي ڪيف ۽ خمار کان مخمور ۽ مدهوش آهن)

حضور جن هڪ دفعي حج جي موقعي تي قربانيءَ لاءِ سئو اُٺ ساڻ وٺي ويا هئا. جن مان 63 پاڻ ذبح فرمايائون ۽ 37 حضرت علي المرتضيٰ ڪرم الله وجهہ کي ذبح ڪرڻ لاءِ ڏنائون. اُنن جڏهن ڏٺو ته ٻنهي جهانن جو سردار پاڻ پنهنجن هٿن مبارڪ سان ذبح جو شرف

بخشي رهيو آهي، ته پاڻمرادو پنهنجون گردنون حضور ﷺ جن جي قدمن مبارڪن ۾ جهڪائي چڏيائون.

امير خسرو جي هن شعر جي متعلق سمجهيو ويندو آهي ته ان ۾ انهيءَ واقعي ڏانهن اشارو آهي:-

همه آهران صحرا سر خود نهاده برکف
باميد آنکه روزي بشکار خواهي آمد

(اي محبوب! بيابان جا سمورا هرڻ هن اميد تي پنهنجا سرتريءَ تي رکيو بيٺا آهن، ته من ڪنهن ڏينهن تون اسان کي شڪار ڪرڻ اچين.

ٻن بيتن جي هن قطعه لاءِ ته سڀني جو اتفاق آهي ته هيءُ حضور ﷺ جن جي جمال جهان آرا جي تعريف ۽ توصيف ۾ آهي:-

لب لعل و خط سبز و رخ زيبا داري - حسن يوسف، دم عيسيٰ، يد بيضا داري
شيوه ۆ شکل و شمائل، حرکات و سکنات- آنچه خوبان همه دارند، تو تنها داري

هيءَ "مشتي نمونهء از خرواري" آهي. ورنه هر زبان جي شعري ادب ۾ اهڙا هزارين مثال موجود آهن.

نعت گوئي جي سلسلي ۾ چند ڳالهيون، جي منهنجي تجربي ۾ آيون آهن، هيءَ آهن:-

(1) حضور ﷺ جن جي ذات بابرڪات سان غلاميءَ جي نسبت رکندڙ هر دور، هر خط ۽ هر زبان جي لکها شعراء ڪرام حضور ﷺ جن جي مدح و ثنا ۾ پنهنجي فڪر ۽ فن جا خزانا لٽائي ڇڏيا، مگر هنن کي ڪڏهن به اهو اطمينان نه ٿيو ته هو حقيقت محمديءَ کي پروڙڻ ۾ پوري طرح ڪامياب ٿيا آهن ۽ هنن مدح و ثنا جو حق ادا ڪيو آهي.

بلڪ حقيقت هيءَ آهي ته، هو مدح و ثنا ڪندي ڪندي، آخرڪار پنهنجي عاجزيءَ جو علانيه اعتراف ڪرڻ تي مجبور ٿيا آهن.

(2) جيئن الله جي ذات پاڪ جي حمد بيان ڪرڻ جو حق ادا ڪري نٿو سگهجي، تيئن حضور ﷺ جن جي ذات جامع الڪمالات جي مدح و ثنا جو حق به ڪو شاعر يا دانشور ادا ڪري نٿو سگهي:- لايمكن الثناء كماكان حقه.

(3) الله تعاليٰ حضور جن کي انتها درجه جي عظمت ۽ بلندي بخشي آهي. ايتري قدر جو حضور ﷺ جن جو

ذڪر الله جي ذڪر سان گڏ ڪيو وڃي ٿو، بلڪ الله تعاليٰ خود حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ذڪر ۾ رطب اللسان ٿو رهي. انهيءَ ڪري حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ماهيت ڪي الله ئي سمجهي ٿو. انسان جو علم ۽ فهم حضور صلى الله عليه وسلم جن جي فضائل ۽ محاسن جو احاطو ڪرڻ ڪان قاصر آهي.

امام بوصيري چوي ٿو:-

فان فضل رسول الله ليس لہ- حد، فيعرب عنہ ناطق بفم

(حضور جن جي فضل ۽ ڪمال جي ڪا حد آهي ئي ڪانه، جو ڪو شخص ان کي بيان ڪري سگهي.).

(4) جڏهن صورتحال اها آهي ته هن حقيقت کي تسليم ڪرڻو پوندو ته حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ثنا گوئي ۽ ستائش گريءَ جو حق ادا ڪرڻ نا ممڪن آهي. مگر نعت انهيءَ هوندي به چئي وڃي ٿي ۽ هميشہ چئي ويندي نبي سردار جي ذات و صفات سان محبت ۽ عقيدت جي اظهار لاءِ ايمان جي تڪميل ۽ تازگيءَ لاءِ، قلب ۽ روح جي تسڪين لاءِ ڪنهن عاشق چيو آهي ته:-

مان ان مدحت محمد اً بمقالتي- لکن مدحت مقالتي محمد

(مان نبي سردار جو نالو مبارڪ پنهنجي ڪلام ۾ سندن تعريف ۽ توصيف لاءِ استعمال نٿو ڪريان، پر سندن مبارڪ نالي سان پنهنجي ڪلام جي عزت ۽ زيب و زينت ۾ اضافو ٿو ڪريان).

(5) هر شاعر تعريف ۽ توصيف جو حق ادا ڪرڻ کي ناممڪن سمجهڻ جي باوجود، يوسف جي خريدارن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي تعريف ۽ توصيف ڪرڻ گهري ٿو ۽ دل کولي ڪري ٿو. مگر آخر ۾ پنهنجي عاجزي جو اعتراف ڪرڻ تي مجبور ٿو ٿئي، غالب کي هڪ نعتيه غزل ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي تعريف ۽ توصيف ڪرڻ بعد مقطع ۾ هئين چوڻو پيو آهي ته:-

غالب ثنائي خواجه به يزدان گذاشتيم-

که آن ذات پاڪ مرتبه دان محمد است

(غالب! مان نبي سردار جي مدح و ثنا جو معاملو الله تعاليٰ جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي. ڇو ته الله جي ذات پاڪ ئي سندن عظمت ۽ مرتبت کان آگاه آهي).

(6) سڀني شاعرن مدح سرائي جي باوجود گهڻو ڪري پنهنجي علم ۽ ادراڪ جي ڪوتاهي ۽ فڪر ۽ خيال جي

بي پروباليءَ جو اقرار ڪيو آهي. مگر سڀ ڪان سهڻي ڳالھ جا اختصار جي باوجود پنهنجي اندر جامعيت رکي ٿي، شاھ عبدالعزيز دهلويءَ چئي آهي ته:-
بعد از خدا بزرگ توئي قصه مختصر
(7) نعت جنهن به زبان ۾ چئي وئي آهي، اها هر لحاظ ڪان انهيءَ زبان جي ادب عاليءَ جو بهترين حصو آهي. هر نعت فڪر ۽ فن، اسلوب ۽ لهجي، رنگيني ۽ اثر انگيزي، حقيقت بياني ۽ نڪته آفريني، زبان ۽ بيان جي سلاست، صوري ۽ معنوي لطافت جي اعتبار ڪان پنهنجي زبان جي شعري ادب جو عظيم شاهڪار آهي.
هر نعتيه ڪلام ۾ شهد ۽ شَڪر ڪان وڌيڪ ميٺاج آهي ۽ ڪوثر ۽ تسنيم ڪان وڌيڪ پاڪيزگي.
(8) غزل کي شاعريءَ جي بهترين صنف سمجهيو ويندو آهي. ڇو ته تغزل شروع ڪان ئي شاعر جو پسنديده موضوع رهيو آهي. هو پنهنجي اندروني ڪيفيت جو برملا اظهار جنئين غزل ۾ ڪري سگهي ٿو، اوندئين شايد ٻي ڪنهن صنف ۾ ڪري نه سگهي. انهيءَ ڪري هو پنهنجي شاعرانه ڪمالات جو گهڻي ڪان گهڻو زور غزل جي آرائش ۽ زيبائش تي صرف ڪري ٿو. جنهن ڪري

غزل شاعريءَ جي ٻين صنفن کان زياده دلڪش ٿو ٿئي، مگر نعت، غزل کان به زياده دلڪش ٿي ٿئي. پوءِ اها قصيدي، نعتيه غزل، مثنوي، سمط، قطعه ۽ رباعيءَ جي رنگ ۾ هجي يا ڪافي، وائي، بيت، ڏوهيڙي مولود ۽ مداح جي صورت ۾. ان جو سبب هيءَ آهي جو تغزل وقت شاعر جي تصور ۾ مجازي محبوب آهي ۽ نعت گوئي وقت هن جو توجه حقيقي محبوب ڏانهن آهي. تغزل وقت هر خيال آرائي کان ڪم ٿو وٺي ۽ نعت گوئي وقت حقيقت بيانيءَ کان. غزل هن جي ذهن کي آسودگي ٿو بخشي ۽ نعت هن جي قلب ۽ روح کي تسڪين عطا ٿي ڪري. انهيءَ ڪري غزل ۽ نعت ۾ اوترو فرق آهي، جيترو مجاز ۽ حقيقت ۾.

(9) گذشته چوڏهن صدين ۾ حضور ﷺ جن جي جيڪا مداح ثنا ڪئي وئي آهي، ان کي گڏ ڪبو ته اُن جو مقدار منقول جي سڀني علوم و فنون تي لکيل مواد کان زياده ٿيندو.

(10) انساني تاريخ ۾ نبي سردار جي ذات بابرڪات کان سواءِ ٻيو ڪو به انسان نظر نٿو اچي، جنهن جي ايتري مدح و ثنا ڪئي وئي هجي ۽ لکها انسانن ڪئي هجي.

(11) وري حيرت انگيز حقيقت هيءَ آهي ته ايڏي مدح و ثنا ڪرڻ جي باوجود سندن محبت ۽ عقيدت جي جذبي جي تسڪين نٿي ٿئي ۽ سندن اندر ۾ اهو ارمان رهجي ٿو وڃي ته هنن جو ادراڪ ۽ عرفان نبي سردار جي ارفع ۽ اعليٰ مقام تائين رسائي حاصل ڪري نه سگهيو، هنن ڪي جيڪي چوڻ ۽ لکڻ گهربو هو، سو چئي ۽ لکي نه سگهيا ۽ هنن جي زبان ۽ قلم ان جي احاطي ڪرڻ کان قاصر رهجي ويا.

(12) شاعريءَ جي ٻين صنفن ۾ شاعر تعلي ڪندو آهي، پر نعت ۾ تعلي جي جرائت ڪري نه سگهندو آهي. ڇو ته تعلي نفس جي برتري ۽ انانيت جي اظهار جو هڪ طريقو آهي ۽ نعت ۾ ادب ۽ احترام کي ملحوظ رکڻو پوندو آهي. عرفي نعت چوندي، پاڻ کي تنبيهه ٿو ڪري ته؟-

آهسته، که ره بردم تيغ است قلم را

(عرفي! سوچي سمجهي قدم کڻ، جو قلم کي ترار جي ڌار تان هلڻو آهي). تعلي ته پري رهي، پر شاعر پاڻ کي بارگاهه رسالت ۾ انڪسار ۽ نماڻائي سان پيش ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندو آهي. قدسي چوي ٿو:-

نسبت بود بسگت کردم و بس منفعلم

زانکه نسبت بسگ کوئيءَ تو شد بي ادبي

(مون پاڻ کي تنهنجي ڳليءَ جي ڪتي ڏانهن منسوب ڪيو، پر پوءِ پشيمان ٿيس. ڇو ته پاڻ کي تنهنجي در جي ڪتي جهڙو سمجهڻ بي ادبي آهي).

(13) اڪثر شاعرن کي سندن فڪري ۽ فني محاسن جي ڪري خوب شهرت ملي ۽ سندن محبت ۽ عقيدت جي جذبي جي صدقي غير معمولي مقبوليت نصيب ٿي پر عربي زبان ۾ حضرت حسان جي قصائد کان پوءِ جيڪا شهرت ۽ مقبوليت امام بوصيريءَ جي قصيده برده کي نصيب ٿي، اها ٻئي ڪنهن جي حصي ۾ اچي نه سگهي، ۽ فارسي زبان جي بي شمار شعراء ڪرام مان جا سعادت جاميء جي مقدر ۾ لکي وئي، فارسي شاعري ان تي قيامت تائين ناز ڪندي رهندي.

(14) دراصل حمد ۽ مدح ڇوڻ عبادت آهي، ايمان ڪامل ۽ صحتمند ذهن جي علامت آهي هڪ ضعيف الايمان ۽ بيمار ذهن رکندڙ شاعر حمد ۽ مدح کان محروم ٿو رهي ۽ انهيءَ نعت عظميٰ کان محروميءَ سبب هو نه صرف ڪفران نعمت جو مرتڪب ٿو ٿئي، پر شاعرن جي قطار ۾ به شمار ٿيڻ جي لائق نٿو رهي.

(15)خبر نه آهي ته هن ڳالهه تي به ڪڏهن غور ڪيو ويو آهي الائي نه، ته ان ڏينهن کان وٺي جڏهن هن زمين آدم جا قدم چميا آهن، اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به انسان جي ايڏي ثنا گوئي ۽ ستائش گري نه ڪئي وئي آهي، جيتري گذريل چوڏهن سؤ ورهين ۾ محمد عربي صلي الله عليه وسلم جي ڪئي وئي آهي. مگر ايڏي ثنا ۽ ستائش جي باوجود ڪڏهن به ڪنهن اهل سخن کي اهو اطمينان نه ٿيو آهي، ته هن کي جيڪي چوڻ گهربو هو، سو هن چيو ۽ هاڻي نعت گوئي جي ذوق جي سيرابي لاءِ وڌيڪ چوڻ جي ضرورت نه رهي آهي. اُن جي برعڪس اهو ذوق ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو. نعت گو حضرات جون زندگيون نعت چوندي چوندي، ختم ٿي ويون ۽ هنن جي دلين ۾ نعت گوئي جي حق ادا ڪري نه سگهڻ جو افسوس رهجي ويو.

(16) مون مٿي"چوڏهن سؤ ورهين" جي حد بندي حضور صلي الله عليه وسلم جي ظهور پرنور جي پيش نظر ڪئي اهي، ورنه اڳيان انبياء ڪرام ٻنهي جهانن جي سردار جي تعريف ۽ توصيف ۾ جيڪي چوندا ويا آهن. اهو ڏسي، هن چوڻ ۾ ڪو به مبالغو نظر نٿو اچي ته اهو سلسلو ازل کان جاري

آهي ۽ ابد تائين جاري رهندو، ۽ ان جو سبب اهو آهي جو انساني تاريخ ۾ انسان ذات کي حضور ﷺ جن جهڙو بهتر ۽ برتر، بلڪ هر پهلوءَ کان ڪامل ۽ مڪمل انسان پيو ڪو به نظر اچي نه سگهيو آهي. انهيءَ ڪري ئي حسان بن ثابت رضه کي جو اکين ڏٺو شاهد آهي، انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪندي، هئين چوڻو پيو:-

واجمل منڪ لم ترقط عيني- و اڪمل منڪ لم تلدالنساء

بهرحال سموري نعتيه شاعري، ريديو، ٽي-وي، ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي ذريعي اُن جي نشر و اشاعت، نعتيه، مشاعرا، ميلادالنبي جون محفلون ۽ قواليءَ جون مجلسون وغيره، اهي سڀ ورفعنالڪ ذڪرڪ جا ڪرشما آهن.

(2)رسول الله ﷺ تي صلواة

الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:- الله به پڙهي ٿو اوهين به پڙهو.

ان الله و ملائڪته يصلون علي النبي يا ايها الذين آمنوا صلواعليه وسلموا تسليماًo

سچ پچ الله ۽ سندس ملائڪ(به) نبي تي صلواة پڙهن ٿا. اي ايمان وارؤ! اوهين به مٿس صلواة پڙهو ۽ سلام موڪليو.

نبي سردار کي بارگاه ايزديءَ مان جيڪي بي حساب اعزاز عطا فرمايا ويا آهن، اهي سڀ لاجواب ۽ بي مثال آهن. انهن لاجواب ۽ بي مثال اعزازن مان هڪ اهم اعزاز هيءَ آهي جو الله تعاليٰ پاڻ پنهنجي حبيب تي مسلسل صلواة پڙهندو رهي ٿو ۽ الله تعاليٰ کي صلواة پڙهندو ڏسي، سندس خوشنوديءَ خاطر ملائڪ به نبي سردار تي صلواة پڙهن ٿا ۽ الله تعاليٰ اسان کي به حڪم ٿو ڪري ته اسين به نبي سردار تي صلواة پڙهڻ ۽ سلام موڪلڻ جو شرف حاصل ڪريون. اللهم صل علي سيدنا و مولانا محمد و عليٰ آل سيدنا و مولانا محمد و بارڪ وسلم.

صلواة، الله جي رحمت آهي رحمت ته هونءَ ئي رحمت آهي، پر الله تعاليٰ نبي سردار جي صدقي صلواة ۾ ايتريون ته برڪتون رکيون آهن، جن جي نه ڪا حد آهي ۽ نه ڪو حساب، صلواة انساني مشڪلاتن جو حل ۽ الله تعاليٰ جي بي پايان رحمتن جي نزول جو سبب آهي. حتانکه صلواة دعائن جي مقبوليت جو به هڪ ذريعو، بلڪ هڪ شرط آهي صلوٰة جي برڪتن ۽ رحمتن جو

پتو صرف انهن انسانن کي هوندو، صلواة جن جو معمول رهي آهي.
(3)خاتم النبيين       الله تعاليٰ حضور ﷺ جن جي خاتم النبيين هجڻ جو اعلان ڪندي، فرمائي ٿو:
ماڪان محمد ابا احد من رجالڪم ولڪن رسول الله و خاتم النبيين وڪان الله بڪل شيءَ عليماo

محمد(ﷺ) اوهان مردن مان ڪنهن جو به پيءَ نه آهي. بلڪ هو الله جو رسول ۽ نبين جي مهر آهي. الله تعاليٰ هر ڳالھ، کان باخبر آهي.
حضور ﷺ جن جي پٺي تي ٻنهي ڪلهن مبارڪن جي وچ تي هڪ پيدائشي اُپريل نشان هو، جنهن لاءِ سڀني جو متفقه عقيدو آهي ته اها مهر نبوت هئي(سندن آخري رسول هجڻ جي قدرتي علامت) ڪي صحابه ڪرام مهر نبوت جي زيارت جي سعادت حاصل ڪري چڪا هئا ۽ ڪيس انتهائي محبت ۽ عقيدت سان چميو به هئائون.
(4)روشن چراغ          حضور ﷺ جن الله جو نور آهن. الله تعاليٰ انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪندي فرمائي ٿو:-

يا ايهاالنبي انا ارسلناڪ شاهدا و مبشرا ونذيراo ودا عياالىٰ الله باذنہ و سراجا منيراo

اي نبي:(صلى الله عليه وسلم) اسان توکي(سڀني امتن جي مٿان) شاهد،(الله جي نعمتن جي بشارت ڏيڻ ۽ (الله جي عذاب کان) ڊيڄارڻ وارو الله جي حڪم سان الله ڏانهن سڏڻ وارو ”(سڄي عالم انسانيت جي لاءِ) روشن چراغ ڪري موڪليو آهي.

گذريل چوڏهن سؤ ورهين جي اسلامي تاريخ تي نظر ڪجي ته هن روشن چراغ جو سوجهرو هر دور ۾ ۽ هر هنڌ جلوه افروز ڏسڻ ۾ ايندو. اهو سوجهرو اڄ به پنهنجي پوري آب تاب سان شش جهات جي اندر موجود آهي، ۽ جيستائين روءِ زمين تي قرآن، اسلام ۽ صرف هڪ مسلمان به موجود هوندو، اهو ازلي ۽ ابدي سوجهرو قائم رهندو.

مٿي ڄاڻايل آيت ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن کي "سراج منير" سڏيو ويو آهي يعني نورانيت ڦهلائيندڙ چراغ ۽ هيٺين آيت ۾ کين نور چيو ويو آهي:-

قد جاء ڪم من الله نور سچ پچ اوهان وٽ الله تعالىٰ

و كتاب مبين o

جي طرفان هڪ نور ۽ هڪ واضح ڪتاب آيو آهي.

حديث شريف ۾ آهي ته :-

عن جابر بن عبدالله انصاري قال قلت يا رسول الله بابي انت وامي اخبرني عن اول شيء خلقه الله قبل الاشياء، قال يا جابر ان الله تعاليٰ خلق قبل الاشياء نورنبيڪ من نوره

(رواه عبدالرزاق)

حضرت جابر بن عبدالله انصاريءَ کان روايت آهي. چيائين ته مون حضور رسول اڪرم صلی الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته يا رسول الله منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان ٿين، مون کي انهيءَ شيءِ جي باري ۾ ٻڌايو. جا الله تعاليٰ سڀني شين کان اول پيدا ڪئي. حضور صلی الله عليه وسلم جن فرمايو ته اي جابر! الله تعاليٰ هر شئي کان اول تنهنجي نبي جي نور کي پنهنجي نور مان

پيدا ڪيو.

الله تعاليٰ جي نور کي سندس ظهور کان وٺي اڄ تائين طاغوتي طاقتن اُجهائڻ جون ڳهٽيون ئي ڪوششون ڪيون:-

ستيزه ڪار رها هي ازل سي تا امروز
چراغ مصطفوي سي شرار بولهبي

مگر الله تعاليٰ پنهنجي نور کي وسامڻ نه ڏنو. خير ۽ شر جي ڪشمڪش جيئن ته ازل کان جاري آهي ۽ ابد تائين جاري رهڻ واري آهي، تنهن ڪري طاغوتي طاقتون پنهنجين ڪوششن کان ڪڏهن به باز نه ايندديون، مگر الله تعاليٰ اڳ ۾ ئي فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته:-

و الله متم نوره ولو کره الڪافرون

ڪافرن کي پلي ته اها ڳالھ نه وڻي، پر الله پنهنجي نور جي تڪميل ضرور ڪندو.

(5)سڄي عالم انسانيت جي لاءِ رسول

اڳيان انبياء ڪرام عيلهم الصلواة والسلام ڪنهن مخصوص قوم يا محدودانه علائقي جي باشندن جي هدايت ۽ اصلاح لاءِ تشريف فرما ٿيندا هئا، مگر الله تعاليٰ

پنهنجي آخري رسول کي ساري عالم انسانيت جي هدايت ۽ اصلاح لاءِ رسالت جو تاج پهرائي موڪليو. الله تعاليٰ انهيءَ حقيقت جو اظهار هن ريت فرمايو آهي:-

وما ارسلناک الاکافة للناس بشيرا و نذيرا o

(اي رسول!(صلی اللہ علیہ وسلم) اسان توکي سڀني انسانن جي لاءِ بشير ۽ نذير ڪري موڪليو آهي.

غالباً اهو ئي سبب آهي جو حضور جن صلی اللہ علیہ وسلم، هجرت کان پوءِ جيئن عرب جي مختلف علائقن جي سردارن ۽ حڪمرانن کي اسلام جي تبليغ جي سلسلي ۾ خط لکيا هئا، تيئن ايشيا، افريقا ۽ يورپ(روم) جي بادشاهن کي به خطن جي ذريعي اسلام جي دعوت ڏني هئائون، ۽ غالباً اهو به حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي همه گير ۽ ابدي رسالت جو ڪرشمو آهي، جو سندن امت جا افراد گهڻا خواه ٿورا دنيا جي هر خطه ۾ موجود آهن. هو گويا هڪ قسم جون قنديلون ۽ شمعون آهن، جي انهيءَ ماه تابان ۽ مهر درخشان جي نور جو مظهر آهن.

(6) رحمت للعالمين

الله تعاليٰ نبي سردار کي سڄي جهان جي لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي. الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ته:-

وما ارسلناڪ الارحمة للعالمين

(اي رسول! صلى الله عليه وسلم) اسان توکي سڄي جهان جي لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي.

حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي ذات بابرڪات سراپا رحمت آهي. سندن مبارڪ حياتي جو هر پهلو يعني سندن هر قول ۽ هر عمل رحمت آهي. حضور صلى الله عليه وسلم جن جي رحمت نهايت ئي وسيع، عام ۽ هر شيءَ تي حاوي آهي. سندن رحمت جو روشن ترين پهلو اسلام آهي. يعني الله جي توحيد جو پيغام، جنهن جي ذريعي رسول الله صلى الله عليه وسلم انسان ذات کي شرڪ، ڪفر، گمراهي ۽ بد ڪرداريءَ جي اونداهه مان ڪڍي، صراط مستقيم ڏيکاري، ۽ کيس ايمان جي نور، انساني اخلاق ۽ تهذيب جي سوجهري ۾ آندائون:-

رسولا يتلوا عليڪم آيات الله مبينات ليخرج الذين آمنوا و عملوا الصالحات

رسول اوهان کي الله جون واضح آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو، هن ڪري ته جيڪي

من الظلمات الي النور o ايمان ۽ چڱي ڪردار وارا آهن، انهن کي اونده مان ڪڍي، سوجهري ۾ آڻي.

دنيا کي الله جي هن رحمت جو گهڻي وقت کان انتظار هو. حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ظهور پرنور کان گهڻو اڳي. الله تعاليٰ سڀني نبين کي انهيءَ حقيقت کان آگاه ڪري ڇڏيو هو. اڳين الهامي ڪتابن(توراة، زبور، انجيل ۽ ٻين آسماني صحيفن) ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ذات ۽ صفات جو تفصيلوار احوال بيان ڪيل هو. ولادت جو وقت، بعثت جو وقت، وطن، نالو، خاندان، خاندان جي وڏن جا نالا، ويجهن دوستن(حضرات خلفاءِ راشدين) جا نالا، قريشن ۽ يهودين جي مخالفت، مڪي کان مديني ڏانهن هجرت، اسلام جي تبليغ لاءِ غير معمولي جدوجهد، تبليغٰ جي سلسلي ۾ مخالفن جون زيادتيون صبر سان برداشت ڪرڻ، فتح مڪہ جو احوال، فضائل ۽ محاسن، عادات و اطوار، قدو قامت، منهن مهاندو، رنگ روپ ۽ مهر نبوت وغيره. برناباس جي(مرتب ڪيل) انجيل ۾(جو تحريف کان بچي ويو آهي ۽ صدين کان پوءِ هاڻي منظر عام تي

آيو آهي)حضور ﷺ جن جي متعلق هر ڳالهه جو تفصيل آهي. عيسائين ۽ يهودين جا علماءَ(احبار ۽ رهبان) ۽ اڳين امتن جا ڪي علم ۽ فهم وارا افراد به انهن حقيقتن کان با خبر هئا. جيڪي ماڻهو پنهنجي انبياءِ ڪرام جي دور ۾ هئا، انهن خود انبياءِ ڪرام کان ٻڌو هوندو ۽ جيڪي پوءِ پيدا ٿيا، انهن پنهنجن وڏن کان ۽ احبارن ۽ رهبانن کان ٻڌو هوندو. قرآن مجيد ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي متعلق ته بالڪل صراحت سان آيل آهي ته هن بني اسرائيل کي حضور ﷺ جن جي تشريف آوريءَ جي بشارت به ڏني هئي ۽ کين حضور ﷺ جن جو نالو مبارڪ به ٻڌايو هئائين:-

ِواذ قال عيسيٰ بن مريم يا بني اسرائيل ِاني رسول الله اليڪم مصدقا لما بين يدي من التوراة و مبشرا برسول ياتي من بعدي اسمہ احمدo

(اي رسول!) اهو وقت ياد ڪر، جڏهن عيسيٰ بن مريم چيو هو ته اي بني اسرائيل! مان سچ پچ اوهان ڏانهن الله جو موڪليل رسول آهيان. مان توارة جي تصديق ٿو ڪريان، جو مون کان اڳ ۾ نازل ٿيو آهي ۽ (اوهان کي)

هڪ رسول جي اچڻ جي بشارت ڏيان، جو مون کان پوءِ ايندو ۽ ان جو نالو احمد هوندو.

و

قرآن پاڪ ۾(آيت ميثاق ۾) اهو به ٻڌايو ويو آهي ته الله تعاليٰ سڀني نبين کان عهد ورتو هو ته جيڪڏهن اوهان جي عهد نبوت ۾ رسول الله صلي الله عليہ وسلم تشريف فرما ٿئي ته اوهان کي مٿس ايمان آڻڻو پوندو ۽ سندس ٻانهن ٻيلي ٿي بيهڻو پوندو. انبياءِ ڪرام(عليهم الصلواة والسلام) جڏهن اها ڳالھ قبول ڪئي ته الله تعاليٰ کين هڪ ٻئي جي مٿان شاهد بڻايو ۽ پوءِ پاڻ به سڀني جي مٿان شاهد ٿيو:-

وِاذ اَخذالله ميثاق النبيين لما آتيتڪم من ڪتاب و حڪمة ثم جائڪم رسول مصدق لما معڪم لتؤمنن بہ ولتنصرنہ قالء اقررتم واخذتم عليٰ ذالڪم اصري قالوا اقررنا قال فاشهدوا وانامعڪم من الشاهدين 0 فمن توليٰ بعد ذالڪ فاولائڪ هم الفاسقونo

(اي رسول) اهو وقت ياد ڪر، جڏهن الله تعاليٰ(سڀني) نبين کان وعدو ورتو هو، ته جيڪڏهن مان اوهانکي

ڪتاب ۽ حڪمت ڏئي(دنيا ۾ نبي ڪري موڪليان) پوءِ (اوهانجي عهد نبوت ۾) اهو رسول اچي ۽ جيڪي(ڪتاب ۽ حڪمت) اوهان وٽ آهي، ان جي تصديق ڪري، ته اوهانکي ان تي ايمان آڻڻو پوندو ۽ هن جي مدد ڪرڻي پوندي(پوءِ) الله تعاليٰ (هنن کان) پڇيو ته ڇا، اوهان اقرار ڪريو ٿا؟ ۽ اوهان تي جيڪا ذميداري رکي وئي آهي، ان کي قبول ڪريو ٿا. عرض ڪيائون ته ها اسين اقرار ٿا ڪريون. الله تعاليٰ فرمايو ته (هاڻي) هڪ ٻئي جي مٿان شاهد بڻجو، ۽ مان اوهان تي شاهد ٿو بڻجان. هن کان پوءِ جيڪي انهيءَ عهد تان ڦرندا اهي نافرمان ليکيا ويندا.

اهو ساڳيو عهد، جو الله تعاليٰ انبياء ڪرام کان ورتو هو، انبياء ڪرام پنهنجين امتن کان به ورتو هو. انهيءَ صورت ۾ حضور جن جي تشريف آوري ۽ ساڻن تعلق رکندڙ ٻين ڳالهين کان اڳين امتن جي آگاهي لازمي هئي.

صفحو 9

انبياء ڪرام ۽ سندن امتن جي علمائن کان علاوه حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ذات ۽ صفات جي باري ۾ انهيءَ دور جي ڪن ڪاهنن کي به چڱو علم هو.

# يمن جو بادشاھ ۽ ڪاھن

سيرة ابن هشام ۾ آهي ته يمن جي بادشاھ ربيعه بن نصر هڪ خوفناڪ خواب ڏٺو، جنهن ڪيس ڊيڄاري ڇڏيو بادشاھ خواب جو تعبير معلوم ڪرڻ لاءِ ملڪ جي سڀني ڪاھنن، جادوگرن، فال وجهندڙن ۽ نجومين کي گهرايو ۽ کين چيائين ته مون هڪ خواب ڏٺو آهي، جنهن مونکي ڊيڄاري ڇڏيو آهي. اوهين مونکي اهو خواب به ٻڌايو(ته مون ڇا ڏٺو آهي) ۽ ان جو تعبير به ٻڌايو. هنن چيو ته تون اسانکي پنهنجو خواب ٻڌاءِ ته اسين توکي ان جو تعبير ٻڌايون. بادشاھ چيو ته جيڪڏهن مان اوهانکي خواب ٻڌائيندس ته مونکي اوهان جي تعبير تي اطمينان نه ٿيندو، ڇو ته صحيح تعبير جو پتو رڳو ان کي پوندو، جيڪو منهنجي خواب کان با خبر هوندو. هن مان هڪ شخص چيو ته ايڏا باخبر رڳو سطيح ۽ شق آهن، انهن کي گهراءِ ته اهي توکي سڀ ڪجھ ٻڌائي سگهندا.

# بادشاھ ۽ سطيح

بادشاھ سطيح ۽ شق کي گھرايو، اول سطيح آيو. بادشاھ ھن کي چيو تہ مون ھڪ خوفناڪ خواب ڏٺو آھي، جنھن مون کي ديچاري ڇڏيو آھي. تون مونکي منھنجو خواب بہ ٻڌاءِ ۽ ان جو تعبير بہ ٻڌاءِ. جيڪڏھن تو خواب صحيح ٻڌايو تہ تون ان جو تعبير بہ صحيح ٻڌائي سگھندي. سطيح چيس تہ اي بادشاھ، تو باھ جو ھڪ ٽانڊو ڏٺو آھي، جو اونده مان نڪتو ۽ ھيٺاھين زمين ۾ وڃي ڪريو ۽ ان ۾ جيڪي بہ دماغ واريون شيون ھيون، انھن کي کائي ويو.
بادشاھ چيو تہ اي سطيح! تو خواب صحيح بيان ڪيو. ھاڻي ان جو تعبير بہ بيان ڪر. سطيح چيو تہ مان ٻنھي ڪارين ۽ پٿريلي زمين جي وچ ۾ چرندڙ پرندڙ سڀني جيتن جڻين جو قسم کڻي ٿو چوان تہ تنھنجي ملڪ تي حبشي اچي ڪڙڪندا ۽ آبين ۽ جرش(شھرن) جي وچ واري علائقي جا مالڪ بڻجي ويندا. بادشاھ پڇيس تہ ائين ڪڏھن ٿيندو، منھنجي وقت ۾ يا مون کانپوءِ؟ سطيح چيو تہ توکان سٺ ستر ورھيہ پوءِ. بادشاھ پڇيو تہ حبشين جي

حڪومت هميشه رهندي يا ختم ٿي ويندي؟ سطيح چيو ته نه، هميشه نه رهندي. سٺ ستر سالن کان بعد ختم ٿي ويندي. هنن کي قتل ڪيو ويندو ۽ هن ملڪ مان ڪڍيو ويندو. بادشاهه پڇيو ته هنن کي ڪير قتل ڪندو ۽ ڪير ڪڍندو؟ سطيح چيو ته ارم زي يزن هنن تي عدن کان ڪاهه ڪندو ۽ هنن مان ڪنهن کي به نه ڇڏيندو ۽ بادشاهه پڇيو ته ارم ذي يزن جي بادشاهي هميشه رهندي يا ختم ٿي ويندي. سطيح چيو ته هميشه نه رهندي بلڪه ختم ٿي ويندي. بادشاهه پڇيس ته ان کي ڪير ختم ڪندو؟ سطيح جواب ڏنس ته "هڪ پاڪ نبي، جنهن وٽ عالم بالا کان وحي ايندو". بادشاهه پڇيو ته"اهو نبي ڪنهن جي اولاد مان هوندو، سطيح چيو ته غالب بن فهر بن مالڪ بن نضر جي اولاد مان جنهن جي امت ۾ زماني جي خاتمي تائين حڪومت رهندي". "بادشاه پڇيو ته "ڇا، زماني جو خاتمو به ٿيندو؟" سطيح چيو ته "ها، جنهن ڏينهن اڳيان ۽ پويان سڀ گڏ ٿيندا. چڱا ماڻهو انهيءَ ڏينهن خوش قسمت هوندا ۽ برا ماڻهو بدنصيب" بادشاهه پڇيو ته "جا ڳالهه تو مونکي ٻڌائي آهي، ڇا، اها صحيح آهي؟" سطيح چيو ته"مونکي قسم آهي رات جي اونداهي ۽ صبح صادق جو

ته جا اهم ڳالھ مون توکي ٻڌائي آهي، سا بلڪل صحيح آهي".

## بادشاھ ۽ شق

بادشاھ وٽ سطيح کان بعد ٻيو ڪاهن شق آيو. انهيءَ به ذري گهٽ ساڳي ڳالھ ڪئي. هن بادشاھ کي سندس خواب ٻڌائيندي چيو ته اي بادشاھ! تو باھ جو هڪ شعلو ڏٺو، جو اونده مان نڪتو ۽ هيٺاهين زمين ۽ دڙي جي وچ تي وڃي ڪريو ۽ هر ساھ واري شيءَ کي کائي ويو. پوءِ بادشاھ کي خواب جو تعبير ٻڌائيندي چيائين ته مان ٻنهي ڪارين ۽ پٿريلي زمينن جي وچ ۾ رهندڙ ماڻهن جو قسم کڻي چوانٿو ته تنهنجي ملڪ ۾ حبشي ايندا ۽ سڀني نرم ۽ نازڪ چراگاهن تي قابض ٿيندا ۽ آبين کان وٺي نجران تائين سڀني علائقن جا حڪمران بڻجي ويندا.
مٿئين سوال جواب کان پوءِ بادشاھ ۽ شق جي درميان تقريباً اهڙا ئي سوال جواب ٿيا، جهڙا بادشاھ ۽ سطيح جي درميان ٿيا هئا، تنهن ڪري انهن کي دهرائڻ بدران اصلي مقصد تي اچڻ بهتر ٿيندو.

شق بادشاھ کي ٻڌايو ته يمن ۾ ذي يزن جي حڪومت الله جي هڪ رسول جي ڪري ختم ٿيندي، جو دينداري ۽ فضيلت وارن سان ايندو ۽ ان جي قوم ۾ فيصلي واري ڏينهن تائين حڪومت قائم رهندي.
بادشاھ پڇيو ته ”فيصلي وارو ڏينهن ڇا آهي؟“ شق چيو ته ”انهيءَ ڏينهن حاڪمن کي سندن ڪمن جو بدلو ڏنو ويندو. انهيءَ ڏينهن آسمان مان پڪار ٿيندي، جا زنده ۽ مرده سڀئي ٻڌندا. انهيءَ ڏينهن هڪ مقرر وقت تي ماڻهن کي گڏ ڪيو ويندو ۽ پرهيزگارن کي ڪاميابي ۽ ڀلائي نصيب ٿيندي.“ بادشاھ پڇيو ته ”ڇا تون سچ ٿو چوين؟“ شق چيو ته ”ها، آسمان ۽ زمين ۽ انهن جي وچ ۾ جيڪا بلندي ۽ پستي آهي، ان جو قسم، ته مون توکي جيڪا اهم خبر ٻڌائي آهي، سا بيشڪ صحيح آهي ۽ ان ۾ ڪو به شڪ ۽ ڪنهن به غلطيءَ جو امڪان نه آهي.“
بادشاھ ربيعه بن نصر ۽ ٻنهي ڪاهنن سطيح ۽ شق جي وچ ۾ ٿيل ڳالهين ٻولهين مان هيءَ حقيقتون ثابت ٿين ٿيون:-
(1) اهو پاڪ نبي، جنهن تي آسمانن کان وحي نازل ٿيندو، سو محمد رسول الله (صلی الله عليه وسلم) آهي. ڇو ته غالب بن

فهر جي اولاد مان محمد رسول الله (صلى الله عليه وسلم) ئي آهي، جنهن کي الله تعاليٰ نبوت عطا فرمائي.
(2) سندن امت ۾ قيامت تائين حڪومت قائم رهندي.
(3) حشر نشر، سزا جزا، نيڪو ڪارن جي ڪاميابي ۽ بدڪارن لاءِ عذاب جي ڳالھ به بالڪل اونئين ئي آهي، جيئن الله ۽ الله جي رسول چيو ۽ قرآن پاڪ ۾ بار بار ۽ مختلف پيراين ۾ ان جو اظهار ڪيو ويو.
ومن يطع الله و رسولہ يدخله جنات تجري من تحتها الانهار خالدين فيها وذالڪ الفوز العظيم، و من يعص الله و رسولہ ويتعد حدوده يد خلہ نارا خالدا فيها ولہ عذاب مهين.
جنهن الله ۽ الله جي رسول جي فرمان برداري ڪئي، الله تعاليٰ ان کي بهشت ۾ داخل ڪندو، جنهن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون ۽ هو ان ۾ هميشہ رهندا ۽ اها وڏي ڪاميابي آهي، ۽ جيڪو الله ۽ الله جي رسول جي نافرماني ڪندو ۽ سندن (متعين ڪيل) حدون اورانگھيندو، الله تعاليٰ ان کي دوزخ ۾ وجهندو، جتي هو هميشہ رهندو ۽ هن جي لاءِ ذلت آميز عذاب هوندو.

عرب جا باشندا به حضور ﷺ جن جي تشريف آوريءَ جا منتظر هئا. عرب ۾ يهودي چڱي تعداد ۾ رهندا هئا، جي اهل ڪتاب هئا. عربن ضرور يهودين کان ٻڌو هوندو. سمورا تفصيل شايد هنن کي معلوم نه هجن، پر نبي سردار جو نالو، وطن ۽ ولادت باسعادت جو وقت هنن کي معلوم ٿي چڪو هو. انهيءَ ويجهڙائي ۾ عرب جي اندر ٿي ڀار اهڙا پيدا ٿيا، جن جي والدين سندن نالا محمد رکيا. هن آسري تي ته اهو محمد، جو الله جو حبيب ۽ پيغمبر آخر الزمان هوندو، من هنن مان ڪو ٿئي ۽ اها سعادت هنن جي قسمت ۾ هجي. پر هنن کي اهو پتو نه هو، ته الله تعاليٰ اها سعادت ازل کان ئي بني هاشم ۽ بني عبدالمطلب جي مقدر ۾ لکي ڇڏي هئي.

اهڙا واقعا تمام گهڻا آهن، جي مضمون جي طوالت جي انديشي کان هت درج ڪري نٿا سگهجن.

حضور ﷺ جن جي بعثت عرب جي سرزمين ۾ ٿي هئي، تنهنڪري سندن تبليغ، هدايت ۽ اصلاح جو پهريون جولانگاه به عرب جي سرزمين ئي رهي - انهيءَ وقت عرب جي باشندن جي ڪهڙي حالت هئي ۽ حضور

جن پنهنجي تعليم ۽ تربيت سان ڪيئن هنن جي ڪايا پلٽي ڇڏي؟ ان جي هڪ جهلڪ حضرت جعفر طيار جي هيٺين تقرير مان ملاحظو ڪري سگهجي ٿي. جا حبش جي بادشاهه نجاشيءَ جي دربار ۾ ڪئي هئائين. حضرت جعفر طيار فرمايو هو ته:

”اي بادشاهه! اسين سڀ جاهل ۽ اڻ گهڙيا ڪاٺ هئاسين، بتن کي پوڄيندا هئاسين. حرام کائيندا هئاسين. بدڪرداري ڪندا هئاسين. پاڙيسرين جي حق تلفي ۽ مٿن ظلم و ستم ڪندا هئاسين. اسان ۾ جيڪو ڏاڍو هوندو هو، سو هيٺي کي ناس ڪري ڇڏيندو هو. اسين انهيءَ ذلت آميز حالت ۾ هئاسين، ته الله تعاليٰ اسان تي ڪرم ڪيو ۽ اسان ڏانهن اسان منجهان پنهنجو هڪ رسول موڪليائين، جنهن جي نسب، شرف، سچائي، امانتداري ۽ اخلاق ۽ ڪردار کان اسين چڱي طرح واقف آهيون اسان کي الله جي انهيءَ رسول توحيد (الله کي هڪ ڪري مڃڻ) جو سبق ڏنو. اسان کي پٿرن ٺڪرن (بتن جي پوڄا کان روڪيائين جا اسين ابن ڏاڏن کان ڪندا ٿي آياسين).

اسان کي سچ ڳالهائڻ، امانت با سلامت موٽائڻ، عزازت قرابت جو لحاظ ڪرڻ، پاڙيسرين جي حقن جو خيال

رکڻ ۽ ساڻن سهڻو سلوڪ ڪرڻ، بدڪاريءَ کان بچڻ ۽ برين رسمن ترڪ ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. ڪوڙ ڳالهائڻ، يتيمن جو مال کائڻ ۽ پاڪدامن عورتن تي ڪوڙن الزامن لڳائڻ کان منع ڪيائين، ۽ الله جي عبادت ڪرڻ، نماز پابنديءَ سان پڙهڻ، زڪوات ڏيڻ ۽ روزن رکڻ جو حڪم ڪيائين.“

ام المؤمنين حضرت بي بي امه سلمه رضي الله تعاليٰ عنها جي روايت موجب حضرت جعفر طيار نجاشيءَ کي سندس دربار ۾ موجود قومي سردارن ۽ ديني پيشوائن کي اسلامي تعليمات ۽ نبي سردار جي هدايات کان تفصيل سان آگاهه ڪيو ۽ آخر ۾ چيائين ته ”اسان انهيءَ رسول جي تصديق ڪئي يعني ان تي ايمان آندوسين. شرڪ ۽ ڪفر ترڪ ڪيوسين. رسول جنهن شي کي حلال چيو، اسان ان کي حلال سمجهيو ۽ جنهن شيءَ کي حرام چيائين، ان کي حرام سمجهيوسين.“

امير المؤمنين حضرت عمر فاروق جي خلافت جي زماني ۾ حضور ﷺ جن جي هڪ صحابي حضرت مغيره بن شعبه به ايران جي آخري بادشاهه يزد گرد جي

دربار ۾ اهڙي ئي تقرير ڪئي هئي، جا هن ڪان ڪجهه زياده تفصيلوار آهي.
حضور ﷺ جن پاڻ به انهيءَ ماحول ۾ (جنهن جو هڪ عڪس جعفر طيار جي تقرير مان جهلڪي رهيو آهي) پيدا ٿيا. پليا، وڏا ٿيا ۽ پورا 53 ورهيه (چاليهه ورهيه نبوت کان اڳ ۾ ۽ تيرهن ورهيه نبوت کان پوءِ) ڏينهن رات انهن ماڻهن سان گڏ رهيا، جن جي قلب ۽ روح تي صدين کان وٺي ڪفر جي ڪٽ جا تهه چڙهيل هئا، جن جو ذهن ۽ شعور برائيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه سوچي ئي نٿي سگهيو، جن جو عمل هر انساني اخلاق جي لاءِ چئلنج هو، ۽ انتها اها آهي جو هنن جي دل ۽ دماغ تان گناهه جو احساس ئي ميٽجي چڪو هو. مگر الله تعاليٰ پنهنجي حبيب جي اهڙي حفاظت ڪئي، جو حضور ﷺ جن ايڏي لمبي چوڙي عرصي ۾ پنهنجي ماحول کان ذري جيترو به متاثر نه ٿيا. هميشه پاڪيزه ۽ بي داغ زندگي گذاريائون ۽ سندن دامن هر قسم جي مرئي ۽ غير مرئي آلودگيءَ کان پاڪ صاف رهيو، ايتري قدر جو سندن بدترين دشمن عين انهيءَ عالم ۾ به جڏهن هنن جي دشمني چوٽ چڙهيل هئي، سندن ڪردار جي پاڪيزگيءَ جو

اعلانيه اعتراف ڪندا هئا. حضور ﷺ جن جي خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ ۽ مٿن ڪو الزام لڳائي ماڻهن کي برغلائڻ لاءِ جڏهن ويهي سازشون سٽيندا هئا، ته ڪنهن به الزام تي پاڻ ۾ متفق ٿي نه سگهندا هئا ۽ هڪ ٻئي کي چوندا هئا ته اها ڳالهه ته هن ۾ آهي ئي ڪانه، ماڻهو ڪيئن اعتبار ڪندا. تنهن ڪري ڪا اهڙي ڳالهه ڳولي ڪڍو، جا هن سان ڪجهه نه ڪجهه ٺهڪي اچي ۽ ماڻهو ان تي اعتبار ڪرڻ لڳن. مگر سخت مغزماريءَ جي باوجود به کين اهڙي ڳالهه ڪانه سجهندي هئي. جيڪڏهن ڪنهن الزام (مثلاً جادوگري) تي متفق ٿيندا به هئا، ته مطمئن نه هوندا هئا، انهيءَ ڪري ئي حضرت حسان بن ثابت رضه چيو هو ته:

خلقت مبرء اًمن ڪل عيب.

هڪ دفعي حضور ﷺ جن جي هڪ دشمن نضر بن حارث، جنهن لاءِ تاريخن لکيو آهي ته وڏو شيطان هو ۽ حضور ﷺ جن کي سخت ستائيندو هو، قريشن کي چيو ته ”خدا جو قسم، توهان کي هڪ وڏو ۽ اهم مسئلو درپيش آهي، جنهن جي مقابلي لاءِ توهان وٽ ڪو به اُپاءُ

ڪونهي. محمد(صلی اللہ علیہ وسلم) توهان جي اڳيان ننڍو ٿي وڏو ٿيو آهي.
ننڍپڻ به توهان ۾ گذاريائين، جواني به توهان سان گڏجي گذاريائين ۽ هاڻي جڏهن سندس لوندڙين جا وار اڇا ٿيڻ لڳا آهن، تڏهن به توهان سان گڏ آهي. هن جي طبيعت اصل کان سهڻي هئي. هن جون عادتون سڀني کي وڻندڙ هيون. هو سڀني کان زياده سچار ۽ امانتدار هو، هاڻي جڏهن هو توهان وٽ نئون دين کڻي آيو آهي، تڏهن توهان چئو ٿا ته هو ڪاهن آهي. نه، خدا جو قسم، هو ڪاهن نه آهي. اسان ڪاهنن جون حرڪتون ڏٺيون آهن ۽ سندن تڪ بنديون به ٻڌيون اهن. توهان چئو ٿا ته هو شاعر آهي. نه، خدا جو قسم، هو شاعر نه آهي. اسان شعر ڏٺو آهي ۽ ان جون سڀئي صنفون ٻڌيون آهن. توهان چئو ٿا ته هو ديوانو آهي. نه، خدا جو قسم هو ديوانو نه آهي. اسان ديوانگي ڏٺي آهي . هت نه اها تشنجي ڪيفيت ۽ اختناقي حالت آهي ۽ نه اها مجنونانه بي مقصد ۽ بي ڍنگي گفتگو. هت ته اهڙي ڪا به ڳالهه ڏسڻ ۾ نٿي اچي. قريشؤ! توهان پنهنجي حالت تي ويچار ڪريو. خدا جو قسم، هيءَ نهايت ئي وڏو ۽ نهايت ئي اهم مسئلو آهي.

هڪ دفعي الله، الله جي رسول ۽ اسلام جي سڀ کان وڏي دشمن ابوجهل حضور ﷺ جن کي چيو ته اسين توکي ڪوڙو نٿا سمجهون، پر تو جيڪو نئون دين(اسلام) آندو آهي، ان جي تڪذيب ٿا ڪريون. جنهن تي الله تعاليٰ هيءَ آيت مبارڪ نازل فرمائي:-

فانهم لا يڪذ بونڪ ولا ڪن الظالمين بآيات الله يجحدون0

(اي حبيب!) هيءَ مشرڪ توکي ڪوڙو نٿا سڏين، پر هيءُ ظالم الله جي آيتن کي مڃڻ کان انڪار ٿا ڪن.

جنگ بدر جي موقعي تي ابوجهل جي هڪ دوست ابوجهل کي چيو ته مون کي اهو شخص ڏيکار، جنهن نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي. اهو شخص نه مڪه جو باشندو هو ۽ نه اڳ ۾ ڪڏهن حضور ﷺ جن کي ڏٺو هئائين. حضور ﷺ جن جڏهن هڪ موقعي تي پرسان اچي لنگهيا، ته ابوجهل حضور ﷺ جن ڏانهن اشارو ڪندي، پنهنجي دوست کي ٻڌايو ته اهو شخص هيءَ آهي. انهيءَ شخص حضور ﷺ جن ڏانهن نهاري، ابوجهل کي ملامت جي انداز ۾ چيو ته”توهان هن شخص

ڪي ڪوڙو ٿا سڏيو. خدا جو قسم، هڙو شخص ڪڏهن به ڪوڙو ٿي نه ٿو سگهي.“ ابوجهل چيو ته”اسين هن کي ڪوڙو نٿا سڏيون، پر هن جيڪو نئون دين آندو آهي، ان جي تڪذيب ٿا ڪريون.“

هت هيءَ ڳالهه به ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته مٿي(خصوصاً حضرت جعفر طيار جي تقرير ۾) جيڪا حالت عرب جي بيان ڪئي وئي آهي، انهيءَ دور ۾ ساري دنيا جي حالت اهڙي هئي. الله جا بندا پنهنجي خالق ۽ مالڪ کي وساري ويٺا هئا. جهل، وهم، شرڪ ۽ ڪفر ۾ غلطان هئا. سندن ڪردار جي ڪارنهن انسانيت جي خوبصورت چهري تي ڪوڙه جي داغن کان وڌيڪ بدنمائي جو باعث هئي. انهي ڪري الله تعاليٰ حضور ﷺ جن کي اگرچه پيدا ته عرب جي سر زمين تي ڪيو، پر کين پيغمبر سڄي روءِ زمين جي لاءِ ڪري موڪليائين ۽ مٿن ساري عالم انسانيت جي هدايت ۽ اصلاح جي ذمه داري عائد ڪيائين. ”وما ارسلناڪ الاڪافة للناس بشيراً و نذيرا“ ۾ انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪيو ويو آهي.

جڏهن سندن سر تي رسالت جو تاج رکيو ويو ۽ کين بارگاهه احديت مان ”قم فانذر وربڪ فڪبر“ جو فرمان ٿيو ته دنيا جي هن پرئي سٺ ۾ اڪيلي سر توڪل جو ترهو ٻڌي اٿي کڙا ٿيا. انهيءَ وقت بالڪل تنها ۽ هٿين خالي هئا. وٽن نه ملڪ هو، نه خزانو، نه هٿيار، نه لشڪر، نه ڪنهن جي ظاهري مدد ۽ نه ڪنهن قسم جي مدد جي اميد. انهيءَ تنهائي ۽ تهيدستيءَ جي عالم ۾ ”هو الله احد“ جو نعر هنيائون ۽ ظاهر پرستن ۽ هزارين مصنوعي معبودن جي پوڄارين کي فقط هڪڙي ۽ اڻ ڏٺي الله کي معبود ڪري مڃڻ جي تلقين ڪيائون.

جن جي قسمت چڱي هئي ۽ ازل کان سندن مقدر ۾ سعادت لکي وئي هئي، انهن الله جي آخري رسول جي سڏ تي لبيڪ چئي، پر اهي سعيد روح تمام ٿورا هئا. وڏو تعداد انهن شقي القلب انسان نما حيوانن جو هو، جن انڪار ڪيو. مخالفت تي سندرو ٻڌائون.23 سال سانده(تيرهن سال مڪه ۾ ۽ ڏهه سال مدينه ۾) جسماني ۽ ذهني اذيتون ڏنائون. هر قسم جو دٻاء وڌائون ۽ هر طرح جون لالچون آڇيائون. مگر الله جو سچو رسول پنهنجي نصب العين تي پوري استقلال سان قائم رهيو ۽ بتن ۽ بت پرستن کي وڏي

همت ۽ حوصلي سان تيستائين للڪاريندو ۽ الله جي هيڪڙائي جو اعلان ڪندو رهيو، جيستائين پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نه ٿيو ۽ بارگاه احديت مان کين”اليوم اڪملت لڪم دينڪم و اتممت عليڪم نعمتي ورضيت لڪم الاسلام دينا“ جي سند عطا نه ٿي.

جڏهن انهن سنگدل انسانن جي دلين ۾ توحيد جو نور پيدا ٿيو ۽ اهي ڪٺ لڳل لوهه هن پارس سان لڳا، ته سچو سون بڻجي پيا.

حضرت ابراهيم عليہ الصلواة والسلام بيت الله جي تعمير وقت جيڪي دعائون گهريون هيون، انهن مان هڪ دعا هي به هئي:-

ربنا و ابعث فيهم رسولا منهم يتلواعليهم آياتڪ ويعلهم الڪتاب والحڪمة و يزڪيهم.

اي اسان جا پروردگار! هنن ۾ انهن منجهان ئي هڪ رسول پيدا ڪجان”. جو هنن کي تنهنجون آيتون پڙهي ٻڌائي. ڪتاب(قرآن) پڙهائي. حڪمت(دانائي سيکاري ۽ هنن کي پاڪ صاف ڪري.

الله تعاليٰ اهي دعائون قبول فرمايون ۽ هن دعا جي نتيجي ۾ وقت اچڻ تي پنهنجي حبيب کي نه رڳو عرب لاءِ، پر ساري عالم انسانيت جي لاءِ مصلح، رهبر ۽ پيغمبر ڪري موڪليائين. الله جي حبيب هدايت ۽ اصلاح جو سلسلو عربن کان شروع ڪيو، جي سندن ارد گرد رهندڙ ۽ سندن اولين مخاطب هئا ۽ کين بلڪل اونئين تعليم ۽ تربيت ڏنائون، جيئن الله جو حڪم ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي تمنا هئي. هنن کي قرآن پڙهايائون، حڪمت سيکاريائون ۽ پنهنجن سپني لغوي، اصطلاحي ۽ حقيقي ۽ مجازي مفهومن ۽ معنائن سميت پاڪ صاف ڪري، سندن ظاهر ۽ باطن اُجاري چڏيائون.

رسول عربيءَ جي تعليم ۽ تربيت سان هنن جون سموريون صلاحيتون، جي صدين کان وٺي جهل ۽ وهم جي تهن هيٺان دٻيل هيون، پوري طرح بيدار ٿي ويون. هنن ۾ خود شناسي ۽ خدا آگاهيءَ جو جذبو پيدا ٿيو، رسول عربيءَ پنهنجي زندگي هنن جي اڳيان نموني طور پيش ڪئي ۽ هنن کي پنهنجي نقش قدم تي هلڻ جي ترغيب ڏنائون. هو اسلام جي حقانيت کان اثر پذير ٿيڻ لڳا. ايمان جي شيريني ۽ لذت منجهن ڪيف ۽ سرور پيدا

ڪرڻ لڳي ۽ آخرڪار توحيد جو نغمو جڏهن پوري معجزنمائي سان سندن دل ۽ دماغ تي اثر انداز ٿيو، ته 23 سالن جي مختصر عرصي جي اندر هزارين هٿرادو معبودن کان منهن موڙي، فقط هڪڙي ۽ اڻ ڏٺي الله ڏانهن متوجه ٿيا ۽ صرف انهيءَ وحده لاشريڪ لہ کي پنهنجو حقيقي معبود سمجهي، سندن رضا ۽ منشا کي پنهنجو نصب العين بنايائون ۽ الله جي حاڪميت کي مڪمل طور تي تسليم ڪري، انتهائي عجز ۽ انڪساريءَسان سندس حضور ۾ پنهنجون گردنون جهڪائي ڇڏيائون:-

بر درآمد هنده بگريخته
آبرويء خود رعصيان ريخته

هيءَ هڪ عظيم ۽ همه گير انقلاب هو، جنهن هنن کي يڪسر بدلائي ڇڏيو. هو شرڪ ۽ ڪفر تان دست بردار ٿيا، ته ڪين شرڪ ۽ ڪفر جا سمورا لوازمات به ڇڏڻا پيا. هنن جو ظاهر ۽ باطن هڪجهڙو پاڪ ۽ صاف ٿي ويو. هو مثالي انسان بڻجي پيا. هنن جو اُٿڻ ويهڻ، هلڻ چلڻ، رهڻي ڪهڻي، سوچ ويچار ۽ سوچ ويچار جو انداز

اسلام جي تابع ۽ رسول عربيءَ جي اُسوهء حسنه جي عين مطابق بڻجي پيو. هو ظاهر ۾ ته امي هئا، پر رسول عربيءَ جي علم ۽ فضل جي سر چشمي مان براه راست فيضياب ٿيڻ سبب سراپا علم و فضل بڻجي پيا.

اهو علم ۽ حڪمت جي انهيءَ سر چشمي مان، جو پنهنجي بي پايان ۽ بي ڪران وسعت ۾ سٺن سمندن کان به گهڻو وسيع ۽ عميق هو، سيراب ٿيڻ جو نتيجو هو، جو حضور ﷺ جن جا غلام ساري عالم انسانيت جا استاد بڻيا. رڳو علم ۽ حڪمت ۾ نه، پر مزدوريءَ جي حقوق کان وٺي شهنشاهيءَ جي آداب تائين انساني زندگيءَ جي هر شعبي سان تعلق رکندڙ هر شيءَ ۾.

اهو رحمة للعالمين جي عام ۽ وسيع رحمت جو صرف هڪ پهلو آهي. اچو ته هاڻي هن رحمت جي هڪ ٻئي پهلوءَ تي نظر ڪريون.

انهيءَ زماني ۾ دنيا جي اندر ٻه وڏيون سلطنتون هيون. قيصر ۽ ڪسريٰ(روم ۽ ايران) جون سلطنتون. اهي ٻئي سلطنتون اڄوڪي مروج ۽ مشهور سياسي اصطلاح موجب سامراجي سلطنتون هيون، جن جو بنياد استحصال تي قائم هو. انهن سلطنتن جا قاعدا قانون رڳو اميرن جي

مفادن جي تحفظ لاءِ هوندا هئا. مسڪين ۽ بي پهچ ماڻهو انهن قانونن جي افاديت کان محروم هئا. مروج قانون هنن جي حقن جو تحفظ ڪرڻ کان قاصر هو. هن جي جان، مال ۽ عزت آبرو اميرن لاءِ مباح هئي. امير جيئن چاهيندا هئا، تيئن ڪين استعمال ڪندا هئا.

1917ع واري روس جي بالشويڪ انقلاب کان اڳ ۾ زار شاهيءَ جي دور ۾ جيڪي حالتون روس جي اندر هيون ۽ جيڪي انقلاب جو باعث بنيون، اهڙيون ئي حالتون قيصر ۽ ڪسريٰ جي سلطنتن جي اندر به هيون، جي هڪ وسيع ۽ همه گير انقلاب جي تقاضا ڪري رهيون هيون.

حضور ﷺ جن دنيا جي اڳيان هڪ مڪمل نظام حيات پيش ڪيو ۽ ان جي ماتحت هڪ اهڙو معاشرو قائم ڪيائون، جو انساني تاريخ جو پهريون صحيح، بهترين ۽ مڪمل معاشرو هو ۽ هر سالم مزاج ۽ سالم دماغ رکندڙ انسان جي فطرت جي عين مطابق. انهيءَ معاشري جو بنياد غير اسلامي معاشرن وانگر استحصال، ڪوڙ، ڪپٽ ۽ ظلم و ستم تي رکيل نه هو، پر ان جو بنياد”تقويٰ“ تي رکيو ويو ۽ انساني مزاج جا بهترين اوصاف، جي هڪ صحيح الفڪر ۽ معقوليت پسند انسان

جي تصور ۾ اچي سگهن ٿا، اهي سڀ هن ۾ ملحوظ رکيا ويا هئا. تقويٰ کي دنيوي دولت، نسبي برتري، جسماني وجاهت ۽ هر قسم جي مادي طاقت جي مٿان ترجيح ڏني وئي ۽ بارگاه احديت مان فرمان صادر ڪيو ويو ته:-

ِن اڪرمڪم عندالله اتقاڪم

اوهان مان الله وٽ عزت وارو فقط اهو آهي، جنهن جي دل ۾ الله جو خوف آهي ۽ سندس دامن هر قسم جي آلودگيءَ کان پاڪ صاف آهي.

اسلامي معاشري جي اندر هڪ انسان جي مٿان فوقيت کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو ۽ سڀني انسانن کي بحيثيت انسان جي هڪجهڙو درجو عطا ڪيو ويو. دربار رسالت مان اعلان جاري ڪيو ويو ته:-

لافضل لعربي عليٰ عجمي ولا لعجمي عليٰ عربي ولا لاحمر عليٰ اَسود ولا لاسود عليٰ اَحمر ڪلڪم اَبناءُ آدم وآدم من الماءِ والطين.

عرب کي عجميءَ تي ۽ عجميءَ کي عرب تي، گوري کي ڪاري تي ۽ ڪاري کي گوري تي ڪا به فوقيت

ڪانهي. اوهين سڀ آدم جو اولاد آهيو ۽ آدم پاڻي ۽ مٽيءَ جي پيدائش هو

.

اسلامي تاريخ شاهد آهي ته اهي اصول يوناني فلاسفرن جي خيالي جنت جي اسڪيمن وانگر فقط ڪتب خانن جي ڪبٽن ۾ بند ڪري،اڌوهيءَ جي خوراڪ بنائڻ لاءِ وضع نه ڪيا ويا هئا، بلڪ حضور ﷺ جن جي حياتي مبارڪ ۾ خلافت راشده جي دور ۾ ۽ ان ڪان پوءِ به ڳچ عرصي تائين جاري رهيا ۽ هر مرحلي تي پابنديءَ سان انهن تي عمل ڪيو ويو.
مان هت حقيقي مساوات ۽ ننڍي وڏي جي امتياز ڪي ختم ڪرڻ جا هڪ به مثال پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.
حضور ﷺ جن پنهنجي آخري بيماريءَ ڪان به ٿي ڏينهن اڳ ۾ روم جي شهنشاه هرقل اعظم جي خلاف جهاد لاءِ صحابه ڪرام جو جيڪو لشڪر روانو فرمايو. ان جو سالار سندن آزاد ڪيل غلام زيد بن حارث جو پٽ اسامه هو، جنهن جي ڪمانڊ هيٺ حضرات خلفاءِ راشدين رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين جهڙن جليل القدر ۽

عظيم المرتبت انسانن کان علاوه ٻيا صحابه ڪبار ۽ عرب جي مختلف قومن ۽ قبيلن جا معزز سردار سپاهي هئا. لشڪر اجا روم روانو نه ٿيو هو ته حضور ﷺ جن بيمار ٿي پيا جنهن ڪري لشڪر سندن صحت يابي تائين مديني عالي جي ٻاهران ترسي پيو. حضور ﷺ جن رحلت فرمائي. حضرت صديق اڪبر خليفة المسلمين منتخب ٿيو، ته لشڪر جي چانوٽيءَ ۾ وڃي کيس روانو فرمايائين. لشڪر جو سالار(حضرت اسامه) گهوڙي تي سوار هو ۽ خليفة المسلمين(حضرت صديق اڪبر) پيدل ساڻس گڏ ڊوڙندو ٿي ويو ۽ جنگ جي باري ۾ حضور ﷺ جن جون هدايتون کيس ياد ڏياري رهيو هو.

حضرت بلال، هڪ حبشي ۽ آزاد ڪيل غلام هو. مگر حضرت فاروق اعظم جهڙو خليفة المؤمنين، جو دنيا جي وڏي ۾ وڏي شهنشاه کان به هر نقطئه نگاه کان ارفع ۽ اعليٰ درجو رکندڙ هو، کيس”سائين“ ڪري سڏيندو هو.

اهي آهن ڪرشما محمد عربيءَ جي تعليم، تربيت ۽ رحمت جا، جنهن جي هڪ نظر خاڪ کي ڪيميا بڻائي ڇڏيو هو.

حضور ﷺ جن پنهنجي انقلابي تحريڪ کي ايڏي همه گيري ۽ حڪمت عمليءَ سان منظم ڪيو، جو انهيءَ دور جون ٻه وڏيون ۽ مستحڪم سلطنتون ساڻس ٽڪرائجي پاش پاش ٿي ويون. قيصريت ۽ ڪسرويت جي سموري عظمت محمد عربيءَ جي غلامن جي گهوڙن جي سنبن هيٺان لتاڙجي، غبار راه وانگر اڏامي وئي ۽ رومة الڪبريٰ جي شهنشاهه هرقل اعظم کي ۽ ايران جي تاجدار يزدگرد کي هن وسيع ڪائنات جي اندر ڪٿي به پناه ملي نه سگهي.

اسلامي نظام جو بنياد اهڙي پروگرام تي رکيو ويو، جو هر نقطئه نگاهه کان جامع هو ۽ دنيا جو هر سياسي، معاشي ۽ سماجي نظام هن جي اڳيان هيچ ثابت ٿيو نه صرف ايترو، پر اڄ به جڏهن انسان علم، عقل، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ميدان ۾ ڪافي ترقي ڪري چڪو آهي ۽ تمام گهڻن تجرباتي مرحلن تان گذريو آهي، جامعيت ۽ افاديت جي اعتبار کان اهڙو نظام پيش ڪري نه سگهيو آهي.

اها خبر فقط محمد عربيءَ کي هئي ته صالح انقلاب ڪيئن آڻجي. ان لاءِ جامع پروگرام ڪيئن ٺاهجي ۽ عرب

جي اُنن چارڻ وارن کي قيصر ۽ ڪسريٰ جي تاج ۽ تخت جو مالڪ ڪيئن بڻائجي!

وه دانائي سبل، ختم الرسل، مولائي کل جس ني
غبار راه کو بخشا فروغ واديءَ سينا

انهيءَ صالح انقلاب عالم انسانيت جي لاءِ هڪ مڪمل ضابطهء حيات آندو. پنهنجي آغوش ۾ نئون تمدن ۽ نئين تهذيب کڻي آيو. دنيا کي امن. سڪون، مساوات ۽ خوشحاليءَ جو پيغام ڏنائين ۽ انسانذات جي انفرادي خواه اجتماعي حقن ۽ مفادن جي تحفظ جي ضمانت مهيا ڪيائين.

اسين ڪنهن نامور شخصيت جي ڳالهه(عام طور تي سندس انتقال کان پوءِ) ڪندا آهيون ته چوندا آهيون ته فلاڻو عهد آفرين ۽ تاريخ ساز انسان هو، مگر حقيقت هيءَ آهي ته سڄي انساني تاريخ جي اندر صحيح معنيٰ ۾ ڪو عهد آفرين ۽ تاريخ ساز انسان آهي ته اهو فقط محمد رسول الله ﷺ آهي. محمد رسول الله ﷺ جي زندگيءَ تي ۽ زندگيءَ جي ڪارنامن تي ۽ سندن پيغمبرانه اوصاف ۽ قائدانه ڪردار تي نظر ڪبي ته اها ڳالهه سؤ فيصد صحيح ثابت ٿيندي.

محمد عربي ﷺ جي حيات طيبه ۽ سندن لازوال ڪارنامن جو تفصيلي ذڪر ته منهنجي وس ڪان ٻاهر آهي(۽ هر انسان جي وس ڪان ٻاهر آهي) مان ته ان جو سرسري ذڪر به ڪري نه سگهيو آهيان. حقيقت هيءَ آهي ته هن ازلي ۽ ابدي حقيقت جي ذڪر لاءِ دفتر به پورا پئجي نٿا سگهن ۽ ان جي اتمام ۽ تڪميل ڪان زبان ۽ قلم قاصر رهجي ٿا وڃن. حضرت حسان بن ثابت رضه صحيح چيو آهي ته اهڙو ڪامل ۽ مڪمل پٽ ڪنهن ماءُ نه ڄڻيو آهي. محمد عربي ﷺ سچ پچ هڪ ڪامل انسان آهي، هر لحاظ ڪان ۽ هر اعتبار ڪان هڪ ڪامل ۽ مڪمل انسان. سندس شان هر شيءَ ڪان مٿي آهي- گهڻو مٿي، ۽ ايڏو مٿي جو نه"مٿي " جو اکر انهيءَ مٿانهينءَ جي حقيقي مفهوم جو احاطو ڪري سگهي ٿو ۽ نه انساني عقل ۽ ادراڪ ئي اوستائين رسائي حاصل ڪري ٿو سگهي- انهيءَ لاءِ لامحدود مٿانهين ڏانهن اشارو ڪندي، هڪ شاعر چيو آهي ته:-

تصورات جي حد ڪان مٿي، گمان ڪان مٿي
مقام صاحب لولاڪ لا مڪان ڪان مٿي

محمد عربي ﷺ انسانيت جو تاج آهي- انسان ذات جو شرف ۽ شان، ناموس ۽ وقار سندس دم قدم سان قائم آهي. هو ڪائنات جو نور آهي ۽ شش جهات سندس ئي جمال جهان آرا جي ضياپاشين سان منور آهن. هو ڪائنات جي باغ جو بهار آهي ۽ هن باغ جا سمورا وڻ ٽڻ، ڦل ڦول، انهن جو رنگ ۽ بوءِ، انهن جي تازگي ۽ باليدگي انهن جي رونق ۽ رعنائي ۽ انهن جو حسن ۽ جمال انهيءَ زندگي بخش ۽ روح پرور بهار جو ڪرشمو آهن، هي ڪائنات جنهن محور تي قائم ۽ روان دوان آهي، اهو محور محمد عربي ﷺ جي ذات آهي. ازل محمد عربي ﷺ جي حيات جاودان جو هڪ صبح آهي ۽ ابد ان جي هڪ شام. محمد عربيءَ جي ذات خالق ارض و سماوات جي صفات سان متصف آهي ۽ انهن جو مظهر اتم.

اهو الله تعاليٰ جو احسان عظيم آهي، جو محمد عربيءَ جهڙي سيدالاولين والآخرين، ڪامل ۽ مڪمل ۽ همه صفت موصوف انسان کي اسان ڏانهن پنهنجو رسول ڪري موڪليائين.

لقد من الله عليٰ المؤمنين اذ بعث فيهم رسولا من انفسهم.

سچ پچ الله تعاليٰ مسلمانن تي احسان ڪيو آهي، جو هنن ۾ انهن مان ئي رسول مبعوث ڪيو اٿس.

جنهن دين ۽ دنيا ۾ اسان جي صحيح رهنمائي ڪئي. اسان جا ٻئي جهان اُجاريائين. اسان کي بارگاه احديت مان”خير اُمت“ جي خطاب سان سرفراز ڪرايائين ۽ اسان کي پنهنجي غلاميءَ جو شرف بخشي دنيا جي شهنشاهن جي مٿان فضيلت ۽ فوقيت عطا فرمايائين.

(7)رسول الله جي حضور ﷺ ۾ ڏاڍيان نه ڳالهايو

نبي سردار جي ذات بابرڪات الله تعاليٰ کي ايڏي پياري آهي ۽ سندن احترام ايتريقدر ملحوظ اٿس، جو اصحابن ڪرامن کي حڪم ٿو ڏئي ته منهنجي حبيب جي حضور ۾ ڏاڍايان نه ڳالهايو ته متان اوهان جا عمل چٽ نه ٿي وڃن:-

يا ايهاالذين آمنوا لا ترفعوا اصواتڪم فوق صوت النبي ولا تجهروالہ بالقول ڪجهر بعضڪم لبعض ان تحبط اعمالڪم وانتم لا تشعرون.

اي ايمان وارؤ! پنهنجا آواز نبي ﷺ جي آواز کان مٿي نه ڪريو ۽ ساڻس وڏي آواز سان نه ڳالهايو، جيئن اوهين پاڻ ۾

ڳالهائيندا آهيو. مٿان اوهان جا(سمورا) عمل چٽ نه ٿي وڃن ۽ اوهان کي خبر ئي نه پوي.

صحابه ڪرام ته هون ئي حضور ﷺ جن جا عاشق هئا. سندن بي انتها ادب ۽ احترام ڪندا هئا. ايتريقدر جو مٿن پنهنجي جان قربان ڪرڻ ۾ به فخر محسوس ڪندا هئا. تاهم ٿي سگهي ٿو ته حضور ﷺ جن جي انتها درجي جي رحم دلي ۽ شفقت جي ڪري ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ وقت گهڻو احتياط نه ڪندا هجن، جنهن ڪري الله تعاليٰ کي اهو حڪم ڏيڻو پيو. مگر انهيءَ حڪم کين ايڏو محتاط ڪري ڇڏيو جو پاڻ ته سڄي زندگي ان جي تعميل ڪيائون، پر اڄ تائين به امت محمديءَ جا افراد ايڏا محتاط آهن، جو جيڪڏهن به ٻنهي جهانن جي سردار جي روضه اقدس تي حاضري ڏيندا آهن، ته ڪمال ادب ۽ احترام جي ڪري بيحد نرم ۽ جهيڻي آواز سان ڳالهائيندا آهن:-

ادب گاهيست زير آسمان از عرش نازڪتر
نفس گم ڪرده مي آيد جنيد و بايزيد اينجا.

## (8) خلق عظيم

ٻنهي جهانن جي سردار جي ذات جامع الصفات بهترين انساني اوصافن جو مجموعو آهي، الله تعاليٰ پنهنجي بي پايان فضل، ڪرم ۽ ڪمال فياضيءَ سان ڪين هر بهترين صفت سان مڪمل طور تي نوازيو آهي. مگر ان جي باوجود سندن سڀ ڪان زياده نمايان خصوصيت سندن خلق، رحم، ڪرم، عفو، درگذر ۽ حسن سلوڪ آهي. الله تعاليٰ نبي سردار جي انهن اخلاقي قدرن جي انتهائي بلند ترين مقام تي فائز هجڻ جو اقرار ڪندي، ڪين خطاب ٿو فرمائي ته:-

| | |
|---|---|
| اِنڪ لعليٰ خلق عظيم 0 | (اي حبيب!) اوهين نهايت ئي وڏي خلق وارا آهيو. |

حضور صلى الله عليه وسلم جن پاڻ به پنهنجي بعثت جو هڪ سبب هيءَ بيان فرمايو آهي ته:-

| | |
|---|---|
| بعثت لاتمم مڪارم الاخلاق | مان بهترين اخلاقي قدرن جي سهڻي نموني سان تڪميل ڪرڻ لاءِ مبعوث ٿيو آهيان. |

حضور ﷺ جن جي بي بي سڳوري ام المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها فرمايو آهي ته:-

ڪان خلقہ القرآن حضور ﷺ جن جو خلق مبارڪ هوبهو قرآن پاڪ جهڙو هو.

بي بي سائڻ جي هن ارشاد جو مقصد هيءَ آهي ته حضور ﷺ جن جو قول ۽ عمل گويا قرآن جو تفسير هو، ۽ قرآن حضور ﷺ جن جي سيرت ۽ ڪردار جو آئينو آهي. حضور ﷺ جن جي سڄي زندگي الله جي احڪامن(قرآن پاڪ ۾ بيان ڪيل الله جي اوامر ۽ نواهي) مطابق گذري. نبوت عطا ٿيڻ کان اڳ ۾ به شرڪ ۽ ڪفر جي ماحول ۾ رهڻ جي باوجود بالڪل پاڪيزه ۽ مثالي زندگي گذاريائون ۽ نبوت عطا ٿيڻ کان بعد واري زندگي، ته دراصل آهيئي نبي سردار جي زندگي، حقيقي ۽ مثالي زندگي جنهن کي خود الله تعاليٰ عالم انسانيت جي لاءِ ”بهترين نمونو“ سڏيو آهي(لقد ڪان لڪم في رسول الله اسوة حسنة).

حضور ﷺ جن جي خلق عظيم ۽ خصوصيت سان سندن رحم، ڪرم، عفو، درگذر ۽ حسن سلوڪ جي متعلق تاريخ ۽ سير ۾ ايترا مثال موجود آهن، جو انهن کي صرف واقعاتي انداز ۾ يعني بنا ڪنهن تبصري ۽ تشريح جي جيڪڏهن جو تيئن مرتب ڪيو ويندو ته ڪيترن ئي جلدن ۾ هڪ اهڙو اعليٰ پايه جو ضخيم ڪتاب تيار ٿيندو، جنهن تي ترتيب ڏيندڙ کي ته هميشہ فخر رهندو، پر هن جا ايندڙ نسل به انهيءَ مقدس تاليف جي حوالي سان پاڻ کي فخر سان متعارف ڪرائيندا رهندا.

هونءَ ته نبي سردار جي سڄي حيات طيبه رحم، ڪرم، عفو ۽ درگذر جي واقعن سان ڀريل آهي، مگر ڪي واقعا اهڙا مثالي ۽ نمايان آهن، جي سچ پچ تاريخي يادگار جي حيثيت رکن ٿا، مثلاً فتح مڪه جي موقعي تي پنهنجن مغلوب ۽ مفتوح جاني دشمنن کي سرندي پڄنديءَ جي باوجود انتقام وٺڻ ۽ سزا ڏيڻ بدران لاتثريب عليڪم اليوم فاذهبوا انتم الطلقاء (اڄ توهان تي ڪا به گرفت ڪانهي. وڃو، اوهين سڀ آزاد آهيو) چئي، بلڪل معاف ڪري ڇڏڻ، ڪعب بن زهير جو خون هدر ڪرڻ بعد به کيس نه صرف معاف ڪرڻ، پر پنهنجي بي پايان شفقت ۽

رحمت سان نوازڻ، طائف وارن جي بري برتاءُ جي جواب ۾ ساڻن سٺو برتاءُ ڪرڻ ۽ ڪين مڪي وارن وانگر معاف ڪري ڇڏڻ وغيره.

زير نظر مضمون قلمبد ڪرڻ ڪان اول مون پنهنجي ذهن ۾ ان جو جيڪو خاڪو مرتب ڪيو هو، اُنهيءَ مطابق”خلق عظيم“ جي ذيلي عنوان هيٺ مون ڪي اهي واقعا ۽ پيا به ڪيترائي واقعا تفصيل سان لکڻا هئا، جي مون لکيا. مگر مضمون ايتريقدر طويل ٿي ويو آهي، جو ڇپجي ته شايد رسالي ۾ ٻئي ڪنهن مضمون جي لاءِ گنجائش نه رهي. مضمون جي طوالت جي خوف ڪان مون ڪي نه صرف اهي سمورا واقعا قلمزد ڪرڻا پيا، پر ٻيون به ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪانٽيون پيون، جنهن ڪري مضمون جي ربط ۽ تسلسل به متاثر ٿيو. حضور ﷺ جن جي عفو ۽ در گذر جي واقعن ڪان علاوه جيڪي ٻيون ڳالهيون مون کي قلمزد ڪرڻيون پيون، انهن مان سڀ ڪان اهم ڳالهه هيءَ هئي ته حضور ﷺ جن جي صحابه ڪرام کي ڪهڙي حڪمت سيکاري، ڪين ڪيئن تعليم ۽ تربيت ڏنائون ۽ ڪهڙيءَ ريت سندن هدايت ۽ اصلاح ڪيائون، جو سندن قلب ۽ ذهن ۾ يڪسر

انقلاب اچي ويو. ازانسواءِ صحابه ڪرام سان حضور ﷺ جن جو هميشہ مشفقانه ۽ ڪريمانه برتاءُ، ۽ صحابه ڪرام جي سندن ذات گراميءَ سان لازوال وفاداري ۽ جان نثاري، ۽ حضور ﷺ جن جا چند معجزا وغيره، اگرچه بقول امام بوصيريءَ جي حضور ﷺ جن کان جيڪي معجزا سر زد ٿيا، سي سندن عظمت ۽ شان جي اڳيان هيچ هئا. حضور ﷺ جن جو شان ته اهو آهي جو سندن نالو مبارڪ پريل جهريل هڏين جي اڳيان ورتو وڃي ته انهن ۾ به جان پئجي وڃي، يعني سندن نالي وٺڻ سان مردا به زنده ٿي پون:-

لونا سبت قدره آياتہ عظماً- احي اسمہ حين يدعيٰ دارس الرمم

تاهم مون ڪي معجزا بيان ڪيا. اگرچه حقيقت هيءَ آهي ته نه صرف منهنجي نظر ۾، پر ڪروڙها انسانن جي نظر ۾ سڀ کان وڏو معجزو خود حضور انور رسول اڪرمﷺ جن جي ذات جامع الڪمالات آهي، جنهن جو ثاني سڄي موجودات جي اندر ڪڏهن به ڪنهن انسان نه ڏٺو ۽ نه قدرت ئي ان جو بدل پيدا ڪرڻ مناسب سمجهيو گويا:-

جف القلم بما هوفي اللوح ڪائن
مٿي ڄاڻايل واقعن کي قلم انداز ڪرڻ بعد هڪ خلا محسوس ٿيڻ لڳو- جنهن کي پر ڪرڻ لاءِ مون کي ٻه صورتون نظر آيون. هڪ هيءَ ته نبي سردار جي نبوت کان اڳ وارن حيات طيبه مان چند اهڙا واقعا منتخب ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريان، جن مان قارئين ڪرام کي پتو پوي ته حضور صلى الله عليه وسلم جن واقعي چمندي چام هئا. سندن زندگي شروع کان ئي بي داغ ۽ مثالي هئي ۽ پاڻ اصل کان وٺي پيغمبرانه اوصاف جا حامل هئا، هيڻن جا همراه، اڙين جا آڌار، مسڪينن ۽ محتاجن جا يار و مددگار، يتيمن ۽ بيوه عورتن تي هٿ رکندا هئا. پنهنجين سهڻين عادتن جي ڪري پنهنجن ۽ پراون ۾ پيار ۽ عزت جي نگاهن سان ڏٺا ويندا هئا. سندن شرافت، سچائي ۽ امانتداري ضرب المثل هئي. اگرچه انهيءَ وقت تائين اڃا نبوت سان سرفراز نه ٿيا هئا، ته به بتن ۽ بت پرستيءَ کان سخت نفرت ڪندا هئا. نبوت عطا ٿيڻ بعد جيئن مڪي جا مشرڪ سندن جاني دشمن بنجي پيا هئا، تيئن نبوت کان اڳ ئي اهل ڪتاب منجهن پيغمبريءَ جا اهڃاڻ ڏسي سندن جاني دشمن بڻجي پيا هئا، مگر الله تعاليٰ هر

قدم تي سندن حفاظت ڪندو رهيو، ۽ ٻي صورت هيءَ ته مضمون جي آخر ۾ ”شفاء شريف“ جا چند اقتباس پيش ڪريان، جن ۾ سندن پيغمبرانه اوصاف جو انتهائي اختصار مگر جامعت سان ذڪر خير آهي.

حضور ﷺ جن نبوت عطا ٿيڻ کان اڳ ۾ مڪي معظم جي اندر ڪهڙيءَ ريت پاڪ صاف ۽ بي داغ زندگي گذاري؟ ان جو هڪ مثال حضرت جعفر طيار جي انهيءَ تقرير مان ملي ٿو، جا نجاشيءَ جي دربار ۾ ڪئي هئائين.

ٻيو مثال نضر بن حارث جي تقرير مان ملي ٿو، جا هن نبي سردار جي خلاف قريشن کي مشتعل ڪرڻ لاءِ ڪئي.

ٽيون مثال حضرت ابو طالب سائين جي هيٺين ٻن شعرن مان ملي ٿو:

و ان فخرت يوماً فان محمداً ـ

هوالمصطفيٰ من سرها و ڪريمها

(بني هاشم وارا جڏهن به پنهنجي حسب نسب تي فخر ڪندا آهن، ته هنن جي نگاه انتخاب محمد (ﷺ) تي

وجي پوندي آهي، جو هن قبيلي جو روح آهي ۽ منجهن وڏي شان وارو آهي.)
وابيض يستسقي الغمام بوجهہ -
ثمال اليتاميٰ، عصمة للارامل
(محمد (صلی اللہ علیہ وسلم) اهڙي روشن چهري وارو آهي، جنهن جي صدقي ڪڪرن کان پاڻي طلب ڪيو وڃي ٿو. هو يتيمن جو سرپرست ۽ رنن زالن جي پناه گاهه آهي).
انهيءَ سلسلي جا مزيد مثال هيءُ آهن.
حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن وٽ جڏهن جبريل عليہ السلام پهريون دفعو بارگاهه ايزديءَ مان غار حرا ۾ وحي کڻي آيو، ته حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن لاءِ اها ڳالهه جيئن ته بالڪل نئين هئي، تنهن ڪري ڪين حيرت ٿي ۽ دهشت زدگيءَ جهڙي عالم ۾ پنهنجي جسم اطهر ۾ ڪجهه سياندو محسوس ڪيائون. حرا کان جلد ئي پنهنجي دولت خاني تي واپس آيا ۽ گهر جي ڀاتين کي چيائون ته زملوني زملوني (مون کي ڪمبل ويڙهيو، ڪمبل ويڙهيو.) حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي بي بي ام المؤمنين حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها ڪين ڪمبل ويڙهي سمهاري ڇڏيو. ٿوري دير آرام ڪرڻ بعد جڏهن ڪين تسڪين ٿي، ته پنهنجي رفيقهءحيات

ڪي سچو احوال ٻڌايائون. جبريل جو وحي ڪٽي اچڻ، انهيءَ صبح جو مڪي ڪان حرا ڏانهن ويندي جبريل کي زمين ۽ آسمان جي وچ تي فضا ۾ هڪ ڪرسيءَ تي ويٺل ڏسڻ، وحي ڪان پوءِ جبريل جو انساني صورت ۾ آسمان جي ڪنارن تي ٻئي قدم رکي چوڻ ته يا محمد انت رسول الله و انا جبريل (اي محمد! (صلي الله عليه وسلم) تون الله جو رسول آهين ۽ مان جبريل آهيان) ۽ انهيءَ صورت ۾ جبريل جو بيڪ وقت افق جي چئني طرفن ۾ نظر اچڻ. پهرئين وحي ڪان ڪجھ ڏينهن اڳ ۾ سچا خواب ڏسڻ ۽ مڪي ۽ حرا جي وچ تي ايندي ويندي پٿرن ۽ وڻن ٽڻن مان الصلواة و السلام عليڪ يا رسول الله جا آواز ٻڌڻ وغيره.

انهيءَ احوال ٻڌائڻ وقت حضور صلي الله عليه وسلم جن جي طبيعت مبارڪ تي ڪجھ حيرت طاري هئي ۽ ڪجھ دهشت. جنهن ڪري بي بي سائنڻ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي دلجوئي ڪندي، ڪين هيءُ ٻه ڳالهيون چيون:

(1) "اي ابوالقاسم! اوهان ڪو به فڪر نه ڪريو. مون کي خاطري آهي ته الله تعاليٰ اوهان کي ڪڏهن به تڪليف ۾ نه وجهندو. اوهين صله رحمي ڪندا آهيو.

مسڪينن ۽ محتاجن جا بار کڻندا آهيو. مهمان نواز آهيو ۽ هميشہ حق جو پاسو وٺندا آهيو.“

(2) ابشر يا ابن عم و اثبت فوالذي نفس خديجة بيده اني لارجو ان تڪون نبي هذه الامة.

”اي سؤٽ! اوهان خوش ٿيو ۽ هن ڳالهہ تي ثابت قدم رهو. مون کي قسم آهي انهيءَ ذات جو، جنهن جي هٿ ۾ خديجہ جي جان آهي، سچ پچ مان اها اميد ٿي رکان تہ اوهين هن امت جا نبي ٿيندا..“

ٿي سگهي ٿو تہ بي بي سائنڙ جي انهيءَ اميد جو بنياد هنن حقيقتن تي هجي:-

حضرت خديجة الڪبريٰ مڪي معظم جي هڪ شريف، معزز، مالدار ۽ واپاري بي بي هئي. ماڻهن کي پنهنجو مال ڏئي واپار سان لڳائي چڏيندي هئي ۽ ڪن ماڻهن کي هڪ مقرر حصي تي واپار ۾ پائيوار بہ ڪندي هئي. مڪي جا قريش پاڻ بہ واپاري هئا. بي بي سائڻ کي جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جن جي سچائي، اعليٰ پايہ جي امانتداري ۽ شريفانہ رهڻي ڪهڻيءَ جون ڳالهيون معلوم ٿيون تہ حضور صلى الله عليه وسلم جن کي استدعا ڪيائين تہ "اوهين منهنجي غلام ميسره سان گڏجي منهنجو تجارتي مال کڻي

سفر تي وڃو. مان جيڪو معاوضو ٻين کي ڏيندي آهيان، اوهان کي ان کان زياده ڏينديس." حضور ﷺ جن ٻي ٻي سائڻ جو مال کڻي ميسره سان گڏجي شام ڏانهن روانا ٿيا. انهيءَ سفر ۾ ميسره حضور ﷺ جن جي اعليٰ اخلاق، شرافت ۽ تجارت ۾ ديانتداريءَ کان علاوه جيڪي خاص ۽ غير معمولي ڳالهيون ڏٺيون، سي هي هيون:

(1) حضور ﷺ جن شام ۾ هڪ گرجا جي ڀرسان هڪ وڻ جي هيٺان وڃي منزل انداز ٿيا. گرجا مان راهب ڏٺو ۽ ميسره کي سڏي هن کان پڇيائين ته اهو شخص ڪير آهي، جو هن وڻ جي هيٺان لٿو آهي؟ ميسره چيس ته حرم وارن قريشن مان آهي. راهب چوڻ لڳو ته"انهيءَ وڻ جي هيٺان ڪڏهن به ڪنهن نبي کانسواءِ ٻيو ڪو شخص منزل انداز نه ٿيو آهي."

(2) ميسره اهو به ڏسندو هو ته منجهند جو جڏهن گرمي وڌندي هئي ته ٻه فرشتا حضور ﷺ جن جي مٿان ڇانو ڪري هلندا هئا ۽ حضور ﷺ جن اُٺ تي سوار ٿي سفر ڪندا رهندا هئا.

(3) حضور ﷺ جن جيڪو مال مڪي کان آندو هو، اهو شام ۾ نيڪال ڪري، ان جي عيوض شام مان جيڪو

مال خريد ڪيائون اهو تقريباً ٻيڻو هو ۽ دستور کان زياده منافع بخش ثابت ٿيو.
ميسره انهيءَ سفر ۾ جيڪي ڳالهيون ڏٺيون، سي سڀ تفصيل سان حضرت خديجة الڪبريٰ کي ٻڌايائين. بي بي سائڻ اڳ ۾ ئي نبي سردار جي سيرت ۽ ڪردار کان متاثر هئي، ويتر جو اهي ڳالهيون ٻڌائين ته بي حد متاثر ٿي ۽ نبي سردار ڏانهن پنهنجي نڪاح جو پيغام موڪليائين، جو حضور ﷺ جن پنهنجن چاچن سان صلاح مشورو ڪرڻ بعد قبول فرمايو ۽ حضور ﷺ جن جي چاچي حضرت حمزه بن عبدالمطلب وٽ نڪاح پڙهايو.
ازانسواءِ بي بي سائڻ ورقة بن نوفل (بن اسد بن عبدالعزيٰ) کان حضور ﷺ جن جي باري ۾ جيڪي ڳالهيون ٻڌيون، انهن کان به تمام گهڻو متاثر هئي (ساڳي ريت ورقة بن نوفل به بي بي سائڻ کان حضور ﷺ جن جي عادات و اطوار، رهڻي ڪهڻي ۽ روزمره جي زندگيءَ جي باري ۾ ڳالهيون ٻڌي حضور ﷺ جن کان بي حد متاثر هو). ورقة بن نوفل بي بي سائنڻ جو سوٽ هو. عيسائيت اختيار ڪئي هئائين. توراة ۽ انجيل جو عالم

هو. مطالعو وسيع هوس. ٻين عيسائي ۽ يهودي عالمن وانگر هن کي به پيغمبر آخر الزمان جي ظهور جو انتظار هو. پيغمبر آخر الزمان جي ذات ۽ صفات جي باري ۾ وڌي معلومات رکندڙ هو.

حضور ﷺ جن پهرئين وحي جي نزول کان بعد جڏهن حرا کان پنهنجي دولت خاني تي تشريف فرما ٿيا، ته ڪجھ پريشان هئا. انهيءَ ڪري بي بي سائڻ ڪين ورقة بن نوفل ڏانهن وٺي وئي، ته ڪيس حضور ﷺ جن جو حال احوال ٻڌايو. ورقة حضور ﷺ جن کي چيو ته ”جيڪو اوهان وٽ غار حرا ۾ آيو، اهو ”ناموس اڪبر“ (جبريل) هو. حضرت موسيٰ ۽ حضرت عيسيٰ ڏانهن به الله جو پيغام (وحي) اهو ئي کڻي ايندو هو. اوهين پيغمبر آخر الزمان آهيو. اوهان ۾ اهي سموريون علامتون موجود آهن، جي پيغمبر آخر الزمان جي باري ۾ آسماني ڪتابن ۾ درج آهن“. پوءِ ورقة حضور ﷺ جن کي انهن ڳالهين کان آگاهه ڪيو، جي حضور ﷺ جن کي مستقبل ۾ پيش اچڻيون هيون. مثلاً مڪي جي مشرڪن جو مخالفت ڪرڻ، تڪليفون ڏين، بائيڪاٽ ڪري مڪي مان ڪڍڻ ۽ شعب ابي طالب ۾ به ٽي سال سانده محصور ڪرڻ، قتل

جو منصوبو سٽڻ، اباڻو وطن ڇڏائڻ يعني مڪي کان مديني ڏانهن هجرت ڪري وڃڻ تي مجبور ڪرڻ. مديني ۾ به بار بار مسلح ٿي ۽ لشڪر وٺي چڙهايون ڪري اچڻ - ۽ آخر ۾ حضور جن جي عزم، استقامت ۽ حقانيت جي ڪري شرڪ ۽ ڪفر جي بيخ ڪني ٿيڻ ۽ اسلام جو فروغ حاصل ڪرڻ وغيره. ورقة حضور ﷺ جن کي اهو به ٻڌايو ته اهي سڀ ڳالهيون اڳواٽ ئي آسماني ڪتابن ۾ بيان ڪيون ويون آهن. ورقة انهيءَ تمنا جو اظهار به ڪيو هو ته جيڪڏهن مان اوستائين زنده رهيس ته اوهان جو ساٿ ڏيندس.

ورقة کي حضور ﷺ جن جي متعلق الهامي صحيفن مان جيڪا معلومات حاصل ٿي هئي، انهيءَ کان علاوه ميسره جون ڳالهيون به ٻڌيون هئائين ۽ حضرت خديجة الڪبريٰ کان به سندن روزه مره جي زندگي، رهڻي ڪهڻي ۽ سيرت ۽ ڪردار جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ بعد کيس حضور ﷺ جن جي پيغمبر آخر الزمان جي حيثيت ۾ مبعوث ٿيڻ جو يقين ٿي چڪو هو ۽ انهيءَ ڪري کيس حضور ﷺ جن جي ظهور پرنور جو شديد انتظار هو. پيرسن هو. کيس گهڻو عرصو زنده

رهڻ جي اميد ڪانه هئي، جنهن ڪري هن چاهيو ٿي ته پيغمبر آخر الزمان جو ظهور ٿئي، ته هو سندن تصديق ڪري، پنهنجا ارمان پورا ڪري. پر الله تعاليٰ جي مصلحت ڪنهن جي تمنا جي تابع نه هوندي آهي. هيٺيان اشعار ورقة جا آهن، جن ۾ پنهنجي يقين ۽ انتظار جي شدت جو اظهار ڪيو اٿس.

ووصف من خديجة بعد وصف۔ فقد طال انتظاري يا خديجا

(خديجہ کان وصفن پٺيان وصفون ٻڌي، هاڻي منهنجو انتظار اي خديجہ! وڌي ويو آهي).

ببطن المڪتين عليٰ رجائي حديثڪ ان اريٰ منہ خروجا

(اي خديجہ! مان اميد ٿو ڪريان ته تنهنجي ڳالھ جو ظهور مڪي جي ٻنهي حصن جي وچ مان ٿيندو).

بما خبرتنا من قول قس من الرهبان اڪره ان يعوجا

(مان اهو پسند نٿو ڪريان ته تو اسان کي احبارن ۽ رهبانن جي حوالي سان جا ڳالھ ٻڌائي آهي، سا غلط ثابت ٿئي).

بان محمدا سيسودفينا ويخصم من يڪون لہ حجيجا

(ته محمد ﷺ) اسان ۾ جلد سردار ٿيندو ۽ هن جي پاران(سندس حمايت ۾) جيڪو شخص ڪنهن سان بحث ڪندو، اهو ئي غالب رهندو).

ويظهر في البلادضياءُ نور يقيم به البريه ان تموجا

(۽ سڀني شهرن ۾ هن جي) نور جي روشني ڦهلجي ويندي، جا مخلوق کي سڌي راه تي هلائيندي ۽ کيس منتشر ٿيڻ کان محفوظ رکندي.

فيلقي من يحاربه خسارا ويلقي من يسالمه فلوجا

(ان کان پوءِ جيڪو محمد(ﷺ) سان جنگ ڪندو، اهو نقصان ۾ رهندو ۽ جيڪو ساڻس صلح ڪندو، اهو ڪامياب هوندو.

فياليتي اذا ماڪان ذاڪم شهدت وڪنت اڪثرهم ولوجا

(ڪاش، ان وقت مان به هجان، جڏهن اوهانجي اڳيان انهن واقعن جو ظهور ٿيندو، ۽ ڪاش، انهن ۾ بهرو وٺندڙن مان سڀ کان زياده بهرو مان وٺان.)

ولوجا في الذي ڪرهت قريش ولو عجت بمڪتها عجيجا

(مان انهي دين ۾ داخل ٿيان، جنهن کي قريش ناپسند ڪندا، ڀلي ته هو پنهنجي مڪي ۾ خوب شوروشرڪن.)

ارجيٰ بالذي ڪرهوا جميعا اليٰ ذي العرش ان سفلوا عروجا

(جنهن شيءِ کي قريش ناپسند ڪندا، مان انهيءَ ئي شيءِ جي ذريعي عرش جي مالڪ وٽ سرفرازي حاصل ڪندس، جڏهن ته هنن کي پستي(ذلت) نصيب ٿيندي.)

حضور ﷺ جن اجا بلوغت جي عمر کي نه رسيا هئا، ته پنهنجي چاچي سائين حضرت ابوطالب سان گڏجي شام جي تجارتي سفر تي ويا . شام. جي هڪ شهر بصريٰ ۾ هڪ گرجا جي بحيرا نالي راهب، عربن جو تجارتي قافلو ايندي ڏٺو. حضور ﷺ جن قافلي جي وچ ۾ هئا ۽ مٿن هڪ ڪڪر جي ڇانو هئي. قافلي انهي گرجا جي پرسان هڪ وڻ جي هيٺان پڙاء ڪيو. راهب ڏٺو ته اهو ڪڪر انهيءَ وڻ جي مٿان وڃي بيٺو، جنهن جي هيٺان حضور ﷺ جن تشريف فرما هئا ۽ وڻ جون ٽاريون به نمي حضور ﷺ جن جي مٿان ڇانو جي خاطر جهڪي ويون. راهب حضور ﷺ کي ويجهو ٿي ڏسڻ ۽ ساڻن ڳالهائڻ لاءِ سڄي قافلي جي دعوت ڪئي. راهب دعوت جي موقعي تي ڏٺو ته عرب هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ وقت ذري ذري تي لات عزيٰ جو قسم کڻي رهيا آهن. دعوت

ڪان پوءِ جڏهن راهب کي حضور جن سان ڳالهائڻ جو موقعو مليو ته کين چيائين ته توکي لات ۽ عزيٰ جو قسم، مان تو کان جيڪي ڳالهيون پڇان، مون کي انهن جو جواب ڏي. حضور صلي الله عليه وسلم جن کيس چيو ته:-

لاتسئلني باللات و العزيٰ فوالله مان ابغضت شيئاً قط بغضهما.

لات ۽ عزيٰ جو قسم ڏئي، مون کان ڪا به ڳالهه نه پڇ. خدا جو قسم، مون کي جيترو بغض انهن ٻنهي سان آهي، اوترو ڪڏهن به ڪنهن سان نه ٿيو آهي.

ان کان پوءِ بحيرا کانئن ڪيترا ئي سوال ڪيا، جن جا پاڻ اطمينان سان جواب ڏنائون. راهب سندن پٺيءَ تي ٻنهي ڪلهن مبارڪن جي وچ تي مهر نبوت به ڏسي خاطري ڪئي.

حضور صلي الله عليه وسلم جن کان پوءِ راهب حضرت ابو طالب ڏانهن متوجه ٿيو ۽ کانئس پڇيائين ته هيءُ نينگر تنهنجو ڇا ٿئي؟ حضرت ابو طالب چيو ته هيءُ منهنجو پٽ آهي. راهب چيو ته هن جو پيءَ زنده نه هجڻ گهرجي. حضرت ابو طالب چيو ته بيشڪ، هن جو پيءُ زنده نه آهي. هيءُ منهنجو ڀائٽيو آهي. راهب کيس چيو ته”هن کي هڪدم

هتان پنهنجي شهر موٽائي وڻي وڃ. اڳتي يهودي آهن. اهي هن کي ڏسندا ۽ جيئن مون سمجهيو آهي، هنن به اُنئين سمجهيو ته هن کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪندا. تنهنجو هيءَ پائٽيو تمام وڏي شان وارو ٿيندو“.

تاريخن لکيو آهي ته انهيءَ راهب وٽ هڪ ڪتاب هو، جو ڪيس وڏن کان ورثي ۾ مليو هو. ان ۾ پيغمبر آخرالزمان جي باري ۾ اهڙيون علامتون بيان ڪيل هيون، جن جي بناءَ تي هن نبي سردار کي سڃاتو هو.

شفاء شريف جا اقتباس

قاضي عياض ڪتاب الشفا ۾ فرمائي ٿو:-

تقويٰ ۽ آخرت سنوارڻ لاءِ جيڪي ڳالهيون ضروري آهن، اهي وهبي به آهن ۽ اڪتسابي به. يعني قدرت جي پاران به وديعت ڪيون وڃن ٿيون ۽ ڪوشش سان به حاصل ٿين ٿيون. مثال طور اخلاق بلند ۽ بهترين هجڻ گهرجن ۽ شريعت کان پوري طرح واقفيت هجي. اخلاق ۾ علم، حلم، صبر، شڪر، منصف مزاجي، پرهيزگاري، نياز نوڙت، پاڪدامني، سخاوت، بهادري، حياء، مروت، خاموشي، وقار، رحم ۽ ادب وغيره جهڙيون صفتون شامل آهن. ڪن ماڻهن ۾ چمندي ئي اهي صفتون هونديون

آهن ۽ ڪي ماڻهو ڪوشش ڪري پاڻ ۾ پيدا ڪندا آهن. مگر طبيعت ۾ اهڙين صفتن پيدا ڪرڻ جي صلاحيت هجڻ ضروري آهي.

انهن اخلاقي صفتن جي ذريعي جيڪڏهن الله تعاليٰ جي رضامندي حاصل ڪرڻ ۽ عاقبت سنوارڻ جي ڪوشش نه ڪئي وڃي، ته اهي فقط دنيوي صفتون ليکيون وينديون. تاهم صحيح سمجھ رکندڙ انسانن جو هن ڳالھ تي اتفاق آهي ته هي اخلاقي فضائل ۽ محاسن بهرحال سهڻيون صفتون آهن.

اهي اخلاقي فضيلتون ڪمال ۽ جمال جون صفتون آهن، جي هر دور ۾ فقط هڪ يا ٻن ماڻهن ۾ ڏسڻ اينديون آهن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو نسل ۽ خاندان جي ڪري يا حسن ۽ جمال جي ڪري يا قوت ۽ طاقت جي ڪري يا علم ۽ حلم جي ڪري يا شجاعت سخاوت جي ڪري ناموري حاصل ڪري ٿو ته سندس عزت ۽ شهرت وڌي ٿي. ماڻهو هن جي انهن اخلاقي صفتن کان متاثر ٿا ٿين ۽ اهڙي ڳالهين ٻولهين نڪرڻ وقت هن جا مثال ٿا ڏين. اهو دستور قديم زماني کان هلندو ٿو اچي. پوءِ انهيءَ صورت ۾ اوهان جو اهڙو انسان جي عزت ۽ عظمت جي باري ۾

ڪهڙو خيال آهي، جنهن ۾ بيڪ وقت اهي سموريون صفتون موجود هجن ۽ ايڏيون اَڻ ميون ۽ اڻ ڳڻيون، جو ڪو به شخص انهن جو ڪاٿو ڪري نه سگهي ۽ هر شخص جي لاءِ انهن جو اندازو لڳائڻ ناممڪن ٿي پوي ۽ وڌي ڳالهه اها ته اهي صفتون ڪوشش سان حاصل نه ڪيون ويون هجن، بلڪ اهي فطري ۽ طبعي هجن ۽ الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان عطا ٿيل هجن. يعني مادي ۽ جسماني خوبين سان گڏوگڏ نبوت، رسالت، بزرگي، برگزيدگي، قرب، وحي، شفاعت، توسل”مقام محمود“ تي فائز ٿيڻ جو بلند ترين درجو، براق، معراج، ساري دنيا جي لاءِ پيغمبري، نماز ۾ انبياء ڪرام جي امامت، سڀني نبين ۽ سندن امتن جي مٿان گواهي ساري انسان ذات جي سرداري الله تعاليٰ جي طرفان سڀني انسانن جي لاءِ بشير ۽ نذير بڻجي اچڻ، قيامت جي ڏينهن”لواء الحمد“ عطا ٿيڻ، امانت، هدايت، ساري ڪائنات ۽ موجودات جي لاءِ رحمت بڻجي اچڻ، تسليم ۽ رضا، حوض ڪوثر جي بخشيش ، دعا جي اجابت،اِتمام نعمت، اڳين پوئين تقصيرن جي معافي، شرح صدر يعني دل جي مونجهه دور ڪرڻ ۽ سڪون ۽ اطمينان بخشڻ، ذڪر جي رفعت، فتح

مبين سان نوازڻ، تسڪين قلب عنايت ڪرڻ، فرشتن ڪي تائيد ۽ حمايت لاءِ موڪلڻ، ڪتاب ۽ حڪمت، سبع مثاني(ستن منزلن وارو قرآن پاڪ) نازل ڪرڻ، امت ڪي پاڪيزگيءَ جي نعمت سان نوازڻ، توحيد جي تبليغ ۽ الله تعاليٰ ڏانهن سندن بندن ڪي متوجه ڪرڻ جي خدمت سپرد ڪرڻ، الله تعاليٰ ۽ سندن فرشتن جو درود پڙهڻ، انسانن جو حڪم ۽ فيصل بنجڻ، سندس نالي جو قسم کڻڻ، نباتات، جمادات ۽ حيوانات جو ساڻس ڳالهائڻ، آڱرين مان چشمي وانگر پاڻي ڦٽي نڪرڻ،ٿورين شين جو برڪت سبب گهڻو ٿي پوڻ، چنڊ جو ٻه اڌ ٿيڻ، سج جو پوئتي موٽڻ، شين جو بدلجي وڃڻ، ڪڪر جو ڇانو ڪرڻ، ڪنڪرين ۽ پٿرين جو ذڪر ڪرڻ ۽ بيمارين کان شفا بخشڻ وغيره.

اِهي ۽ اهڙيون ٻيون سوين خوبيون آهن، جن کي انساني عقل سمجهي نٿو سگهي، فقط الله ئي انهن کي سمجهي ٿو، جنهن اهي خوبيون پيدا ڪيون ۽ پنهنجي حبيب کي عطا ڪيائين. انهن خوبين کان علاوه الله تعاليٰ پنهنجي حبيب لاءِ آخر ۾ جيڪي رتبا ۽ درجا مخصوص فرمايا آهن،

اوستائين انساني عقل جي رسائي بالڪل ٿي نٿي سگهي ۽ انسان جو علم ۽ ادراڪ حيرت زده ٿو رهي.

اهي سموريون خصلتون رسول اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم ۾ موجود آهن ۽ اهو ئي سندن خلق آهي، جو پنهنجي ڪماليت جي انتها کي وڃي پهتو آهي، ۽ اهو ئي سبب آهي جو الله تعاليٰ تعريف ۽ تحسين جي انداز ۾ کين خطاب ڪندي فرمايو آهي ته انڪ لعليٰ خلق عظيم.

الله تعاليٰ حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن کي خطاب ڪندي، فرمايو آهي ته و علمڪ مالم تڪن تعلم و ڪان فضل الله عليڪ عظيماً0 (اي حبيب! الله تعاليٰ توکي اهو سڀ ڪجھ ڄاڻائي ڇڏيو آهي، جو تون اڳ ۾ نه ڄاڻندو هئين ۽ توتي الله جو وڏو فضل آهي.)

انساني عقل حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي هن عظمت تي حيران آهي ۽ ان جي اندازي لڳائڻ کان عاجز. اسان جون زبانون الله جي انهيءَ عظيم فضل ۽ سندس عطا ڪيل علم جي بي پايان ۽ بي ڪران وسعت بيان ڪرڻ کان بالڪل گونگوين آهن.

حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي خصوصي فضيلت اها آهي جو الله تعاليٰ کين پنهنجن نالن مان به نالا عطا فرمايا آهن،

هڪ”رئوف“ ۽ ٻيو ”رحيم“. عزيز عليہ ما عنتم حريص عليڪم بالمؤمنين رئوف رحيم(رسول اللهﷺ کي اهڙيون ڳالهيون ڏکيون ٿيون لڳن، جي اوهان کي تڪليف ٿيون ڏين. هن کي اوهان جي ڀلائي جو حرص آهي ۽ هو اوهان مؤمنن تي رئوف ۽ رحيم(مهربان ۽ ٻاجهارو) آهي. اللهم صل عليٰ سيدنا و مولانا محمد وعلي آل سيدنا و مولانا محمد وبارڪ وسلم.

*

پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي طعنا نه ڏيو ۽ نه هڪ ٻئي تي نالا رکو. ايمان آڻڻ کان پوءِ بدتهذيبي جو نالو ئي برو آهي ۽ جيڪي انهن حرڪتن کان نه رڪجن (ته اهيئي) خدا جي نزديڪ ظالم آهن (القرآن)

**علامه حافظ ابن قيم**

**مترجم: رئيس احمد جعفري**

**سنڌيڪار: سومار علي سومرو**

# پَاڻَ سَڳورَنَ جِي حَيَات مُبارَڪ جَا چَند پَهلوُ

وحي لاءِ نبي صلى الله عليه وسلم جا ڪاتب:

انهن جا نالا هيٺئين طرح آهن:

- ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه،
- عمر رضي الله تعاليٰ عنه،
- عثمان رضي الله تعاليٰ عنه،
- علي رضي الله تعاليٰ عنه،
- زبير رضه،
- عامر بن فهير رضه،
- عمر و بن عاص رضه،
- اُبي بن ڪعب رضه،
- عبدالله بن ارقم رضه،

- ثابت بن قيس رضه،
- حنظلہ بن ربيع اسدي رضه
- مغيره بن شعبه رضه،
- عبدﷲ بن رواحه رضه،
- خالد بن وليد رضه،
- خالد بن سعيد ابن العاص رضه.

روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جو پهريون ڪاتب معاويه بن ابو سفيان رضه ۽ زيد بن ثابت رضه هئا ۽ گهڻو ڪري اهي ئي ٻيئي حضرات اهو فرض ادا ڪرڻ لاءِ مخصوص هئا.

## پاڻ سڳورن جا خط:

هڪ خط صدقات جي باري ۾ هو، جيڪو حضرت ابوبڪر صديق رضه وٽ هيو، ۽ اهو حضرت ابوبڪر رضه ئي حضرت انس بن مالڪ رضه جي لاءِ لکيو هو، جڏهن هن کي بحرين موڪليو ويو هو، انهي تي مسلمانن جي وڏي اڪثريت عمل پئي ڪندڙ آهي، هڪ خط پاڻ سڳورن ﷺ يمن وارن کي موڪلڻ فرمايو. هي اهو ئي خط هو جنهن جي

متعلق ابوبڪر بن عمرو بن حزم پنهنجي پيءُ کان ، ۽ انهي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي، جنهن جو امام حاڪم رحه پنهنجي صحيح سند ۾ ، ۽ امام نسائي رحه وغيره پڻ ذڪر ڪيو آهي. ابو دائود رحه وغيره مرسل روايت بيان ڪئي آهي. اهو هڪ ڊگهو خط آهي، جنهن ۾ فقہ جي مختلف مسئلن، زڪواة، دية ۽ ٻين حڪمن جي باري ۾ بيان ٿيل آهي. انهن کانسواءِ ڪبار، طلاق، عتق، هڪ ڪپڙي جي ٽڪري ۾ نماز جا حڪم، ۽ ان کي ويڙهڻ، ۽ قرآن پاڪ کي هٿ لائڻ وغيره بابت ڳالهيون تفصيل سان بيان ڪيون ويون هيون.

امام احمد رحمة الله عليہ فرمائين ٿا ته حقيقت ته اها آهي ته نبي صلى الله عليه وسلم جن جيڪو خط تحرير فرمايو، تنهن مان بعد وارن فقيهن ديات جا مقدار مقرر ڪيا آهن. تنهن کان سواءِ پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم جن بني زهير ڏانهن هڪ خط موڪليو.ان کان سواءِ، هڪ خط حضرت عمر بن خطاب رضه وٹ هو، جنهن ۾ زڪوات وغيره جا مسئلا درج هئا.

## سلطانن ۽ بادشاهن ڏانهن

## پاڻ سڳورن ﷺ جا خط:

جڏهن نبي ﷺ حديبيه کان فارغ ٿي واپس مديني تشريف فرما ٿيا، تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ مختلف بادشاهن ڏانهن خط لکيا ۽ انهن ڏانهن پنهنجا قاصد موڪليا. اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ روم جي بادشاهه کي هڪ خط روانو ڪرڻ فرمايو. پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو ويو ته جيستائين خط تي مهر لڳل نه ٿي ٿئي، تيستائين اهي ماڻهو خط نه پڙهندا آهن، تنهن تي حضور ﷺ جن هڪ منڊي ٺهرائي ۽ ان تي ٽي سٽون اُڪرايون. هڪ ِسٽ ۾ محمد، ٻي سِٽ ۾ رسول ۽ ٽين ِسٽ ۾ الله هو. خطن جي پڇاڙي ۾ اها ئي مهر لڳائيندا هئا.

نبي ﷺ جن سن 7 ھ ۾ هڪ ئي ڏينهن تي ماڻهن ڏانهن خط موڪليا.

سپني کان پهرين، عمرو بن اميه مغيري کي شاهه نجاشيءَ ڏانهن روانو ڪيائون. هن جو اصل

نالو ِاسمث بن ابحر ٻڌايو ويو آهي. عربي ٻوليءَ ۾ ِاسمث جي معنيٰ " عطيه" ٿئي ٿي.

شاهه نجاشيءَ نبي ﷺ جن جي خط شريف جي خوب عزت ڪئي، اسلام قبول ڪيو ۽ ڪلمہ حق جي شهادت ڏني، ۽ هو(شاهه نجاشي) انجيل جو سڀني کان وڏو عالم هو. جنهن ڏينهن شاهه نجاشي فوت ٿيو، تنهن ڏينهن نبي ﷺ جن مديني ۾ هن جي جنازي جي غائبانه نماز پڙهائي- محدثين جي هڪ جماعت ، جنهن ۾ واقدي پڻ شامل آهي، اها ئي روايت ڪئي آهي.

پر واقعات انهيءَ طرح ڪين هئا، ڇو ته شاهه نجاشي، جنهن جي جنازي جي غائبانه نماز پاڻ سڳورن ﷺ پڙهي هئي، اُهو ساڳيو نجاشي ڪو نه هو، جنهن ڏانهن نبي سڳورن ﷺ جن خط موڪلڻ فرمايو هو. جنهن ڏانهن خط موڪليو ويو هو، سو دراصل ٻيو ماڻهو هو، جنهن جي اسلام آڻڻ متعلق ڪو پتو ڪونهي. اهو دراصل پهريون شاهه نجاشي هو، جيڪو اسلام جي حالت ۾ فوت ٿيو هو.

مسلم ۾ حضرت انس رضه کان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن ڪسريٰ، قيصر ۽ نجاشيءَ ڏانهن خط لکيا ۽ هي اُهو نجاشي نه هيو، جنهن جو نبي ﷺ جن جنازو پڙهيو هو. ابو محمد بن خرم فرمائين ٿا ته جنهن نجاشيءَ کي نبي ﷺ جن خط موڪلڻ فرمايو هو، تنهن جي نالي اُهو خط ڪٽي عمرو بن اميه مغيري ئي ويو هو. اهو نجاشي مسلمان ڪو نه ٿيو. پهريون قول ابن سعد وغيره جو آهي، ۽ ٻيو قول ابن خرم جو آهي.

ان کان سواءِ، پاڻ سڳورن ﷺ دحيه بن خليفه ڪلبيءَ کي روم جي بادشاهه قيصر ڏانهن موڪليو. هن جو اصل نالو هرقل هو. هن اسلام آڻڻ جو ارادو ڪيو پر پوءِ هن جو ارادو ڊانوان ڊول ٿي ويو. هڪ قول مطابق، هن اسلام قبول به ڪيو، پر اهو قول غلط آهي. ابو حاتم ۽ ابن حيان حضرت انس رضه بن مالڪ کان روايت ڪئي آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو:

"جيڪو منهنجو هي خط قيصر کي پهچائيندو، اهو جنت جو حقدار ٿيندو"

هڪ شخص عرض ڪيو،"چاهي اهو(اسلام) قبول نه به ڪري؟"

پاڻ سڳورن فرمايو،"ها، توڻي اُهو اسلام قبول نه به ڪري".

اهو ماڻهو قيصر سان مليو. جڏهن هو بيت المقدس ڏانهن وڃي رهيو هو، تڏهن انهيءَ شخص خط زمين تي اڇلائي ڇڏيو ۽ پاڻ هڪ پاسي لڪي پيو، قيصر اهو ڏسي وڏي آواز سان چيو ته "جيڪو به هي خط کڻي آيو آهي، تنهن کي جان جي امان آهي". تنهن تي انهيءَ ماڻهوءَ چيو ته "مان کڻي آيو آهيان". قيصر چيو ته مان جڏهن واپس اچان ته مون سان ملجانءِ. ان طرح جڏهن قيصر واپس آيو ته پاڻ سڳورن ﷺ جو قاصد هن سان مليو. قيصر محل جا دروازا بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو. آخر دروازا بند ڪيا ويا. پوءِ هن منادي واري کي چيو ته ماڻهن کي ٻڌاءِ ته قيصر محمدﷺ جو دين قبول ڪيو ۽ عيسائيت ڇڏي. انهيءَ آواز تي قيصر جون هٿياربند فوجون محل ۾ گهڙي آيون ته قيصر نبي ﷺ جي قاصد کي چيو،

"تو ڏسي ورتو ته مون کي پنهنجي حڪومت کسجي وڃڻ جو انديشو آهي".

پوءِ هن منادي واري کي چيو ته تون اعلان ڪر ته قيصر توهان ماڻهن جي دين تي راضي آهي ۽ پوءِ هن نبيﷺ کي خط لکيو ته مون اسلام قبول ڪيو ۽ اوهان جي خدمت ۾ دينارن جي ٿيلهي موڪلي. نبيﷺ جن جواب ڏنو ته "الله جي دشمن ڪوڙ ڳالهايو. هو مسلمان ڪونهي. بلڪ عيسائي آهي". پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ دينار ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيا.

ان کان سواءِ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن عبدالله بن حذافة کي ڪسريٰ ڏانهن موڪليو. انهيءَ جو نالو پرويز بن هرمز بن نوشيروان هو. هن نبي ﷺ جو خط ڦاڙي ڇڏيو. نبيﷺ دعا ڪئي،"اي الله! هن جي ملڪ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪر"، پوءِ الله تعاليٰ هن جي ملڪ ۽ قوم کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو.

پاڻ سڳورن ﷺ حاطب بن ابي بلتعه کي مقوقش ڏانهن روانو ڪيو. هن جو نالو جريح بن مينا شاهه اسڪندريه هو. هن جواب ڏنو،"ڏاڍو چڱو. هاڻي اهو وقت اچي پهتو

آهي". هن اسلام قبول نه ڪيو. البت نبيﷺ جن جي خدمت ۾ هڪ ٻانهي ماريه رضه، ۽ ان جون ٻه ڀينرون سيرين ۽ قيسريٰ موڪلي ڏنيون. پاڻ ڪريم ﷺ سيرين حضرت حسان بن ثابت رضه کي عطا فرمائي، انهن کان سواءِ هن هڪ ٻي ٻانهي، هڪ هزار مثقال سون، ويهه قبطي جوڙا، هڪ اڇو خچر، جيڪو دلدل جي نالي مشهور آهي، هڪ اڇو گڏه، جنهن کي عفير چيو ويندو هو، هڪ خصي ٻانهو، جنهن جو نالو مابو هو، ۽ جيڪو هڪ قول جي مطابق ماريه رضه جو سوٽ هو، هڪ گهوڙو، جيڪو لزاز جي نالي سان مشهور هو، هڪ شيشي جو پيالو ٻيون ڪيتريون ئي شيون خدمت اقدس ۾ روانيون ڪيون. نبي ﷺ جن فرمايو،"هن بدبخت پنهنجي حڪومت تي بخل ڪيو، حالانڪ هن جي سلطنت(دنيا) کي بقاءُ ڪونهي".

انهن کان سواءِ شجاع بن وهب اسدي کي بلقاء جي حڪمران حارث بن ابي شمر غساني ڏانهن روانو ڪرڻ فرمايو.

اسحاق واقدي فرمائي ٿو ته انهيءَ باري ۾ ڪيئي اقوال آهن. هڪ اهو ته هن ڪي جبله بن ابهم ڏانهن موڪليائون. هڪ ٻي روايت جي مطابق، ٻنهي ڏانهن موڪليائون، ۽ اجا به هڪ ٻي روايت مطابق، هن ڪي دحيه بن خليفه سان گڏ هرقل ڏانهن موڪليائون.

پاڻ سڳورن ﷺ سليط بن عمرو ڪي هوذه بن علي حنفي ڏانهن يمامه موڪليو. هن قاصد جي خوب تعظيم ڪئي. هڪ قول مطابق، پاڻ سڳورن ﷺ هوذه ۽ ثمامه بن آثال حنفي ڏانهن قاصد موڪليا. هوذه ته اسلام قبول نه ڪيو، البت ثمامه اسلام آندو.

مطلب ته اهي ڇهه حڪمران هئا، جن جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته پاڻ سڳورن ﷺ انهن ڏانهن خط موڪليا هئا.

سنه 8 هجري جي ذيقعد مهيني ۾ عمرو بن عاص ڪي شاهه عمان جي ٻنهي پٽن جيفر ۽ عبدالله ڏانهن موڪليو ويو. اهي ٻئي مسلمان ٿيا، هنن حضور ﷺ جن جي رسالت جي تصديق ڪئي ۽ عمرو بن عاص صدقي جي رقم گڏ

ڪرڻ لاءِ اتي ئي ترسي پيو. اهو صحابي اتي ئي هو، جو هن کي نبيﷺ جي وفات جي خبر ملي.

ان کان سواءِ، پاڻ ڪريم ﷺ جن جعرانه کان واپسي کان اڳيئي علاء بن حزمي کي شاهه بحرين، منذر بن ساوي عبدي ڏانهن موڪليو. هڪ روايت مطابق، مڪي جي فتح کان اڳيئي هن کي خط لکيو ويو هو، ۽ پوءِ هو مسلمان ٿيو ۽ تصديق ڪئي.

پاڻ سڳورن ﷺ مهاجر بن ابي اميه مخزومي کي يمن ۾ حرث ابن عبد ڪلال حميريءَ ڏانهن موڪليو. هن جواب ڏنو ته مان غور ڪندس. ان کان سواءِ غزوه تبوڪ کان واپسيءَ تي پاڻ سڳورن ﷺ ابوموسيٰ اشعري رضه ۽ معاذ بن جبل کي پڻ يمن جي طرف موڪليو. هڪ روايت مطابق، سنه 10 هجري ۾ انهن حضرات کي اسلام جي تبليغ لاءِ موڪليو ته اتان جا اڪثر ماڻهو لڙائي جهڳڙي کان سواءِ ئي مسلمان ٿي ويا.

ان کان پوءِ علي ابن ابي طالب رضه کي اوڏانهن موڪليائون ۽ حجة الوداع جي موقعي تي ملاقات ڪرڻ فرمائي. ان کانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جرير بن عبدالله

بجلي کي ذي ڪلاع حميري ۽ ذي عمر جي طرف روانو ڪرڻ فرمايو. انهن کي اسلام جي دعوت ڏني ويئي ۽ اهي ٻيئي مسلمان ٿيا. جرير رضه اجان اتي ئي هو، ته نبي صلی اللہ علیہ وسلم جي وفات ٿي ويئي.

ڀاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم عمر بن اميه مصري کي مسيلمه ڪذاب ڏانهن هڪ خط ڏيئي روانو فرمايو. ان کان سواءِ زبير رضه جي ڀاءُ سائب بن عوام جي هٿان پڻ هن کي هڪ خط موڪلڻ فرمايائون، پر هن اسلام قبول نه ڪيو. خروه بن عمرو جذامي ڏانهن به اسلام لاءِ دعوت نامو موڪليائون. هڪ قول اهو به آهي ته هن ڏانهن دعوت نامو ڪونه موڪليائون. فروه معان ۾ قيصر جي طرفان گورنر هو. هو مسلمان ٿي ويو ۽ نبي صلی اللہ علیہ وسلم کي پنهنجو اسلام آڻڻ جو عريضو موڪليو ۽ مسعود بن سعد جي هٿان هڪ اڇي خچر جو هديه پيش ڪيو، جيڪو فضه جي نالي سان مشهور آهي. تنهن کانسواءِ حزب نالي وارو هڪ گھوڙو، ۽ هڪ گڏه جنهن جو نالو يعفور هو، خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو. محدثين جي هڪ جماعت جي اهائي تحقيق آهي. عفير ۽ يعفور ٻنهي جو مطلب ساڳيو ئي آهي، فرق صرف ايترو آهي ته جو عفير، يعفور جي

نندي صورت آهي. ان ڪانسواءِ هن ڪجهه اڻ سبيل ڪپڙا، ۽ سونهري تار سان پريل هڪ قميص پڻ نبي سڳوري صلی اللہ علیہ وسلم جي خدمت ۾ موڪلي. حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن اهي هديا قبول فرمايا، ۽ حضرت مسعود بن سعد کي ٻارنهن اوقيه عطا ڪيا.

انهن ڪانسواءِ، پاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم حياش بن ابي ربيعه مخزومي کي هڪ خط ڏيئي قبيله حمير جي سردارن، حارث، مسروح ۽ نعيم بن عبد ڪلال ڏانهن روانو ڪيو.

## آنحضرت صلي الله عليہ آلہ وسلم جا مؤذن:

حضور نبي ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن جا چار مؤذن هئا، جن مان ٻه مدينه منوره ۾ هئا. انهن مان هڪ بلال بن رباح رضه هو، جنهن نبي صلی اللہ علیہ وسلم جن جي حڪم تي سڀني کان پهرين اذان ڏني هئي، ۽ ٻيو نابين صحابي حضرت عمرو بن ام مڪتوم قريشي عامري هو. ٽيون مسجد قباء ۾ حضرت سعد قرظ رضه، جيڪو حضرت عمار رضه بن ياسر جو غلام هو. چوٿون مڪي ۾ ابو محذوره رضه موذن مقرر هو، جنهن جو اصل نالو اوس بن مغيره حجمي هو. ابو

محذوره  اذان ۾ رجعت فرمائيندو هو ۽ اقامت کي ٻه ٻه دفعا چوندو هو. حضرت بلال رضه اذان ۾ رجعت نه فرمائيندو هو، ۽ اقامت جا لفظ هڪ هڪ ڀيرو چوندو هو. چنانچه مڪي وارن ۾ امام شافعي رحه ابو محذوره رضه جي اذان ۽ حضرت بلال رضه جي اقامت اختيار ڪئي ۽ حضرت ابو حنيفه رحه ۽ عراق وارن حضرت بلال رضه جي اذان ۽ ابو محذوره رضه جي اقامت اختيار ڪئي. امام احمد رحه ۽ ٻين اهل ظاهر محدثين رضه ۽ مديني وارن حضرت بلال رضه جي اذان، ۽ اقامت، ٻئي اختيار ڪيون. امام مالڪ رحه ٻن هنڌن تي تڪبير جو اعاده ڪيو، ۽ اقامت جي لفظن کي ٻه ٻه ڀيرا پڙهڻ جي مخالفت ڪئي. هو انهن لفظن کي دهرائيندو نه هو.

نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا مقرر ڪيل حاڪم:

هڪ شخص نالي باذان بن ساسان کي ، جيڪو بهرام جو پٽ هو، نبيﷺ جن ڪسريٰ جي موت بعد اهل يمن جو حاڪم مقرر ڪرڻ فرمايو. اهو يمن جو پهريون حاڪم هو، جنهن کي اسلام جي زماني ۾ مقرر ڪيو ويو هو. هن

عجم جي بادشاهن مان سڀني کان اڳي اسلام آندو. باذان جي وفات کان پوءِ پاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم هن جي پٽ شهر بن باذان کي صفاء جو حاڪم مقرر فرمايو. شهر بن باذان کي بعد ۾ قتل ڪيو ويو ته نبي صلی اللہ علیہ وسلم جن خالد بن سعيد بن العاص کي صفاء موڪليو ۽ مهاجر بن ابي اميه مخزومي کي ڪنده ۽ صدف جو حاڪم بڻايو. ان کانپوءِ نبي صلی اللہ علیہ وسلم جي وفات شريف ٿي ويئي ۽ ڪائي نئين فوج رواني نه ڪئي ويئي.

ان کانپوءِ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ مرتد قبيلن جي خلاف فوج رواني ڪئي ۽ زياد بن اميه رضه انصاري کي حضرموت جو، حضرت ابو موسيٰ اشعري رضه کي زبيد، عدن، زمع ۽ ساحل جو، حضرت معاذ بن جبل رضه کي جند جو، حضرت ابو سفيان رضه کي نجران جو، ۽ سندس پٽ يزيد کي تيمار جو حاڪم مقرر ڪيو. ان کان سواءِ حتاب بن اسير کي مڪي جو ۽ حج جي موسم ۾ اهل اسلام جو ناظم مقرر فرمايو. حضرت علي بن ابي طالب کي يمن ۾ خمس گڏ ڪرڻ تي مقرر ڪيو ۽ قضا جي عهدي تي متعين فرمايو. حضرت عمر و بن عاص کي عمان ۽ ان جي پس گردائي جو

حاڪم مقرر ڪيو ۽ صدقات وصول ڪرڻ لاءِ صحابه جي هڪ جماعت کي مقرر ڪرڻ فرمايو، چاڪاڻ ۾ ته هر قبيلي ۽ هر خاندان مان ئي صدقات جي رقم وصول ۽ جمع ڪرڻ لاءِ مقرر ٿي پئي سگهيو. انهيءَ سبب ڪري صدقات جمع ڪرڻ لاءِ گهڻي تعداد ۾ ماڻهو رکيا ويا. حضرت ابوبڪر کي سنه 9 ھ ۾ حج جي اقامت تي رکيو ويو.

پوءِ وري حضرت علي رضه کي روانو ڪيو ويو ته ماڻهن کي سوره توبه پڑهي ٻڌائي(حج جا حڪم ٻڌائي). ان جو سبب هي هو جو انهيءَ سورة جون شروعاتي آيتون حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي مديني جي غير حاضريءَ ۾ نازل ٿيون هيون. ٻيو سبب اهو ٻڌايو وڃي ٿو ته عرب جا ماڻهو گهر جي پاتيءَ کان سواءِ غيرن جي ڳالهه تي مڪمل اعتماد نه ڪندا هئا، انهيءَ ڪري علي رضه کي موڪليو ويو. هڪ قول اهو به آهي ته هن کي حضرت ابوبڪر رضه جو مددگار ۽ معاون بنائي روانو ڪيو ويو هو. اهو ئي سبب آهي، جو جڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضه، حضرت علي رضه کان پڇيو ته"چا، توهان امير(مقرر ڪندڙ) آهيو يا

ماء مور(مقرر ڪيل)؟" ته حضرت علي رضه جواب ڏنو ته" مان ماء مور(مقرر ڪيل) آهيان".

رافضي چون ٿا ته حضرت ابوبڪر رضه ڪي معزول ڪري حضرت علي رضه ڪي امير بنايو ويو هو. اها محض انهيءَ فرقي جي بهتان تراشي ۽ دل جو ٺاهه آهي. هن ۾ اختلاف آهي ته اهو واقعو ذي الحج يا ذي قعده جي مهيني ۾ ٿيو. ٻنهي ڳالهين ۾ اختلاف محض غلطيءَ جي سبب ڪان ٿيو.

## نبي صلي الله عليه وآله وسلم جا محافظ صحابي:

غزوه بدر ۾ جڏهن نبيﷺ عريش نالي هڪ جاءِ تي آرام فرمايو، ته سعد بن معاذ، پاڻ سڳورن جو پهريدار مقرر ٿيو.

غزوه احد ۾ محمد بن مسلمه نبيﷺ جو نگران هو. غزوه خندق ۾ حضرت زبير بن عوام کي اها سعادت نصيب ٿي. ان ڪانسواءِ حضرت عباد بن بشر پڻ پاڻ سڳورن ﷺ جو محافظ هو. انهن کان سواءِ ڪيئي ٻيا اصحاب سڳورا پڻ نبيﷺ جي محافظ بنجڻ جو فرض ادا ڪندا رهيا، پر جڏهن هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي:

"و الله يعصمک من الناس."

يعني:"الله تعاليٰ توهان کي ماڻهن کان محفوظ رکندو،"تڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن ماڻهن کي اهو حڪم ڏنو ۽ پوءِ سمورو پهرو، هٽائي ڇڏيو.

ڪجھ صحابين جون پيون ذميداريون

جيڪي حضرات ڏوهارين ۽ دشمنن کي قصاص جون سزائون ڏيندا هئا، تن جا نالا هي آهن:

علي بن ابو طالب، زبير بن عوام، مقداد بن عمرو، محمد به مسلمه، عاصم بن ثابت ابن ابي فلح، ضحاڪ بن سفيان ڪلابي، حضرت قيس بن سعد بن عبادة انصاري رضه الله عنهم پڻ حضور ﷺ جن جي سپاهين ۾ شامل هوندا هئا. حديبيه واري موقعي تي مغيره بن شعبه پاڻ سڳورن جي پٺيءَ پويان تلوار جهلي بيٺو هو.

پاڻ سڳورن ﷺ جي ذاتي معاملن جو انتظام رکندڙ

حضرت بلال کي گهريلو خرچن جو انتظام سپرد ڪيو ويو هو. معيقيب وٽ مهر هوندي هئي. نبيﷺ جو مسواڪ ۽ نعلين مبارڪ حضرت عبدالله ابن مسعود وٽ

رهندا هئا. انهن ڪانسواءِ، رباح اسود، پاڻ سڳورن جي ٻانهي انيسه، انس بن مالڪ ۽ حضرت ابو موسيٰ اشعري جي ذمه پڻ ڪجهه انتظامات هئا.

## نبي ﷺ جا خطيب ۽ شاعر

حضرت ڪعب بن مالڪ، عبدالله بن رواحه ۽ حضرت حسان بن ثابت آنحضرت ﷺ جا شاعر هئا، جيڪي اسلام جي طرفان دفاع ڪندا هئا. حضرت حسان بن ثابت ۽ ڪعب بن مالڪ ڪفار جي مقابلي ۾ ڏاڍا سخت هئا. هي انهن کي ڪفر ۽ شرڪ تي عار ڏياريندا هئا. پاڻ ڪريم جن جو خطيب، ثابت بن قيس بن شماس هو.

سفر جي حالت ۾ آنحضرت ﷺ جا حدي خوان(1)

انهن جا نالا هي آهن:

عبدالله بن رواحه، انجشته، عامر بن اڪوع ۽ سندس چاچو سلمه بن اڪوع.

صحيح مسلم ۾ روايت آهي ته نبي ﷺ وٽ ڏاڍي مٺي آواز وارو انجشته هو. نبي ﷺ جن(هن جي وڏنڌ آواز تي) فرمايو:

"اي انجشته، ذرا آهستي، پاڻيءَ جا آبگينا نه ٽوڙي ڇڏين!"

(يعني ڪمزور عورتن جو خيال رک.)

آنحضرت ﷺ جون غزوات، وفد ۽ سرايا

پاڻ سڳورن ﷺ جون سموريون لڙايون(غزوات)، وفد ۽ فوجي مهمون هجرت کان پوءِ مديني منوره ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کان پوءِ صرف ڏهن سالن جي مدت ۾ ئي ٿيون.

حضرت نبي ڪريم ﷺ جي لڙاين جو ڪل تعداد ستاويه (27) آهي. پنجويهن(25) ۽ اڻٽيهن(29) جون روايتون به ملن ٿيون. انهن کان گهٽ ۽ وڌ تعداد به ٻڌايو وڃي ٿو.

هنن نون (9) لڙاين ۾ حضور نبي ڪريمﷺ جن پاڻ به شرڪت فرمائي:

- غزوه بدر،
- غزوه اُحد،
- غزوه خندق،

- غزوه بنو قريظہ،
- غزوه بنو مصطلق،
- غزوه خيبر،
- فتح مڪہ،
- غزوه حنين ۽
- غزوه طائف.

هڪ روايت مطابق پاڻ سڳورن ﷺ

- غزوه بني نضير،
- غزوه نمايه ۽
- خيبر جي ويجهو واديءَ قريٰ جي جهاد ۾ شرڪت ڪئي.

**باقي رهيا سندن وفد ۽ ننديا ننديا حملا**، ته اهي سٺ جي لڳ ڀڳ آهن. پر وڏيون وڏيون لڙايون ست ئي ٿيون:

غزوه بدر، غزوه اُحد، خندق، خيبر حنين، تبوڪ ۽ فتح مڪہ. انهن ئي غزواة جي متعلق قرآن مجيد ۾ آيتون نازل ٿيون.

سورة انفال جون آيتون غزوه بدر جي متعلق، سوره آل عمران جون آخري آيتون غزوه احد جي متعلق نازل ٿيون. الله تعاليٰ فرمايو:

"و اِذا غدوت من اهلڪ تبوئي المومنين مقاعد للقتال الخ".

غزوه خندق ۽ بنو قريظه ۽ خيبر جي متعلق سورة احزاب جون شروعاتي آيتون نازل فرمايون ويون.

ان ڪانسواءِ سورة حشر ۾ غزوه بني نضير جي متعلق فرمايو ويو.

حديبيه جي صلح ۽ مڪي جي فتح جي باري ۾ سورة فتح ۾ آيتون لٿيون ۽ انهن آيتن ۾ فتح (مڪي) جي خوشخبري ڏني ويئي. سورة نصر ۾ ته صاف طور فتح جو ذڪر فرمايو ويو. ان ڪانسواءِ غزوه احد ۾ نبيﷺ جن زخمي ٿي پيا.

غزوه بدر ۽ غزوه حنين ۾ ملائڪن پڻ جنگ ۾ شرڪت ڪئي.

غزوه خندق ۾ فرشتن جو نزول ٿيو، جن ڪي ڏسي ڪافرن جا پير ڍلا ٿي ويا ۽ اهي بُري طرح شڪست کائي وڃي

پکڙيا. انهيءَ غزوه ۾ فرشتن ڪافرن جي منهن تي پٿر هنيا، جنهن ڪري انهن کي نيٺ ذليل ٿي پڇتو پيو.

بدر ۽ حنين جي جنگين ۾ ڏاڍي شاندار فتح حاصل ٿي. طائف واري غزوه ۾ پاڻ سڳورن ﷺ منجنيق پڻ استعمال ڪئي ۽ احزاب جي غزوه ۾ حضرت سلمان فارسي جي مشوره تي خندق کوٽي بچاءُ ڪرڻ فرمايو.

## پاڻ سڳورن ﷺ جا هٿيار ۽ جنگ جو سامان

آنحضرت ﷺ جن وٽ نو(9) تلوارون هيون. انهن مان هڪ ترار جو نالو ماثور هو جيڪا کين سندن والدين جي طرفان ورثي طور ملي هئي. ٻي ترار عضب ۽ ٽين ذوالفقار هئي، جنهن کي نبي ڪريم ﷺ هر وقت پاڻ وٽ رکندا هئا ۽ ڪنهن مهل به پاڻ کان جدا نه ڪندا هئا. انهيءَ ترار جو دستو ۽ ٻيا سمورا لوازمات چانديءَ جا هئا.

انهن کان سواءِ، نبي (ﷺ) وٽ قلعي، پتار، خنف، دسوب، مخذم ۽ قضيب نالي واريون ترارون به هيون. آخري نالي واري ترار جو نعل صرف چانديءَ جو هيو. انکان سواءِ، ان جو حلقو پڻ چانديءَ جو هو. ذوالفقار

آنحضور ﷺ جن کي غزوه بدر ۾ مليِ، جنهن کي پاڻ سڳورن خواب ۾ ملاحظه فرمايو هو. جنهن ڏينهن پاڻ ڪريم ﷺ جن مڪي ۾ داخل ٿيا، ته انهيءَ ڏينهن سندن انهيءَ ترار تي سون ۽ چانديءَ جو ڪم ٿيل هو.

## آنحضرت ﷺ جا جنگي هٿيار ۽ ٻيا اثاثه

نبي ﷺ جي ذات پاڪ جي املاڪ جا ضروري تفصيل

نبي سڳوري ﷺ جون ست زرهون هيون. هڪ زره جو نالو ذات الفصول هو، جيڪا پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي ڪٽنب قبيلي لاءِ ويهه مڻ جَون جو وٺي ابوتحم نالي هڪ يهوديءَ وٽ گروي رکي هئي. اهو قرض هڪ سال جي مدت لاءِ ورتو ويو هو. اها زره لوه جي هئي. انهيءَ زره کان علاوه، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ذات الوشاح، ذات الاحواشي، سعديه، فضه، بترا ۽ خرنق نالي زرهون پڻ هيون.

انهن کان سواءِ، پاڻ سڳورن وٽ ڇهه (6) ڪمانون پڻ هيون، انهن جا نالا روراءِ، روحاء، صفرا، بيضاء ۽ ڪٿوم هئا. آخري نالي واري ڪمان غزوه احد ۾ ٽٽي

پيئي، جنھنڪري قتاده بن نعمان ۽ شداد کي مرحمت ڪئي ويئي.

پاڻ سڳورن وٽ تيرن جي هڪ ٿيلهي هئي، جنهن جو نالو ڪافور هو. نبي ﷺ وٽ هڪ همياڻي به هئي، جنهن تي ٽي گول دائرا سون ۽ چانديءَ جي تارن جا هئا. ان جي اردگرد پڻ چاندي جڙيل هئي. اها ڪن حضرات جي تحقيق آهي، پر شيخ الاسلام ابن تيميه فرمائين ٿا ته اسان وٽ اهڙي ڪا روايت نه پهتي آهي ته نبي ﷺ جن چيلهه ۾ همياڻي ٻڌي.

ان کانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ زلوق نالي هڪ ڍال هئي. هڪ ٻي ڍال نالي فتق پڻ هئي. هڪ ڍال پاڻ سڳورن کي هديه طور پيش ڪئي ويئي هئي، جنهن تي تصوير اڪريل هئي. پاڻ سڳورن ان جي مٿان پنهنجو هٿ مبارڪ رکيو ته الله تعاليٰ اها تصوير ميساري ڇڏي.

حضور ﷺ جن وٽ پنج نيزا هئا. هڪ جو نالو مثويٰ ۽ ٻئي جو نالو منثني هو. انهن نيزن کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ هڪ حربه پڻ هو جنهن جو نالو نبعه هو، انهيءَ کان سواءِ هڪ ٻيو تمام وڏو حربه پڻ وٽن

هو، جنهن جو نالو بيضاء هو. اجا به هڪ ٻيو ننڍو حربه وٿن هو، جيڪو عڪاز جي شڪل جو هو ۽ ان جو نالو عمره هو. عيد جي ڏينهن تي نبي صلي الله عليہ وسلم جي اڳيان اهو ئي کڻي هلندا هئا ۽ نماز ۾ ان کي سندن اڳيان زمين ۾ کوڙي ڇڏيندا هئا، ۽ اهڙيءَ طرح ان کان نماز جي لاءِ ستره(آڏ) بڻايو ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن نبي صلي الله عليہ وسلم جن ان کي کڻي ٻاهر تشريف کڻي ويندا هئا. پاڻ سڳورن وٽ هڪ لوهي ٽوپي، يعني خود هوندو هو، جنهن کي موشح چيو ويندو هو ۽ ان جي مٿان ٿامو لڳل هوندو هو. انهيءَ کان سواءِ هڪ ٻيو خود پڻ پاڻ سڳورن وٽ هوندو هو، جنهن کي مسبوغ يا ذوالمسبوغ نالي سان سڏيو ويندو هو.

نبيﷺ جن وٽ ٽي(3) جبا هوندا هئا، جن کي پاڻ سڳورا جهاد جي موقعن تي پائيندا هئا. انهن مان هڪ سائي رنگ جي ريشم جو هو. روايت آهي ته حضرت عروه بن زبير وٽ هڪ ريشمي جبو هيو، جنهن جي اندر سائو ريشم لڳل هو ۽ اهو جهاد ۾ پائيندو هو. امام احمد جي نزديڪ، جهاد ۾ ريشم پائڻ جائز آهي.

پاڻ سڳورن ﷺ وٽ عقاب نالي هڪ ڪارو جهنڊو هوندو هو. سنن ابو دائود ۾ هڪ صحابي کان روايت ڪيل آهي ته هن فرمايو ته مون نبي ﷺ جو جهنڊو ڏٺو، جنهن جو رنگ پيلو هو. هونئن اڪثر وقتن تي جهنڊي جو رنگ ڪارو هوندو هو.

پاڻ سڳورن وٽ "ڪن" نالي وار هڪ خيمو هوندو هو. ان کان سواءِ نبي ﷺ جن وٽ هڪ گز يا ان کان ڪجهه وڏيڪ ڊگهي عصا هوندي هئي. اها هٿ ۾ ڪٺي پاڻ سڳورا هلندا هئا، انهيءَ جي سهاري سواريءَ تي چڙهندا هئا، ۽ پوءِ اها پنهنجي اٺ تي لٽڪائي ڇڏيندا هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ وٽ حرجون نالي وارو هڪ مخصره(مٿو ٿيڪڻ لاءِ ڏنڊي جهڙي شيءِ) هوندو هو، جنهن کان سواءِ معشوق نالي هڪ ٻي عصا به هئي، اها ئي عصا آهي، جيڪا بعد ۾ خلفاءِ راشدين وٽ رهي.

پاڻ ڪريم ﷺ جن وٽ هڪ پيالو هو، جنهن جو نالو ريان هو. ڪن هنڌن تي ان جو نالو معسيا پڻ لکيو ويو آهي. انهيءَ کان سواءِ حضور ﷺ جن وٽ هڪ ٻيو پيالو هوندو هو، جنهن سان سوني زنجيري لٽڪيل هئي.

وٽن هڪ شيشي جو پيالو به هوندو هو. انهن کان سواءِ، سندن ڪٽ جي هيٺان رات جي وقت پيشاب ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاٺ جو پيالو رکيو هوندو هو.

پاڻ سڳورن وٽ سادر نالي واري هڪ مشڪ هوندي هئي. جنهن کان علاوه، وٽن پٿر جو هڪ برتن هوندو هو،جنهن سان پاڻ سڳورا ﷺ وضو ڪندا هئا. ان کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪم لاءِ سقه نالي وارو هڪ وڏو پيالو پڻ هيو. ان کان علاوه پاڻ ڪريم جن وٽ هٿن ڌوئڻ جو هڪ برتن، تيل جي شيشي، ٿيلهي جهڙي هڪڙي شيءَ جنهن ۾ آئينو ۽ ڦڻي رکيل هوندي هئي. چيو وڃي ٿو ته پاڻ سڳورن ﷺ جي ڦڻي ساڳ جي ڪاٺ مان ٺهيل هئي. هڪ سرمي داني به وٽن هوندي هئي، جنهن مان رات جو سمهڻ وقت هر هڪ اک ۾ ٽي ٽي سرايون سرمي جون وجهندا هئا.

انهن سڀني شين کان علاوه، پاڻ سڳورن ﷺ جي ٿيلهي ۾ به قينچيون ۽ مسواڪ رهندو هو- نبيﷺ جن وٽ هڪ تمام وڏو پيالو هوندو هو، جنهن جا چار ڪڙا هوندا هئا، ۽ ان کي چار ماڻهو کڻندا هئا. وٽن شين کي ماپڻ جا

پيمانا پڻ هوندا هئا، جن مان هڪ کي صاع، ۽ ٻئي کي مد چئبو آهي. هڪ چادر به هئي. چيو وڃي ٿو ته سندن ڪٺ جا پاوا ساڳ جي ڪاٺ جا هوندا هئا، جيڪي سعد بن زراه حضور ﷺ جن کي هديه طور پيش ڪيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ جو بسترو چمري جو هوندو هو، جنهن اندر کجيءَ جو ڪاٻر پريل هوندو. رسالت ماب جن جو سڄو سارو سامان اجهو اهو هو، جنهن جو مختلف حديثن ۾ بيان ملي ٿو. امام طبراني پنهنجي معجم طبراني ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي برتنن متعلق هڪ جامع حديث نقل ڪئي آهي. حضرت ابن عباس کان روايت آهي ته نبيﷺ جن وٽ هڪ اهڙي ترار هوندي هئي، جنهن جو دستو چانديءَ جو هو، ۽ ان جي ارد گرد چاندي مڙهيل هئي. اها ترار ذوالفقار جي نالي سان مشهور هئي.

حضور ﷺ جن وٽ سداد نالي واري هڪ ڪمان پڻ هئي. وٽن تيرن رکڻ جو هڪ ترڪش هو، جنهن کي جمع سڏيندا هئا. هڪ زره هين، جنهن تي ٽامي جا نقش ونگار ٺٽيل هئا. ان کي ذات الفصول چوندا هئا. انهن کان سواءِ وٽن نبعاء نالي جو هڪ حربو، دقن نالي جي هڪ لٺ، هڪ اڇي ڍال، سڪب نالي وارو هڪ خاڪي

گهوڙو، داج نالي هڪ هنو، دلدل نالي وارو هڪ اڇو خچر، قصويٰ نالي واري هڪ ڏاچي، يعقور نالي وارو هڪ گڏه، ڪرد نالي واري هڪ تڏي، قمر نالي واري هڪ ٻڪري، صادر نالي وارو هڪ پيالو، ۽ جامع نالي واري هڪ قينچي هئي.

پاڻ سڳورن ﷺ وٽ، انهن شين کان سواءِ، هڪ آئينو ۽ هڪ ڏندو هو، جنهن جو نالو موت هو.

نبي ﷺ جا جانور:

حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن وٽ سڪب نالي وارو گهوڙو هوندو هو. اهو پهريون گهوڙو هو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ وٽ آيو. جنهن اعرابيءَ وٽ اهو گهوڙو هو، تنهن کان پاڻ سڳورن ﷺ اهو ڏهن اوقيه نالي وارن سڪن ۾ خريد ڪيو هو. اهو گهوڙو اڇي پيشانيءَ ۽ پريل بدن وارو هو، جنهن جون اکيون ڪاريون هيون، ان جي بدن جو رنگ به ڪاراڻ مائل هو. ٻيو گهوڙو مرتجز نالي وارو هو، جيڪو رنگ جو اڇو هو، ۽ ان جي باري ۾ خزيمه بن ثابت شاهدي ڏني هئي. ان کان سواءِ لحيف، لزاز، ظرب، سجه ۽ ورد نالن

وارا گهوڙا به هئا،جن جو ڪل تعداد ست هو. انهيءَ تي سپني راوين جو اتفاق آهي. امام ابو عبدالله محمد بن اسحاق، جيڪو شافعي مسلڪ وارو آهي، انهن سپني گهوڙن جا نالا هڪ ئي شعر ۾ جمع ڪري ڇڏيا آهن، جيڪو هن طرح آهي:-

نحيل سڪب لحيف سجه ظرب

**لزاز مرتجز ورد ها اسرار**

اهو شعر هن جي صاحبزادي جي امام عزالدين عبدالعزيز ابو حمرو ماٹهن ڪي ٻڌايو هو.

هڪ روايت مطابق، پاڻ سڳورن وٽ انهن ڪان سواءِ پندرهن گهوڙا رهيا، پر انهيءَ روايت ڪان ٻين ڪي اختلاف آهي- پاڻ سڳورن ﷺ جي هني جي چو طرف ڪجيءَ جي وڻ جو ڪاٻر پريل هوندو هو. انهن ڪان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي هڪ خچر جو نالو دلدل هو، جيڪو شاه مقوقسيءَ هديه طور پيش ڪيو هو. هڪ ٻيو خچر به وٽن هوندو هو، جنهن جو نالو فضه هو، جنهن کي فروه جذامي پيش خدمت ڪيو هو. انهن ڪان علاوه، هڪ ٻيو اڇو خچر به هو، جنهن کي ابله جي حاڪم

موڪليو هو، هڪ ٻيو خچر دومة الجندل جي حاڪم جي طرفان هديه طور موڪليو ويو هو.

هڪ قوم مطابق، شاهه نجاشيءَ پڻ هڪ خچر حضور صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ موڪليو هو، جنهن تي پاڻ سڳورا صلى الله عليه وسلم سواري فرمائيندا هئا- ان کان سواءِ، حضور صلى الله عليه وسلم جن وٽ حفير نالي وارو هڪ اڇو گڏھ پڻ هيو، جنهن کي قبطي حڪمران مقوقس موڪليو هو. هڪڙو گڏھ فروه جذامي پڻ موڪليو هو. روايت آهي ته حضرت سعد بن عباده نبيصلى الله عليه وسلم جي خدمت اقدس ۾ هڪ گڏھ پيش ڪيو، جنهن تي پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم سواري ڪرڻ فرمائي. حضور صلى الله عليه وسلم جن وٽ هڪ ڏاڍي عمدي ڏاچي هوندي هئي، جنهن جو نالو قصويٰ هو. چيو وڃي ٿو ته انهيءَ ئي ڏاچي تي پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم هجرت فرمائي. انهيءَ ڏاچي کان علاوه حضور صلى الله عليه وسلم جن وٽ عضباء ۽ جدعاءِ نالن واريون ڏاچيون پڻ هيون. انهن جا ڪن ۽ نڪ درست هئا ۽ انهن ۾ ڪوئي عيب ڪو نه هو، پر اُهي بس ائين ئي انهن نالن سان مشهور ٿي ويون.

هڪ قول جي مطابق، انهيءَ ڏاچي جو ڪن وڍيل هو، جنهن ڪري ماڻهو ان کي عضباء چوندا هئا. هن باري ۾ اختلاف آهي ته جدعاء ۽ عضباء به مختلف وجود هئا يا هڪ ئي وجود جا به مختلف نالا هئا. عضباء ايتري ته تيز رفتار هئي، جو ڪنهن به ڏاچيءَ کي اڳتي وڃڻ نه ڏيندي هئي. هڪ ڀيري هڪ اعرابي آيو، ته هن جي ڏاچي مقابلي ۾ اڳتي نڪري ويئي. مسلمانن کي انهيءَ ڳالھ تي ڏاڍو ڏک ٿيو. نبي صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته الله تعالىٰ جو قانون اهو آهي ته دنيا جي هر فاني شيءَ انهيءَ وقت تائين هن دنيا مان نه اٿندي آهي، جيسين اها زوال طرف لاڙو نه رکندي آهي.

غزوه بدر ۾ نبي صلى الله عليه وسلم جن کي مال غنيمت منجهان ابوجهل جو اٺ مليو، ان جي نڪ ۾ چانديءَ جو لغام پيل هو. نبي صلى الله عليه وسلم کي اهو حديبيه جي موقعي تي پيش ڪيو ويو ته جيئن مشرڪ ان کي ڏسي سڙندا پچندا رهن. پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم وٽ پنجيتاليھ سگهاريون ڏاچيون هيون. وٽن هڪ ٻي ڏاچي به هئي جنهن کي سعد بن عباده بني عقيل جي قبيلي وارن کان وٺي حضور صلى الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ موڪليو هو. پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم جن وٽ هڪ

سؤ ٻڪريون هونديون پاڻ سڳورا ﷺ اهو نه چاهيندا هئا ته انهن جي تعداد ۾ اضافو ٿئي. انهيءَ ڪري جڏهن به ڪنهن ٻڪريءَ جو ڦر پيدا ٿيندو هو ته پاڻ سڳورا ﷺ هڪ ٻڪريءَ کي ذبح ڪرائيندا هئا. انهن سان گڏوگڏ پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ست پهاڙي قسم جون ٻڪريون هيون، جن کي حضرت ام ايمن چاريندي هئي.

نبي ﷺ الله عليہ وآلہ وسلم جي پوشاڪ

پاڻ سڳورن ﷺ وٽ هڪ عمامه هو، جنهن جو نالو سحاب هو. حضرت علي پڻ اهو ٻڌو. پاڻ ڪريم ﷺ جن عمامي جي هيٺان ٽوپي به رکندا هئا. ان کان سواءِ حضور ﷺ جن جي عادت مبارڪ عمامه کان سواءِ ٽوپي پائڻ جي پڻ هئي. جڏهن پاڻ سڳورا عمامه ٻڌندا هئا، ته ان جا َپلَوَ ٻنهي ڪلهن تي ڪٽي رکندا هئا، جيئن صحيح مسلم ۾ حضرت عمرو بن حريث کان روايت آهي.

پاڻ فرمايو ته مون رسول الله ﷺ جن کي منبر تي تشريف فرما ڏٺو. سندن مٿي مبارڪ تي ڪارو عمامه هو ۽ ان جا ٻيئي ڇيڙا ٻنهي ڪلهن تي لٽڪايا ويندا هئا. ان کانسواءِ، مسلم ۾ حضرت جابر بن عبدالله کان روايت

آهي، ته نبي ڪريمﷺ جڏهن مڪي ۾ داخل ٿيا هئا، تڏهن سندن مٿي مبارڪ تي ڪارو عمامه هيو. پر انهيءَ روايت ۾ پلون کي لٽڪائڻ جو ذڪر ڪونهي. انهيءَ مان هيءَ ڳالهه معلوم ٿي رهي آهي ته پاڻ سڳورا عمامه جي پلون کي هميشہ نه لٽڪائيندا هئا. هڪ هيءَ به روايت آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن مڪي ۾ داخل ٿيا، تڏهن سندن بدن مبارڪ تي جنگي لباس پهريل هو ۽ سندن مٿو مبارڪ لوهي ٽوپي(خود) سان ڍڪيل هو. گويا پاڻ سڳورن ﷺ هر موقعي تي، موقعي جي مناسبت سان لباس زيب تن فرمايو.

اسان جو شيخ ابن تيميه (شال الله تعاليٰ کين وڏيڪ روحاني تقدس عطا فرمائي!) عمامه جي پلو لٽڪائڻ جي باري ۾ هڪ عجيب نڪته بيان فرمائيندو هو.

نبي ڪريمﷺ جن مديني منوره ۾ خواب ڏٺو ته پاڻ سڳورن رب العزت جي زيارت ڪئي ته الله تبارڪ و تعاليٰ فرمايو،"اي محمد! عرش اعليٰ جا فرشتا ڪهڙيءَ ڳالهه جي متعلق پاڻ ۾ جهڳڙو ڪري رهيا آهن؟ " پاڻ سڳورن جواب ڏنو ته "مون کي معلوم ناهي. الله تعاليٰ

پنهنجو هٿ منهنجن ٻنهي ڪلهن جي وچ تي رکيو ته زمين ۽ آسمان جي درميان جيڪي به شيون هيون، تن سيني جو علم مون کي حاصل ٿي ويو. "

اها روايت ترمذيءَ ۾ به آهي. امام بخاري کان پڇيو ويو ته هن فرمايو ته اها روايت صحيح آهي. پڇيو ويو ته اِهي الفاظ، ته نبي ڪريمﷺ عمامه جا پلو ٻنهي ڪلهن تي لٽڪائي ڇڏيندا هئا،(ڇا، اهي به درست آهن؟) هن فرمايو ته صرف جاهل ماڻهن جون دليون ۽ زبانون ئي انهيءَ ڳالھ جو انڪار ڪري سگهن ٿيون ۽ مان ته پاڻ سڳورن ﷺ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي به متعلق پلون لٽڪائڻ جي ڳالھ ثابت ڪرڻ به فضول سمجهان ٿو."

ان کان سواءِ، پاڻ سڳورن ﷺ قميص پڻ پاتي. دراصل، قميص حضور ﷺ جن کي ڏاڍي پسند هئي، انهيءَ قميص جون ٻانهون هٿن جي ڪراين تائين هيون، تنهن کانسواءِ، پاڻ ڪريم ﷺ جن جبه ۽ قروه پڻ زيب تن ڪيو، جيڪو قباء وانگر هوندو آهي. پاڻ سڳورن ﷺ قباء پڻ پاتو. سفر جي حالت ۾ حضور ﷺ جن جي جبي جون ٻانهون سوڙهيون ۽ تنگ هونديون هيون.

پاڻ سڳورن ﷺ پوتڙو ۽ چادر پڻ استعمال فرمائي. واقدي بيان ڪري ٿو ته پاڻ ڪريمﷺ جن جي چادر جي ڊيگھ ڇھ ذراع ۽ ويڪر(بر) ٽي ذراع ۽ هڪ گرانٺ هوندي هئي. حضور ﷺ جن جو پوتڙو عماني سٽ جو هوندو هو، جنهن جي ڊيگھ چار ذراع هڪ گرانٺ ۽ ويڪر ٻه ذراع ۽ هڪ گرانٺ هوندي هئي. پاڻ سڳورن ﷺ ڳاڙهو (حله) لباس پڻ تن فرمايو.

حله (لباس) ٻن ڪپڙن تي مشمتل هوندو آهي، جيڪو ائين سمجهي ٿو ته حله (لباس) بلڪل ئي سرخ هيو، تنهن ڪي يقيني طور غلط فهمي ٿي، بلڪ سرخ جوڙي مان مراد ٻه يمني چادرون هيون، جن تي عام يمني چادرن وانگر، ڳاڙها ۽ ڪارا ليڪا هئا. جيئن ته انهن ۾ ڳاڙهيون ليڪون هونديون آهن. انهيءَ ڪري اهي ڳاڙهين چادرن جي نالي سان سڏيون وينديون آهن. ڇو ته بلڪل ڳاڙهو لباس ته اسلام ۾ ڏاڍي سختيءَ سان ممنوع آهي. جهڙي طرح بخاريءَ ۾ روايت اچي ٿي ته نبيﷺ جن ڳڏهن جي ڳاڙهن هنن ڪان منع فرمايو. سنن ابي دائود ۾ حضرت عبدالله بن عمرو ڪان روايت آهي ته نبيﷺ سندس بدن تي زعفراني رنگ سان رڱيل هڪ چادر ڏٺي

ته پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو ته هيءَ ڪهڙي چادر آهي، جيڪا تو پاتي آهي؟ مون سندن ناراضگي محسوس ڪري ورتي، مان گهر واپس آيم ته تنور گرم ٿي رهيو هو- مون چادر لاهي تنور ۾ وڌي. ٻئي ڏينهن خدمت ۾ حاضر ٿيم.

پاڻ سڳورن ﷺ دريافت فرمايو ته عبدالله! تو انهيءَ چادر جو ڇا ڪيو؟ مون سچو واقعو سندن خدمت ۾ عرض رکيو، ته پاڻ فرمايائون ته تو انهيءَ چادر کي گهر ۾ ڪنهن عورت کي ڇو نه پهرايو؟ ڇو ته عورتن لاءِ انهيءَ رنگ جي استعمال ۾ ڪو مضائقه ڪونهي.

صحيح مسلم ۾ انهيءَ ئي صحابيءَ کان روايت آهي ته نبيﷺ جن مون وٽ ٻه گيڙو رنگ ۾ رنگيل چادرون ڏٺيون ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته اهي نه پايو. اهو ڪافرن جو لباس آهي.

صحيح مسلم ۾ هڪ روايت حضرت علي کان آهي ته نبيﷺ جن لباس کي گيڙو رنگ ڏيڻ کان منع فرمائي ۽ اها ڳالهه سيني کي معلوم آهي ته انهيءَ گل (ڪسم) سان رڱڻ ڪري ڪپڙي جو رنگ ڳاڙهاڻ تي مائل ٿي ويندو

آهي. حديث جي ڪتاب ۾ هڪ واقعو لکيل آهي ته صحابه ڪرام ڪنهن سفر ۾ نبي ﷺ جن جي همراه هئا ته پاڻ سڳورن ﷺ انهن جي سامان ۾ ڪجهه چادرون ڏٺيون، جن تي ڳاڙها ليڪا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته "مان توهان جي سوارين تي هيءَ لالاڻ نه ڏسان." چنانچه اسان سڀ هڪدم ايتري تيزيءَ سان اٿياسين، جو اسان جا ڪي اُٺ ڏاهه ڪائي ويا ۽ اسان انهن تان سمورا ڳاڙها ڪپڙا لاهي ڇڏيا. انهيءَ کي ابو دائود روايت ڪيو آهي.

ڳاڙهو لباس ۽ ڪارو صوف (اُن)، اُنهن رنگن جو لباس پائڻ، بحث طلب مسئلا آهن. انهن جي ڪراهت ته تمام شديد آهي. انڪري ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته پاڻ سڳورن ﷺ ڳوڙهو سرخ لباس پاتو هجي! يقينا الله تعاليٰ کين انهيءَ کان محفوظ رکيو. البت سرخ جوڙي جي لفظ تي شبهو ٿي سگهي ٿو.

پاڻ سڳورن ﷺ نشان لڳل ڪارو ڪپڙو به پاتو ۽ سادو ڪپڙو پڻ زيب تن فرمايو. ڪارو لباس ۽ سائي رنگ جي ريشمي پانهن وارو لباده به پاتو. امام احمد ۽

ابو دائود پنهنجين جدا جدا سندن سان حضرت اَنَس بن مالڪ جي روايت نقل ڪن ٿا ته روم جي بادشاهه نبيﷺ جن جي خدمت ۾"سندس" (ريشم) جو هڪ قيمتي جبو موڪليو، پاڻ سڳورن ﷺ اهو پاتو، گويا مون کي هاڻي به سندن ٻيئي هٿ مبارڪ ٻاهر نڪتل نظر اچي رهيا آهن. اصمعي فرمائين ٿا ته اُهو جبو هڪ طرح جو وڏو لباده هو، جنهن جون ٻانهون ڊگهيون هيون. خطابي فرمائين ٿا" ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ جبه تي ڪجهه ريشم(سُندُس) لڳل هجي، نه ته عام طور تي جبه ريشم جو نه ٺهندو آهي."

نبي ﷺ هڪ پاجامو پڻ خريد ڪيو:

ظاهر آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ اهو پائڻ لاءِ ئي ورتو هوندو. هڪ روايت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي پاجامي پائڻ جو به ذڪر ڪيل آهي. صحابه ڪرام ته پاڻ سڳورن ﷺ جي اجازت سان پاجامه پائيندا ئي هئا. ان کان سواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جورابا پاتا. نبي ﷺ جيڪي پاپوش(جتيون) مبارڪ پائيندا هئا، تن جو نالو"ناسومه" هو. پاڻ سڳورن منڊي پڻ پاتي پر هن باري

۾ روايتون مختلف آهن ته پاڻ سڳورن منديِ ساڄي هٿ ۾ پاتي يا ڏائي هٿ ۾. اهي سڀ روايتون سند جي اعتبار کان صحيح آهن.

پاڻ سڳورن ﷺ خود (لوهي ٽوپ) پڻ پاتو، جنهن جو نالو"خروه" هو. ان کان سواءِ حضور ﷺ جن "زرديه" نالي واري زره پڻ پائڻ فرمائي. اهو به سڀ ڪنهن کي معلوم ئي آهي ته اُحد جي جنگ ۾ نبيﷺ جن به زرهون پاتيون هيون.

صحيح مسلم ۾ حضرت اسماءِ بنت ابي بڪر کان روايت آهي هن فرمايو ته هي نبيﷺ جن جو جبو مبارڪ آهي. ائين چئي هن هڪ بهترين قسم جو شاهاڻو جبو ڪڍي ڏيکاريو جنهن تي ريشم جو ڪم ٿيل هو ۽ ڪنارن تي پڻ ريشم لڳل هو. هن ٻڌايو ته اهو جبو حضرت عائشه وٽ هو، جڏهن هن اِنتقال فرمايو ته مون اهو پنهنجي حفاظت ۾ ڪٽي رکيو. نبيﷺ جن اهو پائيندا هئا. اسان ان کي ڌوئي ان جو پاڻي مريضن کي ڏيندا آهيون ته انهن کي شفا ٿي ويندي آهي. نبيﷺ جون به سايون چادرون هيون هڪ ڪارو ڪمبل هو. پاڻ سڳورن

ﷺ جي قميص سوٽي هئي ۽ ان جي ڊيگهہ به گهٽ هئي. ان جون ٻانهون به ننڍيون هيون، البت ڊگهين ۽ ويڪرين ٻانهن واري قميص نه پاڻ سڳورن ڪڍهن پاتي، ۽ نه اصحابن سڳورن ئي ڪڏهن پاتي. اهي سنت جي خلاف آهن ۽ انهن جو استعمال جائز ناهي، ڇاڪاڻ ته اهو متڪبرين جو لباس آهي. نبيﷺ جن قميص ۽ جرة(هڪ قسم جي چادر) کي ڏاڍو پسند ڪندا هئا. جرة هڪ قسم جي چادر آهي، جنهن ۾ ڳاڙهيون ڌاريون هونديون آهن. پاڻ سڳورن ﷺ کي اڇو لباس سڀ کان وڌيڪ پسند هو. پاڻ فرمائيندا هئا:

"هي سڀني کان بهتر ڪپڙو آهي. اهو ئي پائيندا

ڪريو ۽ انهيءَ جو ئي مُردن کي ڪفن ڏيندا ڪريو."

حضرت عائشه صديقه رضه کان هڪ صحيح روايت مروي آهي ته هن هڪ پراڻو ڪمبل ۽ ٿلهي سٽ جي هڪ چادر ڪڍي ۽ فرمايو ته نبي ڪريم ﷺ انهن ٻنهي ڪپڙن ۾ فوت ٿيا. پاڻ سڳورن سوني منڊي پاتي، وري ان کي ڦٽي ڪيائون ۽ سوني منڊي پائڻ کان منع

فرمايائون. ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ چانديءَ جي منڊي ٺهرائي ۽ ان جي پائڻ کان منع نه ڪيائون.

رهي ابو دائود جي روايت ته نبي ڪريمﷺ جن ڪجھ ڳالهين کان منع ڪرڻ فرمائي ته انهيءَ باري ۾ هيئن به چيو ته پاڻ سڳورن ﷺ وقت جي حاڪم کانسواءِ باقي سڀني ماڻهن کي سوني منڊي پائڻ کان منع فرمائي.

مان انهيءَ روايت جي صحت ۽ عدم صحت جي باري ۾ ڪجھ چئي نٿو سگهان. ان کانسواءِ، پاڻ سڳورن ﷺ جي منڊيءَ جو ڳڙو هميشہ اندرين طرف رهندو هو. امام ترمذي هڪ حديث نقل ڪري ٿو ته جڏهن نبي ڪريم ﷺ بيت الخلاء تشريف وٺي ويندا هئا، تڏهن منڊي لاهي ڇڏيندا هئا. امام ترمذي ان کي صحيح ٺهرايو، پر ابو دائود ان کي منڪر قرار ڏنو. باقي طيلسان(سائي چادر، جيڪا عجمين جو لباس آهي) جي متعلق ڪجھ چيل ڪونهي ته پاڻ سڳورن ﷺ اها پاتي يا نه، نه ئي وري صحابين جي طرفان ڪجھ منقول آهي. بلڪ صحيح مسلم ۾ حضرت نواس بن نعمان کان روايت سان ثابت آهي ته نبي ڪريم ﷺ دجال جو ذڪر ڪيو ۽

فرمايو ته هو اصفهان جي ستر هزار يهودين سان خروج ڪندو، جن ڪي اهي سايون چادرون پيل هونديون. حضرت انس هڪ جماعت وٽي، جن جي بدن تي سايون چادرون(طيلسان) هيون ته هن فرمايو ته هي ماڻهو خيبر جي يهودين سان ڪيتري قدر نه مشابهت رکن ٿا. انڪري سلف جي هڪ جماعت انهن جي استعمال کي مڪروه سمجهندي هئي، ڇاڪاڻ ته ابو دائود ۽ حاڪم مستدرڪ ۾ حضرت ابن عمر کان روايت ڪئي آهي ته نبي ڪريم ﷺ فرمايو:

”جنهن به، جنهن قوم جي چال چلن اختيار ڪئي، سو انهيءَ ۾ شمار ٿيندو“.

۽ ترمذي ۾ روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو:

”جيڪو اسان کانسواءِ ڪنهن ٻي قوم جو چلن اختيار ڪندو سو اسان منجهان ناهي.“

باقي هجرت واري حديث ۾ جيڪو هي ذڪر آهي ته نبي ڪريم ﷺ ابوبڪر وٽ مٿو ۽ منهن ڍڪي تشريف وٺي آيا، ته اهو ڪم پاڻ سڳورن حالات ۽ مصلحت جي تحت ڪيو، ته جيئن ڪفار جي نظر کان پوشيده رهي

سگهن. اها سندن عادت نه هئي، بلڪ هڪ وقتي ضرورت جي آثار تي ائين ڪيو ويو. ان ڪانسواءِ حضرت انس کان روايت آهي ته پاڻ سڳورا اڪثر ڪري مٿو ۽ منهن ڍڪيندا هئا، ته انهيءَ باري ۾ اصل ڳالهه جو علم ته الله تعاليٰ کي ئي آهي ، پر ائين ٿي سگهي ٿو ته گرمي يا ڪنهن ٻي ضرورت جي سبب ڪٽي ائين ڪيو هجي، پر اهو اقدام ظاهر ڏيکاءُ يا تصنع يعني تطليس(عادت طور مٿو ۽ منهن ڍڪڻ) جي ماتحت ڪو نه هو.

---

(1) حدي خوان: دوران سفر، اُٺن جي قافلي جي رفتار کي تيز ڪرڻ لاءِ شعر جهونگاريندڙ.

صفحو 11

## سُٽ، اُن ۽ ڪتان (ڪپهه) جو لباس

نبي ڪريم صلی الله عليه وسلم ۽ صحابه ڪرام اڪثر سوٽي لباس زيب تن فرمائيندا هئا. پر ڪڏهن اُن ۽ ڪتان جو لباس پڻ ڍڪيندا هئا.

شيخ ابو اسحاق اصفهاني صحيح سند سان حضرت جابر بن ايوب کان روايت ڪري ٿو ته هن ڪيس ٻڌايو ته حضرت صلت بن راشد، حضرت محمد بن سيرين ڏانهن تشريف وٺي ويا. هن جي بدن تي صوف (ڪارو) جبو، صوف جي گوڏ ۽ صوف جو پٽڪو هو. امام محمد بن سيرين کي سخت ڪوفت محسوس ٿي.

فرمايائون: منهنجو خيال اهو آهي ته ڪي ماڻهو اُن پائيندا آهن ۽ چوندا آهن ته عيسيٰ ابن مريم عليہ السلام به ته اهو لباس پاتو هو. حالانڪ مون سان انهيءَ شخص روايت ڪئي، جنهن تي مان ڪوڙ جو الزام نٿو رکان. پاڻ سڳورن صلی الله علیہ وسلم ڪتان، صوف ۽ ڪپهه هر طرح جو لباس پهريو ۽ اسان جي نبي ڪريم صلی الله علیہ وسلم جي سُنت اطاعت جي وڌيڪ قابل آهي. امام ابن سيرين جي مراد هيءَ هئي ته ڪي ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته ڪارو لباس مستقل طور پائڻ ۽ استعمال ڪرڻ ٻين ملبوسات کان افضل آهي. اهو ئي سبب آهي جو اُهي اهو ئي لباس پائيندا آهن ۽ ٻين لباسن کان پرهيز ڪندا آهن . ان طرح اهي فقط هڪ ئي لباس اختيار ڪري ڇڏيندا آهن ۽ اهڙيون اهڙيون رسمون ۽ مخصوص وضع قطع اختراع ڪندا آهن، جو انهن جو

ترڪ ڪرڻ کي گناهه سمجهندا آهن. حالانڪ، هڪ ئي لباس کي لازم ڪري ڇڏڻ ۽ انهيءَ کي ئي درست سمجهڻ گناهه آهي. سڀ کان بهتر طريقو نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جو آهي جيڪو مسنون آهي. جنهن جو پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم حڪم فرمايو، اُن جي ترغيب ڏني ۽ پاڻ ان تي لڳاتار عمل ڪندا رهيا. پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم جي لباس جو طريقو(سنت) هي آهي ته ڪپهه جو هجي يا صوف (ان يا ڏاس) يا ڪتان جو هجي، کهڙو به هجي ۽ جيڪو به ميسر اچي اهو ئي لباس پائجي، پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم يمني چادرون، سايون چادرون، جبو، قبا، قميص، پاجامان (معنيٰ شلوار)، گوڏ، چادر،(ڪاري)، جوراب، جتي، مطلب ته هر چيز استعمال فرمائي. تنهن ڪانسواءِ پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم عمامه جو پلو ڪڏهن پٺئين پاسي لٽڪايو ۽ ڪڏهن نه لٽڪايو ۽ ڳچيءَ جي هيٺين حصي تائين عمامه جا وڪڙ ڏيئي ڇڏيندا هئا، ۽ جڏهن نئون ڪپڙو پائيندا هئا، ته اڳ ۾ ان جو نالو وٺندا هئا ۽ پوءِ هيٺئن دعا ڪندا هئا:

اللهم انت كسوتني هذا(القميص او الرداء او العمامہ)

اسئلڪ خيره و خير ما صنع لہ و اعوذبڪ من شره وشرما صنع لہ.

يعني اي الله! تو مون کي هي(قميص، چادر يا عمامه) پارايو، مان توکان ان جي ڀلائي ۽ جنهن جي لاءِ ٺهي آهي، تنهن جي ڀلائي گهران ٿو ۽ ان جي شر کان ۽ جنهن جي لاءِ ٺهي آهي، تنهن جي شر کان تنهنجي پناه چاهيان ٿو.

جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ قميص پائيندا هئا، ته ساڄي طرف کان شروع فرمائيندا هئا. اهڙيءَ طرح پاڻ ڪريم جن ڪارن وارن جو ڪمبل پڻ پاتو. صحيح مسلم ۾ ام المومنين حضرت عائشه کان روايت آهي ته نبي ﷺ ٻاهر تشريف کڻي ويا ۽ سندن بدن مبارڪ تي ڪارن وارن جو ڪمبل هو.

صحيحين (مسلم ۽ بخاري) ۾ حضرت قتاده کان روايت آهي ته مون حضرت انس کي عرض ڪيو ته نبي ﷺ کي ڪهڙو لباس سڀني کان وڌيڪ پسند هو.

هن چيو:”جره“- جره يمني چادرن مان هڪ قسم جي چادر آهي. چاڪاڻ ته انهيءَ چادر جو گهڻو سٽ يمن جو

هوندو هو ۽ اهو علائقو ويجهو به هو. ڪن وقتن تي پاڻ سڳورا مصري يمن (؟) جو ٺهيل لباس پڻ پائيندا هئا، جيئن قبطي چادر، جيڪا ڪتان (ڪپهه، ڪاٽن) مان ٺاهي ويندي هئي،جو قبطي لوڪ ان مان سُٽ ڪتيندا هئا.

سنن نسائي ۾ حضرت عائشه صديقه کان روايت آيل آهي ته هنن نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ صوف (اُن يا ڌاس) جي چادر اُٽائي ته پاڻ سڳورن ﷺ اها ويڙهي ڇڏي. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پگهر آيو ته صوف جي بوءِ محسوس ڪيائون. چنانچه پاڻ سڳورن ﷺ چادر لاهي ڇڏي، ڇو ته پاڻ سڳورا ﷺ خوشبوءِ کي پسند ڪندا هئا. سنن ابو دائود ۾ حضرت عبدالله ابن عباس کان روايت آهي ته هن فرمايو ته مون نبي ڪريم ﷺ جي جسم مبارڪ تي بهترين لباس پڻ ڏٺا آهن. سندن نسائي ۾ حضرت ابو رمثه کان روايت آهي ته هن فرمايو ته مون نبي ڪريم ﷺ کي خطبي ۾ ارشاد فرمائيندي ڏٺو ته پاڻ سڳورن ﷺ جي بدن پاڪ تي به چادرون هيون. سائي چادر ۾ سرخ جوڙي وانگر سايون ڌاريون هيون. جيڪو شخص”حلته الحمرا“ مان مراد سرخ جوڙو سمجهي ٿو، تنهن کي گهرجي ته هو هتي پڻ ڳوڙهو سائو

رنگ چوي، حالانڪ محدثين مان ڪوئي به انهيءَ جو قائل ناهي.

پاڻ سڳورن ﷺ جو وهاڻو چمڙي جو هوندو هو، جنهن ۾ اندر ڪاٻر پريل هوندو هو. اهڙيءَ طرح ڪجهه ماڻهو ته اهڙا آهن، جو الله تعاليٰ جيڪي شيون حلال ڪيون آهن، تن کي حرام ڪرڻ ۽ انهن جي استعمال کي روڪڻ کي زهد، پرهيزگاري ۽ تقويٰ جي ضمانت قرار ڏيندا آهن، ۽ ڪجهه وري اهڙا آهن، جيڪي صرف سٺن لباسن ۽ بهترين کاڌن ۾ ئي پورا آهن، ۽ تڪبر ۽ رعونت جي سبب ٿلهو ڪپڙو ۽ سادو کاڌو استعمال نه ڪندا آهن. اهي ٻيئي گروه رسول الله ﷺ جي سنت پاڪ جا مخالف آهن. اهو ئي سبب آهي، جو اڳين بزرگن جي عادت هئي ته اهي بهترين لباس ۽ طعام، يا بلڪل ئي ڪريل زندگي اختيار ڪري ڪنهن به مقرر ڪيل صورت ۾ شهرت حاصل ڪرڻ نه چاهيندا هئا، ۽ سنن ۾ حضرت ابن عمر کان روايت آهي ته جنهن شهرت جي خاطر لباس پاتو تنهن کي الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ذلت جو لباس پارائيندو . پوءِ اهو دوزخ ۾ انهيءَ جي شعلن ۾ سڙندو، چاڪاڻ ته هن تڪبر ۽ غرور ڪيو. لهاذا، الله

تعاليٰ هن کي ذليل ڪندو، جهڙيءَ طرح انهيءَ شخص کي سزا ڏيندو، جيڪو غرور ۽ تڪبر خاطر گوڏ يا ٻئي ڪپڙي کي لٽڪائيندو هلندو آهي. هن کي زمين اندر دٻايو ويندو ۽ هو قيامت تائين زمين ۾ دٻجندو ئي رهندو. صحيحين ۾ حضرت ابن عمر کان روايت آهي ته هن فرمايو ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جو ارشاد مبارڪ آهي ته جيڪو ماڻهو تڪبر وچان سٿڻ کي گهليندو رهندو، تنهن تي الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن نظر نه وجهندو. ان کان سواءِ، سنن ۾ انهن کان ئي روايت آهي ته نبي صلى الله عليه وسلم فرمايو آهي ته ”اسبال“ (تڪبر کان ڪپڙو ڊگهو ڪرڻ يا لٽڪائڻ)، گوڏ، قميص، پڳڙيءَ، مطلب ته سڀني ۾ هوندو آهي. جنهن به انهن مان ڪنهن کي تڪبر جي ڪري گهليو ته قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ ان جي طرف نظر به نه ڪندو. سنن ۾ حضرت ابن عمر کان اها ئي ڳالهه مروي آهي ته نبي صلى الله عليه وسلم جن گوڏ جي متعلق جيڪي ڪجهه فرمايو سو ئي قميص جي متعلق پڻ فرمايو. اهڙيءَ طرح معمولي لباس ڪنهن وقت قابل مذمت ۽ ڪنهن وقت قابل تعريف هوندو آهي. جيڪڏهن شهرت لاءِ هوندو ته قابل مذمت پر جيڪڏهن مقصد عاجزي ۽ مسڪيني

ظاهر ڪرڻ هوندو ته تعريف لائق آهي. جيئن ڏيکاءَ ۽ تڪبر لاءِ اڇو لباس پائڻ مذموم آهي، پر جيڪڏهن ان مان الله تعاليٰ جي نعمت جو اظهار ڪرڻ مقصود هجي ته تعريف لائق آهي.

صحيح مسلم ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضه کان روايت آهي. هن فرمايو ته نبيﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته جنهن جي دل ۾ ٻاجهريءَ جي داڻي برابر به تڪبر هوندو، سو جنت ۾ نه ويندو ۽ جنهن جي دل ۾ ٻاجهريءَ جي داڻي جيترو ايمان هوندو، سو دوزخ ۾ نه ويندو. هڪ صحابي عرض ڪيو ته يا رسول الله! آءٌ چاهيان ٿو ته منهنجا ڪپڙا سٺا هجن، ۽ منهنجو جوتو به سٺو هجي، ته ڇا، اهو به تڪبر ۾ شامل آهي؟ نبي ﷺ فرمايو ته نه، الله تعاليٰ پاڻ جميل آهي ۽ جمال کي ئي پسند فرمائي ٿو. تڪبر مان مراد آهي حق کان سرڪشي ۽ ماڻهن کي ذليل سمجهڻ.

# آنحضرت صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غذاءِ معمولات:

نبي ﷺ جن جي کاڌي پيتي ۾ به هڪ مستقل سنت آهي. موجود شيءِ کي رد نه ڪندا هئا ۽ جيڪا چيز موجود نه هوندي هئي، تنهن جو تڪلف نه ڪندا هئا. جيڪو حلال ۽ پاڪ کاڌو ميسر ايندو هو، سو کائيندا هئا. ها، جيڪڏهن عزت نفس مجروح ٿيندي هئي، ته حلال هوندي به ان کي هٿ نه لائيندا هئا. پاڻ سڳورن ڪڏهن ڪنهن کاڌي مان عيب نه ڪڍيو. دل چيو ته کائي ڇڏيائون، نه ته ڇڏي ڏنائون، جهڙيءَ طرح نبي ﷺ جن عادت نه هئڻ سبب ڳوه نه کاڌي، پر امت تي اها حرام نه فرمائي، بلڪ پاڻ سڳورن ﷺ جي دسترخوان تي ڳوه کاڌي ويئي، ۽ پاڻ ڏسندا رهيا. پاڻ ڪريم ﷺ جن حلوو ۽ ماکي کاڌي. اهي ٻيئي شيون کين پسند هيون. ان کانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ اٺن، رڍن، ڪڪڙين، سرخابن، جهنگلي گڏهن ۽ سهن جو گوشت تناول فرمايو. سامونڊي جانورن(مڇين) جو گوشت به کاڌائون، ٻڪرين جو گوشت به استعمال ڪيائون ۽ تازيون ۽ سڪل کارڪون به کاڌائون خالص کير، پاڻيءَ مليل کير، ستون

۽ ماکيءَ کي پاڻيءَ ۾ ملائي به پيئائون. ان کانسواءِ ڪارڪن جو مٺو پاڻي به پيتائون، پاڻ سڳورن ﷺ کير ۽ اٽي مان ٺهندڙ خزيره پڻ کاڌو، تر ڪجور سان گڏ ونگا کاڌائون. پنير ۽ مانيءَ سان سڪل ڪارڪون کاڌائون. سرڪي سان به ماني کاڌائون. مانيءَ کي گوشت ۾ پچائي تناول فرمايائون. چربيءَ(اِهاله) سان به ماني کاڌائون. رڌل ڪدو ته پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏاڍو وڻندو هو. گيهه سان ملائي پنير، ماني، زيتون ۽ آلين ڪارڪن سان، گدري ۽ سڪل ڪارڪن سان مکڻ ملائي پڻ تناول فرمايائون.

پاڻ سڳورا ﷺ خوشبوءِ جو هديه ڪڏهن به رد نه فرمائيندا هئا، ۽ نه ان لاءِ مجبور ڪندا هئا. بلڪ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي عادت مبارڪ هيءَ هئي ته جيڪي به مليو، سو کائي ڇڏيائون. جيڪڏهن کائڻ لاءِ ڪجھ نه مليو ته صبر ڪيائون، ايتريقدر جو پاڻ سڳورن ﷺ بک جي شدت کان پيٽ تي پٿر ٻڌا. ٽي ٽي مهينا گذري ويندا هئا، ته پاڻ سڳورن جي گھر ۾(کاڌي پچائڻ لاءِ) باھ نه ٻرندي هئي. سفر جي حالت ۾ نبيﷺ گهٽو ڪري زمين تي ويهي ئي کاڌو کائيندا هئا، ۽ اها

ئي(زمين) پاڻ سڳورن ﷺ جو دستر خوان هوندي هئي. پاڻ سڳورا ﷺ ٿن آڱرين سان کائيندا هئا، ۽ کائي بس ڪرڻ کانپوءِ انهن کي صاف ڪندا هئا. اهو کاڌي کائڻ جو سڀني کان بهترين طريقو اهي، ڇو ته متڪبر ماڻهو هڪ آڱر سان کائيندو آهي، ۽ لالچي ماڻهو پنجن ئي آڱرين سان کائيندو آهي، ۽ هٿ جي ترڙيءَ سان گرهه کي وات اندر ڌڪيندو آهي.

پاڻ سڳورا ﷺ ٽيڪ لڳائي نه کائيندا هئا، ۽ ٽن طريقن سان ٽيڪ لڳائيندا هئا، ڪڏهن هڪ پاسي ٽيڪ لڳائي وهندا هئا، ڪڏهن پلٿي ماري، ۽ ڪڏهن هڪ هٿ سان سهارو لڳائي ٻئي هٿ سان کائيندا هئا.

پاڻ سڳورا ﷺ کاڌي جي شروعات ۾ بسم الله پڙهندا هئا ۽ آخر ۾ حمد چوندا هئا، يعني آخر ۾ پاڻ سڳورا ﷺ هيءَ دعا پڙهندا هئا:

الحمد لله الذي يطعم ولا يطعم من علينا فهدانا واطعمنا واسقانا وكل بلاء حسن ابلا نا الحمد لله الذي اطعم من الطعام وسقي من الشراب وكسي من العري وهدي من

الضلالة و بصر من العمي و فضل عليٰ ڪثير من خلق تفضيلا الحمد لله رب العالمين.

يعني: سموريون ساراهون الله جي لاءِ آهن، جيڪو ڪارائي ٿو ۽ هن کي ڪوئي نه ٿو ڪارائي. اسان تي هن احسان ڪيو، جو اسان کي هدايت ڏنائين، اسان کي ڪارايائين، ۽ اسان کي پياريائين ۽ چڱي آزمائش ۾ ئي وڌائين. سڀ ساراهون الله جي لاءِ آهن، جنهن اسان کي ڪارايو، ۽ پيئاريو، بدن ڍڪڻ لاءِ لباس ڏنو ۽ گمراهيءَ ۾ هدايت ڏني، انڌي اک کي بصارت ڏني ۽ پنهنجي گهڻي مخلوق تي شرف عطا فرمايو. سڀ ساراهون الله جون آهن، جيڪو ڪل جهانن جو پروردگار آهي.

ڪڏهن ڪڏهن وري هيئن پڙهندا هئا:

الحمد لله الذي اطعم وسقي مسو عنہ، يعني: ”سموريون تعريفون الله جي لاءِ آهن، جو هن کارايو ۽ پيئاريو ۽ ان کي خالص ڪري ڇڏيو“.

جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ کاڌي کائڻ کان فارغ ٿيندا هئا، تڏهن پنهنجون آڱريون صاف ڪري ڇڏيندا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ وٽ رومال ڪين هئا، جو انهن سان هٿ

اگهي چڏين ها، ۽ نه ئي وري اها عادت مبارڪ هين جو جڏهن به ڪاڌو ڪائين ته ضرور ئي هٿ ڌوئن. پاڻي اڪثر وقتن تي ويهي پيئندا هئا، بلڪ بيهي پيئڻ تي تنبيہ فرمائي. هڪ ڀيري بيهي پاڻي نوش فرمايائون، پر ائين مجبوريءَ سبب ڪيائون ۽ انهيءَ واقعي جي سياق ۽ سباق مان ظاهر آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ زمزم جي چشمي تي تشريف فرما ٿيا، جتي ماڻهو پاڻي پي رهيا هئا. پاڻ سڳورن ﷺ ڏول ورتو ۽ بيٺي بيٺي نوش فرمايو، انهيءَ سلسلي ۾ صحيح صورت ۾ مسئلو هيئن آهي ته بيهي پاڻي پيئڻ ناجائز آهي. هن موقعي تي پاڻ سڳورا مجبور هئا، ڇو ته ويهي نه پي سگهيا. هن بحث سان سمورين حديثن ۾ مطابقت پيدا ٿي وڃي ٿي.

پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن به ڪجھ پيئاريندا هئا، تڏهن شروعات هميشہ ساڄي طرف کان ڪرڻ فرمائيندا هئا، ڇاهي ڏائي طرف ڪوئي ڇو نه ويٺو هجي ها.

(زاد المعاد ص 99-120 تان ڪنيل)

*

۽ بي حيائيءَ جون ڳالهيون، جيڪي ظاهر هجن يا لڪل انهن مان ڪنهن جي به طرف نه وڃو.(القرآن)

۽ پنهنجا هٿ نه ته ايترا سوڙها ڪريو جو(ڄڻ ته) اهي اوهان جي گردن سان ٻڌا پيا آهن ۽ نه انهن کي تمام گهڻو ويڪرو ڪريو جو اوهان ائين ويٺا هوندا جو ماڻهو اوهان کي ملامت به ڪندا ۽ اوهان سڃا به ٿي ويندا.(القرآن)

۽ رشته دارن ۽ غريبن ۽ مسافرن(هر هڪ) کي انهن جو حق پهچائيندا رهو ۽ پئسي کي اجايو نه اڏايو(القرآن).

--------

# النَبِي الخَاتِمَ صلى الله عليه وسلم جِن جِي مَدنِي زِندگي

## سيد مناظر احسن گيلاني

## مترجم:عبدالرحمان جوڻيجو

جن ڪوتاھ بينن”دل“ سان اقرار ڪيو ھو، پر”دماغ“ تي، انھن کي اجا تائين شڪ ھو، ھاڻي انھن ئي تنگ نظرن لاءِ ٻي زندگيءَ جي شروعات ٿئي ٿي، جنھن ۾ ”دل“ کان وڌيڪ”دماغ“ جي ئي نمائش ٿيندي، ته جيئن اھو شوشو به ختم ٿي وڃي، جنھن جي اوٽ ۾ سمجھڻ کان پوءِ، نه سمجھڻ لاءِ، لڪندڙ لڪي رھيا آھن.

۽ ڏسو ته دماغي سمجھ جي تجربن جي انھيءَ چڪتاڻ کي به ختم ڪيو ويندو، جنھن سان انھن خودبينن جي نشي کي ختم ڪيو ويندو، ختم ٿي ويندو، جن جا پير”سر بلندي و علو“ جي خمار ھٿان سمجھڻ کان پوءِ به مڃڻ کان اجا تائين لھرائي رھيا آھن، ته جيئن حجت پوري ٿئي.

(اذ انتم بالعُدوة الدنيا و هم عن عدوة القُصويٰ والركبُ اسفَلَ منكم ولو تواعدتم لاختلفتم في الميعاد و لاكن ليقضي الله امرا كان مفعولا) لِيَهلِڪَ مَن هَلَڪَ عَن بَيِّنَةِ وَيَحييٰ مَن حَيَّ عَن بَيِّنَة (و اِن الله لسميع عليم (القرآن) (الانفال 8.42)

(جيڪو مرڻ گهري، سو ڪليو ڪلايو سڀ ڪجهه ڏسي مري ۽ جيڪو جيئڻ گهري، سو به ڪليو ڪلايو سڀ ڪجهه ڏسي جيئي.)

مدني زندگيءَ جي شروع ۾ هيءَ جيڪو ڏيکاريو ويو آهي ته [(1)] ”هوان علي الناس“ جا فريادي ”الناس“ ۽ ناس سان جيڪي ڪجهه آهن، سڀني تي انهن ڪي وزن بخشيو پيو وڃي يا طائف جي گهٽين ۾ جيڪي ڪجهه ڏٺو ويو هو- [(2)] سلع جبل جي پلئه ۾ ان تي روڪيا پيا وڃن، بکين لاءِ ماني ڪنيو ڊوڙندا اچن ٿا، اُجن لاءِ پاڻي ڪٽي اچن ٿا، ڳائين ٿا، وڄائين ٿا، گڏجي هڪٻئي کي للڪارين ٿا، هاڻي هاڻي، جنهن جون جمادي ٿڪريون هلم الي يا رسول الله سان گڏ پڪاري رهيون هيون، انهيءَ کي انساني زبانون اڳتي اڳتي وڌي بلڪل هن طرح:

يا رسول الله هلم[(3)]الي القوة والمنعة

(اي الله جا رسول صلى الله عليه وسلم! زور ۾ حفاظت طرف اچو)

عرض ڪندي، جان حاضر ڪن ٿا، مال حاضر ڪن ٿا، ته اهو مديني جو نه، پر قرن الثعلب جي ور تي طائف کان نڪرندي، جنهن عمل جو رد عمل”مليو سو اعليٰ“ کان شروع ٿيو هو، هيءُ انهيءَ تسخيري قوت جو ظهور آهي جيڪو”مڪه“ ۾ به ظاهر ٿيو ۽ ”ثور“ ۾ به ظاهر ٿيو.

”ثور“ کان نڪرڻ بعد پڻ ظاهر ٿيو،”قبا“(4) ۾ به ظاهر ٿيو جتي خالق جو جيڪو دروازو مخلوقات لاءِ بند هو، صدين کان پوءِ پهريون پيرو قبا جي مسجد ٺهرائي کوليو ويو، ته جيئن ڪنهن کي زمين تي ڪٿي قبضو ڏنو وڃي ته هو پهريائين اهو ڪم ڪرائي- ۽ هاڻي مديني ۾ به انهيءَ رد عمل جو ظهور ٿي رهيو آهي، اڳتي ٿيندو رهندو، انهيءَ جو ظهور”ڪوفي“ ۾ به ٿيندو، ”دمشق“ ۾ به ٿيندو”بغداد“ ۾ به ٿيندو ”غرناطه“ ۽ ”قرطبه“ ۾ به ٿيندو، ”قاهره“ ۾ به ٿيندو،”غزني“ ۾ به ٿيندو، ”دهلي“ ۾ به ٿيندو، ۽ چا ٻڌايان، ته ڪٿي ڪٿي ٿيندو ۽ ڪيستائين

ٿيندو، بلڪ سچ ته اهو آهي ته ابد تائين هاڻي ته صرف ان جو ظهور آهي، ان جي نموداري آهي.

انهيءَ ڪري”مدني زندگي“ جا اصلي عناصر، اهي واقعا ناهن پر اهي ته ”مڪه“ جا ئي آثار آهن، جن کي هاڻي اوهين”مديني“ ۾ ڏسي رهيا آهيو- مديني جي زندگيءَ ۾ به اوهان کي اهي ڳالهيون جاچڻ گهرجن، جن ۾ ”دل“ کان وڌيڪ ”دماغ“ جو،”اخلاق“ کان وڌيڪ”عقل“ جو تجربو هجي.

”مڪه“ ۾ جهڙيءَ ريت ڏٺو ويو هو، ته انهيءَ ”دل“ کان بهتر ڪا ٻي دل ناهي. اهڙي طرح انهن ڳالهين جو مطالعو”مدينه“ ۾ ڪريو، جن کي ڏسي چئي سگهجي ٿو ته ان”دماغ“ کان بهتر ڪو ”دماغ“ ناهي. ظاهر آهي ته مديني ۾ سڀ کان اڳ هيءُ ڪم ڪيو ويو ته مسجد نبوي ٺاهي ويئي ۽ ان سان گڏ صفه (1) جو مدرسو ٺاهيو ويو پر چا، فقط مسجد نبوي ٺاهي ويئي ۽ مدرسو ٺاهيو ويو. مسجد ۽ مدرسو ڪير نٿو ٺاهي ۽ ڪٿي نٿا ٺهن، باوجود پهچ ۽ قدرت جي، پڪي سر پٿر سان نه ٺهرائي ويئي، بلڪ کجور جي پنن ۽ ٺارين ۽ ڪچين سرن سان ٺاهي ويئي. بيشڪ! ان ۾ اهو نمونو ضرور آهي ته مسلمان

جنهن آباديءَ ۾ پهچن، سڀ کان اڳ، پنهنجي گهر کان پهريائين، اتي خدا جي عبادت لاءِ مسجد جو بنياد وجهن، ڇاڪاڻ ته مسجد ئي اسلام جو قلعو آهي. اسلامي آبادي ٿاهڻ کان اڳ هر مسلمان کي گهرجي ته هو انهيءَ قلعي کي ان هنڌ هڏي، جتي هو آباد ٿئي ٿو.

تعميري تڪلفات سبب جيڪڏهن وقت نه هجي، ته انهيءَ لاءِ سڀ کان پهرين اهو نمونو رکيو ويو، ته جيئن هر شخص ان کي قائم ڪري سگهي. تعميري سامان جي لحاظ کان ٻي مسجد کهڙي گهٽ هوندي، جيڪا مسلمانن جي پهرين سڀ کان پهرين مسجد هئي ۽ اهو به معلوم ٿئي ٿو ته هر مسجد، مدرسي سان هجي.”علم، دين آهي“، ”دين، علم آهي“، عملي طور تي انهيءَ طريقي سان ان جي تعليم ڏني ويئي.

آءٌ نٿو چوان، ته انهيءَ مسجد ۽ مدرسي جي ٿاهڻ ۾ اهي مصلحتون به پيش نظر نه هيون، يا آئينده مسلمانن کي انهيءَ طريقي تي نه هلڻ گهرجي. ڏنو ويو، پر سوچيو نه ويو. آخر مسجد عرب ۾ نهي ٿي، عرب ۾ ڪعبو موجود هو، جيڪو رڳو عرب جي جاهليت واري دور ۾ ئي نه، پر اسلام ۾ به عزيز هو، پر انهن سڀني ڳالهين جي باوجود

مسجد جو قبله، عرب کان ٻاهر، فلسطين جي سليماني هيڪل کي چو قرار ڏنو وڃي ٿو.

ماڻهن سمجهيو، ته فقط قبله مقرر ٿيو، پر اهو ڪنهن نه ڏٺو، ته”وطنيت“ جو جيڪو بت، جنهن جي عرب ۾ صدين کان پوڄا ڪئي پئي ويئي، ۽ اهڙي زور شور سان پوڄيو پئي ويو، جو ان جو پوڄاري، پاڻ ڪانسواءِ، سڀني کي”عجم“ گونگو سمجهند هو. ڏسو، ته هڪ ئي ڳجهي ڌڪ ان بت کي پور پور ڪري ڇڏيو. جڏهن قرآن پاڪ ۾ آهي، ته شروع ۾ عربن تي هيءُ”غير ملڪي“ قبله، بار(2)[ ) ] بنيو ته اهو سوچڻو هو، ته چو بار بڻيو؟ پر هاڻي ته انهن بارن کي برداشت ڪرڻ جو عهد ڪيو هو، جهڪيا، پر ان سان گڏ اڳتي پڻ وڌي ويا ۽ جيڪو بار وڌو ويو، سو وڌو ويو، سترهن مهينن تائين انهيءَ وطنيت شڪنيءَ جي مشق، جڏهن انهن لاءِ عرب ۽ غير عرب کي هڪ ڪري ڇڏيو، ته ان کان به عجيب ۽ وڌيڪ عجيب تماشو پيش ٿئي ٿو.

بيت المقدس کي قبله بنائي، عرب جا رهواسي، عرب کان ڌار ڪيا ويا، پر هاڻي عرب نه، پر عرب ۽ غير عرب خدا جي ساري زمين تان عرب ۽ غير عرب جو قصو ئي

هميشہ لاءِ ختم ڪيو وڃي ٿو. سترهن مهينن بعد قبله بدلجي ٿو، ۽ بجاءِ سليمان جي هيڪل جي سليمان ۽ دائود ۽ اسماعيل جي پيءُ ابراهيم جي ٺاهيل ڪعبي کي قبله بنائڻ جو حڪم ڏنو وڃي ٿو.

ومن حيث خرجت
فول وجهک شطر
المسجد الحرام
وحيث ما ڪنتم
فولوا وجو هكم
شطره

۽ جتان توهين نڪتا،
انهيءَ جڳهه کان
توهان پنهنجا منهن
مسجد الحرام ڏانهن
موڙيو ۽ جتي به
هجو(اي مسلمانو!
توهان پنهنجا منهن
انهيءَ پاسي موڙيو.)

انهيءَ جو مقصد ڇا آهي؟ اهو ئي، ته جيڪي ڪعبه کان ٻاهر ڪيا ويا آهن، اهي به ڪعبه جي اندر آهن ۽ جيڪي ڪعبه کان ٻاهر هئا، سي پاڻ کي ڪعبه جي اندر سمجهن. پهرين غير عرب کي عرب جو قبله بنايو ويو ۽ جڏهن اهو ٿي چڪو، ته پوءِ عرب ۽ غير عرب سڀني کي هٽائي، نه عرب ٿي رهيو ۽ نه غير عرب، بلڪ خدا جي جيڪا هڪ دنيا هئي، سا هڪ ئي دنيا جي شڪل ۾

واپس اچي ويئي. ڪعبه کي دنيا جي مسجد جي پٽ قرار ڏنو ويو ۽ وسيع زمين، انهيءَ پٽ جو اڱڻ بڻجي ويئي اهو ئي هر مسلمان سمجهي ٿو، ۽ آمريڪا کي به ان جي اڱڻ جو هڪ حصو قرار ڏئي ٿو، ايشيا به ان کي ڪعبي جي پٽين جي هيٺان نظر اچي ٿي. يورپ ۾ به جڏهن هن کي نماز جي ضرورت پئي ٿي، ته ڪعبي جي اڱڻ ۾ بيهي، هو پنهنجي نماز ادا ڪري ٿو. ايوريسٽ (2) انهي جي اڱڻ جو هڪ ٿلهو آهي ۽ ”وڏو سمنڊ“ انهيءَ اڱڻ جو هڪ حوض، بحر قلزم انهيءَ اڱڻ جي هڪ نالي آهي. هڪ مسلمان پنهنجي زندگيءَ جي هر ڏينهن ۾ پنج وقت انهيءَ نظريه جي عملي صورت ۾ مشق ڪري ٿو. هن کي اهو ئي ٻڌايو ويو آهي. صحيح حديث ۾ آهي:

”جعلت لي الارض مسجدا“

(ساري زمين منهنجي لاءِ مسجد بڻائي ويئي آهي).

”وطنيت“ جي هن صنم اڪبر کي ٿوڙڻ سان هاڻي”قوميت“ ۽ ”نسليت“ جو بت اڳيان اچي ٿو. ڪهڙي طرح نه ماڻهو سرسري طرح لنگهي وڃن ٿا، جڏهن ٻڌن يا چون ٿا، ته ”مدينه“ ۾ انصارن ۽ مهاجرن وچ ۾

پائيچارو ڪرايو ويو هو ۽ انهن ۾ پائيچاري وارو ٺاهه ڪرايو ويو هو، پر ان جو نتيجو ڇا نڪتو. مهاجرن قريش ۽ قريشي نسل جا شاهوڪار ڪعبي جا چاٻي بردار هئا ۽ انصار، اوس ۽ خزرج قبيلن جا هاري ۽ آبادگار هئا، حالانڪه ٻئي انسان هئا. پر جهڙي طرح آريائي نسل وارن سامي نسلن کي ۽ سامي نسلن ، توراني نسلن کي يا برهمڻن، شوڌرن کي، ٻي رنگن رنگينن کي، ڦڪن لوٽائيلن کي انسان جو نه، پر گهوڙن جو اولاد ۽ ڍاندن جو نسل سمجيهو ۽ انهيءَ قسم، بلڪه ان کان به بدتر سلوڪ انهن ماڻهن سان روا رکيو، جيڪي انهن جو نسل يا قوم مان نه هئا.

قريش کي پنهنجي حسب ۽ پنهنجي نسب تي ڏاڍو ناز هو. نسبي فخر هڪ ديوتا هو، جنهن جي هو صدين کان پوڄا ڪندا هئا ۽ انهن کي اهڙيءَ طرح پوڄيو ويندو هو، جو اهي ماڻهو، غير قريشي عربن سان حج ڪرڻ ۾ به پنهنجي بي عزتي محسوس ڪندا هئا. جهڙيءَ طرح اڄ به گورا، ڪارن سان دعا گهرڻ ۾ به پنهنجي ذلت کان ٻڇن ٿا. قريشي، انهيءَ قبرستان ۾ به دفن ٿيڻ بدناموسي تصور ڪندا هئا جنهن ۾ ڪو ويچارو غير قريشي دفن

ٿيل هوندو هو. جهڙيءَ طرح اڄ به شودرن جي عزت برهمڻن جي هٿن ڪان پري هوندي آهي، اهو ئي مواخات جو گذر هو، جنهن انهي بت ڪي به ڍير ڪري وڌو.

قريشي سردار انصاري هاريءَ جي آڏو جهڪيل هو. هو ان جا هٿ چمندو هو ۽ هو ان سان نوڙت سان پيش ايندو هو ۽ ان ڪي پنهنجو سڀ ڪجهه سمجهندو هو، بلڪه اوهان پڌو هوندو، ته طلاق ڏيئي، هڪ زال تائين ڏيڻ تي اصرار ڪندو هو ۽ هو ٿورو مڃي، ناڪار ڪندو هو ۽ ائين مخلوقات، بلڪ پنهنجي هٿ ٺوڪي مخلوقات جي چنبي مان آزاد ٿي، مديني وارن پنهنجي وچايل رب قيوم کي حاصل ڪري ورتو. انهيءَ ڪان پوءِ پڙهو ڏياريو ويو، ته هاڻي دنيا هڪ آهي، ان جو معبود هڪ آهي، ان جو رسول هڪ آهي، ان جو ڪتاب هڪ آهي ۽ ان جو ڪعبو هڪ آهي. ۽ ڏسو ته ڏينهن جي پنجن وقتن ۾ زوردار ۽ گرجدار آواز سان اوچن منارن تائين پڪاريندڙ، اوپر ۾، اولهه ۾، زمينن جي پچڙين تائين اهو ئي پڪاري رهيا آهن، پڪاريندا رهندا، چا توتاڙن سان، نفيل سان، قرنا سان، گهڙيال سان، طبل سان يا نقارن سان اها ڳالهه ممڪن هئي، جنهن جي شروعات بانگ جي

عجيب ۽ غريب ندائي طريقي سان انهيءَ ڪانپوءِ زمين تي اسلام جي سڀ ڪان پهرين مسجد ۾ ڪئي ويئي، متعدد وطنن جو بت پڇي پيو ۽ متعدد نسلن جو پاپ پور پور ٿي ويو.

جيڪي ٽوڙيا ويا سي ملي ويا، جيڪي الڳ الڳ ٿي ويا سي گڏ ٿي ويا. مطلب ته جيڪي هڪ هئا اهي هڪ ٿي ويا ۽ انهيءَ ايڪتا جو خلاصو اُهو آهي، جنهن جو اعلان بانگ جي شڪل ۾ پنج وقت ڪيو وڃي ٿو. صرف فڪر ۽ خيال ۾ نه، پر حقيقت ۾، عملي طور تي مديني ۾ دنيا جو اهو نقشو قائم ٿي ويو.

انسانيت جي آزاديءَ جو اهو ئي عالمگير نقشو هو، جنهن کي دنيا تي نافذ ڪرڻ لاءِ ”ڪافة للناس(1)“ جو بشير و نذير، هاڻي ”ڪافة للناس“ طرف وڌي ٿو:

هن کي اختيار هو، ته”قرن الثعلب“ پرسان ڪيس جيڪي اخشبين(2 جبل) ڏنا ويا هئا، تن کي ئي ڪٽي اڇِتي وڌي ها، پر اهو ته پوءِ دل جو امتحان ٿي پوي ها، حالانڪ هينئر ته صرف”دماغ“ جو تجربو ڪرائڻ ئي مقصود آهي. ڏيکاريو وڃي ٿو، ته جنهن جي دماغ جا هي ڪارناما

آهن، ان کي مجنون سڏڻ وارا چا پاڻ مجنون ناهن. جنهن جي فهم جا هي ڪرشما آهن، ان جي عقل ۾ نقص ڪڍڻ وارا، چا اهڙا بدبخت پاڻ عقلي توازن کان محروم ناهن.رستو صاف هجي ها، ته هن وقت جيڪي ڪجھ ڏيکارڻو آهي، ڪامل طور تي ڏيکاريو نه وڃي ها: پر ڏسو! رستي ۾ ڪندن جا جيڪي گهاٽا جهنگ ساڄي ۽ کاٻي، مٿي ۽ هيٺ هر طرف کان گهيرو ڪيو بيٺا آهن، هو چاڙي ٻجهي انهن مان ٿي لنگهي نڪري ٿو ۽ ڪهڙي نه شاندار طريقي- سان نڪري ٿو.

بيابان جي هڪ نخلستاني قصبي جي انهن هارين جي آباديءَ مان تحريڪ دنيا تي يلغار ڪري ٿي. جيڪي يهودي شاهوڪارن جي وياج مٿان وياج جي بوجھ هيٺان دٻيل آهن، انهن جي زمين ۾ پيدا ئي چا ٿو ٿئي، پر جيڪي ڪجھ پيدا ٿئي ٿو، پيدا ٿيڻ شرط يهودي قرض ڏيندڙن جي گهر کڄي وڃي ٿو. گهٽا ڏينهن نه گذريا هئا ته هن ننيڙي وسنديءَ جا ٻه ڪٽنب پنهنجي گهريلو جهڳڙي ۾ باقي ٻچيل جوانن ۽ سردارن کي ٻه وڃائي چڪا آهن. ساڻن گڏ ڏن کان وطن کان وڇڙيل ڪجھ ٻيا ماڻهو به شريڪ آهن، جن جو تعداد سو کان وڌيڪ ناهي، تن جو

اهو حال آهي. ٻئي طرف سڄو عرب هڪ ڪمان بنجي، ان تحريڪ کي ۽ تحريڪ وارن کي نشانو بڻايو ويٺو آهي. ۽ هميشہ لاءِ تباهه ۽ برباد ڪرڻ جو سانباهو ڪيو بيٺو آهي. يهودي پنهنجي مهاجنيءَ جي ڪساد بازاريءَ کا گهٻرائي، انهن سيپني قلعن ۽ قلعي وارن کي مخالفت جي نقطه تي گڏ ڪري رهيا آهن، جن جو سلسلو مديني کان شروع ٿي، شام جي حدن تائين پکڙيل آهن. مشڪلاتون اتي ئي ختم نٿيون ٿين، پر مخالفت جي اها باهه سلسليوار وڌندي وڌندي، ان وقت جي سڀ کان وڏي مشرقي طاقت (ايران) ۽ سڀ کان وڏي مغربي طاقت(روم) ٻنهي کي مديني جي تباهيءَ تي آماده ڪري چڏي ٿي.

رومين جا گهوڙا مديني کان ٿورو پري غسانين)(1 جي حدن ۾ هڻڪاري رهيا هئا ۽ ڪسريٰ )(2 جا پٺيوالا وارنٽ کنيو، مديني پهچي ڌمڪائي رهيا آهن ته مديني جي هارين جي سردار کي گرفتار ڪري شاهي دربار ۾ حاضر ڪيو وڃي.

اهو سندن شهنشاهه جو فرمان هو، جيڪو يمن جو گورنر بازان جي معرفت مديني تائين پهتو. اهو ان وقت جو

ذڪر آهي، جنهن وقت مديني ۾ ”دماغ“ جي تجربي لاءِ انساني نسل کي دعوت ڏني وڃي ٿي، پوءِ ڇا ٿو ٿئي.

قيدار)(3 جي سموري حشمت، جيئن يسعياه نبيءَ چيو هو:هڪ سال، ٺيڪ مزدورن جي هڪ سال اندر بوسي وانگر سڙي رک ٿي وڃي ٿي. علو و ڪبريائيءَ جي جنهن نشي، سندن قدمن کي ڇمڻ نٿي ڏنو، سو ڦاٽي هوا وانگر اڏامي ويو. جيڪو سڀ کان وڏو)(4 هو، سڀ کان ننڍي جي هٿان قتل ٿيل. قريش جا ستر سورما ماريا ويا ۽ اهڙي طرح قيدار جي حشمت خاڪ ۾ ملي ويئي.

اهي ئي عرب، جيڪي هڪ ڪمان)(5 مان تير بنجي، انهيءَ ڪنڌ جي پٺر تي ڪريا هئا. جيئن چيو ويو هو ته جيڪو ان تي ڪري ٿو، سو پور پور ٿي وڃي ٿو. پور پور ٿي، اُهي اهڙي طرح بدليا، جو جيڪي دشمن هئا سي دوست بڻجي ويا.

جن تي تلوار هلائي ويئي، سي نه پر جن تلوار هلائي، تن مسلمان ٿي، انهن ڪوڙن کي ڪوڙو ثابت ڪيو. جن بازارن ۾ مشهور ڪيو، ته جيڪي ڪجھ پکيڙيو ويو، سو تلوار جي زور تي پکيڙيو ويو مڪي ۾ جن کان ڪسيو

ويو، سپ ڪجھ کسيو ويو: پاڻي کسيو ويو، ڪاٺو کسيو ويو، گھر کسيو ويو، ور کسيو ويو، ۽ آخر ۾ جيئڻ جو حق کسڻ جو به چاهيو ويو ۽ ڪيترن ڪان حق کسيو به ويو دکندڙ باھ، چمڪندڙ تلوارن، تاڻيل ڪمانن هيٺان پڄي نڪتل، وري چمڪندر تلوارن ۽ چڪيل ڪمانن، تڪيل نيزن سان فتح جو جھنڊو ڦڙڪائيندا، مڪه ۾ داخل ٿين ٿا، پر ڪجھ وٺندي نه ڏيندي، آڪڙ سان نه پر نياز سان، بدلو وٺندي نه پر معاف ڪندي:

| | |
|---|---|
| ادخلو الباب)(6 سجدا و قولوا حطة الاخ | شهر جي دروازي ۾ ڪنڌ جهڪائي ۽ حطه (يعني گناهن ۽ ڏوهن کي وساري، معاف ڪندي، داخل ٿيڻ). |

جي تعميل ڪندي، تفسير ڪندي، رحم ۽ ڪرم، صفح ۽ اعراض، مغفرت ۽ درگذر، امن ۽ امان جي گلن جي ورکا ڪندا.

| | |
|---|---|
| اليوم يوم برو وفاء | اڄ رحم ۽ درگذر ڪرڻ |

جو ڏينهن آهي.

اليوم انتم الطلقاء                    اڄ توهين آزاد ڪيا ويا.

جا موتي صدقو ڪندي، زمين تي انسانن لاءِ جيڪو پهريون گهر، مخلوق جي نه، پر خالق جي، فقط خالق جي عبادت لاءِ بنايو ويو هو، انهيءَ ۾ لا الہ الا الله(1) الحمد لله وحده، نصر عبده، و هزم الا حزاب وحده چوندي، سربسجود ٿي ويا. ابراهيم جو بيت الله پٿر جي ڪوٺيل موريتن جي گندگي کان پاڪ ٿي ويو، ۽ حيرت آهي ته ٽڙيل پکڙيل وحشي عرب، جنهن ۾ عربي هندو، بت پرستي، يهودي، عيسائي، صابي، عقل پرست به هئا، انهن مختلف قومن ۽ قبلين جي گڏيل وڳوڙ، جهيڙي ۽ جهٽي کي ختم ڪري هڪ پر امن آئيني نظام سلطنت سان وابسته ڪرڻ ۾ ڪوڙن جيتري قدر به چاهيو ڪوڙ پکيڙي ڇڏيو، پر واقعو صرف ايتري قدر ۽ ان قدر آهي ته ڏهه لک چورس ميلن جي ڊگهي ۽ پکڙيل سرزمين جي گاديءَ جو هنڌ، جنهن وقت هارين جو اهو ئي ڳوٺ بڻجي ويو، ته ڏهن سالن جي هن ڊگهي ۽ وڏي عرصي ۾ وثنين (عربي هندن)، يهودين، عيسائين، مسلمانن، سڀني مان امن ۽ امان جي هن جدوجهد ۾، ذرين جا جيترا ماڻهو ڪم

آيا، انهن جو تعداد ڪروڙ، لک، بلڪه به چار هزار به نه هو. ايترو به نه هو، جيترو نيويارڪ جي رستن يا ”لنڊن“ جي شاهي رستن تي موٽرن جي هيٺان روزانو ڪنيو ويندو آهي يا هندستان جي معمولي چڪرين ۾ لاشن جي جيڪا فهرست تيار ٿئي ٿي، بلڪ جملي گڏي سڏي سپني جو ڪل تعداد هڪ هزار ارڙهن آهي. اهو آهي خوني (2) پيغمبر جو وهايل رت يا ڪاساين جو اهو دڪان، جنهن جي گوڙ سان گردان جو گنبذ به ڪنبي ويو آهي. ڏاريا ته ڏاريا، پر پنهنجا به پريشان آهن.

افسوس! حقيقت نه ڄاڻيندڙ اکين سان بد انديشن کي فقط اتي خون نظر آيو جتان انسانيت جي مئل لاش ۾ زندگيءَ جو خون ڊوڙايو ويو. جتي موت آهي، مئلن کي، دل جي مئلن کي اتي زندگي نظر اچي رهي آهي ۽ جتي صرف زندگي ورچي ورهائي وجي ٿي. انصاف ڪندڙن کهڙو انصاف ڪيو. جڏهن موت جي واديءَ جي نالي سان انهن دنيا ۾ ان جو پرچار ڪيو. هڪ هزار ارڙهن جو تعداد ته ان وقت آهي، جڏهن انهن ۾ بنان سبب جي بني قريظه (1) جي انهن يهودين (2) کي به شامل ڪيو وڃي، جن کي خود سندن ڪتاب ۽ انهن جي شريعت سندن مرضيءَ

سان پنهنجي ئي قانون مطابق ان وقت نابود ڪري ڇڏيو، جڏهن سمجهيو ويو ته هن ننيڙي جماعت جي زندگيءَ سان سڄي عرب، بلڪه ممڪن آهي ته عرب جي پاسي جي وڏي جماعت جو موت پيدا ٿيندو. آخر جڏهن ڪروڙين قتلن واري عالمگير جنگ جي باھ يهودي ڦوڪ جي ٻاريل مچي وچي ٿي، ته پوءِ جيڪڏهن انهن ئي يهودين بابت اهو سمجهيو ويو ته ڪهڙو غلط سمجهيو ويو ۽ صرف اهو ئي نه، پر انهن هڪ هزار ارڙهن ۾ ويچارن انهن شهيدن معلمن کي به شمار ڪيو ويو آهي، جن کي نجد وارا پنهنجي ملڪ ۾ وعظ ۽ تلقين، تعليم ۽ ذڪر لاءِ وٺي ويا ۽ معونه نالي کوھ تي ستر ماڻهن کي شهيد ڪيو ويو.

انهن ۾ اهي ڏھ مبلغ به شامل آهن، جن کي بنا ڪنهن سبب جي بيدرديءَ سان رجيع (3) واري هنڌ تي ڪٺو ويو. اهي ته مسلمانن جي طرف کان شهيد ٿيا. اهڙيءَ طرح ٻي ڌر جي انهن مقتولن کي پڻ انهيءَ تعداد ۾ شريڪ ڪيو ويو آهي، جيڪي قصاص يا ڌاڙي يا چوريءَ جي ڏوھ ۾ ماريا ويا ۽ گرفتاريءَ جي سلسلي ۾ قتل ٿيا. ماڻهو سوچين نٿا، نه ته ڏهن سالن جي هن ٻگهي

عرصي ۾ جيڪڏهن ڪنهن محاذ آرائي يا مهم تي جنگ جو اطلاق ٿي سگهي ٿو ته اها”بدر“ جي جنگ آهي، جنهن ۾ ويهه مسلمان ۽ ستر قريش وارا ۽ اهڙي طرح”احد“ ۾ ستر مسلمان ۽ ٽيهه قريش جا ماڻهو ڪم آيا، بشرطيڪ هزار پندرهن سئو ماڻهن جي ميڙ ۽ انهن جي باهمي تڪرار جو نالو چڪريءَ بدران جنگ ۽ (بيٽل) رکيو وڃي.

بهرحال قريشين سان جيڪا ٿوري گهڻي چيڙ چاڙ ٿي، اها انهيءَ  تي ختم ٿي ويئي، نه ”خندق“ ۾ قتل جي بازار گرم ٿي ۽ نه مڪي ۾ خونريزي ٿي. ان کان پوءِ هڪ به چڪريون يهودين سان ٿيون، جن مان خيبر سڀ کان اهم آهي. انهيءَ ۾ ارڙهن مسلمان شهيد ٿيا ۽ ٽيانوي يهودي ماريا ويا. عيسائين سان”موته“ ۾ زبردست جنگ ٿي، ليڪن انهيءَ ”خونريزيءَ“ ۾ به مسلمانن جي ڪل ٻارهن شهيدن جو احوال معلوم ٿيو. ان کان سواءِ ڪجھ ڌاڙيلن جو پيڇو آهي. چورن جو پيڇو ڪيو ويو.

باغين کي ڪچلڻ لاءِ ڪو دستو روانو ڪيو ويو هو، جنهن ۾ اڪثر موقعن ۾ جنگ جي نوبت ئي نه آئي. بهرحال، جيڪڏهن خاص لڙائي ۽ جهاد جي شهيدن

مقتولن جو حساب ڪيو وڃي، ته انهن جو تعداد پنج ڇهه سئو کان مٿي انهن سمورن ڏهن سالن جي عرصي اندر سڄي عرب ملڪ ۾ انشاءَ الله ثابت نه ٿيندو، حالانڪ مقابلي ۾ عرب جا وحشي قبيلا، طاقتور جمهوريتون ۽ بعض سلطان پڻ هئا، جن کي طائف کان پوءِ سپڪجهه ڏنو ويو هو. اهو ڇو ٿو سوچيو وڃي ته ان کي ڇاجي لاءِ مليو، ان سان ائين ڇو ٿيو، جنهن جي زندگيءَ جو هر واقعو ان جي ڪلمي جي دعوت ۽ دعويٰ لااله الا الله جو دليل آهي. آخر انهن واقعن ۾ به انهيءَ کي ڇو ڳوليو وڃي.

مطلب ته اهي ڪل ڏهه سال آهن ۽ اُهي سموريون جنگيون ۽ خونريزيون، جن جو افسانو هزارن رنگين قلمن سان رنگين بڻائي، دنيا کي ٻڌايو وڃي ٿو.

هاڻي ڏسو، ته جتي انسان مسجود ملائڪه، انسان جي جان جي هڪ مڇر ۽ مک کان به وڌيڪ قيمت نه هوندي هئي، تنهن جي جان ته وڏي قيمتي شيءِ آهي، ان جي ڪپڙي جو ڌاڳو به رات جي اونداهيءَ ۾ ڪو ڪڍي نٿو سگهي،. هر هنڌ امن ۽ امان آهي. انساني زندگي جي جنهن آئين ۽ دستور جو نقشو دنيا تي نافذ ڪرڻ لاءِ مدينه

جي جهنڊي تي چڙهيو ويو هو، ان جي هيٺ هليا اچن ٿا، چئني طرفن کان آدم جو اولاد اچي رهيو آهي ۽ وڏي تعداد ۾ ٽولن جي صورت ۾ اچي رهيو آهي. وڏي تعداد ۾ وفدن (1) جي اچ وڃ جاري آهي.

پوءِ ڇا مديني جي گاديءَ جو هنڌ قائم ٿيو، اتي منبر جي جاءِ تي تخت رکيو ويو. اها ئي مسجد آهي، اهي ئي جهوپڙيون آهن، اهو ئي چمڙي جو گاديلو آهي نه حاڪم آهن نه دربان آهن. امير به اچن ٿا ۽ غريب به اچن ٿا. ٻنهي سان هڪ معاملو آهي، عجيب دربار! سلطان چون ٿا ته شاهي دربار هئي، فوج هئي، علم هو، پوليس هئي، جلاد هئا، محتسب هئا، گورنر هئا ڪليڪٽر هئا، منصف هئا، ضبط هو قانون هو.

مولوي چون ٿا ته مدرسو هو، چڱ سبق هو، وعظ هو، افتاء هو، قضا هو، تصنيف هئي، تاليف هئي، محراب هو، منبر هو. صوفي چون ٿا ته خانقاهه چڱ دعا هئي، ڦيٽو هو، ڦڪي هئي، ورد هو، وظيفو هو، ذڪر هو، شغل هو، چلو هو، زاري هئي، وجد هو، بي خودي هئي، ڪشف هو، ڪرامت هئي، فقر هو، فاقو هو، زهد هو، قناعت هئي، پٽريون ڏنيون ويندين هيون، ته ڪاري پاٽيءَ جا

ڪوه مٿا ٿي ويندا. ٻارن جي مٿن تي هٿ ڦيريو وجي ٿو، جنهن کي جيڪي چيو وجي ٿو، سو پورو ٿئي ٿو.

پر سچ ته هيءُ آهي ته اهو سڀ ڪجھ هو انهيءَ ڪري جو، هو سپني لاءِ آيو هو. آئنده جنهن کي به هلڻو هو، جتي به هلڻو هو، انهيءَ روشنيءَ ۾ هلڻو هو، اهو ته عرب لاءِ ٿيو، عرب ۾ ئي ڏسو، ته عرب کان ٻاهر جو ڪم شروع ٿي وجي ٿو. انهن ڏهن سالن جي عرصي ۾ مشرق جي سڀ کان وڏي قوت"ايراني سلطنت" ۽ مغرب جي سڀ کان وڏي طاقت (رومي سلطنت) سان گڏو گڏ انهن جي پرپاسي جي سلطانن کي به هوشيار ڪيو وجي ٿو، ته وقت اچڻ کان اڳ پچي وجو. جيڪو جاڳيو تنهن کي مليو، جيڪو سمهي پيو تنهن وڃايو. ڪسريٰ خط ڦاڙيو، ته سندس ملڪ ڦاڙيو ويو "قيصر" به ڦاڙي ها ۽ خدا ڪري ها، ته اهو به ڦاڙي ڇڏي ها، ته اهو به ڦاٽي وجي ها، ليڪن معاملي کي ملتوي ڪري، هن پنهنجي قوم ۽ پنهنجي ملڪ جي موت کي ملتوي ڪرائي ڇڏيو- ۽ ايترو ملتوي ڪيو ويو، جو اها فوج اڄ تائين واپس نه وري آهي ۽ خدا کي خبر ته ڪڏهن واپس)(12 ٿيندي، جنهن کي رومين )(3 ڏانهن روانو ڪري، دماغ جي انهن عجيب ۽

غريب تجربن ڏيڻ وارو پاڪ وجود، وري”دل“ جي حالتن ۾ ٻڌي انهيءَ بستري تي ليٽي پيو، جنهن تي سمهڻ بعد واري اٿڻ جي ضرورت ئي نه رهندي آهي. اللهم صل عليہ وسلم ڏسڻ وارن ڏٺو هو، ته انهيءَ بستري تي سمهڻ جي جيڪا آخري رات هئي، ان کي روشن ڪرڻ واري بتيءَ ۾ تيل ڪنهن غريب پاڙيسريءَ کان قرض تي آيو هو ۽ جيڪا چادر ان وقت مريض تي پيل هئي، تنهن کي بعد ۾ جڏهن ڏٺو ويو ته اهو هڪ ٿاٿل ڪمبل هو، جنهن جي هيٺان مٿان چتيون لڳل هيون. ان جي زره ٿيہ صاع جو، تي هڪ يهودي امير وٽ گروي هئي.

چاٽڻ کان پوءِ نه مڃڻ لاءِ ڪوڙ جي ٻرن ۾ لڪي وڃڻ وارؤ! سمجهي رهيا آهيو، ڏسي رهيا آهيو، جيڪو هن بستري تي ليٽيو پيو آهي- انصاف جا قاتلو! چا، هيءُ ئي اهو مڪي جو فقير آهي، جنهن جي باري ۾ اوهان جي گندين زبانن گوڙ ڪيو هو، ته هو مديني جو بادشاه بنجي ويو هو ۽ چا اڄ ئي سندس هيءُ حال آهي؟ ڏهن سالن جي انهيءَ عرصي ۾ ڪنهن هن جي گهر مان دونهون اٿندي ڏٺو؟ اهڙا بادشاه ڪهڙي دنيا ۾ ٿي گذريا آهن، جن کي کائڻ لاءِ جون جي اڻ چٽيل اٽي جي ماني به ميسر نه

ٿي؟فقيرن به ڪڏهن ٻن ٽن مهينن تائين صرف پاڻي ۽ ساڳ تي زندگي گذاري آهي؟ ٻکين به ڪڏهن بک جي سختيءَ ۾ پيٽ تي ٻه ٻه پٿر ٻڌا آهن؟

بادشاهن جي نياڻين جي هٿ ۾ اٽي پيهڻ جون لڦون ۽ ڳچيءَ تي پاڻي ڀرڻ جا نشان ڏٺا ويا؟ اهڙي شهزادي زمين جي ڪهڙي حصي تي ڏٺي ويئي، جنهن کي، جنهن جي ٻارن کي ٻه ٻه ٽي ٽي ڏينهن بک جي سختيءَ ۾ ڏينهن کي رات ۽ رات کي ڏينهن ڪرڻو پيو؟

ڇا، بادشاهن جو محلات انهيءَ کي چوندا آهن، جنهن جي ڪچيءَ جي ڇت کي ماڻهن جو مٿو لڳندو هجي.

”مدينه“ جي بادشاهه جو شاهي محل ته هن وقت به موجود آهي. سندس ڏيگهه ۽ ويڪر اڄ به ماپي سگهو ٿا. ان جي ٻاهران ته ڪجهه به هجي پر ان ۾ اندر اهو ڪجهه آهي، جيڪي اڳ [(3)] هو.

بهرحال، ڏهن سالن تائين”دماغ“ جو پڻ اهڙيءَ طرح ڪليل روشنيءَ ۾ تجربو ڪرايو ويو، جهڙيءَ طرح تيرهن سالن تائين”دل“ جا مشاهدا پيش ڪيا ويا.

توهين ڏسو، ته انهيءَ عرب ۾ هڪ پاسي انهن جو نشو لاٿو ويو، جنهن جي وڏائيءَ ۾ خدا جي ڪبريائيءَ جي گنجائش نه هئي ته ٻئي پاسي انهن ئي ۾ هڪ ٻيو نشو پيدا ٿي ويو، ته خدا جي وڏائيءَ ڪانسواءِ انهن جي اندر ڪنهن جي به وڏائي باقي نه رهي. اهو ئي اهو گروهه هو، جيڪو ”سينا“ جي روشنيءَ ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي خدا جي ملائڪن جي صورت ۾ نظر آيو. اها دعويٰ، جنهن جا دليل لڳاتار خود پنهنجي اندر مان هن دعويٰ جو مدعي اعلان ڪان اڳ چمڪائي رهيو هو. انهي دعويٰ جو نسخو انهن تي پڙ پيش ڪيو ويو، جن سمجهي ان کي مجيو هو، هيءُ نسخو انهن کي پياريو ويو. ۽ ڪنهن جهنگ يا جبل جي غارن ۾ نه پر تلوارن جي ڇانوَ ۾ ان جي مشق ڪرائي ويئي.پياري به ڏيکاريو ويندو هو ۽ چڙائي به ڏيکاريو ويندو هو.”بدر“ ۾ جڏهن پي لٿا ته ان جا نتيجا به انهن جي سامهون هئا. ”احد“ ۾ جيڪو ڪجهه ٿيو، انهن جي ڪري ئي ٿيو، جن پيئڻ ۾ ڪجهه ڪوتاهي ڪئي. جڏهن مڪه فتح ٿيو، ته سڀ انهيءَ نشي ۾ ٻڏل هئا.

”حنين“ ۾ جڏهن ميدان ويو، ٿوري دير لاءِ ويو ته توهان ان جي ميدان جي نقشي ۾ ان جي گهاٽين ٽڪرين ۾ ان جا

سبب ڳوليو! ليڪن مان ڇا ڪريان جو قرآن انهيءَ نشي جي ڪميءَ جو انهن ۾ نشان ڏنو آهي، جن جو انهن کي تجربو ڪرايو پئي ويو.

توهين ڇئو ٿا ته اهي انهن تيراندازن کان پڳا، جيڪي اندر نه پر ٻاهر انهن ٽڪرين ۾ لڪل هئا، ۽ قرآن چوي ٿو، ته اهي”ميجارٽي“ ۽ اڪثريت جي انهيءَ اعتماد کان پڳا، جيڪي انهن ۾ لڪل هو.

”يوم حنين اذا عجبتکم کثرتکم فلن تغن عنکم شيئا-“

”۽ حنين واري ڏينهن، جڏهن پنهنجي تعداد جي گهڻائيءَ توهان کي مغرور ڪري ڇڏيو پر تعداد جي اها گهڻائي اوهان کي ڪو فائدو پهچائي نه سگهي.“

جو مطلب ان کان سواءِ ٻيو ڇا آهي؟

جيڪڏهن اهو مقصد نه هو، ته جنهن کي طائف کان واپسيءَ بعد سڀ ڪجهه ملي چڪو هو، ان کي ان ”لڙائي“ ۽ ان ”لشڪر“ جي ڪهڙي ضرورت هئي- هونءَ به ته سندس ساڃو هٿ عجيب ۽ غريب ڪمال ڏيکاريندو هو.(1) هيءُ غرص نه هجي ها، ته ڇا صرف

انهيءَ سان هو سپڪجهه نٿي ڪري سگهيو ۽ جڏهن دل چاهيو، ته چا مٿيءَ جي مٺ مان هن اهو ئي ڪم نه ورتو، جو ”هوئنٽزز“ جي ماڻهن کان ورتو ويندو آهي.

اهي انڌا آهن، جيڪي چون ٿا ته هو رت وهائيندو هو. جنهن جو رت وهايو ويو، جنهن جي ڏاڙهي رت سان ڌوتي ويئي، جنهن جا ڏند ڀڳا ويا، جنهن جي پيشانيءَ تي”زره“ جون ڪڙيون ٿنبيون ويون. نابينوء! انهيءَ تي الزام ٿا هڻو، ته هن رت وهايو-

چور! اٿلوڪوٽوال کي دبايو ٿا، ڪليو ڪلايو دبايو ٿا، حالانڪه ٿيهڻ ورهين جي ڏگهي جمار ۾ چا ڪير ثابت ڪري سگهي ٿو، ته خونين ۾ پلجندڙ هن انسان ڪنهن جو رت ته چا ڪنهن جو به وار پٽيو هو-

اُف! جيڪڏهن هو رت وهائڻ چاهي ها)(2 ته پوءِ هزارن جي رت کي صرف هڪ جي رت سان چو بچائي ها- قطرو وهائي، سمنڊ کي چو بڏي هئا. اهو ئي)(3 يهودي جن جو رت هر دور ۽ هر ملڪ ۾ اٿڪل هر صديءَ ۾ سستو رهيو آهي ۽ اڄ تائين آهي، جڏهن رت جا حقدار ٿي چڪا هئا ۽ هر نموني سان ٿي چڪا هئا، پر انهن هزارن

جي رت کي صرف ڪعب بن اشرف ۽ رابع بن حقيق، ٻن ئي ماڻهن جي رت سان چو محفوظ ڪيو ويو. تمام وڏو خير اهو شر آهي، جنهن جي ذريعي ڪنهن عظيم ۽ جليل شر جو سدباب ٿيندو هجي. قصاص ۾ زندگي آهي. آخر هن قانون ۾ ٻيو ڇا آهي؟ بيشڪ! انهن ٻنهي جي موت ۾ انهن سڀني يهودين جي زندگي جي ضمانت هئي، جيڪي انهن کان پوءِ زنده رهيا، وڌيا ويجهيا. ٻي صورت ۾ جيڪي سازشون انهن)(4 ٻنهي سٽيون هيون،، تن جو لازمي نتيجو اهو هو، ته عرب مان يهودين جو نالو نشان ختم ٿي وڃي ها. جهڙيءَ طرح هميشه اهڙي قسم جي بدباطن يهودين پنهنجي قوم تي هر ملڪ ۾ ۽ هر زماني ۾ زندگي تلخ ڪئي آهي، جنهن جو سلسلو اڃا تائين جاري آهي، بلڪ سچ ته هيءُ آهي ته بني قريظه جي ننڍي جماعت جيتوڻيڪ پنهنجي شريعت ۽ ان جي ئي حڪم سان مٽائي ويئي، ليڪن ان سان گڏ ڇا هن ننڍي جماعت جي موت ۾ عرب جي سڀني يهودين جي زندگي نه هئي. ٻڙدل ۽ ظالم آهي اهو جراح، جنهن هڪ آڱر لاءِ سموري جسم کي سڙڻ ڏنو. آخر ۾ انهن تجربن جي سلسلي ۾ نادر ترين تجربو اهو آهي ته اهو ئي ذهن سالن

جو زمانو آهي، ان جا به چند سال گذري چڪا آهن ۽ هاڻي اهو ئي جيڪو عرب لاءِ به هو، عجم لاءِ به هو، مردن لاءِ به هو عورتن لاءِ به هو، زندگيءَ جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ارادو فرمايو وڃي ٿو ته جهڙيءَ طرح مردن ۾ قدوسين جي هيءَ آخري جماعت پيدا ڪئي ويئي آهي، سموري جهان جي عورتن لاءِ قيامت تائين انساني نسل ۾ جيڪي عورتون پيدا ٿيڻ واريون آهن- انهن سڀني لاءِ انهن جي تعليم لاءِ، سڪيا لاءِ، انهن جي نموني لاءِ، عورتن جي به هڪ جماعت تيار ڪئي وڃي. شايد اهو قدرت طرفان هو ۽ ان جي ڪهڙي ڳالهه قدرتي نه هئي، جتان دنيا جي هن عالمگير نقشي ۽ انساني زندگيءَ جي ڪامل دستورالعمل جو جهندو کنيو ويو هو. اهو نه”لندن“ آهي، نه ”پئرس“،ايتري تائين، جو ”بمبئي“ به ناهي ۽ ”ڪلڪته“ به ناهي، بلڪ سوچيو ته بيابان جي هن آباديءَ جي تمدني ۽ عمراني لحاظ کان اها حيثيت به ناهي، جيڪا هندستان جي معمولي ضلعي، شهرن ۽ ڳوٺن جي آهي. ليڪن دنيا جي ڏورانهن، ويران، ٿر ۽ بر ۾، حيرت آهي ته سموري جهان جا”مذهب“، ”دين“ انهيءَ ڪري اڳيان پيش ٿي وڃن، جو ترديد ۽ غلط هجڻ نه،

بلڪه سڀني جي تصديق، سڀني جو صحيح هجڻ، سڀني جو عملي شڪل ۾ مڪمل ٿيڻ، ممڪن ٿئي، ته اهو ”ڪوڙو“ نه پر ”سچو“ هو، ۽ اهو ئي سندس دعويٰ جو سڀ کان وڏو امتيازي نشان آهي.

هندو مذهب ته”وثنيت“ جي شڪل ۾ ”مڪي“ ۾ ئي موجود هو.”مديني“ اچڻ کانپوءِ ان جي اڳيان دنيا جو ٻيو عالمگير مذهب ”يهوديت“ به سامهون اچي ويو. ان سان گڏ ”مديني“ ۾ ۽ مديني جي پر پاسي اها”نصرانيت“ به موجود هئي، جنهن جي اثر هيٺ دنيا جي آباديءَ جو وڏو حصو ان وقت به هو. ان جي حلقي ۾ ”مجوسي“ ۽ ايران جا ٻاهه جا پوڄاري(1) زردشت به شريڪ هئا. چوٿاري هڪ فرقه ”صابئين“ جو به هو، جنهن جي باري ۾ ڪجهه نٿو چئي سگهجي. ته عرب جي انهن ”صابئين“ جو تعلق ”ٻڌ مذهب“ جي ”ساڌن“ سان هو يا ان کان سواءِ ڪو ٻيو فرقه هو، جنهن کان اڄ جي دنيا واقف ناهي(2) مطلب ته ڪوهستان جي هن ننڍڙي وسنديءَ ۾، يهوديت، عيسائيت، هندويت يا وثنيت، مجوسيت ۽ جيڪڏهن چاهيو ته چئي سگهو ٿا ته ٻڌمت پنهنجي انهن سڀني مفاسد سان موجود هئي، جن کي ڌوئڻ ۽ جن کان پاڪ ڪرڻ لاءِ اهو ڪنيو

ويو هو. پوءِ ان سيني کي ڏوتو يا انهن سيني کي پاڪ ڪيو، ۽ قيامت تائين پورو ڪيو.

*

زمين تي آڪڙجي نه هلندا ڪريو چو ته(ائين ڪرڻ سان) اوهان زمين کي چيري ڪونه سگهندا ۽ نه(ڪنڌ آڪڙائي هلو) جو اوهان پهاڙن کي پهچي ڪونه سگهندا انهن سيني ڳالهين مان جيڪي بريون آهن سي سموريون تنهنجي پرودگار کي ناپسند آهن.(القرآن)

--------

---

(1) حائفي دعا جو اهو اهو ٽڪرو آهي، جنهن ۾ آنحضرت ﷺ پنهنجي سبڪي متعلق فرمايو هو 12

(2) شروع ۾ ٻڌايو ويو هو ته مديني جي هڪ جبل جو نالو آهي، جنهن جو ذڪر اليسع نبيءَ جي ڪتاب ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي آيو آهي ۽ ايندڙ لفظ به حضرت اليسع عليہ السلام جي هجرت بابت پيشگوئيءَ مان ورتل آهن 12

(3) هي لفظ انصارن جا سردار ان وقت چئي رهيا هئا، جڏهن آنحضرتﷺ جن مديني شريف ۾ داخل ٿي رهيا هئا.

(4) حضور صلعم جن پهرين مسجد”قبا“ ئي ٺاهي هئي.

(1) صفه جي معنيٰ آهي”چبوترو.“ ٻاهر جي غريب الوطن نون مسلمانن لاءِ هڪ چبوترو ٺاهي، ڇپر وڌو ويو هو. ان جو نالو”صفه“ هو ۽ انهيءَ ۾ اهي ماڻهو قرآن ۽ سنت جي تعليم حاصل ڪندا هئا. ڪاڌي جو انتظام عام سرنديءَ وارا ماڻهو ۽ خود رسول اللهﷺ جن ڪندا هئا. شاگردن جو تعداد هڪ سؤ تائين به پهچي ويندو هو. افسوس، جو مسلمانن، مسلمان شاگردن لاءِ مدرسا ته ڪافي ٺهرايا، پر نون مسلمانن لاءِ صفه جي سنت ڇڏي ڏني. شال هاڻي به ماڻهن کي اهو خيال اچي 12

(2) ان ڪانت لڪبيرة الا علي الذين هداهم الله (قبله جي تبديلي ٻار لڳي، پر انهن کي نه، جن کي الله راهه ڏيکاري ڇڏي هو) جي طرف اشارو آهي12-

(2) ايوريسٽ، هماليه جبل جي سڀ کان اوچي چوٽيءَ کي چيو ويندو آهي-12

(1) يعني سڀني انسانن کي خوشخبري ۽ ڌمڪي ڏيڻ واري قرآن جي آيت جو اقتباس جنهن ۾ الله تعاليٰ، حضورﷺ کي مخاطب ٿي فرمايو ته اسان توکي سڀني انسانن جو بشير ۽ نذير بنائي موڪليو آهي.

(1) غساني مديني منوره جي اترين حدن تي عيسائي وسنديون، رومي حڪومت جي هٿ هيٺ هيون ۽ انهن جي ذريعي اسلام جو رومين سان تعلق پيدا ٿيو هو. انهيءَ حڪومت جو بادشاهه جڏهن ته مسلمان ٿي، حضرت عمر رضه جي عهد ۾

گمراهہ ٿي، قسطنطنيه پچي ويو هو. رومين سان چيڙ چاڙ حضورﷺ جي دور ۾ شروع ٿي ويئي، موته ۾ گهمسان جي جنگ به ٿي ۽ تبوڪ جو سفر رومين ئي جي روڪڻ لاءِ هو، پر انهن سان ملاقات نه ٿي سگهي.

(2) جڏهن حضور ﷺ جو نالو مبارڪ ڪسريٰ شاهہ ايران وٽ اهڙي طرح پهتو ته حضورﷺجو اسم مبارڪ سندس نالي کان پهرين هو، ته هن اهو خط ڦاڙڻ کان سواءِ حضور صه جن جي گرفتاريءَ لاءِ پٽيوالا مديني موڪليا.

(3) حضرت اسماعيل عه جي ٻارهن پٽن مان هڪ جو نالو قيدار هو، جنهن جي پيڙهيءَ مان قريش هئا. انهيءَ ڪري بائيبل ۾ ان جو ذڪر قيدار جي لفظ سان ڪيو ويندو آهي - 12

(4) ابوجهل، جنهن جو بيو لقب ”فرعون هذه الامته“ هو، هڪ ننڍي چمار واري ڇوڪر هٿان قتل ٿيو. عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جڏهن ان جي سسي ڪپڻ چاهي، ته ان جو هيءُ مشهور جملو تاريخ ۾ محفوظ ٿي ويو ته ”سردار جي سسي آهي، ٿورو هيٺ پرو ڪپجان“، ته جيئن مقتولن جي قطار ۾ جڏهن منهنجي سسي رکي وڃي ته اوچي نظر اچي.“

(5) عربي تاريخن جي انهيءَ جملي جو ترجمو رمتهم بقوس واحد يعني عربن، مسلمانن تي هڪ ڪمان ٻڌجي، تير وسائڻ شروع ڪيا - 12

(6) هيءُ قصو بني اسرائيل جو هڪ حصو آهي، جنهن ۾ اسرائيلن کي هڪ نظريي ۾ سجدا و حطه چوندي، داخل ٿيڻ لاءِ چيو ويو هو. مفسرين، انهيءَ جي جيڪا معنيٰ ڪئي، مون کي انهيءَ کان انڪار ناهي، پر ”خلقه قرآن“ جي

حساب سان ڇا، اها تفسير بهتر ناهي، جيڪي حضور صه جن عمل ڪري ڏيکاري.

(1) الله ڪانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ناهي. ان جي ستائش آهي. صرف ان جي جنهن اڪيلو (جهيڙي جهڙي ڪان سواءِ) پنهنجي بندي جي مدد ڪئي.

(2) جهاد جو مسئلو، جيڪو اسلامي فرضن ۾ هڪ اهم فرض آهي. اهو سمورو گوڙ فقط انهيءَ قانون سبب اٿاريو ويو آهي، حالانڪه نه جهاد جي لغوي معنيٰ جنگ آهي ۽ نه اصلاحي، پر دنيا جا هي ٽي قانون آهن: ڪي چون ٿا ته نيڪ سان نيڪ ورتاءُ ڪريو ۽ بدڪردارن کي به موقعو ڏيو ته اهي پنهنجي بديءَ جي ميدان کي وسيع ڪن. جنهن هڪ ڳل تي چماٽ هنئي، ته ان کي ٻيو ڳل به پيش ڪريو. نانگن کي نپايو، وڇن جي پرورش ڪريو. ان جي مقابلي ۾ ٻيو گروهه آهي، جنهن جو چوڻ آهي ته پنهنجي ذاتي يا قومي خوديءَ کي باقي رکڻ جي لاءِ سڀ ڪجهه ختم ڪري ڇڏيو. نيڪ هجي يا بد، اهوئي تنازو البقا جو قانون آهي، پر اسلام ٽيون اصول پيش ڪري ٿو. نيڪ سان نيڪ ٿيو ۽ جيڪي نيڪ ناهن، ڪوشش ڪريو، ته اهي به نيڪو ڪارن جي ٽولي ۾ شامل ٿي وڃن. انهيءَ ڪوشش جو نالو جهاد آهي، جنهن جي ابتدا تبليغ سان ٿئي ٿي. ٽڪر جي صورت ۾ جيڪڏهن مخالفن سان مقابلي جي مادي قوت نه هجي، بلڪه نيڪ ماڻهن جي بد ٻڌجي وڃڻ جو انديشو هجي، ته تبليغ لاءِ ٻئي ميدان جي چونڊ ڪجي. انهيءَ قانون جو نالو هجرت جو قانون آهي ۽ جيڪڏهن مقابلي جي قوت هجي ته پوءِ جيڪڏهن شخصي قربانيءَ سان جماعت زنده رهندي هجي يا ننڍي جماعت، ليڪن

جيڪڏهن انهيءَ ڳالھ جو به موقعو نه هجي ته پوءِ عام جنگ جو اعلان ڪرڻو پوندو آهي، ليڪن ٻين کي نيڪ بنائن، ابدي زندگي بخشڻ لاءِ مرڻ تي راضي ٿي وڃن جهاد آهي ۽ پاڻ کي، پنهنجي قوم کي باقي رکڻ لاءِ ٻين کي ختم ڪرڻ جنگ آهي. جهاد سان ان جو ڪو واسطو ناهي. - 12

(1) خندق جي جنگ ۾ يهودين جي پئسي ۽ قريش جي ماڻهن ملي ڪري، مديني کي ويه هزار فوج سان گهيري ۾ ورتو. بني قريظه جي يهودين سان مسلمانن جو معاهدو هو ته جنگ ۾ گڏيل طور تي هڪٻئي جي مدد ڪندا، ليڪن ان لاچار جي وقت جڏهن انهن کان مدد گهري ويئي، ته انهن يهودين چيو ته توهان اسان کي نٿا سڃاڻو. حضور ﷺ ان وقت ته چڏي ڏنو، پر جڏهن الله جي طوفان عرب جي انهيءَ طوفان کي شڪست ڏني، تڏهن ان وقت کين بني قريظه جي محاصره جو حڪم مليو. پڇاڙيءَ ۾ بني قريظه وارن سعد بن عبادة کي حڪم بڻائي، قلعو کولي ڇڏيو. هنن سندن نوجوانن کي قتل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. حضور ﷺ جن فرمايو ته ڪتاب مطابق فيصلو آهي، ڇو ته اهل ڪتاب جي ڪتاب ۾ عهد شڪنيءَ جي اها ئي سزا هئي. - 12

(2) يورپ جي گذريل عالمگير جنگ جي باري ۾ کوجنا نيٺ اهو ثابت ڪيو ته انهيءَ ۾ آمريڪا ۽ يورپ جي يهودي شاهوڪارن جو هٿ هو. - 12

(3) انهن واقعن جو تفصيل سيرت جي وڏن ڪتابن ۾ پڙهو يا ڏسو- منهنجو ڪتاب"الحرب الجهاد"-12

(1) تفصيل لاءِ ڏسو منهنجو ڪتاب"المڪاتيب" 12

(12) مشهور محدث ابوبڪر بن العربي پنهنجي ڪتاب احڪام القرآن ۾ هڪ روايت اُتاري (نقل) ڪئي آهي، جنهن جو خلاصو هيءُ آهي ته حضورﷺ جن فرمايو ته فارس(ايران) هڪ سڱ يا ٻه هٽي، ختم ويندو، ليڪن روم(يورپ) جي هڪ سڱ ڪي مسلمان ڀڃيندا ته ٻيو نڪري ايندو. اهڙيءَ طرح نڪرندو ويندو جيستائين الله چاهي. اڄ چوڏهين صديءَ جو اڌ به گذري چڪو آهي، پر يورپ جا سڱ نڪرندا اچن.

(3) موت جي مرض دوران اسامه جو جيڪو دستو رومين ڏانهن موڪليو ويو هو، ان پاسي اشارو آهي. رومين کي حضورﷺ جي وفات جي خبر ملي. اجا انهي خبر جي خوشي ختم ئي نه ٿي هئي ته اسامه رضي الله عنہ جي حملي جي خبر کين ملي. رومي گهبرائجي ويا ۽ چيائون ته هي ماڻهو جن آهن 120

(3) تفصيل لاءِ ڏسو”نبي ﷺ ۽ ان جي زندگي“

(1) زبور جي ان آيت طرف اشارو آهي، جنهن ۾ حضور ﷺ کي خطاب ڪندي، حضرت دائود فرمايو:”تنهنجو ساڄو هٿ عجوبا ڏيکاريندو“ قرآن ۾ حضور ﷺ جي ساڄي هٿ کي خدا جو هٿ قرار ڏنو ويو آهي“ ۽ ”مارميت اذرميت“ ۾ به ساڄي هٿ جي ڪمالن طرف اشارو ڪيو ويو آهي. مٺيءَ جي مٺ سان دشمن جي فوج ۾ ابتري پيدا ٿي هئي- ان جو ذڪر بخاريءَ ۾ آهي-12

(2) سچي تاريخ ۾ صرف ابي خلف جي نڙيءَ ۾ سندن نيزي جي ڪاني ان وقت لڳي، جڏهن جو حضور ﷺ جن جي قتل لاءِ جنگ احد ۾ سندن ويجهو پهچي

ويو. پاڻ مڪه معظمه ۾ هن سان هڪ وعدو ڪيو هئائون ان کي پورو ڪرڻ به ضروري هو-12

(3) جرمنيءَ ۾ هٽلر انهن تي جهڙيءَ طرح زندگي تنگ ڪئي هئي، سيني کي خبر آهي. قرآني آيت جو هيءُ تفسير آهي: واذتاذن ربڪ ليبعثن عليهم الیٰ يوم القيٰمة من يسومهم سوءَ العذاب(تنهنجي رب جڏهن اعلان ڪيو، ته قيامت تائين يهودين تي ڪنهن کي اثاريندو رهندي، چا، جيڪو انهن کي بچڙي طرح عذاب ڏيندو رهندو)

(4) تفصيل لاءِ ڏسو سيرت شبلي مرحوم 12

(1) سلمان فارسي، بازان، اقرع بن حابس ۽ ڪجهه ٻيا به آهن. اهي پهريائين مجوسي هئا ۽ ”هجر“ جي سڄي عرب علائقي ۾ زردشت دين جا پوئلڳ هئا قرآن ۾ مجوس جي نالي سان انهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

(2) تفصيل لاءِ ڏسو منهنجو ڪتاب”صابئون“

# عادات و اخلاق نبوي

محمد اسماعيل عرساڻي

رسول اڪرمﷺ ”اڪمل البشر“ هئا. پاڻ ظاهري ۽ باطني خوبين جا مجسما هئا. دنيا ۾ جيترا به انبياءَ ۽ پيون شخصيتون پيدا ٿيون، اهي هنن وانگر جامع الصفات شخصيتون نه هيون، ليڪن پاڻ ذاتي ۽ ملڪوتي صفتن ۾ پنهنجو مثال پاڻ هئا- ان ڪري سندن شخصيت عيبن کان پاڪ ۽ معصوميت جو مظهر هئي.

حليه مبارڪ:- سندن قد مبارڪ درميانو هو ۽ ڪجھ قدر درازيءَ ڏي مائل هو- جڏهن به پاڻ ٻين سان گڏ هوندا هئا ته اهي سندن مقابلي ۾ بلڪل پست نظر ايندا هئا ۽ جڏهن پاڻ ٻين سان گڏ ويهندا هئا ته سندن ڪلها مبارڪ انتهائي بلند نظر ايندا هئا. شمائل ترمذي موجب سندن گردن اونچي، سر وڏو ۽ سينو ويڪرو ۽ هموار ڏسڻ ۾ ايندو هو- سندن دل مبارڪ دنيوي آرائش کان پاڪ ۽ سندن سينو مبارڪ رواداري ۽ بالغ نظريءَ جي علامت هوندو

هو- خود الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته”الم نشرح لڪ صدرڪ“- يعني”مون اوهانجي سيني کي بلڪل کولي ڇڏيو“- سندن چهرو انور گول ۽ اهڙو شفاف هو جو ان ۾ هر شئي جو عڪس نظر ايندو هو- پاڻ جمال الاهي جو آئينو ۽ انوار تجلي جو مظهر هئا- سندن چهري مبارڪ کي ڏسي حضرت عبدالله چئي ڏنو ته”وجهہ ليس بوجہ ڪذاب“ يعني”اوهانجو چهرو ڪنهن به دروغگو جهڙو معلوم نٿو ٿئي“، سندن ڪشاده پيشانيءَ مان نور جا ڪرڻا ڦٽي نڪرندا هئا- سندن گيسو مبارڪ ڪارا ۽ ڪجھ قدر گهنڊي دار هئا-سندن پنبڻ مبارڪ وڏا ۽ هڪبئي سان اهڙيءَ طرح مليل هئا جو پري کان ڳنڊيل نظر ايندا هئا- ريش مبارڪ گهاٽي هين- گردن ۽ سيني مبارڪ تي چمڪندڙ وارن جو خط مشڪين نڪتل هوندو هو- سندن رخسار مبارڪ پريل مگر زياده گوشت وارا نه هئا. دهن مبارڪ ڪشادي ۽ ڏند مبارڪ نهايت صاف ۽ چمڪندڙ هئن، مگر هڪبئي سان مليل نه هوندا هئا. سندن زبان مبارڪ مان جيڪي به ڪلما نڪرندا هئا سي به بلڪل واضح، صاف ۽ مدلل هوندا هئا، اهڙيءَ طرح جو ٻڌڻ وارو ياد ڪري وٺندو هو ۽ متاثر ٿي واپس ويندو هو-

حضرت ام معبد رضه فرمائي ٿي ته سندن شيرين ڪلام حق ۽ باطل ۾ فرق ڀڄائيندو هو ۽ سندن گفتگو ۾ موتين جي لڙهين وانگر تسلسل قائم هوندو هو- سندن هٿ مبارڪ بخمل کان به زياده نرم ۽ نازڪ هوندا هئا- سندن آڱريون ڀڳهيون ۽ هٿن جون ترين ڪشاديون ۽ گوشت واريون هونديون هين-پيرن جون تريون اهڙيون هيون جو هلڻ وقت انهن جو نشان زمين تي نه لڳندو هو ۽ ايترو مٿي هيون جو پاڻي به سندن ترين هيٺان جيڪر وهي وڃي- سندن رفتار تکي هوندي هئي ۽ هلندا هئا ته ائين معلوم ٿيندو هو چڻ ڪنهن پهاڙيءَ تان هيٺ لهي رهيا آهن- ساڻن گڏ هلڻ وارا پٺيان رهجي ويندا هئا ۽ ساڻن قدم قدم ۾ ملائي پڇي نه سگهندا هئا.

شمائل ترمذيءَ موجب سندن پٺي مبارڪ تي نبوت جي مهر اڪريل هوندي هئي- چيو وڃي ٿو ته سندن ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ڪبوتر جي بيدي جهڙو ڳاڙهو اپريل گوشت ڏسڻ ۾ ايندو هو جنهن ۾ تر هوندو هو ۽ ڪجھ وار به اپريل هوندا هئا- اهو به مروي آهي ته هڪ اپريل دائرو بنيل هوندو هو جنهن کي مهر نبوت چوندا هئا- اهو به مذڪور آهي ته سندن قد مبارڪ جو پاڇو زمين تي نه

پوندو هو ۽ اس يا چانڊوڪيءَ ۾ به بلڪل نظر نه ايندو هو- سندن چمڙي نرم ۽ نازڪ هئي- بنا خوشبوءِ لڳائڻ جي به سندن جسم مبارڪ مان اهڙي خوشبوءِ ايندي هئي جو عنبر ۽ مشڪ به انهي جو مقابلو ڪري نٿي سگهيا- صحابه ڪرام سندن پگهر ڪي عطر جي بدران پنهنجي جسم تي لڳائيندا هئا ۽ ٻارن جي چهرن ۽ بدن تي پڻ مليندا هئا ته هو مصيبتن کان محفوظ رهن- اهڙيءَ طرح سندن لعاب به زخمي ۽ بيمارن جي لاءِ شفا هوندو هو.

حسن ۽ جمال ۾ صحابه ڪرام رضه نه ڪي حضور صلى الله عليه وسلم جن جهڙا ڪڏهن ڏٺا ۽ نه ڪڏهن ٻڌا- هو قسم کڻي چوندا هئا ته اسان کانئن پهرين يا کانئن بعد سندن جهڙو صاحب جمال ڪونه ڏٺو- حضرت ابو هريره رضه جن چوندا هئا ته"ماراء يت شيئا احسن من رسول الله کان الشمس تجري في وجہ" يعني "مون رسول پاڪ صلى الله عليه وسلم جن کان وڌيڪ ڪا شيءِ نه ڏٺي، گويا آفتاب سندن چهري مبارڪ تي چمڪي رهيو هو"- حضرت جابر رضه بن سمرہ اهائي ڳالھ چوندا هئا ته سندن چهرو مبارڪ ماھ و خورشيد وانگر چمڪندو هو.

اخلاق و عادات:- ڪنهن شخص حضرت عائشه رضه کان پڇيو ته رسول اڪرم ﷺ جا اخلاق ڪهڙا هئا. پاڻ فرمايائين ته ڇا اوهان قرآن پاڪ نه پڙهيو آهي! جو ڪجهه قرآن ۾ آهي اهي ئي سندن اخلاق هئا. سندن زندگي مبارڪ قرآن شريف جو عملي تفسير هئي، جنهن جي شاهدي خود قرآن ڏني آهي. ارشاد پاڪ آهي ته ِانڪَ لعَليٰ خلق عظيم، يعني بلاشڪ وشبہ پاڻ اخلاق جي اعليٰ رتبي تي فائز هئا. خود پاڻ به فرمايو اٿن ته ”بعثَتِلاُتممَ َمڪارم الاخلاق“ يعني ته آئون محاسن اخلاق جي تڪميل لاءِ موڪليو ويو آهيان. سندن اخلاق و عادات کي تفصيل سان بيان ڪرڻ لاءِ هڪ ضخيم ڪتاب گهرجي، ان ڪري مندرجه ذيل صفحات ۾ ان جو فقط خاڪو تحرير ڪيو وڃي ٿو ان لاءِ ته اسين انجي پيروي ڪريون ۽ ان کي نمونو بڻائي پنهنجي زندگي ان مطابق ڏاهڻ جي ڪوشش ڪريون.”لقد کان َلکُم في رسول الله اُسوَة حسنة“. رسول اڪرمﷺ جي حيات طيبه ۾ اسان لاءِ بهترين نمونو آهي جنهن کي سامهون رکي اسين پنهنجي حياتي کي سڌاري سگهون ٿا.

انداز گفتگو:- شمائل ترمذي ۾ مرقوم آهي ته پاڻ بلا ضرورت گفتگو نه ڪرڻ فرمائيندا هئا، ڪا به ڳالھ ڪندا هئا ته ترسي ترسي هڪ هڪ فقره صاف طرح فرمائيندا هئا ۽ جنهن ڳالھ تي زور ڏيڻو هوندو هو ان کي بار بار دهرائيندا هئا. ۽ پاڻ ايتري قدر آهسته آهسته الفاظ ادا فرمائيندا هئا جو ماڻهو انهن کي ڳڻي سگهندا هئا. پاڻ پنهنجي جذبات ۾ اچي ڪڏهن گفتگو نه فرمائيندا هئا- جذبات ۽ احساسات تي سندن پورو پورو قابو هوندو هو ڪا به ڳالھ جيڪڏهن چڱي معلوم نه ٿيندي هين ته پنهنجو منهن مبارڪ ڦيري ڇڏيندا هئا، ۽ جيڪڏهن ڪا به ڳالھ چڱي لڳندي هين ته پنهنجو سر مبارڪ جهڪائي ڇڏيندا هئا. پاڻ ڪڏهن به ٺهڪ نه ڏيندا هئا، صرف مسڪراهٽ چپن تي ايندي هين ۽ زور سان کلندي ڪين ڪنهن به نه ڏٺو.

رقيق القلبي:- پاڻ نهايت رقيق القلب هوندا هئا. سندس صاحبزادي حضرت ابراهيم جو انتقال ٿيو ته تدفين جي وقت سندن اکين مبارڪن ۾ لڙڪ اچي ويا پر ان هوندي به رضاءِ الاهي تي توڪل ڪندي پاڻ اهو ئي فرمايائون: ”ابراهيم! اسان کي تنهنجي جدائي جو ڏک پهتو آهي پر

تڏهن به اسين ان ڳالهه ۾ خوش آهيون جنهن ۾ اسان جي رب جي رضا شامل آهي“ حضرت زينب رضه جي صاحبزادي تي عالم سڪرات طاري ٿيو، دم ڏيندڙ ٻارڙي کي پاڻ گود ۾ کنيائون. دل پرجي آئي ۽ اکين ۾ آنسو جاري ٿيا. حضرت سعد رضه متعجب ٿيا ته پاڻ سمجهايائون ته ”خدا انهي بندي تي رحم فرمائي ٿو جو ٻين تي رحم ڪري ٿو.“

اولاد سان محبت:- سندن دل ۾ محبت ۽ شفقت جو دريا موجزن هوندو هو. بي بي فاطمه رضه سان دلي محبت هوندي هين. هوءَ ايندي هئي ته پاڻ اُٿي بيهندا هئا ۽ پنهنجي جاءِ تي ويهاريندا هون. هن جي صاحبزادن امام حسن ۽ امام حسين کي دل پري راند ڪڏائيندا هئا ۽ دوش مبارڪ تي ويهاري خوب راند ڪرائيندا هئا. اڪثر فرمائيندا هئا ته هي ٻئي منهنجا گلدستا آهن. ائين به فرمايائون ته حسين منهنجو آهي ۽ مان ان جو آهيان. حضرت زينب رضه جي صاحبزادي امامه کي به ڏاڍي پيار سان کيڏائيندا هئا. حضرت ابراهيم رضه جي وفات تي پاڻ جن جذبات جو اظهار ڪيو سو هڪ مثالي پيغمبر جي شفقت پدري جو بهترين نمونو آهي.

ٻارن سان پيار:- ڪين ٻارن سان نهايت محبت هوندي هئي. حضرت زينب رضه جي صاحبزادي امامہ کي هميشہ پاڻ سان گڏ رکندا هئا. نماز ۾ به هوءَ سندن دوش مبارڪ تي ويٺي رهندي هئي. رڪوع ۽ سجدي ۾ ويندا هئا ته هن کي لاهي جدا ويهاري ڇڏيندا هئا ۽ رڪوع ۽ سجدي کان فارغ ٿيڻ تي هن کي کڻي وٺندا هئا، ان کي روئڻ نه ڏيندا هئا.حضرت زيد رضه جي صاحبزادي اسامہ رضه کي اُٺ تي ويهاري گهمائيندا هئا. حضرت خالد بن سعيد جي ننڍي ڪکي حبشہ ۾ رهڻ جي سبب حبشي الفاظ سکي ويئي هئي. هڪ دفعي پاڻ هڪ خوبصورت ڪاري چادر ڏني ۽ گلڪاري ڏيکاري فرمائڻ لڳا:اُم خالد ڏس هي سَنَہ آهي هي سنہ آهي، حسنہ کي حبشي زبان ۾ سنہ چوندا هئا. پاڻ حبشہ کان ايندڙ مهاجر ٻارن جي وات مان حبشي لهجي ۾ ڳالهيون ٻڌي ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. واٽ تي ٻار ملي ويندا هئن ته انهن کي روڪي پيار ۽ محبت جون ڳالهيون ڪندا هئا ۽ پنهنجي سواريءَ تي ويهاري هنن جي دل بهلائيندا هئا ۽ اُنهن کي خوش ڏسي پاڻ به خوش ٿي ويندا هئا. هڪ ڏينهن اُم قيس پنهنجي کير پياڪ ٻار کي وٺي سندن خدمت ۾ حاضر ٿي، پاڻ ان ٻار کي پنهنجي

گود ۾ ڪڙي ورتو. اجا ٻار ڪي ڪنيائون مس ته اُن پيشاب ڪري ڏنو. خاتون ان ڪي ماريو ته پاڻ ناراض ٿيا ۽ ملامت طور فرمايائون ته تو منهنجي ٻچي ڪي ڇو ماريو- پوءِ وري ٻار ڪي وندرائي چپ ڪرايائون ۽ ڪپڙن تي پاڻي وهائي پاڪ ڪري ڇڏيائون.

جانورن ۽ پکين تي رحم:- اِنسان تهِ انسان پر پاڻ جانورن سان به شفقت سان پيش ايندا هئا- ستين صديءَ ۾ جانورن ڪي مارڻ ۽ انهن تي حد ڪان وڌيڪ بوجھ لڏڻ معمولي ڳالھ هوندي هئي. اهڙيءَ دنيا ۾ پاڻ سڀ ڪان پهرين جانورن تي رحم ڪرڻ جو سبق ڏنو. واقدي جي مطابق اسلامي فوج هڪ دفعي مڪي شريف وڃي رهي هئي ته رستي تي هڪ ڪتي پنهنجي گُلرن سان ويٺل نظر آئي. پاڻ مجاهدن ڪي منع فرمائي ته هو ان ڪي نه هڪلين ۽ هڪ ماڻهوءَ ڪي اُتي بيهاري ڇڏيائون ته جيئن ڪتي ڪي ڪو به نه ستائي. مروي آهي ته هڪ صحابي پکين جي ٻچن ڪي اُنهن جي آکيري مان ڪڍي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ٻچن جي ماءُ اُنجي مٿي مٿان اُڏامندي آئي، ان هوندي به هو انهن ڪي ڪڙي ايندو رهيو. پاڻ اُن صحابي

ڪي حڪم ڏنائون ته هڪدم واپس وڃي انهن ٻچڙن کي پنهجي آکيري ۾ رکي اچ.
پاڻ جانورن جي نازڪ حصن تي داغ ڏيڻ کان منع فرمائي. هڪ گڏھ جي منهن تي ڪنهن داغ ڏئي ڇڏيو هو، اُن کي ڏسي پاڻ نهايت غمگين ٿيا ۽ فرمايائون: ”اُن تي الله جي لعنت هجي جنهن هن تي داغ ڏنو آهي“ اهڙيءَ طرح پڻ انهن جي جسم تان گوشت وڍڻ ۽ انهن تي حد کان زياده بوجو يا بار لڏڻ ۽ دير تائين رسي سان ٻڌي بيهاري ڇڏڻ جي ممانعت فرمائي آهي. پاڻ چوپائي مال کي هڪ ٻئي سان ويڙهائڻ ۽ ٻڌي مارڻ کان به منع فرمائي آهي.
خواتين جي حرمت:- اُمهات المومنين سان تمام چڱي طرح پيش ايندا هئا. اُنهن کي خيالات جي اظهار جي پوري طرح آزادي حاصل هوندي هئي. حضرت عائشه هجي يا حضرت حفصه، حضرت زينب هجي يا حضرت ماريه، هر هڪ جي حقن جو خيال پاڻ مساوي طور رکندا هئا. هر هڪ لاءِ هڪ ڏينهن مخصوص هوندو هو. وصال کان هڪ هفته پهريائين شدت علالت سببان انهيءَ معمول ۾ فرق آيو ۽ حضرت عائشه صديقه سان گڏ

رهڻ لڳا- ورنه پاڻ ان اصول تي نهايت پابنديءَ سان عمل ڪيو. پاڻ دنيا جي واحد شخصيت آهن جن عملا= پنهنجي ازواج مطهرات سان هر لحاظ سان مساوات ڪري ڏيکاري.

خواتين کي پنهنجي راءِ ظاهر ڪرڻ جي آزادي هئي. هڪ خاص ڏينهن مقرر هوندو هو جڏهن اهي سندن خدمت ۾ حاضر ٿي آزاديءَ سان سوال ڪنديون هيون. هو جڏهن به صحابه ڪرام سان بحث ڪنديون هيون ۽ ڪا ڳالھ کين پسند نه ايندي هئي ته مخالفت ڪندي پنهنجي راءِ ظاهر ڪنديون هيون. حضرت اسماءِ رضه بنت عميس کي حضرت عمر رضه هڪ دفعي چيو ته مدينه جا مهاجر حبشه جي مهاجرن کان افضل آهن. ان تي هنن مخالفت ڪئي، ۽ چيو ته حبشه غير ملڪ هو ۽ اتي خطرو لاحق هو، ان لاءِ اتي وچي مصيبت برداشت ڪرڻ وارن جو زياده حق آهي.

غلامن سان سلوڪ:- پاڻ غلامن تي عام شهرين جي برابر حقوق عطا فرمائيندا حضرت انس رضه سندن خاص خادم هو- هو چوندو هو ته پاڻ ڪڏهن به سندس ڪمن مان عيب نه ڪڍيو ۽ نه ڪڏهن چڱو َمٺو چيو.

ڪنهن پڇيو ته هو پنهنجي غلامن کي ڪيترا مرتبا معاف ڪن. پاڻ فرمائڻ لڳا ته”هر روز ستر دفعا معاف ڪندا ڪريو.“ پاڻ حڪم ڏيئي ڇڏيو هوائون ته جيڪو به پنهنجي غلام کي ٿڦڙ لڳائي ان کي گهرجي ته ان جي ڪفاره ۾ غلام کي آزاد ڪري ڇڏي. اهو ئي حڪم پاڻ حضرت سويد کي ڏنو هوائون. وصال جي وقت به سندن زبان مبارڪ تي به ڪلما هوا”نماز ۽ غلام“. کين غلامن جي ڀلائي جو ايتريقدر خيال هو. غلامن جي مفاد ۾ ڪم ڪندڙ ڪانئن وڌيڪ نه ڪو هو نه هوندو.

مهمان نوازي:- ڪانئن وڌيڪ ٻيو ڪو به مهمان نواز ڪو نه ٿيو. پاڻ بکيا رهندا هوا، مگر مهمانن کي پيار ۽ محبت سان کارائيندا هوا. ملڪ جي ڪنڊ ڪنڊ مان وفد ايندا هوا ته انهن جي مهماني پاڻ خود ڪرڻ فرمائيندا هوا. اصحاب صفه کي خود پنهنجي پر ۾ ويهاري کارائيندا هوا. حضرت مقداد ۾ ان جا دوست مفلسي کان پريشان ٿي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيا ته پاڻ انهن کي ٻڪريون ڏنائون ۽ ارشاد فرمايو ته انهن جو کير پي گذارو ڪندا رهن- سندن گهر ۾ هڪ دفعي هڪ ڪافر مهمان ٿيو. جيستائين ان جو پيٽ نه ڀريو تيستائين پاڻ ان کي کير

پيارائيندا رهيا. چيو وڃي ٿو ته ستن ٻڪرين جو کير پي هو ڍائو ته پاڻ به بس ڪيائون.
فياضي ۽ سخاوت:- پاڻ ڪنهن به سائل کي پنهنجي دروازي تان محروم ڪري نه موٽايو. بلڪ جو ڪجھ به حاضر هوندو هو اهو کيس ڏيئي رخصت ڪندا هئا.
حضرت ابوذر رضه چوندا هوا ته جبل احد جيترو سون به ملي وڃي ته آءٌ اهو گوارا نه ڪندس ته ٽي راتيون گذري وڃن ۽ مون وٽ هڪ دينار به باقي بچي- بحرين کان هڪ دفعه خطير رقم آئي ته پاڻ مسجد ۾ ويهي اها سڀني مسلمانن ۾ ورهائي ڇڏي، ليڪن پنهنجي لاءِ هڪ دينار به نه رکيائون. فدڪ کان چار اُٺ اناج ڪپڙي سان لڏيل آيا ته حضرت بلال رضه جي حوالي ڪري حڪم ڏنائون ته اهو سامان وڪرو ڪري پنهنجو قرض ادا ڪري- قرض جي ادائگي بعد جيڪا رقم بچي ان کي تقسيم ڪرڻ کان اڳ پاڻ گھر تشريف کڻي نه ويا.
پاڻ مهمان نواز، سخي ۽ فياض ته ضرور هوا، ليڪن گداگريءَ کان سخت نفرت ڪندا هوا. پاڻ اڪثر چوندا هوا”اگر ڪو ماڻهو ڪاٺين جي ڀري لڏي عزت سان زندگي بسر ڪري سگهي ٿو ته اها ڳالھ ٻين جي اڳيان

هٿ ٽنگڻ کان گهٽو بهتر آهي“. اهڙيءَ طرح پاڻ صدقو وٺڻ کي به ناپسند ڪندا هوا- حضرت امام حسن رضه هڪ دفعي صدقي جي کجور کاڌي هئي ته هن کي سمجهايائون ته صدقو کائڻ خراب ڳالهه آهي. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته صاحب استطاعت کي خيرات وٺڻ نه گهرجي، ليڪن پاڻ هديه ۽ تحفو وٺڻ قبول فرمائيندا هوا ۽ ان جي بدلي ۾ پين کي عطا ڪرڻ به پسند ڪندا هوا، ڪنهن شخص هديه ۾ هڪ ڏاچي پيش ڪئي. پاڻ ان جو بدلو ڏنائون ته هن کي برو معلوم ٿيو. ان تي پاڻ ممبر تي چڙهي سمجهايائون ته ائين ڪرڻ معيوب نه آهي. يمن جي حاڪم سندن خدمت ۾ هڪ قيمتي حله موڪليو. پاڻ خوشيءَ سان اهو ورتو ۽ پاڻ موٽ ۾ هڪ حله موڪلي ڏنو. پاڻ اصحاب صفه کي تحفا ڏيندا هوا.

خاڪساري ۽ انڪساري:- پاڻ باعزت زندگي بسر ڪرڻ جو نمونو پيش ڪيو. پنهنجو ڪم پاڻ ڪندا هوا، ڪپڙن ۾ چتي هڻندا هوا، جتيءَ کي ٽاڪو هڻندا هئا، گهر ۾ بهاري ڏيندا هوا ۽ ڪير ڏهندا هئا ۽ بازار مان سودو به پاڻ وٺي ايندا هوا- پين جو ڪم به ان طرح ڪندا هئا، حتانڪه شهر جي نوڪرياڻين جي مدد به ڪندا هئا-

جيڪي ساڻن ملڻ ايندا هوا تن جي عزت ۽ احترام ايتريقدر ڪندا هوا جو پنهنجي چادر مبارڪ وڇائي ويهاريندا هوا- ڪنهن سان ملندا هوا ته پهرين پاڻ سلام ڪندا هئا. مصافحه ڪندا هوا ته جيستائين ٻيو شخص پنهنجا هٿ نه ڇڏيندو هو تيستائين پاڻ به هٿ نه ڇڏيندا هوا. پاڻ پنهنجن هم نشين کان پنهنجا گوڏا اڳتي وڌائي ڪڏهن به نه وهندا هوا- پاڻ بيمارن جي عيادت فرمائيندا هوا- جنازي جي پٺيان هلندا هوا ۽ غلامن جي دعوت قبول فرمائيندا هوا-پاڻ پيغمبريءَ سان گڏ بندگيءَ کي قبول فرمايو هو- پاڻ ڪڏهن به تڪيه لڳائي کاڌو تناول نه ڪيو- پاڻ فرمائيندا هوا ته ”مان خدا جو بندو آهيان ۽ ٻين بندن وانگر ويهي کاڌو کائيندو آهيان“. پنهنجي اصحابن کان ڪو به لقب قبول نه ڪيو- بنو عامر جي وفد مخاطب ٿي کين چيو ته”اوهين اسان جا آقا آهيو“ پاڻ ان تي فرمايائون ”آقا ته خدا آهي ٻيو ڪير به نه آهي.“ ڪنهن کين”يا خيرالبريه“ جي لقب سان سڏيو ته پاڻ فرمايائون ته”مخلوق ۾ سڀ کان چڱو ته حضرت ابراهيم آهي“- اهڙيءَ طرح پاڻ اظهار تفاخر جا سمورا لوازمات

نڪرائي ڇڏيا ۽ پنهنجي امت کي هدايت ڪئي ته مون کي صرف الله جو بندو ۽ ان جو رسول چوندا ڪريو.

نمونئه شريعت:- پاڻ اسلامي شريعت جو سچو نمونو هئا. پاڻ سڀني کان پهريائين اسلامي اصولن تي پابندي ڪندا هئا پوءِ ٻين کي انجي تعليم ڏيندا هئا. پاڻ پنهنجي معمولات ۾ ذرو به فرق آڻڻ نه ڏنو. پاڻ سائين باقاعده پابنديءَ سان ان تي عمل فرمائيندا هئا ”ان اَحب العمل ِالي الله اَدومہ“ يعني الله تعاليٰ جي نزديڪ سڀ کان چڱو ڪم اُهو آهي جو پابنديءَ سان هميشہ ڪيو وڃي حضرت عائشه فرمايو آهي ته پاڻ رات جي عبادت ڪڏهن به ترڪ نه ڪيائون ۽ معمول جي مطابق برابر عبادت ڪندا رهندا هئا.

حسن معاملگي:- دشمن به سندن ايمانداري ۽ ديانتداريءَ جا قائل هئا. پاڻ اڪثر ڪري قرض وٺندا هئا. قرض چڪائڻ وقت حساب ڪري واجب الادا کان ڪجهه زياده عطا فرمائيندا هئا. مروي آهي ته ڪنهن قافلي سان هڪ سرخ اُٺ جي قيمت طئه ڪيائون ۽ اُٺ وٺي شهر جي طرف روانا ٿيا. قافلي وارا پريشان ٿيا ته قيمت ڏيڻ بنا هڪ اجنبيءَ کي اُٺ وٺي وڃڻ چو ڏنائون. ايتري ۾ هنن

ڪي نه فقط اُٺ جي قيمت ۾ ڪجورون اچي مليون پر سندن طعام و قيام جو انتظام به ٿي ويو.
هڪ دفعي ڪنهن کان اُٺ قرض تي ورتائون ۽ پوءِ هن کي اُن کان به چڱو اُٺ بدلي ۾ ڏنائون. اهڙيءَ طرح پاڻ ڪنهن کان هڪ پيالو ورتو هو، جو گم ٿي ويو ته پاڻ اُن جو تاوان ادا فرمايو.

انصاف پروري:

پاڻ حق تعاليٰ جي اڳيان سر جهڪايائون. امير ۽ غريب سڀ سندن نظر ۾ برابر هوندا هوا. مروي آهي ته مخزوم جي هڪ قريشي خاتون چوري ڪئي. ماڻهن حضرت اسامه جي ذريعي حضور جن کي سفارش ڪرائي مگر پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن سندن صاحبزادي بي بي فاطمہ رضه به چوري ڪري ها ته هن جا به هٿ ڪاٽيا وڃن ها. گذريل قومون فقط ان ڪري برباد ٿي ويون جو انهن وڏن ماڻهن جا گناهه معاف ڪري ڇڏيا ۽ عوام کي سزائون ڏنيون.

**صداقت ۽ حق گوئي:-**

قريشين جا مظالم برداشت ڪيائون مگر پاڻ حق تي قائم رهيا ۽ حق جو ئي اعلان فرمائيندا رهيا- سندن زندگي

مبارڪ انهيءَ ئي حق گوئيءَ ۾ گذري ۽ ان جو ئي بي مثال نمونو آهي. خود سندن دشمن به کين امين، حق گو ۽ صادق ڪري مڃيندا هوا. ابوجهل تائين به کين ڪوڙو ڪنهن نه چيو. ابوسفيان ته هرقل جي پريءَ دربار ۾ سندن امانت ۽ صداقت جو اعتراف ڪيو هو، اهڙيءَ طرح عتبه بن ربيع ۽ ٻيا قريشي به کين سچو ئي سمجهندا هوا- قرآن شريف هن امر جي تصديق ڪندي چيو آهي ته، ”فانهم لايڪذبونک ولکن الظالمين بِآيات الله يجحدون“. ”يعني اهي اوهان کي ڪوڙو نه ٿا سڏين، اهي ظالم فقط الاهي آيات جا منڪر آهن“.

**ايفائي عهد (وعدو نڀاھڻ):-**

پاڻ جيڪو به وعدو ڪيائون اهو پورو ڪيائون- ڪڏهن به عهد شڪني نه فرمائي. صلح حديبيه ۾ ابو جندل ۽ ابو بصير جهڙن نؤ مسلمانن کي مصيبتون برداشت ڪرڻيون پيون، مگر پاڻ معاهدي جو پابنديءَ سان احترام ڪيائون. حضرت حمزه رضه جو قاتل وحشي طائف جي وفد ۾ شامل ٿي حاضر ٿيو ته آداب سفارت جي احترام ۾ انهن کي امان عطا فرمايو ويو. بيعت عقبيٰ ۾ پاڻ انصارن سان عهد ڪيو هوائون ته آخر دم تائين پاڻ هن سان گڏ رهندا-

مڪو فتح ٿيو مگر پاڻ واپس مديني ويا ۽ اتي سندن وصال ٿيو. (اهڙين ڳالهين) ڪان وڌيڪ سندن ايفائي عهد جو نمايان مثال ڪهڙو ٿي سگهي ٿو.

**ايثار ۽ قرباني**:- اسلام جي انقلابي تحريڪ سندن ايثار ۽ قربانيءَ جو درد ڀريو داستان آهي- پاڻ جان ۽ مال جون قربانيون ڏيئي پنهنجي امت کي سر بلند ڪيو. پاڻ فاقا ڪيايئون، پر مسمانن کي فاقن کان نجات ڏياري. سندن گهرن ۾ ڪا به خادمه نه هوندي هئي، مگر مسلمانن کي ڪنيزون عطا فرمايائون. هڪڙي خاتون سندن خدمت ۾ هڪ چادر پيش ڪئي. ان وقت کين چادر جي ضرورت به هئي مگر جيئن ته هڪ ٻي مسلمان ان چادر کي پسند ڪيو ته پاڻ اها چادر انهيءَ کي ڏيئي ڇڏي. ڪنهن غريب صحابيءَ وٽ دعوت وليمه لاءِ ڪجهه به ڪين هو. سندن گهر مبارڪ ۾ فقط هڪ ٽوڪريءَ جيترو اٽو موجود هو، مگر پاڻ هن کي گهرائي دعوت جو انتظام ڪيو. اهو هو جذبئه ايثار، جنهنجو مظاهرو پاڻ پوري زندگي ڪندا رهيا.

**اولوالعزمي**:- انبياء ڪرام جي تعريف ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي ته،”وأُولوالعزم من الرسل“- رسول اڪرم الله

صلي الله عليہ وآلہ وسلم اولوالعزمي، جوان مردي ۽ صبر و استقامت ۾ ٻين سڀني انبياء ڪرام کان برتر هوا- معرڪه حنين ۾ تيرن ۽ خنجرن جي بارشن ۾ به پاڻ جبل اوطاوس وانگر بيٺا رهيا ۽ شان رسالت جو مظاهرو ڪندي اهو اعلان بر بار فرمائيندا رهيا ته ”انا النبي لا ڪذب- انا اِبن عبدالمطلب“- اهڙي استقلال ۽ اولوالعزمي جو مظاهرو پاڻ هر ڪنهن موقعي تي ڪندا رهيا- حضرت انس رضه بيان ٿو ڪري ته ڪائنن زياده جري ۽ باهمت شخصيت ڪا به ڪانه هئي- هڪ دفعي مديني شريف ۾ شور مچي ويو ته دشمن اچي ويا. اهو شور ٻڌندي ئي پاڻ خود سبقت فرمائي ۽ گهوڙي جي اگهاڙي پٺي تي سوار ٿي تن تنها دشمن جي خبر وٺڻ لاءِ روانا ٿي ويا- پاڻ چئني طرفن جو گشت ڪري ساري حالات جو جائزو ورتو ۽ پوءِ واپس تشريف فرمائي سڀ ڪنهن کي اطمينان ڏياريو ته خطري جي ڪابه ضرورت ڪا نه هئي- اهو هو رسول صادق جو شان اولوالعزمي جنهن جو مظاهرو ڪري نه فقط پاڻ ڪٽر دشمنن کي هر ميدان ۾ شڪست ڏني بلڪ انهن جي عسڪري طاقت جو شيرازو منتشر ڪري انهن جي دلين کي پنهنجي منڪسر

المزاجي ۽ شفقت ۽ رحمدليءَ سان مسخر ڪري ورتو- ڪافرن جي مسلسل تعذيب ۽ ايذا رسانيءَ تي به سندن جبين مبارڪ تي ڪو گهنج ئي نه پيو بلڪ اهڙي وقت ۾ پاڻ انتهائي وثوق ۽ اعتماد مان اهو فرمائيندا هئا ته”خدا جو قسم اسلام پنهنجي مرتبه ۽ ڪمال کي پهچي دم پٽيندو- حتانکه هڪ سوار صفا کان حضر موت تائين اهڙي طرح بي خوف و خطر سفر ڪندو جو ان جي دل ۾ سواءِ خدا جي ڪنهن به ٻئي جو خوف نه هوندو هو“.

شجاعت ۽ استقلال:- سندن حيات طيبه استقلال ۽ شجاعت جي ايمان افروز ڪارنامن جي تاريخ آهي- خداتعاليٰ کين جسماني ۽ روحاني طاقتون وديعت فرمايون هيون، جن جي مدد سان پاڻ وڏن وڏن سرڪشن کي زير ڪيائون- رڪانه بن عبد يزيد ابوالاسود زمعي مڪي جو ناليوارو پهلوان هو، مگر ان کي پاڻ ايمان جي طاقت سان ڪشتيءَ ۾ شڪست ڏيئي ڇڏي- سندن چاچي ابو طالب رضه کين اسلامي تحريڪ بند ڪرڻ جو مشورو ڏنو ته پاڻ خداتعاليٰ تي ڀروسو ڪري فرمايو ”اگر منهنجي ساڄي هٿ ۾ سج ۽ کاٻي هٿ ۾ چنڊ به رکيو وڃي ته مان پنهنجي مقدس ڪم کان باز اچي نه ٿو سگهان“- جنگ

بدر، جنگ احد ۽ جنگ احزاب جا واقعات ٻڌائين ٿا ته بهادري، بي خوفي، خود اعتمادي، مستقل مزاجي ۽ حاضر دماغيءَ ۾ سندن مثال عالمي جنگين جي تاريخ ۾ ملي نه ٿو سگهي- جنگ احزاب جي موقعي تي خندق جي کوٽڻ ۾ پاڻ جسماني طاقت ۾ به ٻين کان سبقت حاصل ڪري ورتي.

دراصل رضاءِ الاهي جي خاطر پاڻ پنهنجي پاڻ کي قربان ڪري ڇڏيو هو، خدا کان سواءِ پاڻ ڪنهن کان به مرعوب نه ٿيا ۽ خدا جي راه ۾ ۽ موت جي وات ۾ ۽ جنگ جي پڙڪندڙ بٺيءَ ۾ به ٽپي پوڻ کان دريغ نه ڪيائون. وصال بعد ترڪي ۾ تلوارون، زرهون، نيزا ۽ سامان حرب دستياب ٿيا. پاڻ بهادر سپاهي ۽ مجيل شهسوار، ڪامياب قائد ۽ فنون سپاهگيريءَ ۾ ماهر هئا. گهمسان جهڙن معرڪن ۾ اصحاب ڪرام سندن ئي دامن ۾ پناه وٺندا هئا . حضرت براءِ بن عازب بيان ڪن ٿا ته اسين اهڙن موقعن تي سندن ئي پناه وٺندا هئاسين ۽ اسان ۾ اهو ئي بهادر سڏائيندو هو جو ساڻن گڏ پير ڄمائي دشمن جو مقابلو ڪندو هو.

صبر وحلم:- حضور جن ﷺ عام انسانن کان قوت برداشت گهڻو زياده هئي. ڪافر گاريون ڏيندا هئا، مجنون ۽ پاڳل سڏيندا هئا ۽ سندن پٺيان تاڙيون وڄائيندا ويندا هئا ته به پاڻ صبر ۽ شڪر سان رهي برداشت ڪندا هئا ۽ پنهنجي نفس کي خدا جي خوشنوديءَ لاءِ قربان ڪندا هئا. يهودي ۽ عيسائي کين ڪوڙو سڏيندا هئا ته به پاڻ مشتعل نه ٿيندا هئا ۽ صبر سان انهن جون ڳالهيون ٻڌي انهن جي هر هڪ دعويٰ کي باطل ثابت ڪندا هئا.

ڪافرن جي ظلم ۽ ستم کان تنگ اچي ڪنهن صحابيءَ کين درخواست ڪئي”اوهين اسانجي لاءِ دعا ڇو نٿا ڪرڻ فرمايو؟“ پاڻ ارشاد فرمايائون ته ”ٻين نبين ۽ انهن جي پوئلڳن کي ڪارائي سان چيريو ويو ۽ انهن جي بدن تي لوهه جون سيخون هلايون ويون ته به هو حق تي ڄميا رهيا- صبر ڪريو، الله اوهان کي ڪامياب ڪندو“ بيهقي جي چوڻ موجب پاڻ زيد نالي هڪ يهوديءَ جا قرضدار هئا، جو ساڻن حد کان زياده بد سلوڪيءَ سان پيش آيو، ايتري قدر جو حضرت عمر برداشت نه ڪري سگهيو ۽ هن کي ڇينڀ ڪئي، مگر پاڻ نه فقط صبر کان ڪم ورتائون بلڪ واجب الادا قرض چڪائي پاڻ ويه صاع

زياده ڏنائون. اهڙيءَ طرح هڪ اعرابي سندن چادر مبارڪ کي چڪي انتهائي سخت لهجي ۾ چيو ته”محمد صلى الله عليه وسلم، هي خد اجو مال جو تو وٽ آهي ان مان هڪ اُٺ جيترو مال مونکي ڏيو.“ پاڻ صبر سان هن جي ڳالهه ٻڌي ۽ هڪ جَوَن جو اُٺ هڪ کجورن جو اُٺ هن کي ڏيئي ڇڏيو. انهن ٻن واقعن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته منجهن صبر ۽ حلم جو مادو سڀ کان زياده هو.

عفو ۽ چشم پوشي:- شان عفو جو مظاهرو فقط اها ئي شخصيت ڪري سگهي ٿي جا زندگيءَ جي ٽن مرحلن مان گذري هجي:-

(الف) طاقتور دشمن هن کي تعذيب ۽ ايذا رسانيءَ جو نشانو بنائي ۽ ان کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.

(ب) پوءِ هن کي اقتدار حاصل ٿي وڃي ۽ اهو ئي دشمن سندس رحم و ڪرم تي هجي.

(ج) هو پنهنجي قسمت جو فيصلو ٻڌڻ لاءِ هن جي دربار ۾ حاضر هجي. ڪيس پنهنجو حشر معلوم هجي ۽ يڪا يڪ هن کي خبر پوي ته هن کي معاف ڪيو ويو آهي.

حضرت عيسيٰ پنهنجي زندگيءَ جي پهرئين دؤر مان جيئن ئي گذريو ته مظالم برداشت ڪري به هن اهو ئي

فرمايو ته خدايا هنن کي معاف فرمايو چو ته هي سمجهن ئي نٿا. ليڪن ڪرشن ۽ رامچندر اقتدار حاصل ڪري پنهنجي پنهنجي دشمن کان دل کولي انتقام ورتو. اهي نه فقط پاڻ ئي هئا جن فاتح مڪہ جي حيثيت سان شانِ عفو جو بي مثال مظاهرو ڪيو. ظالم قريش سندن رحم و ڪرم تي هئا. پاڻ انصاف کان ڪم وٺي انهن کي سزا ڏيئي سگهيا ٿي، ليڪن پاڻ اعلان فرمايائون:"وڃو، توهين سڀ آزاد آهيو. اوهان کان ڪو به بدلو نه ورتو ويندو". اهڙي طرح پاڻ وحشي ۽ هنده جهڙن دشمنن کي پنهنجي پناهہ ۾ ورتو. دشمن تي غلبو حاصل ڪري پوءِ ان کي چڏي ڏيڻ انسانيت جو ڪمال آهي.

هڪ دفعي پاڻ ڪنهن وڻ جي هيٺان آرامي هئا ته هڪ ظالم سندن تلوار کڻي ورتي ۽ کين جاڳائي چيائين ته "هاڻي ٻڌاءِ ته توکي منهنجي هٿ مان ڪير ٿو بچائي سگهي؟" پاڻ ان تي نهايت اعتماد سان فرمايائون:"الله". اِهو ٻڌي دشمن ڏڪي ويو ۽ تلوار سندس هٿ مان ڇڏائي هيٺ ڪري پيئي. هاڻي اها تلوار حضور جن جي هٿ ۾ اچي وئي، ۽ دشمن سندن رحم ڪرم تي هو. اهڙي عالم ۾ به پاڻ اهو ئي فرمايائون ته"وڃ مان بدلو نه وٺندو آهيان."

**فقر ۽ سادگي**:- پاڻ نهايت سادگيءَ سان رهندا هئا. سندن گهر جون چتيون نهايت هيٺ هونديون هيون ۽ اهي به کجور جي شاخن مان ٺهيل هونديون هيون- جسم مبارڪ تي فقط هڪ تهبند هوندو هو- بنا بستر کٽ تي سمهندا هئا، جنهن جي ڪري سندن جسم مبارڪ تي وڏا وڏا نشان پئجي ويندا هئا. وٽن فقط هڪ وهاڻو هوندو هو، ان ۾ به کجور جا پن پريل هوندا هئا. هڪ دفعي حضرت عمر سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ته اهي نشان ڏسي روئي ڏنائين ۽ چوڻ لڳو ته "قيصر ڪسريٰ ته عيش عشرت جي زندگي بسر ڪن ٿا ۽ خدا جو برگزيده رسول ﷺ هن حالت ۾ رهي!" اهو ٻڌي پاڻ فرمايائون ته "ابن خطاب! ڇا توکي اهو پسند نه آهي ته آخرت اسان جي لاءِ هجي ۽ دنيا اُنهن جي لاءِ".

وٽن خيبر، فدڪ ۽ شمال ۽ جنوبي عرب کان مال ۽ دولت جا ذخيرا ايندا هئا، مگر سڀ مسلمانن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيندا هئا ۽ خود پنهنجي لاءِ يا اهلبيت لاءِ ڪجھ به نه رکندا هئا. هڪ دفعي ڪيترائي غلام ۽ ٻانهيون آيون، بي بي فاطمه رضه هنن کان هڪ ٻانهي طلب ڪئي ته پاڻ

فرمائڻ لڳا ”جان-پدر، بدر و صفه جا غريب ۽ لاوارث توڪان وڌيڪ مستحق آهن.“

ڪائڻ ۾ به اهڙي ئي سادگي اختيار ڪيائون.َجوَن جي ماني، ڪجور ۽ پاڻي سندن خوراڪ هئي. ان هوندي به فقر و فاقہ ۾ زندگي گذاريندا هئا. حضرت ابو هريره رضه بيان ڪن ٿا ته پاڻ ڪڏهن به پيٽ پري َجوَن جي ماني نه کاڌي. حضرت عائشه رضه جي چوڻ مطابق پاڻ دستر خوان تي ڪڏهن به اڪيلو ويهي ماني نه کاڌائون ۽ نه ڪڏهن سنهڙي ماني تناول فرمايائون. سندن گهر ۾ ٻه ٻه مهينا چلهه ڪانه ٻرندي هئي ۽ فقط چهارن ۽ پاڻي تي گذارو ڪندا هئا. اها به روايت آهي ته پاڻ ڪڏهن به ٻه وقت پيٽ پري ماني نه کاڌي. ڪيترا ڪيترا ڏينهن بک ۾ گذاريندا هئا ۽ ان ڳالهه کي لڪائڻ خاطر پنهنجي پيٽ مبارڪ تي پٿر ٻڌي ڇڏيندا هئا.

تقويٰ ۽ عبادت:- ڪائنئن زياده خدا تعاليٰ کان ٻڇڻ وارو ڪو نه هوند هو. دراصل سندن نفس تسليم رضاءِ ِالاهي لاءِ وقف هو. پاڻ فرمائيندا هئا ته ”قسم آهي انهيءَ ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته جيڪڏهن اوهانکي حقيقت جو علم ٿي وڃي ته اوهين

هوند زياده رئو ۽ ڪلو گهٽ“. سندن هر هڪ لمحو خدا جي يادگيريءَ ۾ گذرندو هو. سڄيون سڄيون راتيون عبادت ڪرڻ سبب سندن پيرن مبارڪ تي سوڄ چڙهي ويندي هئي. حضرت عائشہ رضه فرمائي ٿي ته هڪ دفعي پاڻ سڄي رات نماز ۾ بيٺا رهيا ۽ فقط هڪڙي ئي آيت بار بار پڙهندا رهيا. هڪ دفعي حضرت عبدالله بن شحيز رضه ڏٺو ته پاڻ نماز پڙهي رهيا هئا ۽ روئندي روئندي ايتريقدر سڏڪا وڌي ويا جو ائين پئي معلوم ٿيو ڇڻ ته ديڳ اُپامي رهي آهي يا ڪاَڇڪي هلي رهي آهي.

ليڪن زهد و تقويٰ جي زندگي بسر ڪرڻ جي باوجود به پاڻ پنهجي فرائض کان غافل نه ٿيا. پاڻ سڀ کان ڇگّا شوهر، شفيق پيءُ ۽ مخلص دوست، يتيمن جا والي ۽ پاڙيسرين جا سرپرست هئا. حضرت عبدالله بن عمر رضه ڏينهن جو روزو رکندا هئا ۽ رات جو عبادت ڪندا هئا. اهو ٻڌي پاڻ هن کي فرمايائون ته”توتي تنهجي جسم جو به حق آهي. اک جو حق آهي ۽ زال جو حق آهي.“ هن مختصر جملي مان خبر پوي ٿي ته پاڻ رهبانيت يا ترڪ دنيا جي خلاف هئا، بلڪ ٻين جو حق پورو ڪري

زهد و تقويٰ ۽ عبادت و رياضت جي زندگي کي پنهنجو لائحه عمل سمجهندا هئا.

انسان ڪامل:- المختصر رسول اڪرم ﷺ خوبين جا مجسما ۽ عيوب و آلائشن کان بلڪل پاڪ هوا- پاڻ جو ڪجھ به چيائون، اهو خدا جو پيغام بندن تائين پهچائڻ لاءِ ۽ جو ڪجھ ڪيائون سو انهيءَ پيغام کي عملي شڪل ۾ پيش ڪرڻ جي لاءِ هو. حرص و هوس کان بالاتر ٿي ۽ پنهنجي ذات کان فنا ڪري خدا جي بندن کي خدا جي ٻڌايل رستي تي هلائڻ لاءِ اسلام جي تحريڪ شروع ڪيائون ۽ ان ۾ پنهنجي زندگيءَ ۾ پوريءَ طرح ڪامياب ٿيا ۽ اها ئي انسان ڪامل جي واحد سڃاڻپ آهي. قرآن پاڪ ۾ آهي ”اي محمد ﷺ، چئي ڏي ته منهنجي عبادت، منهنجون قربانيون، منهنجي زندگي ۽ منهنجو موت سڀ ڪجھ الله جي لاءِ آهي“ ۽ اهو ئي انسانيت جو اعليٰ درجو آهي.

چيني پيشوا:- چيني پيشوا ڪنفيوشش انسان ڪامل جو تخيل ته پيش ڪيو مگر هو پاڻ کي انسان ڪامل نه سمجهندو هو. ان جي اڳيان انسان ڪامل اهو آهي جو تعصب کان بالاتر ٿي عدل کي پنهنجو مسلڪ سمجهي، ۽

جو حق تي قائم رهي ۽ علم سان محبت ڪري ۽ جو پنهنجي صلاحيتن جي مطابق فائدو حاصل نه ڪري بلڪ ٻين کي به فائدو پهچائي ۽ جو پنهنجي ساٿين جي مصيبت وقت مدد ڪري- انهن کي سردي لڳي ته ڪپڙا ڏڪائي، بک لڳي ته کاڌو کارائي. رسول اڪرم ڪنفيوشش جي انسان ڪامل کان به وڌيڪ هئا. هن جو انسان ڪامل محض عدل کي پنهنجو رهنما سمجهي ٿو، ليڪن قرآن پاڪ جو انسان ڪامل صرف خدا کي پنهنجو هادي ۽ رهبر مڃي ٿو- اهو ئي خدا جو عدل و انصاف ۽ نور و حق جو منبع آهي، سو عالم انسانيت کي فائدو پهچائڻ لاءِ خود پنهنجي ذات کي قربان ڪري ڇڏي ٿو- خود بکيو رهي ٿو مگر ٻين کي کارائي ٿو،خود فقر و زهد جي زندگي گذاري ٿو مگر ٻين کي نوازي ٿو ۽ خود خدا جي ٻڌايل رستي تي هلي ٻين کي به انهيءَ جو پابند بڻائي ڇڏي ٿو. حاضر دؤر ۾ نٽشي به انسان ڪامل جو تخيل پيش ڪيو آهي. ان جي خيال ۾ انسان ڪامل اهو آهي جو هر قسم جون اٽڪلون استعمال ڪري ٻين کان پنهنجي ڳالهه مڃائڻ جي طاقت رکندو هجي. ليڪن ان جي ڳالهه مڃڻ وارن کان ٻين جو حشر ڇا ٿيندو؟ تنهن سان هن

جو ڪو به غرض نه هوندو. دؤر حاضر جو هيءُ فلسفو حرص و هوس، خود غرضين ۽ مفاد پرستيءَ تي مبني آهي. اُن مان اسان کي اهو ئي سبق ملي ٿو ته طاقت ئي سڀ ڪجھ آهي. جيڪو محض طاقت سان ٻين کي زير ڪري پنهنجي ڳالھ مڃائي اهو ئي وڏو انسان آهي. رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم به دنيا کان پنهنجي ڳالھ مڃائي، مگر هن جي قسم جون اٽڪلون استعمال ڪرڻ سان نه. پاڻ دنيا کي سمجهايائون ته سندن ڳالھ مڃڻ ۾ ئي وڏو فائدو آهي. پاڻ بار بار فرمايائون ته دنيا و آخرت سڌارڻي هجي ته منهنجي ڳالھ مڃي اسلام قبول ڪريو. پاڻ ثابت ڪري ڏيکاريائون ته فقط اسلام تي هلي دنيا ۾ امن قائم ٿي سگهي ٿو ۽ انسانيت کي فلاح ملي سگهي ٿي- جنهن به اسلام قبول ڪري ان جي قانونن تي پوريءَ طرح عمل ڪيو ان کي ڇوٽڪارو ملي ويو- هو دنيا جو فاتح ۽ انسانيت جو علمبردار بنجي ويو-

پاڻ اهڙائي انسان ڪامل هئا- اخلاق جي بلند ترين درجي تي فائز ۽ اسوه حسنه جا حامل هئا. خود قرآن جي الفاظ ۾ منجهن انسان ڪامل جون به واضح نشانيون موجود هيون.

1- سندن قول و فعل ۾ مطابقت هئي- جيڪو پيغام خدا جي طرفان مليو اهو بعينه انهيءَ طرح عوام جي اڳيان پيش ڪيائون.
2- پاڻ پنهنجي زندگي مبارڪ کي قرآن جي سانچي ۾ پلٽي ڇڏيو- ان ڪري حضرت عائشه رضه چوي ٿي ته ”ان خلق رسول الله ﷺ كان القرآن“ يعني قرآن پڙهي اندازو لڳايو ته سندن اخلاق ڪيتريقدر بلند هو- ۽ پاڻ انسانيت جي ڪهڙي بلند ترين منزليت تي فائز هئا.
رسول اڪرم ﷺ ۽ عيسائي مورخ:- عيسائي مورخن سندن ذات بابرڪات کي آلوده ڪرڻ لاءِ سنگين ترين الزام گهڙيا ۽ سندن ڪردار کي مشڪوڪ بنائڻ لاءِ ڪيترائي داستان گهڙيا. رومي ڪليسا دنيائي عيسائيت کي اسلام جي خلاف اُڀارڻ لاءِ ايتريقدر به مشهور ڪيو ته مسلمان بت پرست آهن ۽ حضور جنجي مجسمي جي پرستش ڪن ٿا، ان ڪري هن جي خلاف جنگ ڪرڻ هڪ مذهبي فريضو آهي ليڪن انهن ئي لڙاين(صليبي جنگين) جي ڪري عيسائين جون اکيون کلي ويون.
ويٺ هن موضوع تي جيڪو تبصرو ڪيو آهي، ان کي سامهون رکي، انهن مورخن جي دعوائن جي قلعي کلي

پوي ٿي. رسول صادق جي هنن دليلن جي اڳيان هيءَ دعويٰ غلط آهي ته پاڻ رسول نه هوا. پهريائين ته پاڻ خود پنهنجي رسالت تي عقيدو رکندا هوا، پوءِ پاڻ خدا جي پيغام پهچائڻ لاءِ پوري ثابت قدميءَ سان مصيبتون برداشت ڪيون ۽ ان لاءِ وڏي ۾ وڏيون قربانيون ڏيڻ ۾ پس و پيش نه ڪئي. ان مان به واضح ٿئي ٿو ته پاڻ رسالت جي دعويٰ نه ڪئي، بلڪ ڪين ته حضرت عيسيٰ ۽ حضرت موسيٰ وانگر خدا تعاليٰ پنهنجو رسول ڪري مبعوث ڪيو. جا دعويٰ ذاتي جاه ۽ ثروت جي خاطر ڪئي ويندي آهي، ان کي معاشرو خود ٺڪرائي ڇڏيندو آهي، ليڪن ملت اسلام جي مجڻ وارن ته هنن لاءِ پنهنجون جانيون قربان ڪري ڇڏيون- انهن جي نظرن ۾ پاڻ قيصر و ڪسريٰ کان وڌيڪ هوا- هو سندن عزت ڊچي نه پر عقيدي سان ڪندا هوا ۽ سندن پيرويءَ ۾ ئي پنهنجي عزت سمجهندا هوا. عقل و فهم تدبير و سياست، زهد و عبادت ۾ به ڪين امتيازي مقام حاصل هو. پاڻ هڪ اهڙي عالمگير مذهب جو بنياد وڌائون، جنهن جا پيروي ڪندڙ پرهيزگاريءَ جو نمونو ثابت ٿيا. اهڙيءَ شخصيت

رسول خدا ڪانسواءِ ڪا به ٻي ٿي نٿي سگهي ۽ اها ئي سندن صداقت جي سڀ کان واضح نشاني آهي.

رچرڊ بيل ۽ سندس ساٿي ايتريءَ حد تائين چون ٿا ته پاڻ فقط مطلب بر آري خاطر آيتن ۾ ترميم ۽ تنسيخ ڪئي ليڪن اهو به سراسر بهتان آهي. پاڻ ته خدا جا برگزيده بندا هوا، جيڪڏهن خدا تعاليٰ چند آيتن کي منسوخ ڪري ٻيون نازل ڪيون ته پاڻ اهو پيغام خدا جي ٻين بندن کي پهچايو- منسوخ شده آيتون پنهنجي جاءِ تي موجود رهيون ليڪن انهن تي عمل ڪرڻ جي ممانعت رهي- جيڪڏهن پاڻ پنهنجي خواهشات جي اتباع ۾ ائين ڪيو هجي ها ته انهن جو نام و نشان به نه هجي ها ۽ نه وري ان موضوع تي ڪا به روايت اسان تائين پهچي سگهي ها- اهڙيءَ طرح منسوخ شده آيتن جي موجودگي به سندن رسالت جي اهم علامت آهي- انهن متعصب مورخن جي اها دعويٰ به ڪيترو نه مضحڪه خيز آهي ته پاڻ نعوذ با لله آيتن جي تخليق خود ڪندا هوا. حضرت عيسيٰ وانگر خدا جو ڪلام حضرت جبرئيل جي ذريعي وحيءَ جي صورت ۾ مٿن نازل ٿيو ۽ بلڪل اهڙيءَ طرح پاڻ انجي بندن کي پهچايائون- پاڻ خود ان تي پابنديءَ سان عمل ڪيو ۽ ان

جي خاطر وڏي ۾ وڏيون مصيبتون برداشت ڪيون- اصحاب ڪرام رضه قرآن تي ايمان آندو - سندن رسالت تي گواهي ڏني ۽ سندن پيغام دنيا ۾ پهچائڻ لاءِ الله جي راهه ۾ قربان ٿي ويا.

عدل ۽ انصاف جا پيڪر:- اهي ئي مورخ نعوذ بالله کين ظالم قرار ڏين ٿا- انهن جي خيال ۾ پاڻ يهودي قبيلن کي ڌوڪو ڏيڻ ختم ڪري ڇڏيو ۽ صلح حديبيه جو احترام نه ڪيو- انهن ٻنهي ڳالهين جي ترديد مٿي ڪئي ويئي آهي. دراصل پاڻ ته عدل ۽ انصاف جا پيڪر ۽ امين ۽ صادق هوا پاڻ ايفاءِ عهد، فقر ۽ سادگي ۽ عبادت ۽ تقويٰ ۾ پنهنجو مثال پاڻ هوا- اخلاقيات جي ڪنهن به معيار سان پرکيو وڃي ته پاڻ انسانيت جي اعليٰ ترين منزل تي فائز هوا- اهڙي صورت ۾ هن قسم جا الزام تراشڻ چند تي مٿي وجهڻ کان وڌيڪ وقعت نه ٿا رکن.

معصوميت جو مجسمو:- خدا پاڪ کين برگزيده رسول ۽ انسان ڪامل بنايو- پاڻ جسماني، دماغي ۽ روحاني طاقت جا مالڪ هوا ۽ عيوب و نقائص کان پاڪ هوا- پاڻ خدا تعاليٰ جي مرضيءَ موجب ڏهه ٻارهن شاديون ڪيون ۽ نه پنهنجي نفس جي اشاري تي. سندن ازواج مطهرات رضه

نيڪي ۽ بزرگي، عقل و فهم ۽ زهد و عبادت ۾ افضل ۽ برتر هيون- انهن ۾ اڪثر ته بيوه ۽ معمر هيون، جن سان نڪاح ڪري پاڻ انهن کي معاشري ۾ ممتاز مقام عطا فرمايو. حضرت زينب بنت جحش سان نڪاح ڪرڻ تي عيسائي مورخن اعتراض ڪيا آهن- هوءَ سندن گود ۾ ورتل پٽ حضرت زيد رضه جي نڪاح ۾ رهي چڪي هئي ۽ عرب اهڙي خاتون کي نڪاح ۾ وٺڻ عيب سمجهندا هوا- ان وهم کي ماڻهن جي دلين مان ڪڍي ڇڏڻ لاءِ خدا جي حڪم سان هن سان نڪاح ڪيائون- هي هڪ تمام وڏي قرباني هئي جا پاڻ ملت مسلم جي خاطر ڏني، ان لاءِ ته سندن اسوه حسنه تي هلي مسلمان اهڙي نڪاح کي معيوب نه سمجهن.

حضرت عائشه رضه حضرت ابوبڪر رضه جي صاحبزادي هئي. هو دور رسالت کان اڳ ۾ ئي سندن عزيز ترين دوست هو- بعثت کان پوءِ سڀ کان پهريائين ايمان آندائين ۽ هر وقت دم قدم ساڻن گڏ رهيو. اخلاقي رشتي کان پوءِ ديني رشتو قائم ٿيو ته ان کان زياده عزيز ڪو به ڪو نه هون، ان ڪري سندس صاحبزاديءَ سان نڪاح ڪري پاڻ خانداني رشتو به استوار ڪيائون. هاڻي

مادي ۽ روحاني، ديني ۽ دنيوي اعتبار سان ٻئي بزرگ هڪٻئي کي بلڪل قريب ٿي ويا. ايتري قدر جو پاڻ بيمار ٿيا ته سندن جاءِ تي هن امامت جا فرائض انجام ڏنا. سندن وصال ٿيو ته سندن جاءِ نشين منتخب ٿيا ۽ مرڻ بعد سندن ئي پهلوءَ ۾ دفن به ٿيا. حضرت عمر رضه جي صاحبزادي حضرت حفصه رضه سان نڪاح به انهيءَ ئي ديني تعلق جي ڪري ٿيو، ليڪن حضرت عباس رضه جي جي سالي حضرت ميمونه رضه ۽ حضرت ابو سفيان رضه جي صاحبزادي ام حبيبه سان نڪاح ۾ ديني مقصد کان سواءِ سياسي ۽ سماجي مصلحتون به مد نظر هيون. الغرض پاڻ ايتريون شاديون خدا جي حڪم سان ۽ اسلام جي مفاد کي سامهون رکي ڪيون، ان لاءِ ته معاشري جي اصلاح ٿي سگهي يا مسلمان ذاتي ۽ خانداني تفرقن کان بالاتر ٿي سڀ هڪ قانون جي ماتحت خوشگوار زندگي بسر ڪن.

الغرض سندن ڪردار دنيا جي وڏي ۾ وڏين شخصيتن جي ڪردار کان بلند هو. ۽ تنقيد ۽ حرف زنيءَ کان بلڪل بالاتر هو. حضرت علي رضه فرمائيندو هو ته پاڻ سڀني کان زياده سخي ۽ فياض هوا. خود به سڀ کان سچا،

مزاج ۾ سڀ کان نرم ۽ اخلاق ۾ سڀ کان ملڻ سار هوا. جو به هنن سان پهريون دفعو ملندو هو سو سندن گرويده ٿي ويندو هو ۽ جيڪو به ساڻن گڏ رهندو هو سو مٿن قربان ٿيڻ لاءِ ٻين کان سبقت کڻي وڃڻ جي ڪوشش ڪندو هو. سندن تعريف بيان ڪرڻ وارا چون ٿا ته”هنن کانئن پهرين ۽ کانئن پوءِ سندن جهڙو ڪو به ٻيو ڪو نه ڏٺو“ حضرت انس رضه خادم رسول هو- هو بيان ٿو ڪري ته پاڻ هن کي ڪنهن ڪم سان ٻاهر موڪليو- رستي ۾ ٻار گڏيا ته هنن سان راند ڪرڻ لڳو ۽ جنهن ڪم سان ويو ٿي اهو وسري ويس. دير ٿي ته خود پاڻ حضور ﷺ جن سندس تلاش ۾ نڪتا ۽ پٺيان اچي سندس گردن موڙي. هن پٺتي مڙي نهاريو ته حضور ﷺ جن جو مرڪندڙ منه مبارڪ نظر آيس- اهو واقعو بيان ڪري هو چوي ٿو ته هو سندن خدمت ۾ نو سال رهيو مگر انهيءَ عرصي ۾ پاڻ ڪڏهن به هن جي ڪمن مان عيب نه ڪڍيو ۽ نه ئي ڪنهن ڪم جي ڪرڻ يا نه ڪرڻ ڪري پاڻ ڪو به جواب طلب فرمايائون.

حضرت امام حسين رضه کان سندس والد حضرت علي رضه بيان ڪيو ته مجلس ۾ حضور جن جو اٿڻ ويهڻ

ذڪر الاهيءَ کان خالي نه هو. جتي جڳهه ڏسندا هئا، اتي ئي جلوه افروز ٿي ويهي رهندا هئا- جيڪي به سندن پرسان هوندا هوا، انهن مان هر هڪ کي پنهنجي تعليم مان مستفيض ڪندا هوا ڪو به شخص ساڻن مخاطب ٿيندو هو ته وچ ۾ قطع ڪلام ڪري نه ويندا هوا، بلڪ ان وقت تائين ترسي پوندا هوا جيستائين خود ڳالهه ختم نه ڪري. پاڻ هر ڪنهن جي حاجت پوري ڪرڻ فرمائيندا هوا، پر جيڪڏهن ممڪن نه هوندو هو، ته نهايت انڪساريءَ سان معذرت خواه ٿي ويندا هوا- سندن ڪشاده روئي ۽ حسن خلق سڀ ڪنهن لاءِ عام هو گويا پاڻ سڀ ڪنهن لاءِ هڪ شفيق پيءَ وانگر هئا، سڀ ڪنهن سان مساوي طور سلوڪ ڪرڻ فرمائيندا هوا.

صحيح بخاريءَ ۾ آهي ته پاڻ اطاعت شعارن کي بشارت ڏيندا هوا ۽ گنهگارن کي خدا جي عذاب کان ڊيڄاريندا هوا- پاڻ خدا جا برگزيده بندا ۽ رسول هوا ۽ هنن پاڻ کي خدا جي رضا لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو- پاڻ درشت مزاج ۽ سخت گوُ نه هوا- ڪڏهن به زور سان آواز نه ڪندا هوا ۽ نه وري دشمنن کان انهن جي حرڪتن جهڙو بدلو ورتو هو حياتي گهرندا هوا ته معاف ڪري ڇڏيندا

هوا ۽ عفو ۽ چشم پوشيءَ سان ڪم وٺندا هوا- سندن مقدس ڪم دنيا جي ٻين مذهبن ڪي براين کان پاڪ ڪرڻ هو. سندن تعليم انڌن کي اکيون ۽ ٻوڙن کي ڪن ڏنا ۽ غفلت جا پردا هٽائي ڇڏيا- پاڻ هر ڪنهن خوبيءَ سان آراسته ۽ جمله اخلاق فاضله سان متصف هوا- مسڪيني سندن لباس، نيڪي سندن شعار، تقويٰ سندن ضمير، حڪمت سندن ڪلام، عدل سندن سيرت، رهٽي سندن شريعت ۽ اسلام سندن دين آهي.

پاڻ هدايت جو رستو ڏيکاريائون ۽ گمراهيءَ کان ماڻهن کي ٻاهر ڪڍيو ۽ گمنامن کي عظمت ۽ شهرت عطا فرمائي- سندن برڪت سان تنگدست خوشحال ٿي پيا ۽ محتاج غني بنجي ويا.

امام غزالي رح جي لفظن ۾ ”پاڻ صابر ۽ حليم هوا- درشت مزاج نه هوا- متواضع ۽ منڪسرالمزاج هوا- ان هوندي به ماڻهو ساڻن جهڪي ۽ عقيدتمنديءَ سان ملندا هوا- پاڻ ڪنهن تي به ظلم نه ڪيائون ان هوندي به هر هڪ کانئن مرعوب هو- پاڻ فياض ۽ سخي هوا، مگر مسرف ۽ فضول خرچ نه هوا“.

شاه ولي الله دهلوي لکن ٿا ته”پاڻ مخلوق خدا تي رحم فرمائيندا هوا- ڪنهن کي به سندن ذات کان نقصان نه پهتو-

پاڻ قوم جي اصلاح ڪيائون ۽ معاشري کي برائين کان پاڪ ڪيو. پاڻ هر هڪ سان عزت و احترام سان پيش آيا. هر شيءَ جو قدر ڪيو، هر نعمت تي شڪرانو ادا ڪيو. سندن نظر هميشه آسماني بادشاه جي طرف لڳي رهندي هئي“.

# ڀَاڻُ سوَنهارَن جِي مَدَنِي زِندگِي مُبَارَڪ

الحاج رحيم بخش قمر

وحده لا شريڪ لہ، جان ٿو چئين ائينءَ،
تان مڃ محمد ڪارڻي، نرتئون منجهان نينهن،
سو تون وڃيو ڪيئن، نائين ڪنڌ پين ڪي.
(شاه عليہ الرحمة )

رحمت للعالمين، سيد المرسلين، سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وصحبہ وسلم جن جي زندگي مبارڪ، مڪي هجي يا مدني، سفري هجي يا حضري، ڳجهي هجي يا پڌري، صحابن سڳورن جي سٿ ۾ هجي يا اڪيلائپ ۾ هجي، هر حالت ۾ سندن ذات بابرڪات چوڏهين رات جي چنڊ وانگر چمڪندڙ ۽ جرڪندڙ آهي، جنهن جو چلڪو ۽ جرڪو جهانن ڪان جرڪائي سنسار کي سوجهرو ڏئي رهيو آهي.

سندن زندگي مبارڪ جو هر پهلو روز روشن ڪان وڌيڪ روشن ۽ قابل تقليد آهي سورة الاحزاب ۾ آهي.

”لقد ڪان لڪم في رسول الله اسوة حسنة“ ترجمو:- بيشڪ اوهان لاءِ الله تعاليٰ جي رسول جو اطاعت ۾ عمل جو سهڻو نمونو آهي.
اهو ئي سبب آهي جو سندن اطاعت کي، ڪريم ڪارساز، پنهنجي اطاعت قرار ڏنو آهي. جيئن سورت النساء ۾ آهي”من يطع الرسول فقد اطاع الله“ ترجمو:- جيڪو رسول جي اطاعت ڪندو، تنهن بيشڪ الله جي اطاعت ڪئي. پاڻ سونهارا، بشير به آهن ته نذير به آهن ۽ سراجا منير به آهن. سندن حيات بابرڪات قرآن مجيد جو تفسير بي نظير آهي.
سورة القلم ۾ آهي ته ”وانڪ لعليٰ خلق عظيم“ ترجمو:- ۽ بيشڪ تون اعليٰ اخلاق جي انتهائي عروج تي آهين. بهرحال مونکي سندن مدني زندگي مبارڪ تي مختصر انداز ۾ لکڻو آهي. ان سلسلي ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن جي مدني زندگي جو آغاز سندن هجرت واريءَ رات کان ٿئي ٿو.
اهو واقعو هيئن آهي ته مڪي شريف جي مشرڪن هڪ رات پاڻ ۾ گڏجي هيءُ منصوبو رٿيو ته ٻنهي جهانن جي سردار ۽ مسڪينن جي مددگار کي سندن هنڌ مبارڪ تي

ڪين ننڊ جي حالت ۾ شهيد ڪيو وڃي. هوڏانهن دشمن اهو منصوبو رٿي رهيا هئا هيڏانهن ڪريم ڪارساز، پنهنجي محبوب کي دشمنن جي انهيءَ بد ارادي کان آگاه فرمايو.

پاڻ سيدنا علي المرتضيٰ، شير خدا ڪرم الله وجهه جن کي پنهنجي بستري مبارڪ تي سمهاري، ماڻهن جون امانتون سندن حوالي ڪري، پنهنجي گهر مبارڪ مان ٻاهر نڪتا.

هڪ رات ڇيو هو شاهه اُمم،
اڄ سيج تي ڪر آرام علي،
آرام جو عالم ڇا چئجي
ايثار جو عالم ڇا چئجي! (قمر لاکو)

بهرحال، پاڻ سورة يٰس جي تلاوت ڪندي، ڪافرن جي گهيري کي ٽوڙيندي، هڪ مٺيءَ جي پري مٽ انهن طرف اُڇلائي جيڪا سمورن ڪافرن جي مٿن ۽ اکين ۾ پئجي وئي- هو پنهنجون اکيون مهٽيندا رهيا. پاڻ پنهنجي حويليءَ مبارڪ مان نڪري ويا. جهڙيءَ ريت قرآن ڪريم ۾ فرمايل آهي:-”وما رميت اذ رميت ولڪن الله رمي“ ترجمو: اي محبوب صلى الله عليه وسلم، ۽ جڏهن تو مٺيءَ جي مٽ اُڇلي ته (اها) تو نه اُڇلي پر اها الله(تعاليٰ) اُڇلي-“

سنگ ريزه مَي زند دست جناب،
مارميت اذ رميت آيد خطاب (مولانا روم)
اتان پاڻ سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنہ جن جي گهر ويا، جتان پنهنجي هن دل گهرئي دوست کي ساڻ ڪري مڪي شريف کان ٻن ميلن جي پنڌ تي،”ثور“ نالي هڪ غار ۾ ٽي راتيون پاڻ ۾ روح رهاڻيون ڪيون:-
”جنهن غار ۾ گڏجي گهاريو ٽي ابوبڪر محمد منڙي سان
ان غار جو عالم ڇا چئجي! غمخوار جو عالم ڇا چئجي!“
(قمر لاڪو)
هن غار جو بيان سورة توبہ ۾ هن ريت آهي:- ”ثاني اثنين اذهما في الغار اذيقول لصاحبہلاتحزن ان الله معنا“ ترجمو:- ٻن مان هڪڙو پاڻ هو، اثنين جڏهن اهي ٻئي غار ۾ هئا، تڏهن پنهنجي ساٿيءَ کي چيائين ته الڪو نه ڪر، تحقيق الله(تعاليٰ) پاڻ سان گڏ آهي.
يار غار سان جنهن وقت مديني مبارڪ ۾ تشريف فرما ٿيا ته مديني منور جي رهاڪن، جن کي قرآن شريف انصار ڪوٺيو آهي، تن پنهنجي دل جي گهراين وچان، سندن نهايت شاندار نموني ۾ آڌر ڀاءُ ۽ استقبال ڪيو، ايستائين جو قبا جي ڳوٺ کان مديني مبارڪ تائين، هر قبيلي جا

معزز ماڻهو رستي جي ٻنهي پاسن قطارون ڪري بيٺا آهن، هر هڪ ماڻهو چاهي ٿو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وصحبہ وسلم جن سندن مهمان ٿين-
هر هڪ ماڻهو هٿ ٻڌي عرض ڪري رهيو آهي ته، اي الله جا رسول! هي گهر، هيءُ مال ۽ هيءُ جيءُ توهان تي قربان ٿيڻ لاءِ حاضر آهي، پاڻ ڪين دعائون ڏيندي، اڳتي وڌي رهيا آهن- نه رڳو مديني مبارڪ جا مرد مسرور آهن پر انصار عورتون پنهنجن گهرن ۽ ڪوٺن تي چڙهي خوشيءَ وچان ڳائي رهيون آهن.

”طلع البدر علينا من ثنيات الو داع،
وجب الشڪر علينا، ما دعا الله داع“

يعني چوڏهينءَ جو چنڊ اسان تي اڀريو آهي، وداع جبل جي گهٽين مان، اسان تي الله تعاليٰ جو شڪر ڪرڻ واجب آهي، جيستائين ڪو به دعا گهرندڙ، خدا کان دعا گهري ٿو.
پاڻ سڳورن جي ڏاچي مبارڪ، جنهن وقت حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر وٽ ويٺي ته اتان جي ماڻهن جي دلين ۾ خوشيءَ جي هڪ لهر ڊوڙي وئي. خاص طور تي نجار قبيلي جون نياڻيون خوشيءَ ۾

نٿيون ماڻن، دف هڻن ۾ اٿن ۽ ڏاڍي هيج مان ڳائي رهيون آهن.
”نحن جوار من بني النجار، يا حبذا محمد من جار“
يعني اسان نجار گهراڻي جون نياڻيون آهيون واه! واه! محمدﷺ جن، اسان جا پاڙيسري ٿيڻ وارا آهن.
اڄ مديني مبارڪ جي ماڻهن جي گهر گهر ۾ عيد آهي. انهيءَ خوشيءَ ۾ مرد ۽ عورتن، نوجوان ۽ پيرسن، شاهوڪار ۽ مسڪين، گهرن ۽ گهٽين ۾ پڪاري رهيا هئا:- جاءَ رسول الله ”جاءَ حبيب الله“ الله جو رسول اچي ويو، الله جو حبيب اچي ويو.
حاصل هيءُ آهي ته مديني جي گهوٽ جي مدني زندگي مبارڪ نهايت اهم ۽ اعليٰ آهي، جنهن ۾ اسلام کي انتهائي عروج حاصل ٿيو آهي.
حقيقت ۾ قرآن مجيد جو ڪامل ٿيڻ، مسجد قبا ۽ مسجد نبوي جي اڏاوت، جمعي جي نماز، عيدالاضحيٰ، عيدالفطر، زڪوات جو فرض ٿيڻ ۽ سموريون جنگيون خصوصاً غزوه بدر ۽ مڪي شريف جي ڪاميابي ۽ ڪامراني اهي سڀ شاندار ڪارناما، سندن مدني زندگي مبارڪ ۾ نروار ٿيا آهن، مڪي شريف جي ڪاميابي جي

موقعي تي بيت الله شريف کي ٿي سو سٺ بتن کان آجو ۽ پاڪ ڪيو ويو.

دين جي دشمنن کي عام معافي ڏني وئي، جنهن ڪري اُتان جا ماڻهو الله جي دين ۾ ٽولن جا ٽولا داخل ٿيندا ويا-

”ورايت الناس يدخلون في دين الله افواجا“

ترجمو:- ۽ ماڻهن کي الله جي دين ۾، ٽولا ٽولا گهڙندڙ ڏسي ٿو- انهيءَ سلسلي ۾ حضور پر نور صلى الله عليه وسلم جن آخري حج جي موقعي تي، جيڪو خطبو مبارڪ فرمايو هو، ان جي ٿوري پاڱي جو ترجمو هن ريت آهي:-

”خبردار مون کان پوءِ گمراهه نه ٿجو! متان هڪ ٻئي جا ڪنڌ لاهڻ شروع ڪيو، مسلمانو! عورتن ۽ ٻانهن جي معاملي ۾ رب کان ڊڄو، توهان کين خدا جي ضمانت تي حاصل ڪيو آهي ۽ خدا جي حڪم سان پنهنجي لاءِ جائز ڪيو آهي. توهان جو حق عورتن تي آهي ۽ انهن جو حق توهان تي آهي. پنج وقتي نماز پڙهندا رهجو! رمضان مبارڪ جا روزا رکندا رهجو! انسانو! مان توهان ۾ ٻه اهڙيون شيون ڇڏيو ٿو وڃان، جنهن تي توهان مضبوطيءَ سان عمل ڪندا رهندؤ ته گمراهه نه ٿيندؤ. اهي شيون خدا جو ڪتاب قرآن شريف ۽ حديث آهي.

بهرحال سندن آخري حج جي موقعي تي فرمايل خطبو مبارڪ انسان ذات لاءِ بي مثال منشور آهي، جنهن جو اکر اکر املهه ماڻڪ، سيني جي سپ ۾ سانڍڻ جهڙو آهي. جنهن تي عمل ڪرڻ سان انسانيت جو عروج ۽ ماڻهپي جو معراج ماڻي سگهجي ٿو- سورة احزاب ۾ آهي.

ومن يطع الله و رسوله فقد فاز فوزا عظيماo

۽ جيڪو الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ڪندو، تنهن تحقيق وڏي ڪاميابي حاصل ڪئي شال ڪريم ڪار ساز اسان سڀني کي، سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وصحبه وسلم جن جي سنت ۽ حڪمت، قول مبارڪ ۽ فعل مبارڪ تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي آمين!

# مُعَلِمِ اَعظَم ﷺ

## مولانا عبدالوهاب چاچڙ

حضرت رسول الله ﷺ تاريڪ دنيا کي چند سالن جي پاڪيزه تعليم سان جنهن انسانيت ۽ حريت جي روشنيءَ سان منور ڪيو ۽ قيامت تائين اچڻ وارين قومن لاءِ راهه ۾ مشعل راه عنايت ڪئي، ان ۾ جيترو گهڻو غور ڪيو ويندو، ايتري گهڻي حيرت ۽ عظمت سامهون ايندي رهندي.

پاڻ ڪريمن جي تعليم جو ئي ڪمال آهي ته ٻار، جوان، پوڙها ۽ عورتون جيڪي پوري جهالت ۽ وحشيت ۾ وڪوڙيل هئا، اهي چند سالن جي تعليم سان نه چڙو عالم پر مجتهد، مفڪر ۽ دنيا جا مصلح بڻجي ويا. بالغن خاص ڪري پوڙهن جي تعليم سان جن جو واسطو پيو هوندو انهن کي ئي احساس هوندو ته هڪ عيالدار ماڻهو، پوڻن ۽ ڏهڻن جو ڏاڏو ۽ نانو، ننڍن ننڍن ٻارن جي ماءُ کي

معمولي تعليم ڏيڻ ۾ به ڪيڏي نه دشواري آهي. جڏهن ته پاڻ ڪريمن جي تعليم عام نه هئي بلڪ اهڙي اعليٰ تعليم هئي جنهن سان شاگردن جو ذهن ايڏو ته ڪلي پيو جو ٿوري ئي عرصي ۾ اجتهاد جي درجي تي پهتا، اهو علم جو، اهو مقام آهي، جنهن تي پهتل اڄ ڪوئي ماڻهو موجود نه آهي.

حضرت معاذ بن جبل رضه کي يمن جو گورنر مقرر ڪري ان کي خاص ۽ مکيه اصول سمجهائي رهيا آهن ته يمن جي آسودن کان ورتل مال يمن جي ئي مستحقن ۾ خرچ ڪج وغيره وغيره. آخر ۾ کانئس پڇن ٿا معاذ! معاملا ڪيئن نبيريندين؟ عرض ڪيائين ته ڪتاب الله سان، فرمايائون، ڪتاب الله ۾ اهو مسئلو نه ملي ته پوءِ؟ عرض ڪيائين ته رسول الله جي سنت سان. فرمايائون، منهنجي سنت ۾ به ڪو مسئلو نه ملي ته پوءِ؟ عرض ڪيائين ته پوءِ مان اجتهاد ڪندم.

ڪالهه حضرت عمر رضه اوٿي هو اڄ ڪنهن به مسئلي ۾ ان جي راءِ اڳ ۾ ئي قرآني حڪم جي مطابق ظاهر ٿي رهي آهي، جيڪو اڃا نازل ئي نه ٿيو آهي.

حضرت جعفر بن ابي طالب حبشه جي بادشاھ آڏو تقرير ڪري رھيو آھي ۽ ان جي مدلل تقرير جي تاثير سان نصارن جو بادشاھ مسلمان ٿي، اسلام جو وڏو پرجھلو بڻجي پيو آھي. مردن سان گڏ عورتن کي ڏسو، اھي به ڪيڏي ته اعليٰ تعليم سان مشرف ٿيون آھن.
اھي زالون جيڪي ڪالھ غلامن کان به بچڙي حال ۾ ھيون، بلڪ گگدام جانورن جيان ٿي گذاريائون. اھي به نه چڙو عالمه پر مجتھده بڻجي دنيا جون رھبر بڻيون حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنھا جي دروازي تي منجھيل مسئلن معلوم ڪرڻ ۽ آيتن جي تشريح بڌڻ لاءِ مردن جون قطارون لڳل آھن- اھي زالون جن کي ھڪ وقت ۾ ڪيئي مڙس ملندا ھئا ته ڪچي نه سگھنديون ھيون. اھي اڄ حريت جو زيور پھري پنھنجي ذاتي معاملات ۾ دخل برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه آھن. خنساء بنت جذام خدمت نبوي ۾ اچي عرض ڪري ٿي ته حضرت! منھنجي پيءَ منھنجو نڪاح وڏو آھي، مان رن زال آھيان مون کي اھو نڪاح قبول ڪونھي.
پاڻ سڳورن فرمايو، اھو نڪاح ختم آھي.(صحيح بخاري)

هڪ ڪنواري ڇوڪري خدمت ۾ اچي عرض ڪري ٿي ته منهنجي رضامندي کانسواءِ منهنجي پيءُ نڪاح وڌو آهي. پاڻ فرمايائون ڇوڪري! توکي اختيار آهي، اهو نڪاح قبول ڪرين، توڙي رد ڪرين.(سنن ابي دائود)
بي بي بريره رضه آزاد ٿي ته پاڻ سڳورن ان کي چيو ته غلاميءَ ۾ غلام سان پيل نڪاح ۾ توکي اختيار آهي. ان کي بحال رکين توڙي رد ڪرين. حضرت ابن عباس رضه چوي ٿو اهو نقشو منهنجي اکين آڏو آهي ته بريره جو مڙس ڪارو ٻانهو گهٽين ۾ بريره جي ڪڍ روئيندو ۽ دانهون ڪندو ٿو رهي ته بريره مون کي نه ڇڏ. ان جي لڙڪن ڏاڙهي کي آلو ڪري ڇڏيو هو.
حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم حضرت عباس کي چيو چاچا! مغيث جي محبت ۽ بريره جي ناپسنديدگي تي تعجب نه ٿو ڪرين. بريره! ويچاري مغيث کي قبول ڪر. بريره برابر ٻانهي هئي پر ان هوندي به حضرت عائشه صديقه رضه وٽ رهي، نبوي تعليم سان منور ٿي چڪي هئي. هن فوراً پڇيو ته سائين چا، اهو اوهان جو حڪم آهي؟ فرمايائون ته حڪم ڪونهي پر سفارش ڪريان ٿو. حڪم ۽ سفارش جو فرق بريره کي معلوم هو. عرض ڪيائين

حضرت! حڪم نه آهي ته پوءِ مونکي مغيث جي ڪا ضرورت ناهي(صحيح بخاري) اهڙي تعليم جو ڪو مثال آهي! زالن کي مڙس جي حق ۽ امانت جي حفاظت واريون حديثون ته تمام گهڻيون آهن، پر ٻي پاسي زالن جي رعايت واري تعليم به ته ڏسو!

هڪ زال خدمت نبوي ۾ دانهن ڏني ته منهنجو مڙس مونکي تمام گهڻو ماري ٿو. پاڻ صحابه ڪرام کي خطاب ڪندي فرمائين ٿا: اوهان مان ڪو به پنهنجي زال کي ٻانهن وانگر نه ڪٽي.(هڪ روايت ۾ آهي ته) اوهان کي حياءُ نه ٿو ٿئي ته پنهنجي زال کي ٻانهن وانگر ماري وري شام جو ان وٽ مجامعت لاءِ وڃو ٿا. پوءِ وري آواز سان نڪرندڙ ريح تي کلڻ کان وعظ ڪيائون ۽ فرمايائون ته اوهان ان ڪم تي ڇو ٿا کلو جيڪو اوهان پاڻ به ڪريو ٿا.(صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم) اها تعليم ئي هئي جو ڪنهن مرد کي توڙي عورت کي منجهيل مسئلو پيش ايندو هو ته خدمت نبوي ۾ اچي پڇندا هئا.

پاڻ سڳورن فرمائي ڇڏيو هو ته”اڻ ڄاڻائي هڪ قسم جي بيماري آهي، ان جي دوا، پڇڻ آهي“.

حضرت علي رضه گهڻي مذي وارو مرد هو.(گهر واري سان خلط ملط ٿيڻ ڪري ليودار پاڻي نڪرندو آهي. اُن کي مذي چئبو آهي.) حضرت علي رضه مذي جي ڪري به تڙ ڪندو هو. سياري ۾ ته کين سخت تڪليف ٿيندي هئي. مقصد حاصل ڪئي بنا تڙ سياري جو دشوار به هوندو آهي. مقداد رضه کي موڪليائين ته مون وٽ پاڻ ڪريمن جي نياڻي آهي. مذي جو مسئلو پڇندي مون کي لڄ ٿئي ٿي. تون وڃي اهو مسئلو پڇي اچ. پاڻ سڳورن فرمايو، مذي نڪرڻ سان وضو پچي ٿو، ڪپڙو پليد ٿئي ٿو، پر تڙ نه ٿو پوي. حضرت انس رضه جي ماءُ حضرت ام سلمه رضه خدمت نبوي ۾ اچي عرض ڪيو ته اي رسول الله! حق ڳالهه پڇڻ ۾ حجاب نه آهي. عورت کي احتلام ٿي پوي ته ان تي به تڙ آهي؟.

فرمايائون، هائو جڏهن پاهر پاڻي(مني) ڏسي. حضرت بي بي ام سلمه رضه حياء کان منهن ڍڪي عرض ڪيو، ڇا عورت کي به احتلام ٿئي ٿو،(جنهن ۾ هوءَ پاڻي ڏسي). فرمايائون، جيڪڏهن عورت جو پاڻي نه هجي ته ٻار کيئن ان سان مشابه ٿئي ها. مرد جو پاڻي گهاٽو ۽ اڇو هوندو آهي ۽ زال جو پاڻي هيڊو ڇڊو هوندو آهي. پوءِ

جيڪو غالب آيو! اڳي ويو. ٻار ان جي مشابہ ٿيندو(صحيح مسلم). امام طحاوي مشڪل الآثار ۾ مختلف حديثن جي تطبيق ڏيندي فرمايو آهي ته رنگ ۽ مقدار وغيره ۾ غلبي جو اثر مهانڊن تي پوندو آهي ۽ رحم ۾ اڳي پهچڻ جو اثر نر ۽ ماد ٿيڻ تي پوي ٿو- اندازو ڪريو ته جيڪي مسئلا اڄ پڙهندي يا ٻڌائيندي حجاب ٿئي ٿو، اهي مسئلا هڪ عورت پنهنجي عظيم معلم کان پڇي بي خبري جو علاج ڪري ٿي. تعليم اها آهي جنهن سان ماحول بدلجي وڃي علمي ماحول پيدا ٿي پوي. عملي شڪل ۾ علم نمايان ٿئي. اخلاق جو لحاظ اپري، خدا جو خوف اپري، جهالت سان دشمني پيدا ٿئي، جاهلن جي بيماري جو احساس پيدا ٿئي.

حضرت ابوبڪر صديق رضه جي پوڙهي اسي ساله ابو قحافه جو اصلاح به معاشري جي بدلجڻ جو نتيجو هو. معلم اعظم کي پنهنجي متعلمن سان همدردي هئي، انهن جي هر چر پر تي ان جي نظر هئي، انهن جون ڪوتاهيون در گذر ڪري اڳتي لاءِ نيڪ ٿي هلڻ جو اونو هو. هڪ اعرابي مسجد شريف جي هڪ ڪنڊ ۾ پيشاب ڪري ٿو. مسجد ۾ مجلس گرم آهي. اصحاب

سگهورا رڙيون ڪري اُن کي روڪين ٿا. فرمائن ٿا ڇڏيوس ته فارغ ٿئي فراغت کان پوءِ کيس ويهاري فرمايائون”هي مسجديون، پيشاب ۽ گندگي لاءِ نه آهن، اهي صرف نماز، ذڪر الله ۽ قرآن پڙهڻ لاءِ آهن“ پوءِ هڪ اصحابي کي فرمايائون، دلو پاڻي جو هاري اها جاءِ صاف ڪري ڇڏي (صحيحين). اسلام جي شروعات ۾ حضرت عمر رضه بيهي پيشاب ٿي ڪيو ته پاڻ فرمايائون عمر! بيهي پيشاب نه ڪر. عمر رضه فرمائي ٿو، وري اها غلطي مون کان نه ٿي- فرمايائون ڪنهن پر ۾ پيشاب نه ڪريو- فرمايائون ماڻهن جي لعنت جي ٽن ڪمن کان بچو، تڙ جي پاڻي تي، واٽ تي ۽ ماڻهن جي ويهڻ واري ڇانوَ ۾، قضا حاجت نه ڪريو(ابو دائود). مغيره بن شعبه رضه مڱڻو ڪيو. پاڻ ڪريمن ڪانئس پڇيو ته مغيره مگ ڏٺي اٿيئي؟ عرض ڪيائين ته نه حضور! فرمايائون ٿي سگهي ته ڏسي ڇڏ، ڇو ته اهو موافقت ۽ الفت جي بقاء لاءِ بهتر آهي. (سنن ترمذي) فاطمہ بنت قيس رضه طلاق جي عدت پوري ڪري، خدمت نبوي ۾ نڪاح جي مشوري لاءِ آئي عرض ڪيائين ته، ابوجهم رضه ۽ معاويه رضه نڪاح لاءِ پيغام موڪليا

آهن. پاڻ فرمايائون، ابوجهم جي لٺ سدائين مٿي هوندي آهي. هڪ روايت ۾ آهي ته اهو زالن مارڻو آهي. معاويه رضه ڪنگال آهي. تنهنجي لاءِ اسامه بن زيد رضه مناسب آهي. فاطمہ رضه چوي ٿي، ته اسامه مان مون کي وڏو فائدو رسيو(صحيح بخاري).
فرمايائون مان اوهان لاءِ ائين آهيان جيئن پيءَ پنهنجي اولاد لاءِ. قضا حاجت لاءِ ويهو ته قبلي کي نه سامهون ٿيو ۽ نه پٺپرا، صفائي لاءِ ٽي پٿر استعمال ڪريو، صفائي ۾ ڇيڻو يا هڏو استعمال نه ڪريو ۽ سڄو هٿ به استعمال نه ڪريو(سنن ابن ماجه).
اهي مثال مان هن ڪري نقل ڪيا آهن، جيئن آساني سان سمجهي سگهجي ته انيڪ ۽ مشڪل مسئلا ته پنهنجي جاءِ تي پاڻ ڪريم جن معمولي ڳالهين ۾ به پنهنجي شاگردن تي نظر رکندا هئا. شاگرد به ايترا ته علم جا پياسا ۽ نبوي حضور جا گرويده هئا جو پنهنجي ذاتي معاملن ۾ به نبوت جي فيض مان مستفيض ٿيڻ کان نه رهندا هئا. علم حاصل ڪرڻ جا حجاب ڦٽا ڪري هو مونجهاري جو علاج اچي ڪرائيندا هئا. چند سالن جي تعليم سان پاڻ ڪريمن پنهنجا شاگرد ڪامل ڪري ڇڏيا ۽ هڪ لک

چوويهه هزارن ڪان به مٿي معلم، رهبر ۽ مصلح پيدا ڪيا. انهن جي صلاحيتن تي پاڻ سڳورن کي پورو پورو اعتماد ٿي چڪو هو- ان ڪانپوءِ سندن وفات ٿي.
وفات ڪان اڳي فرمايائون، منهنجا سڀ اصحابي ستارا آهن، انهن مان جنهن جي به اوهان تابعداري ڪندا، هدايت پائيندا. ٻي روايت ۾ آهي ته منهنجا اصحابي سڀ عادل ۽ معتبر آهن.
نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جي ڏنل اها سند نمايان طور تي صحيح ثابت ٿي. ان جو رنگ دنيا ڏٺو. جيڪو اصحابي جتي پهتو اتي جي ماحول کي بدلائي ڇڏيائين. چين هجي توڙي سنڌ. عرب هجي توڙي عجم، هر هنڌ فيضان نبوي جا اهي چشما جاري رهيا. نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جي سعادتمند شاگردن جو حضرت عبدالله بن مسعود رضه واه جو سهڻو نقشو ڪڍيو آهي. فرمائي ٿو،”جنهن کي ڪنهن سٺي طريقي تي هلڻو هجي ته مري ويلن جي طريقي تي هلي“.
اهي حضرت محمد صلى الله عليه وسلم جا اصحابي آهن، اهي هن امت مان افضل ماڻهو هئا، هن امت مان زياده پاڪ دل هئا، هن امت ۾ زياده اونهي علم وارا هئا، هن امت سان گهٽ

تڪلف ڪرڻ وارا هئا. الله تعاليٰ پنهجي نبي جي صحبت ۽ پنهجي دين جي قائم ڪرڻ لاءِ انهن کي منتخب ڪيو. انهن جي مرتبي کي سڃاڻو، انهن جي پٺيان هلو، جيترو ٿي سگهي، انهن جي اخلاق ۽ انهن جي هلت چلت کي اختيار ڪريو. بيشڪ اهي سڌي راه تي هئا.(مشڪواة المصابيح). حضور جن جي تعليم سان ئي اهڙا ماڻهو پيدا ٿيا. جن کي گناه جو احساس کائيندو هو. اهي پنهنجو پاڻ کي رجم ڪرائي گناه کان پاڪ ٿيڻ لاءِ نبي ڪريمﷺ کي منٿون ڪندا هئا.

عورت حياء جي پتلي هئڻ ڪري گناه ظاهر ٿيڻ کان ونءِ ويندي آهي، پر هڪ عورت کان گناه ٿيو ته ان کي گناه جي احساس آرام نه ڪرڻ ڏنو- پاڻ کي رجم ڪرائي سڪون حاصل ڪيائين. اندازو ڪريو جنهن نبي جو وڏو عرصو جنگين ۽ تڪليفن ۾ گذريو هجي، آرام سان رهڻ ڪڏهن نصيب ٿيو هجي ان جي مسجد، گهر، شهر، ٻهراڙي، ميدان جنگ ۽ عرصه صلح ۾ هلندڙ لاثاني تعليم ڪهڙو نه انقلاب آڻي ڇڏيو. اهو اصلاح ڪنهن ڦوڪ، معجزي، يا خفيه قوت سان نه پر ظاهري اسباب سان، عمدي ۽ سليقه واري سڪيا سان، اخلاق ۽

اخلاص جي قوت سان، قومي همدردي، انساني جذبي سان ۽ خدا پاڪ جي موڪليل عمده اصولن سان اهو انقلاب آيو. علم ۽ عمل جو اهڙو انقلاب آيو جو هر ننڍي ۽ وڏي، مرد توڙي عورت جي ذهن جو رجحان ئي بدلجي ويو. عظيم انسان اهو آهي، جنهن جي زندگي جو جيترو ويجهو ٿي مطالعو ڪجي، اوتري عظمت اڀرندي رهي. نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جا جيترا به عام توڙي رازدان اصحابي آهن، جيڪي قريب ترين ساٿي يعني ازواج مطهرات آهن انهن جون دليون عظمت سان به ڀريل آهن، اها ئي عظمت جي ڀهرين نشاني آهي.

--------

# سيرت پاڪ جي عظمت

## مولانا جان محمد عباسي

آقائي نامدار سيدنا محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم جي سيرت پاڪ ۽ حيات طيبه تي، علماء ڪرام، محدثين عظام ۽ سيرت نگارن، جيترو ڪجھ لکيو آهي، ان جو مثال تاريخ انسانيءَ ۾ ملي نه ٿو سگهي. ان هوندي به نظر ائين پيو اچي ته اجان ميدان وسيع آهي ۽ پڙهندڙن جي پياس پوري نه ٿي آهي.

حضور اڪرم عليه الصلواة والسلام جي ولادت کان وصال تائين، ننڍپڻ، جواني نبوت ۽ وحي الاهي جو نزول، احڪام الاهي ۽ شريعت جو نفاذ، فرد جي اصلاح ۽ معاشري جي تطهير، قرابت داري ۽ خانداني نظام، تجارت ۽ معاش، بادشاهن سان خط و ڪتابت، ۽ بين الاقوامي معاهدات، جهاد ۽ قتال، غنيمت ۽ وراثت، اخلاق ۽ روحانيت، تعليم ۽ تربيت، سفر ۽ حضر، عبادت ۽ رياضت، ياد الاهي ۽ ذڪر، بندگي ۽ ٻانهپ، مطلب ته

23 سالن جي نبوت جي فرائض جي ادائگيءَ سميت هر شيءَ جو رڪارڊ محفوظ ڪرڻ ۾ مسلمانن جو نمونو پيش ڪيو آهي، اهو بذات خود هڪ معجزو آهي. نه رڳو ايترو، بلڪه حضور ﷺ جي اقوال ۽ اعمال، نشست ۽ برخواست، گهريلو زندگيءَ تائين حالات قلمبند ڪرڻ وارن جي تفصيلي معلومات گڏ ڪئي وئي آهي، ته جيئن حديثن جي راوين (بيان ڪرڻ وارن) ۾ ڪو غلط قسم جو ماڻهو ته ڪو نه هو. ان لاءِ علمي دنيا ۾ هڪ نئين علم ۽ فن جو اضافو ٿي ويو، جنهن کي اسماء الرجال چيو وڃي ٿو. ان علم ذريعي، انهن سڀني ماڻهن تي جرح ۽ تنقيد ڪري، حضور ﷺ جي حالات بيان ڪرڻ وارن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي وئي آهي، مبادا ڪا غلط ڳالهه حضور ڏانهن منسوب نه ٿي وڃي. ڀلا، ان قسم جي تحقيق ۽ تدقيق جو مثال علمي دنيا ۾ ڪا به قوم، پنهنجي ڪنهن به مصلح لاءِ پيش ڪري سگهي ٿي؟ جيڪڏهن نه ۽ يقناً نه، ته پوءِ حضور ﷺ جي سيرت پاڪ جي عظمت ۽ ان جي حفاظت جو ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو دليل ٿي سگهي ٿو؟

حضور اڪرم ﷺ جي سيرت پاڪ جي حفاظت جو پيو ذريعو خود قرآن پاڪ آهي ڇو ته نبوت جي عطا ٿيڻ کانپوءِ 23 سالن تائين قرآن پاڪ نازل ٿيندو رهيو ۽ ان ۾ پيش ايندڙ واقعات ۽ حضور ﷺ جن جي حالات ۽ احساسات جو تذڪره وحي الهيٰ جي ذريعي محفوظ ٿي ويو، جنهن لاءِ الله تبارڪ و تعاليٰ فرمايو، ته انا نحن نزلنا الذڪر و اِنا لہ لحافظون.(بي شڪ اسان ئي نازل ڪيو آهي قرآن ڪي ۽ بيشڪ اسان ئي ان جا نگهبان آهيون.)

جڏهن حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان حضور ﷺ جن جي اخلاق ۽ سيرت جي باري ۾ ڪنهن پڇيو، ته پاڻ بيبي سڳوري فرمايو ته: ڪان خلقہ القرآن، يعني سندن اخلاق جو مظهر قرآن آهي. ڇو ته قرآن شهادت ڏئي ٿو ته الله تعاليٰ پاڻ سڳورن کي ساري جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو. وما ارسلناڪ الا رحمة للعالمين. پوءِ رحمت للعالمين جي شفقت ۽ امت سان محبت، انهن جي خير خواهي ۽ ڀلائي، عذاب کان نجات ۽ بد عقيدن کان ڇوٽڪاري جو وڏيڪ ڪير اونو ڪري سگهي ٿو!

اهو ئي سبب آهي جو حضور جن سڀ کان پهريان انسانن کي الله جي عبادت، ان جي وحدانيت، آخرت جي باز پرس ۽ رسالت تي ايمان آڻڻ جو سڏ ڏنو. پاڻ پڪاريائون ته:-

يا ايهاالناس اعبدوا ربڪم، اي انسانو! پنهنجي پالڻهار جي ٻانهپ ڪريو. پوءِ جن انسانن الله جي پڪار تي ڪن ڌريو انهن کي الله تعاليٰ مؤمن جي لقب سان نوازيو! ۽ اهڙن ئي مؤمنن لاءِ پيغمبر عليہ السلام جي وجود کي احسان قرار ڏنو- جنهن پنهنجي پوئلڳن کي قرآن جي نور مان نوازيو. تعليم ۽ تزڪيہ سان سندن نفسن کي آلائشن کان پاڪ ڪيو ۽ ڪائنات جي حقيقت پروڙڻ جي دانائي بخشي”لقد من الله علي المؤمنين(الايہ)“.

سيرت پاڪ جو هڪ اهو پهلو به آهي، ته جڏهن مؤمنن جي دلين ۾ ايمان گهر ڪري ويو، ته پوءِ هو حضور اڪرمﷺ جي ابرو جي اشاري تي جان ڏيڻ ايمان خاطر ظلم ۽ تشدد کي صبر سان برداشت ڪرڻ، دنيا جي طاقتور انسانن ۽ قبيلن جي آڏو سينه سپر ٿيڻ، دين ۽ ايمان خاطر وطن قربان ڪرڻ ۾ هنن کي جو ذوق ۽ لذت پئي

محسوس ٿي، ان جو ڪاٿو ڪرڻ مشڪل آهي. چند واقعات نموني خاطر پيش ڪجن ٿا.
مڪي پاڪ ۾ مسلمانن جي مظلوميت جو دور آهي. ساري قوم ۽ قبيلن مان اجا چاليهارو ڪن مسلمان مس ٿيا آهن. حضور جن بيت الحرام ۾ اچي ڪعبه ۾ الله تعاليٰ جي هڪڙائپ، وحدانيت جو اعلان ڪن ٿا. ڪافر ان کي ڪعبي جي توهين سمجهي، حضور جن مٿان ڪڙڪي پون ٿا. موقعي تي هڪ ئي صحابي حارث ابن ابي هاله موجود آهي. حضور جن جي مٿان اها يورش ڏسي هو صبر ڪري نه سگهيو. اڪيلي سر اٿي حضور جن جي مدد ۽ حفاظت لاءِ ڊوڙيو. چئني طرفن کان تلوارن جا چمڪاٽ ٿيا ۽ حارث خانه ڪعبه ۾، خون ۾ لت پت، پياري پيغمبر جي مٿان سر گهوري سرخرو ٿيو. شهادت جو جام نوش ڪيائين ۽ اسلام خاطر جان جي قرباني ۽ نذراني جو پهريون پٿر رکيائين جو قيامت تائين الله جي راه ۾ شهيدن لاءِ سنگ ميل رهندو.
حضرت خباب رضي الله عنہ اُم انمار جو غلام هو. هن ان وقت اسلام قبوليو هو، جڏهن اجا ڇهه کن ماڻهو مسلمان ٿيا هئا. هن جي اسلام قبول ڪرڻ، قريش کي غضبناڪ

ٻڌائي ڇڏيو. هڪ غلام جي اها جرئت جو هو اهل مڪه جي مذهب جو انڪار ڪري؟ هن جو اهو جرم هو. اسلام جي قبوليت جو انتقام قريشن هيئن ورتو، جو ڪوئلا جلايا ويا. خباب کي انهن تي ليٽايو ويو. ٻرندڙ ڪوئلن تي پٺيءَ پر ليٽائي، سيني مٿان پير رکي دٻايو ويو، ته جيئن چري به نه سگهي. هو تڙپندو رهيو، اگر ٿڌا ٿي ويا، پٺي زخمي ٿي وئي، تڏهن انهن ظالمن پير پري ڪيا پر ڇا ان باھ ان جي عقيدي کي ٽوڙيو، جو هن خدا ۽ رسول مقبولﷺ تي قائم ڪيو هو؟

هيءُ حضرت بلال آهي- امة بن خلف جو غلام آهي. ٽاڪ منجهند جو وقت آهي. گرمي پنهنجي اوج تي آهي. واري تپي ٽامو ٿي وئي آهي. امية حضرت بلال کي ان ٽهڪندڙ واريءَ تي ليٽائي مٿائنس هڪ ڀاري پٿر رکي ٿو ۽ پوءِ کيس چئي ٿو ته ائين سسڪي سسڪي ساهه ڏيندي، ان ڪري اسلام جو انڪار ڪر! پر جنهن کي ايمان جو ذائقو مليو، اهو ڪٿي ٿو زهر جو ڍڪ پري؟ هن جي زبان مان فقط هڪ ئي لفظ نڪري ٿو احد! احد!

هيءَ زبيره آهي- هيءَ حضرت عمر رضه جي گهراڻي جي ٻانهي آهي. هن کي اسلام آڻڻ ڪري ابوجهل ايترو ماريو، جو هن جون اکيون نور وڃائي ويٺيون.
هيءَ جهلڪيون آهن ان عقيدي جون، جنهن جي حاصل ٿيڻ سان مسلمان کري سون جيان، باھ مان نڪري سچا ثابت ٿيا ۽ دنيا جي امامت ۽ قيادت حاصل ڪيائون.
وطن جي قرباني
وطن سان ڪنهن کي پيار نه آهي؟ ان کان الڳ ٿيڻ ۽ ان کان دور ٿيڻ، ڪا سولي ڳالھ آهي؟ پر ايمان ۽ دين جي حفاظت ان کان وڌيڪ پياري آهي. تاريخ انساني اها ڳالھ اکين سان ڏٺي، ته اسلام جي چاشني چکڻ وارن، ايمان ۽ عقيدي مٿان وطن کي گهوريو. نبوت جو پنجون سال آهي. صحابہ ڪرام، مردن ۽ عورتن، مٿان زندگي تنگ ڪئي وئي آهي. ڪفار ۽ مشرڪن طرفان ٺوڪون، چٺرون، ظلم ۽ تشدد الله ۽ الله جي رسول جي شان ۾ گستاخي جا واقعات معمول بنجي چڪا آهن. عبادت کان روڪڻ، ڪعبہ ۾ بي حرمتي ڪرڻ به عام ڳالھ ٿي وئي آهي. انهن حالتن ۾ دين ۽ ايمان جي تحفظ خاطر هجرت جي ڳالھ هلي! حضور جن فيصلو فرمايو ته آفريڪا جي

اپرندي ڪناري تي حبشه جي ملڪ ڏانهن ڪجھ صحابه ڪرام هجرت فرمائن. مسلمانن جي مظلوم طبقه ان عظيم آزمائش ۾ ايمان ۽ عقيدي مٿان وطن کي قربان ڪيو- وطن کان دور روانا ٿيا- جن ۾ يارهن مرد ۽ چار عورتون شامل هيون- اسلام جي راه ۾ قربانيءَ جي ميدان ۾ مردن سان عورتون به دوش بدوش رهيون آهن.

هن ننڍڙي قافلي، وطن ۽ ابن ڏاڏن جي گهرن کي الوداع چيو. اهي پهاڙ ۽ واديون، اهي گهٽ ۽ گهٽيون ڏسنديون رهيون ته نسل در نسل ساڻن گهارڻ وارا اڄ انهن کي قربان ڪري سگهن ٿا، پر ايمان ۽ عقيدي کي ڇڏي نٿا سگهن.

ان واقعي حضرت ابراهيم عليہ السلام جي سنت کي هڪ دفعو وري تازو ڪيو ته دين جي خاطر وطن جي قرباني ڏئي سگهجي ٿي، پر وطن خاطر ان ايمان تان هٿ کڻي نٿو سگهجي. سيرت پاڪ جو هيءُ هڪ اهم سبق آهي.

سماجي بائڪاٽ

نبوت جو ستون سال آهي. مسلمان هر ظلم کي صبر سان سهي رهيا آهن. ڪافرن جون ڪوششون ناڪام ٿي رهيون آهن. طاقتور انسانن جي مقابلي ۾ ڪمزور انسان،

غلام ۽ عورتون پهاڙن واري استقامت ڏيکاري رهيون آهن. ان هيڪاري قريش قبيلي کي وڏيڪ برهم ڪري ڇڏيو آهي. هو هر قيمت تي مسلمانن کان ايمان جي دولت ڦرڻ تي سندرو ٻڌي ويٺا آهن. مظلوم مسلمانن جي عزم ۽ استقلال، ايمان ۽ عمل جي قوت مخالفن کي بي بس بڻائي ڇڏيو آهي. هو نت نيون تدبيرون سوچي رهيا آهن. آخرڪار هنن فيصلو ڪيو ته بنو هاشم جي خاندان سان معاشرتي مقاطعه ڪيو وڃي ۽ اهو مقاطعو تيستائين جاري رهي جيستائين بنو هاشم پنهنجي هٿن سان محمدصلى الله عليه وسلم کي قتل لاءِ اسان جي حوالي نه ڪن. فيصلو اهو ٿيو ته معاهدي ڪرڻ وارا قبيلا بنوهاشم سان نه مٽي مائٽي ڪندا ۽ نه خريد و فروخت ڪندا، نه ميل ميلاپ ڪندا نه کاڌي ۽ خوراڪ جون شيون کين وڪڻندا. ان معاهدي کي تحريري شڪل ۾ ڪعبة الله جي دروازي تي لٽڪايو ويو. ان انسانيت دشمن فيصلي جي باوجود حضور اڪرمصلى الله عليه وسلم جي استقامت ۾ ذري به لغزش نه آئي- وحدانيت جي پڪار جو آواز اجا وڏيڪ اوچو ٿي ويو- رسالت ۽ آخرت جي تعليمات ۽ حق جي دعوت جي پيغام پهچائڻ ۾ اهو نئون هٿيار به ناڪام ٿيو- خاندان بنو

هاشم جي برزگ شخصيت ابوطالب لاءِ رستا به رهيا، يا ته پياري پيغمبرصلی اللہ علیہ وسلم کي ڪافرن جي حوالي ڪري ان هولناڪ معاهدي جي اثرات کان باقي خاندان کي بچائي يا انهي مصيبت کي منهن ڏئي، جا مٿس اچي ڪڙڪي آهي. آخرڪار فيصلو ٿي ويو، ته مڪه شريف کان ٻاهر ان پهاڙي گهاٽيءَ ۾ هلي رات گذارجي، جنهن کي شعب ابوطالب سڏيندا هئا ۽ سندس ئي ملڪيت ۾ هئي. راه خدا ۾ هن صبر آزما سختيءَ جو مثال ملڻ مشڪل آهي. لڳاتار 3 سال پورو خاندان بنوهاشم ، ان فيصلي جو شڪار رهيو. خوراڪ ختم ٿي وئي- وڻن جي پنن تي گذارو ڪرڻو پيو. سڪل چمڙي کي گرم پاڻي ۾ اوٻاري کاڌو ويو. ننڍن ٻارن جون ٻڪ کان بي حال ٿي چيخون نڪرڻ لڳيون ۽ سنگدل ڪافر ان تي خوشيون ملهائيندا رهيا. ڇا تاريخ انسانيءَ ۾ زنده انسانن کي ان نموني ۾ موت جي منهن ۾ ڏڪڻ ۽ لڳاتار ٽي سال ان ڪيفيت ۾ مبتلا ڪرڻ جو ڪو مثال ملي ٿو؟

دنيا ۾ سيرت جي پختگيءَ، ايمان جي استحڪام ۽ عمل جي قوت، صبر جي بي پناه مظاهري ۽ سختين جي

برداشت ۽ عمل جي منظر جو ڪو ٻيو مثال ٻه ملي سگهي ٿو؟
پوءِ ان پامردي ۽ ثابت قدميءَ آڏو آخرڪار مشرڪن جو اهو نئون هٿيار به نڪمو ثابت ٿئي ٿو. ٽن سالن جي ان ڪشمڪش بعد ڏهين سال نبوت جي پاڻ ڪريم جن ان گهاٽيءَ مان ٻاهر نڪري اچن ٿا.
ان واقعي مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته ايماني قوت آڏو شيطاني طاقت بالآخر شڪست کائي وڃي ٿي.
هجرت جو ٻيو واقعو
ان عظيم آزمائش بعد به مشرڪ مسلمانن کي ستائڻ کان باز نه آيا. ڏينهون ڏينهن نيون شرارتون ۽ خباثتون ڦهلائيندا رهيا ۽ وري هڪ دفعي مڪة جي سر زمين مسلمانن مٿان تنگ ڪئي ويئي. ان عرصي ۾ مدينه پاڪ تائين اسلام جو آواز پهچي چڪو هو ۽ ڪيئي ماڻهو اسلام جي حلقه ۾ داخل ٿي چڪا هئا. انهن حضور ﷺ کي مديني ۾ اچڻ ۽ اتي آباد ٿي دين جي دعوت لاءِ ڪم ڪرڻ جو عرض ڪيو هئو. ان ڪري پياري پيغمبر ﷺ پنهنجي ساٿين کي هجرت جو حڪم فرمايو. صحابه ڪرام ان آزمائش ۾ هڪ دفعو وري پاڻ ملهايو.

گهر، گهاٽ، واپار ۽ تجارتون، زمين ۽ وطن جي مٽيءَ کي ايمان جي عظمت ۽ نعمت تي نچاور ڪيو، ڪافرن ڪوششون ڪيون ته هو مڪه نه ڇڏين- ڪن کان مال ڦريائون، ڪن کي ڌمڪايائون، ڪن کان سندن گهر واريون روڪيائون، پر ناڪامي سندن مقدر بنجي چڪي هئي- ان حالت ۾ آخري سازش اها ڪيائون ته حضور اڪرم صلی الله علیه وسلم کي قتل ڪري ڇڏجي. ان سازش کي جنهن رات عملي جامو ڏيڻو هو، ان رات حضور جن، حضرت ابوبڪر سان گڏ مديني پاڪ لاءِ روانا ٿيا. حضرت علي ڪرم الله وجه کي پاڻ وٽ رکيل امانتن جي واپسيءَ لاءِ مڪه شريف ۾ ترسايائون.

ڪافرن ۽ مشرڪن جڏهن ڏٺو ته حضور جن نڪري ويا آهن ته پاڳل ٿي ويا. حضور جي قتل تي وڏن وڏن انعامن جو اعلان ڪيائون. هر طرف کان نڪري پيا- ڪي جوش انتقام ۾، ڪي انعام جي لالچ ۾، حضور جن”ثور“ جي غار ۾ پناه ورتي. حضرت ابوبڪر صديق ساڻن ساٿ هو. ڪافر پيچو ڪندي، ان غار تائين پهتا- حضرت ابوبڪر صديق پريشان ٿيو ته هاڻي حضور صلی الله علیه وسلم جن جي جان لاءِ عظيم خطرو آهي، مگر حضور جن مطمئن

آهن ۽ حضرت ابوبڪر کي تسلي ڏئي رهيا آهن ته:”لاتحزن ان الله معنا“ (نه گهٻراءِ الله اسان سان گڏ آهي) سبحان الله! ڪافر غار جي در تي بيٺا آهن. جان جا دشمن ۽ انتقام جي جوش ۾ پاڳل بڻجي ويا آهن. ظاهر ۾ حفاظت جو ڪو سهارو ڪو نه آهي، پر الله تي ايمان ۽ يقين ايڏو ڪامل آهي، جو ڪا پريشاني ڪانه آهي. پاڻ حضرت ابوبڪر کي اطمينان ڏياري رهيا آهن ۽ ٿيو به ائين جو ڪافرن کي غار ۾ اندر وڃڻ لاءِ انومان ئي ڪو نه ٿيو ۽ اتان ئي واپس وري ويا. ڪن روايتن ۾ آهي ته غار جي منهن تي مڪڙيءَ جو جارو موجود هو، جنهن مان ظاهر هو ته اندر ڪو ئي به نه آهي.

غار ثور کان نڪري هلن ٿا. سراقہ نالي هڪ ماڻهو حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن کي ڏسي ورتي ٿو. انعام جي لالچ ۾ حضور جي قتل لاءِ گهوڙو ڊوڙائي ٿو- گهوڙو ٿاٻو کائي ڪري ٿو ۽ سراقہ به هيٺ اچي پئي ٿو- وري پيهر گهوڙو ڊوڙائي ٿو مگرسندس گهوڙو دلدل ۾ ڦاسي پئي ٿو هو حيران ٿي وڃي ٿو ۽ پنهنجو پاڻ حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جي حوالي ڪري ٿو. حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن نه رڳو کيس معاف ڪن ٿا پر کيس چون ٿا ته سراقہ! ان وقت تنهن

جو چا حال هوندو، جڏهن ڪسريٰ جا ڪنگڻ تنهن جي هٿن ۾ هوندا! يعني ايران جي عظيم سلطنت، جنهن جا عرب به باجگذار هئا، اها فتح ڪئي ويندي ۽ ان جي شهنشاهه، جنهن کي ڪسريٰ جي لقب سان سڏيندا هئا ان جا ڪنگڻ غنيمت جي مال مان توکي ملندا.

ڪنهن کي يقين هو، ته عرب جا بي بس بدو ۽ بي ڪس انسان، جن کي پنهنجي گهرن ۾ پناهه نه ٿي ملي ۽ جي وطن کان بي وطن آهن، اهي دنيا جي ان وقت جي سپر پاور، عظيم سلطنت جا فاتح ٿيندا! پر اها عقل ۾ نه اچڻ واري حقيقت دنيا ڏٺي. ايران جي عظيم شهنشاهيت، اسلام آڏو پرزا پرزا ٿي ۽ مال غنيمت مان اهي ڪنگڻ سراقه جي هٿن ۾ وڌا ويا. حضرت امير عمر جو زمانو هو. جڏهن مال غنيمت آيو ۽ حضور جي پيشن گوئي کي حقيقت جو روپ مليو، تڏهن خوشيءَ مان سندس اکين ۾ ڳوڙها ڳڙي پيا.

حقيقت اها آهي ته دنياوي اسباب جي اهميت ايمان جي مقابلي ۾ ڪجهه به نه آهي. موت جي منهن ۾ اکين وجهڻ واري قوم ۽ خدا تي يقين رکڻ واري گروهه جا قدم ڪير به

روڪي نه ٿو سگهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:”كم من فئة قليلة غلبت فئة كثيرة باذن الله.“

تيرهن سال مڪه شريف ۾ مسلمانن عقيدي جي اصلاح، پختگي، عمل صالح، اخلاق جي بلندي، صداقت، امانت جي اوصاف ۽ آخرت تي يقين محڪم جي جا قوت پيدا ڪئي ۽ ان رستي ۾ هنن تي جيڪو ظلم،ستم، تشدد ۽ سختيون ٿيون، ان ۾ جنهن اولي العزمي، استقامت، صبر ۽ ثبات جو جيڪو مظاهرو ڪيو، راه خدا ۾ جان ۽ مال جي قرباني، خاندان ۽ قرابت داري جي رشتي کي ايمان جي رشتي تي قربان ڪرڻ، وطن عزيز ۽ مال متاع کي نڇاور ڪرڻ جي خصوصيتن انهن کي ان قابل بڻايو، جو اجتماعي قيادت ۽ سيادت انهن جي هٿن ۾ اچي- معاشري جي تعمير انهن بنيادن تي ٿئي، جي وحي الٰهي جي ذريعي پياري پيغمبر صلى الله عليه وسلم کي ڄاڻايا ويا هئا.

مدني زندگي جي آغاز ۾ ئي حضور جن، مدينه پاڪ ۾ مسجد جو بنياد رکيو، جو مسلمانن جي اجتماعي شيرازه بندي، عبادت گذاري، ذڪر ۽ فڪر، تعليم و تدريس، ملي معاملات ۾ باهمي مشوره، بين الاقوامي وفود جي ملاقات ۽ اَهم ديني مسائل ۾ فيصلي لاءِ مرڪز جي حيثيت اختيار

ڪئي. اهڙيءَ ريت اسلامي رياست جو بنياد مديني پاڪ ۾ رکيو ويو. ڏهه سال مدني زندگيءَ جا، حضور ﷺ جن مسلمانن جي امت کي دنيا جي قيادت ۽ امامت ڪرڻ جي تربيت ۾ گذاريا. حضور ﷺ جن عرب قبيلن جي صدين پراڻن جهڳڙن کي ختم ڪرايو- هنن جي تعلق جو بنياد نسلي، لساني يا علاقائي جي بجاءِ ايمان ۽ اسلام کي قرار ڏنو.

اهي سڀ لاڳاپا پنهنجي جاءِ تي اهميت رکن ٿا، مگر انسانيت جي وحدت کي جغرافيائي حدبندين ۾ ورهائي نه ٿو سگهجي. حضور جن خاتم النبيين، رحمت للعالمين آهن، ان ڪري سندن تعليمات ۽ پيغام ۾ به اها وسعت ۽ همه گيري آهي.

اسلام ته اها حقيقت ٻڌائي آهي ته پهريون انسان(آدم عليہ السلام) الله جي حڪم سان مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو ۽ سندس اهليه (بي بي حواء)ان جي پاسي مان پيدا ڪئي وئي- باقي تمام انسان ان جو اولاد آهن، جڏهن تخليق آدم ڪانپوءِ انسان جي پيدائش آهي ته پوءِ هيءُ هڪ ئي خاندان آهي، جنهن دنيا ۾ پکڙجي مختلف رنگ، روپ ۽ زبانون استعمال ڪيون آهن. ان ڪري جو هر انسانيت ۾

وحدت آهي. انسان هڪ خاندان آهي. رنگ، زبان، علاقا سڀ عوارض آهن. اسلام عزت ۽ فضيلت جو بنياد تقويٰ تي رکيو آهي. اسلام انسان جي ارتقاء عمل ۽ حيوان مان نسل انساني جي ملحدانه نظريي کي رد ٿو ڪري.

قرآن جي شهادت حضور اڪرم ﷺ جون حديثون ان باري ۾ واضح آهن.

پاڻ فرمايائون ته”ڪلڪم بنو آدم و آدم من تراب“. اوهان سڀ آدم جي اولاد آهيو ۽ آدم مٽيءَ مان پيدا ڪيو يو آهي.

پاڻ فرمايائون”لافضل لعربي عليٰ عجمي ولا لعجمي علي عربي“ نه عربي کي ڪنهن عجميءَ تي فضيلت آهي نه عجميءَ کي ڪنهن عربيءَ تي.

قرآن پاڪ فرمائي ٿو ته”و جعلنا کم شعوباً و قبائل لتعار فوا ان اکرمکم عندالله اتقاکم“ اوهان کي، اسان ذاتين ۽ قبيلن ۾ ڀڱايو آهي ته جيئن هڪ ٻئي کي آسانيءَ سان سڃاڻي سگهو. بي شڪ الله وٽ وڏيءَ عزت وارو اوهان مان اهو آهي، جو اوهان مان وڌيڪ پرهيزگار ۽ خدا کان خائف هجي.

حضور جن دين جي دعوت کي دنيا ۾ عام ڪرڻ ۽ فتنہ و فساد کي ختم ڪري، انسان کي انسان جي غلاميءَ کان نجات ڏيارڻ لاءِ جهاد ۽ قتال به فرمايو.

سيرت جو اهو پهلو بيحد اهم آهي، جنهن تي عام طرح توجه گهٽ ڏنو وڃي ٿو.

جنگ بدر، جنگ احد، جنگ احزاب، صلح حديبيه، فتح مڪہ، جنگ تبوڪ ۽ جنگ حنين جا واقعات سيرت پاڪ جا اهي روشن پهلو آهن. جن مان جنگ جي قاعدن، بين الاقوامي معاهدن، اسلامي فوج جي تربيت ۽ طرز جنگ جي اصولن، دشمنن سان سلوڪ ۽ سرحدن جي حفاظت جي اهميت جي ڄاڻ ملي ٿي.

هيءُ عرصو ڏهن سالن تي مشتمل آهي ۽ اها ڳالھ فخر سان چئي سگهجي ٿي ته اسلامي فوجن ان عرصي ۾ عظيم رقبه فتح ڪيو، مگر ان تي جانين جو اتلاف ۽ تباهي گهٽ ۾ گهٽ ٿي. اها فاتحانه پيش قدمي هوس ملڪ گيري لاءِ نه هئي پر انسان کي انسان جي غلاميءَ مان نجات ڏيارڻ خاطر هئي، ان لاءِ تاريخ گواه آهي.

سرور ڪائنات انهن ڏهن سالن ۾ جهانداني ۽ جهانبانيءَ جا اهي سونهري اصول ٻڌايا جن مطابق احترام روي،

احترام آدميت، عدل ۽ انصاف جي اعليٰ معيار، ۽ معاشي انصاف عملي شڪل اختيار ڪري ويا.
آخر ۾ آءُ اهو عرض رکندس ته حضور ﷺ جي سيرت طيبه انهن ماڻهن جي خيالن جي واضح ترديد ڪري ٿي، جي مذهب کي شخصي ۽ انفرادي مسئلو سمجهن ٿا ۽ اجتماعي ۽ رياست جي معاملات ۾ دخل اندازيءَ کي دنيا داري تصور ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت دين ۽ سياست جي تفريق کي رواج ڏين ٿا.
هاڻي اچو ته ڏسون ته حضور جن اجتماعي معاملات کي پنهنجي دور ۾ ڪيئن حل ڪري قيامت تائين امت مسلمه لاءِ ”اسوة حسنة“ جو مثال قائم ڪيو آهي.
يهودين سان معاهدا
حضور جن جي هجرت کان پوءِ به ڪافرن ۽ مشرڪن کي اها لوچ لڳي پئي هئي ته مسلمانن جي ان مختصر قوت کي ڪچلائجي ۽ انهن جو مديني شريف تائين پيڇو ڪجي. ان خطري کي محسوس ڪندي حضور جن مديني پاڪ جي آسپاس آباد يهودين سان جن جا چئني طرف ڳوٺ ۽ شهر هئا، اسلام جي پيغام سان گڏوگڏ انهن سان سياسي ۽ دفاعي معاهدن جي ڪوشش فرمائي ته

جيڪڏهن مڪي جي مشرڪن طرفان حملو ٿئي ته يهودين جي قوت يا ته مسلمانن جي حق ۾ استعمال ٿئي يا غير جانبدار رکي وڃي. حضور جن انهيءَ معاملي کي قبل از وقت طيءَ ڪرڻ لاءِ ڪن قبيلن سان اهو معاهدو ڪيو ته مسلمانن ۽ مشرڪن جي جنگ ۾ هو غير جانبدار رهندا ۽ ڪن سان اهو طئي ٿيو ته هو مسلمانن جو ساٿ ڏيندا.

صلح حديبيه

غزوه بدر، غزوه احد، غزوه بني قينقاع، غزوه احزاب کانپوءِ حضور ﷺ جن هڪ اهم معاهدو حديبيه جي مقام تي مشرڪن سان به فرمايو جنهن جو تفصيل سان ذڪر تاريخ ۽ سيرت جي ڪتابن، بلڪه قرآن پاڪ ۾ به ان معاهده کي فتح مبين جي حيثيت سان پيش ڪيو ويو آهي.

اهڙيءَ ريت حالات ۽ وقت جي تقاضائن تحت ملي ۽ قومي معاملات ۾ اهم معاهدات فرمايا، جن مان ظاهر آهي ته بين الاقوامي تعلقات ۽ رياست جي بين المملڪتي مسائل حضور جي سيرت جو اهم حصو آهن، جنهن مان امة مسلمه کي روشني ملي ٿي، ساڳي وقت صلح ۽ جنگ

جي بي شمار موقعن تي قرآن پاڪ رهنمائي فرمائي ٿو- ”ديني رياست جي قيام، ان جي دفاع ۽ مظلوم ۽ مقهور مسلمانن جي آزادي ۽ ديني تحفظ لاءِ جهاد“ قتال جي حڪمن ۽ واقعات سان سيرت پاڪ جا ڪتاب ڀريا پيا آهن.

معاشي نظام ۽ معاشرتي اصلاح، اخلاقي نظم و ضبط ۽ سياسي تنظيم سيرت طيبه جا اهي روشن مثال آهن، جن جي روشنيءَ کان سواءِ انسان ذات گمراهيءَ جي اونده ۾ ڀٽڪندي رهندي.

اڄ ضرورت ان ڳالھ جي آهي. ته حضور اڪرمﷺ جي سيرت پاڪ جي انهن پهلوئن کي اجاگر ڪيو وڃي، جن مان مسلمانن جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگي جي اها جهلڪ نظر اچي، جنهن 14 صديون اڳ دنيا کي پنهنجي پاڪيزه معاشري جي قيام لاءِ امن ڏنو، راحت ڏني. انسان کي پنهنجي رب جي معرفت ڏني. ظلم ۽ شر کان بچايو، فساد في الارض کي ختم ڪيو.

مسلمانو! اچو ته عهد ڪريون ته اسان جي زندگيءَ جو مقصد، حضور اڪرمﷺ جي اقوال مبارڪ ۽ اعمال متبرڪ تي عمل ڪرڻ ۽ ان مطابق نجي ۽ اجتماعي

زندگي جي تعمير آهي. عبادت هجي يا رياضت، معيشت هجي يا معاشرت، اخلاق هجي يا روحانيت، جهاد في سبيل الله هجي يا قتال، امن هجي يا جنگ، فرد هجي يا رياست، اسان کي قدم اوڏانهن وڌائڻا آهن، جيڏانهن پاڻ سڳورن وڌايا. پوءِ يقيناً اسان جي خامين ۽ ڪوتاهين کي قدرت دور ڪندي ۽ امت مسلمه وري هڪ دفعو انسانيت کي هڪ پاڪيزه معاشري جي صورت ۾ دنيا ۾ خوشحالي ۽ آخرت جي ڪاميابيءَ سان نوازيندي!

ربنا تقبل منا انک انت العزيز الحکيم

*

مسلمانو! ڪيترين ڳالهيون کوٽي کوٽي نه پڇندا ڪريو، جو اهي جيڪڏهن اوهان تي ظاهر ڪيون وڃن ته اوهان کي ڏاڍيون ڏکيون لڳن.(القرآن)

# حُضورﷺجن جِي حَيَات مُبَارَڪ ؘجا چَند وَاقعَا

## مولانا جان محمد پٿو

سيرت النبيﷺ! سيرت جي معنيٰ آهي چال **چلت**. هي تمام وسيع موضوع آهي. حضور ﷺ جي 23 ساله نبوت واري زندگي ۾ 40 سال نبوت کان اڳ پوري 63 ساله زندگي اسان لاءِ مشعل راه آهي. لقد ڪان لڪم في رسول الله اُسوة حسنة“ حضور ﷺ جي زندگيءَ ۾ اوهان لاءِ بهترين نمونو موجود آهي. حضور ﷺ جي سوانح حيات، سندن اخلاق ۽ عادت، سندن انفرادي ۽ اجتماعي زندگي، سندن سياسي ۽ سماجي زندگي، مطلب ته هي سڀ سيرت جا مختلف پهلو آهن، جن جي مثان هزارين ڪتاب ڪئي زبانن ۾ لکجي چڪا آهن، پر حضور ﷺ جي زندگي پاڪ جا ايترا ته پهلو آهن ۽ هر هڪ پهلوءَ جون ايتريون ته تقاضائون آهن جو ڪو

به ڪتاب لکندڙ انجي حق ادا ڪرڻ جي عويٰ ڪري نه ٿو سگهي. سيرت پاڪ تي اڄان به قيامت تائين لکبو رهبو ۽ انجي لذت ۽ شيرينيءَ ۾ ڪا ڪمي محسوس نه ٿيندي.

اڄ کان 1453 ورهيه اڳ جڏهن دنيا بلڪل گمراهه ٿي چڪي هئي. انسان جنهن کي اشرف المخلوقات جو شرف حاصل هو شرڪ ۽ ظلم ۾ متبلا ٿي راه حق کان هٽي چڪو هو انوقت رب ڪريم کي وري به هن ڌرتيءَ وارن تي رحم آيو ۽ پنهنجو آخري نبي محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم موڪلي انڌيري ۾ روشنيءَ جو انتظام فرمايو. حضرت محمد صلى الله عليه وسلم جو جنم عرب جي مشهور شهر مڪه ۾ سومر جي ڏينهن پره ڦٽڻ کان پوءِ سج اڀرڻ کان اڳ ربيع الاول جي مهيني ۾ ٿيو. تاريخ ۾ البت اختلاف آهن. چاڪاڻ ته ان زماني ۾ عرب جنم جو ڏينهن ڪونه ملهائيندا هئا. حضور صلى الله عليه وسلم جي والده ماجده جو نالو آمنه هو ۽ سندن والد بزرگوار جو نالو عبدالله پاڻ اڃا امان سائڻ جي پيٽ ۾ هئا ته سندن والد بزرگروار هن دنيا مان گذاري ويو. پاڻ سڳورا ڄمندي ئي يتيم هئا. جنهن مائيءَ دائي کين نپايو ۽ کير پياريو ان جو نالو حليمه هو. ڇهن

سالن جا ٿيا ته سندن والده سڳوري ڪائن هميشہ لاءِ جدا ٿي ويئي ۽ پاڻ سڳورا پنهنجي زندگي پنهنجي ڏاڏي عبدالمطلب جي سرپرستيءَ هيٺ گذارڻ لڳا. خدا جو شان، اٺن سالن جي عمر ۾ ڏاڏي سائين جو سايو به سندن سر تان هٽي ويو ۽ پاڻ پنهنجي سڳي چاچي ابو طالب وٽ رهڻ لڳا. عرب ۾ ٻڪريون چارڻ عزت ڀريو شوق تصور ڪيو ويندو هو. پاڻ سڳورا ڏهن سالن جي عمر ۾ ٻڪريون چارڻ لڳا، دنيا ڏٺو پئي ته هڪ ڌنار آهي چند ٻڪريون چاري رهيو آهي، پر ان وقت ڪنهن کي اها خبر ڪانه هئي ته هي شخص اڳتي هلي پوري دنيا جي انسانن جو ڌنار ٿيندو. حضور ﷺ جن 13 سالن جي عمر ۾ پنهنجو آبائي پيشه تجارت اختيار ڪيو. تجارت اندر امانت ۽ صداقت ۾ ايترو مشهور ٿي ويا جو 19 سالن جي عمر ۾ ماڻهن سندن نالي وٺڻ جي بجاءِ کين امين ۽ صادق جي لفظن سان پڪاريندا هئا. 25 سالن جي عمر ۾ بي بي خديجه رضه سان شادي ڪيائون. ان وقت بي بي صاحبه جي عمر 40 سال هئي ۽ بيوه هئي. بي بي صاحبه پنهنجي سيرت ۽ اخلاق ۾ ايترو ته بلند هئي جو ماڻهو کيس طاهره يعني پاڪيزه چوندا هئا. ”الطيبت للطيبين.“

بي بي صاحبه وڏي مالدار عورت هئي. واپار ۾ سرمايو هجي بي انداز ۽ وري وڌڻ لاءِ صلاحيتون هجن محمد عربي ﷺ جون، پاڻ سمجهي سگهو ٿا ته هن مال ۾ ڪيترو نه اضافو آيو هوندو. دنيا ۽ دولت جي بي پرواهي هئي مگر دل ۾ هڪ سور هو. خلق خدا تباهيءَ جي ڪڌ ڏانهن وڃي رهي هئي. شرڪ، ظلم، قتل، غارت، ننڳي، چوري، جوا، شراب خوري، مطلب ته هر عيب انهن ماڻهن ۾ موجود هو.

نيٺ حضور ﷺ جن هنن برن ماڻهن ۽ سندن براين کان بيزار ٿي وڃي غار حرا ۾ تنهائيءَ جا ڏينهڙا گذارڻ لڳا. هن وقت حضور ﷺ جي عمر 35 سال هئي. جڏهن 40 سالن جي عمر کي پهچن ٿا ته رب العزت رهنمائي فرمائي ٿو. ”ووجدڪ ضالا فهديٰ“ (الله توکي پليل ڏٺو پوءِ هدايت ڪيائين) حضور ﷺ جي اها ڪهڙي پل هئي ۽ ڪين ڪهڙي هدايت ملي؟ هي گمراهه دنيا، ماڻهو جهنم جي ڪڌ جي ڪنڌيءَ تي بيٺا آهن، تون انهن کي ڪنهن جي حوالي ڪري وڃي غار حرا ۾ عافيت جي زندگي گذاري رهيو آهين. تنهنجو مقام گوشه نشيني نه آهي. خلوت کي ڇڏ اسان تنهنجي رهنمائي ڪريون ٿا: ماڻهن جا عقائد

توحيد رسالت ۽ آخرت جي سلسلي ۾ صحيح ڪر، انهن ڪي بااخلاق بناءِ ۽ ڪين منظم ڪري اهو معاشرو قائم ڪر جنهن ۾ نيڪي پروان چڙهي ۽ برائي دٻجي رهي. چاليهه سال عمر آهي رمضان شريف جو مهينو آهي، غالباً تاريخ 27 آهي. پاڻ سڳورا غار حرا ۾ ويٺا آهن. اوچتو هڪ ماڻهو ظاهر ٿئي ٿو سندس هٿ ۾ ڪتاب آهي. حضور صلى الله عليه وسلم کي پاڪُر پائي زور ڏيئي چوي ٿو ”اقراء“ (هي ڪتاب پڙهه) حضور صلى الله عليه وسلم فرمائن ٿا ته آءٌ پڙهيل ڪونه آهيان. اها حقيقت آهي ته حضور صلى الله عليه وسلم جن پڙهيل ڪونه ها. يا ته ڪين ننڍي هوندي پڙهڻ جو موقعو نه مليو يا وري خود رب سائين جي اها مرضي هئي ته سندس حبيب فقط سندس ئي شاگرد ٿي رهي ڪنهن ٻئي جي آڏو شاگرديءَ جا گوڏا پڇي نه ويهي. ان شخص وري به حضور صلى الله عليه وسلم کي پاڪر پائي زور ڏيئي چيو ته ”اقراء“ حضور صلى الله عليه وسلم جن ساڳيا الفاظ فرمايا ته آءٌ پڙهيل ڪونه آهيان. ان ماڻهو ٽئين دفعي به پاڪر پائي زور ڏيئي چيو، پڙهه (قرآن کي) پنهنجي رب جي نالي سان جنهن پيدا ڪيو. رت جي دڳي مان انسان کي پيدا ڪيائين. پڙهه تنهنجو رب ڏاڍو ڪريم آهي، جنهن قلم جي ذريعي علم

سيکاريو. انسان کي اهو علم ڏنائين جنهن کي هو نه ڄاڻندو هو. ائين چئي هو ماڻهو غائب ٿي ويو. حضور صلى الله عليه وسلم جن ڏاڍو پريشان ٿيا ته هي ڇا معاملو آهي. اتاهون اٿيا. ڏڪندي ڏڪندي بي بي خديجه رضه وٽ پهتا ۽ فرمايائون ته مون تي چادر وجهو. بي بي صاحبه مٿن چادر يا ڪو ڪمبل وڌو. جڏهن ڪين ڪجهه آرام آيو، خوف ۽ هراس جي ڪيفيت دور ٿي ته بي بي صاحبه کي سارو قصو ڪري ٻڌايائون ۽ فرمايائون ته مون کي ساھ جو خوف آهي. بي بي صاحبه فرمايو ”ائين ڪڏهن نه ٿيندو. خدا جو قسم، رب سائين توکي ڪڏهن به پريشان نه ڪندو. تون مائٽن سان چڱو هلين ٿو سچ ڳالهائين ٿو، ماڻهن جون امانتون ادا ڪرين ٿو، تون يتيمن جو يار آهين، مسڪينن جو مددگار آهين، ڏکويلن جو غمگسار آهين.“ پوءِ بي بي صاحبه حضور صلى الله عليه وسلم جن کي ساڻ ڪري پنهنجي سوٽ ورقه بن نوفل وٽ ويئي. هو 90 سالن جو پوڙهو ۽ سخت ضعيف هو. اڪين ڪان به ويهجي ويو هو. عيسائي مذهب اختيار ڪيو هئائين. عربي ۽ عبرانيءَ ۾ انجيل لکندو هو. وڏو عالم هو. بي بي صاحبه ان کي چيو ته ڪجهه پنهنجي ڀائٽي جو حال احوال ٻڌو.

حضور ﷺ جن ڪيس سمورو قصو ڪري ٻڌايو. ورقه چيو ته ”هي اهو ئي وحي آهي جيڪو الله تعاليٰ موسيٰ عليہ السلام تي نازل ڪيو هو.“ وڌيڪ چوڻ لڳو ته ”افسوس مان جيڪر تنهنجي دور نبوت ۾ جوان هجان ها ۽ جيڪر ان وقت تائين زنده رهان هان، جڏهن تنهنجي قوم توکي ملڪ مان لوڌيندي.“ حضور ﷺ فرمايو ته ”ڇا هي مون کي هتان لوڌي ڪيندا. ورقه چيو ته ”ها، ڪڏهن ائين نه ٿيو آهي ته ڪو شخص اها ئي شيءِ کڻي آيو هجي جيڪي تون کڻي آيو آهين ۽ ماڻهو ان جا دشمن ٿي نه بيٺا هجن. مان جيڪڏهن جيئرو رهيس ته تنهنجي ضرور مدد ڪندس.“ غار حرا ۾ پهريون دفعو وحي اچڻ کان پوءِ ڪجھ ڏينهن وري وحي اچڻ بند ٿي ويو. نيٺ هڪ ڏيهن سوره مدثر جون ابتدائي آيتون نازل ٿيون. ”اي اوڇڻ ڍڪڻ وارا! اٿ ۽ خبردار ڪر، پنهنجي رب جي وڏائيءَ جو اعلان ڪر، پنهنجا ڪپڙا پاڪ رک، گندگيءَ کان پري رھ، زياده حاصل ڪرڻ لاءِ احسان نه ڪر ۽ پنهنجي رب جي خاطر صبر ڪر“ هنن آيتن ۾ الله تعاليٰ پنهنجي رسول کي حڪم ڏنو ته اٿ نبوت جي ڪم جو آغاز ڪر. انهن آيتن ۾ کين هي به ٻڌايو ويو ته توکي

ڪھڙو ڪم ڪرڻو آھي ۽ ان ڪم لاءِ تنھنجو اخلاق ۽ معاملات چا ھئڻ گھرجن. ھي ڪم تون ڪھڙي نيت، ذھنيت ۽ ڪھڙي طرز فڪر سان ڪندين. ڪين ھن ڳالھ ڪان به خبردار ڪيو ويو ته توکي ڪھڙا حالات پيش ايندا ۽ تون انھن جو مقابلو ڪھڙيءَ طرح ڪندين. ھي نبوت جو پھريون دور ھو. ٽن سالن تائين پاڻ سڳورا لڪ چپ ۾ دعوت ۽ تبليغ جو ڪم ڪندا رھيا ۽ خاص طرح انھن ماڻھن سان مليا جيڪي حال محرم ھئا. انھن ۾ بي بي خديجه رضه. حضرت علي رضه، حضرت زيد رضه، حضرت ابوبڪر رضه وغيره ھئا. جن دعوت کي ٻڌو ۽ اسلام قبول ڪيو. آخر اھو سج جيڪو دنيا کي روشن ڪرڻ لاءِ اڀريو ھو ڪيترو وقت لڪل رھندو، پاڻ سڳورا کلي طور دعوت ڏيڻ لاءِ ڪوه صفا تي آيا ۽ زور سان پڪاريائون، يا صباحاً، يا صباحاً. ھي اھي لفظ ھئا جو مصيبت جي وقت ۾ ماڻھن کي گڏ ڪرڻ لاءِ عرب استعمال ڪندا ھئا. قريش ننڍا وڏا سڀ اچي گڏ ٿيا. تڏھن پاڻ سڳورن فرمايو ته ”اي انسانو! جيڪڏھن مان توھان کي ٻڌايان ته ھن جبل جي پويان ھڪ ڌاڙيلن جو ٽولو توھان تي حملي ڪرڻ لاءِ ويٺو آھي. چا توھان منھنجي

ڳالھ تي اعتبار ڪندا.“ سڀني يڪ آواز ٿي چيو ته بالڪل اعتبار ڪنداسين. تو اڄ ڏينهن تائين ڪڏهن به ڪوڙ نه ڳالهايو آهي. اسان توکي صادق ۽ امين چوندا رهيا آهيون. تڏهن پاڻ سڳورن فرمايو ته ”اي انسانو! ”قولوا لاالہ اِلاالله تفلحون“ (سڀيئي چئو ته الله کان سواءِ ڪو ٻيو معبود نه آهي ته اوهان ڪامياب ٿيندؤ).

آءٌ هتي هيءَ ڳالھ ٻڌائيندس ته اسلام ڪو انهيءَ معنيٰ ۾ مذهب نه آهي جنهن لاءِ (رليجن) جو لفظ استعمال ٿيندو آهي. اسلام عيسائيت، يهوديت ۽ هندومت وانگر چند رسومات ۽ عبادات جو مجموعه نه آهي، بلڪ هي بين الاقوامي تحريڪ آهي. نظام حيات آهي. دنيا جي محدود تحريڪن کي نصب العين دستور ۽ منشور هوندو آهي. ۽ هو پنهنجي ڪارڪنن ۽ ميمبرن جي خاص طريقي سان تربيت ڪنديون آهن. اهڙي طرح اسلام به هڪ نصب العين پيش ڪري ٿو ته انسانن کي انسانن جي ٻانهپ کان آزاد ڪري کين محض خالق اڪبر جو ٻانهو بڻايو وڃي. انسان نه ته خدا ٿي سگهي ٿو نه وري خدا کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو ٻانهو ٿي سگهي ٿو. بلڪ انسان پنهنجي رب جو خليفو نائب ۽ عبد آهي. جيڪي تحريڪ

اسلاميءَ جا ميمبر بڻيا انهن کي مسلمان چيو ويو ۽ نان ميمبرن کي ڪافر ۽ مذبذبين کي منافق. تحريڪ جي پوري مقصد کي سمجهڻ لاءِ کين هڪ ڪلمہ لا الہ اِلا الله محمد رسول الله ڏنو ويو. حضور ﷺ جن جڏهن صفا جبل جي گرد گڏ ٿيل ماڻهن اڳيان ڪلمو پڙهيو ته عرب پوريءَ ڳالھ کي سمجهي ويا ۽ ٿوريءَ دير لاءِ خاموشي ڇانئجي وئي. آخر ان سڪوت کي ٽوڙڻ وارو پهريون ماڻهو سردار ابو لهب هو، جنهن حضور ﷺ ڏانهن پٿر اڇلائيندي چيو: ”تبالڪ الهذا جمعتنا“ (هلاڪ ٿئين هن ڳالھ لاءِ تو اسان کي گڏ ڪيو آهي). ڪملي پاڪ مان هن سمجهي ورتو ته هن تحريڪ جي ڪاميابيءَ کان پوءِ اسان جي خداوندي ختم ٿي ويندي. خطره جي گهنٽي وڄي ويئي. سردار، جنهن کي اسان سنڌ ۾ وڏيرو يا رئيس ۽ پنجاب ۾ چوڌري چوندا آهيون، گڏ ٿي ويا. يهودين جي عالمن ۽ عيسائين جي پيرن ۽ فقيرن کي به پاڻ سان ملايائون. ”عوام ڪالانعام.“ عام ماڻهو ڍورن وانگر پنهنجي پوتارن، پيرن ۽ مولوين جي ڪڍ لڳي پيا. تحريڪ جي سخت مخالفت شروع ٿي ويئي.

عوام ۾ ڪجھ سوچڻ ۽ سمجھڻ وارا به هئا، جن ڪي مستوط طبقه چيو ويندو آهي. ليڪن انهن ۾ به اڪثريت پست همت وارن جي هئي. هو ڪڏهن تسليم ڪندا هئا ۽ انهيءَ ڳالھ جو اظهار ڪندا هئا ته تحريڪ اسلامي بالڪل حق ۽ سچ آهي، ليڪن هنن حالتن ۾ ان جي ڪاميابي مشڪل آهي. پر جن ماڻهن جو حوصلو بلند هو، سندن مٿي ڪنهن بئي خمير مان ڳوٺل هئي، انهن جي دل ۽ گردا شير وارا هئا، انهن حق جي ساٿ لاءِ سپني مصيبتن ڪي منهن ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پوري عزم سان ڪفن ڪلهن تي رکي حضور صلى الله عليه وسلم جي خدمت ۾ پهچي اسلام قبول ڪيو.

هن اسلامي تحريڪ ۾ پهريون پهريون رڪن بڻجڻ جو شرف عورت ڪي نصيب ٿيو، يعني بي بي خديجه الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها. ٻارن مان حضرت علي رضه اڳتي ويو، جڏهن ته ان وقت سندن عمر 10 سال هئي. غلامن مان حضرت زيد رضه ۽ وڏن مان حضرت ابوبڪر رضه مشرف باسلام ٿيا ۽ تحريڪ لاءِ ڪم شروع ڪري ڏنائون. حضور صلى الله عليه وسلم جن دارارقم ۾

پنهنجي ساٿين صحابه ڪرام جي تعليم ۽ تربيت جو ڪم شروع ڪري ڏنو.

هي اسلامي تحريڪ جو پهريون مدرسو هو، جنهن ۾ قرآن پاڪ جي تعليم ڏني ويندي هئي. خلفاءِ راشدين ۽ وڏا وڏا صحابه جن دنيا جي قيادت ڪئي ۽ انسانن کي صحيح رهنمائي ڏني سڀ انهيءَ مدرسه جا فارغ تحصيل ۽ سند يافته ها. هر تحريڪ کي آزمائشي چند مرحلا درپيش ايندا آهن. هي سنت الله هئي، جنهن ڏانهن ورقه بن نوفل به اشارو ڪري چڪو هو. پهريائين ته حضور صلى الله عليه وسلم ۽ سندس ساٿين کي اهميت نه ڏني ويئي، مٿن مسخريون ۽ ٺٺوليون ڪندا رهيا، پوءِ جڏهن تحريڪ کي وڌندو ۽ ويجهندو ڏٺائون ته مٿن ڪجھ سختيون شروع ڪري ڏنائون. نبوت جي پنجين سال ۾ ڪي صحابه پنهنجي عزيزن جي ظلمن کان تنگ اچي حبش ڏانهن هجرت ڪري ويا، پر پنهنجو دين ۽ ايمان نه ڇڏيائون.

جڏهن مخالفن ڏٺو ته هي ڪنهن به صورت ۾ باز نه ٿا اچن تڏهن هنن لاءِ يعني مسلمانن لاءِ انتهائي سخت قدم کڻڻ لاءِ مشوره ڪيائون ته مسلمانن ۽ انهن جي مددگارن

سان سوشل بائيڪاٽ ڪيو ويو. ڏيڻ، وٺڻ، خريد فروخت، شادي، غمي، مٿي مائٽي مطلب ته هر لحاظ کان تعلقات ختم ڪيا ويا.

هي معاهدو لکي بيت الله جي دروازي تي لٽڪائي ڇڏيائون. ابو طالب حضور صلی اللہ علیہ وسلم ۽ سندن ساٿين کي وٺي وڃي جبل جي هڪ واديءَ ۾ رهيو. هي بني هاشمن جي موروثي ملڪيت هئي، جنهن کي شعب ابي طالب چوندا هئا. الله جي ٻانهن ٽي سال ان واديءَ ۾ گذاريا. کائڻ لاءِ ڪجھ نه ملندو هو ته وڻ جا پن کائي وقت ڪاٽيندا هئا. جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن جي استقامت جو امتحان ورتو ۽ هو ان ۾ پاس نڪتا ته دشمن جي دلين ۾ نرمي پيدا ڪيائين.

هنن ان معاهدي کي ختم ڪري ڇڏيو. مسلمان شعب ابي طالب کان ٻاهر آيا. هي نبوت جو ستون سال هو. مخالف وري سر جوڙي مشوره ڪرڻ لڳا ته آخر هن تحريڪ مان جند ڪيئن ڇڏائجي. نيٺ فيصلو ٿيو ته جڏهن هي ماڻهو سختين سان به باز نه ٿا اچن ته پوءِ هنن کي لالچ ڏجي. حقيقت ۾ لالچ تحريڪن لاءِ سڀ کان وڏي آزمائش

آهي. هنن پنهنجي سردار عتبه کي حضور ﷺ جي خدمت ۾ موڪليو. پهچي عرض ڪيائين ته يا محمد ﷺ آخر توکي ڇا گهرجي؟ ڪنهن وڏي گهراڻي ۾ شاديءَ جي خواهش آهي ته اوهان جي اها خواهش به پوري ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. جيڪڏهن دولت گهرين ٿو ته تنهنجي قدمن ۾ سون ۽ چانديءَ جا انبار لڳائي ڇڏيون. جيڪڏهن اقتدار جو خواهان آهين ته اسان سڀ تنهنجي زير فرمان رهڻ لاءِ تيار آهيون، پر پنهنجي انهي دعوت کان ڦري وڃ. مخالف ويچارا ايترو ئي سوچي پئي سگهيا. هنن جون نگاهون هن دنيا جي محدود سرحدن کان پار ٿيي ئي نه پئي سگهيون. تنهنڪري عتبه کي پورو يقين هو ته منهن جو هي تير ٺيڪ نشاني تي لڳو آهي ۽ حضور ﷺ جن سندن درخواست قبول ڪندا.

ليڪن حضور ﷺ جن سندس جواب ۾ قرآن پاڪ جون چند آيتون پڙهي کيس مايوس ڪري ڇڏيو. هاڻي قريشين ۽ ٻين مخالفن لاءِ هڪ ئي رستو رهيو ته هو پوري زور سان ۽ پوري قوت سان هن تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ تلوار استعمال ڪن، نبوت کي 12 سال گذري چڪا هئا، تحريڪ اسلامي جي دعوت عرب جي ڪنڊ ڪڙڇ

۾ پهچي چڪي هئي هر قبيلي مان ڪٿان به ڪٿان چار، ڪٿان 10 ڪٿان 15، افراد ايمان آڻي چڪا ها. پر مدينه ۾ ته به وڏا قبيلا بني اوس ۽ بني خزرج مشرف باسلام ٿي چڪا ها ۽ هنن حضور ﷺ جن کي مدينه اچڻ ۽ اتي رهڻ جي دعوت به عرض ڪئي هئي.

الله تعاليٰ جي به اها مرضي هئي ته جيڪا اسلام جي دعوت ۽ ان جي برڪات جي پرچار 12 سال ٿيندي رهي آهي، ان کي زمين تي عملاً غالب ۽ قائم ڪيو وڃي، جيئن ماڻهو ان جي خير ۽ برڪت کان فائدو وٺن. ٻئي طرف سرفروشان اسلام جي هڪ اهڙي ٽيم تيار ٿي چڪي هئي جن جي ٻل بوتي تي اسلامي نظام قائم ٿي سگهيو پئي تنهنڪري الله تعاليٰ پنهنجي حبيب کي معراج تي گهرائي دعوت و تبليغ جي هڪ مرحلي کان نڪري ٻئي مرحلي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هدايتون فرمايون ۽ سورة بني اسرائيل، جنهن ۾ معراج جو واقعو بيان ڪيو ويو آهي، اسلامي رياست جا بنيادي 14 اصول پڻ ڏنا ويا ۽ ان ڳالهه جي به اجازت ڏني ته جڏهن مڪي جي پٿريلي زمين دعوت اسلاميءَ کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي ته تون پنهنجي جملي ساٿين سان هجرت ڪري مدينه وڃ ۽ پنهنجي

پوريءَ طاقت کي يڪ جاءِ جمع ڪري اتي اسلامي حڪومت قائم ڪر. حضور ﷺ جن نبوت جي تيرهين سال هجرت فرمائن ٿا. 8 ربيع الاول مدينه جي ويجهو ٽن ميلن جي فاصلي تي قبا نالي ڳوٺ ۾ پهچن ٿا. هتي حضور ﷺ جن 14 ڏينهن قيام فرمايو ۽ پنهنجي هٿڙن مبارڪن سان مسجد جو بنياد رکيو جنهن کي مسجد قبا چيو وڃي ٿو. بعد مدينه شريف ۾ آيا. هن شهر جو اصل نالو يثرب هو پر ماڻهن حضور ﷺ جن پهچڻ سان شهر جو نالو تبديل ڪري مدينه الرسول رکيو. هت به حضور ﷺ جن پهچڻ سان مسجد تعمير ڪرائي ۽ پاڻ سڳورن ڪلهن تي مٽي ڍوئي. هيءَ مسجد اڄ تائين مسجد نبوي جي نالي سان مشهور آهي. اسلامي تحريڪ ۾ مسجد کي تمام وڏي اهميت ۽ مرڪزيت حاصل آهي. مسجد فقط عبادت ۽ پنهنجي رب سان تعلق جوڙڻ جي جڳهه نه آهي، بلڪ مسلمانن لاءِ تعليم گاه ۽ تربيت گاه به آهي. عدالت به آهي ۽ مشوره جي جڳهه به آهي. مسجد جو امام پنهنجي محله يا ڳوٺ جو معلم مربي مفتي ۽ قاضي به آهي . مسجد مسلمانن جي تهذيب جو لازمي جزو بنجي چڪي آهي. جتي به مسلمانن جا به گهر هوندا اتي مسجد

هوندي. مسلمانن جي زمينن، کوهن، ڪارخانن، اوطاقن مطلب ته هر جڳهه، جتي به مسلمان چو نه عارضي طور رهندو هوندو مسجد ضرور بنائيندو. پاڻ سڳورا مدينه شريف پهچندي ئي اسلامي حڪومت جو اعلان فرمائن ٿا ۽ حڪمران جي حيثيت سان گردو نواح جي يهودين سان معاهدا فرمائن ٿا. فقط هڪ شهر قبضي ۾ آهي. ان ڳالهه جو انتظار نه ٿو ڪيو وڃي ته ڪي ٻه چار شهر ٻيا به قبضي ۾ اچن ته پوءِ حڪومت الاهيءَ جو اعلان ڪيو وڃي. اهڙيءَ حڪومت کي اڄ ڪلهه جي اصطلاح ۾ City State چوندا آهن. تحريڪ اسلامي جا دشمن هن ننڍڙيءَ رياست کي قائم ٿيندو ڏسي مڙئي خامي ويا ۽ مسلمانن جي استيصال لاءِ حملن تي حملا شروع ڪري ڏنائون. وڏين جنگين مان پهرين جنگ 2 هجريءَ ۾ بدر جي ميدان تي ٿي آهي، جنهن ۾ مشرڪن بري طرح سان شڪست کاڌي. 3 هجريءَ ۾ احد جي لڙائي ۽ 5 هجريءَ ۾ احزاب جي جنگ مشهور آهي. هن لڙائيءَ کان پوءِ حضور ﷺ جن فرمايو ته هاڻي دشمن ڪڏهن به چڙهائي ڪري اسان تي حملو نه ڪندو. 6 هجري حضور ﷺ جن دنيا جي بادشاهن کي اسلامي جي

دعوت موڪلي. حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن مسجد نبويءَ ۾ سڀني مسلمانن کي جمع ڪيو ۽ فرمايائون ته الله تعاليٰ مونکي سڄيءَ دنيا لاءِ رحمت بنائي موڪليو آهي، هينئر اهو وقت اچي ويو آهي جو توهان هن رحمت کي دنيا وارن ۾ ورهايو ۽ پوريءَ دنيا ۾ حق جو پيغام پهچايو. ان کان پوءِ حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن پنهنجي صحابه مان چند هوشيار ماڻهن کي منتخب فرمايو ۽ انهن کي اسلام جي دعوت

جا خط ڏيئي بادشاهن ڏانهن اماڻيو جهڙوڪ حبش ايران روم مصر وغيره. هن وقت الله تعاليٰ جي فضل حضور صلی اللہ علیہ وسلم جي اعجاز ۽ تدبير ۽ مسلمانن جي ايثار ۽ اخلاص سان سڀ مشڪلاتون دور ٿي ويون هيون. قانون الاهي ملڪ ۾ جاري ٿي ويو. زانين کي سنگسار ڪرڻ، چورن جا هٿ ڪپائڻ، شرابين کي درا لڳائڻ، پرده جي پابندي، ورثه ۽ ترڪه جا احڪام، زڪوات جي ادائگي ۽ اهڙا ٻيا احڪام نازل ٿيا. امام مؤذن محصل ۽ قاضي مقرر ڪيا ويا. عربن جي بي نظام زندگي هڪ نظم ۽ ضبط سان گذرڻ لڳي . البت ٻه رڪاوٽون اڃان موجود هيون، هڪ خيبر ۾ يهودين جون شرارتون، ٻيو مڪه ۾ مشرڪن جا ڪمزور مسلمانن تي مظالم خدا جي فضل

سان 6 هجريءَ ۾ يهودين جو آخري قلع خيبر فتح ٿي ويو ۽ اٺين هجريءَ ۾ مڪه شريف کي به فتح ڪري الله جي گهر کي مشرڪن کان آزاد ۽ بتن کان پاڪ ڪيو ويو. جڏهن مسلمانن کي ڪعبه جي طواف ۽ حج جي آزادي ميسر آئي ته الله تعاليٰ 9 هجري ۾ حج کي سرنديءَ وارن مسلمانن لاءِ فرض فرمايو. پاڻ سڳورا ان سال حج تي وڃي نه سگهيا ۽ ڏهين هجريءَ ۾ آخري حج فرمايائون ۽ عرفات تي نهايت ئي شفقت ڀرين الفاظن ۾ بصيرت افروز خطبه ڏنائون. هي خطبه حجة الوداع جي خطبي سان مشهور آهي. هي هڪ بين الاقوامي منشور آهي جنهن جي افاديت قيامت تائين قائم رهندي. حجة الوداع جي موقع تي هي آيت نازل ٿي،”اليوم اكملت لكم دينكم“.(اڄ مون توهان لاءِ توهان جي دين کي مڪمل ڪيو) جڏهن پوري عرب 12 لک هم چورس ميل زمين تي الله تعاليٰ جي حاڪميت جو جهنڊو بلند ٿيو حڪومت الله جي نيڪ بندن جي هٿ ۾ آئي، شريعت محمديه علي صاحبهاالصلواة والسلام پوري ملڪ ۾ قانون جي صورت ۾ نافذ ٿي، ماڻهن جي تربيت لاءِ نماز روزو حج ۽ زڪوات فرض ٿيا، چورن جا هٿ ڪپي ملڪ ۾ امن و امان قائم ڪيو

ويو. زنا ۽ قذف جي حد جاري ڪري بدڪاري ۽ بداخلاقي جي پاڙ پٽي ويئي، وياج، جوا، شراب، ڳائڻ وڄائڻ ۽ ٻين خرافات کي ممنوع قرار ڏنو ويو، تڏهن الله تعاليٰ فرمايو ته اڄ مون توهان جي دين کي توهان لاءِ مڪمل ڪيو حضور پاڪﷺ جو هن دنيا ۾ تيستائين رهڻ ضروري هو جيستائين دين مڪمل ٿئي ۽ توحيد جي روشنيءَ سان ڪفر ۽ شرڪ وارو انڌيرو دور ٿي وڃي. حجة الوداع کان پوءِ جڏهن مدينه طيبه پهتا ته صفر جي مهيني ۾ پاڻ سڳورا بيمار ٿي پيا. هيءُ بيماري وڌندي ويئي، مثان ربيع الاول جو مهينو اچي ويو. جيستائين جسم ۾ طاقت هئي ته پاڻ سڳورا نماز مسجد ۾ پڙهندا رهيا- آخري وقت جڏهن مسجد ۾ اچڻ جي سگهه نه ساري سگهيائون ته ابوبڪر رضه کي نماز پڙهائڻ جو حڪم ڏنائون. آخري وقت ۾ گوياڪ وصيت طور پنهنجي نياڻي حضرت فاطمه رضه ۽ پنهنجي پڦي حضرت صفيه رضه کي پوڪاري چيائين ته توهان خدا لاءِ ڪجهه ڪيو، مان توهان کي خدا کان بچائي نه ٿو سگهان. عام مؤمنن کي مخاطب ٿيندي فرمايائون الله يهودين ۽ نصارن تي لعنت ڪئي ڇاڪاڻ ته انهن پنهنجي نبين جي قبرن کي سجده

گاه بنايو. آخري وقت ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن جا چپ مبارڪ چري رهيا هئا ڪانئن هي چوندي ٻڌو ويو الصلواة و ماملڪت ايمانڪم. نماز جو خيال رکجو ۽ ٻانهن سان نيڪ برتاءُ اختيار ڪجو. بعده آڱر مٿي کنيائون ۽ ٽي دفعا فرمايائون بل الرفق الا علي هاڻي ٻيو ڪو به نه آهي بلڪ هو وڏو رفيق درڪار آهي ۽ سندن روح پاڪ عالم قدس ۾ پهچي ويو.

*

مسلمانو!(ماڻهن جي باري ۾) گهڻي شڪ ڪرڻ کان بچندا رهو چو ته ڪي شڪ گناه ۾(داخل) آهن. (القرآن)

۽ جنهن شخص ڪا خطايا ڪو گناه ڪيو هجي ۽ هو پنهنجي انهيءَ قصور کي ڪنهن بي گناه جي مٿان مڙهي ته هن صريحا بهتان ۽ گناه کنيو (القرآن)

# مڪي جي فتح

## مخدوم عبدالله نرئي وارو

### مرتب: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

مخدوم عبدالله نرئي وارو وڏو عالم ۽ فاضل ٿي گذريو آهي. هن اسلامي تاريخ، اسلامي تعليم ۽ اخلاقيات تي سنڌي ۾ الف اشباع واري نظم ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. انهن ۾ هڪ ڪتاب ۾ نبي سردار ﷺ جي سيرت پاڪ تفصيل سان بيان ڪئي اٿس. سنڌي زبان جو هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ سيرت پاڪ تفصيل سان بيان ڪيل آهي. هن کان اڳ ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو ڪتاب قوت العاشقين مليو ٿو، جنهن ۾ الف اشباع جي نظم معجزا منظوم ڪيل آهن.

مخدوم صاحب سيرت پاڪ تي هي ڪتاب محققانه انداز ۾ لکيو آهي، ۽ حوالي طور ڪتابن جا نالا به ڄاڻايا اٿس. جن ڪتابن جا نالا ڏنا اٿس، اهي گهڻي قدر هيءُ آهن:

1- مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو سيرت پاڪ تي عربي زبان ۾ لکيل ڪتاب”بذل القوة“

2- واقدي جو نقايہ الاثر

3- حبيب السير

4- زرقاني جو شرح مواهب

5- تهذيب التهذيب:حافظ ابن حجر عسقلاني

6- سيرت شامي

7- صحيح بخاري

8- مسند امام احمد

9- دلائل النبوة، بيهقي

10- سيرت ڪبير، طبراني

11- قسطلاني جو شرح صحيح بخاري.

12- تفسير مدارڪ

13- مسند امام اعظم

14- خزانة الاڪمل

15- فتح الباري

16- شرح مشڪواة:علي قاري

انهن کان سواءِ معلوم ٿئي ٿو، ته ٻيا به ڪتاب سندس سامهون رهيا. جهڙوڪ:

1- سيرت ابن هشام

2- تاريخ طبري

3- طبقات ابن سعد

البته معلوم ائين ٿو ٿئي، ته گھڻي قدر مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي ڪتاب”بذل القوة “ کي بنياد بڻايو اٿس. مخدوم صاحب جي هن ڪتاب ۾ سيرت پاڪ جا واقعا سن وارا ڏنا ويا آهن. علمي دنيا ۾ سيرت پاڪ تي مخدوم صاحب جو هي ڪتاب پنهنجي نوعيت جو پهريون ۽ واحد ڪتاب آهي. هن نموني سن وار ڪنهن به عالم سيرت پاڪ تي ڪتاب ڪو نه لکيو آهي.

مخدوم عبدالله جو هي سنڌي ڪتاب نه فقط قدامت جي لحاظ کان، پر مواد ۽ تحقيق جي لحاظ کان به وڏي اهميت رکي ٿو. سنڌي زبان جي اها خوش قسمتي ۽ خوش بختي آهي، ته برصغير ۾ سڀ کان پهريائين سيرت پاڪ تي ڪتاب سنڌي زبان ۾ لکيو ويو، يعني مخدوم عبدالله جي هن ڪتاب کان اڳ ۾ برصغير پاڪ و هند جي ڪنهن به زبان ۾ سيرت پاڪ تي ڪو به ڪتاب نه لکيو ويو.

اسان جي اها به خوش قسمتي آهي، ته سڀ کان پهريائين نبي ڪريمﷺ جا خط، سنڌ جي هڪ عالم ابو جعفر ديبلي”مڪاتيب النبي“ جي نالي سان گڏ ڪيا- ان ڪتاب جو قلمي مسودو اڄ به دنيا جي ڪن لائبريرين ۾ موجود آهي. برصغير پاڪ و هند ۾ عربي زبان ۾ سيرت پاڪ تي پهريون ڪتاب سنڌ جي نامور عالم حضرت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي”بذل القوة“ جي نالي سان لکيو، جيڪو ترتيب توڙي تحقيق جي لحاظ کان وڏي اهميت رکي ٿو.

بذل القوة(عربي) سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي. ضرورت آهي، ته ”مڪاتيب النبي“ به شايع ڪيو وڃي،

۾ مخدوم عبدالله نرئي واري جو به مذڪور سنڌي ڪتاب به مرتب ڪرائي شايع ڪيو وڃي. هتي انهيءَ سنڌي ڪتاب مان”فتح مڪه“ وارو حصو مرتب ڪري ڏنو وڃي ٿو.

مرتب ڪرڻ وقت متن ڪي موجوده صورتخطيءَ ۾ رکيو ويو آهي. البته سنڌي زبان جو لهجو اهو ئي، اصل ڪتاب وارو قائم رکيو ويو آهي، ڪتاب جي ٻولي جو لهجو ڪڇي- لاڙي آهي، جنهن ۾ گهٽي قدر نون غنون نه هوندو آهي ۾ وسرڳ حرفن بدران وسرڳ حرف هوندا آهن- يعني/ له/ بدران /ل /، گه/ بدران /گ /، /ڙه /بدران /ڙ /، /نه /بدران /ن / هوندو آهي. ان ڪان سواءِ ڪن لفظن جي اچار، صورت ۾ صوتي آهنگ ۾ به فرق هوندو آهي- ڪيترا اهڙا لفظ به هوندا آهن، جيڪي معياري لهجي ۾ عام طرح استعمال ڪو نه ٿا ٿين.

متن جي هيٺان حاشيءَ ۾ اهڙن لفظن جي معنيٰ ڏني وئي آهي، جيڪي لاڙي ڪڇي لهجي سان مخصوص آهن.

م.ع.س

صفحو 15

فتح مڪه

۾ پنجيهون غزوة الفتح آهي جنگ تنين منجا
جنهن ۾ فتح مڪي معظمہ جي ڪئي پيغمبر خدا

اعظم فتح جا هئي منجھ دين اسلاما
غلبو ٿيو دين جو رهيو ڪفر وچا

هرگز رهيو نه حجاز ۾ ڪو ڪافر) (1پچا تها
جنءِ مارڻ مشرڪن سندو ٿئو حلال حضرت کا

منجه زمين سڳوري مڪي جي جت جنگ حرام آه
و انت حل بهذالبلد فرمائيو الله

ساڻي قريشن مڪي جي اُتي ان امرا
ته ڏهن ورهين مينءَ پاڻ ۾ جنگ نه ڪنداسون ڪا

تہ (1) ڪارڻ قريش خط پڻ لکائي وهيا
پارا پيغمبر ڪريم جي حضرت عليءَ هبا

) (2تان پي (3) بايهين مهينن موٽي قريش ڦرئا
عهد پڳائون پهجا ٻول صلح سندا

پڻ ڪنائون خزاعن سين موٽي قتالا
جي هوا پيغمبر ڪريم جي منجه امن ۾ عهدا

تنءَ مهيني شعبان ۾ سڏي خبر سان
مخفي مصلحت جنگ جي ڪئي، پيغمبر پاتشاه

(4) پانئين ڪہ (5) پر قريش تي وجهون اوچتا
ته ڪريهون قتال تن جنين عهد پڳا

(6) تيلانه سيد (7) سپنهي (8) نڳئو مير مديني منجا
پڙهي نماز عصر جي اربعا جي ڏيها

ڏهين تاريخ سا هئي سندي رمضانا
۽ ڪنين بي ماه چئي رمضان سندي سا

تن ڪلثوم پٽ حسن جو، جو صحابن منجا
سو (9) چوڪي ڪارڻ مديني جي عامل چڏي وهيا

۽ ابن اُم مڪتوم کي چڏئائون امامت لاءِ
ته (10) پٺ ۾ نماز جماعت سين پاڙهي ماڙين کا

تان پي چڙهي (11) چاڳلو نڳئو نبيءُ خدا
اذن سين الله جي ڏونہ مڪي معظما

تن لشڪر رسول ڪريم سين ڏھ هزار هوا
جي ساڻن) (12هيڪاندا نڳئا مديني منجارا

نہ پچاڻا بہ هزار پڻ (1) ڪئين وجي (2) رسئا
تيلانہ مڪي معظم (3) سينءَ سپ ٻارا هزار ٿئا

پر منج تاريخ) (4وقوع جنگ جي آهي اختلافا
علماء ڪنين سترهين ماھ چئي رمضان سندي سا

جہ ڏينہ جنگ مڪي ۾ ڪئي پيغمبر خدا
ۃ ڪنين اوڻيهين ماھ چئي ڪي ويهين چون ٿا

بذل القوه ۃ نقاية ۾ آڻي ٿو اها
پر جہ ڏينہ مڪو فتح ڪيو مير محمد شاھ

ڏينہ جمعي جو سو هئو سڪي ياد ڪجاھ
انهين پر زرقائيءَ فرمائيو منج شرح مواهبا

تن هلندي ظاهر حضرت هٿا ٿئا گهڻا معجزا
عبرت ٿئي عالم کي پسي جي پرتا

تن منجا هيڪڙو هيءُ معجزو سڪي ياد ڪجاھ
جنءِ جڏھ سنپوڙو سيد ٿي ڏونہ مڪي شريفا

پر اجا نڱئا نه هوا مديني منجارا
تڏھ حاطب پٽ ابي بلتعة جو، جو صحابن منجا

هئو بدر جنگ ۾ جو حضرت سين همراه
تہ لکي مکي جي قريشين ڏونہ ڳجهي ڪتابتا

هن پر لکيائين تہ ۾ اهڙي حقيقتا
ته مرسل مکي معظم ڏونہ سيد (5) سنپورو آه

سو جي هوءِ هيڪلو ته پڻ ڪري فتحا
پر آهين لشڪر رسول سين گهڻا اپارا

سي ڪٽڪ ليٽندا آن مٿي اچي اوچتا
تيلانہ ڪندا قتال آن سين ۽ مال ڦريندا

آهي حقيقت ان پر هاڻ آئين چاڙو (6) مهندا ها
سا (7) هلائي قريشين ڏونہ حاطب (8) ڪتابتا

هٿا عورت هيڪڙي نالو جہ سارا
( (9آجي ڪئل قريشن جي هئي عورت جا

تنءِ آيو جبرئيل) (1اًلهي آڳي جي پارا
آچي چيائين احمد چي يا رسول الله

هن پر ڪتابت اهڙي حاطب هلائي آهه
ڏونهن قريشين مڪي جي مخفي آن ڪنا

سو خط گهرائي ونو ائين عورت فلاڻي کا
جا آهي فلاڻي باغ ۾ منج فلاڻي جاءِ

تان پئي پيغمبر ڪريم کي جڏهه سپ (2) پروڙ سا
تڏهه حضرت علي ۽ مقداد ٻئو ٿئو حضرت زبيرا

تن سين هيڪاندا ڪري ڪي مرسل صحاب مڪا
چي: اهڙي پارين عورت جا منج باغ فلاڻي آهه

ته ڪنا وني اسان وٽ اچو اهڙي ڪتابتا
حاطب قريشين ڏونهن آهي هلائي جا

تن سارا پٺ ۾ سوار ٿي سي نگئا صحابا
تان پي انهين باغ ۾ ڪٽيس اچي رسئا

آحمد ڏنو هئو ڪٽين ججهو اهچاٽا
تت پچڻ لڳا ته عورت کي جان خط جي خبرا

تان منڪر ٿئي سا مهند اچي منکي خبر نه ڪا
تان ڪڍي ترار هڪل ڪئي جان علي شاه شجاع

تان عورت ٻڌي ڪيئي ماڳهين ڪتابتا
ويڙئي هئائين وارن ۾ جا مينڍين منجارا

ظاهر ٿئو معجزو سندو رسول خدا
تان پي آڻي احمد جام کي ڏنائون ڪتابتا

تان پڙهي پيغمبر خط سو ڪوٺئو حاطب کا
چي حاطب ڪرني اهڙيون ٻڇين نه ڏراء خدا

جن ڪري نفاق نبيءَ سين ڪافرن پڌرا
لڪئو لکين ٿو اسان ڪنان جن ڏونہ خط ڳجها

ڪين اسان ڪنا پڻ قريش اوء ٿئا توکي اوڏا
تڏه حاطب چيو حضرت کي چي يا رسول الله

منکي ڏجاه امن ائين آءُ آهيان ڏنن منجا
آڳو شال ۾ ڪري منکي تن ئون مولا

جي ڪربن منٿو (1) آن ڪنا سنگ ڪو سيدا
مهجو عرض هي هئو منج ان ڪتابتا

جن هي جي صحابي سيئي آهن من ذارا
تن سيني جا مڪي ۾ آهن عزيز رهيا

جي پٺ ۾ ائين جي عيالن جيون ڪرون لهن ٿا
تہ ڪري ڪفار تن کي ڪري نه سگهن ايذا

۽ مهجو پڻ عيال ات منج مڪي معظم آه
تر تنين جو مائٽ ناه ڪونڪو عزيزا

جن اصل اسين نه آهيون ساڪن مڪي جا
تيلاه پرڏيهين کي ڪو نه پڇي توڙي ٿين ايذا

تہ ڪري محض من هٿ رکيو ئي ڪافرن تي آه
جان مان مهجي عيال کي ڪرين نه ايذا

ٻي نه هيم ڪا ڳالڙي منج هين ان ذارا
هاڻ ٿئي سپيئي من هٿا آئين مشفق ڪرهو مددا

ٿين سدائين سهوون اپوجهن ڪنا
پر عفو ڪرڻ عاصين کي ئي عادت آهنجي آه

تِن آهين شفيع ڏوهارين جو رحمت سندو دريا
من کي مهرسين پهچي ڪر هي معاف خطا

تڏه احمد عفو ڪيو سو حاطب کي گاه
تن اڳي مڪي ان باب ۾ هي آيت اپنئا

ياايهاالذين آمنوا لاتتخذوا عدوي
وعدو ڪم اولياءَ آگو ٿو فرماء

تان پي حضرت عمر عرض ڪيو چي:يا رسول الله
من کي جي موڪل ڏهو آئين احمدا

ته هٽي ترار حاطب کي هنڌ ڪريانس جان جدا
جہ ڪيو نفاق نبيءَ سين هلائي لڪئا

تان فائق فرمائيو فضل سين امير عمر کا(1)
چي: حاطب آهي تن منجا جي بدر منجھ هئا

وعدو جن سين مغفرت جو ڪيو آه الله
ته وجي وٽيان تيئن ڪرئو ائين آهيو مرهاتا

اعلمواما شئتم فقد غفرت لڪم اي آگي فرمائيو آه
تان ته آءُ ڪيئن مارائيان تن کي مولي جي مرهيا

جن داخل نه ٿيندو دوزخ ۾ ڪو بدرين منجا
لن يدخل النار احد شهيد بدرا مرسل چيو مها

مسند ۾ امام احمد جي اي لفظ آهين لڪئا
تان پي جحفة ڪ ذوالحليفہ کي رسئو رسول خدا

احرام ڪارڻ آهين ٻئي جي ميقات مشهورا
تڏهه امير عباس اهل سين ڪڍين آئيو اڏا

جو هجرت ڪيو مديني ڏونہ ٿي آئيو مڪي کا
تن پسي تہ کي فرمائيو پيغمبر خدا

چي پونيون مهاجرن منجان تن آهين اي چاچا
تان پي امير عباس موٽئو پيغمبر سين اتا

ۓ مڪائين مديني ڏونہ اهل عيالا
تہ پچاڻان گڏئو حضرت سين اچي منج ابواء

ابو سفيان پٽ حارث جو پوٽو عبدالمطلبا
جو سڳي چاچي پٽ سيد جو پڻ هئو رضائي پاءُ

جن ٻنين پيتو کير هئو سندو بي بي حليما
تہ ابو سفيان پڇئو امير علي ڪنا

چي من تان پيغمبر ڪريم جا ججها حق پڳا
پڻ رسئو آهين من ڪنا اپر گهڻو ايذاءُ

هاڻ ڪجاڙو چئي گڏجان آءُ مير محمد کا
جہ ڪري من ڏونہ نظر رحمتا

تڏهن ابوسفيان کي سيڪارئو علي شاه(1)

چي حضرت يوسف کي جن پائرين ڪيو هو ايذا

سي جڏه گڏئا موٽي حضرت يوسف کا
منج ايام سلطنت جي جن هئو پاتشاه

تڏه هن پر چئي لفظ هي ڪٿيس وجي گڏئا
تالله لقد آثرک الله علينا ون کنا لخاطئين ڪيئو قرآنا

هاڻ تن پڻ چئج اينهيئن ٻئو ڪج ڪيم مها
تان پي ابوسفيان الفاظ هي جڏه اچي عرض ڪئا

تڏه سيد پڻ سوئي جواب ڏنو مرسل وري مهندا
جو جواب فرمائيو هئو پائرن کي يوسف صديقا 4

يغفر الله لکم وهو ارحم الرٰحمين اهڙي طريقا
تن ابوسفيان ۽ پٽس ٻئو جعفر جہ جو ناءُ

تن ٻنين پيغمبر ڪريم وٽ آندو اسلاما
قبل فتح مڪي جي منج تهين ابواء

سي ابو سفيان به هئا سکي ياد ڪجاء
هيڪڙو ابو سفيان اي جو هاشمين منجا

ڀيو ابو سفيان پٽ حرب جو، جنهن نالو صخر آه
جو والد امير معاويه جو اموين منجها

ايندو ذڪر جنهن جو هاڻي پڇاڻان هنئا
تان پي رسئو مر الظهران کي جڏهن رسول خدا

وادي فاطمة جنهن ماڳ جو مشهور نالو آ
تڏهن ٽي شخص پيغمبر ڪريم کي تت آڏا آئيا

ڪنا اهل مڪي جي قريشن منجها
هيڪڙو ابوسفيان پٽ حرب جو جنهن نالو صخر آه

ججهيون جنگيون جنهن سين پيغمبر خدا) (1
ٻ ٻيو حڪيم پٽ ابي حزام جو پوٽو خويلدا

جو بي بي خديجة ڪبريٰ جو سڳو پائيٽو آه
ٻ ٽئو بديل خزاعي جو پٽ سندو ورقاء

سي ٽئي مڪي معظم منجائي نيت ڪري نڱئا
ته ماڙ- ساڪين آهين جي اهل مڪي جا

تن ڪارڻ وٺهون امن وجي پيغمبر ڪريم ڪنا
ته مرڻ مٿان موقوف ٿي حرم جي حرمتا

تان پي تنين ٿنين چڙهن تت آندو اسلاما
حضرت امير عباس هٿا منج خدمت رسول خدا

تن هيڪڙو ڏينہ مهند سي مڪي جي فتحا
آئيا ٿيئي اسلام ۾ ٿيا صحابن منجا

تان پي سڏ ڦيرائيو امن جو پيغمبر خدا
مڪي جي واٽ ۾ اهڙي طريقا

ته داخل ٿيندو شخص جو منج مسجد حراما
سو شخص ڦرڻ مارڻ ڪنا امن وارو آه

۽ جو گهر ۾ ابوسفيان جي داخل ٿيندو ذارا
سو پڻ شخص قتل ڪنا امن وارو آه

۽ جو پيهي پهچي گر ۾ پو ايندو در کا
سو پڻ امن وارو ٿئو بچئو مرڻ ڪنا

ان پر اي ڪيو امر پيغمبر خدا
سو سڏ ابو سفيان بن حرب وڌو پاڻ منج شهرا

تيلانہ پنجني امورن ڪري اي ماڙو مڪي جا
اڪثر آئيا سڀ امن ۾ چٽا قتل ڪنا

مگر قتل نيرهن چڙن جو مرسل ڪيو مباح
منجا اهل مڪي جي ڪڪي تنئو سواءِ

فرمايائون تن جي شان ۾ هن پر زبان منجا) (1
چي جيڪو گڏجي اُنين سين منج ڪہ مڪانا

سوَور جان ڪيئن قتل ڪري، فرصت ڪري ۾ ڪا
نوَ مڙس چيائون تنين منجا ۽ ڇهه عورتون لکن ٿا

نالا تنين سيڻي جا سکي ياد ڪجاه
هيڪڙو عڪرمه پٽ ابوجهل جو ۽ ٻئو عبدالله

جو پٽ سڳو سعد جو پوٺو ابي سرحا
۽ ٽئو هبار تن منجا پٽ اسود لکن ٿا

۽ چوٿو ڪعب پٽ زهير جو پوٺو ابي سلما
بانت سعادة قصيدو جہ جوڙئو آه

۽ پنجو عبدالله پٽ خطل جو لکن تنين منجا
ڇهو مقيس پٽ صبابة جو هيين سين هٿجاه

ستو حويرث پٽ نقيد جو پوٺو قصي آه
۽ اٺو وحشي پٽ حرب جو حبشين منجا

اصل جبير بن مطعم سندو جو هئو غلاما
حضرت امير حمزو شهيد ٿئو احد ۾ جنہ هٿا

۽ نوئو حارث پٽ طلاطيلة خزاعي سندو آه
اي نوئي ڄڻا پيغمبر واجب القتل چيا

باقي جي ڇهہ عورتون سڄهو نالا تنين جا
هيڪڙي هند ڏيءَ ڪتبة جي آهي تنين منجا

ابو سفيان بن حرب جي عورت هئي جا
۽ حضرت امير معاويه جي سڳي والدا

ٻي پڻ عورت تنين منجا چيائون سارا
هئي قريشين سندي آجي ڪئل جا

نئو ٿي خط جهين قريشين ڏونہ حاطب جي پارا)(1
۽ ٻيون پڻ عبدالله بن خطل جيون ٻه ٻانيون لکن ٿا.

جي ڳئنديون هيون سرود ۾ ابن خطل مهندا،
حقارت حضرت پير جي ۽ پڻ اهانتا.

تن منجا نالو هيڪڙي جو لکڻ قريبة ٿا
۽ هئو ٻئيءَ ٻانيءَ سندو نالو فرتنا

پر قريبة ۽ ارنب ۽ اُم سعد جا
سي ٿيئي ڪفر تي قتل ٿيون پر آندائون نه اسلاما.

۽ سارا جي اسلام ۾ پڻ اختلاف لکن ٿا،
ڪنين چيو ته سارا تہ آندو اسلاما

۽ ڪنين چيو ته قتل ٿي اتي سندس ڪفرا
آهي بذل القوة ۾ اهڙي عبارتا

۽ پڻ آهي ڪتابن ۾ اهڙي اخبارا
ته جڏه احمد اوڏو آئيو مرسل مڪي ڏانہ

۽ پانيائون ته داخل ٿي هاٹي مڪو ڪريهون فتحا
تڏھ آئيا تہ چاڙھيءَ ڪنا ڏئا ڏٹيءَ جا

اوڏڙي حجون ۽ مغلا کي، آهي جا لڪي مٿا
تن ڪارو نيزو مهند ۾ هئو سين حضرتا

۽ پڻ زرھ ڍڪي هئي لوھ جي مير محمد کا
مٿي مبارڪ تي هئي ٻئيءَ زرھ مٿا

جو ڪنگور هوندو هو ڪامل جو مغفر مبارڪا
تہ مغفر مٿا ٻڌو هو ڪارو دستارا

۽ ڪنين چيو ته داخل ٿيءُ منج مڪي معظما
تان پي ٻڌائون پاڳ سا لاهي مغفر مٿا

تن احرام ٻڌو ڪين هئائون ته ڏينہ احمدا
بلڪ ريهين احرام رسول ڪي حل ٿئو حراما

پر پهرائي خالد بن وليد ڪي مڪو محبوبا
ساڻ فوج صحابن جي ڏونہ مڪي معظما(1)

۽ پاڻ مٿي حجون وٽ نيزو کوڙي ايٺا
تن خالد مڪي منج آئيو لهي جان مٺا

تان صفوان پٽ اُميہ جو ۽ سهيل پٽ عمرا
پڻ عڪرمة پٽ ابوجهل جو سي سامهان ڪٺيس آئيا

تن سين خالد قتال ڪيو منج تہ مڪانا
تيلانہ چوئيہ ۽ اٺائيہ ڄڻا ڪافر تت ڪٺا

باقي ڀڳا سپيئي اٿي ڪري پڳا
۽ مومنن منجا پڻ به ڄڻا شهادت رسئا

هيڪڙو ابو صغر جيش پٽ خالد خزاعي آه
بي بي ام معبد سندو سڳو هئو جو پاءُ

جہ ام معبد اسلام آندو ھو پيغمبر مهندا
جڏھ مرسل مڪئا مديني ڏونہ ٿي وھيو تہ وقتا

۽ ٻئو ڪرز پٽ جابر فھريءَ سندو آه
تيلانہ چڙھئو رسول رب جو سڻي خبر سا

سوار ٿي اٺ تي نالو جھين قصويٰ
تن ھيڪڙي پارا حضرت جي ھئو سچو صديقا

۽ ٻي پارا اُسيد ھو، جو پٽ حضيرا
تن وچ ھلئو آئيو مير محمد شاھ

۽ پئو ڪٽڪ سپ ويڙھئو آئيو چوڌارا
تن اِنا فتحنا ۽ اِذا جاءِ ٿي پڙھي رسول خدا

جنين منج مڪي جي فتح جو آھي مذڪورا
تان پي مرسل مڪي معظم ۾ ٿئو داخل دوس خدا

تن پيھي پريندھين آئيا منج مسجد حراما(1)
ڪارڻ طواف ڪعبي جي جو پلو بيت الله

تان چوڌار ڪعبي شريف کي آھين بت رکئا
جي ٿي سئين سٺ ھئا بت ھيڪاندا

جڙئا جواهر جن ۾ ۽ قلعي ڏني مٿا
وڏو هبل هئو تن ۾ جو سامهه ڪعبي ڪا

۽ ٻئو پڻ بت آساف هئو مٿي جبل صفا
ٽئو نائله صنم هئو مٿي مروتا

ذبح ڪندا هئا قربانيون قريش جنين مهندا
ته سپ ڪه بت ڏونه اشارت ٿي ڪئي احمدا

هٽئو سپ ڪه جي اک ۾ گوشو ڪماتا
پڻ پڙهئائون ٿي زبان سين هي الفاظ مبارڪا

جاءِ الحق وزهق الباطل اِن الباطل كان زهوقا ڪڍئو قرآنا
تن صنم سپ ڪو پسئو پيغمبر ڪريم ڪا

پاٽهين ڪرئو پئو پٺ تي مرسل ڪي مهندا
نه ڪه چتن هٿ نه ڪو نه ڪه ڪير آئيا

مگر حڪم سين حڪيم جي پاٽهين ڪرئو پئا
معجزو مير محمد جو ٿئو مشهورا

تان پي وجي هيڪڙو بچئو بت تنئا
ڪوڙئو خزاعن جو هئو لوهجا هٽي ڪيرا

سڳوري ڪعبي جي سطح شريف مٿا
سو گهڙائيو ڪنجهي جو ڪافرن هئو سچوئي صنما

تہ ڪارڻ امير عليءَ کي چيو رسول خدا
چي: يا علي وه تن ڪعبي شريف وٽا

ته اسين چڙي لاهيون هيءُ بت بيت مٿا(1)
تڏهه ويٺو ڪعبي اڳيان جان علي شاهه شجاع

۽ پير پيغمبر ڪريم رکئو سند هيس ڪلهي مٿا
تان امير عليءَ دانہ ڪئي چي يار رسول الله

آءٌ ڪٽئو نه سگهان آنهنجو بار نبوتا
من کي آهنجي ڪٽڻ جي طاقت آهي نه ڪا

تڏهه ورنہ ويٺو آلني ڪعبي شريف وٽا
تان پي چاڙهئائون امير ڪعبي تي پهچي ڪلهي مٿا .

تن وجي اکوڙي پٽ سو ڪعبي جي پٽ تان
اڇلي وڌو زمين تي حضرت علي شاهه

تيلانہ پورا ٿئو پڇي سو ٽڪر ٽڪر جدا
تان پي ڪيدائي بت سپ ڪعبي شريف منجا

جيڪي ماڙو گهرن ۾ هئا پوچيندا
ٻئا پڻ چوڌار مڪي کي جيڪي ڳوٺ هئا

مرسل مڪا تن ڏونه لشڪر چاڙهي پهجا
تن پڇي ڪيئا بت سڀ وجي گهرن منجا

تان پي چاڙهي ڪعبي شريف تي حضرت بلالا
ٻانگ ڏئاري وڏي سڏ پيغمبر خدا

تن غلبو ٿئو دين جو منج مڪي معظما
اپر ٿئو اسلام جو عرب منج اُهاء

پڇي پاڙ ڪفر جي وڍي وڌائون سا
تن احمد اُلٿو خيف ۾ هئو حضرتا

ابطح ۽ محصب پڻ چون جه کي ٿا
مشهور وادي آهي جا مڪي کي ٻهرا

تتا سڀ ڪه وقت ايندا هئا منج مسجد حراما
ڪارڻ پڙهڻ نماز جي ۽ پڻ طوافا

تان پي جڏهه ٻئو ڏينه ٿيو فتح پڄاڻا(1)
تڏهه پڙهئو پيغمبر خطبو اپر عجيبا

بيان ڪئائون تہ ۾ آداب مڪي مبارڪ جا
هن پر فرمائيائون تہ ۾ مبارڪ مها

چي:تحقيق مڪي معظم ۾ جنگ ڪرڻا حرام آه
ڪنا تهين ڏينہ جن عالمن الله

اُپ زمينون خلقئا پهجي قدرتا
سا به هوندي جنگ قيام سينئن منج مڪي حراما

جن مور نه ٿئي هئي ڪہ کي سا حلال اسان ڏارا
۾ نڪي ٿيندي ڪارڻ ڪهين ئي اسان پڇاڻا

موٿي مڪي معظم ۾ جنگ حلال سا
مگر محض رعايت رب ڪئي ئي اها هنجي الله

جن حل ڪيائين اسان کي منج مڪي جي حرما
و انت حل بهذا البلد انهيءَ اهڇاڻا

ارڙهہ ڪ اوڏيهہ راتيون تت رهيون رسول خدا
تيلانہ آئيا گهڻا اسلام ۾ ماڙهو مڪي جا

پاند نه پرو جہ جو ٻهر اندازئا
مڙس عورتون ڳڀور پڻ جوان ۾ پرئا

جيهين عثمان پٽ طلحہ جي آندو اسلاما
جو پوٽو ابي طلحہ عبدري جو قريشي حجبي آه

۽ پڻ آندو اسلام کي تہ جي والدا
سلافة ڌيءَ سعيد جي جا اوسين منجا آه

ڪنجي اصل ڪعبي جي، جي هوا سانديندا
تان پي ڪامل ڪنجي تن ڪنا جڏه ورنہ ورتي سا

تڏهہ مولىٰ مڪي ڪارڻ تنين هيءَ آيت اپنئا(1)
اِن الله يا مرڪم آن تؤ دوا الامانات الىٰ اهلها قادر ڪلاما

تہ آگو فرمائي ٿو آن ڪي يا رسول الله
جن ڏهو امانتون ڏٽين ڪي ئي موٽائي مفتاح

تن آندو ايمان سيڻي پيغمبر منهدا
پر اسلام اصح قول ڪري سندو تہ عثمانا

ست مهينا اڳاٿو هئو مڪي جي فتحا
آهي وڏن علمائن جي انهيءَ تي فتوىٰ

۽ پڻ شيبة پٽ عثمان جي آندو اسلاما
جو پوٽو ابي طلحة عبدري جو پڙپوٽو عبدالعزىٰ

پڻ شيبة، چاچي پٽ عثمانا
بن طلحة جو، جي ڪنجي هوا رکندا

تان پي تہ شيبة کي ڪنجي ڪعبي جي سا
ڪوٺي عثمان بن طلحة ڏني وقت وفاتا

چي هاڻ تو ڪن هوءِ ور هيءَ ڪنجي پچاڻا هنا
تيلانہ بني شيبة جي، سي اُن شيبة جا پوٽا

تن ڪن خدمت ڪعبي سندي، اڄ سينءَ انهيءَ آه
جيهين چاڙي ٿو سڀ ڪو منج عرب ۽ عجما

۽ پڻ حيي پٽ حارث جي آندو اسلاما
جو پوٽو جاريہ سندو ثقفين منجا

ٿئو هو شهيد جو منج تمامي شهرا
هئو خليفو جن ڏينهن ۾ سچو صديقا

۽ پڻ عثمان پٽ عامر جي آندو اسلاما
جو والد حضرت صديق قريشين منجا

ڪنيت جہ عثمان جي ابو قحافة آه(1)
تہ عثمان کي وٺي آئيو حضرت صديقا

منج خدمت رسول ڪريم جي ته آڻي اسلاما
تيلانہ نصيب نعمت سا برڪت حضرتا

۽ پڻ حارث پٽ هشام جي آندو اسلاما
جو پوٽو مغيرة مخزوميءَ جو، سڳو ابوجهل جو ڀاءُ

۽ پڻ وحشيءَ پٽ حرب جي آندو اسلاما
جو قاتل امير حمزي سندو هئو منج احدا

۽ پڻ آندو حڪم بن حزام جي پٽن اسلاما
هاشم خالد عبدالله ٽيون ۽ چوٿون پڻ يحيٰ

جن حڪم، مرالظهران ۾ هو آندو اسلاما
تيلانہ پيءُ پڄاڻان پٽ پڻ سڀ اسلام ۾ آئيا

۽ پڻ زينب ڌيءَ عوام جي آندو اسلاما
جا انين پٽ جي والدا ۽ حڪيم جي حرما

۽ پڻ ابو و داعة حارث آندو اسلاما
جو پٽ حبرة بن سعيد جو قريشين منجا

۽ پڻ مطلب پٽ ابي وداعة جي آندو اسلاما
فتح مڪي جي ڏينہ ۾ تہ والد پڄاڻا

۽ پڻ ابوجهم پٽ حذيفة جي آندو اسلاما
اختلاف جنهن جي اسم ۾ عالمن سندو آهه

ڪنين چيو عبيد سو ڪي عامر چونس ٿا
سو ابوجهم حضرت عبدالله جو هئو مايو پاءُ

جو عبدالله پٽ امير عمر جو پوٽو خطابا
۽ پڻ يعليٰ پٽ امية تميمي جي آندو اسلاما

يعليٰ بن منبه جنهن کي پڻ چوندائي هئا
۽ پڻ عبدالله پٽ ربيعة جي آندو اسلاما

جو پوٽو مغيرة قريشي جو مخزومين منجا(1)
عياش بن ابي ربيعة جو سڳو هئو جو پاءُ

۽ پڻ ابو شريح خزاعيءَ، ڪعبي اڳيان آندو اسلاما
آهي جنهن جي اسم ۾ اختلاف علماء

ڪنين خويلد بن عمرو چيو، ڪي ٻيو ڪين چونس ٿا
۽ پڻ ابوالسنابل پٽ بعڪڪ جي آندو اسلاما

جو پوٽو حارث عبدري جو قريشين منجا
آهي صحيح بخاري ۾ جنهن جو مذڪورا

ۀ پڻ عامر پٽ ڪرين جي آندو اسلاما
جو پوٽو ربيعہ بن حبيب جو قريشي عبشي آه

ۀ پڻ رڪانہ پٽ عبد يزيديءَ جي آندو اسلاما
جو پوٽو هاشم بن عبدالمطلب جو لکن ڪتابا

پڙ پوٽو عبد مناف جو قريشي مطلبي آه
هئو جو بهادر قريشين ۾ قوي قوتا

تيلانہ ڪشتي ڪو نہ وڙهندو هو ساڻس ڪو شجاع
تان پي جڏه سو ڪشتي وڙهئو سين پيغمبر خدا

تڏه حضرت تہ کي ڪٽي هنيو ڀه ڪي ٿي مرتبا
ايندو شجاعت جي باب ۾ تہ جو تفصيلا

ۀ پڻ سهيل پٽ عمرو جي آندو اسلاما
جو پوٽو شمس جو لکن ڪتابا

پڙ پوٽو عبد ودَ جو قريشي عامري آه
هئو مڪي جي قريشين ۾ جو سردارن ڪنا

ڪئي هئي ڪتابت لکندي جہ مرسل کي منعا
جڏه لکائون ٿي حديبية ۾ خط سندو صلحا

چي: هذا ما قضيٰ عليہ محمد رسول الله ان جو لکايو آه
تہ منجا لاهي لفظ رسول جو تان پي پڇاڻان تها

لکايو ڪتابت ۾ منج تہ مڪانا
هذا ما قضيٰ عليہ محمد بن عبدالله اهڙي طريقا

تن لاهي لفظ رسول جو هٿ سين حضرتا(1)
موٽي لکايائون تيهين جيئن چيو سهيل مها

جيهين صحيح بخاريءَ ۾ تفصيل تہ جو آه
تہ سهيل  کي پڻ نصيب ڪئي آهي هدايتا

تيلانہ ڏينہ فتح مڪي جي آندائين اسلاما
آڳي ڪيو احسان سين اصحابن منجا

۽ پڻ سهل پٽ عمرو جي آندو اسلاما
جو سهيل بن عمرو جو سڳو هئو پاءُ

۽ پڻ مسيب پٽ حزن جي آندو اسلاما
جو والد سعيد بن مسيب جو، پوٺو ابي وهبا

ڪنا قبيلي قريشين جي مخزومين منجا
۽ پڻ حڪم پٽ حزن جي آندو اسلاما

جو چاچو سعيد بن مسيب جو ۽ سندو مسيب پاء
۽ پڻ حزن بن ابي وهب جي آندو اسلاما

جو والد مسيب ۽ حڪم جو پڻ ڏاڏو سعيدا
مارئو احد جنگ ۾ جہ کي رسول خدا

۽ پڻ حڪم پٽ ابوالعاص جي آندو اسلاما
جو پوٽو اُميہ ابو مروان جو قريشي اموي آه

۽ پڻ ابو هاشم پٽ عتبة جي آندو اسلاما
جو پوٽو ربيعہ عبشي جو، قريشين منجا

پڻ مامو امير معاويه جو، ابي حذيفة سندو پاء
جو ابو حذيفة پٽ عتبة جو پوٽو ابيحا

۽ پڻ مصعب بن عمير جو، سو ابو هاشم مايو پاء
ڪتاب بذل القوة ۾ آڻي ٿو اها

۽ پڻ عبد پٽ زمعہ جي آندو اسلاما
جو پوٽو قيس بن عبد شمس جو، قريشي عامري آه

بي بي سودة بنت زمعة جو سڳو هو پاء(1)
جا بيبي حرم حضرت جو مومنن جي ماءُ

قسطلانيءَ ۾ شرح بخاري جي آڻي ٿو اها
۽ پڻ حزيم پٽ فاتڪ جي آندو اسلاما

جو پوٽو اخدام اسدي سندو لکئن ڪتابا
پر آهي صحيح قول ڪري، ان پر روايتا

ته حزيم ۽ سبره ٻئو، جي پٽ فاتڪ جا
تن ٻنين مهند مڪي جي فتح ڪنا هئو آندو اسلاما

تيلانہ بدر جنگ ۾ پڻ حضرت سان هوا
آهي بذل القوة ۾ اهڙي عبارتا

۽ پڻ ايمن پٽ ضيم جي آندو اسلاما
پوٽو جو فاتڪ جو هئو ننڍو جوانا

۽ پڻ ابو واقد ليثيءَ آندو اسلاما
نالو حارث جہ جو پٽ عوف لکن ٿا

پوٽو جو اُسيد جو قريشين منجا
۽ ڪنين چيو ته حارث تہ هو، آندو اسلاما

قبل فتح مڪي جي آڳاٿو انها
۽ پڻ عتاب پٽ اُسيد جي آندو اسلاما

جو پوٽو ابوالعيص جو پوٽو امينا
ڪنا قريشين مڪي جي اُموين منجا

۽ پڻ عبدالله پٽ زبعري جي آندو اسلاما
جو پوٽو قيس قريشي جو مهمي شاعر آه

اصل هوندو هئو عدو جو سندو رسول خدا
تان پي هدايت ڪٽيس نصيب ڪئي الله

۽ پڻ عبدالله سعد پٽ جي آندو اسلاما
جو پوٽو قيس قريشي جو سهمي شاعر آه

اصل هوندو هئو عدو جو سندو رسول خدا
تان پي هدايت ڪٽيس نصيب ڪئي الله

۽ پڻ عبدالله سعد پٽ جي آندو اسلاما
جو پوٽو ابي سرح جو، امير عثمان جو رضاعي ڀاءُ

قتل جہ جو حلال ڪيو هئو حضرتا
سبب انهيءَ عبدالله تہ، هئو آندو اسلاما

پڻ هوندو ڪاتب الوحي سو منج خدمت رسول خدا(1)
تان پي موٽ مرتد ٿيو، ڦريو دين ڪنا

تہ ڪري قتل واجب ڪئو سندس سيدا
تہ پڇاڻان مڪو فتح ڪيو جڏھ رسول خدا

تڏھ آندو عبدالله تہ اسلام پيھارا
تيلانہ اُتانس قتل ڪيو مرسل موقوفا

تن ثابت ھئو اسلام تي تھين پڇاڻا
۽ پڻ عقبة پٽ حارث جي آندو اسلاما

پوٿو جو عامر جو قريشي نوفلي آه
ابو سروعة جہ جي ڪنيت لکن ٿا

تہ ناحق خبيب بن عدي کي ڪيو ھو قتلا
جو خبيب صحابي جليل ھئو اڪابرن منجا

تان پي ھدايت نصيب ڪئي تہ عقبة کي الله
تيلانہ اسلام آندائين تن ڏينھن ۾ جن مڪو ٿئو فتحا

پڻ حويطب پٽ عبدالعزيٰ جي آندو اسلاما
جو پوٿو ابو قيس عامريءَ جو قريشين منجا

۽ پڻ خالد پٽ اُسيد جي آندو اسلاما
جو پوٿو ابوالعيص جو، پڙ پوٿو اميتا

ڪنا قريشين مڪي جي اموين منجا
عتاب بن اُسيد جو هو خالد سڳو ڀاءُ

گذرئو جهين ڪتاب جي اسلام جو ذڪرا
تہ خالد سگهي وفات ڪئي بعد اسلاما

فتح مڪي جي ڏينہ ۾ ڪيائين رحلتا
۽ پڻ ام حڪم اسلام آندو، نالو، جهين بيضاء

ذيءَ حارث بن هشام جي، مخزومين منجا
جا عورت هئي عڪرمة جي، جو پوٽو ابوجهلا

پڻ هيءَ تہ عڪرمہ جي سڳي چاچي ذيءَ سا(1)
تہ ام حڪيم پهريائين آندو اسلاما

تان پي عڪرمة اسلام آندو ڪن ڏينهن پڇاڻا
هٿان ام حڪيم تہ جا سنديس عورتا

۽ پڻ صفوان پٽ امية جي آندو اسلاما
جو پوٽو خلف جمحي جو قريشين منجا

پيءُ جہ جو قتل ٿئو بدر جي ڏينها
جو امية پٽ خلف جو ڪفارن منجا

۽ پڻ هبار پٽ اسود جي آندو اسلاما
قتل جہ جو واجب ڪيو هئو حضرتا

۽ پڻ سنين پٽ فرقد جي آندو اسلاما
ابو جميلة ضمري ڪنيت جہ جي آه

۽ پڻ عبدالله پٽ شخير جي آندو اسلاما
ابو مطرف عامري ڪنيت جه جي آه

عامر بن صعصعة جي ڪنا اولادا
۽ پڻ مطيع پٽ اسود جي آندو اسلاما

جو پوٽو حارثہ عدوي جو قريشين منجا
اصل عاصي جہ جو هئو ئي اسما

تان پي آندائين اسلام جڏنہ پيغمبر مهندا
تڏنہ نالو مطيع تہ جو رکئو رسول خدا

تہ حلق ڪئو هئو حضرت جو مٿو مبارڪا
جڏنہ حجتة الوداع ڏونہ آئيو احمدا

۽ پڻ بي بي ام هانيءَ آندو اسلاما
جا پيڻ امير عليءَ جي ابو طالب جي عاجزا

فاختہ نالو جہ جو لکن کتابا
۽ پڻ حضرت معاويه آندو اسلاما

جو پٽ ابو سفيان قريشي جو اموين منجا
صخر بن حرب اسم جه ابو سفيان سندو آه

تہ حضرت معاويه اڳ پڻ هئو آندو اسلاما(1)
بعد صلح حديبيہ جي پيغمبر مهندا

پرتا سينءَ لڪايائين ٿي اسلام سو ماڙوئن کنا
جانسينءَ مڪو فتح ڪيو پيغمبر خدا

تہ پڇاڻان فتح جي ڏينهن ۾ ظاهر ڪيائين تہ کا
۽ پڻ يزيد پٽ ابوسفيان جي، آندو اسلاما

جو حضرت معاويه سندو ڀيئيو هئو ڀاءُ
۽ پڻ افضل هئو اصحابن ۾ ڀلارن منجا

ابو سفيان جي اولاد ۾ پڻ افضل هئو سپنئا
تيلانہ يزيد الخير هئا تهين کي چوندا

ابو الحڪم ڪنيت سنديس لکن ٿا
۽ پڻ هند ذيءُ عتبة جي آندو اسلاما

جا عورت ابوسفيان جي امير معاويه جي ماءُ
۽ پڻ عتبة ۽ معتب ٻنين آندو اسلاما

جي پٽ ابو لهب جا، جو چاچو حضرتا
تبت يدا ابي لهب منج شان جنہ جي آه

۽ پڻ درة ڏيءَ ابو لهب جي آندو اسلاما
جا عتبة ۽ معب جي سڳي همشيرا

پر عتبة پٽ ابو لهب جو ٿئو سندن جو ڀاءُ
تہ کي رسول رب جي ڪئي بي دعا :

اللهم سلط عليہ ڪلباً من ڪلابڪ اي چئي الفاظا
سبب سند هيس عداوت جي ڪندو هئو ايذاء

تيلانہ نصيب نه ٿئي تہ کي هدايتا
بلڪ مارئو سينہ سو، منج شام جي زمينا

قتل ٿئو ڪفر تي پر موٽئو نه هورا(1)
تان پي ابولهب پڻ لڏئو ٻئي ڪافر ٿي مئا

آهي بذل القوة ۾ اهڙي عبارتا
۽ پڻ فتح مڪي جي ڏينهن ۾ لکن ڪتابا

ته آئي بيبي ام هاني منج خدمت رسول خدا
اچي چيائي پيغمبر ڪريم کي. چي يا رسول الله

هيءُ جو ماءُ- پٽ مهنجو امير علي آه
سو ٿو پائي ته قتل ڪريان تن ٻنين ڄڻن کا

چي ٻه مڙس مهجي گهر ۾ مون آهين بچايا
پڄي لڪا آهين جي آتهنجي خوف ڪنا،

هاڻ ڪه پر فرمائيو هي شرم آهنجو آه
تڏه پيغمبر جواب ڏنو بي بي کي مهندا

چي: بي بي تهجي گهر ۾ پڄي جي لڪا
مرڻ موقوف تن تا، اوءِ اسان ڪئا آجا

جن جن کي تو امن ڏنو، سي ٿئا امن وارا
تن منجا مڙس هيڪڙو حارث لکن ٿا

جو پٽ هشام مخزومي جو، ابوجهل جو ڀاءُ
۽ ٻيو زهير چون هئو پٽ ابي اميتا

پوٿو مغيرة سندو مخزومين منجا
جو ڀاءُ بي بي ام سلمة جو، جا مومنن جي ماء

تان پي تن کي امن ڏنو جڏنہ احمدا
تڏنہ آئيا اسلام ۾ ٻئي پيغمبر مهندا

برڪت بي بي ام هاني جي بچئا مرڻ کنا
آگي ڪين احسان سين نصيب هدايتا

پر جي بعضي چون ٿا منج ان مڪانا
ته بي بي ام هاني ٻه چٽا جي بچايا هئا

تن منجا هيڪڙو هبيرة هئو پٽ ابي وهبا(1)
جو گهر وارو بي بي ام هاني جو مخزومين منجا

۽ ٻئو جعدة پٽ هبير جو سکي ياد ڪجاه
جو فرزند بي بي ام هاني جو هئو هبيرة منجا

صحيح نه آهي اي ڳالڙي بلڪ ضعيفا
جن تحقيق جہ ڏينہ فتح ٿئو مڪو معظما

تہ ڏينہ هبيرة ڀڄي وهيو نجران ڏونہ اتا
جو نجران شهر يمن ۾ آهي مشهورا

تنت تان سين هبيرة اوڏهين ڪئي سکونتا
جان سين ڪافر ٿي مئوپنس پساها

تيلانہ نصيب ٿئي نہ ڪٽيس هدايتا
۽ جعدة تڏھ ننيڙو اجا هئو صغيرا

جڏنہ مڪو فتح ڪئو پيغمبر خدا
تيلانہ جائز نہ هئو تہ جعدة جو قتل امير ڪان

جہ قتل ڪارڻ سنبھي رهيو حضرت علي شاہ
فتح الباري ۽ شرح مواهب ۾ آٽي ٿو اها

ان پر آئيا اسلام ۾ سڀ ماڙو مڪي جا
هرگز رهيو نہ حجاز ۾ ڪو مشرڪ زمين مٿا

برڪہ رسول ڪريم جي وهيو ڪفر وڃا
تہ اسلام تني ثابت رکين اسان کي تون آگاہ

توفيق ڏي طاعت جي واري ونگايا
ڪري خاتمو خير تي سهڪو ڪيدي ساہ

ساڻ لڏائي ڪلمي ايمان سين آگاہ
لاِالہ اِلاالله محمد رسول الله صلي الله عليہ وسلم

---

(1) پڇا تها: ان کان پوءِ

(1) ڪارڻ: واسطي

(2) تان پي: ان ڪانپوءِ

(3) پايهين: پاويهن

(4) پانئين:پانيائون ته، ارادو ڪيائون ته

(5) پر:طرح

(6) تيلانهه: تنهنڪري

(7) سينهي:سنپري

(8) نگئو: نڪتو

(9) چوڪي: سنپال

(10) پٺ ۾:پوئتان

(11) چاڳلو:حسن صورت ۽ سيرت

(12) هيڪاندا:گڏيل، مليل

(1) ڪئين:ڪين، ساڻن

(2) رسئا: پهتا

(3) سين: تائين

(4) وقوع: واقع ٿيڻ، ظهور، اظهار

(5) سنپورو: سنپريو

(6) مهندا ها:اڳيان

(7) هلائي: موڪلي

(8) ڪتابتا: خط

(9) آجي ڪئل: آزاد ڪيل

(1) الهي: لهي* ڪنا: ڪان

(2) پروڙ:خبر* ڪٽيس:ان کي* مهندا:اڳيان * ماڳهين:اصل، پڪ، مور * مينڌن: وارن* ڪوئئو: گهرايو، سڏايو *ڏارء:ڏر، خوف، پوءُ* او”:اهي* ويجها، وڏيڪ پيارا *آگو:الله تعاليٰ* تن ئون:انهن مان

(1) آن ڪنا: اوهان کان * سنگت: تعلق * انين: انهن * ڪرون: خبرون * ايذا: نقصان، تڪليف * ساڪن: رهاڪو

(1) * نت = اُتي * تنين = انهن * جان = جيئن * مان = متان * ڏارا = سواءِ * سهوون = چوڪون، خطائون، غلطيون.

(1) * عفو = معاف * عاصين = ڏوهارين * اپنئا = آسمانن کان، الله تعاليٰ وٽان * هند = هوند، جيڪر نفاق = ڪوٽ * وٽيا = وٽيو * مرهاتا = بخشيل * اپر = تمام * ڪڇاڙو = چا * اينهئين = ائين ئي * ڪيم = ڪين * مها = منهن مان، زبان مان.

(1) * بدرين = بدر وارن * آڏا = سامهون * چاچي پٽ = سوٽ * رضائي پاءُ = ٿڃ شريڪ ڀاءُ.

(1) * قبل = اڳ ۾ * هنئا = هن کان * پڇاٽان = پوءِ * ماڳ = جاءِ * جڇهيون = گهٽيون * مٺان = انهن مٿان، انهن تي * موقوف = معاف * سڏ ڦيرائيو = اعلان

ڪيو * پيهي = گهري، داخل ٿي * پوريندو = بند ڪندو * ٺنئو = انهن کان * ورجان = مل جان.

(1) * هيين سين = دل سان * نئو ٿي = ڪٽي وئي ٿي * اُتي = تي * اوڏو = ويجهو، سامهون.

(1) * ڏنا = پسند ڪيل. * لڪي = لڪ * ڪنگور = خوش نما پرجيڪو ٽوپي تي لڳايو ويندو آهي. * ريهين = ري، سواءِ * مغفر = لوھ جو ٽوپ، جو لڙائيءَ ۾ پاتو ويندو آهي. * حل = احرام کان ٻاهر اچڻ؛ حلال ٿيڻ. * اپٽا = ترسيا. مڪئا = مڪي کان.

(1) * دوس = دوست * پريندهين = پهريان * مروتا = مرو (پهاڙ جو نالو) تي * گوشو = پاسو * گهڙائيو = ٺهرائيو، جوڙايو * ڪنجهو = ڏاتوءَ جو قسم * شجاع = بهادر * ورني = گهوٽ، بهادر، حسن سيرت وارو.

(1) * صنم = بت * پسئو = ڏسي * چتن = چهين، هٿ لاتن. * ٺنئا = انهن مان * ڪيرا = ڪير، ڪلا * سطح = مٿاڇري.

(1) * الهي = لهي * اکوڙي = پٽي * پورائتو = ٺڪر ٺڪر ٿئو * اُهاءُ = روشني * عالمن = جهانن جي * پاند نه پرو = جنهن جو ڪو انت شمار نه هجي؛ بي شمار؛ بي انداز * پرئا = ڪراڙا * ڳپور = اها عورت، جنهن کي ٿڻن تي ٻار هجي.

(1) * اصح = حديث جو هڪ قسم. يعني: صحيح، سچي ۽ معتبر حديث * آڳاٽو = اڳ ۾ * ڪوني = گهرائي، سڏائي. * توڪن هوءِ = توکي هجي.

(1) * ور = پلي * هنئا = هن کان * اچ سينءَ = اچ تـائين * جيهين = جيئين ئـي، جيئن ته * مايو پاءَ = ماٺيلو پاءُ.

(1) * ڪنين = ڪن، ڪي * ڪين = ڪو، ڪجـهه * قوي = طـاقتور، بهـادر * قوتا = طاقت ۾.

(1) * تها = ان کان * تيهين = ائين ئي * جيهين = جيئن ئي.

(1) * انها = انهيءَ کان * عدو = دشمن.

(1) * اُتـانس = مٿـانس، ان تـان * اميتـا = اميـد * سـگهي = جلـدئي * رحلـت = وفات.

(1) * چاچي ڏيءَ = سوٽِ * حلق ڪئو هئو = حفاظت لاءِ گهيري ۾ آندو هو.

(1) * تاسينءَ = تيستائين * جاسينءَ = جيستائين.

(1) * سيئنا = سين کان * سينہ = شينهن * ماءُ پٽ = پاءُ.
(1) * پنيس = پڳس، پورا ٿيس * واري = ميٽي، معاف ڪري *ونگايا = ڏنگايون، ڏوهه، خطائون * سهڪو = سولو.

# واڌارو
# (ضميمو)
## خزاعن:

(بنو خزاعه) صلح حديبيه جي عهدنامي موجب مسلمانن ۽ مڪي جي مشرڪن جي وچ ۾ ڏهن سالن تائين جنگ نه ڪرڻ جو عهدنامو ٿيو هو. ان صلح نامي جو هڪ شرط هي به هو، ته مسلمان، قريش جي حليفن ۽ قريش، مسلمانن جي حليفن سان جهيڙو جنگ نه ڪندا. اهو شرط تمام اهم هو، انهيءَ ڪري ڪيترائي قبيلا جيڪي ان وقت تائين فقط قريشن جي دٻاءَ جي ڪري مسلمانن جا مخالف هئا، اهي هينئر کلم کلا مسلمانن جا طرفدار بنجي ويا. اهڙن قبيلن مان هڪ قبيلو”بنو خزاعه“ هو، جنهن مسلمانن جي پاڇي ۾ پناه ورتي هئي.

بني بڪر هڪ ٻيو قبيلو هو، جيڪو بنو خزاعه جو دشمن هو. پاڻ سڳورن جي بعثت کان اڳ انهن جي وچ ۾ جنگيون ٿينديون رهنديون هيون. بنو خزاعه جو لاڙو اسلام طرف هو، انهيءَ ڪري هو مسلمانن جي طرف ٿي

ويا. بنوبڪر، مڪي جي قريشن جو پاسو ورتو. صلح حديبيه موجب بنوخزاعه ۽ بنوبڪر کي به پاڻ ۾ امن امان سان رهڻو هو، ۽ هڪ ٻئي تي حملو ڪرڻو ڪونه هو بنوبڪر طاقت ۽ دولت وارا هئا ۽ کين پنهنجي طاقت تي گهمنڊ هو ۽ هنن جي نيت ۾ فساد پيدا ٿيو ۽ قريشين جي پروسي تي هروڀرو بنو خزاعه سان ڇيڙ ڇاڙ شروع ڪيائون. مڪي جي قريشين به صلح حديبيه جو خيال ڪو نه ڪيو ۽ ظاهر ظهور پنهنجي حليف بنوبڪر جو ساٿ ڏنائون. نه فقط اسلح وغيره سان انهن جي مدد ڪيائون، پر هڪ رات اونداهيءَ ۾ بنو خزاعه تي حملو ڪيائون قريشين جي رئيسن مان صفوان بن اميه، عڪرمه بن ابوجهل، سهيل بن عمرو و غيره ويس بدلائي بنو بڪر سان راتاهي ۾ شريڪ ٿيا. بنوخزاعه جي وهم گمان ۾ به اهو ڪو نه هو. هو مقابلو ڪري نه سگهيا ۽ پنهنجون جانيون بچائي وڃي حرم ۾ پناهه ورتائون. پر بنوبڪر ڪعبي ۾ گهڙي کين قتل ڪيو. ان کان سواءِ بديل بن ورقا جو گهر لٽيائون. انهيءَ خوني حملي ۾ بنوخزاعه جا ويهه ماڻهو مارجي ويا.

جنهن رات اهو خوني واقعو ٿي رهيو هو، بنوخزاعه جي ڪن ماڻهن پاڻ سڳورن جو نالو وٺي فرياد ڪئي ته ”اي خدا- محمد(صه) ڪي اهو وعدو ياد ڏياريندااسون جيڪو اسان جي ۽ انهن جي خاندان جي وچ ۾ ٿيو آهي. اي خدا جا پيغمبر، اسان جي مدد ڪر“.(2)ان وقت پاڻ سڳورا حضرت ام المومنين ميمونه جي حجري ۾ وضو ڪري رهيا هئا. بنوخزاعه جو فرياد ٻڌائون ۽ هڪدم چيائون:”لبيڪ، لبيڪ“. وڏيڪ عجيب ڳالهه اها آهي، ته بنوخزاعه به مڪي ۾ پاڻ سڳورن جو آواز ٻڌو.

انهيءَ ظالمانه ڪاروائيءَ کان ڪيترائي ڏينهن پوءِ عمرو بن سالم خزاعي چاليهن اٺ سوارن سان گڏجي ٻنهي جهانن جي سردار جي خدمت ۾ آيو. هن اهو ظالمانه واقعو بيان ڪيو ۽ هڪ پردرد نظم ۾ پنهنجي مظلومي جو داستان بيان ڪيائين.اهو واقعو ٻڌي کين ڏک ٿيو. فرياد ٻڌي فرمايائون:”عمرو بن سالم، تنهنجي مدد ڪئي ويندي“.

ان کان پوءِ بديل بن ورقا، خزاعن جي ٽولي وٺي پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ آيو. واقعي جا تفصيل ٻڌائيندي، اهو به ٻڌايائين، ته قريشين ڪهڙيءَ طرح بنو بڪر جي مدد

ڪئي. اهي ڳالهيون ٻڌي ڪين سخت رنج پهتو. قريشين ڏانهن قاصد موڪلي ڪين چيائون، ته هنن ٽن ڳالهين مان جيڪا وڻيو پسند ڪيو:

1- مقتولن جو خون بها ادا ڪيو وڃي،

2- قريشي بنوبڪر جي حمايت ڇڏي ڏين،

3- اعلان ڪن ته صلح حديبيه جو عهدنامو ٽٽي ويو آهي.

قريشين کي اجا تائين پنهنجي طاقت تي گهمنڊ هو. انهيءَ ڪري سوچ ويچار کانسواءِ قرط بن عمر جي زبان تي اعلان ڪيائون، ته اسان کي ٽيون شرط منظور آهي ۽ اسين اعلان ٿا ڪريون ته حديبيه جو عهدنامو ٽٽي ويو آهي.(3)

قريشين جڏهن معاملي تي ٿڌي سيني سان سوچيو ته کين پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. انهيءَ ڪري پاڻ ۾ صلاح مشورو ڪري، هڪدم پنهنجي اڳواڻ ابوسفيان کي آماده ڪري، حديبيه جي عهدنامي جي تجديد لاءِ مديني منور موڪليائون. هو مديني منوره آيو ۽ پاڻ سڳورن، حضرت ابوبڪر صديق رضه، حضرت عمر فاروق رضه ۽ حضرت علي رضه سان جدا جدا ملاقات ڪرڻ گهريائين، پر ڪنهن به کيس جواب نه ڏنو. هو پنهنجي

ڏيءُ ام حبيبه جي گهر ويو. ام حبيبه ٻنهي جهانن جي سردار جي گهر واري هئي. ابو سفيان پاڻ سگهورن جي بستري تي ويهڻ جو ارادو ڪيو ته ام حبيبه بسترو ويڙهي، پري ڪري رکيو ۽ کيس ان بستري تي ويهڻ نه ڏنو. هن پنهنجي ڌيءَ جي ان روش تي کيس ميار ڏني. جنهن تي هن کيس چيو:”هي رسول الله ﷺ جو بسترو آهي ۽ توهان مشرڪ آهيو. مشرڪ نجس هوندو آهي. انهيءَ ڪري مون پسند نه ڪيو، ته اوهان رسول الله ﷺ جي بستري تي ويهو.“

آخر جتان ڪٿان مايوس ٿي حضرت علي رضه جي چوڻ تي مسجد نبوي ۾ وڃي پنهنجي طرفان اعلان ڪيائين ته مان حديبيه جي عهدنامي جي تجديد ڪيان ٿو.(4) ان کان پوءِ هڪدم مو ٽي هليو ويو. جڏهن مڪي ۾ وڃي پنهنجي ساٿين کي سمورو احوال ڪيائين، ته انهن کانئس پڇيو، ته تنهنجي اعلان کان پوءِ محمد ﷺ ان جي تصديق ڪئي يا نه؟ ان تي هن چيو ته: نه. اهو ٻڌي ماڻهن کيس نِنديو ۽ کيس چيو ته، ان مان ڪو به نتيجو نه نڪتو. هي ته نه صلح آهي جو اطمينان سان ويهي رهون، ۽ نه جنگ جي خبر آهي، جو لڙائي جو بندوبست ڪريون.

ابو سفيان جي وجڻ کان پوءِ آنحضرت ﷺ مسلمانن کي تياري جو حڪم ڏنو. حليف قبيلن ڏانهن قاصد موڪليائين. ته هو به تيار ٿي شريڪ ٿين- انهيءَ ڪاروائيءَ ۾ اهو احتياط رکيو ويو ته جيئن ڪنهن کي به خبر نه پوي ته پاڻ سڳورن جو ڪهڙو ارادو آهي ۽ ڪيڏانهن جو قصد آهي. ان جو مطلب اهو هو ته جيئن قريشين کي خبر نه پوي، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ائين ٿيو، ته پوءِ وڏي جنگ لڳندي ۽ خونريزي جا امڪان وڌي ويندا. پاڻ ڪريمن ان خونريزيءَ کي روڪڻ ٿي گهريو، انهيءَ ڪري ڪاروائين کي ڳجهو رکيائون.

**روانگي جو ڏينهن:**

مخدوم صاحب ڄاڻايو آهي ته، ڏهين رمضان تي اسهيا، پر ڪن 2- رمضان ڄاڻائي آهي. سيرت ابن هشام ۾ ڏهين تاريخ آئي آهي.(5)

**ابوسفيان:**

ابوسفيان جي نالي وارا به ماڻهو هئا. هڪ ابوسفيان بن حارث بن عبدالمطلب، جيڪو پاڻ سڳورن جو سوٽ هو. ٻيو ابواميه قبيلي جو ابو سفيان بن حرب."ابواءِ" جي منزل تي جنهن ايمان آندو، اهو ابوسفيان بن حارث هو.

**مرالظهران:**
مڪي شريف کان هڪ منزل تي هڪ ڳوٺ هو، جنهن ڪي واديءَ فاطمہ چوندا هئا.(ان جي نسبت حضرت بيبي فاطمة الزهراء رضي الله تعاليٰ عنها ڏانهن نه آهي، پر انهيءَ نالي واري ڪنهن ٻي عرب عورت ڏانهن آهي.)(6) مرالظهران ۾ پهچي منزل انداز ٿيا، ته فوجون پري پري تائين ڦهلجي ويون.
پاڻ سڳورن جي حڪم تي جدا جدا باهيون ٻاريون ويون، جنهن ڪري سمورو ريگستان روشن ٿي ويو. فوج جي اچڻ جي ڪا ڪڙڪ ته اڳ ۾ ئي قريشين کي پئجي چڪي هئي، ان هوندي به جانچ لاءِ هنن حضرت بيبي خديجه جي ڀائيٽي حڪيم بن حزام، ابوسفيان ۽ بديل بن ورقه کي موڪليو. ٻنهي جهانن جي سردار جي خيمي تي جيڪو ٽولو پهرو ڏئي رهيو هو، ان ابوسفيان کي ڏسي ورتو.(7)
حضرت عمر جوش ۾ اچي بارگاه رسالت ۾ آيو ۽ قريشين جي آيل ماڻهن کي قتل ڪرڻ جي اجازت گهريائين حضرت عباس جان بخشيءَ جي درخواست ڪئي.
ابوسفيان اهو ماڻهو هو، جنهن اسلام دشمني ۾ ڪين گهٽايو هو. مسلمانن کي تڪليف ڏيڻ لاءِ وڏا وس ڪيا

هئائين. عرب قبيلن کي جوش ڏياري، مديني منوره تي بار بار حملا ڪرايا هئائين. نه فقط ايترو پر پاڻ ڪريمن کي قتل ڪرائڻ لاءِ ڳجهي رٿ رٿي هئائين. هيڏانهن هن جا اِهي ڪرتوت هئا، ۽ هوڏانهن رحمة للعالمين جي رحمت جو درياهه موج زن هو. ابوسفيان کي ڪن ۾ چيائون:”ڊڄ نه.“ بهرحال ابوسفيان اسلام قبول ڪيو.

اهي ماڻهو، جن لاءِ قتل جو حڪم صادر ٿيو:

مخدوم صاحب اهڙن ماڻهن جو انگ 15 ڏيکاريو آهي. اهو پندرهن جو تعداد حافظ مغلطائي ، مختلف حوالن تان گڏ ڪري ڏنو آهي(8) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي به 15 جو عدد ڏنو آهي. ڪن سيرت جي ڪتابن ۾ ڏهن جو عدد آيو آهي.(10) ابن اسحاق اٺ نالا ڏنا آهن(11) ابو دائود ۽ دارقطني جي روايت ۾ فقط ڇهه آهن. (12) بخاري ۾ فقط ابن خطل جو واقعو بيان ڪيل آهي،(13) ان تي مولانا شبلي لکيو آهي ته تحقيق جو دائرو جيترو قدر وسيع ٿيندو وڃي ٿو، اوترو قدر تعداد گهٽبو وڃي ٿو.(14)

اهي ماڻهو جن لاءِ قتل جو حڪم صادر ٿيو، سخت قسم جا ڏوهاري هئا. ان هوندي به انهن مان ستن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهن کي معاف ڪيو ويو. باقي چار ماڻهو قتل ٿيا:

هڪ عورت ۽ ٽي مرد: عبدالله بن خطل، مقيس بن صباب، حويرث بن نقيد ۽ ابن خطل جي ٻانهي قريبه.(15)

**فتح جو خطبو:**

مڪي شريف جي فتح کان پوءِ ٻئي ڏينهن جيڪو خطبو ارشاد فرمايائون، ان ۾ انسانن کي خطاب ڪندي فرمايائون:

”هڪ خدا کان سواءِ ڪو به خدا نه آهي. اهو هڪ آهي ۽ ان سان ڪو به شريڪ ڪونهي. هن پنهنجو وعدو سچو ڪري ڏيکاريو. هن پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪئي ۽ سڀني جماعتن کي اڪيلو ٽوڙي ڇڏيائين. خبردار. هر قسم جو مطالبو، پوءِ اهو خون جو مطالبو هجي، ٽوڙي دولت جو منهنجي پيرن جي هيٺان آهي(يعني منسوخ ۽ ممنوع آهي.) البته حرم ڪعبه جي متوليت ۽ حاجين کي پاڻي جا منصب ان کان مستثنيٰ آهن، يعني جيئن جو تيئن قائم آهن.

اي قريش قبيلي جا انسانو! اڄوڪي ڏينهن جاهليت جو غرور ۽ نسب تي فخر ۽ وڏائي، خدا ختم ڪري ڇڏيو. سڀ ماڻهو آدم جي اولاد آهن، ۽ آدم مٽيءَ مان پيدا ٿيو هو.

پوءِ قرآن مجيد جي هيءَ آيت پڙهيائون: يا اَيها الناس اِنا َخلقنا ڪم مِن ذَڪَر و اَنثيٰ و جعلنا ڪم شعوباَ و قبائلَ لِتعارفوا اِن اَڪرمڪم عندالله اَتقاڪم اِن الله عليم خبير0 (13:99)
(انسانو! مون توهان کي مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو، ۽ توهان جا قبيلا ۽ خاندان بنايم، ته جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻو. بي شڪ الله جي آڏو توهان مان وڏيڪ عزت وارو اُهو آهي، جيڪو متقي آهي. بيشڪ الله سڀ ڪجھ ڄاڻندڙ، سڀ خبر رکڻ وارو آهي.)
پوءِ فرمايائون: الله تعاليٰ شراب جي خريد و فروخت حرام قرار ڏني(16)
خطبو جيترو مختصر آهي، اوترو جامع آهي. هن خطبي ۾ انسانيت جا صحيح اصول ذهن نشين ڪرايائون. عرب، پيڙهي به پيڙهي، هڪ ٻئي کان پلؤ وٺندي ، ڪيئي خون ڪندا رهندا هئا. پاڻ سڳورن اهڙي جاهلانه ۽ وحشيانه رسم جي خاتمي جو اعلان ڪيو.
عربن کي حسب نسب تي هٺ ۽ وڏائي هوندي هئي. پاڻ ڪريمن رنگ ۽ نسل جي فرق ۽ امتياز کي ميساري ۽ مٽائي ڇڏيو. حقيقي مساوات جو درس ڏيندي، سيکاريائون

ته سڀ انسان هڪ جهڙا آهن- انهن ۾ ڪو به ويڇو، وڇاندر ڪونهي.

خدا جي وحدانيت جو اعلان ڪيائون، ۽ الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ سمورن معبودن جي نفي ڪيائون. خطبي جي ابتدا ئي انهيءَ اعلان سان ڪيائون، ته الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو به معبود ڪونهي. اهڙي طرح انسانيت جي ڳچيءَ مان گهڻن خدائن جي غلاميءَ جو ڳٽ، ٽٽي ڪري پيو، ۽ پڇي پور ٿي ويو. انهيءَ ڪري انسان کي، فڪري ۽ عملي آزادي ملي، ۽ سڀني انسانن کي هڪ جهڙو حق مليو.

انهيءَ اعلان انساني ذهن، فڪر ۽ عمل ۾ عظيم انقلاب پيدا ڪيو. انسان کي نيون راهون نصيب ٿيون، صالح ۽ صحتمند معاشري جو پايو پيو، انساني غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ مان نڪتو، بتن جي آڏو انساني قربانين جو خاتمو ٿيو، رحم، قياس ۽ درگذر ڪرڻ جا قدر انسان ۾ پيدا ٿيا، جنهن ڪري و حشانيت کي ڌڪ لڳو، نئين تهذيب وجود ۾ آئي، ۽ علم، فن ۽ سائنس جي صحيح معنيٰ ۾ ترقي شروع ٿي. ان کان سواءِ شهنشاهيت، آمريت ۽ فرعونيت جي نفي جو اعلان ٿيو. ٻڌايو ويو ته حقيقي حاڪم قادر

مطلق آهي. انهيءَ جا احڪام ئي قانون جو ماخذ آهن. ڪنهن به انسان کي حق ڪونهي، ته پنهنجي زبان مان نڪتل لفظن کي قانون جي صورت ڏئي.

پاڻ سڳورا جيئن ته رحمت للعالمين، بني نوع انسان جا معلم اخلاق ۽ مصلح اعظم هئا، انهيءَ ڪري عصبيت، انتقام، غرور، نخوت ۽ رنگ ۽ نسل جي ويڇي ۽ وچاندر کي حرام قرار ڏنائون. انسانن کي پاڻ ۾ برادري ۽ هڪجهڙائيءَ جو درس ڏنائون، نه فقط ايترو، پر اعلان کي عملي صورت ڏيندي، مڪي جي ماڻهن کي معاف ڪيائون. اهي ماڻهو جن مسلمانن کي هر قسم جون تڪليفون ڏنيون هيون. عفو ۽ در گذار ڪرڻ جو اهڙو مثال دنيا پيش ڪرڻ کان قاصر آهي.

**حوالا**

(1) تاريخ طبري اردو ترجمه، جلد اول، ص 387 کان 389، طبقات ابن سعد، اردو ترجمه، ص 474.

(2) سيرة النبي: شبلي نعماني، ج 1، ص 525

(3) سيرة النبي: شبلي نعماني، ج 1، ص 526، بحواله زرقاني، ج 2، ص 326.

(4) سيرة النبي: ج 1، ص 526، بحواله زرقاني: عليٰ المواهب ج 2، ص 337.

(5) سيرة ابن هشام، حصه دوم، ترجمه، ص 473. سيرة النبي، ج 1، ص 527.

(6) بذل القوة: مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، اردو ترجمه، لاهور، 1976ع ص 274.

(7) سيرة النبي، ج 1، ص 528، بحواله صحيح بخاري، شرح صحيح بخاري: حافظ ابن حجر ۽ تاريخ طبري.

(8) بحواله سيرة النبي، ج 1، ص 528.

(9) بذل القوة، اردو ترجمه،

(10) طبقات ابن سعد، حصه اول، اردو ترجم، ص 476، سيرة ابن هشام، اردو ترجمه، ص 485 کان 487 ۽ سيرة النبي ج 1، ص 528،

(11) بحواله سيرة النبي، ج 1، ص 528.

(12) ايضا

(13) صحيح بخاري،

(14) سيرة النبي، ج 1، ص 528.

(15) طبقات ابن سعد، اردو ترجم، ص 476.

(16) سيرة ابن هشام، حصه دوم، اردو ترجمه، ص 489.

۽ جڏهن (يتيمن) جو مال انهن جي حوالي ڪرڻ لڳو ته (ماڻهن ڪي) انهيءَ مال جو شاهد بڻايو ورنه حساب وٺڻ لاءِ ته بس الله ئي ڪافي آهي. (القرآن)

*

جيڪي ماڻهو يتيمن جي مال کي خرد برد ڪن ٿا اهي پنهنجي پيٽ ۾ چڻ ته ٿانبا وجهن ٿا ۽ اهي عنقريب دوزخ ۾ پوندا. (القرآن).

# اسلام جا ڏنل بنيادي انساني حق
# خطبه حجته الوداع

## محمد عثمان ڏيپلائي

حج جي ڏينهن حضور ﷺ عرفات جي اوپر پاسي "نمره" نالي هڪ وسنديءَ ۾، جتي سندن مرضيءَ موجب اڳيئي هڪ خيمو نصب ٿيل هو، اتي آرام فرمايو. سج لهڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجي اُٺ تي جنهن کي "قصوي" سڏيندا هئا. ان تي سوار ٿي ميدان عرفات جي وچ تي آيا ۽ سواريءَ جي حالت ۾ ئي بلند آواز ۾ خطبو ارشاد فرمايو، جنهن ۾ دين جي متعلق اهم ڳالهيون ٻڌائڻ فرمايائون. پاڻ سڳورا هر جملي کان پوءِ ڪجهه وقت ترسيا ٿي ۽ انهيءَ مهل ئي جناب ربيعه بن اميه (بن خلف) ساڳيا الفاظ ٻيهر ورجايا ٿي.

(1) الله تعاليٰ جي الوهيت، ذات، صفات ۽ اسما ء جي وحدت ۽ ان جي ڪامل ۽ مطلق قدرت

پاڻ سڳورن الله تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا ڪندي خطبي جي شروعات هن ريت فرمائي.
”لا الہ الا الله وحده لاشريڪ لہ، لہ الملڪ ولہ الحمد يحي ويميت و هو عليٰ ڪل شيءِ قدير. لا الہ اِلا الله وحده، انجر وعده و نصر عبده وهزم الا حزاب وحده“.
الله تعاليٰ جي ذات ڪانسواءِ ڪو ٻيو رب ناهي، ان جو ڪوبه شريڪ نه آهي ان جي ئي بادشاهي آهي ۽ سڀ ڪا تعريف ان ڪي ئي جڳائي. اهو جياري ٿو ۽ اهو ئي ماري ٿو ۽ ان ڪي ئي هر شيءِ تي قدرت حاصل آهي. الله تعاليٰ جي ذات ڪان سواءِ ڪو ٻيو رب نه آهي. هو يڪتا آهي. هن پنهنجو وعدو پورو ڪيو ۽ پنهنجي بندي (حضرت محمد صلى الله عليه وسلم) جي مدد فرمائي ۽ اڪيلي ان جي ذات ئي باطل جي سمورين قوتن ڪي شڪست ڏني.
(2) انساني وحدت _ برابري _ برادري ۽ آزادي
اي انسانو! جيڪي ڪجھ آءٌ چوان ان ڪي ڌيان سان ٻڌو، شايد ايندڙ سال يا ان ڪان پوءِ وري ڪڏهين به توهان سان هتي ملاقات نه ٿئي.
اي ماڻهوؤ! الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ته:-

”اسان توهان سڀني کي هڪ ئي مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو آهي ۽ پوءِ توهان کي جماعتن ۽ قبيلن ۾ ورهائي ڇڏيو ته جيئن اوهان جي سڃاڻپ ٿي سگهي. اوهان مان الله وٽ وڏيڪ عزت ڪرامت وارو اُهو آهي جيڪو وڏيڪ متقي آهي.“ (يعني الله تعاليٰ جو وڏيڪ خوف رکندڙ ۽ وڏيڪ راست و راست ڪردار).

”اي انسانو! غور سان ٻڌو ته:

”توهان جو رب به هڪ آهي ۽ توهان جو ابو (پيءُ) پڻ هڪ آهي. ياد رکو ته نه ڪنهن عجميءَ کي ڪنهن عرب تي برتري حاصل آهي نه ڪنهن عرب کي عجميءَ تي. نڪو ڪارو اڇي کان افضل آهي نه ڪو اڇو ڪاري کان!“

(3) فضيلت جو معيار صرف تقويٰ آهي

ها! بيشڪ فضيلت ۽ بزرگي جو ڪو معيار آهي ته اُهو آهي تقويٰ (يعني خوف الاهي، راست بازي و راست ڪرداري) سمورا انسان آدم جو اولاد آهن ۽ آدم جي حقيقت ان کان وڏيڪ ڪهڙي آهي ته هو مٽيءَ مان پيدا (ٺاهيو) ڪيو ويو. هاڻ فضيلت و برتري جا سمورا دعويٰ، خون و مال جا سمورا مطالبا، سمورو انتقام

منهنجي قدمن هيٺان لتاڙيا ويا آهن. بس بيت الله جي توليت ۽ حاجين کي پاڻي پيارڻ واريون خدمتون باقي رهنديون.

(4) ابن ڏاڏن جي ڪارنامن تي فخر ڪنهن کي به ڪم نه ايندو

ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو ته:-

”اي قريش جا ماڻهوؤ!“

ائين نه ٿئي ته الله تعاليٰ جي اڳيان توهان اهڙيءَ ريت اچو جو توهان جي ڪنڌ تي ته دنياوي بار هجي ۽ آخرت جو سامان وري ٻيا ماڻهو کڻي اچن.

جيڪڏهين ائين ٿيو ته آءٌ الله تعاليٰ جي اڳيان اوهان جي ڪنهن به ڪم نه اچي سگهندس.

قريش جا رهواسيو!

الله تعاليٰ توهان جي ڪوڙي غرور کي ختم ڪري ڇڏيو. پنهنجن ابن ڏاڏن جي ڪارنامن تي فخر ڪرڻ ۽ اجايا ڏاڙ هڻڻ جي ڪا به گنجائش ناهي.

(5) انساني جان مال ۽ عزت جي حفاظت

ماڻهوؤ! توهان جو خون، اموال ۽ عزت آبرو اهڙيءَ طرح باحرمت آهن، جهڙي طرح اچوڪو ڏينهن ۽ هي مهينو (ذوالحج) توهان لاءِ باحرمت آهي.

(6) دور جهالت جا سمورا انتقام ختم

ماڻهوؤ! دور جهالت جي هر ڳالھ (خراب) آءٌ پنهنجن قدمن جي هيٺ پائمال ڪريان ٿو. جاهليت جي مقتولين جو قصاص وديت بئي ڪالعدم قرار ڏنا وڃن ٿا. سڀ کان اڳ پاڻ بنو هاشم ربيعه بن حارث بن عبدالمطلب جي فرزند جو بدلو ۽ ديت معاف ڪرڻ جو اعلان ڪريان ٿو.

(7) سمورا وياج ۽ ربا ختم

اڄ کان هر قسم جو وياج ختم ڪيو وڃي ٿو. راءس المال کان سواءِ نه توهان هڪ ٻئي تي ظلم ڪريو. نه ڪو قيامت جي ڏيهن اوهان سان ظلم ڪيو ويندو. الله تعاليٰ پاڻ وياج ڏيڻ ۽ وٺڻ کي ممنوع فرمايو آهي.

عباس بن عبدالمطلب جو جيترو وياج ٻين ڏي واجب الادا آهي، ان کي موقوف ڪجي ٿو. اڄ کان سندس وياج جي سلسلي ۾ ڪيل مطالبا ختم ڪجن ٿا.

(8) الله تعاليٰ هر ڪنهن جي اعمال جو محاسبو ڪندو.

۽ بيشڪ جلد ئي سڀ الله تعاليٰ جي روبرو ويندا ۽ اهو سڀني جي اعمال جو محاسبو ڪندو. مون (سندس) پيغام سڀن تائين پهچائي ڇڏيو آهي.

(9) خانه جنگي گمراهي آهي

ڏسو! مون کان پوءِ گمراهه نه ٿجو، متان پاڻ ۾ ئي خون خرابو ڪرڻ شروع ڪريو!

(10) اسلامي ڀائيچارو

اي ماڻهوؤ! هر مسلمان ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي. ۽ سڀ مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن.

(11) ديانت

ڪنهن به شخص لاءِ پنهنجي ڀاءُ جي به ڪا شيءِ حلال ناهي، جيستائين هو پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان ڏي. ان ڪري نڪي پاڻ تي ظلم ڪريو نڪي هڪ ٻئي تي!

عورت لاءِ اهو جائز ناهي ته پنهنجي مڙس جو مال ان جي اجازت کانسواءِ ڪنهن ٻئي کي ڏي.

(12) امانت جي واپسي

جيڪڏهن ڪنهن وٽ امانت رکجي ته هو ان ڳالهه جو پابند آهي ته امانت رکندڙ کي امانت واپس پهچائي.

(13) غلامن سان مساوي سلوڪ

پنهنجي غلامن جو خيال رکو. انهن سان سٺو سلوڪ ڪريو، انهن کي پڻ اهو ئي کارايو جيڪي پاڻ کائو ٿا، ۽ انهن کي به اهڙو ئي لباس پهرايو، جهڙو پاڻ پايو ٿا. جيڪڏهن انهن کان ڪا غلطي ٿي وڃي ۽ اوهين معاف نه

ڪري سگهو ته انهن خدا جي بندن کي وڪڻي ڇڏيو. ۽ مٿن سختي نه ڪريو.
(14) پنهنجي ڪئي جو هر شخص پاڻ ذمه دار ٿيندو
هاڻ مجرم پنهنجي جرم جو پاڻ ذمه دار ٿيندو. نڪو پيءُ جي بدران پٽ پڪڙيو ويندو ۽ نڪو پٽ جو بدلو پيءُ کان ورتو ويندو.
(15) الله تعاليٰ وارثن جو حق پاڻ مقرر ڪري ڇڏيو آهي
اي ماڻهوؤ! الله پاڪ هر حقدار کي ان جو حق پاڻ ڏئي ڇڏيو آهي، هاڻ ڪو به وارث جي حق لاءِ وصيت نه ڪري.
(16) قرض جي ادائگي ۽ تاوان
قرض قابل ادائگي آهي. ورتل شيءِ واپس ڪرڻ گهرجي. تحفي جو بدلو ڏيڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪو ڪنهن جو ضامن ٿئي ته اهو تاوان ادا ڪري.
(17) حرام ڪاري جي سزا پٿر
ٻار ان ڏانهن ئي منسوب ڪيو ويندو جنهن جي بستري تي پيدا ٿيو هجي. جنهن تي حرامڪاري ثابت ٿي وڃي ان جي سزا پٿر آهي. حساب و ڪتاب الله تعاليٰ جي روبرو ٿيندو.

(18) نسب بدلائڻ واري تي الله جي لعنت

جيڪو پنهنجو نسب بدلائيندو ان تي الله جي لعنت آهي.

(19) عورتن جا حق

اوهان جي زالن جا اوهان تي ڪجھ حق آهن ۽ ساڳي طرح توهان جا حق عورتن تي آهن. مطلب هي ته هو اوهان سان وفاداري ڪن. ڪنهن به عورت کي اهو حق ناهي ته هوءَ ڪنهن غير مرد کي ويجهو ڪري. عورتن کي حياء اندر رهڻو آهي. جيڪڏهن انهن کان اهڙي طرح جو گناه سرزد ٿي وڃي ته کين سندن مرد اهڙي جسماني سزا ڏيئي سگهن ٿا، جيڪا انتهائي حد کي نه اورانگهي. عورتن جو اوهان تي اهو حق آهي ته توهان انهن کي چڱي طرح کارايو، سٺو پهرايو. آءُ توهان کي هدايت ٿو ڪريان ته زالن سان بهتر سلوڪ ڪريو، ڇو ته اوهان جي نڪاح ۾ اچڻ کان پوءِ هو اوهان جون پابند ٿي وڃن ٿيون. انهن جي باري ۾ خدا جي خوف کان ڊڄندا رهو، ڇو ته اوهان کين الله جي نالي تي حاصل ڪيو آهي ۽ ان جي نالي تي هو اوهان لاءِ حلال ٿيون. (يعني ايجاب و قبول سان)

(20) اطاعت امير

اي ماڻهوؤ! توهان نڪ ڪٽيل غلام جي پڻ اطاعت ڪريو. جيڪڏهن ان کي توهان جو امير بنايو ويو هجي. ۽ ان شرط سان ته هو الله جي ڪتاب مطابق فيصلا ڪري.

(21) قرآن شريف هميشه گمراهيءَ کان بچائيندو

اي ماڻهوؤ! منهنجي ڳالهه کي ڳنڍ ۾ ٻڌو! مون الله تعاليٰ جو پيغام اوهان تائين پهچائي ڇڏيو آهي. اوهان وٽ آءٌ اهڙي شيءِ ڇڏيو ٿو وڃان، جنهن تي جيڪڏهن اوهين قائم رهيا ۽ ان جي رهنمائي ۾ هليا ته ڪڏهن گمراهه نه ٿيندا. هي سرچشمہ هدايت الله جو ڪتاب آهي ۽ ها! ڏسو - ديني معاملات ۾ بحث کان بچو، ڇو ته توهان کان اڳ ماڻهو انهن ئي ڳالهين جي ڪري ماريا ويا.

شيطان کي هاڻ ان ڳالهه جي ڪا به توقع ڪونهي ته هاڻ هن شهر ۾ سندس عبادت ڪئي ويندي. پر ان ڳالهه جو امڪان ته اهڙن معاملن ۾ جن کي اوهين گهٽ اهميت ڏيو ٿا، سندس ڳالهه مڃي وڃي ۽ هو ان ۾ ئي راضي رهي. ان ڪري اوهين شيطان کان پنهنجي دين ۽ ايمان کي بچائجو.

(22) آخري نبي ۽ آخري امت

ماڻهوؤ! مون کان پوءِ نڪو نبي ايندو ۽ نڪا جديد امت ٿيڻ واري آهي. چڱي طرح ٻڌو ۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪريو.

(23) پنج ڪم جنت ۾ داخل ٿيڻ جي ضمانت آهن

1 - پنج وقت نماز ادا ڪريو

2 - رمضان جو سڄو مهينو روزا رکو

3 - پنهنجي مال جي زڪوات خوش دليءَ سان ڏيو.

4 - حج ڪريو!

5- پنهنجي اهل امر جي اطاعت ڪريو ته پنهنجي رب جي جنت ۾ داخل ٿي ويندا.

(24) تبليغ هر مسلمان تي فرض آهي

ٻڌو! جيڪي ماڻهو هتي موجود آهن انهن کي گهرجي ته هي احڪام ۽ هي ڳالهيون انهن کي ٻڌائين جيڪي هتي ناهن. ٿي سگهي ٿو ته جيڪي غير موجود آهن انهن مان ڪي توهان کان وڌيڪ سمجهڻ ۽ محفوظ رکڻ وارا هجن!

(25) حق رسالت جي ادائگي

ماڻهوؤ! قيامت جي ڏينهن توهان کان منهنجي باري ۾ سوال پڇيو ويندو. توهان تڏهن ڪهڙو جواب ڏيندا؟

ماڻهن جواب ڏنو ته:اسين ان ڳالھ جي شهادت ٿا ڏيون ته اوهان امانت (يعني الله جا حڪم) پهچايا ۽ رسالت جو حق ادا ڪيو. اسان کي ڪري ۽ کوٽي بابت ٺيڪ طرح ٻڌايو.
اهو ٻڌي حضور جن پنهنجي شهادت جي آڱر آسمان ڏي ڪري ٽي دفعا چيو:
يا الله گواهه رهج - يا الله گواهه رهج - يا الله گواهه رهج!

# حضور ﷺ جن جي ازدواجي زندگي

## سيد شاه محمد شاه شاد

حضور رسالت مآب ﷺ جن جي عسڪري، سياسي، سماجي، معاشي ۽ معاشرتي زندگي جهڙيءَ طرح مثالي آهي، تهڙيءَ طرح ازدواجي زندگي پڻ، درس ۽ نصيحت جي آئينه دار آهي. پاڻ سڳورا الله تعاليٰ طرفان آخري نبي هئڻ سان گڏ، امت مسلمه جا هادي ۽ رهبر ۽ عالم انسانيت جا معلم حقيقي هئا. زندگيءَ جو اهو ڪهڙو شعبو آهي جنهن ۾ سندن رهنمائي، امت لاءِ خصوصاً ۽ انسان ذات لاءِ عموماً، ذريعه نجات و فلاح نه هجي!

حضور جن جي بعثت کان اڳ، معاشري ۾ عورت کي عزت پريو مقام حاصل ڪونه هو. اهو حضور جن جي تعليمات جو ئي فيضان آهي، جو ان جي انفرادي حيثيت کي تسليم ڪيو ويو ۽ ان کي پنهنجي پيءُ ۽ مڙس جي

ميراث ۾ حصي دار بڻايو ويو، حالانڪ ظهور اسلام کان اڳ، عورت مظلوم ۽ مجبور هئي.

اسلام دنيا جو پهريون مذهب آهي، جنهن صنف ضعيف يعني عورت جي حق رسي ڪئي ۽ کين مردن جي برابر عزت جو مقام عطا ڪيو.

حضور جن جي ازدواجي زندگيءَ تي نظر ڪبي ته معلوم ٿيندو ته پاڻ سڳورن سڀ کان پهرين شادي حضرت خديجه رضي الله عنها سان ڪئي هئي، جا خاتون بيوھ هئڻ سان گڏ، چاليهن سالن جي عمر کي پهچي چڪي هئي. ان وقت حضور جن جي عمر عزيز 25 سال ۽ سندن جوانيءَ ۽ شباب جو دؤر هو، ته ٻئي طرف حضرت خديجه جي پيريءَ جو آغاز هو. تاهم پاڻ سڳورا، انهيءَ نيڪ سيرت خاتون سان، جنهن کي ڪتب سيرت ۾ ”طاهره“ جي لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو ۽ جنهن جي بطن مبارڪ مان حضرت خاتون جنت فاطمہ الزهراء رضي الله تعاليٰ عنها جي ولادت باسعادت ٿي هئي، تنهن پاڪيزه صفت عورت سان 25 سال نهايت ئي خوشگوار ازدواجي زندگي بسر ڪندا رهيا ۽ سندس حياتيءَ ۾ ٻي ڪا به شادي ڪانه ڪيائون. حضور جن

ڪي حضرت خديجة الڪبريٰ سان زندگي خواه زندگيءَ بعد بي انتها محبت رهي. وفات کان پوءِ جڏهن به سندس ذڪر خير نڪرندو هو، ته پاڻ سڳورا جوش محبت سبب بي چين ٿي فرمائيندا هئا ته:”جڏهين عام ماڻهن منهنجي تڪذيب ڪئي ته حضرت خديجہ منهن جي تصديق ڪئي، جڏهين عام ماڻهو، اسلام قبول ڪرڻ ۾ پس و پيش ڪري رهيا هئا ته هن اسلام قبول ڪيو، ۽ جڏهين منهنجو ڪو به معاون ڪونه هو، تڏهين هن منهنجي مدد ۽ معاونت ڪئي.“

حضرت خديجہ جي انتقال بعد، حضرت سؤده بنت زمعه کي حضور جن جي نڪاح ۾ اچڻ جي سعادت حاصل ٿي. اها خاتون مطلقه هئڻ سان گڏ عمر رسيده پڻ هئي. تاهم پورا چار سال، اها ام المومنين، پاڻ سڳورن جي تنها زوجہ ٿي رهي. انهيءَ دوران ۾ حضرت عائشه بنت ابوبڪر صديق پڻ حضور ﷺ جن جي نڪاح ۾ آئي، مگر چونڪه بيبيءَ جي عمر اجا 9 سال هئي، تنهنڪري سندس رخصتي چار سال گذرڻ بعد، يعني سنه 1 هجريءَ ۾ ٿي.

هن وقت حضور جن جي عمر عزيز 53 سالن تي پهتي هئي ۽ سندن نبوت کي 13 سال گذريا هئا. دراصل حضور جن جو واسطو انهيءَ قوم سان هو، جا اچا اسلامي نقطئه نگاه کان ته خير، مگر تهذيب و تمدن جي لحاظ کان به ناتراشيده هئي. ازانسواءِ حضور جن جي ذمه هيءُ خاص ۽ اهم ڪم پڻ هو، ته پاڻ سڳورا، انهيءَ پسمانده قوم کي، تعليم و تربيت ذريعي، زندگيءَ جي هر شعبي ۾، اعليٰ درجه جي مهذب، شائسته ۽ پاڪيزه قوم بڻائين. انهيءَ مقصد لاءِ، مردن جي تربيت سان گڏ، عورتن جي تربيت جي پڻ اشد ضرورت هئي. جنهن تهذيب و تمدن جا پاڻ سڳورا باني ۽ داعي هئا، تنهن موجب مردن ۽ عورتن جو آزادانه ميل جول غير پسنديده ۽ ممنوع هو، تنهن ڪري عورت کي براه راست تربيت ڏيڻ، حضور جن لاءِ ممڪن نه هو. البته عورتن جي اصلاح لاءِ رڳو هڪ ئي صورت ممڪن هئي، ته پاڻ سڳورا، مختلف عمر، مختلف ذهن، مختلف صلاحيت ۽ مختلف قبيلن جي خواتين سان نڪاح ڪري، کين سڌيءَ طرح تعليم و تربيت ڏين ۽ پوءِ انهن مان هر هڪ کي،

شهريءَ، بدوي، جوان ۽ عمر رسيده عورتن کي، دين، اخلاق ۽ تهذيب جا اصول سيکارڻ تي مامور ڪن.

انهيءَ غرض و غايت جي پيش نظر ۽ مسلم معاشري جي تعليم خاطر، الله تعاليٰ طرفان نبي ڪريمﷺ لاءِ، نڪاح ۽ شاديءَ جي سلسلي ۾ خاص ضابطو ۽ قانون رائج ڪيو ويو، جنهن موجب، حضور جن کي حسب ذيل پائبندين کان مستثنيٰ ڪيو ويو، جيڪي رواجي طرح عام مسلمانن، تي سندن ازادواجي زندگيءَ ۾ عائد ٿيل آهن:-

(1) چئن کان زياده نڪاح ڪرڻ جي رعايت.

(2) ازواج مطهرات کي ”امهات المؤمنين“ جو درجو ڏنو ويو ۽ سندن متعلق هيءُ حڪم ته اهي مسلمانن لاءِ ماءُ وانگر، حرام آهن ۽ حضور جن کان بعد انهن مان ڪنهن سان به نڪاح ٿي نه سگهندو.

قرآن حڪيم جي ”سورة احزاب“ ۾ انهيءَ خصوصي رعايت جو ذڪر، هن آيت ڪريمه ذريعي زياده وضاحت سان ڪيو ويو آهي. ارشاد باري تعاليٰ آهي ته ”خالصة لڪ من دون المومنين“ (يعني اي رسول الله، هيءَ رعايت خاص اوهان لاءِ آهي ۽ نه عام مسلمانن لاءِ.)

امت مسلمه جي تعمير لاءِ جيڪا اصلاح، پاڻ سڳورن الله تعاليٰ جي حڪم سان عملاً رائج ڪئي، تنهن جي صداقت متعلق، امت جي دل ۾ ڪو به شڪ و شبه، ۽ ان جي جائز هئڻ ۾، سندن ذهن ۾ ڪا به ڪراهت باقي نه رهي، تنهن لاءِ حضور جن پنهنجي ازدواجي زندگيءَ ۾ هڪ طرف بيوه ۽ طلاق مليل عورتن سان نڪاح ڪيو، ته ٻئي طرف پنهنجي آزاد ڪيل غلام ۽ گود ۾ ورتل حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ جي طلاق ڏنل زال، حضرت زينب، جا رشتي جي لحاظ کان حضور جن جي پڦي زاد همشيره پڻ هئي، سان شادي ڪئي. اهڙيءَ طرح، انهيءَ مصنوعي بندش ۽ رسمي تقدس کي، حضور جن پنهنجي عملي ازدواجي زندگيءَ سان ختم ڪري، دؤر جاهليت جي باطل تصور ۽ بي جا رسم و رواج کي، هميشہ هميشہ لاءِ مٽائي ڇڏيو. حضرت زينب سان نڪاح ڪرڻ وقت، حضور جن جون چار بيبيون اڳ ئي موجود هيون:- (1) حضرت سؤده (2) حضرت عائشه (3) حضرت حفصه (4) حضرت ام سلمه رضي الله عنهن، حضرت زينب، حضور جن جي پنجين بيبي هئي. ان بعد آنحضرت جن جي حرم پاڪ ۾، ازدواج مطهرات جو

تعداد به يڪ وقت نَو ۽ ڪن ڪتب سيرت موجب، يارنهن تائين پهتو هو. ظاهر آهي ته اصول فطرت مطابق، اهي پاڪ طينت خواتين، مختلف مزاج ۽ طبيعت جون حامل هونديون، مگر حضور جن جي فيض صحبت جو مثُن هيءُ اثر هو، جو سڀئي پاڻ ۾ شير و شڪر هيون ۽ باوجود فقر و فاقه جي، ازواج مطهرات مان ڪنهن به، حالات جي ستم ظريفيءَ جي ڪڏهن به شڪايت ڪانه ڪئي.

چونڪه حضور جن الله جا رسول مقبول ۽ خاتم النبيين هئا ۽ بحڪم آية ڪريمه ”ولڪن رسول الله و خاتم النبيين“ (يعني آنحضرت جن ڪان پوءِ ڪو به رسول ته درڪنار، پر نبي به اچڻ وارو ڪونه آهي“) تنهن ڪري ضروري هو، ته قانون ۽ معاشري جي تمام تر اصلاح ۽ رسم جاهليت جو سدباب حضور جن خود پنهنجي زندگيءَ ۾ سرانجام ڏين ۽ پاڻ سڳورا، مختلف خاندانن مان شاديون ڪري، پراڻين دشمنين ۽ عداوتن کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏين. چنانچه حضور جن، جن خواتين سان نڪاح ڪرڻ فرمايو، تن جي ذاتي صلاحيتن ۽ اوصاف ڪان علاوه، انهن جي انتخاب ۾، هيءَ مصلحت پڻ ڪار

فرما هئي. حضرت عائشه ۽ حضرت حفصه سان نڪاح ڪري، حضور جن حضرت ابو بڪر ۽ حضرت عمر سان پنهنجي ذاتي تعلقات کي زياده مستحڪم ۽ مضبوط ڪري ڇڏيو. حضرت اُم سلمه جو تعلق، خالد بن وليد جي خاندان سان ۽ حضرت ام حبيبه، ابو سفيان جي نياڻي هئي. انهن ٻنهي شادين، دشمني ۽ عداوت جو زور گهٽي حد تائين ٿوڙي ڇڏيو، بلڪ ام حبيبه جي نڪاح بعد ابو سفيان ڪڏهين به حضور جن جي مقابلي لاءِ پيش پيش نه رهيو.

حضرت صفيه ۽ حضرت جويريه يهودي خاندان مان هيون، جن کي آزاد ڪري حضور جن پنهنجي نڪاح ۾ آندو هو. انهن شادين بعد، يهودين طرفان مزيد سازشون سرد پئجي ويون، ڇاڪاڻ ته انهيءَ زماني جي عرب روايات موجب، جنهن شخص جي ڪنهن قبيلي مان شادي ٿيندي هئي ته اهو شخص، نه صرف انهيءَ عورت جي خاندان جو، بلڪ پوري قبيلي جو داماد سمجهيو ويندو هو ۽ داماد سان مقابلو يا جنگ، عرب تهذيب موجب، عار سمجهي ويندي هئي. معاشري جي عملي اصلاح ۽

جاهلانه رسوم کي ٽوڙڻ پڻ، حضور جن جي فرائض منصبي ۾ داخل هو.

غرض ته حضور جن جي ازدواجي زندگي، تمام تر عدل و انصاف تي مبني هوندي هئي. پاڻ سڳورا، سڀني ازواج مطهرات کي، بلا امتياز شرف صحبت سان نوازيندا هئا ۽ ڪنهن به هڪ کي، ٻئي تي ترجيح ڪانه هوندي هئي. سڀئي ازواج مطهرات حضور جن جي خلوت خواه جلوت ۾ شريڪ صحبت رهي، مذهبي احڪام کان سڌيءَ طرح بازياب ۽ فيض ياب ٿينديون هيون. ابو دائود جي روايت آهي ته آنحضرت جن جي زندگيءَ جو هيءُ معمول هوندو هو ته پاڻ ازواج مطهرات جي حجرن ۾، جي هڪ ٻئي سان قريب هوندا هئا، روزانو تشريف فرما ٿي، کين ديني و اخلاقي تعليمات سان سرفراز فرمائيندا هئا. اهڙي طرح سڀئي ازواج مطهرات، امت جي دعوت و اصلاح جي عظيم مقصد ۾، حضور جن سان رفيق ڪار ثابت ٿيون.

دنيا جي مذهبي تاريخ ۾ صرف آنحضرت جن جي ازدواجي زندگي، هر لحاظ کان مثالي آهي. پاڻ سڳورن جون ازواج مطهرات اڪثر معزز گهراڻن سان تعلق

رکندڙ هيون، جنهن ڪري سندن طبعي ميلان، خوش لباسي ۽ خوش خوراڪي طرف هئڻ کپندو هو. کين هر خوش ذائقه غذا ۽ هر ديده زيب لباس، پنهنجي طرف راغب ڪري سگهيو ٿي، مگر حضور جن جيئن پاڻ کي غذاهائي لطيف ۽ لباسهاي فاخره کان پري رکيو، تيئن پنهنجي ازواج مطهرات کي به انهيءَ دنيوي ڏيک ويک کان ڪوهين ڏُور رکيو. صحيح بخاريءَ ۾، حضرت عائشہ کان روايت آهي ته ”ما کانت لاحدنا الاثوب واحدة“ يعني: ”اسان مڙني وٽ صرف هڪ هڪ وڳو ڪپڙن جو هوندو هو.“ حضور جن کي پنهنجي ازواج ۽ اولاد سان، بي انتها محبت هئي، مگر اها محبت رنگين ۽ قيمتي لباس، يا سون جي زيورن جي صورت ۾ ڪڏهن ظاهر ڪانه ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو آنحضرت جن جي ازواج مطهرات، اولاد ۽ خاندان جي ساري زندگي، سندن اُسوهء حسنه جو اعليٰ ترين مظهر پڻ هئي.

ازواج مطهرات جو سوانحي خاڪو:

(1) حضرت خديجه بنت خويلد بن اسد: عام طرح ”طاهره“ جي لقب سان ئي مشهور هئي. سندس پهرين شادي، ابو هاله بن زراده تميمي سان ٿي، جنهن مان کيس

به پٽ پيدا ٿيا. سندس ٻي شادي عتيق بن عايد محزومي سان ٿي، جنهن مان کيس هڪ نياڻي ڄائي.

عتيق جي وفات بعد، حضرت خديجہ حضور جن جي عقد نڪاح ۾ آئي. ان وقت سندس عمر 40 سال ۽ آنحضرت جن جي 25 سال هئي. نڪاح بعد حضرت خديجه 25 سال زنده رهي. سندس زندگي تائين، حضور جن ٻي شادي ڪانه ڪئي.

حضور جن بي بي خديجة الڪبريٰ کي زندگي خواه سندس زندگي بعد، نهايت پيارو گهرندا هئا. سندن متعلق پڻ فرمائيندا هئا:

”جڏهن عام ماڻهن منهنجي تڪذيب ڪئي ته هن منهجي تصديق ڪئي، جڏهن عام ماڻهو اسلام قبول ڪرڻ ۾ پس و پيش ڪري رهيا هئا ته هن اسلام قبول ڪيو ۽ جڏهن منهنجو ڪو به معاون ڪونه هو تڏهن هن منهنجي مدد ۽ معاونت ڪئي.“

(2) حضرت خديجہ رضه جي انتقال بعد، سڀ کان اول حضور جن جي نڪاح ۾ اچڻ جي فضيلت حضرت سؤده بنت زمعه بن قيس کي حاصل ٿي. اها ابتداءِ اسلام ۾ مشرف باسلام ٿي هئي، جنهن ڪري کيس قديم الاسلام

هئڻ جو شرف حاصل آهي. سندس پهرين شادي سڪران بن عمرو سان ٿي هئي، جنهن جي وفات بعد حضرت سوده سن رسيده حالت ۾ حضور جن جي نڪاح ۾ آئي.
آنحضرت صلى الله عليه وسلم جن جي اخلاق و عادات ۾، فياضي ۽ سخاوت جو نمايان وصف هوندو هو. اصحاب سڀورن مان جن کي ساڻن زياده تقرب حاصل هو، تن تي انهيءَ وصف خاص جو زياده اثر ٿيندو هو. چونڪه ازواج مطهرات کي، حضور صلى الله عليه وسلم جن جي اخلاق و عادات ۽ فيض صحبت کان فيضياب ٿيڻ جو سڀ کان زياده موقعو حاصل ٿيندو هو، تنهن ڪري اهي وصفون انهن ۾ عام طرح نظر ايندڀون هيون. حضرت سؤده ۾ به اها وصف يعني فياضي ۽ سخاوت جي وصف تمام گهڻي قدر هئي. سندس وفات، حضرت عمر رضه جي خلافت جي آخري دؤر ۾ ٿي.
(3) حضرت عائشه بنت ابوبڪر صديق: سنه 10 نبويءَ ۾، جڏهن سندس عمر اجا 9 سال هئي، ته سندن حضور جن سان نڪاح ٿيو. نڪاح بعد حضور صلى الله عليه وسلم جن جو مڪي ۾ قيام صرف 3 سال رهيو ۽ سنه 13 نبويءَ ۾ پاڻ مديني ڏانهن هجرت ڪري ويا. سندس حضور صلى الله عليه وسلم جن

سان رفاقت 9 سال رهي ۽ جڏهن حضور ﷺ جن انتقال فرمايو ته سندس عمر 18 سال هئي، حضور ﷺ جن کان پوءِ 48 سال زنده رهي ۽ 66 ورهين جي ڄمار ۾ سال 57 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

حضور ﷺ جن کي حضرت عائشه رضه سان بي حد محبت هئي. انهيءَ محبت سبب ئي آنحضرت ﷺ جن، ٻين ازواج مطهرات کان اجازت وٺي، پنهنجي زندگيءَ جا باقي ڏينهن حضرت عائشه رضه جي حجري ۾ گذاريا.

(4) حضرت حفصه بنت عمر: سندس پهرين شادي خنيس بن حذاقه سان ٿي. جنگ بدر ۾، خنيس جي شهادت بعد حضرت حفصه جو نڪاح، حضور جن سان ٿيو. سندس وفات سال 45 هجريءَ ۾ ٿي، جڏهن سندس عمر 63 سال هئي.

(5) حضرت ام المساڪين زينب بن خزيمه بن حارث: فقيرن ۽ مسڪينن کي نهايت فياضيءَ سان کارائيندي هئي، جنهن ڪري کيس ”اُم المساڪين“ جي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي. سندس پهرين شادي عبدالله بن جحش سان ٿي هئي، مگر جنگ احد ۾ ان جي شهادت بعد حضور جن جي نڪاح ۾ آئي. سندس زندگي وفا نه ڪئي،

چو ته شاديءَ بعد صرف به ٽي مهينا زنده رهي، جنهن بعد سندس انتقال ٿيو. حضور جن جي زندگيءَ ۾ حضرت خديجہ کان پوءِ بيبي زينب ئي هئي، جنهن وفات فرمائي. وفات وقت سندس عمر 30 سال هئي. حضور جن پاڻ جنازه پڙهائي ۽ سندس تدفين جنة البقيع ۾ ٿي.

(6)حضرت اُم سلمه بنت سهيل (ابي اميه)، سندس پهرين شادي عبدالله بن عبدالاسد سان ٿي هئي، جنهن جي جنگ احد ۾ شهادت ٿي. شوهر جي وفات وقت، حضرت ام سلمه حامله هئي. وضع حمل ۽ مدت عدت بعد سندس شادي، حضور جن سان ٿي. ازواج مطهرات مان، حضرت ام سلمه سڀني کان پوءِ 63 هجري ۾ وفات ڪئي، جڏهن سندس عمر 84 سال هئي.

(7) حضرت زينب بنت جحش: سندس پهريون نڪاح حضور جن جي آزاد ڪيل غلام زيد بن حارث سان ٿيو. طلاق بعد سندس نڪاح آنحضرت جن سان ٿيو. اُن وقت سندس عمر 35 سال هئي. رشتي ۾ حضور جن جي پڦاٽ هئي. حضور جن جي رحلت بعد، ازواج مطهرات مان اها پهرين بيبي هئي، جنهن جو سنه 20 هجريءَ ۾ 53 سالن جي عمر ۾ انتقال ٿيو.

(8) حضرت جويريه بنت حارث بن ضرار: سندس پهرين شادي مسافع بن صفوان سان ٿي جو غزوهء مريسيع ۾ مسلمانن هٿان قتل ٿي ويو ۽ جويريه گرفتار ٿي. حضورﷺ جن کين آزاد ڪرائي ساڻس نڪاح ڪيو. سندس وفات سال 50 هجريءَ ۾ ٿي اُن وقت سندس عمر 65 سال هئي.

(9) حضرت اُم حبيبه بنت ابو سفيان بن حرب: سندسن پهرين شادي عبيدالله بن جحش سان ٿي، عبيدالله جي مرتد يعني عيسائي ٿيڻ بعد، پاڻ اسلام تي قائم رهندي انهيءَ کان علحدگي اختيار ڪيائين، جنهن بعد سندس نڪاح حضور جن سان ٿيو. سال 44 هجري ۾ وفات ڪيائين.

(10) حضرت ميمونه بنت حارث: پهرين شادي مسعود بن عمرو سان ڪيائين. طلاق بعد ٻي شادي ابورهم بن عبدالعزيٰ سان ٿي، جنهن جي انتقال بعد، حضور جن جي نڪاح ۾ آئي. سال 51 هجريءَ ۾ سندس وفات ٿي.

(11) حضرت صفيه بنت حي بن اخطب: جنگ خيبر ۾ يهودين جي قبيلي بنو نضير مان حضور جن جي حصي ۾ آئي. سندس پهرين شادي سلام بن مشڪم يهودي سان ۽ ٻي شادي ڪنانه يهودي سان ٿي. جنگ خيبر ۾ ان جي قتل

ٿي وڃڻ بعد گرفتار ٿي. حضور جن کين آزاد ڪري ساڻس نڪاح ڪيو. سال 50 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

حضور جن جي حرم پاڪ ۾ ازواج مطهرات جو تعداد به يڪ وقت تائين پهتو هو. اصول فطرت مطابق انهن ۾ هر مزاج ۽ هر طبيعت جون عورتون هيون. انهن ۾ جيڪڏهن باهمي رشڪ ۽ رقابت هئي ته محبت ۽ چاهه جي ڪمي به ڪا نه هئي، حضور جن جي صحبت جو مٿن هيءُ اثر هو، جو باوجود فقر و فاقه جي ۽ باوجود خورش و پوشش جي خاطر خواه انتظام نه هئڻ جي، ازواج مطهرات مان ڪنهن به حالات جي ستم ظريفي جي شڪايت ڪانه ڪئي.

حضرت خديجه کان پوءِ ازواج مطهرات مان، حضور ﷺ جن کي حضرت عائشه سان محبت هئي، مگر محبت جو سبب، عام انسانن وانگر نه هو. حُسن صورت خواه ظاهري محاسن ۾ ٻيون ٻيبيون به گهٽ ڪو نه هيون، خصوصاً حضرت صفيا، ڪم سن هئڻ سان گڏ، حسن صورت ۾ سپني کان سرس هئي. ليڪن حضرت عائشه جي قابليت، ذهانت، فراست ۽ معلومات وغيره جا اوصاف، سندس ترجيح جا اصلي ڪارڻ هئا. حضور

ﷺ جن کي سڀ کان پسنديده شيءِ ''دين'' هئي، انهيءَ ڪري ازواج مان ڪين اها بيبي زياده محبوب ۽ منظور نظر هئي، جنهن کان دين جي خدمت زياده ادا ٿي سگهي.ازواج مطهرات، حضور ﷺ جن جي خلوت خواه جلوت ۾ شريڪ صحبت ۽ مذهبي احڪام و مسائل جي علم و اصلاح کان، سڌيءَ طرح بازياب ۽ فيضياب ٿينديون هيون. چونڪ حضرت عائشه زياده ذهين هئي، تنهن ڪري ديني مسائل ۾ ڪيس زياده درڪ حاصل هو.

ابو دائود جي روايت آهي ته آنحضرت ﷺ جن جي روزمره جو معمول هيءُ هوندو هو ته پاڻ ازواج مطهرات جي حجرن ۾، جي هڪ ٻئي سان ملحق هوندا هئا، تشريف فرما ٿي، هر هڪ وٽ ڪجهه وقفه لاءِ ترسندا هئا ۽ جڏهن انهي اُم المومنين جي گهر پهچندا هئا، جتي ڪين ترتيب موجب رات لاءِ ترسڻو هوندو هو، ته پاڻ سڀورا اتي قيام فرمائيندا هئا.

بعض روايتن ۾ هن طرح آيو آهي ته جنهن بيبيءَ جي گهر ۾ رات جو قيام هوندو هو، اُتي سڀئي ازواج مطهرات گڏ ٿي، آنحضرت جن جي صحبت کان مستفيض ٿينديون هيون ۽ ڪافي رات گذرڻ بعد، سڀئي پنهنجي

پنهنجي حجرن ڏانهن هليون وينديون هيون. انهيءَ مان ظاهر آهي ته ازواج مطهرات جون دليون، هڪ ٻئي ڏانهن صاف هيون ۽ اُهي باهمي طور پڻ آنحضرت صلى الله عليه وسلم جن جو شرف صحبت حاصل ڪنديون هيون.

انسان بذات خود ته فاقه ڪشي اختيار ڪري سگهي ٿو ۽ سخت کان سخت تڪليفون پڻ برداشت ڪري سگهي ٿو، مگر هو پنهنجي عيال ۽ اولاد جي آسائش ۽ آرام پهچائڻ ۾ ڪڏهن پوئتي پئجي نه ٿو سگهي. دنيا جي مذهبي تاريخ ۾ صرف آنحضرت جن جي زندگي، انهيءَ لحاظ کان مثالي آهي. پاڻ سڳورن جي ازواج جو تعداد هڪ وقت تي 9 يا 11 تائين پهتل هو، جن مان اڪثر معزز گهراڻن سان تعلق رکندڙ هيون، جنهن ڪري سندن قدرتي ميلان، خوش خوري ۽ خوش لباسي طرف هئڻ کپندو هو. کين هر خوش گوار غذا ۽ هر خوش نما لباس، پنهنجي طرف مائل ڪري سگهيو ٿي، مگر پاڻ سڳورن جيئن پاڻ کي غذاهاي لطيف ۽ لباسهاي فاخره کان پري رکيو تئن پنهنجي ازواج مطهرات کي پڻ انهيءَ دنيوي ڏيک ويک جو خوگر ٿيڻ کان ڪوهين دور رکيو. اهو ئي سبب آهي

جو آنحضرت جن جي ازواج، اولاد ۽ خاندان جي ساري زندگي، سندن اسوهء حسنه جو اعليٰ ترين مظهر هئي.

*

جيڪي ماڻهو پنهنجو مال خدا جي راه ۾ خرچ ڪن ٿا، انهن جو مثال انهيءَ داڻي جو آهي جيڪو پوکيو وڃي ته ان مان ست لڙهيون پيدا ٿين ۽ هر لڙهي ۾ هڪ سو داڻا. ۽ الله برڪت وجهندڙ آهي، جنهن کي چاهيندو آهي ۽ الله وڏي گنجائش وارو ۽ واقف آهي.(القرآن)

*

سوالي کي نه جهڻڪيو. کيس نرمي سان جواب ڏيو ۽ سائل جي(اصرار کي) درگذر ڪري ڇڏيو. درگذر ڪرڻ انهيءَ خيرات کان گهڻو بهتر آهي جنهن جي ڏيڻ سان سائل کي ايذاءُ پهچي ۽ الله بي نياز ۽ بردبار آهي(القرآن)

# حضُور پَاڪ جَي حَرمَن
# جَو ديني ڪردَارَ

## ڊاڪٽر محمد ايوب قادري
## مترجم: عبدالرحمان جوڻيجو

عورت جي فطري خصوصيتن کي سامهون رکي حضرت خديجہ الڪبريٰ کي ڏسو ته ان جي اڳيان سندس مڙس غار حرا جو واقعو بيان ڪري ٿو يا ائين چئجي ته هڪ دعويٰ ڪري ٿو. دعويٰ به ڪا معمولي نه. نبوت جي دعويٰ، وحي خداوندي جي دعويٰ، جبرئيل سان هم ڪلامي جي دعويٰ، هڪ اهڙي دعويٰ، جنهن جو اڳ ڪڏهن اشارو به نه ڪيو هو.

وري رفيقه حيات ڪا معمولي عورت ناهي- واپارين جي بادشاهه آهي، جهان ديده آهي- زماني جي لاهن چاڙهن کان چڱي طرح واقف- هن کي ڪو به فريب ڏئي نٿو سگهي- وڏي ڳالهه ته ننڍي عمر جي به ناهي جو مڙس

جي ڳالهين ۾ اچي وڃي بلڪه مڙس کان عمر ۾ پندرهن سال وڏي آهي. ان تي لطف اهو آهي ته معاشيات ۾ خود ڪفيل آهي بلڪه مڙس جي ڪفالت به ڪري ٿي. زال آهي- مڙس جي ڪا ڳالهه يا ڪا ادا هن جي اکين کان پري ناهي- هوءَ مڙس جي جلوت کان به واقف آهي ۽ خلوت جي داناءِ راز آهي- مڙس جي زندگي جي ڪا به ڪنڊ هن کان لڪل ناهي- هوءِ جهان ديده، صاحب فراست آهي- هوءِ دوربين نگاهه رکي ٿي- هنکي خبر آهي ته مڙس جي پيغام کي قبول ڪرڻ زمين ۽ آسمان کي دشمن بنائڻ آهي- خاندان ۽ سڄي قوم جي دشمني کٽڻي آهي- آفتن جو مقابلو ڪرڻو آهي- مسلسل آزمائشن جي ٻٺين ۾ سڙڻو آهي. جان مال ۽ آبرو، مطلب ته زندگي کي خطري ۾ وجهڻو آهي.

پيو ته پيغام ڏيڻ وارو هن پوري ڪائنات ۾ اڪيلو آهي. هن جو ڪو به حامي ۽ مددگار ناهي- هن سان ڪا به قوم يا جماعت ناهي- دولت ۽ اقتدار ناهي-

پر ملاحظه هجي- هوءِ پيغام ٻڌي سڄي ڪائنات ۾ سڀني کان پهريان ايمان آڻي ٿي ۽ ايمان آڻيندڙ جي صف ۾ سر فهرست هن جو نالو لکيو وڃي ٿو. آزمائش شروع ٿي

وجي ٿي. هوءِ تن من ڌن ۽ هر مال متاع عزيز مڙس جي پيغام تي قربان ڪرڻ شروع ڪري ڏئي ٿي. اهو سلسلو ڏهن سالن تائين قائم رهي ٿو. دنيا جون ساريون تڪليفون سهي ٿي پر ڪو به شڪايت جو لفظ زبان تي نٿي آڻي. ڪڏهن اُف نه ڪئي. ڪڏهن به هن جي عزم ۾ ڪو لوڏو نه آيو بلڪه اسان ته اهو ڏسون ٿا ته جيڪا به آزمائش ٿئي ٿي، اها سندس ايمان کي وڌيڪ پختو ڪري ڇڏي ٿي. هر تڪليف هن ۾ نئون عزم پيدا ڪري ڇڏي ٿي. هوءِ پنهنجي مڙس کي سهارو ڏئي ٿي. حوصله افزائي ۽ پشت پناهي ڪري ٿي. هن جي ملم ۽ ان جي زخمن جو پهو بنجي وجي ٿي.

حضرت محمد(صلى الله عليه وسلم) جو سڀ کان وڏو معجزو هيءُ آهي ته سندن پيغام کي سڀ کان پهريائين سندس رفيقه حيات حضرت خديجة الڪبريٰ قبول ڪيو.

ازواج مطهرات حضور جن کي ڪيتري قدر چاهينديون هيون، ان جو روشن ثبوت قرآن ڪريم آهي. سوره احزاب ۾ آهي ته:

۽ اي نبي، پنهنجن زالن کي فرمائي ڇڏيو ته جيڪڏهن توهان دنيوي زندگي ۽ ان جي آرائش چاهيون ٿيون ته اچو

ته مان توهان کي ڪجھ مال ۽ متاع ڏئي رخصت ڪري ڇڏيان خوشيءَ سان ۽ جيڪڏهن توهان الله کي ۽ ان جي رسول کي ۽ عالم آخرت کي مقصد رکو ٿيون ته پوءِ الله توهان مان نيڪ ڪردارن جي لاءِ اجر عظيم تيار رکيو آهي“.

انهيءَ اعلان کانپوءِ ازواج مطهرات ڪهڙو رستو اختيار ڪيو. سڀني الله، ان جي رسول ۽ عالم آخرت جو رستو پسند ڪيو. اهي آهن زال ۽ مرد جا تعلقات محبت، صلي الله عليہ وسلم.

حضرت عائشه کان جڏهن پڇيو ويو ته حضور جو اخلاق ڪهڙو هو ته پاڻ جواب ڏنائون ته حضور جو اخلاق قرآن آهي. ۽ قرآن ڇا چاهي ٿو:

”عورتون توهان لاءِ لباس آهن ۽ توهان انهن جي لاءِ لباس آهيو“.

يعني توهان ٻئي هڪ ٻئي جي ضرورت پڻ آهيو. دنيا جي سردي گرمي کان حفاظت پڻ آهيو. زينت به آهيو. پرده پوش به آهيو ۽ جسماني طور تي نزديڪ ترين به آهيون.

عبدالله بن عمر کان روايت آهي ته حضور جن فرمايو ته دنيا جون سموريون شيون عارضي فائديمند آهن ۽ دنيا جي بهترين فائدي وٺڻ جي شيءِ نيڪ عورت آهي، چاڪاڻ ته نيڪ عورت جو فائدو پائدار ۽ هميشہ رهڻ وارو آهي(مسلم)

حضور جن فرمايو ته:

”جيڪڏهن مان حڪم ڏيان ها ته ڪو ڪنهن کي سجدو ڪري ته زال کي حڪم ڏيان ها ته اها پنهنجي خاوند کي سجدو ڪري“.

هڪ جڳهه ارشاد آهي:

”جيڪڏهن ڪا عورت انهيءَ حال ۾ مري وڃي جو سندس خاوند ان کان راضي هو ته اها جنت ۾ داخل ٿيندي“.

ڪاشانه نبوي چا آهي هڪ کليل ڪتاب، جنهن جو جڏهن دل چاهي ۽ جتان دل چاهي ڏسي وٺي. حضور جي حيات مقدس ۽ سيرت مبارڪ جي هر ڪنڊ روشن ۽ راهه هدايت آهي ۽ دنيا وارن لاءِ عمل جو نمونو - حضور جن ٻڌايو آهي ته جنهن لائحه عمل کي توهان دنيا وارن اڳيان اهڙي شد و مد سان پيش ڪريو ٿا. ان تي گهر جي

چوديواري جي اندر خود ڪيترو عمل ڪريو ٿا. پاڻ اعلان ڪيائون ته هر عمل جي ابتدا سندن ذات مبارڪ کان ۽ سندن گهر کان ٿئي ٿي. انصاف، ايمانداري، محبت، قناعت، قرباني، خلوص، عزت، نيڪي، عصمت، شعاري جن عظيم الشان اصولن کي مڃڻ جي تقاضا ٻين کان ڪندا هئا، انهن تي سڀ کان پهريائين توهان خود ۽ توهان جا گهر وارا عمل ڪندا هوا. اهي ازواج مطهرات ئي هيون جن حضور جي چوديواري جي اندر زندگي کولي کولي دنيا وارن اڳيان پيش ڪئي ۽ انهيءَ حيات مقدس ۽ اسوه حسنه جي پيروي جي دعوت ڏني.

پيغمبر اسلام جو هر ڪم هڪ ئي مقصد رکندو هو- اسلام جي تبليغ ۽ ترقي.

حضورن جون ازواج مطهرات صرف شريڪ حيات نه هيون بلڪه مقصد حيات جون به شريڪ هيون. هنن اسلام جي پيغام کي پري ۽ نزديڪ، خاص و عام تائين پهچائڻ ۾ وڏو ڪارنامو انجام ڏنو آهي. تفصيل ۾ به، اجمال ۾ پڻ، زبان سان به ۽ مثال سان به، انهن معاملن جي متعلق به جيڪي مردن سان تعلق رکن ٿا ۽ انهن امور جي متعلق پڻ جيڪي صرف عورتن سان تعلق رکن

ٿا. هو پنهنجي مڙس جون نفس ناطقه هيون، دست راست هيون، زبان حال هيون، سندن چوڻ حضور جو چوڻ هو ۽ انهن جو ڪرڻ حضور جو ڪرڻ هو.
هن انقلاب ۽ هن ارتقا کي آڻڻ ۾ ازواج مطهرات نمايان ڪردار انجام ڏنو آهي. کين چڱي طرح معلوم هو ته الله تعاليٰ کين خاص ذميداريون عطا ڪيون آهن. هنن انهن ذميدارين کي پورو ڪرڻ ۾ تن من ڌن جي بازي لڳائي ڇڏي. هنن شب و روز جا واقعات تمام ضروري تفصيلات سان خاص و عام تائين پهچايا ۽ باقي دنيا جي لاءِ رسول جن جي حياتي جي هن روشن پهلو کي دنيا واسطي ڇڏيو- هنن حضور جن جي زندگي جي هر گوشه کي اجاگر ڪيو، جنهن جي خبر سندن بغير دنيا کي نه هجي ها- هو چڱي طرح ڄاڻنديون هيون ته اهي پاڪ زالون به آهن ۽ مومنن جن مائرون به آهن. اهي خوب سمجهنديون هيون ته جنهن فرض جي امانت انهن جي سپرد آهي، ان جي ادائگي ۾ کين پيڻو انعام الاهي ملندو.
امهات المومنين خاص طور تي پنهنجي تعليم ۽ تبليغ جو رخ عورتن جي حلقه طرف ڦيرائي ڇڏيو. هر معاشري ۾ عورتن جو تعداد اٽڪل اڌ آهي. اسلامي شريعت جي

ڪافي معاملن جو تعلق صرف عورتن سان آهي. مثلاً ماهواري، پيٽ، شادي، طلاق، خانه داري، ٻارن جي پالنا، بيوهگي ، عدت وغيره وغيره. لهاذا لازمي آهي ته عورت جو بهترين استاد عورت ئي ٿي سگهي ٿي ۽ خاص ڪري زنانن مسئلن جي متعلق.

هڪ اهڙو معاشرو، جنهن ۾ عورتن لاءِ اهم ترين قدر، حيا ۽ عصمت هجن، جتي اسلام جي بڌايل اصول معاشرت هيٺ مردن ۽ عورتن جي درميان حجاب ۽ پردو هجي، اتي عورتن جي تعليم لاءِ سڀ کان وڌيڪ موزون عورت ئي ٿي سگهي ٿي. حقيقت اها اهي ته عصمت واريون، حيا واريون ۽ پردي واريون پنهنجي مائرن ۽ ڀينرن کانسواءِ ڪنهن ٻئي مان اهو ميل ميلاپ نٿيون رکي سگهن، جيڪو علم سکڻ لاءِ ضروري آهي- اهو ئي اهو ڪم هو جيڪو ازواج مطهرات خصوصي طور تي سرانجام ڏنو.

*

۽ يتيمن جو مال انهن جي حوالي ڪريو ۽ پاڪ مال جي بدلي ۾ حرام مال نه وٺو(القرآن)

يتيمن جو مال پنهنجي مال ۾ ملائي ان کي خرد برد نه ڪريو چو ته اهو(تمام وڏو) گناه آهي.(القرآن)

# مَقامِ خَتمِ نبَوَتَ

## ابو سلمان شاهجهان پوري

## ترجمو:عابد بلوچ

هن رنگ و بؤجي عالم ۾ محسوسات جي دنيا سان گڏ هڪ ٻيو عالم به آهي، ۾ اُتي به اختلافن ۾ رنگارنگيءَ جي هڪ عجيب و غريب دنيا آباد آهي پر اُتي جو اهو اختلاف انسانيت جي اعليٰ احوال، مقامات ۾ مراتب جو اختلاف آهي، جنهن جي مطالعي ۾ مشاهدي لاءِ اکين جي بصارت جي بدران دل جي بصيرت ۾ ايمان جي روشنيءَ جي ضرورت پوي ٿي.

انسان جي فڪري گمراهين جي سببن مان هڪ سبب هيءُ به آهي ته هو انهي عالم جي احوال ۾ مراتب کي به

ان تارازي ۾ تورڻ گهري ٿو جنهن ڪان هو محسوسات جي دنيا ۾ ڪم وٺي ٿو. هن سمجهي ورتو آهي ته زندگيءَ جي ضرورتن ۾ هڪ جهڙي حيثيت وارو هجڻ، کائڻ پيئڻ لاءِ مجبور رهڻ، بازارين ۾ گهمڻ ڦرڻ، انساني احوال ۽ مراتب ۾ هڪ جهڙو ۽ برابر هجڻ جو دليل آهي، ۽ انهيءَ ڪري هو پڪاري اٿي ٿو:

”هيءُ ڪهڙو رسول آهي- کائي ٿو کاڌو ۽ گهمي ٿو بازارين ۾! ڇو نه لٿو هن ڏانهن ڪو فرشتو جو رهي ها ساڻس ڊيڄارڻ لاءِ، يا اڇي ڪري ها وٽس خزانو، يا ٿي پوي ها هن لاءِ هڪ باغ ته کائي ها انهيءَ مان“(7:25)

اها انهن جي سخت غلطي هئي ته جن ماڻن سان هو پنهنجي دولت ۽ اميريءَ جو حساب ڪندا هئا، انهن ئي ماڻن سان انسانيت جي مقامن ۽ مرتبن کي به ماپڻ گهريائون ٿي، جيتوڻيڪ اُن لاءِ ٻين ماڻن جي ضرورت هئي. انهيءَ حقيقت ناشناسيءَ انسانن جي هڪ گروهه کي ڪفر ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. الله پاڪ جو ارشاد آهي:

”انهن وٽ عقل آهي پر ان کان سمجهڻ پروڙڻ جو ڪم نٿا وٺن. اکيون آهن پر انهن کان ڏسڻ جو ڪم نٿا وٺن،

اهي(عقل ۽ حواس) جو استعمال وچائي جانورن وانگر ٿي ويا آهن. بلڪ، انهن کان به وڌيڪ وچايل- اهڙائي ماڻهو آهي جيڪي بلڪل غفلت ۾ پڙي ويا آهن“(7:179)

جيتوڻيڪ ان کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته نموني، خلقت ۽ پنهنجي اصل جي لحاظ کان سڀ انسان هڪ جهڙا آهن:

”اي انساني ميڙ! اسان اوهان سڀني کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان پيدا ڪيو- پوءِ هيئن ڪيو جو اوهان کي جدا جدا شاخن ۽ قبيلن جي شڪل ڏيئي ڇڏيسون ۽ اوهين گهڻن گروهن ۽ ملڪن ۾ پکڙجي ويا. پر شاخن ۽ قبيلن جو اهو اختلاف رڳو ان لاءِ ٿيو ته هڪ گروهه طرفان ٻيو گروهه سڃاڻي سگهي“(49:13)

۽ انهيءَ ئي حقيقت کي نبيءَ جي زبان سان هن ريت بيان ڪيو ويو آهي:

”اوهان مان نه ته عربي کي عجميءَ تي فضيلت آهي، نه وري عجميءَ کي عربي تي. سڀيئي انسان آدم جو اولاد آهن ۽ آدم کي مٽيءَ مان ٺاهيو ويو هو، تنهن ڪري اصل خلقت ۾ سڀ انسان هڪ جهڙا آهن“.

پر اها هڪ جهڙائي اصل ۾ خلقت جي لحاظ کان هئي، مرتبن ۾ درجن سان ان جو ڪو واسطو ڪو نه هو. ڪوئلو ۾ هيرو پيئي ڪاڻ مان نڪرن ٿا پر ٻئي برابر ڪٿي آهن؟

جيتوڻيڪ الله تعاليٰ ماءُ جي پيٽ ۾ انسان جي خلقت جي پهرين منزل يعني استقرا نطفه کان وٺي تڪميل جي آخري درجي ۾ ”احسن تقويم“ جي مرتبي تائين هر روح کي هڪ ئي تخليقي عمل ۾ تربيتي طريقي سان واڌ ويجهه ڏئي ٿو، پر جڏهن روح هن دنيا ۾ اچي ٿو ۾ انسان عقل ۾ سمجهه جي بلوغت واري منزل کي رسي ٿو ته سندس هڪ گروهه تي سندس عقل ۾ مشاهدو هي حقيقت ظاهر ڪري ٿو ته جهڙي ريت تخليق کان اڳ واري منزل ۾، جڏهن مجبور ۾ بيوس هو ۾ کيس ارادي ۾ اختيار جي قوت مليل ڪا نه هئي، الله تعاليٰ جي ربوبيت ۾ هدايت جي ضرورت هئي. اهڙي ريت ٻيءَ منزل يعني انسانيت جي تعمير ۾ تڪميل جي لاءِ به علم جي هدايت ۾ وحي جي ضرورت آهي. ائين اهو گروهه ڪري ٿو جنهن کي”علم آدم الاسماءَ ڪلها“ مان علم جو هڪ پاڱو مليو ٿو.

ٻيو گروهه علم کان ڪورو ۽ عقل ۽ مشاهدي واري قوت کان خالي ٿئي ٿو. اهي ٻئي گروهه جيتوڻيڪ هڪ ئي انسانيت واري وڻ جون ٻه شاخون ٿين ٿا پر مرتبي جي لحاظ کان ٻنهي ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق ٿئي ٿو. انهن ٻنهي گروهن بابت قرآن ۾ آيل آهي:

”ڀوءِ ڇا علم جي صاحبن ۽ جهالت ۾ گم ٿيلن ٻنهي جو هڪ ئي درجو آهي؟.“(39:9)

**انسانن جي ڀهرين ورهاست:**

سڀ کان ڀهرين الله تعاليٰ انسانن جي وچ ۾ جنهن بنياد تي فرق ۽ امتياز جو ليڪو ڪڍيو آهي، اهو ئي آهي سڀ کان ڀهرين انسان جن ٻن گروهن ۾ ورهايو آهي، اهي اهيئي ٻه گروهه آهن. ڇڙڪ انسانيت واري وڻ جون اهي ٻه شاخون آهن جيڪي سڀ کان ڀهرين ان جي ٿڙ مان نڪرن ٿيون.

**1-عالم- يعني علم ۽ بصيرت رکندڙ**

2- جاهل يعني جهالت ۾ گم ٿيل، يعني علم ۽ بصيرت کان وانجهيل ۽ ڪورا.

انسانيت واري وڻ جي پهرين شاخ(علم ۽ بصيرت) پاڻ ۾ اپرڻ جي قوت ۽ وڌڻ ويجهڻ جي صلاحيت رکي ٿي، ان مان وڌيڪ شاخون نڪرن ٿيون، گل ۽ ميوا پيدا ٿين ٿا ۽ ان جو فيض عام ٿئي ٿو، پر ٻيءَ شاخ(جهالت) پاڻ ۾ وڌڻ ۽ ويجهڻ جي معمولي صلاحيت به نٿي رکي، ان جو وجود فائدي ڏيڻ ۽ فيض رسائڻ کان خالي ٿئي ٿو.

پهرين شاخ، جيڪا وڌڻ ويجهڻ جي صلاحيت رکي ٿي، ان مان به شاخون نڪرن ٿيون. پهرئين شاخ سان واسطو رکندڙ”علماءِ حق“ سڏجن ٿا، ۽ ٻيءَ سان واسطو رکندڙ”علماءِ سوء“ جي زمري ۾ داخل ٿين ٿا. علماءِ حق ۽ علماءِ سوءِ پنهنجون ڌار ڌار گروهي خاصيتون رکن ٿا، انهن تي هڪ نظر وجهڻ گهرجي ته جيئن مطلب سمجهڻ ۾ ڪا ڪوتاهي نه رهجي وڃي.

**علماء حق**

اصحاب علم و بصيرت جو هيءُ گروهه حق کي رڳو سڃاڻي ئي نٿو وٺي، پر حق جو هڪ جلوو ئي انهيءَ کي پنهنجو گرويد بنايو وٺي، جو پوءِ ان کي دنيا جون سڀ رنگينيون جهڪيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ان جي نظاري

ڪانپوءِ د نيا جو ڪو به حسن هن جي اکين ۾ نٿو سمائجي. هن جي شخصيت، پنهنجي وقت ۾ حق ۽ سچائيءَ جو اهڃاڻ بنجيو وڃي، هن جي علم ۽ فڪر جو فيض عام ٿئي ٿو، هن جو وجود پنهنجي آسپاس ۾ هدايت جو سرچشمو بنجيو وڃي ۽ هن جو طريقو ۽ عمل سندس دور جي تاريڪن ۾ چراغ هدايت جو ڪم ڏئي ٿو. اهو جتي به هوندو، جنهن به حال ۾ هوندو، حق جو عشق سندس دل تي چانيل رهي ٿو. نڪي وقت جي فرعونن جون قهربانيون هن جي دل ۾ خوف جو ادنيٰ شبهو پيدا ڪري سگهن ٿيون ته نڪي زماني جي زليخائن جو حسن پاڻ ڏانهن سندس ڌيان ڇڪائي سگهي ٿو. اهو گروهه جڏهن حسن جي ليليٰ سان عشق جو رشتو ڳنڍي ٿو تڏهن سندس وفادارين کي ڪنهن به حسن آرا جون دلفريبيون لوڏي نٿيون سگهن. دنيا جا لکين مصائب به ان جي وفا جي رشتي ۾ رخنو وجهڻ لاءِ ناڪافي هوندا آهن. سندس عشق جي خمار کي گرم سرد زماني جا ڪا به ترشي لاهي نٿي سگهي. حقيقت اها آهي ته راهه جون تڪليفون ۽ سختيون هن جي لاءِ ڪا به حقيقت نٿيون رکن. اهو گروهه علماءِ حق جو آهي.

پيو گروه به اگرچه انهي حق جي عشق جي دعويٰ رکي ٿو، ليڪن حق جي راه ۾ تڪليفن جي پهرئين ئي حملي ۾ ان جون سڀ عشق بازيون ختم ۽ دعوائون اتي ئي رهجو وڃن. ليڪن سندس سڌڙيو نفس کيس انهي عشق جي وهم ۾ مبتلا رکي ٿو ۽ هڪ گهڙي لاءِ به هو انهي دعويٰ جي اظهار کان باز نٿو رهي. سندس دل فقط دنيا جو عاشق ۽ نفس جي لذتن جو خواهشمند هوندو آهي. نفس جون خواهشون مٿس اهڙيون غالب پئجو وڃن جو حق پرستي جي پر خطر راه تي هو په وکون به هلي نٿو سگهي. قرآن حڪيم ۾ علماءِ تورات ۽ انجيل مان هن گروه جي ڪردار تي هيٺين لفظن ۾ روشني پوي ٿي:

”پوءِ افسوس انهن تي جن جو شيوو هي آهي ته خود پنهنجي هٿ سان ڪتاب لکن ٿا(يعني پنهنجي راين ۽ خواهشن مطابق شرعي احڪامن جا ڪتاب ٺاهين ٿا)، پوءِ ماڻهن کي چون ٿا ته هي الله جي طرفان آهي(يعني هن ۾ جيڪي لکيل آهي اهو الاهي ڪتاب جا احڪام آهن اهو سڀ ڪجهه انهيءَ ڪري ڪن ٿا ته جيئن ان جي عيوض ڪو حقير دنيوي فائدو حاصل ڪن“(2:79)

جيئن شجر انسانيت جي پهرين ٻن شاخن مان شاخ جهل پنهنجي اندر ۾ نشونما جي صلاحيت کان محروم هئي ۽ اوسر جي قوت نه رکندي هئي، اهڙي طرح اهل علم جو ٻيو گروهه يعني علماءِ سوءِ به پنهنجي بقاء لاءِ ڪو حقيقي بنياد ڪو نه ٿو رکي. انقلابات دهر جو وهڪرو هميشه کيس خس و خاشاڪ وانگر لوڙهي ويندو آهي. قرآن حڪيم حق ۽ باطل جو جيڪو مثال ڏنو آهي، تنهن مان اهو فرق بخوبي سمجهي سگهجي ٿو:

”حق ۽ باطل جي معاملي جو مثال اهڙو ئي سمجهو جيڪو الله تعاليٰ بيان ڪري ٿو. پوءِ (مير جي) گجي(جيڪا ڪنهن ڪم جي نه هئي) اجائي وئي ۽ جنهن شيءِ ۾ انسان جي لاءِ نفعو هو زمين ۾ رهجي ويئي“(13:17)

۽ حق ۽ باطل جي اها ئي حقيقت آهي جنهن کي قرآن ۾ ڪلمئه طيب ۽ ڪلمئه خبيثه جو نالو ڏنو ويو آهي(14:26). هاڻي جيڪو علماء حق جو دامن جهلي ٿو ۽ ڪلمئه حق جو ساٿ ڏئي ٿو، تنهن کي دنيا ۾ قيام ”ثبات ۽ آخرت ۾ جنات نعيم جي ابدي راحت نصيب ٿئي ٿي ۽ جيڪو حق جو دامن ڇڏي ٿو تنهن کي سيلاب حوادث

ڪک پن وانگر اُڏائي ڇڏي ٿو. بالفرض جيڪڏهن باطل قائم ۽ ثابت نظر به اچي ته به ان کي ابدي قيام ۽ ثبات نصيب نٿو ٿئي. قرآن شريف ان لاءِ باطل ۽ غير حق کي شجر خبيثه سان ڪهڙي نه سهڻي تشبيه ڏني آهي. تنهن ڪري جنهن به باطل جو سهارو ورتو سو ڦيڻ وانگر بي نام و نشان ٿي ويو.

علماء حق جا مختلف مراتب

علماء حق ۾ مختلف مرتبن جا ماڻهو ٿين ٿا. حضرت ولي الله محدث دهلوي رحمت الله عليہ پنهنجي مشهور تصنيف”التفهيمات الاهيه“ ۾ علماء حق(اهل الله) جا ٽي گروه ڄاڻايا آهن:

**پهريون گروهه**

جاده قويمه کان ناواقف. هي گروه جاده قويمه جي باطني حڪمتن ۽ لڪل صلاحيتن کان ته ناواقف نه هوندو آهي، ليڪن عملاً سندس راه ۽ مسلڪ اهو ئي هوندو آهي ۽ سندس ڪوششون شريعت جي قيام لاءِ هونديون آهن. سندس اصل جوهر فڪر جي بدران عمل ۾ هوندو آهي.

## بيو گروھ

اهي علماء ۽ اهل الله جيڪي اگرچه جاده قويمه کان ته گهڻو واقف نه هوندا آهن، ليڪن بالڪل ناواقف به نه هوندا آهن. انهن جي لاءِ چيو ويندو آهي ته اهي جاده قويمه کي ويجهو هوندا آهن.

## ٽيون گروھ

اهي علماء حق ۽ اهل الله جيڪي جاده قويمه کان ته پوري طرح واقف هوندا آهن ۽ ان جي حقيقي رمزن ۽ باطني حڪمتن کان پڻ آشنا هوندا آهن. انهن جي خوبي فقط علم ۽ فڪر ۾ نه هوندي آهي بلڪ عمل ۽ استقامت به انهن جي سيرت جو جوهر هوندو آهي.

ان کان اڳ جو انهن ٽنهي گروهن جو تجزيو ۽ انهن جي مراتب تي بحث ڪيو وڃي، مناسب ٿيندو ته پهريائين جاده قويمه جو مطلب ۽ انهي اصطلاح جي وصف سمجهي وڃي.

## جاده قويمه

هيءَ اها راه جيڪا الله تعاليٰ پنهنجي بندن لاءِ قائم ڪئي آهي. اهو ئي رستو الله تعاليٰ جو پسنديده رستو آهي. اهو رستو اختيار ڪرڻ کان پوءِ ئي ڪو شخص اهل الله جي جماعت ۾، ۽ ”رضي الله عنهم و رضواعنہ“ جي جماعت ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. هن راه جي ظاهري صورت ظاهر شريعت محمدي(علي صاحبها الصلواة والسلام) آهي ۽ ان جي باطني صورت شريعت محمدي(علي صاحبهاالصلواة و التسليمات) جون اهي باطني حڪومتون آهن جيڪي قيام شريعت جون مطلوب ۽ مقصود آهن ۽ جن تائين هر صاحب علم ۽ اهل حق جون نگاهون پهچڻ ضروري ناهن. جنهن جيتري قدر حقيقت کي سمجهيو اوتري قدر اهو جاده قويمه جي ويجهو يا ان جو شناسي ٿي ويو ۽ اوترو ئي سندس مرتبو بلند ٿيو.

هاڻي اسين مٿي بيان ڪيل ٽنهي گروهن جي مقامات ۽ مراتب جو قدري تفصيل سان تجزيو ڪنداسين.

**جاده قويمه کان ناواقف**

هي اولياء الله ۽ علماء جو پهريون گروه آهي جنهن کي الله تعاليٰ جي قائم ڪيل ۽ پسنديده جاده قويمه جو حقيقي علم

نٿو ٿئي، ليڪن هي پوري طرح علماء حق ۽ فقهاء دين جي تابع هوندا آهن ۽ انهن کي فقهاء اسلام مان ڪنهن به فقيہ جي قول کي حضرت محمد صلى الله عليه وسلم جي فرمودات سان ربط ڏيڻ تي ملڪو حاصل هوندو آهي ۽ اهو ملڪو الله تعاليٰ جي عنايت ۽ حڪمت جو هڪ جزو هوندو آهي. البت اهي فقيهن مان ڪنهن هڪ جي قول کي ٻئي جي قول تي ترجيح نٿا ڏئي سگهن. اهي حق ۽ باطل ۾ تميز جي صلاحت رکن ٿا ليڪن مختلف اقوال حقہ جي توجيہ ۽ مراتب تائين انهن جي فهم جي رسائي نٿي ٿئي. سندن ذهن عزيمت ۽ رخصت جي فرق کان زياده ڪنهن ٻئي مقام ۽ مرتبي جو ادراڪ ڪري نٿو سگهي. البت انهي فرق تي هو سير حاصل بحث ڪري سگهن ٿا.

## جاده قويمه کي ويجهو پهچندڙ

هي اولياء الله جو ٻيو گروه آهي، جنهن جو درجو پهرئين گروه جي علماء حق کان مٿاهون ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ هن کي به اهو جاده قويمه ضروري نظر اچي ٿو جيڪو ظاهر شريعت محمدي(علي صاحبها الصلواة والسلام) ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو. اهڙي طرح هن کي جاده قويمه

جي ويجهو ڪا چيز ملي وڃي ٿي. انهن جي اندر حق ۽ باطل ۾ تميز جي صلاحيت پهرئين گروه جي بنسبت وڌيڪ ٿئي ٿي. هي گروه مختلف اقوال حقہ جي توجيہ ۾ حقيقت جي گهڻو ويجهو ٿئي ٿو. علماء حق جو هي گروه مختلف اقوال ۾ عزيمت ۽ رخصت جي نه صرف فرق کي محسوس ڪري ٿو بلڪه مرتبه عظمت ۽ رخصت جي باريڪين جو ادراڪ پڻ ڪري ٿو. انهي لحاظ کان هن گروه جون خدمتون قابل قدر آهن جو کيس حڪمت ۾ هڪ وڏو حصو مليو جنهن سان هن دين ۾ جيڪا چيز ترجيح جي قابل هئي تنهن کي ترجيح ڏيئي دين جي مدد ۽ مدافعت ۾ نمايان ڪارناما انجام ڏنا آهن.

## جاده قويمه جا شناس

اهل الله ۽ علماء حق جو ٽيون بلند مرتبه گروه اهو آهي، جنهن کي حڪمت الاهي مان وڏو حصو ملي ٿو. هن ۾ احڪام ۽ اقوال جو جزوي تطبيق جي صلاحيت به ٿئي ٿي ۽ شريعت جي ظاهر ۽ باطن جو علم به هوندو آهي. هن گروه تي دين جون حڪمتون به منڪشف ٿين ٿيون ۽ هو شريعت جي اسرارن کان به واقف هوندو آهي.سندس صلاحيت صرف مختلف اقوال ۽ شريعت جي ظاهر باطن

جي تطبيق تائين محدود نٿي ٿئي، بلڪ اها هر زماني ۾ شريعت جي احڪام جي تطبيق ۽ انهن کي نافذ ڪرڻ جي اعليٰ صلاحيت رکي ٿو ۽ پنهنجي زماني ۽ وقت جي مسئلن تي پنهنجي ڪلام سان شريعت جي برتري ۽ عظمت ثابت ڪري ڇڏي ٿو. انهي ڪري دين جي وڃايل عظمت موٽي اچي ٿي ۽ شريعت جي ڊهندڙ ديوار جي لاءِ سندس وجود سهارو بنجي وڃي ٿو. هي گروه مقام عزيمت کان صرف واقف ئي نٿو ٿئي پر مقام عزيمت تي به فائز هوندو آهي. هو صرف اهو نٿو ڄاڻي ته الله تعاليٰ جو پسنديده رستو جاده قويمه آهي، بلڪ ان جي حڪمتن ۽ مصلحتن کان به خوب واقف هوندو آهي. حق جي علم جي بيان ۾ انهيءَ حقيقت کي عالم المصالح و المفاسد ۽ علم الشرائع و الحدود چون ٿا علماء حق جي انهيءَ ٽئين گروه سان تعلق رکندڙ انهن علمن کي جدا جدا ڇنڊو پڏرو ڏسي سگهن ٿا، ان ۾ تميز ڪري سگهن ٿا، ان کي چڱي طرح سمجهي سگهن ٿا ۽ ان جي بيان ۽ تشريح، استنباط مسائل ۽ استخراج اصول و فروع ۾ علماء جو ٻيو ڪو به طبقو انهن تي سبقت حاصل نٿو ڪري سگهي.

**مفهمين**

ليڪن علماءِ حق جي انهي مرتبي تي پهچڻ کان پوءِ انسانيت جي ترقي رڪجي نٿي، بلڪ انهي مقام تي پهچڻ کان پوءِ اڃا به بلند مقام نظر اچڻ لڳي ٿو. اهو مفهمين جو مقام ٿئي ٿو. حضرت شاه ولي الله دهلوي جن حجة الله البالغہ(پاڱو پهريون) جي باب ”حقيقت نبوي“ ۾ فرمائين ٿا:

”واضح رهي ته اجتماع انساني ۾ بهترين طبقو انهن ماڻهن جو ٿئي ٿو جن کي اصطلاح ۾ مفهمين چون ٿا. اهي شخص اهل اصطلاح ٿين ٿا. انهن جي ملڪيت نهايت بلند درجي جي ٿئي ٿي ۽ انهن لاءِ ممڪن ٿئي ٿو ته سچي دعويٰ سان سٺو نظام قائم ڪرڻ لاءِ کڙا ٿين ۽ انهن تي ملاء اعليٰ کان علوم ۽ احوال نازل ٿين ٿا.“

ان کان پوءِ حضرت شاه صاحب جن مفهمين جي خلقي ۽ طبعي خصوصيتن ۽ سندن ايمان ۽ علمي مرتبي تي روشني وڌي آهي. فرمائين ٿا ته:

”مفهم جي سيرت هيءَ آهي ته اهو معتدل مزاج هوندو آهي، سندس جسم جي بيهڪ ۽ سندس اخلاق موزون ٿين ٿا. ان ۾ نه اهڙو عدم استقلال ٿيندو آهي جو پنهنجي ذاتي

خواهشن ۾ ڦاٿو رهي، نڪي ضرورت کان زياده تيز فهم هوندو آهي جو اصولي ڳالهين ۾ ڦاسي پوي ۽ جزوي مسئلن کي حل ڪرڻ طرف توجه نه ڏيئي سگهي. ۽ اعمال ۽ افعال جي ارواحن ڏانهن ايترو متوجه ٿي وڃي جو انهن جي شڪلين ۽ شبهن ڏانهن توجه نه ڏئي سگهي. منجهس نه ايتري ڪند ذهني هوندي آهي جو هو صرف ننڍين ننڍين ڳالهين کي نه سمجهي سگهي ۽ اصولي ۽ ڪلي ڳالهين جي سمجهه سندس طاقت کان ٻاهر هجي. نه وري اعمال ۽ اشياء ۾ ايترو ڦاٿل رهي جو انهن جي روح ڏانهن ڌيان نه ڏئي سگهي. هو صحيح طريقه ڪار ۾ سيني کان زياده عمل پيرا هوندو آهي. هو عبادات ۾ سهڻو مثال پيش ڪندو آهي. هو ماڻهن سان معاملات ۾ انصاف کي ڪڏهن به هٿان وڃڻ نه ڏيندو آهي. هو اجتماعي ضرورتن کي پوري ڪرڻ ۾ پوري دلچسپي جو اظهار ڪري ٿو. هو عام ڀلائي ڏانهن راغب ٿئي ٿو. هو جيڪڏهن ڪنهن کي تڪليف پهچائي ٿو ته اها ڳالهه بالعرض ٿئي ٿي، جنهن جي صورت هيءَ ٿئي ٿي ته يا ته عام نفعو ڪنهن کي تڪليف پهچائڻ تي ئي موقوف ٿئي ٿو يا عام ڀلائي جي ڪم جو ئي نتيجو ٿئي ٿو ته هرو ڀرو

ڪنهن کي تڪليف پهچي. هو هر وقت عالم غيب ڏانهن متوجه رهندو آهي ۽ انهي لاڙي جو اثر سندس ڳالهه ٻولهه، شڪل صورت، مطلب ته هر ڳالهه مان ظاهر ٿئي ٿو ۽ صاف نظر اچي ٿو ته ڪيس غيب مان مدد ملي رهي آهي. ٿوري ئي رياضت ڪرڻ سان مٿس اهو انڪشاف ٿيڻ لڳندو آهي جيڪو ٻين تي گوڏو گوڏي ۾ ڏيئي وهڻ سان به نٿو کلي.“

## مفهمين جا قسم

امام الهند حضرت شاهه ولي الله محدث دهلوي جن مفهمين جا ڪيترائي قسم ڳڻايا آهن ۽ ٻڌايو آهي ته هر مفهم جو استعداد مختلف ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري جو هر مفهم کي ڪتاب، حڪمت ۽ الٰهيٰ علوم مان جدا جدا شيون ملن ٿيون ۽ انهي اعتبار کان انهن جا نالا ۽ ڪم هي آهن:

### ڪامل

جنهن مفهم کي الله تعاليٰ جي طرفان گهڻو ڪري عبادت جي ذريعي نفس جي تهذيب جا علوم وغيره ملن ٿا، اهو ڪامل ٿيندو آهي.

**حڪيم**

۽ جنهن جو گهڻو ڪري حال اهو هجي جنهن کي اختلاف فاضله ۽ تدبير منزلي جا علوم وغيره مليا هجن، سو حڪيم چوائي ٿو.

**خليفو**

جنهن کي اڪثر حالات ۾ سياسيات ڪلي جا اصول سمجهايا وڃن ٿا ۽ جنهن کي ماڻهن ۾ عدل قائم ڪرڻ ۽ انهن مان ظلم زبردستي دور ڪرڻ جي توفيق ملي، سو اصطلاحاً خليفو چوائي ٿو.

**مؤيد**

جنهن جو ملاء اعليٰ سان قرب هجي ۽ ملاء اعليٰ جا فرشتا کيس سيکارين، ان سان گفتگو ڪن، کيس نظر اچن ۽ جنهن سان طرح طرح جون ڪرامتون ظاهر ٿين، اهو”مويد بروح القدس“ ٿيندو آهي.

**هادي و مزڪي**

جنهن جي دل ۽ زبان ۾ نور هجي ۽ جنهن وٽ ويهڻ ۽ جنهن جي نصيحت ٻڌڻ سان ماڻهن کي فائدو پهچندو هجي ۽ جنهن مان ان جي دوستن کي سڪون ۽ نور حاصل ٿيندو هجي ۽ جنهن جي ذريعي سان اهي ڪمالات جا مرتبا حاصل ڪري سگهن ۽ هو ماڻهن کي راه راست تي آڻڻ لاءِ ڪوشان هجي، اهو هادي ۽ مزڪي چوائي ٿو.

**امام**

جنهن جي علم ۽ معرفت جو وڏو حصو ملت جي اصول ۽ مصالح تي مشتمل هجي، ۽ ان جي ٻئل حصي کي قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشان هجي، اُهو ”امام“ چوائي ٿو.

**منذر**

جنهن جي دل ۾ اهاڳالهه وڌي وجي ته اهو ماڻهن کي خبر ڏي ته انهن جي لاءِ هڪ وڏي مصيبت دنيا ۾ نازل ٿيڻ واري آهي، يا اهو محسوس ڪري ته هڪ قوم کي رحمت جو مستحق قرار ڏنو ويو آهي، ۽ اهو اها خبر انهن کي ڏي يا اهو ڪڏهن پنهنجي نفس کان مجرد ٿي معرفت حاصل ڪري ته قبر ۽ حشر ۾

ڪھڙيون ڳالھيون پيش ايندو آھن ۽ انھن کان ماڻھن کي آگاھ ڪري، تنھن کي”منذر“ چوندا آھن.

## مقام نبوت

ليڪن مفھم جو مقام انسانيت جو آخرين مقام ڪونھي. ان کان مٿي ھڪ پيو به مقام ٿيندو آھي جنھن کي اصطلاحاً ”مقام نبوت“ چوندا آھن. حضرت شاه ولي الله دھلوي وٽ جڏھن حڪمت الاھي جي اقتضيٰ ٿئي ٿي ته ماڻھن کي ظلمت کان نور ڏانھن، معصيت کان سعادت ڏانھن ۽ ڪفر کان پنھنجي اطاعت ڏانھن سڏي ته اھو مفھمين مان ڪنھن کي مبعوث فرمائي ٿو جيڪو نبي چوائي ٿو. بندن تي خدا جو فرض عائد ٿي وڃي ٿو ته ان جي ڳالھ کي توجه سان ٻڌن ۽ سندس حڪمن تي ڪچڻ يا پچڻ کان سواءِ عمل ڪن. سندس دوستن کي دوست بنائين ۽ ان جي دشمنن کي دشمن سمجھن، ملاء اعليٰ کي خدا جي طرفان حڪم ٿئي ٿو ته سندس فرمانبردارن کي خوشنود ٿين ۽ ان سان شريڪ ۽ مويد رھن ۽ جيڪو ان جي مخالفت ڪري ۽ عداوت سان پيش اچي، ان تي ناراض ٿين، لعنت وجھن ۽ ان کان جدا ٿي وڃن.

ڪڏهن ڪڏهن نبي ۾ مفهمين جون هڪ ڪان وڌيڪ خصوصيتون جمع ٿي وڃن ٿيون ۽ انهن ئي خصوصيتن مطابق ماڻهن جي تعليم ۽ تربيت، تزڪيه ۽ تهذيب نفس، سندس بعثت جو مقصد هوندو آهي ۽ ان لاءِ هو ڪڏهن تعليم ڪتاب و حڪمت، وعظ ۽ نصيحت ۽ تذڪير ۽ تنذير يا تبشير جو پيرايه اختيار ڪري ٿو.

## مقام ختم نبوت

انسان جي مختلف درجن ۽ طبقن ۾ نبوت جو مقام سڀ ڪان اوچو ۽ انبياء عليهم السلام جو طبقو سڀ ڪان مٿانهون ٿئي ٿو. انسان پنهنجي ابتدائي ڏاڪي ڪان مختلف درجن تائين پنهنجي عبادت ۽ رياضت ۽ پنهنجي پاڪبازي واري زندگي ۽ پنهنجي علم ۽ اخلاق ۽ توفيق الاهي سان ترقي ڪري سگهي ٿو، ليڪن مقام نبوت جو حصو انسان جي ڪسب سان تعلق نٿو رکي. سڀئي نبي پنهنجي منصب جي لحاظ ڪان برابر ٿين ٿا. ليڪن مرتبي ۽ خصوصيت جي لحاظ ڪان هڪٻئي تي فضيلت رکن ٿا. ليڪن انهن سڀني ۾ هڪ ٻيو به مقام آهي، جيڪو جامع جميع حيثيات و خصائص نبوت به هو ۽ ان جي امت جي علماء کي به انهن خصائص مان حصو نصيب ٿيو. حضرت شاه ولي

الله محدث دهلوي انهي مقام جي عظمت ۽ جامعيت ڏانهن حجته الله البالغه ۾ اشارو ڪيو آهي. سندس خيال موجب:

”سڀ کان اعظم الشان اهو نبي آهي جنهن جي لاءِ بعثت جو (صرف هڪ ئي نه بلڪ) ڪو ٻيو به نوع هجي يعني خدا کي اهو منظور هجي ته:

1- هو ماڻهن جي لاءِ ظلمت مان نڪري نور ۾ اچڻ جو سبب ٿاهي، ۽

2- سندس قوم کي به ماڻهن جي هدايت ۽ رهنمائي جو منصب سونپي.

آنحضرتﷺ جي بعثت انهن ٻنهي نوعن تي مشتمل هئي.

پهرين بعثت ڏانهن ”هوالذي بعث في الاميين رسولاً منهم يتلوا عليهم..........الاية

(ترجمو: اهو ئي آهي جنهن اُمين منجهان هڪ رسول موڪليو جيڪو انهن تي خدا جي آيات جي تلاوت ڪري ٿو، انهن جي اخلاق جو تزڪيه ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت جون ڳالهيون سيکاري ٿو.)

۾ اشارو ڪيو آهي- ۽ ٻي بعثت ڏانهن”ڪنتم خيرامة اخرجت للناس....الايه“ (ترجمو: (مسلمانو!) توهين سڀني اُمتن ۾ بهتر امت آهيو جيڪاماڻهن(جي ارشاد ۽ اصلاح) جي لاءِ ظهور ۾ آئي آهي. توهين نيڪي جا حڪم ڏيندڙ، برائي کان روڪيندڙ ۽ الله تي سچو ايمان رکندڙ آهيو).

۾ اشارو فرمايو آهي:

حضرت شاه ولي الله محدث دهلوي جن حضور صلى الله عليه وسلم جي انهي جامعيت جي باب ۾ انهن ئي لفظن ۾ اشارو ڪيو آهي:

”اسان جي نبي صه ۾ مفهمين وارا سڀئي فن ۽ خصوصيتون موجود آهن. سندن بعثت ڪامل ۾ ٻئي انواع ملن ٿا ۽ انهن خصائص ۽ ڪمالات ۽ اوصاف مان گذريل نبين ۾ هڪ يا ٻه ٻه اوصاف ملن ٿا“

”آنحضرت صلى الله عليه وسلم جي وجود مقدس ۾ اهي سڀ اوصاف ۽ خصوصيتون موجود هيون“.

آنحضرت ﷺ جي بعثت جي پهرئين مقصد جي تقاضا هئي ته هاڻي نبوت جو سلسلو ختم ٿئي”انا خاتم النبيين- لانبي بعدي“ ۾ اها ئي حڪمت ڪار فرما آهي ۽ بعثت جي ٻي غايت جي تقاضا هئي ته منصب هدايت و رهنمائي يڪسر ختم نه ٿي وڃي. انهي ڪري فرمايائون ته”العلماء في امتي كانبياء بني اسرائيل“. چنانچه تاريخ اسلام ۽ تذڪره طبقات امت جي مطالعي مان اها ڳالهه سج وانگر روشن ٿئي ٿي ته تاريخ جي هر دور ۾ اهڙا علماء حق موجود رهيا آهن جن ۾ مفهمين ۽ انبياء سابقين جا اوصاف ۽ خصائص بدرجه اتم موجود هئا.

مطلب ته مقام انسانيت جي نقطئه ڪمال ۽ منتهاء عروج ٿئي ٿو. اصطلاح ۾ ان مقام کي”مقام ختم نبوت“ چون ٿا. انسانيت جا سڀ مدراج ۽ مقامات ان کان هيٺ ٿين ٿا. ان جي برابر يا ان کان مٿي انسانيت جو ڪو به مقام يا درجو نٿو ٿئي. ان کانپوءِ ۽ ان کان مٿي”مقام حضرت الوهيت و احديت“ آهي.

جيڪڏهن مقام ختم نبوت مان ڪنهن چيز کي نا پسند قرار ڏجي ته ان ڪائنات جي ذره ذره تي اهو فرض ٿي وڃي

ٿو ته ان ڪان نفرت ڪري ۽ جيڪڏهن اها”فائزالمقام“ شخصيت ڪنهن چيز ڏانهن ملتفت هجي ته سموري انسانيت ۽ زمين و آسمان جي سموري مخلوقات تي لازم ٿئي ٿو ته انهي پسنديده مقام ختم نبوت شيءِ ڏانهن نه صرف پنهنجو رخ موڙي بلڪ پنهنجي دلين کي به ان طرف رجوع ڪري. اهو مقام الله تي ايمان ۽ ان جي محبت جي ڪسوٽي هوندو آهي- بحڪم حضرت الوهيت واحديت ”قل ان ڪنتم تحبون الله فاتبعوني يحببکم الله.... الايه.“

(ترجمو:(اي پيغمبر!) انهن ماڻهن کي چئو، جيڪڏهن توهين واقعي الله سان محبت رکو ٿا ته توهان کي گهرجي ته منهنجي پيروي ڪريو- جيڪڏهن توهان ائين ڪيو ته الله توهان سان محبت ڪندو ۽ توهان جون خطائون بخشي ڇڏيندو- هو وڏو بخشيندڙ ۽ رحم ڪندڙ آهي.)

جيستائين ڪو ايمان ۽ الاهي محبت جودعويدار صاحب ختم نبوت جي محبت ۽ ان جي پيروي کي پنهنجي زندگي ۽ پنهنجين سمورين محبتن ۽ الفتن سان به محبوب ترين قرار نٿو ڏئي تيستائين سندس ايمان مقبول بارگاه نٿو ٿئي. ”لايومن احد ڪم حتيٰ اکون احب“....الخ

(ترجمو: حضرت انس رضه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڪو به شخص ان وقت تائين مومن ڪامل نٿو ٿي سگهي جيستائين ڪه سندس لاءِ آءٌ(يعني رسول الله ﷺ). سندس مال، سندس پٽ ۽ انهن سڀني ماڻهن کان پيارو نه ٿي وڃان جن کي وڌيڪ پيارو رکي ٿو- بخاري،مسلم) حضرت انس کان ئي بخاري ۽ مسلم جي هڪ روايت مطابق رسول الله ﷺ جن ٽن شين کان سواءِ ڪنهن به شخص کي ايمان جي چاشني کان نا آشنا ۽ محروم قرار ڏنو آهي. انهن مان خدا ۽ سندس رسول جي سڀ کان وڌيڪ محبت به آهي.

۽ جڏهن ڪو به شخص”صاحب ختم نبوت“ جي اتباع کي پنهنجي زندگي جو شعار بنائي ڇڏي ٿو ته پوءِ ان جو ايمان ئي بارگاه ۾ مقبول نٿو ٿئي، بلڪ اهو خود به محبوب بارگاه بنجي وڃي ٿو ”رضي الله عنهم و رضواعنہ“ جو مقام محبوبيت حاصل ڪري وٺي ٿو. ۽ اهو ئي ختم نبوت آهي جنهن جي متعلق آسمان جي بلندين کان صاحب عظمت و اجلال اعلان فرمايو آهي ته آسمان، زمين، لوح ۽ قلم جو مالڪ ۽ سندس فرمانبردار مخلوق فرشتا مٿس سلامتي موڪلين ٿا. تنهن ڪري هر صاحب

ايمان تي فرض آهي ته هو هن وجود قدسي کي صلواة جا تحفا ۽ سلام جا نذرانا پيش ڪري. ”ان الله و ملائڪته، يصلون علي النبي، يا ايهاالذين آمنوا صلوا عليہ و سلموا تسليما.“

حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين جيڪي انبياء سڳورا تشريف فرما ٿيا، انهن جون دعوتون محدود هيون ۽ ضرورت هئي ته هدايت عظميٰ جي مقام جامع جميع حسنات و فضائل تي ڪنهن کي فائز ڪيو وڃي ۽ ”ختم نبوت“ جو تاج سندس سر تي رکيو وڃي. الله تعاليٰ خاندان بنو هاشم جي هڪ دريتيم محمد بن عبدالله کي سرفرازي بخشي ۽ ”مقام ختم نبوت“ تي فائز ڪيو ۽ جيڪي به مراتب انسانيت ٿي سگهيا ٿي، سڀئي انهي مقام کان هيٺ بيٺا. ان کان مٿي ۽ ان کان پوءِ ڪو به مقام فضل و ڪمال انساني ڪونهي ۽ جيتوڻيڪ اهو مقام ختم نبوت انهي اصل ”الناس کلهم بنو آدم - الخ“ جو ئي منتهاءِ ۽ نقطئه ڪمال آهي ۽ اگرچه اصل جي لحاظ کان سڀ انسان برابر قرار ڏنا ويا ۽ خود فائز مقام ختم نبوت کان اعلان ڪرايو ويو ته ”انما انا بشر مثلکم .... الايه“ ۽ جيتوڻيڪ پنهنجي اصل جي لحاظ سان سڀئي حاملين

مقامات ۽ احوال مختلفه هڪ ئي شجر انسانيت جون شاخون آهن، ليڪن احوال ۽ مراتب جي لحاظ سان هڪڙي مقام کان ايترو پري آهي جنهن جي پيمائش نٿي ڪري سگهجي ۽ مفاصلو ماپي نٿو سگهجي.

الله تعاليٰ انسانن جي ابتدائي ٻن مقامات (علم و جهل جي حاملين) جو فرق ٻڌايو ته ”لايستوي الذين يعلمون والذين لا يعلمون.“ هڪڙي مقام تي فائز ڪي ٻئي مقام تي مقيم سان ڪائي نسبت ڪانهي.

هاڻي غور ڪريو ته جڏهن علماءِ ۽ جهلاءِ جي عام طبقي ۾ ڪا به برابري ناهي، مسوات ڪانهي، اهي ٻئي طبقا ۽ مقامات ويجها هوندي به ايترو پري ٿي ويا جو انهن جي مفاصلي جي ماپ به ڪري نٿي سگهجي، تڏهن اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو ته انسانيت جو نقطئه آغاز (مقام الناس) ۽ نقطئه ڪمال (مقام ختم نبوت) ۾ حال ۽ ڪيفيت جي اعتبار کان نسبت دريافت ڪئي وڃي ۽ مقام ادنيٰ کان مرتبهء اعليٰ جو مفاصلو ماپي سگهجي.

جيڪڏهن ڪوئلي ۽ هيري ۾ نسبت آهي ته صرف اها ته ٻنهي جو معدن هڪڙو ئي آهي ليڪن ان بعد اسين هيري

جي مقام ۾ مرتبي سان ڪوئلي ڪي نسبت نٿا ڏئي سگهون. ڪوئلو چلهه جو ٻارڻ بڻجي ٿو ۽ هيري جي قسمت ۾ شهنشاهن جي تاج جي رونق بنجڻ لکيل هوندو آهي. هڪڙي عامي ۽ فائز مقام ختم نبوت جي مرتبي ۽ حال ۾ فرق کي نظر انداز ڪرڻ دنيا جي عظيم ترين گمراهين مان هڪ گمراهي آهي.

حضرت امام الهند مولانا ابو الڪلام آزاد رحمت الله عليہ جن پنهنجي لاجواب تصنيف ”تذڪره“ ۾ هن مقام ختم نبوت يا دائره حقيقت محمديه ڏاهپ نهايت ئي لطيف انداز ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:

”هي جو بعض اڪابر نقشبنديه علي الخصوص حضرت مجدد سرهندي رحمة الله عليهم جن پنهنجي علوم ڪشفيه ۾ ظاهر ڪيو ته دائره حقيقت محمديه سير قدمي جي آخري حد آهي، ان کان پوءِ صرف سير نظري جي گنجائش آهي. وهومن خصائصه ﷺ ۾ ٻيا سڀ اصحاب احوال و ڪشف به انهي تي متفق آهن، تڏهن حقيقت ان جي به اها ئي اهي ته جيئن ته حقيقت محمديه روح ۽ حيات جو آخري نقطو ۽ سرچشمو قرار ڏنو ويو ته

بيشڪ سير ۽ اقدام جي به آخري منزل اها ئي ٿي. ان ڪان پوءِ جو ڪجھ مافوق ۽ وراءِ الوراءِ تعينات آهي. انهي ڪري ته سير جي اتي گنجائش ۽ قافله طلب ۽ محمل شوق جو اتي گذر. بلڪ طائر فڪر ۽ مرغِ خيال به انهي فضاءِ لا تعين ۾ درمانده ۽ پرو بال سوخته آهن.

اي برون از و هم و قال و قيل من

خاڪ بر فرق من و تمثيل من!

صلي الله عليٰ محمد و عليٰ آلہ و اصحابہ اجمعين.

# سِيرَتِ رَسُول جَو پَيغامُ

مولانا عبيدالله انور
ترجمو:شيخ محمد اسماعيل

هڪ مشهور ايراني مصنف حڪيم برزويه پنهنجي ڪتاب ”ڪليله و دمنه“ ۾ حضور نبي اڪرم رحمت دو عالمﷺ و اصحابه وسلم جن بعثت وقت ايراني معاشري جو جيڪو نقشو چٽيو آهي، تنهن جي هڪ تصوير ملاحظه فرمايو:

”ائين معلوم ٿو ٿئي ته ماڻهن صداقت کي هٿان ڇڏي ڏنو آهي. جا شيءِ مفيد آهي سا موجود ناهي ۽ جيڪي موجود آهي سو مضر آهي. جيڪا چيز سٺي آهي سا ڪومائل آهي ۽ جيڪا خراب آهي سا سرسبز آهي. دروغ کي فروغ آهي ۽ نيڪي بي رونق آهي. علم پستي جي درجي ۾ ۽ بي عقلي جو درجو بلند آهي. بدڪاري جي حاڪميت

آهي ۽ شرافت نفسي پامال آهي. محبت متروڪ آهي ۽ نفرت مقبول آهي. فيض ۽ ڪرم جو دروازو نيڪن تي بند آهي پر شريرن تي کليل آهي. حاڪمن جو فرض فقط عياشي ڪرڻ ۽ قانون ٽوڙڻ آهي. مظلوم پنهنجي ذلت تي قانع آهي ۽ ظالم کي پنهنجي ظلم تي فخر آهي. حرص جو وات پٽيل آهي ۽ ويجهي توڙي پرانهين هر شيءَ کي ڳڙڪائي رهيو آهي. تسلط لائقن کان نالائقن ڏانهن منتقل ٿي ويو آهي ۽ ائين معلوم ٿئي ٿو ته دنيا خوشي جي نشي ۾ اهو چئي رهي آهي ته مون نيڪي کي مقفل ۽ بدي کي آزاد ڪري ڇڏيو آهي.“

(بحواله مولانا سنڌي ”حالات زندگي، تعليمات ۽ سياسي افڪار“ ص 191 - 192)

هڪڙي ايراني مصنف ”شهد شاهد من اهلها“ جي مصداق پنهنجي گهر جي حالت جو جيڪو نقشو چٽيو آهي ۽ انهي دور جي معاشري جا حالات بنان گهٽ وڌائي جي بيان ڪيا آهن، سي واضح لفظن ۾ ڪنهن انقلاب کي دعوت ڏيئي رهيا هئا، ڇو ته آسماني صحيفن جي متفقه گواهي اها ئي آهي ته جڏهن انهي قسم جا حالات پيدا ٿي وڃن تڏهن نظام ۾ تبديلي اڻ ٽر ٿي ويندي آهي.

يارهين صدي هجري جي مجدد ۽ برصغير پاڪ و هند جي نامور شخصيت حضرت حڪيم الاسلام شاه ولي الله قدس سره انهي سلسلي ۾ پنهنجي معرڪة الآرا تصنيف حجة الله البالغہ ۾ لکيو آهي:

”جڏهن اها مصيبت گهٽي وڌي وئي (يعنيماديت ۽ دنيا پرستي) ۽ مرض شدت اختيار ڪئي، تڏهن الله تعاليٰ ۽ سندس مقرب فرشتا رنج ٿيا. ان وقت الله تعاليٰ جي مشيت ٿي ته انهي مرض کي پاڙئون وڍي ڪڍي ڇڏجي ڇاڪاڻ جو مرض لاعلاج حد تائين پکڙجي چڪو هو. تنهنڪري الله تعاليٰ

حضرت محمد مصطفيٰ رسول الله صلی اللہ علیہ وسلم و اصحابہ وسلم کي مبعوث فرمايو، جو محض امي هو (جيئن قرآن شريف ۾ ارشاد آهي. ڏسو سورة جمعه، آيت نمبر 2: ناقل) ۽ جن ڪڏهن ايراني ۽ رومي معاشري (روس ۽ آمريڪا وانگر ان دور جون به عظيم ۽ سپر طاقتون) سان ميل ميلاپ نه رکيو هو، ۽ نڪي انهن جي رسمن رواجن ۽ طرز معاشرت کي اختيار ڪيو هو. خدا تعاليٰ آنحضرت صلی اللہ علیہ وسلم و اصحابہ وسلم کي رسومات صالح ۽ غير صالح جي درميان تميز ڪرڻ جو معيار قرار ڏنو ۽ سندن زبان

فيض ترجمان سان عجمين جي رسمن جي مذمت ڪرائي ۽ دنياوي زندگي ۾ انهماڪ ۽ ان تي اطمينان ڪري ويهي رهڻ جي خرابي ظاهر ڪئي. الله تعاليٰ سندن دل ۾ وڌو ته جن فاسد اخلاقن ۽ بيڪار رسمن جا عجمي عادي آهن جن تي اهي فخر ۽ ناز ڪن ٿا اهي حرام آهن. مثلاً ريشمي لباس، ارغواني ڪپڙا، سونا ۽ روپا ٿانءَ، سونا زيور، اهڙا ڪپڙا جن تي تصويرون ٺهيل هجن، ۽ گهرن ۾ نقش و نگار. الله تعاليٰ فيصلو ڪيو ته هن نبي جي حڪومت جي وسيلي قيصر و ڪسريٰ (رومي ۽ ايراني معاشرن جا سربراه) جي حڪومت کي برباد ڪجي ۽ ان (نبي) جي اڳواٽي سان انهن جي ليڊرشپ کي ختم ڪري ڇڏجي. اهڙي طرح ان (نبي) جي وجود سان ڪسريٰ ختم ٿي ويو ۽ وري ڪو به ڪسريٰ نه ٿيندو ۽ قيصر جي قيصريت ختم ٿي وئي ۽ وري ڪو به ان جو جاءِ نشين نه ٿي سگهندو.“ (جلد - 1، ص 106).

حڪيم امت رحمة الله تعاليٰ جي انهيءَ اقتباس جو مقصد واضح آهي ته الله تعاليٰ جو نبي دنيا مان هر قسم جي بي انصافي ۽ عدم توازن دور ڪرڻ آيو هو ۽ معاشري جا اهي فرد ۽ طبقا جيڪي حد کان وڌيڪ عياشي واري

زندگيءَ ۾ مست ٿي خدا کان ناآشنا ٿي چڪا هئا ۽ سندن اعمال ۽ افعال ملت جي پين طبقن لاءِ زهر قاتل ثابت ٿي رهيا هئا، انهن کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏجي ۽ الله جي زمين تي عدل ۽ انصاف جي حاڪميت قائم ڪجي.

سرڪار دوعالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن خود هڪ موقعي تي ارشاد فرمايو هو ته”هلک قيصر فلاقيصر بعده وهلک ڪسريٰ فلاڪسريٰ بعده“ اها هڪ پيشنگوئي هئي، جا زبان نبوت مان نڪتي ۽ ان جي صداقت کي جلد ئي دنيا ڏٺو.

انهي موقعي تي قدرتي طور اهو سوال پيدا ٿئي ٿو ته عيش و نشاط ۾ غرق معاشري جي زوال جي رسول الله جن چو پيشنگوئي ڪئي ۽ سڄي دنيا جي اهل صلاح و تقويٰ ۽ حڪيم ۽ داناءَ ماڻهو انهي قسم جي معاشري کي انسان ذات ۽ انسانيت لاءِ چو زهر قاتل سمجهن ٿا؟ ان جو جواب سورة بني اسرائيل جي آيت نمبر 16 مان بخوبي معلوم ٿي سگهندو الله تعاليٰ فرمايو آهي ته :

و اذا اردنا ان نهلک قرية امرنا مترفيها ففسقوا فيها فحق عليها القول فدمر ناها تدميرا 0

(۽ جڏهن اسين ڪنهن بستي کي هلاڪ ڪرڻ گهرون ٿا تڏهن اتي جي دولتمندن کي حڪم ڏيون ٿا پوءِ اتي اهي نافرماني ڪن ٿا تڏهن انهن تي حجت ختم ٿي وڃي ٿي ۽ اسين انهن کي برباد ڪري ٿا ڇڏيون-
حضرت لاهوري رحه)
پنجاب ۾ حڪمت ولي الهي جي مخلص بي لوث شارح حضرت مولانا احمد علي رحمة الله عليہ پنهنجي مختصر حواشي ۾ انهي آيت جي ضمن ۾ فرمائين ٿا ته
”اهو به ياد رهي ته بستيون هميشہ آسوده حال ماڻهن جي شامت اعمال سبب تباھ ٿينديون آهن“(ص 451)
قرآني قصن ۽ واقعن تي نظر وجهڻ سان سڀ کان اول نبي مرسل حضرت نوح عليہ السلام کان وٺي حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ و اصحابہ وسلم تائين آسماني تعليمات ۽ نبوي دعوت جي مخالفت ۾ اهو ئي طبقو اوهان کي پيش پيش نظر ايندو، جيڪو قرآن جي زبان ۾”مترف“ (دولتمند طبقو) چيو ويو آهي. انهي طبقي پنهنجي دولت ۽ ثروت تي ناز ۽ غرور ڪندي سدائين انبياء عليهم السلام ۽ انهن جي رفيقن ۽ اهل ايمان جو ذڪر تحقير آميز انداز ۾ ڪيو آهي. حضرت نوح عليہ

السلام جي دور جي اهل ثروت ۽ ارباب تمول سندن دعوت جي جواب ۾ چيو:
”اسان کي ته تون اسان جهڙو هڪڙو ماڻهو نظر اچين ٿو ۽ اسان کي تنهنجا پوئلڳ اهي ئي نظر اچن ٿا، جيڪي اسان مان رذيل آهن“(هود: 27)
حضرت صالح عليہ السلام جي حالات جي ضمن ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:
”هن قوم جي متڪبر سردارن، غريبن کي چيو جيڪي ايمان آڻي چڪا هئا ته: ڇا اوهان کي يقين آهي ته صالح کي ان جي رب موڪليو آهي؟
هنن چيو ته:هو جيڪي کڻي آيو آهي. اسان ان تي ايمان آندو آهي.
متڪبرن چيو: جنهن تي توهان کي يقين آهي ان کي اسين نٿا مڃون“
(الاعراف: 75-76 )
فرعون جي لاءِ قرآن چوي ٿو ته هن پنهنجي قوم کي چيو.
”ڇا، آءٌ هن کان بهتر نه آهيان جيڪو ذليل آهي ۽ صاف ڳالهائي به نٿو سگهي“(زخرف، 52)

سرڪار دو عالم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ واصحابہ وسلم جي زماني ۾ ڪافرن ۽ فاسقن ساڳئن انهي انداز جي گفتگو ڪئي ۽ ڪانئن اهو مطالبو ڪندا هئا ته هي غريب ۽ انهن جهڙا ٻيا ماڻهو جيڪي اوهان جي ارد گرد رهن ٿا، تن کي هٽائي ڇڏيو ته اسين گهٽ ۾ گهٽ اوهان جي ڳالهه ٻڌنداسين(مڃڻ يا نه مڃڻ پوءِ جي ڳالهه آهي) انهي تي الله تعاليٰ کين فرمايو:

۽ ”جيڪي ماڻهو صبح شام پنهنجي رب کي سڏين ٿا انهن کي پاڻ کان دور نه ڪر، جو الله جي رضا چاهين ٿا۔ تنهنجي ذمي انهن جو ڪو به حساب نه آهي ۽ نه وري تنهنجو ڪو حساب انهن جي ذمي. اگر تو انهن کي پري ڪيو، بس تون بي انصافن مان ٿيندين“(الانعام: 52)

انهي تفصيل مان الله جي نبين جي دنيا ۾ اچڻ جي سببن تي واضح روشني پوي ٿي ۽ اهو به معلوم ٿئي ٿو ته هڪ خاص طبقو هميشہ کان انبياء عليهم السلام جي دعوت جي مخالفت ۽ تڪذيب ۾ پيش پيش رهيو آهي. اڳتي وڌون ته انبياء عليهم السلام جي تعليمات تي حقيقي ۽ صحيح معنيٰ ۾ عمل پيرا اهي ئي ماڻهو ٿيا آهن، جن کي عام طور ”غرباء“ چيو وڃي ٿو. اسلام جي اوائلي تاريخ انهي

معاملي ۾ نهايت واضح آهي ۽ اڄ تائين اهو ئي ڪجھ ڏنو وڃي ٿو. انهي ڪري حضور عليہ السلام جن ”غرباء“ کي مستحق تبريڪ قرار ڏنو ۽ فرمايو ”فطوبيٰ للغرباء“ ۽ پاڻ سڄورا مسڪيني جي عالم ۾ رهيا ۽ مسڪيني جي عالم ۾ ئي دنيا کان رخصت ٿيا ۽ مساڪين جي طبقي ۾ ئي شمار ٿيڻ جي دعا فرمائي:”اللهم احيني مسكينا و امتني مسكينا و احشرني في زمرة المساكين.“

ان سان گڏ هڪ ٻي ڳالھ پڻ نهايت ضروري آهي جنهن کي حڪيم الامت امام ولي الله دهلوي ذڪر فرمايو آهي:

”ايرانين ۽ رومين کي مختلف قومن تي حڪومت ڪندي صديون گذري ويون ۽ انهن دنيوي زندگي کي ئي پنهنجي زندگي جو مقصد بنائي ڇڏيو ۽ آخرت کي وساري ويهي رهيا. شيطانيت انهن تي غالب پئجي وئي ته سندن زندگي جو حاصل اهو بنجي ويو ته عيش عشرت ۾ زندگي بسر ٿئي، تنهن ڪري منجهانئن هر شخص داد عيش ڏيڻ ۾ لڳي ويو ۽ انهي تي فخر ڪرڻ لڳو. سندن اها طرز زندگي ڏسي دنيا جي هر گوشي مان علماء ۽ سائنسدان سندن چوڌاري گڏ ٿيڻ لڳا جيڪي سندن لاءِ عيش جو سامان مهيا ڪرڻ لاءِ عجيب عجيب حيلا ۽ نڪتا بيان

ڪرڻ لڳا، بلڪ عيش جي سامان جي ايجادات ۽ اختراعات ۾ هڪٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويا ۽ پنهنجي ايجادات کي فخر جو باعث سمجهڻ لڳا............ (ان بعد شاهه صاحب انهن سرمايه پرست امراءَ جي زرين لباسن، عاليشان محلاتن، نمائشي جانورن وغيره جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ان سان گڏ اهو به ٻڌايو آهي ته انهن جي حالات جو اندازون لڳائڻ لاءِ توهين پنهنجي دور جي حڪمرانن ۽ اميرن کي ڏسو......... ان بعد رقمطراز آهي ته) انهن بادشاهن ۽ اميرن جي زندگي جا طور طريقا رفته رفته عوام جي معاشرتي نظام جا اصول بنجي ويا ۽ نوبت انهي حد تائين پهتي جو سوسائٽي ۾ انهن خرابين جو استيصال ناممڪن بڻجي ويو ان جي باقي هڪڙي صورت رهجي ويئي ته جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ته اهي بدعادتون انهن ماڻهن جي دلين مان روڙي ڪڍي ونجن. بادشاهن ۽ اميرن جي انهي عياشي واري زندگي مان ڪيترائي خطرناڪ معاشي ۽ سماجي مرض پيدا ٿي پيا جيڪي زندگي جي سڀني شعبن ۾ داخل ٿي ويا ۽ حالت اهڙي همہ گيري بنجي وئي جو اها وچڙندڙ وبا وانگر سڄي مملڪت ۾ پيهي وئي. ان کان نه

شهري بچيو نه ديهاتي، نه امير محفوظ رهيو نه غريب، ايستائين جو هر شخص ان جون خرابيون ڏسندو رهيو مگر علاج کان مايوس هو. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو عوام توڙي خواص سڀئي شديد مالي مصيبتن ۾ مبتلا ٿي ويا“

(حجة الله البالغہ، جلد اول، ص 105-106)

اوهان ڏٺو ته شاه صاحب ڪهڙي طرح نه تفصيل سان معاشري جي مرضن جي تشخيص ڪئي آهي: جڏهن امراء عيش پرستي جو شڪار ٿين ٿا ته غرباء ”الناس عليٰ دين ملوکهم“ مطابق انهن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ جيئن ته منجهن ان تي هلڻ جي طاقت نٿي ٿئي ۽ سندن معاشي حالات اهڙي اجازت نٿا ڏين، تنهنڪري معاشري ۾ ڌوبي جي ڪتي واري حيثيت بنجڻ کان پوءِ امراء ۽ سرمائيدار طبقو ڪين ڳڏه ڳابي جي درجي تي پهچايو ڇڏي ۽ معاشرو واضح طور تي طبقاتي ڪشمڪش جو شڪار بنجيو وڃي . انهي طبقاتي ڪشمڪش ۽ بادشاهن ۽ اميرن جي زندگي جو پنهنجو انداز ٿئي ٿو. ڪين هر حالت ۾ پنهنجي عيش جي معيار کي برقرار رکڻو پوي ٿو، تنهنڪري اهي ماڻهن تي طرح

طرح جا ٽيڪس لڳائين ٿا ۽ رائج ٽيڪسن جي شرح ۾ اضافو آڻين ٿا. نتيجي طور هيٺيون طبقو ٽيڪسن جي ادائگي لاءِ پنهنجي عزت آبرو تائين وڪڻڻ تي مجبور ٿي وڃي ٿو، چو ته ٽيڪسن جي ادائگي کان سواءِ سندن جيئڻ محال ٿيو پوي. اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن ڪي ماڻهو ٽيڪسن جي ڳرائي کان تڙپي مقابلي لاءِ نڪري اچن ۽ اهو سوچين ته جڏهن با عزت زندگي نصيب ناهي تڏهن بهادرن وانگر موت ئي بهتر آهي ته پوءِ ان جو نتيجو جنگ جدال ۽ بغاوت جي صورت ۾ سامهون اچي ٿو ۽ معاشري جو سمورو نظام درهم برهم ٿي وڃي ٿو.

معاشري جو هڪ ٻيو دکدائڪ پهلو هي به ٿئي ٿو جو ڪي ماڻهو حڪمرانن جا حاشيہ نشين بنجي وظائف ۽ جاگيرون حاصل ڪن ٿا ۽ هر حالت ۾ بادشاهه ۽ ارباب اقتدار جي خوشنودي چاهين ٿا. انهن ۾ نام نهاد مذهبي پيشوا(جن ۾ مولوي ۽ پير ٻئي شامل آهن) ۽ شعراء وغيره شامل هوندا آهن. حڪيم دهلوي انهن ٻنهي مرضن جو سهڻائي سان تجزيو ڪندي فرمايو آهي:

”هن زماني ۾ اڪثر ملڪن جي بربادي جو سبب ٻه شيزون آهن. هڪڙو ته سرڪاري خزاني مان هڙرادو

حقوق جو نالو وٺي ماڻهو روپيا وصول ڪن ٿا. جنهن نالي سان اهي رقم وٺن ٿا ان جي حق کي اهي ڪنهن به طرح پورو نٿا ڪن. ٻيو ته ڪمائيء وارين جماعتن يعني هارين، واپارين ۽ هنرمندن تي گهٽي کان گهٽا ٽيڪس لڳايا وڃن ٿا. انهن مان نرم مزاج(ٻين لفظن ۾ غيرت ۽ حميت کان عاري ماڻهو) ته ٽيڪس ادا ڪري ٿا ڇڏين، ليڪن جن ۾ مقابلي جي همٿ هوندي آهي، سي بغاوت اختيار ڪن ٿا ۽ سڄي سوسائٽي درهم برهم ٿي وڃي ٿي“ (مولانا سنڌي، ص 190) اسرائيلي معاشري ۾ فرعوني طبقي جو تسلط ۽ استيلاء ۽ بني اسرائيل جي بيوسي قرآن عزيز ڪيترين ئي جاين تي بيان فرمائي آهي - حتاڪه حضرت موسيٰ عليہ السلام جن به بارگاه ايزدي ۾ درخواست ڪئي ته:

”اي رب اسان جا، تو فرعون ۽ ان جي سردارن کي دنيا جي زندگي ۾ آرائش ۽ هر طرح جو مال ڏنو آهي. اي رب اسان جا، ايستائين جو انهن تنهنجي راه تان گمراه ڪري ڇڏيو. اي رب اسان جا، هنن جي مال کي برباد ڪر ۽ انهن جي دلين کي سخت ڪر. پوءِ اهي ايمان نه آڻيندا

ايستائين جو دردناڪ عذاب ڏسن.“(يونس: 88- حضرت لاهوري قدس سره)

حضور پاڪ عليہ السلام جي دور جي قبائلي ۽ سرداري نظام به انهي نوعيت جو آهي، جنهن ۾ لاتعداد انسان رڍن ۽ ٻڪرين واري زندگي گذاري رهيا هئا ۽ اهي غلام ۽ ٻانهان شمار ٿيندا هئا. سندن نام نهاد آقا جيئن وڻندو هون- تيئن انهن جي تذليل ڪندا هئا. اها ته حجاز جي حالت هئي، پر حجاز کان ٻاهر ان دور جي سپر طاقتن روم ۽ ايران جو حال مٿي بيان ٿي چڪو آهي. انهي ماحول ۽ معاشري ۾ الله جو آخري نبي تشريف فرما ٿيو. الله تعاليٰ ارشاد فرمايو:

”هو الذي ارسل رسولہ بالهديٰ و دين الحق ليظهره علي الدين کلہ ولو کره المشرکون“(الصف: 9)

(اهو ئي تون آهين جنهن پنهنجو رسول هدايت ۽ سچو دين ڏيئي موڪليو، تان ته ان کي سڀني دينن تي غالب ڪري، اگرچه مشرڪ ناپسند ڪن- حضرت لاهوري)

مولانا سنڌي قدس سره ارشاد فرمايو آهي ته:

”شاه صاحب (شاه ولي الله رحه) جي خيال ۾ رسول اڪرم عليہ الصلواة والسلام جي بعثت جو مقصد اهو ئي

هو ته سندن وسيلي خدا جي دين کي ٻين سڀني دينن تي غالب ڪيو وڃي ۽ اسلام انسانن کي هڪ اهڙو نظام حيات ڏئي جو سڀني نظامن کان بهتر ۽ اعليٰ هجي. آنحضرت جي بعثت جو به مقصد انهي صورت ۾ پورو ٿيو جو قيصر ۽ ڪسريٰ جو نظام، جيڪو ڪنهن حد تائين سڄي دنيا تي ڇانيل هو، پاش پاش ٿي ويو ۽ انسانيت کي قيصريت ۽ ڪسرويت ٻنهي کان نجات ملي.“(مولانا سنڌي، ص 190-191)

گويا غلامانه ذهنيت کان مرعوب بعض ماڻهن جي قول موجب الله جي سچي نبي جي وساطت سان آيل دين محض عبادات جي مجموعي جو نالو ڪونهي، بلڪ اهو سڄي دنيا جي اديان تي ڇانئجڻ لاءِ آيو آهي ۽ هن پنهنجي ابتدائي زندگي ۾ پنهنجي عظمت ۽ برتري جو جيڪو ثبوت پيش ڪيو آهي، تنهن کي ڪو بدترين دشمن به ڪوڙو نٿو ڪري سگهي ۽ اهو اسلام خير هڪ هزار سالن تائين ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ دنيا ۾ قائم ۽ موجود رهيو ۽ نه صرف پنهنجا بلڪ بيگانا به هن جي برڪتن مان مستفيد ٿيندا رهيا. ليڪن جيئن ئي مسلمانن جي اخلاقي حالت زوال پذير ٿي ۽ اهي مجاهدانه ۽ انقلابي

زندگي کي خيرآباد چئي عيش و نشاط ۾ پيا، ته سندن وقار ۽ عزت مٽيءَ ۾ ملي ويا، اقتدار کان محروم ٿي ويا،وياج خوري واري نظام جي ٻنڌڻ ڪين پنهنجي گرفت ۾ وڪوڙي ورتو. تهذيب ۽ تمدن غيرن جو، سوچ ۽ فڪر غيرن جو-نتيجو اهو آهي جو اُهي اڄ وري اوائلي جاهليت جو شڪار آهن. حڪيم دهلوي سندن جن خرابين جو ذڪر ڪيو آهي ۽ دهلي جي بادشاهن ۽ ان جي دور جي امرائن جا جيڪي حالات بيان ڪيا آهن، سي اڄ مڪمل شڪل ۾ هن نام نهاد مسلم سوسائٽي ۾ڏسي سگهجن ٿا، ليڪن الله جا جيڪي بندا اونداهين ۾ چراغ جلائي ملت جيُ حدي خواني جي لاءِ وقتاً فوقتاً دنيا ۾ ايندا رهن ٿا، سي ڪنهن به گهڙي مايوس نٿا ٿين.

مولانا عبيدالله سنڌي جي متعلق سندس سوانح نگار لکن ٿا ته پنجويهه سال جلاوطني کان پوءِ مولانا وطن واپس اچڻ لڳو ته هڪڙي هندستاني بزرگ عالم جيڪو مستقل طور حجاز ۾ مقيم هو ۽ مولانا جو دوست ۽ شاگرد هو، تنهن چاهيو ٿي ته مولانا پنهنجي عمر جو باقي حصو هتي ئي حرم پاڪ ۾ گذاري، جنهن جي عطر بيض فضائن ۾ هن ٻارهن ورهه گذاريا آهن. مولانا جي خيالات ۾ تلاطم هو.

حرم جي محبت ۽ عظمت سان سندس دل سرشار هئي، ليڪن اُها ڳالھ جنهن کيس بيقرار ڪيو هو ۽ هن واپس اچڻ چاهيو ٿي، تنهن لاءِ مولانا فرمايو ته:

”منهنجو اهو غير متزلزل يقين ۽ عقيدو آهي ته اسلام جو مستقبل نهايت روشن ۽ شاندار آهي. بيشڪ اسلام پوري قوت ۽ توانائي سان هڪ ڀيرو اٿندو، ليڪن خارج ۾ ان جو اهو خاڪو نه هوندو جو هن وقت آهي. مون کي جهڙي طرح هن ڳالھ تي يقين آهي ته اسلام هڪ ڀيرو اُڀرندو اهڙي طرح منهنجو هي به ايمان آهي ته اسان جو موجود نقشو چند ڏينهن جو مهمان آهي . اسلام کي هڪ نئين اڏاوت اڏڻي آهي ۽ مسلمان ان کي جيترو جلد بنائين بهتر ٿيندو“.

ائين چئي ارشاد فرمائين ته:

”اهي به عقيدا آهن جيڪي مون کي هندستان ڏانهن ڇڪي پيا وڃن(اهو تقسيم کان پهرين جو قصو آهي)، آءٌ هاڻي چراغ سحري آهيان. خدا کي خبر ته زندگي جا ڪيترا ڏينهن باقي هوندا، چاهيان ٿو ته مرڻ کان اڳ پنهنجي قوم جي ڪنن تائين اها حقيقت پهچايان“(مولانا سنڌي ص،198-199)

گويا اسلام جدا چيز آهي ۽ موجود دور جي مسلمانن جي طرز حيات بالڪل ٻي چيز آهي. اسلام ته اهو آهي جنهن جي علمي شڪل قرآن آهي ته عملي شڪل سرڪار دو عالم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ واصحابہ وسلم جي ذات گرامي. جو بعض روايتن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته صحابه ڪرام عليهم الرضوان به اهو ئي خيال اظهار فرمائيندا هئا ته هڪ قرآن الله جي طرفان جبرئيل امين عليہ السلام جي وساطت سان محمد عليہ السلام جي قلب تي نازل ٿيو ۽ ٻيو قرآن اهو آهي جيڪو مديني جي گهٽين ۾ گهمندو ڦرندو هو. گويا ٻن قرآنن جو عقيدو انهي تعبير سان اسلاف کان منقول آهي ۽ انهي حقيقت جي ترجماني ام المؤمنين سيده ڪائنات صديقہ طاهره سلام الله تعاليٰ عليها و رضوانها جن ٻن جملن ۾ فرمائي آهي.

”كان خلقہ القرآن“

(رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ واصحابہ وسلم جي سيرت ۽ حيات طيبہ ته قرآن ئي هو)

قرآن ۽ سنت رسول مان اسلام جو جيڪو نقشو سامهون اچي ٿو، سو بلڪل الڳ چيز آهي، جنهن ۾ عبادات، معاملات اخلاق، تهذيب ۽ معاشرت ۽ اقتصاد جي لاءِ

مڪمل رهنمائي موجود آهي، ۽ اها محض دعويٰ ناهي بلڪ مسلمانن جي هزار سالن جي زندگي انهي ڳالهه جو ثبوت آهي. برعڪس ان جي هن وقت جيڪو ڍانچو مسلمانن بنائي ڇڏيو آهي، سو هي آهي ته هڪ محدود تعداد ۾ عبادات جو رسمي اهتمام ڪري اهو خيال رکن ٿا ته اسان اسلام جي تقاضا پوري ڪري ڇڏي، جڏهن ته سندن طرز زندگي، سندن نظام معاشرت ۽ اقتصاد، سندن نظام سياست ۽ عدالت ۽ سندن نظام تجارت ۽ زراعت وغيره خالص جاهليت وارن بنيادن تي استوار آهن. حضور رحمت دو عالم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ واصحابہ جن جنهن نظام حيات جو سلسلو ملت مسلمہ لاءِ تجويز فرمايو هو، تنهن جي عملي پڇ ڊاه خود اسان جي ئي هٿان ٿي ۽ جنهن جي سزا اسان کي انهي شڪل ۾ ملي رهي آهي جو اسين قومي وقار کان محروم ٿي ويا آهيون. اڄ جو جديد ذهن هڪ صالح سياسي نظام لاءِ فرانس جي انقلاب هڪ صالح معاشي نظام لاءِ ڪارل مارڪس جي سرمايه لينن ۽ اسٽالن جي عمل کي پنهنجي لاءِ ضروري سمجهي ٿو ۽ ان جي باوجود ڪيس پنهنجي مسلمان هجڻ جي دعويٰ آهي. حالانڪ هڪڙي مفڪر جي قول موجب

سيرت نبوي ۽ دور حاضر جي تحريڪن يعني سوشلزم، ڪميونزم، ڪيپيٽلزم وغيره ۾ وڏو واضح تضاد موجود آهي. دور حاضر جي انهن تحريڪن جي صرف اها خامي ناهي ته اهي خدا فراموش آهن، بلڪ اهي خود فراموش به آهن. اهي انسان ۽ انسانيت کي نه ٿيون سمجهي سگهن. محمد رسول الله ﷺ جن پيغمبر انسانيت هئا. آنحضرت جن انساني محنت کي اصل سرمايو ۽ متاع قرار ڏنو ۽ محنت جي بنياد تي ماڻهن کي ذليل سمجهڻ وارن کي سخت تنبيہ ڪئي. پورهيت طبقن جي قدر و منزلت کي واضح ڪيائون ۽ خود عملي طور تي پورهئي وارن ڪمن ۾ شريڪ ٿي دنيا کي درس ڏنائون.

پندرهين صدي هجري جي آجيان ۾ دنيا اسلام(؟) ۾ تقريبن جو سلسلو شروع ٿي چڪو آهي. انهي آجيان ۾ سيمينار، مجلسون، مذاڪرا، اخبارن ۽ رسالن جاخصوصي ايڊيشن ۽ هجري صدين جي عمارت جي منزلن جي شڪل ۾ تعمير وغيره شامل آهن، ليڪن اسان جي خيال ۾ اهو سڀ ڪجھ اهڙي حالت ۾ ٿي رهيو آهي جڏهن مسلمان قوم قومي وقار ۽ اجتماعي خودداري کان محروم آهي. انهي

پس منظر ۾ انهي نوع جون تقريبات مٿئين طبقي ۽ ان سان متعلق ماڻهن جي ذهني عياشي جو ذريعو ته بنجي سگهن ٿيون پر ملت ۽ قوم کي ڪجهه به حاصل نٿو ٿئي. اڄ حالت اها آهي جو ڪيترائي مسلم ملڪ اهڙا آهن جن وٽ دولت جو ڪو شمار ڪونهي . قدرت انهن کي انسانيت جي دستگيري ۽ اجتماعي زندگي جي بهتر مستقبل لاءِ سون ۽ تيل سان نوازيو آهي، ليڪن اها دولت يا ته انهن جي محدود آبادي جي عيش عشرت جي نذر ٿي رهي آهي، يا وري انهن قومن ۽ ملڪن جي معاشي استحڪام لاءِ استعمال ٿي رهي آهي، جيڪي خدا کان بيزاري ۽ اسلام دشمني ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. ڪي مسلم ممالڪ اهڙا به آهن جن تي غربت ۽ افلاس جي تاريڪي مسلط آهي ۽ اتي جا عوام ”کاد الفقر ان يکون ڪفرا “ وانگر مختلف النوع باطل تحريڪن جي علمبردارن جو سٽپو گرانهه بنيل آهن. حقيقتن جي ثبوت ۾ بالخصوص آفريڪي ملڪن ۾ عيسائيت ۽ قاديانيت جون سرگرميون پيش ڪري سگهجن ٿيون. چئي سگهجي ٿو ته ڪن امير ترين مسلم ملڪن بعض اهڙا ادارا به قائم ڪري ڇڏيا آهن جيڪي اسلام ۽ مسلمانن جي خاطر سرگرم عمل آهن، ليڪن

بدقسمتي اها آهي جو انهن جي ڪارڪردگي نه هئڻ جهڙي ۽ بي نتيجي رهي آهي ۽ اها مضبوط رٿابندي، جيڪا مرد مومن جي نظر جي غماز هوندي آهي، سا بالڪل نظر نٿي اچي. ان جي برعڪس ڪي مثال اهڙا به پيش ڪري سگهجن ٿا جن جولب لباب هي اهي ته اٿلندو مفسد ۽ فتني انگيز قسم جا ماڻهو انهن ادارن جي دسترخوانن تي پلجي ملت جي رهيل کهيل اجتماعي وقار کي خاڪ ۾ ملائڻ جو باعث بنيل آهن.

پنڌرهين صدي هجري، چئي سگهجي ٿو ته مسلمانن جي حيات ثانيه جي صدي آهي. اسان کي ڪو به اعتراض ناهي، بلڪ دعاگو آهيون ته خدا ڪري ته ائين ئي ٿئي. ليڪن مولانا سنڌي جي لفظن ۾"اسان کي پنهنجو ڍانچو بدلائڻ جي ضرورت آهي ورنه فطرت جو تعزيري عمل، بدڪردار ۽ بي عمل قومن کي زياده عرصو دنيا ۾ زنده رهڻ جو موقعو نٿو ڏئي" سرڪار دو عالم جن قيصر ۽ ڪسريٰ جي تباهي جي انهي ڪري پيشنگوئي فرمائي هئي جو اهي انسانيت جي نالي تي ٺٺول ۽ فريب هئا، ۽ جيڪو نظام انسانيت جي نالي تي فريب ۽ ٺٺول بنجي وڃي، اهو پنهنجو ڍانچو جلدي پچي وڃهي ٿو.

اڄ جي مسلمانن، خصوصاً منجهانئن مٿانهن طبقن(جن ۾ حڪمران، امراء، شعراء، اَدباء ۽ صوفياء شامل آهن الا ماشاء الله) ”تلک الايام نداولها بين الناس“ جي مصداق ڪنهن نه ڪنهن حيلي سان قيصريت ۽ ڪسرويت ڪي هٿان نه ڇڏيو آهي. اهي خود انهي فاسد نظام مان جند آزاد ڪرائين ته فهوالمراد، ورنه اسلام ڪي ته بهرحال اپڙو آهي. ڪو زبردست هٿ خود ان جو انتظام ڪري وٺندو.
پنڌرهين صدي هجري جي موقعي تي سيرت رسول جي روشني ۾ اهو ئي اسان جو پيغام آهي.
*
۽ خدا جي راه ۾ جو ڪجهه خرچ ڪندا اهو اوهانکي پورو پورو ادا ڪيو ويندو(القرآن)
بيشڪ خيرات ڪرڻ وارا ۽ خيرات ڪرڻ واريون ۽ اهي ماڻهو جيڪي خدا کي خوش دلي سان قرض ڏين ٿا (قيامت جي ڏينهن)انهن کي (سندن) قرض جو ٻيڻو ادا ڪيو ويندو ۽ کين اجر عظيم (علحده) ملندو (القرآن)

# مجَاِلس نَبَوي ﷺ

## علامه شبلي ۽ سيد سليمان ندوي
## مترجم: سيد صالح محمد شاه

ٻنهي جهانن جي سردار، امام الانبياءَ و شافع محشر ﷺ جن جون مجلسون دنيوي اميرن جي درٻارين وانگر نقلي ٺاٺ ٻاٺ ۽ ڏيک جو نمونو نه هيون. سندن دروازي تي ڪو به درٻان نه هوندو هو، مگر ان هوندي به نبوت جي جلال سبب هي حال هوندو هو جو سندن مجلس ۾ ويٺل هر شخص پيڪر تصوير نظر ايندو هو. حديثن ۾ اچي ٿو ته سندن مبارڪ مجلس ۾ ماٺهو اهڙي ئي طرح پرسڪون ويٺل نظر ايندا هئا ۽ سراپا تصوير نظر ايندا هئا جو معلوم ٿيندو هو ته ڄڻ هنن جي مٿن تي پکي ويٺل آهن. يعني ڪو به شخص ذري ماتر به جنبش نه ڪندو هو. گفتگو جي اجازت ۾ ترتيب جو لحاظ رهندو هو، ليڪن اهو لحاظ ۽ امتياز نسب ۽ نالي يا دولت ۽ مال جي

بنياد تي نه هوندو هو، بلڪه فضيلت ۽ استحقاق سبب هوندو هو. سڀ کان پهريائين پاڻ ڪريم صه جن حاجتمندن ڏانهن توجه فرمائيندا هئا ۽ انهن جون گذارشون ٻڌي سندن حاجت روائي فرمائيندا هئا.

مجلس ۾ سڀيئي ماڻهو ادب سان سر جهڪائي ويٺا هوندا هئا، خود سرڪار دو عالم پڻ با ادب ويٺل هوندا هئا. پاڻ جڏهن ڪو ارشاد فرمائيندا هئا ته سڄيءَ مجلس تي خاموشي ڇانئجي ويندي هئي. جڏهن حاضرين مجلس مان ڪوبه شخص ڳالهائيندو هو، تڏهن مجلس ۾ ويٺل ماڻهن مان تيستائين ڪو به نه ڳالهائيند هو جيستائين پهريون شخص پنهنجي ڳالهه پوري نه ڪري، ڪن حالتن ۾ حاجتمند عرض مدعا ۾ حد کان وڌي ويندا هئا، پر پاڻ ڪريم ﷺ جن نهايت حلم ۽ برد باريءَ سان اهو برداشت فرمائيندا هئا.

پاڻ سڳورا ﷺ ڪنهن جي به ڳالهه وچ ۾ ڪاٽي گفتگو نه ڪندا هئا، کين جيڪا ڳالهه پسند نه ايندي هئي ته ٽاري ڇڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪوشخص سندن شڪريو ادا ڪندو هو ته پوءِ جي واقعي پاڻ ڪا ان شخص تي مهرباني ڪئي هوندائون ته اهڙو شڪريو قبول فرمائيندا

هئا. مجلس ۾ جنهن قسم جون ڳالهيون ڇڙنديون هيون ته پاڻ صلی‌الله عليه‌وسلم به ان ۾ شامل ٿي ويندا هئا،خوش طبعي مهذب ظرافت ۾ به شرڪت فرمائيندا هئا ۽ خود به خوش طبعيءَ جهڙيون ڳالهيون ڪندا هئا. ڪڏهن ڪنهن قبيلي جو ڪو معزز شخص ايندو هو ته ان جي مرتبي موجب، سندس تعظيم فرمائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا: ”اڪرموا ڪريم ڪل قوم“ مزاج پرسي وقت هر شخص کان پڇندا هئا ته ڪا ضرورت يا ڪو ڪم ته ڪونه آهي. هيئن به فرمائيندا هئا ته جيڪي ماڻهو پنهنجي گهرج جي سلسلي ۾ مون تائين معلومات پهچائي نٿا سگهن، انهن جي حالتن کان مون کي ضرور واقف ڪريو.

ايران ۾ هي عام رواج هو ته مجلس ۾ڪو معزز شخص ايندو هو ته ڪچهريءَ ۾ ويٺل سڀ ماڻهو ان جي تعظيم خاطر اٿي بيهندا هئا ۽ هي قاعدو به هوندو هو جڏهن به رئيس يا امير دربار لڳائيندا هئا تڏهين سڀ ماڻهو سيني تي هٿ ٻڌي سمورو وقت بيٺا رهندا هئا. پاڻ سڳورن صلی‌الله عليه‌وسلم انهن ڳالهين کان منع ڪئي ۽ ارشاد فرمايائون ته: ”جن ماڻهن کي اها ڳالهه وڻي ٿي ته ماڻهون سندن آڏو تعظيم لاءِ بيٺا رهن انهن کي پنهن جي جاءِ دوزخ ۾ ڳولڻ

گهرجي“. البته محبت جي جوش کان پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪڏهن ڪڏهن اٿي پوندا هئا. چنانچه حضرت فاطمة الزهرا رضه جڏهين ڪنهن وقت ايندي هئي تڏهين اڪثر ڪري پاڻ اٿي محبت وچان سندس پيشاني چمندا هئا. حضرت حليمه سعيديه جي لاءِ به پاڻ اٿي چادر وڇائي هئائون. اهڙيءَ طرح هڪ دفعي سندن رضاعي پاءُ سندن مجلس ۾ آيو هو ته ان جي لاءِ به محبت وچان اٿي بيٺا هئا ۽ هن کي پنهنجي سامهون ويهاريائون.

مجلس ۾ ايندڙ هر شخص کي، سندس مرتبي جي مناسبت سان جاءِ ملندي هئي. ڪنهن کي به اهو خيال نه ايندو هو ته ٻيو ماڻهو ڪانئس وڌيڪ عزت ياب ٿيو آهي. مجلس ۾ جڏهن ڪو ماڻهو چڱي ڳالهه ڪندو هو، تڏهن پاڻ ان کي تحسين جي نظرن سان ڏسندا ۽ ٻڌندا هئا. پر جيڪڏهن ڪو شخص نامناسب ڳالهيون ڪندو هو ته ان کي ٻڌائيندا هئا ته تنهنجي گفتگو مناسب نه آهي.

هڪ دفعي مجلس اقدس ۾ ٻه شخص حاضر هئا. انهن ۾ هڪڙو معزز ۽ ٻيو ڪم رتبي وارو هو. معزز صاحب کي ڇڪ آئي ليڪن انهيءَ اسلامي تعليم موجب ”الحمد لله “ نه چيو. ٻئي شخص کي به ڇڪ آئي، انهيءَ ”الحمد

الله“ چيو. نبي ﷺ جن معمول مطابق ”يرحمڪ الله“ چيو. ان تي معزز شخص شڪايت ڪئي ته منهنجي ڇڪ ڏيڻ وقت ”يرحمڪ الله“ نه چيو ويو پر ٻئي شخص جي ڇڪ جي جواب ۾ يرحمڪ الله چيو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ ان تي فرمايو ته ”هن خدا کي ياد ڪيو ته مون به ياد ڪيو، تو خدا کي وساري ڇڏيو ته مون به جواب نه ڏنو.“

صحابه ڪرام رضي الله عنهم کي نهايت سخت تاڪيد ڪيل هو ته ڪنهن جي به شڪايت ياڪو عيب کين نه پهچائين. ان لاءِ پاڻ فرمائيندا هئا ته ”آءٌ چاهيان ٿو ته جڏهين دنيا مان وڃان تڏهين ڪنهن لاءِ به مون کي ڪو برو اثر نه هجي، بلڪ هتان سيني لاءِ پنهنجي صاف دل کڻي وڃان“.

ارشاد جون مجلسون:

پاڻ ڪريم ﷺ جن جي تعليم ۽ تلقين جو فيض جيتوڻيڪ سفر خواه حضر، خلوت خواه جلوت، نشست و برخواست مطلب ته هر وقت جاري رهندو هو، ان هوندي به ان مان صرف اهي ماڻهو مستفيض ٿي سگهندا هئا جيڪي انهن موقعن تي مجلس ۾ موجود هوندا هئا. ان

ڪري پاڻ تعليم ۽ ارشاد جي لاءِ ڪي وقت خاص طور مقرر ڪري ڇڏيا هئائون، ته جيئن ماڻهن کي معلوم هجي ته ڪهڙن وقتن تي تعليم ڏني وڃي ٿي. پاڻ اهو انهيءَ ڪري ڪيو هئائون ته جن ماڻهن کي استفاده منظور هجي اهي اهڙن وقتن تي اچي سگهن.

اهي صحبتون عموماً مسجد نبوي ۾ منعقد ٿينديون هيون. مسجد نبوي ۾ هڪ ننڍو اڱڻ هوندو هو، پاڻ اتيئي ويهي ارشاد فرمائيندا هئا. ابتدائي زماني ۾ سندن ﷺ لاءِ ويهڻ جي ڪا به نمايان جاءِ مقرر ڪا نه هئي. جڏهين ٻاهران اڻواقف ماڻهو ايندا هئا ته اهي معلوم ڪري نه سگهندا هئا ته پاڻ ڪريم ﷺ جن انهيءَ مجلس ۾ ڪٿي ويٺل آهن. اها ڳالهه محسوس ڪندي صحابه ڪرام رضه مٽيءَ جي هڪ ننڍي ٿلهي ٺاهي هئي پاڻ ان تي ويهندا هئا ۽ صحابه ڪرام رضوان الله عليهم انهيءَ ٿلهيءَ جي چوگرد حلقو ٺاهي ويهندا هئا.

مجلس جا آداب:

سردار دوجهان ﷺ جي مجلس ۾ اچڻ واري کي ڪنهن به قسم جي روڪ رنڊڪ نه هئي. اڪثر ڪري بدوي ماڻهو پنهنجي جهنگلي ۽ وحشي طريقي موجب ايندا هئا ۽

بنا ڪنهن ٻيپ ٻاءُ جي سوال جواب ڪندا هئا. نبوي خلق جو منظر انهن مجلس ۾ وڏيڪ حيرت انگيز ٿي ويندو هو، پاڻ صلی اللہ علیہ وسلم آخري نبيءَ جي حيثيت سان رونق افروز آهن. صحابه ڪرام عقيدت مند خادمن وانگر خدمت اقدس ۾ حاضر آهن، هڪ شخص اچي ٿو، ان کي پاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم ۽ ٻين ويٺلن ۾ ڪو به ظاهري امتياز نظر نه ٿو اچي. حاضرين مجلس کان پڇي ٿو ته ”محمد صلی اللہ علیہ وسلم ڪهڙو آهي“ صحابه ڪرام رضه ٻڌائين ٿا ته ”اهو ڳوري رنگ وارو شخص جيڪو ٽيڪ ڏيو ويٺو آهي.“ هو شخص چوي ٿو ته ”اي ابن عبدالمطلب! آءٌ توهان کان نهايت سختيءَ سان سوال ڪندس، خفا نه ٿجو.“ پاڻ ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن بخوشي سوال جي اجازت ڏين ٿا ۽ هو سوال جو جواب ڪري ٿو.

ايتري سادگي ۽ تواضع هوندي به هي مجلسون رعب ۽ وقار خواه ادبِ نبوت جي اثر سان هر وقت لبريز هونديون هيون. سندن صلی اللہ علیہ وسلم تعليمات ۽ تلقينات جو دائرو، اخلاق، مذهب ۽ تزڪيهء نفوس تائين محدود هو. ان کان سواءِ ٻيون ڳالهيون نبوت جي منصب کان خارج هيون ليڪن ڪڏهن ڪي ماڻهو نهايت معمولي ۽ خفيف

ڳالهيون به پڇندا هئا. مثلاً: چوندا هئا ته يا رسول الله ﷺ منهنجي پيءُ جو نالو ڇا آهي؟ منهن جو اُٺ وڃائجي ويو آهي اهو ڪٿي آهي؟ وغيره پاڻ ﷺ انهيءَ قسم جي سوالن کي نهايت ناپسند ڪندا هئا.

هڪ دفعي اهڙي قسم جي بيڪار سوال پڇڻ سبب پاڻ رنجيده خاطر ٿي فرمايائون ”جيڪي پڇڻو هجيو سو پڇو، آءٌ سڀني سوالن جو جواب ڏيندس“ حضرت عمر رضه سندن چهري مبارڪ جو رنگ ڏٺو ۽ نهايت الحاح سان چيائين رضيت الخ.

مجلس ۾ ڪو به شخص بيهي سوال نه ڪندو هو. هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ بيٺي سوال ڪيو ته پاڻ سڀورن ان ڏانهن تعجب وچان نهاريو. اهڙيءَ طرح هي به معمول هو ته جڏهن هڪ مسئلو طي ٿي ويندو هو تڏهن ٻيو مسئلو پيش ٿيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن گفتگو ۾ مشغول هوندا هئا ۽ ڪو صحرا نشين بندو جيڪو سندن مجلس جي آداب کان واقف نه هوندو هو ۽ اوچتو اچي ويندو هو ۽ تقرير هلندي ڪا ڳالھ پڇندو هو ته پاڻ پنهنجي تقرير جو سلسلو قائم رکندا هئا، تقرير ختم ڪري بعد ۾ انهيءَ شخص ڏانهن توجه فرمائيندا هئا ۽

پڇيل سوال جو جواب ڏيندا هئا. هڪ دفعي پاڻ ڪريم ﷺ جن تقرير ڪري رهيا هئا ته هڪڙو بدو آيو ۽ اچڻ سان پڇيائين ته ”قيامت ڪڏهن ايندي؟“ پاڻ تقريرڪندا رهيا. حاضرين مجلس سمجهيو ته شايد پاڻ ﷺ بدوي جو سوال نه ٻڌو اٿن. مجلس ۾ ويٺلن مان ڪنهن شخص چيو ته حضور ﷺ اوهان سوال ٻڌو؟ اها ڳالهه ڪين ناپسند لڳي. جڏهن تقرير کان فارغ ٿيا تڏهين پڇيائون ته سوال ڪرڻ وارو ڪٿي آهي؟ بدوءَ جواب ڏنو ته آءٌ آهيان. پاڻ پوءِ ان کي جواب ڏنائون ته ”جڏهن امانتون ضايع ٿيڻ لڳنديون.“ بدوءَ چيو ته امانتون ڪيئن ضايع ٿينديون؟ پاڻ ﷺ فرمايائون ته ”جڏهن نا اهلن جي هٿ ۾ ڪم ايندا.“

مجلس جا وقت:

اهڙي قسم جي مجلسن لاءِ خاص طور صبح جو وقت مقرر ٿيل هندو هو. پاڻ ﷺ فجر نماز بعد ويهندا هئا ۽ روحاني فيوض جو چشمو جاري ٿي ويندو هو. نماز کان پوءِ جيڪا مجلس ٿيندي هئي ان ۾ وعظ و نصيحت ۽ انهيءَ قسم جي ننڍين وڏين ڳالهين تي گفتگو ٿيندي هئي. انهيءَ وقت کانسواءِ پاڻ حقائق ”معارف جي اظهار لاءِ

پين وقتن تي مجلسون منعقد فرمائيندا هئا. جيئن ته اهڙين مجلسن مان عوام کي تمام گهڻو فائدو پهچندو هو، ان ڪري پاڻ چاهيندا هئا ته ڪو به شخص انهيءَ فيض کان محروم رهجي نه وڃي. جيڪي ماڻهو اهڙين مجلسن ۾ اچي ٿورو گهڻو ٻڌي وڃان هليان ويندا هئا انهن تي پاڻ ﷺ ناراضگي فرمائيندا هئا. هڪ دفعي پاڻ صحابه ڪرام رضه سان گڏ مسجد ۾ ويٺا هئا ته ٽي شخص آيا. انهن مان هڪڙي وچ ۾ ڪٿي خالي جاءِ ڏٺي اتي ويهي رهيو، ٻئي کي وچ ۾ جاءِ نه ملي ۽ هو سڀني کان پويان ويهي رهيو، ليڪن ٽيون شخص واپس هليو ويو. پاڻ ڪريم ﷺ جن جڏهن مجلس کان فارغ ٿيا تڏهن فرمايائون ته انهن ٽنهي شخصن مان هڪڙي الله تبارڪ و تعاليٰ جي پناه طلبي، الله ان کي پناه ڏني. ٻئي حياءُ ڪيو، الله تبارڪ و تعاليٰ به ان کان حياءُ ڪيو، ٽئي الله تعاليٰ کان منهن ڦيرايو ته الله تبارڪ و تعاليٰ به کانئس منهن ڦيرايو.

نصيحتن ۽ هدايتن جون مجلسون ڪيتريون به متاثر ڪندڙ هجن ته به هميشه ٻڌي ٻڌي ماڻهن مان انهن لاءِ دلچسپي نڪريو وڃي، ان ڪري پاڻ ڪريم ﷺ جن

وعظ ۽ نصيحت جي مجلس ۾ ناغو ڪندا هئا. ابن مسعود رضه ڪان روايت آهي ته ”آنحضرت ﷺ ماڻهن کي ناغو ڏيئي نصيحت فرمائيندا هئا. انهيءَ لاءِ ته اسين انهيءَ ۾ دلچسپي برقرار رکي سگهون.“

عورتن لاءِ خاص مجلسون:

عام طور تي منعقد ڪيل مجلسن جو فيض صرف مردن تائين محدود هوندو هو ۽ عورتن کي نهايت گهٽ موقعو ملندو هو، ان ڪري هنن عرض ڪيو ته اسان جي لاءِ ڪو خاص ڏينهن مقرر ڪيو وڃي. نبي ﷺ جن اها درخواست قبول ڪري، عورتن جي وعظ ۽ ارشاد لاءِ هڪ خاص ڏينهن مقرر ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ شرعي مسئلن متعلق هر قسم جي سوالن جي اجازت هئي ۽ عورتون پنهن جا هر نموني جا مسئلا دريافت ڪنديون هيون جيڪي خاص طور پرده نشينن سان واسطو رکندا هئا، ان هوندي به جڏهن ڪو پرده جو واقعو عام مجلسن ۾ سوال جي غرض سان پيش ڪيو ويندو هو ته فرطِ حيا سبب کين ناگوار لڳندو هو.

انهيءَ قسم جا سوال مرد به عام مجلسن ۾ پڇندا هئا. انهن سوالن سبب پاڻ نهايت رنجيده خاطر ٿيندا هئا. هڪ دفعي

عاصم نالي انصاري قبيلي جي هڪ شخص عام مجلس ۾ پڇيو ته جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي زال کي غير سان ڏسي ته ان لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟ اهو سوال نبي سائين جن کي نهايت ناگوار لڳو ۽ پاڻ انهيءَ شخص کي تنبيہ ڪيائون ۽ ملامت پڻ.

ارشاد جو طريقو:

پاڻ ڪريم ﷺ جن ڪڏهن ڪڏهن آزمائش خاطر حاضرين مجلس کان سوال پڻ ڪندا هئا، انهيءَ لاءِ ته ماڻهن جي فهم جي صلاحيتن، فڪر جي جودت ۽ اصابت راءِ جو اندازو ٿئي. حضرت عبدالله بن عمر رضه کان روايت آهي ته هڪ دفعي پاڻ مجلس ۾ پڇيائون ته اهو ڪهڙو وڻ آهي جنهن جا پن ڪو نه ٿا ڇڻن ۽ هو مسلمانن سان مشابهت ٿو رکي. ماڻهن جو خيال جهنگلي وڻن ڏانهن ويو، منهن جي ذهن ۾ آيو ته اهو وڻ کجيءَ جو هوندو. ليڪن جيئن ته آءٌ ان وقت عمر ۾ ننڍو هوس انڪري اهڙي همت نه ٿي جو وڏن هوندي جواب ڏيان. آخر ماڻهن عرض ڪيو ته سائين ﷺ اوهين ٻڌايو، ان تي پاڻ ڪريم جن چيو ته کجيءَ جو وڻ. عبدالله بن عمر پوءِ چيو

ته مون کي سڄي عمر حسرت رهجي وئي ته ڪاش! جي آءٌ جرات ڪري پنهن جو خيال ظاهر ڪريان ها.

هڪ دفعي نبي صلى الله عليه وسلم جن مسجد ۾ تشريف فرما ٿيا. صحابي رضه سڀورا ٻه حلقا ٺاهيو ويٺا هئا. هڪ گروه پئي قرآن مجيد پڙهيو ۽ ذڪر ۽ دعائن ۾ مشغول هو ۽ ٻي جماعت علمي ڳالهيون پئي ڪيو. پاڻ سڀورن فرمايو ته ٻئي چڱو عمل ڪري رهيا آهن. ليڪن الله تعاليٰ مون کي صرف معلم ڪري مبعوث ڪيو آهي، ائين چئي علمي گفتگو واري جماعت ۾ وڃي شامل ٿيا.انهن مجلسن ۾ اهڙن بحث مباحثن وقت جڏهين عوام ڳالهين جي ته تائين نه پهچندو هو ۽ رڳو ٺلهو بحث پيا ڪندا هئا ته پاڻ اهڙي بحث کي ناپسند فرمائيندا هئا. هڪ دفعي صحابه ڪرام رضه جي مجلس ۾ تقدير جي مسئلي تي گفتگو ٿي رهي هئي، پاڻ جڏهن ٻڌائون ته حجري مبارڪ مان نڪري آيا. ان وقت سندن چهرو مبارڪ ايتري قدر سرخ ٿي ويو هو جو چڻ ته سندن مبارڪ منهن تي ڪنهن ڏاڙهونءَ جا داڻا نپوڙي رنگ لاتو آهي. پاڻ صحابه ڪرام کي مخاطب ٿي فرمايائون ته توهان کي انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو

ويو آهي ته قرآن کي پاڻ ۾ ٽڪرايو؟ اڳيون امتون اهڙين ڳالهين جي ڪري برباد ٿيون هيون.
اهڙين مجلسن جو مقصد هي به هو ته صحابي سڳورا جن مسئلن ۾ هڪ ٻئي سان اختلاف ڪن، ان جو فيصلو پاڻ ﷺ ڪن. مثلاً هيءَ ڳالهه ته شهرت طلبي ۽ جاه پرستي خلوص عمل جي منافي سمجهي وڃي ٿي ۽ خود صحابه رضه جي زماني ۾ به سمجهي ويندي هئي. هڪ دفعي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي ڪچهريءَ ۾ ٻن شخصن انهيءَ مسئلي تي گفتگو ڪئي. هڪڙي چيو ته جيڪڏهن اسان دشمن سان مقابلو ڪيو ۽ هڪ شخص فخريه انداز ۾ هيئن چئي نيزو هيو ته منهنجو وار اٿيي آءٌ غفاري جوان آهيان  ته ان ۾ تنهنجي راءِ ڇا آهي، ٻئي شخص جواب ڏنو ته منهنجي خيال ۾ ته انهيءَ عمل جو ڪجهه به ثواب نه ملندو. ٽئي شخص جيڪو انهيءَ مجلس ۾ ويٺل هو تنهن اها ڳالهه ٻڌي چيو ته منهن جي راءِ موجب انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو به حرج ڪو نه آهي، ان تي ٻنهي شخصن ۾ اختلاف ٿي پيو. آنحضرت ﷺ جن اها گفتگو ٻڌي ته فرمايائون: ثواب ۽ شهرت ٻنهي ۾ ڪا به مخالفت جهڙي ڳالهه ڪا نه آهي.

عام طور تي هي خيال هو ته عملي قوتون بيڪار ڪري ڇڏڻ جو ٻيو نالو تقدير آهي ڇو ته تقدير ۾ جو ڪجھ لکيل هوندو ان کي ڪا به عملي طاقت مٽائي نٿي سگهي، ليڪن نبي ﷺ جن هڪ خاص مجلس ۾ جيڪا اتفاقاً منعقد ٿي هئي، ان ۾ انهيءَ خيال جي ترديد فرمائي ۽ ارشاد ٿيو ته عمل ته خود تقدير آهن، انسان کي الله تعاليٰ جن عملن جي قوت ڏئي ٿو اها ئي سندس (انسان جو) لکيو آهي. ان ڪري تقدير يا توڪل عملن جي قوت کي بيڪار ڪرڻ جو نالو نه آهي. هڪ ڀيري صحابه ڪرام ڪنهن جنازي ۾ شريڪ هئا، ڪريم ﷺ جن به اتي تشريف فرما ٿيا. سندن هٿ ۾ هڪ ڪاٺي هئي ان سان زمين کوٽڻ لڳا ۽ فرمايائون ته اوهان مان ڪو به شخص اهڙو نه آهي جنهن جي جاءِ جنت يا دوزخ ۾ لکجي نه چڪي هجي. اها ڳالھ ٻڌي هڪ شخص عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ ته پوءِ اسين تقدير تي توڪل ڪري ڇو نه عمل ڇڏي ڏيون، جيڪو ماڻهو سعادتمند هوندو اهو پاڻهي سعادتمندن ۾ داخل ٿي ويندو ۽ جيڪو بدبخت هوندو اهو از خود وڃي بدبختن سان ملندو. پاڻ اهو ٻڌي فرمايائون ته سعادتمند اهي آهن جن کي سعادتمندن جي

عمل جي توفيق ڏني وڃي ٿي ۽ بدبخت اهي آهن جن جي لاءِ شقاوت جي ڪمن جا اسباب جمع ٿي وڃن ٿا.

مجلسن ۾ شگفته مزاجي

جيتوڻيڪ انهن مجلسن ۾ صرف هدايت، ارشاد، اخلاق ۽ تزڪيه نفوس جون ڳالهيون ٿينديون هيون ۽ صحابي سڳورا نبي عليہ الصلوات والسلام جن جي خدمت ۾ نهايت ادب سان خاموش ٿي ويهندا هئا، ان هوندي به سندن مجلسون شگفته مزاجيءَ کان خالي نه هونديون هيون. هڪڙي ڏينهن پاڻ هڪ مجلس ۾ بيان فرمايائون ته جنت ۾ خدا تعاليٰ کان هڪ شخص پنيءَ ڪرڻ جي خواهش ڪئي. الله تبارڪ و تعاليٰ ان شخص کي چيو ته ڇا تنهن جي خواهش پوري نه ٿي آهي. هن شخص جواب ڏنو ته هائو، مگر منهن جو خيال آهي ته جلد پوکيان ۽ ان ئي مهل تيار ٿي وڃي. پوءِ ان شخص ٻج پوکيو، انهيءَ مهل ئي ڦٽو ۽ لڻڻ جي قابل ٿي ويو. انهيءَ مجلس ۾ هڪ بدو ويٺو هو، انهيءَ چيو ته پوءِ اها سعادت ته رڳو قريشين يا انصارن کي نصيب ٿيندي جو هو زراعت پيشا آهن، ليڪن اسين ته پوک مان ڪجھ به ڪو نه ڄاڻون،

اسان کي ته اها سعادت نه ملندي. ان تي پاڻ سڳورن مشڪي ڏنو.
هڪ دفعي هڪ شخص خدمت ۾ حاضر ٿيو. عرض ڪيائين ته آءٌ تباه ٿي ويس. ارشاد ٿيو ته ڪيئن؟ هن جواب ڏنو ته مون روزي ۾ پنهنجي گهر واريءَ سان همبستري ڪئي. پاڻ فرمايائون ته هڪ غلام آزاد ڪر. هن شخص جواب ڏنو ته آءٌ ڪنگال آهيان، غلام ڪٿان آڻيان؟ پاڻ فرمايائون ته ٻن مهينن جا روزا رک. هن چيو ته آءٌ ائين به ڪري نٿو سگهان. حڪم مليس ته پلا سٺ مسڪينن کي کاڌو کاراءِ، وراڻيائين ته ايتري به طاقت نه اٿم. اتفاق سان ڪٿان ڳچ کجور اچي اتي ملي، پاڻ اها کجور انهيءَ شخص کي ڏيئي فرمايائون ته هيءَ وٺ ۽ وڃي مسڪينن ۾ تقسيم ڪري اچ. ان تي انهيءَ شخص عرض ڪيو ته انهيءَ خدا جو قسم، جنهن اوهان کي پيغمبر ڪري موڪليو آهي، سڄي مديني ۾ مون کان وڌيڪ ڪو به غريب ڪو نه آهي، پاڻ بي ساخته کلي ڏنائون ۽ فرمايائون ته چڱو تون ئي کائي ڇڏ.
صحبت جو فيض

هڪ دفعي حضرت ابو هريره رضه عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ اسان جڏهين اوهان جي خدمت ۾ حاضر هوندا آهيون ته دنيا جا اسباب هيچ معلوم ٿيندا آهن، ليڪن جڏهن گهر ۾ ٻارن ٻچن سان ويهون ٿا تڏهين حالت بدلجيو وڃي. پاڻ ان تي فرمايائون ته جيڪڏهن اوهان جو حال هر وقت ساڳيو رهي جهڙو منهنجي مجلس وقت هوندو آهي ته پوءِ هوند اوهان جي زيارت لاءِ فرشتا اچن.

هڪ دفعي حضرت حنظله رضه خدمت اقدس ۾ آيو ۽ چيائين ته يا رسول الله آءٌ منافق ٿي ويس. آءٌ جڏهن اوهان جي خدمت ۾ حاضر هوندو آهيان ۽ اوهين جنت ۽ دوزخ جو ذڪر فرمائيندا آهيو ته اهي شيون اکين آڏو پئيون ڦرنديون آهن، ليڪن ٻارن ٻچن ۾ اچي سڀ وسريو ٿيون وڃن. ارشاد ٿيو ته جيڪڏهن ٻاهر نڪري به ساڳي حالت رهي ته پوءِ هوند اوهان سان فرشتا اچي هٿ ملائين ۽ مصافحو ڪن.

صفحو 19

# پَاڻ سَگورَنَ صلى الله عليه وسلم جَا اَوصَافِ جَمِيله

## مولانا حبيب الرحمان ”حبيب“ ميروخاني

بسم الله الرحمان الرحيم الحمد لله و ڪفيٰ و الصلواة علي النبي المصطفيٰ.

حضور سائين جن جي حياتِ طيبه، ڪيتير قدر نه پاڪ و صاف نالو آهي. جيڪا حياتي اوصاف جميله ۽ اخلاق حسنه کان سواءِ فضول ۽ اجاين ڳالهين ۾ نه گذري هجي، اهڙيءَ حياتيءَ لاءِ طيب جو لفظ ئي موزون. اهڙي حياتيءَ لاءِ عربي جي وسيع لغت ۾ طيب کان وڌيڪ ٻيو موزون نالو ئي نٿو ٿي سگهي، ۽ پوري لغت ۾ پاڪائي ۽ طهارت لاءِ ”طيب“ جو لفظ ئي چوٽيءَ جو لفظ آهي.

حضور سائين جن جي حيات طيبه شروع کان وٺي طيب گذري. پنهنجا ته پنهنجا پر اغيارن کي به سندن اخلاق حسنه معترف ڪيو هو ۽ ڪنهن کي به حضور جن جي حيات طيبه تي آڱر کڻڻ جي طاقت ڪانه هئي ۽ سڀ سندن حيات طيبه جا معترف ۽ اقراري هيا. جنهن لاءِ خود خدا جو ڪلام شاهدي ٿو ڏي: ”يعرفونه ڪما يعرفون اَبناءَ هم“ چو ته هو ڏسي رهيا هئا ته حضور جن ۾ جيڪي به اوصاف جميله يا اخلاق حسنه هيا، سڀ اتم درجي جا ۽ ڪمال جي چوٽيءَ جا هيا. چا ڪمال درجي جي صداقت، جو دشمن پڻ ڪين صادق ۽ مصدوق سان ياد ڪندا هئا. چا ڪمال درجي جي امانت، جو جنهن وقت ڪافرن جي اذيت کان مجبور

ٿي هجرت ڪري رهيا آهن ته انهن ظالمن جون امانتون حضرت علي رضه جي حوالي ڪري، پوءِ تيار ٿيا آهن. وري فيصلي ۾ امانت اها هئي جو جيڪڏهن به ٽريون پاڻ ۾ وڙهي اينديون هيون ته حضور جن حق جو فيصلو ٻڌائيندا هئا، پوءِ چو نه هڪ ڌر ۾ ڪو سندن ويجهو عزيز يا قريب هجي. جڏهن اهڙي اڪمل درجي جي امانت هئي ته قرآن مجيد به اهڙي هستيءَ جي مثان لٿو.

”اِن الله يامرڪم اَن تودوالامانات اِليٰ اهلها و اِذا حڪمتم بين الناس ان تحڪموا بالعدل“ ڪهڙي نه ڪمال درجي جي امانت هئي ۽ ڪهڙو نه چوٽيءَ جو عدل هيو، جو پنهنجن ۽ پراون جي ڪا به تميز ڪانه هئي. سڀ امانت ۽ عدل ۾ برابر رهيا. ڪهڙي نه ڪمال درجي جي شفقت ۽ ڪهڙي نه اتم درجي جي رحمت هئي. حضور سائين جن جي حيات طيبه شروع ڪان وٺي، قدرت جي سهاري ٿي. دنوي سهارا سڀ موڪلائي ويا. اڃان امان سائڻ جي بطن مبارڪ ۾ هيا ته سندن والد حضرت عبدالله دنيا مان رحلت ڪري ويو. اڃان ٽڃ تي ئي هئا ته امان سائڻ جو سهارو به موڪلائي ويو. وري ڪجھ وڏا ٿيا ته سندن جد امجد عبدالمطلب به رخصت ٿي ويو. چو ته رب نه پئي چاهيو ته منهنجي محمد ﷺ جو سهارو مون ڪان سواءِ ٻيو هجي. جڏهن قدرت جي سهاري حيات طيبه هلڻ لڳي ته شروع ڪان ئي طيب هلڻ لڳي.

حضور ﷺ جن اڃا ٻن ڇئن ڏينهن جا هيا ته امان حليمه سعديه رضه حضور ﷺ جن کي ڇاتيءَ تي رکي ٿي ته هڪ پاسو حضور ﷺ جن پيتو. وري ٻيو پاسو ڏنئي ٿي ته پاڻ سڳورن ﷺ ڪنڌ موڙي ۽ منهن ڦيرايو ته امان سائڻ چوي

ٿي ته مان سمجهيو ته ٻچڙي ڍؤ ڪيو آهي. وري ساڳيو پاسو ڦهريون ڏنم ته پيئن لڳا. وري به ٻيو پاسو ڏنم ته وري منهن ڦيرايائون. وري به مان ٽيهر به ائين ڪيم ته وري به ساڳي حالت رهي. پوءِ سمجهيم ته حضور ﷺ جن پنهنجي ڀاءُ جي حق تلفي جو خيال ڪري رهيا آهن. هيءَ هئي سندن حيات طيبه جي شروعات. وري ڪجھ وڏا ٿيا ۽ هلڪي پٿر ڪڻڻ جهڙا ٿين ٿا ته سندس چاچو ابو طالب ڪين ڪعبة الله جي تعمير لاءِ وٺي وڃي ٿو. ۽ انهن جو دستور هوندو هيو ته ڪعبة الله جي تعمير اگهاڙا ٿي ڪندا هئا ۽ ائين ڪرڻ ۾ ثواب سمجهندا هيا. حضور ﷺ جن جي چادر مبارڪ پري ٿا ڪن ته پاڻ سڳورا بي هوش ٿي پيا. وري جڏهن ڪيس چادر ويڙهي ويئي ته هوش ۾ آيا. هيءَ هئي ننڍڙائپ ۾ سندن حياءَ داري، ٻئي جي حق جي پاسداري. وري جوانيءَ جي عالم ۾ هيا ته قريش سردار ۽ رئيس جڏهن به ڪنهن سفر جي تياري ڪندا هئا ته پنهنجيون نوجوان نينگريون، حسين شهزاديون ۽ خوبصورت عورتون، حضور ﷺ جن وٽ امانت رکي پوءِ سفر تي ويندا هيا. انهن کي اهو يقين هيو ته سندن امانت حفاظت ۾ رهندي. جڏهن واپس ايندا هيا ته امانت محفوظ ٿيل وٺي ويندا هيا. هيءَ هئي سندن شرافت ۽ معصوميت.

جيڪا شخصيت سيد المرسلين ٿيڻ لاءِ مصطفيٰ ٿيل هئي، اهڙيءَ هستيءَ کان ڪبائر ته درڪنار مگر صغائر به نه ٿيڻا هئا. انهيءَ ڪري ته سرتاج المعصومين بنيا. پوءِ چو نه صلحاءِ هجن، اولياءَ هجن، انبياءَ هجن، يا اولي العزم من الرسل هجن، مگر تاج معصوميت جو حضور ﷺ جن جي سر مبارڪ تي

آهي. هيءَ هئي حضور ﷺ جن جي نبوت کان اڳ جي حيات طيبه، جنهن کي قدرت مصطفيٰ جو لقب ڏيئي دنيا ۾ موڪليو. اهڙي هستيءَ کان ڪابه خلاف توقع جي ڳالهه ثابت ٿئي ته اها قدرت جي انتخاب جي غلطي ثابت ٿيندي. معاذ الله منها. جڏهن مبعوث برسالت ٿيا ته جيڪا رحمت اڳ ۾ ڪين وديعت ٿيل هئي، تنهن جو درياءُ جوش کائڻ لڳو ۽ هر هڪ جي ڪايا پلٽ ٿيڻ لڳي. خود ڪلام خدا جو سندن رحمت کي هنن لفظن ۾ سارا هي ٿو.

”وما ارسلناک الا رحمة اللعالمين“ اسان توکي ناهي موڪليو مگر دنيا وارن لاءِ رحمت ڪري. زمين تي انسان ته رحمت ۾ اچن ٿا، جن ته اچن ٿا، مگر ملائڪ خدا جا به رحمت ۾ اچن ٿا. حديث شريف ۾ اچي ٿو ته جنهن وقت ڪنهن جاءِ تي قرآن مجيد جي مجلس ٿيندي آهي ته ملائڪ رب جا هڪ ٻئي کي سڏيندا آهن ته ”هلموا اليٰ بارئکم هلموا اليٰ رحمة ربکم“ ته سڀ ملائڪ اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ هڪ ٻئي جي مٿان ڪنيڙاٽيون رکندا آهن، ته جيڪا رحمت انسانن کان بچي ته اسان جي مٿان پوي. انهيءَ رحمت جي آڻ جو سبب حضور ﷺ جن ٿيا. زمين جا ملائڪ ته رحمت ۾ آيا، پر جڏهن حضور ﷺ جن معراج تي وڃن ٿا ۽ ڏسن ٿا ته هڪ قوي الجسم ملائڪ آهي، جنهن جا پر کُسي ويا آهن ۽ پرواز کان مجبور ٿيو ويٺو آهي. حضور ﷺ جن پڇن ٿا ته اي ملائڪ! انهيءَ حالت ۾ ڇو آهين؟ جواب ۾ عرض ٿو ڪري ته سائين مان الله سائين کان عرش جي سير ڪرڻ جي اجازت گهري. مون کي الله سائين فرمايو ته توکي طاقت ڪانهي. پوءِ مون عرض ڪيومانس ته مون کي طاقت بخشي. الله سائين موڪل ڏني. مون

هڪ هزار ورهيه پرواز ڪيو ته منهنجن پرن مان پرواز جي طاقت موڪلائي ويئي. الله سائين کي عرض ڪيم ته سائين مون کي طاقت ڏي. مون کي اڳ کان ڏهوڻي طاقت وڌيڪ ملي. وري هڪ هزار ورهيه پرواز ڪيم، وري به منهنجي پرن مان طاقت موڪلائي ويئي. وري به طاقت جو عرض ڪيم. ٽيون ڀيرو به طاقت ملي، وري به پرواز ڪيم، جڏهن ٽي هزار ورهيه پرواز ڪيم ته مولا سائينءَ کان پڇيم ته سائين تنهنجي عرش جو ڪيترو سير ڪيو اٿم. الله سائين فرمايو ته ڪمثل ساعة. مون کي حڪم مليو ته هاڻي پنهنجي جاءِ تي وڃ. مان هت پهتو آهيان ته انهيءَ حالت ۾ آهيان. سائين الله سائينءَ وٽ سفارش ڪر منهنجي.

حضور ﷺ جن مولا پاڪ کي عرض ڪيو ته مولا سائين هن ملائڪ جي خطا معاف ٿئي ۽ هن کي ساڄيا ئي پر ۽ طاقت پرواز جي عطا فرماءِ. حضور ﷺ جن جي دعا قبول ٿي ۽ ملائڪ کي ساڄيا پَر ملن ٿا. حضور سائين جي رحمت ۾ آسمان جا ملائڪ به داخل ٿيا. ”وما ارسلناڪ الا رحمة العالمين“.

حضور عليہ الصلواة و السلام جنن لاءِ به رحمت بڻجي آيا. جنن کي ڪلام خدا جو ٻڌائين ٿا ته ايمان آڻي پنهنجي قبيلي کي وڃي چون ٿا:”انا سمعنا قرآناً عجبا يهدي الي الرشد فآمنا“ ايمان جي زيور کان آراسته ٿي رحمت جي آغوش ۾ آيا ”وما ارسلناڪ الا رحمة العالمين“ مگر خصوصاً انسانن جي لاءِ رحمت بڻجي آيا. ڪن صداقت جو سبق پڇايو، صديق اڪبر بنيا. ڪن عدالت جو انڊو پچايو، فاروق اعظم بڻيا. ڪن حيا ۽ حلم اکين ۾ سوئي رکيو ۽ صاحبِ حيا جو لقب پرائي ذوالنورين بڻيا. ڪن شجاعت جو سبق سکيو، اسد الله الغالب بڻيا. ڪن جوانن الله

جي دين بلند ڪرڻ لاءِ شمشير زنيءَ جو رڪارڊ ٽوڙيو ۽ سيف من سيوف الله بڻيا. جنهن وقت اهڙن مردان خدا جي تلوار ميان مان ٻاهر پئي آئي، الله جي دين جي دشمنن جي صفن ۾ ٽاڪوڙا پئجي ويا ۽ اڪ چنبي ۾ هزارن جي تعداد ۾ ڍير پئي ٿيا، مگر هنن مردان خدا جي تلوار کي ڪو به ڪنڊ يا ٿڪ نه پئي ٿيو. ڇو ته الله جي تلوار آڏو، ڪنهن ٻئي جي تلوار کي ڇا مجال!! انهيءَ ڪري حضرت خالد رضي الله عنہ شهادت جو شوق ۽ انتظار دل ۾ رکي، دشمنن جي صف ۾ ڪاهي پئي پيو. مگر آخر دم تائين کيس شهادت نصيب نه ٿي. ڇو ته خدا جي تلوار، ڪنهن ٻئي جي تلوار آڏو ڪيئن زير ٿئي. ڪن جوانن شب عروس جيمياٽاج ۽ مزي کي قربان ڪري مغسول الملائڪ بڻيا. ڪن مال ڏنا، ڪن سر ڏنا، ڪن زر ڏنا، ڪن گهر ڏنا، مگر اسلام جي نالي کي نيچو ڪرڻ نه ڏنو. سي سڀ رحمت جي آغوش ۾ آيا. ”وما ارسلناڪ الا رحمة للعالمين“.

رحمت جو مينهن ته پوري دنيا لاءِ آيو، پر جنهن زمين ۾ جهڙي صلاحيت هوندي اتي اهڙي شيءِ پيدا ٿيندي. جيڪا مٺي زمين هئي ته رحمت جي مينهن پوڻ سان صديق سائين جهڙا سدا گلاب پيدا ٿيا. فاروق سائين جهڙا گل لاله پيدا ٿيا، عثمان سائين جهڙا با حيا شرم ٻوٽا پيدا ٿيا ۽ علي سائينءَ جهڙا موتيا ۽ سورج مُکي پيدا ٿيا، جن سورج مکي وانگي رخ مبارڪ، اسلام جي سورج ڏي پئي رکيو. اهڙن گلن اسلام جي باغ کي سدا بهار پئي بخشيو ۽ اسلام جي چمن ۾ ڇهڇٽو پئي مچايو. پر جتي زمين ڪلراٺي هئي ته اتي ابو جهل جهڙا ڪنڊا ۽ ابو لهب جهڙا ڊيڀ پيدا ٿيا. ڇو ته انهن جي سرشت ئي شور زمين مان هئي. تنهن ڪري رحمت جي

مينهن پوڻ کان پوءِ سواءِ ڪندن، ٻڻ ۽ ٿوهرن جي ٻي ڪا به شيءِ پيدا ڪري نه سگهي. يقين سان چئي سگهجي حضرت عزرائيل عليہ السلام جي مٺ مٽي ۾ اهڙن شورفتن جي حصي ۾ ڪلر کان سواءِ ٻيو ڪجھ به نصيب نه هيو. پر خدا جو قسم ته دنيا ۾ اهڙن بدبختن لاءِ به رحمة للعالمين جي رحمت پيچو نه ڇڏيو. اجتماعي لحاظ سان، پوري قوم جي شڪل ڦري بندر، پولا ۽ رڇ بنجڻ جي عذاب کان نجات ملي.

حضور سائين طائف ۾ تبليغ ڪرڻ لاءِ وڃن ٿا ته ڪافر پنهنجن ڇوڪرن کي حضور سائين جي آزارڻ لاءِ برانگيختو ڪن ٿا، جن پياري پيغمبر کي پٿر هنيا، سندن بدن مبارڪ مان خون وهي وڃي ُجتي مبارڪ تي پوي ٿو. ملڪ الجبل اچي ٿو. ۽ چوي ٿو ته سائين اوهان جي اها تڪليف مون کي برداشت ٿي نه ٿي سگهي. مون کي حڪم ڪر ته مان جبل کڻي هنن جي مٿان اڇلايان ته ذرو نه ملين ذري سان. پيسجي پاڻي ٿي وڃن. حضور جن جواب ڏنن ته مان دنيا ۾ رحمت ٿي آيو آهيان.

جڏهن حضور سائين جن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ ميدان ڪارزار ۾ اچن ٿا ته رحمت جوش کائي ۽ چوي ٿو ته ڇو نه اهي به منهنجي آغوش ۾ اچن ته الله پاڪ مٿان وحي ٿو نازل ڪري ته انهن کي هن ڳالھ ڏي سڏ ۽ چوين”تعاليٰ الیٰ کلمة سواءِ بيننا و بينکم ان لا نعبدالا الله و لانشرڪ بہ شيئا ولا يتخذ بعضنا بعضا ارباباً من دون الله“ پوءِ جي هو تنهنجي دعوت تي اچن ته انهن سان صلح ڪر ۽ ڀاءُ بنائين. پل اهي به تنهنجي رحمت جي آغوش ۾ اچن. پر ڪافرن اها به پيشڪش

ٽڪرائي ڇڏي. ڇو ته هنن ۾ عنانيت فرعون کان به وڌيڪ هئي. جو فرعون ٻڏڻ وقت چوڻ لڳو ته مان مسلمان آهيان ۽ مان الله تي ايمان ٿو آڻيان. جنهن لاءِ ڪلام خدا جو شاهد آهي.”فلما ادرکہ الغرق قال آمنت بالله الذي امنت بہ بنو اسرائيل واءنا من المسلمين“ حضرت موسيٰ جو فرعون پڇاڙيءَ ۾ ايمان لاءِ هٿ پير هڻي ٿو ۽ پڇتائي ٿو پر محمد مصطفيٰ جو فرعون ابوجهل مرڻ وقت سندس گردن ڪاٽيندڙ عبدالله بن مسعود کي ڪهڙيءَ نه عنانيت سان چئي رهيو آهي ته ڏاچيءَ جي چارڻ واري جا پٽ، منهنجي گردن کان لهي پري ٿيءُ، مون وٽ سڄي روءِ زمين تي تنهنجي محمد کان مبغوض ٻيو ڪو نه هيو. حضور ﷺ جن فرمائين ٿا ته منهنجو فرعون موسيٰ جي فرعون کان وڌيڪ سخت ثابت ٿيو. ڪافرن جو ضد پاڻ سڳورن ﷺ سان انهيءَ ڪري هيو ته الله پاڪ پنهنجو ڪلام هڪ اهڙي شخص تي لاٿو، جيڪو دنيا ۾ بي سهارو هيو، يتيم ٿي پليو. نه هن کي مال هيو، نه دنيا، نه سيم و زر ۽ نه وري ڪن رئيسن مان هو. اسان سردارن مان ڪنهن هڪ تي، پنهنجو ڪلام نازل ڪري ها. حضور سائينءَ جي طرفان ڪلام الله جواب ٿو ڏئي. ”اهم يقسمون رحمة ربڪ، نحن قسمنا بينهم معيشتهم “ باقي رحمت ۽ فضل، الله جي هٿ ۾ آهي، جنهن کي وڻي ته ڏي”فان الفضل بيدالله يعطي لمن يشاء“ وري چوڻ لڳا ته ٻئي ڪنهن غريب تي لهي ها، هروبرو محمد ﷺ تي ڇو؟ قرآن پاڪ جواب ٿو ڏي ”نزل عليٰ محمد و هوالحق“ جڏهن هنن ڏٺو ته محمد مصطفيٰ ورڪ ڪري رهيو آهي قرآن پاڪ جي ۽ قرآن ورڪ ڪري رهيو آهي محمد مصطفيٰ جي، هاڻي اها دعويٰ ڪيائون ته محمد مصطفيٰ جيڪو

ڪلام ٻڌائي رهيو آهي، سو الله جو ڪلام نه آهي، پر ان جو پنهنجو ڪلام آهي. حضور ﷺ جن ڪين چون ٿا ته جيڪڏهن منهنجو ڪلام آهي ته توهان به مون جهڙا انسان آهيون. توهان اهڙو ڪلام چو نٿا پيش ڪريو. ته ڪافرن پنهنجي چوٽيءَ جا اديب، فصيح و بليغ شاعر گڏ ڪيا ته اهڙو ڪلام ٺاهيون، جيڪو زور انهن کي هيو، زور لائي بيٺا مگر عاجز رهيا. ته الله جو قرآن وري للڪاري چوين ٿو:"قل لِئن اجتمعت الانس والجن عليٰ ان ياتوا بمثل هذالقرآن لاياتون بمثله ولو كان بعضهم لبعض ظهيرا." خدا جو ڪلام هن کي هڪ هڪ ڳالھ تي سمجهائي ٿو ته سمجهو. مگر هنن بجاءِ سمجهڻ جي نخوت ۽ عنانيت ڪئي. اهڙا ته روسياه بدبخت ۽ قسمت جا ڪارا هيا، جو انهن کي پنهنجي منهن تي سواءِ خالي هٿن مهٽڻ جي، ٻي ڪا به شيءِ نصيب نه هئي.

تهي دستان قسمت را چه سود از رهبر کامل

چو خضر از آب حيوان تشنه مي آرا سکندر را

حضور ﷺ جن نه فقط عقلمندن لاءِ رحمت ٿي آيا هئا، پر ديوانن ۽ بي عقلن لاءِ به رحمت بنجي آيا هئا. هڪ دفعي جهنگل ۾ وڃي رهيا هئا ۽ ڏسن ته ڌنارن جو هڪ ٽولو بيٺو آهي. انهن ۾ هڪ ديواني عورت به آهي. جنهن پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏسي، وڏي آواز سان چوڻ لڳي: او محمد او محمد! هيڏي آءُ. حضور ﷺ جن پڇيو ته ديواني ڪاڏي؟ ديوانيءَ حضور ﷺ جن کي گريبان کان چڪي وڃي، ڪانين جي پريءَ مٿان بيهاريو ۽ چوڻ ٿي لڳي ته ڪانيون ڪٽانءَ. حضور ﷺ جن بجاءِ هن جي جو ڪانيون ديوانيءَ جي مٿي تي رکن، پنهنجي

سر مبارڪ تي ڪٽي ۽ چوڻ لڳا ته هل ديواني تنهنجو گهر ڪاٿي آهي؟ ديواني اڳيان ۽ حضور ﷺ جن پٺيان . جڏهن گهر جي در تي پهتا ته گهر وارا ڏسي تمام ڏڪ ۾ پئجي ويا. ۽ عرض ڪرڻ لڳا ته سائين هيءَ ديواني آهي. اوهان کي تڪليف ڏني اٿس. مهرباني ڪري معاف ڪندا. حضور ﷺ جن فرمايو ته مان چڱن اوهان سياڻن لاءِ نه، پر چرين لاءِ به رحمت بڻجي آيو آهيان. وما ارسلناڪ الا رحمةللعالمين.

جيئن ته پاڻ يتيم ٿي وڏا ٿيا هئا، تنهن ڪري سندن رحمت يتيمن ٻارن لاءِ بي انتها هئي. هڪ دفعي عيد جو وڏو ڏينهن آهي. حضور ﷺ جن عيد جي نماز پڙهڻ لاءِ وڃي رهيا آهن. ڏسن ته رستي تي هڪڙو ڇوڪرو ڦاٽل ڪپڙن ۽ پريشان حال ۾ روئي رهيو آهي.

حضور ﷺ جن پرسان وڃي پڇن ٿا ته ڇو ٿو ڇوڪرا روئين؟ ڪنهن جو انتظار اٿئي! وڏي ڏينهن ڦاٽل ڪپڙا، ڦٽي ويو قرار ٿي. ڇوڪرو عرض ٿو ڪري ته سائين تون ڇو ٿو منهنجن ڏکن ۾ شريڪ ٿين پيا به ته هتان لنگهي ويا آهن. ڪن کي پٽڙا ڪلهن تي هئا، ڪي ٻارن کي هٿ هٿ ۾ ڏيئي پيا وڃن. ڪنهن به مون کان پڇا ڪا نه ڪئي. سائين تون به وڃ. انهن سان خوشيءَ ۾ شريڪ ٿيءُ، ڇڏ مون کي ته پنهنجي قسمت تي رئان. جو اڄوڪو خوشيءَ جو وڏو ڏينهن، منهنجن ڏکن ۽ ڏوجهرن جو وڏو ڏينهن ٿي آيو آهي. ڇوڪرو وري به روئي روئي سڏڪا پري، بي حال ٿي ٿو وڃي، حضور سائين عليہ الصلواة والسلام پاڪر پري مٿي تي هٿ گهمائي، گلي گلي سان ملائي ۽ ڇوڪر کي چون ٿا ابا!

مان دکي انسانن جي دک دور ڪرڻ لاءِ آيو آهيان، ۽ منهنجو نالو محمد مصطفيٰ عليہ الصلواة والسلام آهي. ڇوڪري عرض ڪيو ته سائين نه ابو نه امڙ جو ڪارائي پياري، نه لٽا ڪپڙا، نه پارائڻ وارو جو پارائي- حضور ﷺ جن ٻچڙي کي وٺي گهر ٽا وڃن، ۽ بيبي صاحبه کي چون ٽا ته مان هن ڇوڪري جو پيءُ آهيان- تون هن جي ماءُ ٿيءُ- هن کي وهنجاري لٽا ڪپڙا پارائي ۽ چڱو چوکو کاراءِ ته مان هن کي عيدگاه ڏي وٺي وڃان- جنهن وقت حضور ﷺ جن ڇوڪري کي آڱر ڏيئي، عيدگاه ڏي وٺيو پيا وڃن ته ڇوڪرو اوچو ڳاٽ ڪري فخر مان چئي رهيو آهي ته آهي ڪو اوهان مان، مون جهڙو بخت پريو ڇوڪرو، جنهن جو پيءُ منهنجي پيءُ جهڙو(يعني حضور سائين جهڙو)، جنهن جي ماءُ منهنجي ماءُ جهڙي هجي. اهي ڇوڪرا جن جا پيءَ هئا، سي تمنا ڪرڻ لڳا ته جيڪر اسان جا پيءَ فوت ٿي وڃن ها. جيڪر اسان به حضور ﷺ جن جا پٽ ٿيون ها. هيءَ هئي يتيمن تي رحمت”وما ارسلناک الا رحمة للعالمين“

تمام دنيا جي رحمت، ترازو جي هڪ پڙ ۾ وجهو ۽ ٻئي پڙ ۾ حضور ﷺ جن جي شفقت ۽ رحمت وجهو ته سڄي دنيا جي رحمت وارو پڙ، هلڪو ٿي پوندو، ۽ حضور ﷺ جن جي رحمت وارو پڙ ڳرو ٿي پوندو.

درد مان در هجر يوسف کم تر از يعقوب نيست

او پسر گم کرده بود و ما پدر گم کرده ايم -

حضور جن جي حيات طيبه جي هڪ هڪ پهلو کي ڏسبو ته حضور ﷺ جن کان سواءِ هر هڪ شيءِ اڌوري يا ناقص هئي. سندن تشريف آوري ٿي، ۽ هر

هڪ شيءِ جي ڪمال جو سبب بني. حتي! ڪ انسانيت به ڪمال ته پهچڻ ۾ حضور جن جي مرهون منت آهي ۽ اخلاق به پنهنجي حسن جي عظمت جي چوٽيءَ تي پهچڻ ۾ حضور ﷺ جن جا مرهون منت آهن. جو خود ڪلام خدا حضور ﷺ جن جي اخلاقن کي هن الفاظن ۾ تحسين سان پيش ڪري ٿو.”انڪ لعليٰ خلق عظيم“ جنهن جي خلق کي خدا عظيم جي لفظ سان ياد فرمائي، ان کان وڌيڪ سهڻو خلق، ڪنهن جو ٿو ٿي سگهي.جو پنهنجي جاني دشمن ابوجهل وٽ بيماريءَ جي حالت ۾ عيادت لاءِ ويندا هئا ۽ ابو لهب جي عورت جيڪا سندن رستي تي ڪنڊن اڇلڻ ۾ ثواب سمجهي ۽ جهنگ مان وڃي ڪنڊن جي پري پاڻ ڪري اچي حضور ﷺ جن جي رستي تي ڦٽي ڪري، پنهنجي ڪفر جي خدمت سمجهندي هئي. ڪنهن وقت بيماريءَ سبب ڪنڊا اڇلي نه سگهي. حضور ﷺ جن عليہ الصلواة جن رستي کي صاف ڏسي پڇيو ته اڄ رستو ڪنڊن کان صاف آهي ڇو؟ جواب ۾ عرض ٿا ڪن ته سائين اڄ اها پنهنجي ڪفر جي خدمت گذار چاڪ نه آهي. حضور ﷺ جن کانئس طبع پرسي ڪرڻ وڃن ٿا. خدا جو قسم ڪيڏو نه اعليٰ درجي جو خلق هو. اهڙن خلقن کي ڏسي، سواءِ هن چوڻ جي رهي نٿو سگهجي ته”انڪ لعليٰ خلق عظيم“.

مسلمانن ۾ سڀني کان پيارو گهر اهو آهي جنهن ۾ ڪو يتيم هجي ۽ ان سان نيڪي ڪئي وڃي ۽ سڀني کان برو اهو گهر آهي جنهن ۾ يتيم هجي ۽ ان سان بدسلوڪي ڪئي وڃي.(ابن ماجه)

*

۽ پرهيزگاري جو لباس(سپني لباسن کان) بهتر آهي(القرآن)

*

نماز بي حيائي جي ڪمن ۽ ناشائسته حرڪتن کان روڪيندي(رهندي) آهي(القرآن)

# مَقَامِ اُمِي - عِلم وَدَانِش جِي نِگاهَ ۾

## مخدوم محمد سجاد حسين قريشي
## مترجم: محمد صديق لاکو

خالق ڪائنات پنهنجي ڪلام عزيز ۾ جنهن اهتمام سان پنهنجي پياري رسول ڪريم ﷺ جو ذڪر ڪيو آهي، ان جي تصديق هن ڳالهه مان ظاهر آهي ته روزانو ڪروڙين مسلمان ڪلمه طيبہ ۾ رسول اڪرم ﷺ جو نالو وٺندا آهن. حديث قدسي،”لولاک لما خلقت الا فلاک“ جي سند تي صوفيائي ڪرام، ڪامل انسان جي هڪ پوري فلسفي ڪي تشڪيل ڏني آهي. شيخ بهاؤالدين ذڪريا رحه، شيخ محي الدين ابن عربي رحه ۽ عبدالڪريم الجيلي رحه جن هن حديث قدسي کان استفادو ڪيو آهي. علامه اقبال پنهنجي بزرگن کان متاثر ٿي هڪ نئين مڪتب فڪر کي تشڪيل ڪيو آهي، جنهن جي چوڌاري ان جو فلسفهء خودي چڪر هڻي رهيو آهي. اقبال جي فلسفي جو نچوڙ شخصيت جي صحيح تشڪيل آهي، ۽ شخصيت جو اعليٰ ترين نمونو جو اقبال جي پيش نظر آهي، سو اهو ئي انسان ڪامل جو جديد ترين تخيل آهي، جنهن جو لُب لباب حضور اقدس ﷺ جي ذات گرامي آهي.

اگر به او نرسيد تمام بولهبي است

محمد رسول الله ﷺ جي سيرت ۽ پاڻ سڳورن جي تعليمات جو هر پهلو بذات خود هڪ مستقل موضوع سخن ٿي سگهي ٿو، پر آئون هن مضمون ۾ آنحضرت نبي اڪرم ﷺ جن کي پيش ڪيل هديهء عقيدت جو ذڪر ڪندس ته ابتدا کان انتها تائين ۽ هن جهان کان هن جهان تائين، مفڪرين، علماء، فقهاءِ محدثين ۽ صوفياءِ ڪرام پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪهڙي انداز ۾ محسوس ڪيو آهي.
حضرت حسان بن ثابت فرمايو آهي ته مڪي ۾ سومر جي ڏينهن 12 ربيع الاول سن 53 ق.ھ جي صبح جو هڪ خوش خبريءَ قريش جي هڪ هڪ ماڻهوءَ جو چهرو روشن ڪري ڇڏيو. عربي دستور مطابق هڪ خوبصورت نوجوان انهي کان هڪ يا ڏيڍ سال پهريائين ديوتا جي حضور ۾ ذبح ٿيڻ وارو هو. انهيءَ نوجوان تي مڪه وارن کي رحم آيو. هڪ ڪاهن جي مشوري سان اُنن ۽ انهيءَ نوجوان تي قرعه اندازي ڪيائون، ڪيترا دفعا قرعه اندازيءَ کان پوءِ طي ڪيو ويو ته هن جوان جي بدلي ۾ سؤ اُٺ قربان ڪيا وڃن ته ديوتا راضي ٿي ويندو. انهيءَ نوجوان جو نالو عبدالله بن عبدالمطلب هو. انهيءَ واقعي کانپوءِ ان نوجوان جي شادي هڪ شريف عورت آمنه بنت وهب سان ٿي. بي بي صاحبه کي حامله ڇڏي ڪري هي نوجوان شام جي طرف ويو، پر زنده موٽڻ نصيب نه هو. انهيءَ نوجوان جي وفات کان پوءِ چند ڏينهن ۾ حضرت محمد ﷺ جي پيدا ٿيڻ جي خوش خبري مڪي وارن ٻڌي ۽ هر شخص جي زبان تي هي ترانو هو.
بارک فيک الله من غلام.
(تون نهايت ئي برڪت وارو ڇوڪرو آهين)

يا ابن الذي من حومة الحام

(اي انهيءِ شخص جا پٽ جو موت جي منهن کان)

نجيٰ بعون الملک العلام

(خداوند قدوس جي اعانت کان بچي وئين.)

فردي غداة الضرب بالسهام.

(قرعه جي روز ان جي فديه ۾)

بمائة من ابل سلام

(سؤ اُٺ قربان ڪيا ويا).

هي مبارڪ شخصيت پنهنجي صورت ۾ شڪل جي ڪري بعينہ اهو شخص هو جنهن جو حليو بيان ڪندي حضرت سليمان فرمائيندو هو.

’’خلو محمديم زه دودي‘‘

ان بشارت کي نه ڄاڻندي اتفاق سان ماءُ ۽ ڏاڏي ٻنهي ان مولود مسعود جو نام نامي اسم گرامي

محمد ﷺ رکيو. ڏاڏي صورت ڏسندي ئي پيش گوئي ڪئي ته:

’’لابني هذا شاناً‘‘(منهنجو پٽ هڪ شاندار هستي هوندو.)

عرب جي دستور مطابق سڀ کان پهريائين، پاڻ سڳورن ﷺ جي چاچي جي ٻانهي ثوبيہ کين کير پياريو، ان کان بعد بنو سعد بن بڪر جي خاتون حضرت بي بي حليمه سعديه کير پياريو. حضرت حليمه کان مروي آهي ته کير ڇڏائڻ کان پوءِ

پاڻ ڪريم ﷺ جن جيڪي بامعنيٰ جملا ڳالهائڻ شروع ڪيا ۽ سڀ کان اول جيڪي ٻول سندن زبان مبارڪ کان نڪتا، اُهي هي آهن.

الله اڪبر ڪبيرًا0 و الحمد لله ڪثيرًا 0 و سبحان الله بڪرةً واصيلاً 0

حضرت حليمه سعديه فرمائي ٿي ته جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ ٽن سالن جي عمر جا ٿيا ته مونکي مجبور ڪري چيائون ته هي ڪڏهن به ٿي نه سگهندو جو منهنجا پائر ۽ ڀينرون سڄو ڏينهن ٻڪريون چاريندا رهن ۽ آئون انهن جي محنت ۾ شريڪ نه ٿيان. پاڻ سڳورن ﷺ کي ٻڪرين چارڻ جي اجازت ڏني وئي. پاڻ سڳورن جي ٻڪرين سان گڏ چراگاهن ۾ وڃڻ جي سلسلي شروع ٿيڻ سان ئي حليمه سعديه جي ٻڪرين جو تعداد روز به روز زياده ٿيندو ويو. کير ڏيڻ واريون ٻڪريون زياده کير ڏيڻ لڳيون. ٻڪريون متاريون ٿيڻ لڳيون، چراگاهن جي ساوڪ وڌڻ لڳي ۽ بنو سعد خوش ٿي ويا.

لقد بلغت بالهاشمي حليمہ

(بيشڪ هاشمي جي برڪت سان حليمان)

مقاماً عُلا في ذر وة اُلعز و المجد

(عزت ۽ شرف جو تمام وڏو مقام لڌو.)

عرب جا شاعر ۽ عالمي مفڪرين پاڻ سڳورن ﷺ جي حيات طيبه جي جن پهلوئن کان متاثر ٿيا آهن، ان جو مختصر تذڪرو ڪرڻ نهايت ضروري آهي. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر ڇهن سالن جي ٿي ته حضرت بي بي آمنه کين پنهنجي خادمه ام ايمن سان ساڻ ڪري، پنهنجي مڙس جي قبر تي مدينه شريف

وٺي ويئي. واپسيءَ ۾ ابوا جي مقام تي بي بي آمنه هميشہ لاءِ داغ مفارقت ڏيئي وئي. هاڻي پاڻ ڪريم ﷺ جن جو سرپرست حضرت عبدالمطلب رهيو. پاڻ سڳورن ﷺ کي آشوب چشم(اکين جو درد) جو عارضو ٿي پيو ۽ هو پاڻ سڳورن ﷺ کي عڪاظ جي راهب وٽ وٺي ويو. راهب ڏسندي ئي چيو ته هي هوبهو اهو آهي جنهن کي حضرت سليمان خلو محمديم جو لقب ڏئي چڏيو آهي. 48. ق.ھ ۾ جڏهن سندن عمر 8 سالن جي هئي ته سندن ڏاڏو عبدالمطلب به وفات ڪري يو، هاڻي سندن پرورش جو بار پاڻ ڪريم ﷺ جي چاچي حضرت ابي طالب کي ڪنڌو پيو، جنهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پنهنجي اولاد وانگر نپايو. پاڻ انهيءَ دوران ٻڪرين چارڻ جي به مزدوري ڪندا رهيا ۽ هر ٻڪريءَ جي چارائي کين هڪ قيراط ملندي هئي. جڏهن پاڻ 14 سالن جا ٿيا ته پنهنجي چاچي حضرت ابي طالب سان گڏجي شام روانا ٿيا. رستي ۾ بصريٰ جي هڪ خانقاه دير بحيرا ۾ قيام ڪيائون. ان جو راهب بنو عبدالقيس قبيلي سان تعلق رکڻ وارو جرجيس هئو. جڏهن ان جي ملاقات پاڻ سڳورن ﷺ سان ٿي ته انهيءَ راهب سندن چاچي کي چيو ته قدرت هن ٻار کي تمام وڏو مقام عطا ڪرڻ واري آهي. 16 ورهين جي عمر ۾ سڀ کان پهريون تجارتي سفر پنهنجي چاچي زبير بن عبدالمطلب سان يمن جو ڪيائون“. ٻيو تجارتي سفر پاڻ ﷺ جن 4. 2.ق.ھ. ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضه جي رفاقت ۾ شام جي طرف ڪيو. 28 ق.ھ ۾ حضرت خديجه رضه پنهنجون تجارتي خدمتون سندن حوالي ڪيون ۽ شام جي سفر کان پوءِ انهيءَ ام المؤمنين جي شرف جو مرتبو حاصل ڪيو. شاديءَ کان

بعد پاڻ ڪريم ﷺ جن جي زندگي مبارڪ جو رخ بدليو. پاڻ سڳورا ڪئي ڪئي راتين جو توشو ڪڍي غار حرا ۾ هليا ويندا هئا. دوشنبه 17 رمضان 13 ق.ھ جي وحيءَ جو باقاعده سلسلو شروع ٿيو. حضور ﷺ جن سومر 17 رمضان 13 ق. ھ کان سومر 2 ربيع الاول 11 ھ تائين 9 ڏينهن گهٽ 63 سالن جي عمر ماڻيائون. جملي حياتيءَ جا ڏينهن 22317 آهن. انهن مان نزول قرآن جا ڪل ڏينهن 7960 هئا. انهن ڏينهن مان 4417 ڏينهن پاڻ سڳورا مڪي ۾ قيام پذير هئا. روز هجرت کان وٺي روز وفات جا جملي تعداد 3543 ڏينهن آهن. آنحضرت نبي اڪرمﷺ جي حياتي مبارڪ جي هر لمحي کي مؤرخن محدثن ۽ مفڪرن قلمبند ڪيو آهي. خصوصاً مٿي ذڪر ڪيل ڏينهن جي تعريفن ۾ عربي شاعرن ديوانن جا ديوان مرتب ڪيا آهن. خداوند تعاليٰ آنحضور اڪرم کي خطابت جي جملي خصوصيات سان نوازيو هو. صحابه ڪرام جي مجلس هجي يا مخالفين جي مجمع يا عڪاظ جي بازار، پاڻ سڳورا ﷺ جنهن به جاءِ تي به مخاطبينن کي خطاب ڪرڻ فرمائيندا هئا ته ماڻهو حيران رهجي ويندا هئا. انهيءَ وجھ ڪري ابوجهل پاڻ ڪريم جن کي جادوگر مشهور ڪيو ۽ ان جي ڪوشش هئي ته پاڻ ﷺ سندس زماني ۾ تقرير ڪري نه سگهن. سن 10 هجري ۾ پاڻ سڳورن حجة الوداع جي موقع تي سوا لک مسلمانن جي مجمع جي سامهون خطبو ڏنائون. هي خطبو معنيٰ ۽ ادب جي اعتبار کان به وڌيڪ فصيح ۽ بليغ تسليم ڪيو ويو آهي. فن خطابت جي لاءِ ته هڪ نموني جي حيثيت رکي ٿو. غرض هي ته انهن حديثن، مڪاتيب ۽ خطبن جي محض ديني حيثيت نه آهي، پر هي عربي

زبان ۽ ادب جو وڏو شاهڪار آهن. بهترين ۽ معياري ادب جي کهڙي خوبي آهي، جو ڪلام رسول صه ۾ موجود نه آهي. رسول پاڪ ﷺ جي زندگي ۽ تعليم تي هر دور ۾ تصنيف جو سلسلو جاري رهيو. عربي، فارسي، اردو، انگريزي، فرانسي، جرمني، روسي، هندي، بنگله، گجراتي ۽ ٻين زبانن ۾ بيشمار ڪتاب لکيا ويا. سندن بعثت عرب ۾ ٿي، پاڻ سڳورن ﷺ جي زبان مبارڪ عربي هئي، انهيءَ زبان ۾ پاڻ ﷺ گفتگو ڪئي، ان زبان ۾ قرآن ڪريم نازل ٿيو، انهيءَ زبان ۾ پاڻ ﷺ جن خطبا ڏنا ۽ بادشاهن کي دعوت اسلام پيش ڪئي، لهذا سڀ کان اول عربي ادب متاثر ٿيو. عربي ۾ ادب نبوي جو وڏي ۾ وڏو ذخيرو خود احاديث نبوي جي صورت ۾ موجود آهي. انهيءَ کانپوءِ ”تاريخ ۽ سير“ جي ڪتابن جو درجو آهي، طبري، واقدي، مسعودي، بلاذري، ابن خلقان، ابن سعد، ابن ڪثير، ابن اثير، ابن خلدون، علامه جلال الدين سيوطي ۽ عرب جي ٻين مؤرخن به ان موضوع تي وڏا وڏا ڪتاب تاليف ڪيا آهن. هي ماڻهو عربي زبان ۽ ادب جا ممتاز عالم مفڪر هئا. انهن جون تصنيفون حضور اڪرم ﷺ جي ذڪر سان ڀريل آهن. ٻين زبانن ۾ به انهن جي تاريخن جو ترجمو ڪيو ويو، ۽ انهن کي سامهون رکي نوان ڪتاب لکيا ويا. تاريخ کان علاوه خاص سيرت تي به تمام گهڻا ڪتاب لکيا ويا. ان ۾ سيرت ابن هشام هڪ نمونو آهي. شمائل ترمذيءَ جو درجو سڀ کان اول آهي. امام ترمذي، حضور مقبول ﷺ جي عادات اطوار، گفتگو، لباس ۽ وضع قطع غرض ته زندگي جا جمله خصوصيات قلمبند ڪيا آهن ۽ هر پهلوءَ تي تفصيل سان روشني وڌي آهي. تقريباً دنيا جي

سيني مذهبن ۾ ترقي يافته زبانن ۾ آنحضرت ﷺ جي سيرت لکي وئي. حيرت جي هيءَ ڳالھ آهي ته انهن ۾ اڌ کان زياده سيرت نگار عيسائي آهن. انهن ماڻهن حضور پُر نور جي عظمت جو اعتراف ڪيو آهي. مسلمان هجڻ جي حيثت سان اسان جو اولين فرض آهي ته اسان انهن غير مسلمن جي خيالات کي هڪ هنڌ ڪيون، جن غير جانبداري سان بنا تامل جي رسول الله ﷺ جي عظمت واضح ڪئي آهي. هن کان اڳ، جو مسلمان دانشورن جو ذڪر ڪيو وڃي، صرف چند غير مسلم اهم شخصيتن جي خيالات جو ترجمو پيش ڪيو وڃي ٿو.

فرانسيسي اديب الفرڊ ڊي لمارٽائين پنهنجي مشهور تصنيف History of "Turquie" ۾ لکيو آهي:"عالم الاهيات، فصاحت و بلاغت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ، مذهب جو باني، آئين ساز، سپه سالار، فاتح اصول، عبادت الاهي ۾ لاثاني، ديني حڪومت جو باني- هي آهن محمد رسول الله ﷺ جن جي سامهون پوري انسانيت جي عظمت به گهٽ آهي."

فرانس جي هڪ عظيم ترين جرنيل"بونا پارٽ" آنحضور ﷺ جن کي هن طرح خراج عقيدت پيش ڪئي آهي:

"محمد ﷺ دراصل سروراعظم هو. پاڻ اهل عرب کي درس اتحاد ڏنو. انهن جي تنازعات ۽ مناقشات کي دور ڪيو. ٿوري عرصي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي امت نصف دنيا کي فتح ڪيو. 15 سالن جي قليل عرصي ۾ ڪثير تعداد ۾ ماڻهن ڪوڙن خدائن جي پوڄا کان توبہ ڪئي. مٽيءَ جون ٺهيل ديويون خاڪ ۾ ملايون ويون. بتخانن ۾ رکيل مورتن کي ٽوڙيو ويو. هي حيرت انگيز ڪارنامو حضور

ﷺ جن جي تعليم جو اثر هو. هي سڀ ڪجھ 15 سالن جي عرصي ۾ ٿيو، جڏهن ته 15 سؤ سالن ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي امتن کي صحيح راھ تي هلائڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا. حضرت محمد ﷺ عظيم انسان هئا........ جڏهن پاڻ دنيا ۾ تشريف فرما ٿيا، ان وقت اهل عرب صدين کان خانه جنگي ۾ مبتلا هئا. دنيا جي اسٽيج تي ٻين قومن جيڪا عظمت ۽ شهرت حاصل ڪئي، هن قوم به انهيءَ طرح ابتلاء ۽ مصائب مان گذري عظمت حاصل ڪئي ۽ ان پنهنجي روح ۽ نفس کي پاڪ ڪري تقدس ۽ پاڪيزگي جو جوهر حاصل ڪيو.“(ص 109)

جارج برناردشا لکيو آهي:

”زمانئه وسطيٰ ۾ عيسائي راهبن پنهنجي جهالت ۽ تعصب جي ڪري مذهب اسلام جي وڏي هيبتناڪ تصوير پيش ڪئي آهي. ڳالھ هتي ختم ٿي نه وئي آهي، انهن ته حضرت محمد ﷺ ۽ ان جي مذهب جي خلاف باضابطه تحريڪ هلائي. انهن حضرت محمد ﷺ کي سهڻن لفظن سان به ياد نه ڪيو آهي. مون انهن ڳالهين جو بغور مطالعو ۽ مشاهدو ڪيو آهي ۽ آئون ان نتيجي تي پهتو آهيان ته محمد ﷺ هڪ عظيم هستي هئو ۽ صحيح معنيٰ ۾ انسانن کي نجات ڏيندڙ آهي“.

مشهور عيسائي راهب لبوارٿ اسمٿ رقمطراز آهي:

”دنيا جي خوش نصيبي آهي ته محمد ﷺ هڪ ئي وقت هڪ قوم، هڪ حڪومت ۽ هڪ مذهب جو باني هو.“(محمد ائنڊ محمد ازم)

طامس ڪارلائل چوي ٿو:”بس هڪ شعلو ڪِريو، محض هڪ شعلو ۽ اهو به اهڙي سر زمين تي، جنهن جي باري ۾ چيو ويندو آهي ته انهيءَ تي انساني آباديءَ جي ترقي ناممڪن ۽ محال هئي. پر انهيءَ جي ريتي بارود ثابت ٿي، جنهن دهلي کان غرناطه تائين آسمانن کي پنهنجي لپيٽ ۾ ورتو.“(هيرو ائنڊ هيرو ورشپ)

سوامي ديويڪانند لکي ٿو:

”انهيءَ کان پوءِ پيغمبر مساوات حضرت محمد ﷺ تشريف فرما ٿيا. توهان پڇو ٿا ڇا ان جو مذهب سٺو آهي؟ جيڪڏهن ان جو مذهب سٺو نه هجي ها ته هو زنده ڪيئن رهي ها. صرف سٺي ۽ نيڪ انسان کي ئي دائمي حياتي ملندي آهي. نيڪ انسان لافاني ان ڪري هوندو آهي، جو ان ۾ تقدس جو جوهر پوشيده هوندو آهي. جيڪڏهن اسلام ۾ سٺائي نه هجي ها ته هڪ ڏينهن به قائم نه رهي ها. هن مذهب ۾ بي شمار خوبيون آهن. محمد مساوات ۽ انساني اخوت جا علمبردار آهن“.

(دي گريٽر ٽيچر آف دي ورلڊ،ص 129،130 )

مهاتما گانڌي آنحضرت ﷺ جي باري ۾ لکيو آهي:

”آئون پوري يقين ۽ وثوق سان چوان ٿو ته اسلام تلوار جي طاقت سان سرفرازي ۽ سربلندي حاصل نه ڪئي آهي، پر انهيءَ جو بنياد آهي: نبي ﷺ جو خلوص، خودي تي پاڻ سگهورن جو غلبو، واعدن جي وفائي، غلام ۽ دوست و احباب سان هڪ جهڙي محبت، سندن جرئت ۽ بي خوفي، الله ۽ پاڻ تي يقين جهڙا اوصاف، لهذا هي چوڻ سراسر غلط آهي ته اسلام تلوار جي ذريعي سان پکڙيو آهي. ان

جي فتوحات ۾ هي اوصاف حميده شامل آهن. هي اُهي اوصاف آهن جن جي مدد سان مسلمان تمام پابندين ۽ رڪاوٽن جي باوجود به اڳتي وڌي رهيا هئا“.

(ڪونٽيبڊ ِان دي ونديڪيشن آف دي پرافيٽ آف اسلام، ص 26-27)

ڊاڪٽر مسز ايني بيسنٽ چوي ٿي:

”جيستائين اسلام جي بانيءَ جو تعلق آهي، پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگيءَ جي تاريخ ۾ علم الاصنام جو اهو عنصر نه لڌو ويو آهي، جنهن ٻين وڏن مذهبي پيشوائن جي زندگين تي پرده وجهي رکيو آهي. ڪهڙي شاندار طريقي سان سندن زندگي مبارڪ تاريخ جي روشنيءَ جو مقابلو ڪري ٿي، ۽ اهي ڪهڙا نه جاهل آهن جو حضرت محمد ﷺ تي حملو ڪندا آهن.“

سردار ديوان سنگهه مفتون لکيو آهي:

”مان حضرت رسول الله ﷺ جي هيءَ حديث پڙهي، جنهن ۾ پيغمبر اسلام فرمايو آهي ته:”اشرف الجهاد اعلاءِ ڪلمة الحق“. جڏهن مون هي حديث ٻڌي ته مون غور ڪيو ته انهيءَ شخصيت جي بلنديءَ جو ڪهڙو اندازو ڪري سگهجي ٿو، جنهن وقت جي حاڪم جي سامهون حق ۽ صداقت جي آواز کي سڀ کان وڏو جهاد قرار ڏنو آهي.

پنڊت گوپال ڪرشن ايڊيٽر”ڀارت سماچار“ بمبئي لکي ٿو ته:

”محمد ﷺ صاحب جي زندگيءَ تي جڏهن مون ويچار ڪيو آهي ته هي ڳالهه صاف نظر اچي ٿي ته ڌڻي ان کي جهان جي سڌارڻ لاءِ موڪليو آهي. ان جي

اندر اها شڪتي(طاقت) موجود هئي جا هڪ گريٽ ريفارمر) مصلح اعظم) ۽ هڪ مها پرش(هستي اعظم) ۾ هجڻ گهربي آهي.“

ڀڳوان داس ڀڳوان هن انداز ۾ خراج عقيدت پيش ڪيو آهي:

السلام اي شمع انوار جهان — السلام اي آئينه دار کن فکان

السلام اي سيدِ کون و مکان — السلام اي واقفِ سر نهان

السلام اي مالک هر دوجهان — السلام اي وجہ تخليق زمان

السلام اي جان ڀگوان السلام — السلام اي سجده گاه عاشقان

هن مختصر ذڪر بعد هاڻي دنياءِ اسلام جي دانشورن جي طرف اچان ٿو. عربي شاعر سرڪار مصطفيٰ ﷺ جي عشق سان سرشار آهن. نعت گو عربي شاعرن ۾ حضرت حسان بن ثابت رضه جو نالو سر فهرست آهي. انهيءَ کان پوءِ اعشيٰ ۽ صاحب قصيده برده حضرت شرف الدين محمد بن سعيد بن حمادالبوصيري جا نالا مبارڪ امتيازي حيثيت رکن ٿا . سندن حيات طيبه ۾ حضرت زيد بن ثابت جي ڪلام کي انتهائي مقبوليت حاصل هئي. خود پاڻ سرور ڪائنات ﷺ کي سندن ڪلام پسند هو.

عهد صحابه ۾ فرزدق کي عاشقِ رسول چيو ويندو هو. انهيءَ پنهنجي شاعري کي رسول اڪرم ﷺ ۽ اهل بيت جي مدح لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو. عهد عباسيه ۾ متنبي نعت گو شاعرن ۾ سڀني کان ممتاز هو، عربي نعت گوئي ۽ مناقب آنحضرت ﷺ جن جو حاصل قصيده برده آهي. عربيءَ جو هي قصيدو سڀ کان وڏو آهي. هن قصيدي جي مصنف امام بوصيري تي فالج حملو ڪيو هو.

پنهنجي وقت جي تمام مشهور طبيبن کان علاج ڪرايو، مگر ذرو به فائدو نه ٿيو. زندگي نا گوار ٿي پئي، هر طرف کان مايوس ٿي ڪري بارگاهه رسالت ۾ رجوع ٿيو ۽ هي قصيدو چيائين. قصيدو ۽ دعائون قبول ٿيون ۽ هو صحت ياب ٿيڻ لڳو. اهڙو صحت ياب ٿيو جو بيماريءَ جو نالو نشان باقي نه رهيو. هن قصيدي ۾ حضور ﷺ جي مدح ۽ ان تي درود سلام سان گڏ عشق و عقيدت ۽ ادب و احترام جو به پورو پورو خيال رکيو ويو آهي. پنهنجي مصائب جو ذڪر ۽ صحت يابي جون دعائون قريني سان بيان ڪيون ويون آهن. درود ۽ اثر ۽ جذبات سان پورو قصيدو پريل آهي. هي قصيدو ڏهن فصلن ۾ آهي، جنهن جي ترتيب هن طرح آهي . فصل اول- رسول اڪرم ﷺ سان عشق، ٻيو پاڻ کي نفسياتي خواهشات کان پري رکڻ جي آرزو، ٽيون- آنحضرت جن جي مدح، چوٿون- نبي ڪريم ﷺ جي ولادت شريف، پنجون- رسول ﷺ جي دعوت، ڇهون- قرآن پاڪ جو شرف ۽ نزول، ستون- سرڪار انبياءِ جو معراج، اٺون- سرڪار عالم ﷺ جو جهاد، نائون - الله تعاليٰ کان بخشش جي طلب ۽ رسول اڪرم ﷺ کان شفاعت جي آرزو، ڏهون- مناجات ۽ عرض مدعا. حضرت امام بوصيري کي هن قصيدي جي برڪت سان جيڪو معجزو نظر آيو، ان سبب ڪري هن قصيدي جا بيت مقدس ۽ متبرڪ سمجهيا ويندا آهن.

تبرڪاً حضرت حسان بن ثابت جا اشعار تحرير ڪيان ٿو:

و احسن منک لم ترقط عيني

(۽ توهان کان وڌيڪ سهڻو منهنجي اکين نه ڏٺو.)

و اجمل منک لم تلد النساء

(۽ توهان کان وڌيڪ جميل ڪنهن به عورت نه ڄڻيو.)

خلقت مبراً من کل عيب

(هر هڪ دنيا جي عيب کان تنهنجي ذات پاڪ.)

کانک قد خلقت کما تشاءُ

(جيئن خود پنهنجي مرضيءَ سان خلق ذات ٿئين.)

قصيدي برده جا چند اشعار ملاحظه ٿين.

محمد سيدالکوڪنين و الثقلين
والفريقين من عرب و عجم
هوالحبيب الذي ترجيٰ شفاعته
لکل هول من الاهوال مقتحم
فاق النبيين في خلق و في خلق
ولم يد انوه في علم و لاکرم
و کهلم من رسول الله ملتمس
غرفا من البحر اورشفا من الديم

(محمد سيد الکونينو الثقلين
عرب وه جهان مين يا عجم هون
حبيب حق هين وه ان کي شفاعت
هي هر احوال مين گرخوف و غم هون
فزون هين خلق مين خلقت مين سب سي
نبي کب همسر علم و کرم هون
طلب يک جرعہ کرتي هين ان سي
که جيسي وه سراپا بحرو ديم هون
محاسن مين همين شرکت سي مبرا
که جو هر حسن کي کب منقسم هون
بشر جانين بحر علم و دانش

منزه عن شريک في محاسنہ
فجوهرالحسن فيہ غير منقسم
فمبلغ العلم فيہ انہ بشر
و انہ خير خلق الله كلهم
فانہ شمس فضل هم كواكبها
يظهرن انوار ها للناس في الظلم
اكرم بخلق نبي زانہ خلق
بالحسن مشتمل بالبشر متسم
كالزهر في ترف والبدر في شرف
والبحر في كرم والدهر في همم
كانما اللؤنو المكنون في صدف
من معدني منطق منہ و مبتسم

و گرنه سب جهان كي محترم هون
نبي ظلمات مين تاري سراسر
هي افضل سب سي حضرت گوبهم هون
گرامي صورت و سيرت مين دنون
به حسن اور خلق اوج افزائي هم هون
به نزهت گل شرف مين بدر كامل
به رحمت دهر قلزم در كرم هون
صدف مين در مكنون كي طرح هين
تبسم نطق تنوير أُتم هون)

فارسي شاعرن ۾ سعدي، خسرو، سنائي، عطار، نظامي گنجوي، خاقاني، قدسي، عراقي، عرفي، جامي ۽ قاآنيءَ وارن آنحضورﷺ جن جي شخصيت ۽ تعليمات کي بلڪل منفرد انداز ۾ پيش ڪيو آهي. انهن جي ڪلام جو وڏو حصو نعت ، مناجات ۽ قصائد رسول تي مشتمل آهي. حضرت سعدي جا ٽي شهره آفاق ڪتاب، گلستان، بوستان ۽ ڪريما رسول سان والهانه محبت جو خاصو تذڪرو آهن. بوستان ۾ نعتيه حصو ته اجا زوردار آهي. حضرت سعدي جي نعتيه ڪلام جي هيءَ خوبي آهي ته ان ۾ عقيدت سان گڏ شاعرانه معيار به ڪافي بلند آهي ۽ تمام تنوع آهي. ڪريما هڪ مختصر تصنيف آهي، مگر ان ۾ غضب جو زور بيان ٿيل آهي، پر ان جو هي شعر سڀني تي فوقيت رکي ٿو.

بلغ العلیٰ بکمالہ، کشف الدجیٰ بجمالہ

حسنت جمیع خصالہ، صلوا علیہ و آلہ

نعتيه ڪلام ۾ ان کان بهتر نمونو ڪٿي به نٿو ملي. حضرت سعدي ان ۾ سڀ ڪجھ چئي ڏنو آهي، جو هو ٻئي هنڌ شعر ۾ ڪافي زور ڏيکارڻ لاءِ طويل نظمن ۾ چئي نه سگهيو. دريا کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ جو مثال هن شعر تي صادق اچي ٿو. برصغير جي فارسي شاعرن حضرت غوث العالمين بهاؤالحق والدين ابو محمد زڪريا رحه کان فيض حاصل ڪيو ۽ پوءِ انهن نعت گوئي جا اعلیٰ منازل طي ڪيا. هن مڪتب سان تعلق رکڻ وارن ۾ فخرالدين عراقي، بابا فريدالدين گنج شڪر، مخدوم جهانيان جهان گشت، مخدوم حميدالدين حاڪم ۽ امير خسرو جا نالا قابل ذڪر آهن.

امير خسرو جي شخصيت تعارف جي محتاج نه آهي. ان جي شاعرانه عظمت جي انڪار جي ڪنهن کي به گنجائش نه آهي. بادشاهن جي درٻار ۾ رهڻ جي باوجود به صوفي صفت هو- خسرو جي غزل، حمد ۽ صوفيانه ڪلام ۾ عجب سوز و گداز آهي. سعدي، عراقي ۽ خسرو کان بعد جامي ۽ قدسي جون نعتون به بي مثال آهن، خاص ڪري قدسيءَ جي هي نعت ته هر عاشق رسول جي زبان جي تنوار آهي. ميلاد ۽ سيرت جي محفلن ۾ عام طور تي پڙهي ويندي آهي.

مرحبا سيد مکي مدني العربي

دل و جان باد فدائيست چه عجب خوش لقبي.

من بيدل بجمال تو عجب حيرانم

الله الله چه جمالست بدين بو العجبي.

چشم رحمت بکشا سوئي من انداز نظر

اي قريشي لقب و هاشمي و مطلبي.

نسبتي نيست بذات تو بني آدم را

بهتر از آدم و عالم تو چه عالي نسبي.

ماهمه تشنه لبا نيم و توئي آب حيات

رحم فرما که زحدي گذرد تشنه لبي.

نسبت خود به سگت کردم و بس منفعلم
زان که نسبت بسگ کوئي تو شد بي ادبي.

عاصيانيم زما نيکي اعمال پرس
سوئي ما روئي شفاعت بکن از بي سببي.

سيدي انت حبيبي و طبيب قلبي
آمده سوئي تو قدمي پئي در مان قلبي.

فارسيءَ جي مشهور نعت جي درج ڪرڻ کان پوءِ اردو زبان جي دانشورن جيڪو آنحضرت نبي اڪرم ﷺ جي تعليمات جو جائزو ورتو آهي، ان جو مختصر ذڪر ضروري آهي. اردو ادبيات ۾ حضور پر نور تي بي انداز سرمايو موجود آهي. نظم و نثر ٻئي انهيءَ سان مالا مال آهن. تاريخ و سيرت جي ڪتابن جا اردو ترجما تمام زياده آهن، تصنيف، تاليف ۽ ترجمن جو هي سلسلو جاري آهي، ۽ هي ترجما زياده تر عربي، فارسي ۽ انگريزي ڪتابن کان ڪيا ويا آهن، عمومن عربي ۽ فارسي کي اڳيان رکي لکيا ويا آهن البته آزاد بلگرامي، علامه شبلي، مولانا سيد سليمان ندوي يا چند ٻين اهل قلم خود به فڪر و تحقيق

ڪان ڪم ورتو اهي ۽ جديد دور ۾ مولانا ابوالاعليٰ مودودي ۽ مولانا غلام رسول مهر کي به ان زمري ۾ شامل ڪيو ويو آهي. شبلي ۽ سيد سليمان ندوي جي تصنيفن ۾ ادبي شان به آهي. سيرت جي ڪتابن ۾ علامه شبلي ۽ ندوي جو ”سيرة النبي“، سيد سليمان ندوي جو”خطبات مدراس“،سر سيد احمد جو ”خطبات احمديه“، مولانا عبدالرؤف دانا پوري جو”اصح السير“، مرزا بشيرالدين محمود جو”سيرت خاتم النبين“، مولانا محمد علي لاهوري جو”سيرت خيرالبشر“،قاضي محمد سليمان منصور پوريءَ جو ”رحمة للعالمين“(ٽن جلدن ۾)، مولوي فضل الدين واعظ جي سوانح عمري ”پيغمبر اعظم“، مرزا حيرت دهلوي جو ”سيرت محمديه“، مولانا عبدالماجد دريا آبادي جو ”مردون کي مسيحائي“، خواجا حسن نظامي جو”ميلاد نامه“، عبدالحليم شرر جو ”خاتم المرسلين“، سيماب اڪبر آبادي جو”سيرت النبوي“ ۽ نعيم صديقي جو”محسن انسانيت“وغيره سيرت جي موضوع تي مشهور ۽ قابل ذڪر ڪتاب آهن. خطبات احمديه، اصح السير، سيرت النبي، خطبات مدراس ۽ محسن انسانيت پنهنجي مقصد جي اعتبار سان خاصي حيثيت رکن ٿا. سر سيد احمد خان”خطبات احمديه“ سر وليم مور جي ”هفوات“ جي جواب ۾ لکيو . سر سيد جو انداز بيان مصالحانه، اسلام ۽ عيسائيت کي قريب ڪرڻ وارو آهي. مولانا عبدالحليم”جويائَي حق“ لکي ناول جي طرز تي سيرت نگاريءَ ۾ نئون تجربو ڪيو، جو پهريائين هجڻ جي باوجود سپني ڪان زياده ڪامياب سمجهيو ويو. ان ۾ حضرت سلمان فارسيءَ جا سمورا واقعا دهرايا ويا آهن. انهيءَ قسم جو ٻيو تجربو صادق حسين سردهنوي”آفتاب عالم“ لکي

ڪيو. سيرت کي ناول ۾ موضوع بنائڻ جو ٽيون تجربو مولانا ماهرالقادري”دُر يتيم“ لکي ڪيو. ميلاد جي موضوع تي به بي شمار تصنيفون ڪيون ويون. ميلادنويسن ۾ غلام امام شهيد کي ممتاز ۽ منفرد حيثيت حاصل آهي. ٻين مولودن جي معياري ڪتابن ۾ مولود طپش ۽ ميلاد اڪبر جا نالا تمام مشهور آهن. مولانا اشرف علي ٿانوي ذڪرالنبي، علامه راشدالخيري آمنه کا لال، علامه شفق عماد پوريءَ حديقه آخرت ۽ توشئه رحلت لکيا آهن. علامه جعفر بن حسين برزنجي جي عقد جوهر في مولد خيرالبشر جو اردو ترجمه 1279 ھ ۾ مولود برزنجي جي نالي سان مولانا عبدالغني ڪيو آهي. اردو شاعرن پاڻ سڳورن ﷺ سان اظهار عقيدت ۾ تمام گهڻو زور ڏيکاريو آهي. نعت، قصائد، مناجات، سلام، قطعات ۽ رباعيات جو تمام وڏو ذخيرو جمع آهي. اردو جي سڀ کان پهرين منظوم تصنيف فخرالدين نظامي جي قدم راؤ پدم راؤ آهي، مثنوي جا ٻه شعر درج آهن.

توهين ايک ساجا گسائين امر

سري دوي تين جگ تورا دگر

پهتايا امولڪ رتن نور دهر

که ني ويل بلڪت ڪرن راج گر

909 ھ ۾ مثنوي نوسر بهار ۾ اشرف جو هڪ شعر ملاحظه ٿئي.

هجرت نبي نو سو نو

کهيا اشرف نو سريو

خوب محمد گجراتيءَ 986 هجريءَ ۾ خوب ترنگ لکيو.

خوب محمد کهيي بچار

چوده گهاٽ اوس برس هزار

دکني شاعرن ۾ محمد قلي قطب شاهه ۽ مولانا وجهي زياده قابل ذڪر آهن. وجهي سڌي انداز ۾ اظهار عقيدت ڪيو آهي.

محمد نبي نانون تيرا آ هي

عرش کي اُپر قانون تيرا آ هي

که چوده ملک کا تو سلطان هي

علي سا تيري گهر مين پر دهان هي

اسي هر ايک لاکه پيغمبر آئي

ولي مرتبه کوئي نه تيرا پائي

اهڙي طرح محمد قلي قطب شاهه جو انداز بيان ملاحظه ٿئي:-

تج مکه اجت کي جوت تهي عالم و پنهارا هوا

تج دين تهي اسلام لئي مومن جگت سارا هوا

نعت خوانن جي ٽئين دور ۾ معظم، بلاقي، عالم، احمد ۽ مختار جا نالا نمايان نظر اچن ٿا. دکن جي نعت گو حضرات جي تصانيف ۾ اعجاز احمد مصنفه نوازش خان شيدا ۽ ٻيو ضخيم ڪتاب روضة الاطهار آهي. تيرهين صديءَ ۾ دکن جا تمام گهڻا نعت گو شاعر آهن، انهن ۾ شير محمد خان ايمان، اعزاز الدين خان نامي، خواجه فياض الدين بنده، خواجه معين الدين خاموش، خواجه عبدالله خان خير،

محمد حيات خان ميسور، فياض الدين خان ادب، شيخ محمود علي ناظم ۽ نواب ارسطو جاه خصوصيت سان گڏ معروف آهن. چوڏهين صديءَ ۾ اعظم علي شائق، حضرت امير مينائي، جليل ماڻڪ پوري، خطيب بادشاهه مدراسي، سيٺ محمد اسماعيل مدراسي ۽ غلام مصطفيٰ راسخ فن نعت گوئي ۾ پنهنجي نرالي حيثيت جا مالڪ آهن. دکني دور کان بعد دهلي ۽ لکنو جا عظيم شاعر بهادر شاهه ظفر، داغ دهلوي، سودا ، مير تقي مير ۽ انيس جون نعتون فضائل رسول ۾ مثالي حيثيت رکن ٿيون.

هن دور ۾ شاهه ابدالي ڦلواري(1124 تا 1200 هه) جي نعت درج آهي:

دو جگ کي سردار محمد – نبيون کي سردار محمد،

امت کي غم خوار محمد – سب کي پالنهار محمد،

صلي الله عليہ وسلم

اردو شاعرن ۾ اعليٰ حضرت مولانا احمد رضا خان بريلوي، شهيدي، نياز بريلوي، بيلم وارثي، حالي، شفق عماد پوري، موالانا ظفر علي خان، محسن ڪاڪوروي ، حفيظ جالنڌري، ماهر القادري، نعيم صديقي، امجد حيدرآبادي، بهزاد لکنوي ۽ زائر حميد صديقيءَ جون نعتون اڄ به زبان عام آهن. اردو شاعرن ۾ حالي ۽ اقبال ان موضوع تي گهڻو لکيو آهي. حاليءَ جي ڪلام ۾ عربي شاعرن جي رواني ۽ زور بياني آهي. مسدس حاليءَ کان سواءِ حاليءَ جي اها نعت به، جا هن طرح شروع ٿئي ٿي.

اي خاصئه خاصان رسول وقت دعا هي

امت پر تيري آ کي عجب وقت پڙا هي

سلامن ۾ مقبول سلام”بيدل“ جو سلام آهي، جو مولود سعدي ۾ شامل آهي.

يا نبي سلام عليک – يا حبيب سلام عليک

يا رسول سلام عليک – صلواه الله عليک.

اقبال نعتيه شاعريءَ کي فني اعتبار کان تمام وسيع ڪيو آهي. اقبال وٽ جو تنوع آهي، اهو حالي وٽ نه آهي. اقبال امام بوصيري، سعدي ۽ حالي کان به متاثر نظر اچي ٿو. اقبال کي رسول ﷺ سان به عشق هو- اهو رسول الله جي شان ۾ ذرا به شوخي رکڻ لاءِ تيار نه هو. اقبال خدا جي حضور ۾ تمام شوخ هو، مگر جنهن جاءِ تي ذڪر رسول اچي ٿو ته ادب ۽ احترام کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش نه ٿو ڪري.

به مصطفيٰ برسان خويش را که دين همه اوست،

اگر به او نه رسيدي تمام بولهبي است.

اقبال عشق رسول ۾ ايتريقدر محو ٿي ويو جو ان جو لفظ لفظ عقيدت جو ڇلڪندڙ پيالو محسوس ٿي رهيو آهي.

عشق دم جبرئيل عشق دم مصطفيٰ

عشق خدا کا رسول عشق خدا کا کلام

مصطفيٰ بحر است و موج او بلند، خيزد اين دريا بجوئي خويش بند.

هر که عشق مصطفيٰ سامان او ست، بحر و بر در گوشئه دامان او ست.

در دل مسلم مقام مصطفيٰ است، آ بروئي ماز نام مصطفيٰ است.
هست دين مصطفيٰ دين حيات، شرع او تفسير آئين حيات.

تا شعار مصطفيٰ از دست رفت، قوم را رمز حيات از دست رفت
قوت قلب و جگر گردد نبي، از خدا محبوب تر گردد نبي.

فقر و شاهي واردات مصطفيٰ است، اين تجلي هائي ذات مصطفيٰ است.
لوح بهي تو قلم بهي تو تيرا وجود الكتاب، گنبد آ بگينه رنگ تيري محيط مين حباب.

وه دانائي سُبل ختم الرسل مولائي كل جس ني – غبار راه كو بخشا فروغ واديءَ سينا
ياز نور مصطفيٰ اور ابهاست، يا هنوز اندر تلاش مصطفيٰ است.

عهد حاضره جي اردو شاعرن ۾ حفيظ جالنڌري، جوش مليح آبادي، احمد نديم قاسمي، نعيم صديقي ۽ فيض احمد مختلف انداز ۾ نعت گوئي ڪئي آهي. حفيظ جالنڌري جو هي سلام عام زبان تي آهي:-
سلام اُس پر كه جس ني بيكسون كي دستگيري كي
سلام اُس پر كه جي ني بادشاهي مين فقيري كي

سلام اُس پر که اسرار محبت جس ني سمجهائي
سلام اُس پر که جس ني زخم کها کر پهول برسائي

سلام اُس پر که جس کي گهر مين چاندي تهي نه سونا
سلام اُس پر که ٽوٽا بوريا جسکا بچهونا تها.

اردو شاعرن کان سواءِ پاڪستان جي ٻين زبانن جي دانشورن، شاعرن ۽ اديبن عشق رسول جو اظهار مختلف انداز ۾ ڪيو آهي. پنهنجي زبانن ۾ يعني سنڌي، سرائڪي، بلوچي، پشتو ۽ پنجابي وغيره جن کي پنهنجي اوليائن تبليغ اسلام جي لاءِ ذريعه بنايو آهي. اسان جي ڪم علمي آهي ته انهن زبانن جي عظيم شاعرن جو ڪلام اڃ گم شده باب آهي. چند هستيون آهن جي پنهنجي زبانن جي نمائندگي ڪري رهيون آهن. نعت گو شاعرن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي، تائب ڪشميري، ثناءُ الله ڪريري، سچل سرمست، خواجه غلام فريد، بلا شاهه، وارث شاهه، رحمان بابا، جام درڪ، ميان محمد بخش، مولوي غلام رسول، هدايت الله، مولوي لطف علي، پير فضل گجراتي ۽ ڊاڪٽر محمد فقير. سنڌ جي فقير برادران جا نالا مبارڪ قابل ذڪرآهن. پشتو جي نامور شاعر خوشحال خان خٽڪ چيو آهي.
جهان مين بهت لوگ پيدا هوئي
وه هون انبياءَ يا که هون اولياءِ

مگر ڪوئي خلقت مين تجھ سا نهين

ڪرين گر بهم انس و جن برملا

تائب ڪشميري فرمائي ٿو:

مين قربان ميري ياد وري فرمائي – اس سي ميري بيماري و غم خواري جاتي رهي گي.

سچل سرمست فرمايو آهي:-

ڪل نبيان دا سرتاج محمد

بحر عرف امواج محمد

قاب قوسين او ادنيٰ

شرف شب معراج محمد.

پنجابي شاعر غلام رسول غلام فرمايو آهي:-

صبا روضي رسول الله دئي جائين

ميرا احوال رو رو ڪي سنائين

النبي سي عشق جل بل گيا جي

ڪهو اس درد دوا دارو ڪران ڪي

فن نعت گوئي ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ حضرت سلطان باهو جو موازنه ڪيو وڃي ته هڪ مڪمل ڪتاب بنجي وڃي. انهن جو هڪ هڪ شعر عشق رسول ۾ سرشار آهي- عهد حاضر جي پاڪستاني شاعرن ۾ جانباز جتوئي(سرائيڪي) شيخ اياز (سنڌي) شريف ڪنجاهي(پنجابي) عطا شاد(بلوچي) ۽ سمندر خان سمندر(پشتو) جون نعتون مقبول آهن.

هن گفتگوءَ کي عظيم صوفي شاعر حضرت غلام فريد جي هن شعر تي ختم ڪندس:

ميڏا عشق وي تون ميڏا مانڑوي تون

ميڏا ڪعبا قبله مسجد مندر ظاهر تي ايمان وي تون

خواجه صاحب علامه اقبال جي مرد مومن ۽ گوئٽي جي مرد ڪامل کي”محرم راز“ سان تعبير ڪري ٿو ۽ محرم راز سرور ڪائنات سان منسوب ڪري ٿو.

کيا حال سڻاوان دل دا- کوئي محرم راز نه مِلدا.

هن ساري تفصيل جو مقصد، مطلب ۽ مدعا هي آهي ته آنحضرت نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جي حضور عالمي سطح جي مفڪرن، مدبرن، اديبن، شاعرن، استادن، ۽ دانشورن جو خراج عقيدت پيش ڪيو آهي، اهو اڄ تائين ڪنهن ٻي عالمي شخصيت کي نصيب نه ٿيو آهي، نه ٿي ئي سگهندو.

* * *

رسول الله صلي الله عليہ وسلم ڪن لڙاين ۾ هڪ عورت کي قتل ٿيل ڏٺو ته پاڻ سڳورن برو پانيو ۽ عورتن ۽ ٻارن کي قتل ڪرڻ کان منع ڪئي.(موطا)

*            *            *

حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته اسلام جي بهتر ڳالهين مان هڪڙي هيءَ آهي ته آدمي بيڪار ۽ فضول شين کي ڇڏي ڏئي(موطا)

*            *            *

آدمي سهڻي اخلاق جي ڪري سڄي رات عبادت ڪرڻ واري ۽ سڄو ڏينهن روزه رکڻ واري جو درجو حاصل ڪري ٿو. (موطا)

# پاڻ سڳورن ﷺ جي خلقن جو بيان

## قاضي فتح الرسول نظاماڻي

1. عبدالله بن مسعود رضه کان روايت آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ دعا گهرندا هئا ”اللهم کما احسنت خَلقي فحسن خُلقي.“(يا الله جيئن تو منهنجي خلقت موچاري ناهي آهي ته منهنجا خلق به موچارا ڪر.)

2. سعد بن هشام چيو ته بيبي عائشه رضه کان پاڻ سڳورن ﷺ جي خلقن بابت پڇيم ته مون کي سندن ﷺ خلقن بابت ڪجهه ٻڌاءِ. تنهن تي بيبي سڳوري مونکي چيو ته تو قرآن نه پڙهيو آهي ڇا؟ مون چيو هائو پڙهيو اٿم. پوءِ مونکي چيائون ته سندن خُلق قرآن هو.

3. هشام بن عروة رضه پنهنجي پيءُ عروة کان روايت ڪري ٿو ته ان بيبي عائشه رضي کان پڇيو ته پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي گهر ۾ ڪم ڪار ڪهڙو ڪندا هئا؟ بيبي صاحبه رضه چيو ته پاڻ سڳورا پنهنجو ڳلو ٽوپو ڪندا هئا، ٻڪرين کي ڏهندا هئا. جيئن ماڻهو پنهنجي گهر ۾ ڪم ڪن ٿا تيئن پاڻ به گهر ۾ ڪم ڪندا هئا يعني گهر جي ڪم ڪرڻ کي عيب نه ڄاڻندا هئا.

4. حارث بن ابي الرجال کان روايت آهي ته بيبي عائشه رضه کان پڇيو ويو ته پاڻ سڳورا ﷺ گهر ۾ هوندا هئا ته ڪهڙي طرح هئا. بيبي چيو ته پاڻ نرم طبع هئا ۽ سڀني ماڻهن کان گهڻي عزت وارا ۽ شريف هئا ۽ کلڻ سندن مرڪڻ واري صورت ۾ هو-

5. عروه بن زبير رضه بيبي عائشه رضه کان روايت ٿو ڪري ته پاڻ سڳورن ﷺ جن نه ڪنهن مسلمان کي لعنت ڪئي ۽ نه ڪنهن کان انتقام ورتائون، مگر الله جي حرمتن کي پڇڻ سان ٻي ڳالھ آهي. نه هٿن سان ڪنهن کي ماريائون مگر في سبيل الله جهاد وارو ڪم سا جدا ڳالھ آهي ۽ گناه واري ڪم کانسواءِ ڪنهن سائل کي نه موٽايائون.

6. حضرت انس رضه کان روايت آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ اسان مان ڪنهن تي ڪاوڙبا هئا ته چوندا هئا ته"مالہ ترب جبينہ" شل پيشاني مٽي سان هجي.(جيئن سنڌي ۾ چئبو آهي منهن ۾ ڌوڙ هجي.)

7. حمزه بن عبدالله بن عبية چيو ته پاڻ سڳورن ﷺ ۾ اهڙيون خصلتون هيون جي جابرن ۾ نه آهن، هڪڙو هي ته ماڻهن جي جنس مان ڳاڙهو هجي يا ڪاري رنگ وارو هجي، اهي ڪين دعوت ڏيندا هئا ته پاڻ انهن جي دعوت قبول ڪندا هئا ۽ ڪاڪارڪه اچليل ڏسندا هئا ته پوءِ اها ڪٽي وات ۾ وجهندا هئا ۽ گڏه جي پٺي اگهاڙي جنهن تي ڪو ٽپڙ نه هوندو هو تنهن تي چڙهندا هئا.

8 سفيان رضه حسن بصري کان ٻڌو جنهن چيو ته پاڻ سڳورا پٽ تي ويهندا هئا، پٽ تي کائيندا هئا، ٿلها ڪپڙا پائيندا هئا، گڏھ تي سواري ڪندا هئا، ٻيلھ به ڪٽندا هئا ۽ ٻوڙ وارين آڱرين کي چٽيندا هئا.

9 حسن بصري رضه چيو ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته ”من يرغب عن سنتي فليس مني“ يعني جيڪو منهنجي سنت کان منهن موڙيندو پوءِ اهو مون مان نه آهي.

معلوم هجي ته سندن اخلاق حسنه لکڻ کان ٻاهر آهن جو سندن خلق لکي پورا ڪري. البته هيءَ ڳالھ آهي ته اخلاق حسنه ۾ هنن پنجن شين جي ضرورت آهي 1- حلم يعني بردباري ۽ تحمل 2 - تواضع يعني نوڙت ڪرڻ، هٺ وڏاءَ نه هجڻ 3 حيا يعني شرم 4 شجاعت يعني بهادر هجڻ 5 سخا، سخا عام آهي، مالي هجي خواه دلي

اهي پنجئي وصفون هڪ ئي هنڌ ڪنهن ماڻهو ۾ گڏ هجن، سو محال آهي. اهي پنج ئي وصفون پاڻ سڳورن ﷺ کان سواءِ ٻئي ڪنهن به بشر ۾ موجود نه آهن.

بيبي عائشه رضه چوي ٿي ته پاڻ سڳورن ﷺ ڪڏهن به ٻه ڀيرا پيٽ نه ڀريائون ۽ نه گهر جي ڀاتين کان طعام ئي گهريائون.

حسن بصري رضه کان روايت آهي ته پاڻ فرمايائون ته منهنجي رب مونکي چيو ته توکي مڪي جي وادي سون ڪري ڏيان. مون چيو ته اي منهنجا پالڻهار آءٌ

هڪڙي ڏينهن ڍو ڪريان ۽ ٻئي ڏينهن بکيو هجان، پوءِ جي بک لڳيم ته تو ڏانهن عاجزي ۽ نيزاري ڪريان ۽ توکي ياد ڪريان.

ابو هريره چوي ٿو ته محمد ﷺ تي ڏينهن لاڳيتا طعام مان ڍو ڪري نه کاڌائون تان جو پاڻ دنيا مان رحلت ڪيائون.

ڪعب بن عجرة رضه چوي ٿو ته مون پاڻ سڳورن ﷺ کي ٽن آڱرين سان کائيندي ڏٺو ۽ هٿ اگهڻ کان اڳتي ٽن آڱرين کي چٽيندا هئا پوءِ هٿ اگهندا هئا.

پاڻ سڳورن ﷺ هنن حيوانن جو گوشت کاڌو آهي: دنبو، ٻاڪرو، اوٺو، سهو، جهنگلي گڏه ، ڳائو، تلور، سمنڊ جو سيني قسمن جون مڇيون.

ابو قلابه رضه چوي ٿو ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته الله تعاليٰ کي سفيد ڪپڙو گهڻو پسند آهي. پوءِ سفيد ڪپڙن ۾ نماز پڙهو ۽ مئلن کي ڪفن به سفيد ڪپڙن جو ڍڪايو.

ابو سعيد خدري کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جي لباس ۾ ٽي ڪپڙا هوندا هئا 1 قميص 2 گوڏ 3 دستار، ڪن روايتن ۾ آهي ته پاڻ قميص سوٽي پاتي اٿن، دستار سندن ننڍي هئي، دستار هيٺان ٽوپي پائيندا هئا، جيئن دستار کي سٽ نه لڳي، ڪڏهن ٽوپي کانسواءِ به دستار ٻڌي اٿن ۽ ڪڏهن رڳي ٽوپي به پاتي اٿن. ڪلهن جي وچ ۾ دستار جو ترو ڇڏيندا هئا.

سيني ڪپڙن مان پهراڻ پسند هو ۽ گوڏ اڌ ٻڪي تائين هوندي هئي ۽ مرين کان هيٺ منع ڪندا هئا. پهراڻ جون ٻانهون ويڪريون هونديون هيون ۽ اهي ڪاراين تائين هونديون هيون. سٿڻ پاڻ خريد ڪئي هئائون ان جي پائڻ ۾ اختلاف آهي.

بيبي عائشه رضه چوي ٿي ته سندن سمهڻ وارو بسترو کل جو هو جنهن ۾ ڪجي

جي ڪاپاڙ سان اندر پريل هو. اهڙي طرح سندن مٿي مبارڪ جو وهاڻو کل جو

۽ ڪجي جي ڪاپاڙ سان پريل هو.
اهڙي روايت بيبي حفصه رضه ۽ امام باقر کان به منقول آهي. غرض ته پاڻ سڳورن ﷺ جي زندگي سادگي سان هئي ۽ پاڻ به سادگي کي گهڻو پسند ڪندا هئا، جيئن سندن امت ۾ سادگي جي روش جاري هجي ۽ فرمائيندا هئا ته سادگي سان رهڻ ايمان وٽان آهي.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/mehran/Book55/Book_page19.html

# حَياتِ مُقدَس سَروَرِ ڪَائِنَات

## عزيز الله عزيز بروهي

حضور ﷺ جن جي ولادت با سعادت ماه ربيع الاول جي 12 تاريخ سومر ڏينهن ٿي(زرقاني علي المواهب). صبح جو وقت هو، مڪه معظمه محله شعب بنو هاشم ۾ ان هنڌ ظهور فرمايائون جيڪو اڄ ڪلهه”مولدالنبي“ جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ وقت اصحاب فيل جي واقعي کي 50-55 ڏينهن گذري چڪا هئا. غالبا عيسوي سال موجب 20 اپريل 571ع جي تاريخ هئي. ابتدا ۾ هفتي تائين خود سيده آمنه نبي ڪريم ﷺ کي کير پيئاريو، ان بعد ثوبيه جنهن کي ڪجهه ڏينهن اڳ حضور ﷺ جن جي تولد جي خوشيءَ ۾ ابو لهب آزاد ڪيو هو، کير پيئاريو. انهن ڏينهن ۾ طائف جي آسپاس قبيلي سعد بن

بڪر بن هوازن جا ماڻهو رهندا هئا. ان قبيلي جي ڪجهه عورتن جو معمول هو ته هڪ خاص مند ۾ اچي قرشين جي ڪير پيئاڪ ٻارن کي نيئي ٻن سالن تائين ٿڃ پيئاري پوءِ واپس آڻي سندن والدين کان حسب توفيق انعام اڪرام حاصل ڪنديون هيون. عرب به پنهنجا ٻار انهن جي حوالي ڪندا هئا، جيئن هو ٻهراڙيءَ جي خوشگوار فضا ۾ پلجي تندرست ۽ توانا ٿين.

جنهن سال حضرت سيدالانام جن عالم ظلمات ۾ جلوه گر ٿيا تنهن سال انهيءَ قبيلي جون ڏهه عورتون مڪه معظمه آيون جن ۾ بي بي حليمه بنت ابوذويب عبدالله بن حارث به شامل هئي.

بي بي صاحبه جو بيان آهي ته جڏهن مان مڪي آيس ان وقت سخت ناداري ۽ تنگدستيءَ سبب منهنجي ڇاتين مان کير صفا خشڪ ٿي ويو هو ان ڪري منهنجو کير پياڪ ٻچو بک کان دانهون ڪندو هو. اسانجي ڏاچيءَ ۾ به ڏڪر سبب ايڏو کير نه هو جو ٻار کي پيئاريان.

ان سفر ۾ مون سان مڙس به ساڻ هو، ٻين عورتن مون کا اڳ ۾ خوشحال گهراڻن جا ٻار هٿ ڪري ورتا، فقط حضور صلى الله عليه وسلم جن ئي باقي رهيا هئا. کين يتيميءَ سبب

ٻين عورتن نه ڪنيو هو. پنهنجي مڙس کي چيم ته ٻيو ڪو ٻار نه آهي، خالي هٿين واپس ٿيڻ نٺي گهران، هن يتيم کي نيندس، متان ان جي برڪت سان خداوند ڪريم اسان کي خوشحالي نصيب ڪري، منهنجي مڙس سندم خيالن جي تائيد ڪئي(سيرت ابن هشام)

بي بي آمنه وٽ وڃي عرض ڪيم ته تنهنجي فرزند کي وٺي ويندس، پاڻ خوشيءَ سان هائو ڪئي. ان وقت سيد البشر جن ستل هئا. ازراءِ شفقت کين نه جاڳايم. منهن مبارڪ ڏسڻ سان فريفته ٿيس ۽ کڻڻ جي خيال سان سندن سيني مبارڪ تي هٿ مس رکيم تي اکيون کولي مشڪيا. کين پيشاني مبارڪ تي چمي ڏنم.

الغرض رحمة للعالمين کي کڻي پنهنجي مڙس وٽ پهتس. محبوبِ خدا کي ڏسڻ سان هو به پروان ٿي پيو. جڏهن آقاءِ نامدار کي کير پيارڻ جي خيال سان جهوليءَ ۾ رکيم ته منهنجي ڇاتي کير سان پرجي آئي. پاڻ ۽ سندس ٿڃ شريڪ ڀاءُ ٻنهي ڍءُ ڪيو. اسان جي ڏاچيءَ به سرڪار دو عالم جي برڪت سان ايترو کير آندو جو زال مڙس ٻنهي پي خوب ڍءُ ڪيو. صبح ٿيڻ تي واپسيءَ جي خيال

سان ڏاچي تي چڙهي هلياسين ته اها ايتري قدر تيز ٿي هلي جو قافلي وارا پيا پهچي به نه پئي سگهيا.
بي بي حليمه فرمائن ٿيون ته پاڻ ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن فقط هڪڙي طرف جو کير پيئندا هئا، ٻئي پاسي آڻ سان منهن ڦيرائيندا هئا. مطلب هو ته ٻيو پاسو منهنجي ٿڃ شريڪ ڀاءُ جو آهي. ثابت ٿيو ته عدل انصاف سندن فطرت ۾ ڄائي ڄم کان ئي هيو. (الروض الانف)
پاڻ ٻين ٻارن سان ڪڏهن به اجائي راند روند نه ڪيائون. سندن رضاعي(ٿڃ شريڪ) ڀاءُ جو نالو عبدالله بن حارث هو. رضاعي ڀينرون انيسة بنت حارث ۽ جدامه بنت حارث معروف شيما، جيڪي غزوه حنين ۾ پاڻ وٽ گرفتار ٿي آيون هيون، کين باعزت آزاد ڪري وطن واپس ڪيائون.
سرڪار دو عالم کي پورا ٻه سال کير پياري بي بي حليمه واپس مڪه معظمه آندو، ليڪن آرزو هيس ته هي بابرڪت شهزادو اجا به ڪجھ وقت وٽس رهي. بي بي آمنه کي اهڙين التجائن ڪانپوءِ راضي ڪري وري حضور انور صلی اللہ علیہ وسلم کي واپس پنهنجي گهر آندائين. ڪجھ وڏو ٿيڻ بعد پاڻ سڳورن صلی اللہ علیہ وسلم جن هڪ ڏينهن بي بي

حليمه کي فرمايائون ته منهنجي خواهش آهي ته پنهنجي رضائي ڀاءُ سان گڏ ٻڪريون چارڻ وڃان. جنهن سندن خواهش جو خيال رکندي موڪل ڏني ۽ سرمو توڙي لٺا پارائي ٻڪرين سان موڪليو.
(مدارج النبوت)
هڪ ڏينهن جيئن ئي ٻڪرين سان هئا، منجهند جي وقت حضرت جبرئيل سندن سينو مبارڪ چيري سوني ٿالهيءَ ۾ رکي آب زمزم سان ڌوئي سڄو اندر اُجاري پوءِ ان کي وري ساڳي هنڌ رکي پيهر سينو مبارڪ درست ڪري ڇڏيو. اها حالت ڏسي ڌنار ڀڄي اچي بيبي حليمه کي احوال ڏنو. ان تي ماڻهن ڊوڙندي اچي ڏٺو ته پاڻ سڳورا پريشان حال بيٺا آهن. بيبي حليمه جي مڙس اچڻ سان کين ڀاڪر پائي سيني لڳايو ۽ مٿي تي هٿ رکي پڇا ڪئي، پٽ ڇا حال آهي؟ فرمايائون ته سفيد ڪپڙن ۾ ملبوس ٻه ماڻهو مون وٽ آيا ۽ سمهاري سينو چاڪ ڪري دل ۾ اندر ڌوئي وري انکي ساڳئي هنڌ رکي سينو درست ڪري غائب ٿي ويا، خبر نه آهي ته ڇو آيا هئا، ڇاجي تلاش هين(مواهب لدنيه).

مثين واقعي بعد سندن رضاعي والدين کي خوف جاڳيو، صلاح ڪيائون ته کين واپس پهچايون متان ڪو نقصان نه پهچين. انڪري ٻار سميت زال مڙس مڪه معظمه پهتا. بي بي حليمه چيو ته، مان ته هن بابرڪت ٻار کي پاڻ کان جدا ڪرڻ نٿي گهران ليڪن ممڪنه حادثن سبب کيس وٺي آيا آهيون، جيئن اوهانجي امانت صحيح سلامت اوهانجي حوالي ڪريون. آخر جڏهن باصرار واپس آڻڻ جو سبب پڇيو ويو ته بي بي حليم مجبوراً سمورو قصو بيان ڪيو. سيده بي بي آمنه فرمايو ته توهان کي خوف آهي ته متان شيطان هن ٻار کي نقصان پهچائي! شيطان هن تي ڪنهن به صورت ۾ قابض ٿي نه سگهندو، خدا جو قسم هي ٻار وڏي شان وارو آهي. ان بعد بي بي آمنه سندن اهي معجزا بيان ڪيا جيڪي ولادت وقت يا ان کانپوءِ ظاهر ٿيا(البدايه و النهايه). واقدي حضرت ابوبڪر صديق رضه جو بيان روايت ڪندي لکي ٿو ته جنهن وقت پاڻ ڪريم ﷺ جن بي بي حليمه کان واپس آيا ته ان ڏينهن سندن پيدائش جا پنج سال ۽ ڏينهن گذري چڪا هئا (عيون الاثر). جڏهن سندن عمر ڇهه سال ٿي ته سيده بي بي آمنه کين مديني منوره حضرت عبدالمطلب جي

ناناڻن ڏانهن وٺي ويئي جيئن چاڻ سڃاڻ ٿي وڃي. سندن ٻانهي برڪه بنت ثعلبه جيڪا اُم ايمن جي لقب سان مشهور آهي، ساڻ هين. ام ايمن جو بيان آهي ته مديني منوره ۾ قيام دؤران مون يهودين جي هڪ جماعت جي ماڻهن کي ڏٺو ته اچي حضور ﷺ جن کي چٽائي ڏسي ويندا هئا. ڪنهن ڏينهن هڪڙي يهودي کي چوندي ٻڌم ته هي شهزادو امت جو نبي ۽ هي شهر سندس دار هجرت آهي. هن جو اهو قول بلڪل ياد ڪري ڇڏيم(ابن سعد).

بي بي آمنه اتي هڪ مهيني جي قيام بعد جڏهن واپس ٿي ته ”ابواء“ واري هنڌ، جيڪو مڪه معظمه ۽ مديني منوره جي وچ تي آهي، بيمار ٿي گذاري ويئي. کيس سپرد گور ڪرائي ام ايمن، سيد عالم کي ساڻ وٺي واپس مڪي پهتي(ابن سعد). مادر مهربان جي سايه شفقت کڄي وڃڻ بعد پاڻ ڪريم ﷺ جن کي سندن ڏاڏي پنهنجي تربيت ۾ ورتو. حضرت عبدالمطلب پنهنجي اولاد ۾ سڀ کان صغر سنيءَ جي باوجود کين زياده معزز ۽ مڪرم رکندو هو. حضور جن جي بغير ڪڏهن به اڪيلي ماني نه کاڌائون.

هڪ روايت آهي ته نبوت ملڻ بعد هڪ دفعي حضور ﷺ جن کان پڇيو ويو ته اوهان کي عبدالمطلب جي

وفات ياد آهي؟ فرمايائون هائو. مان انوقت اٺن سالن جو هوس. عبدالمطلب جي عمر 82 سال هئي. ڪن جو چوڻ آهي ته 110 سال هئي (طبقات ابن سعد). حضرت عبدالمطلب وفات وقت پاڻ ڪريم جن جي سار سنڀال جي وصيعت سندن چاچي ابو طالب کي ڪئي. حضرت ابوطالب کي حضور ﷺ جن سان بيحد محبت هئي. ڪثير عيال هئڻ باوجود ڪين پنهجي اولاد تي ترجيح ڏيندي سکيو رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو. حضرت ابوطالب جي گهر واري(پاڻ ڪريم ﷺ جي چاچي) فاطمه بنت اسد به وسئون نه گهٽايو ۽ حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ مڙس جي برابر حصه دار هئي. هجرت بعد جڏهن مديني ۾ وفات ڪيائين ته آقاءِ نامدار جن هن لاءِ پنهنجو جبو بطور ڪفن ڏنو(اسدالغابه). هڪ دفعي حضرت ابوطالب تجارت لاءِ سفر شام اختيار ڪيو ته حضور ﷺ جن کي به ساڻ وٺي هليو. پاڻ ڪريم جو هي پهريون بيروني سفر هو. ابن سعد جي بيان موجب انوقت سندن عمر مبارڪ 12 سال هئي. جڏهن قافلو شام جي سرحدي شهر بصريٰ وٽ پهتو ته ان جي ٻاهران هڪ هنڌ منزل ڪئي. اتي بحيرا نالي هڪ راهب به

پنھنجي عبادتگاھ ۾ رھندو ھو جيڪو مسيحي دين جو وڏو عالم پرھيزگار ۽ صاحب ڪشف و ڪرامت ھو. انجيل، توريت ۽ ٻين آسماني ڪتابن ۾ نبي آخر زمان جون نشانيون پڙھيون ھئائين. حضور ﷺ جن کي انھن علامتن ڪري بخوبي سڃاڻي پئي سگھيو. ھي عاشق رسول ڊگھي عرصي کان ديدار جي انتظار ۾ ھتي گذاري رھيو ھو. خبر ھيس ته آقاءِ دوجھان، ختم المرسلين قريش قبيلي مان پيدا ٿيندو تنھنڪري جڏھن به قريشن جو ڪوئي تجارتي قافلو اتي ترسندو ھو ته ڏنل نشانين جي روشنيءَ ۾ سندس متجسس نظرون سرور ڪونين جي تلاش ڪنديون ھيون. اھڙو ماڻھو نظر نه اچڻ جي صورت ۾ حسرت کي دل ۾ سانڍي واپس ايندو ھو. گھڻي وقت کان ھر سال اھو معمول ھيس. خوش قسمتيءَ سان ھن دفعي ڇا ٿو ڏسي ته ھڪ جھڙ جو ٽڪرو ھڪڙي شھزادي کي ڇانو ڪندو اچي ٿو. قافلو قريب آيو ته ڏٺائين ته ھر شجر و حجر ھن کي السلام عيلڪم يا رسول الله چئي رھيو آھي. معمول مطابق قافلو بحيرا جي خانقاہ وٽ ترسيو، ماڻھو سامان لاھي رھيا ھئا ته بحيرا اچي حضور ﷺ جن جي ھٿ مبارڪ کان وٺي چوڻ لڳو مونکي

قطعي يقين آهي ته هي نونهال سيدالعالمين خاتم النبيين آهي. رب السماوات والارض هن کي رحمت للعالمين ڪري موڪليو آهي. اهل قافلي جنهن کي سلطان دوجهان جي عظمت جو احساس ۽ ڪو ظاهر مشاهدو نه هيو، اهو ٻڌي حيرت زده ٿي پڇيو توکي ڪيئن اها خبر پيئي؟ بحيرا پنهنجي مشاهدي ۽ ڏسيل نشانين جو زڪر ڪيو ته هن کي شجر و حجر سلام چئي رهيا هئا(الروض الانف).

بحيرا، جنهن کي سالن جي جستجو بعد هي گوهر هٿ آيو، سڀني قافلي وارن کي دعوت ڪري خانقاه وچي کاڌو تيار ڪرڻ لڳو قافلي وارا کاڌو کائڻ خانقاه ويا ته بحيرا سرور ڪونين کي برابر غور سان تڪيندو رهيو. جڏهن ماڻهو ماني کائي واپس ٿيڻ لڳا ته پاڻ حضور ﷺ جن کي اتي ٿورو ترسڻ لاءِ چيو. سيدالبشر ۽ سندن چاچو اتي رهيا. بحيرا سندن رونما ٿيل علامتون آسماني ڪتابن موافق ڏسي اطمينان ڪري مهر نبوت کي چميو. پاڻ ڪريم ﷺ جي نبوت جي تصديق ڪري ايمان آندائين. بحيرا اهو نفس قدسيه آهي جنهن قبل نبوت ايمان آندو(ابن جرير طبري). بحيرا حضرت ابو طالب کي مشورو ڏنو ته اتان ئي واپس ٿيو چو ته شام ۾ يهودي گهڻا ۽ نبي آخر

زمان جا دشمن آهن متان ڪو فتنو نه اٿاريو وجي(ابن سعد). حضرت ابوطالب پنهنجو تجارتي مال بصري ۾ وڪڻي اتان ئي واپس مڪه معظمه آيو(مدارج النبوة). ٻارهن سالن جي عمر ۾ حضور ﷺ جن کي سندن چاچي ٻڪرين چارڻ ۾ لڳايو. پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته اهڙو ڪو به نبي نه گذريو آهي جنهن ٻڪريون نه چاريون هجن. مان مڪي جي علائقي قراريطه موضع جياد وٽ ٻڪريون چاريون آهن (بخاري ۽ ابن ماجه). سندن عمر مبارڪ 20 سال ٿي ته پاڻ واپار ڪرڻ لڳا. ان وقت دستور هو ته مالدار ماڻهو ڪنهن تجربيڪار ۽ ديانتدار شخص کي واپار لاءِ پنهنجو سرمايو ڏيئي نفعي ۾ حصو مقرر ڪندا هئا. بي بي خديجة الڪبريٰ، جنهن جو حسب نسب پنجين پيڙهي ۾ حضور اڪرم ﷺ سان ملي ٿو، معزز خاتون نهايت شريف النفس، پاڪيزه ۽ مالدار هئي. جاهليت جي زماني ۾ ماڻهو کيس طاهره ۽ سيدة النساءِ قريش چوندا هئا(زرقاني). اڪثر ماڻهو سندس دولت مان تجارت ڪندا هئا. ماڻهن وٽان حضور ﷺ جن جي ديانت ۽ شرافت جون خبرون وٽس پهچي چڪيون هيون، تنهن ڪري کين گهرائي

چيائين منهنجو تجارتي مال شام کڻي وڃو، نفعي ۾ ٻين کي جيترو حصو ڏيندي آهيان توهان کي ان کان ٻيڻو ڏيندس. پاڻ ﷺ خوشيءَ سان قبول فرمائي تيار ٿي هليا(سيرت ابن هشام). بي بي صاحبه پنهنجو غلام ميسره به ساڻن موڪليو. بصريٰ وٽ هڪ وڻ هيٺان منزل ڪرڻ خاطر لٿا. اتي نسطور نالي هڪ راهب رهندو هو جتي عبادتگاهه به هيس. ٻاهر نڪري ميسره کان پڇيائين، وڻ هيٺان هي شخص ڪير آهي؟ ميسره چيو حرم جو قريش آهي. راهب چيو هن وڻ هيٺان سواءِ نبيءَ جي ڪوئي نه لٿو آهي. پوءِ پڇيائين ته ڇا سندس اکين ۾ ڳاڙهاڻ آهي؟ ميسره چيو هائو. راهب چيو ته اهو خاتم الانبياءِ آهي(سيرت ابن هشام). راهب حضور ﷺ جن جي ويجهو اچي سندن قدم مبارڪ چمي ايمان آڻي چيائين ته مان شاهدي ٿو ڏيان ته اوهان اهي ئي آهيو جنهن جو ذڪر توريت ۾ آهي. مهر نبوت ڏسي چيائين بيشڪ اهي ئي آهيو جنهن جي بشارت حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏني هئي ته مونکان پوءِ هن وڻ هيٺان سواءِ نبي الامي الهاشمي العربي المڪي صاحب ڪوثر و شفاعت جي ٻيو ڪو ئي نه لهندو(زرقاني).

اتان فارغ ٿي آقاءِ نامدار ﷺ جن بصريٰ جي بازار م مال وڪڻي تمام گهڻو نفعو ڪمايو ۽ وري ٻيو مال خريد ڪري موٽيا. ميسره ايندي ويندي ڏٺو ته هڪ ڪڪر يا ملائڪ ڪين ڇانو پئي ڪئي. وري راهب جي شاهدي ٻڌي هو گهڻو متاثر ٿيو تنهنڪري حضور ﷺ لاءِ زياده محبت پيدا ٿيس ۽ سندن غلام بنجي ويو(طبقات ابن سعد). جڏهن مڪہ معظمہ واپس پهچڻ وارا هئا ته منجهند جو وقت هو. حسن اتفاق سان بي بي خديجه ان وقت پنهنجي جاءِ جي مٿين خاني تي ڪن عورتن سان ويٺي هئي، سرور ڪونين کي اٺ تي سوار ملائڪن جي ڇانو ۾ ڏٺائين. هي نظارو ٻين عورتن کي به ڏيکاريائين. سڀيئي تعجب ۾ پئجي ويون. پاڻ ڪريم جن ٻاهران آندل مال مڪي ۾ وڪڻي وري به خوب نفعو ڪمايو. ان تي بي بي صاحبه خوش ٿي چيو ته اڳي مان ٻيڻي نفعي جو انجام ڪيو هو ليڪن هاڻي چوڻو نفعو ڏيان ٿي(سيرت ابن هشام). بي بي خديجه جنهن حسن و نزاڪت جي جهلڪ ۽ ملڪي ڇانو ڏٺي، مفصل احوال ميسره کان پڇي پنهنجي سؤٽ ورقه بن نوفل جيڪو وڏو عيسائي عالم هو تنهن کي ٻڌايو.انهي چيو ته اهو محمد هن امت جو نبي

ٿيندو. مونکي آسماني ڪتابن مان معلوم ٿيو آهي ته ان نبي جو ظهور هن ئي زماني ۾ ٿيڻو آهي. بي بي صاحبه جهڙي عظيم، شريف، پاڪيزه، عقلمند ۽ دولتمند عورت جنهن جي رشتي لاءِ وڏا وڏا خاندان رجوع ٿي تمام وڏين آچن بعد به مايوس ٿي موٽي ويا هئا، پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي حسن اخلاق ميسره ۽ نوفل جي ڳالهين کان سخت متاثر ٿي ساڻن شاديءَ جو ارادو ڪيو. روز ازل کان سعادتمندي ۽ سرفرازي، سيدة النساء العالمين، حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ جي والده ۽ ام المؤمنين ٿيڻ جو شرف، هي سڀ سندس مقدر ۾ لکيل هئا چنانچه نفيسه بنت منبه کي پنهنجي دلي ڪيفيتن کان آگاهه ڪري حضور صلى الله عليه وسلم جي خدمت اقدس ۾ موڪليو. نفيسه فرمائي ٿي ته مان سيدالعالمين جي حضور ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو، حضور! نڪاح ڇو نه ٿا ڪريو؟ فرمايائون ايترو پئسو ڪونهي. عرض ڪيم جيڪڏهن سازو سامان ٿي وڃي ته پوءِ؟ پاڻ فرمايو ڇو نه، مگر اهو ڪير آهي! نفيسه چيو اها بي بي خديجه آهي. فرمايائون اهو ڪيئن ٿي سگهندو! نفيسه چيو اهو منهنجي ذمي آهي. پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم جن خوشيءَ سان منظور ڪيو. اها خوشخبري ملڻ تي بي بي

خديجه سرور مان حضور ﷺ جن ڏانهن چوائي موڪليو ته فلاڻي تاريخ فلاڻي وقت نڪاح لاءِ اچو. بي بي خديجة الڪبريٰ جو والد خويلد گذاري ويو هو، تنهنڪري پنهنجي چاچي عمرو بن اسد ڏانهن نياپو موڪليو ته اچي منهنجو نڪاح ڪرايو(طبقات ابن سعد).

رسول اڪرم ﷺ جن پنهنجي چاچي حضرت ابو طالب وٽ اچي ڪيس اها ڳالهه ٻڌائي، جيڪو پڻ تمام خوش ٿيو. مقرره تاريخ ۽ وقت تي پنهنجن چاچن ۽ رئيسن سان گڏجي حضرت خديجہ وٽ تشريف فرمايائون. حضرت ابو طالب خطبئه نڪاح پڙهيو ۽ مهر(ڪابينو) پنج سو درهم ادا ڪيائون(ابن جرير طبري). شاديءَ وقت سندن عمر 25 سال ۽ بي بي صاحبه جي عمر 40 سال هئي.

حضور ﷺ جن سان نڪاح کان اڳ بي بي صاحبه ٻه شاديون ڪيون هيون. پهرين ابو هاله بن زاره تميمي سان جنهن مان ٻه پٽ(1) هندا(2) هاله، پيدا ٿيا هئا. ابو هاله جي وفات بعد ٻي شادي عتيق بن عابد مخزومي سان ڪئي جنهن مان هڪڙي نياڻي هندا پيدا ٿي(زرقاني). سندن ٽين شادي حضور جن سان ٿي. ان وقت تائين حضور جن پنهنجي چاچي ابوطالب وٽ رهندا هئا ليڪن

هاڻي بي بي صاحبه جي دولت ڪده ڪي شوق قدم بخشيو. اها جاءِ اڄ تائين دار خديجه نالي سان مشهور آهي ۽ انهي کي نهايت افضل مقام سمجهيو وڃي ٿو. شاديءَ بعد بي بي صاحبه پنهنجو سمورو مال آقاءِ نامدار جي حوالي ڪيو. حضور ﷺ جن کان بي بي صاحبه کي چار نياڻيون(1) بي بي زينب(2)بي بي رقيه(3) بي بي ام ڪلثوم(4)بي بي فاطمه تولد ٿيون. پٽن جي باري ۾ اختلاف آهي تاهم پڻ لاءِ سڀيئي متفق آهن. اڪثر مؤرخ لکن ٿا ته قاسم عبدالله طيب بي بي خديجه جي بطن مبارڪن مان پيدا ٿيو. هو ان تي به متفق آهن ته حضرت ابراهيم کانسواءِ باقي اولاد بي بي خديجه جي بطن مبارڪ مان پيدا ٿيل هين. انهن نياڻين کانسواءِ باقي پيدا ٿيل اولاد ننڍپڻ ۾ ئي گذاري وين. انهن مان به پهريون ٽي حضور ﷺ جي ئي زماني ۾ گذاري ويون. باقي بي بي فاطمه خاتون جنت، پاڻ ڪريم جي رحلت کان ڇهه مهينا پوءِ جهان فانيءَ ۾ رهي پوءِ برقعو مٽايو.

بي بي خديجه جي نڪاح کان تقريباً 10 سال بعد ڪعبة الله شريف جي پيهر تعمير جي صلاح ڪئي ويئي ۽ ڪم شروع ٿيو. جڏهن حجر اسود جي رکڻ جو موقعو آيو ته

قريشن ۾ سخت اختلاف پيدا ٿيو. هر هڪ قبيلو گهري پيو ته ان جي رکڻ جو شرف اسان کي نصيب ٿئي. آخر ان معاملي رسا ڪشيءَ جي صورت اختيار ڪئي ۽ هڪ ٻئي کي ڌمڪيون ڏيڻ شروع ڪيائون. ابو اميه بن مغيره جيڪو ان وقت قريشن ۾ سڀ کان وڏيڪ سن رسيده هو، چيو ته فيصلو انهي شخص تي رکيو وڃي جيڪو صبح سان سڀ کان اول خانہ ڪعبه ۾ داخل ٿئي قدرتاً سڀ کان پهريائين رسول الله ﷺ جن تشريف فرما ٿيا. کين ڏسي قريشن چيو بيشڪ هي امين آهي. اسان کي سندس هر فيصلو قبول هوندو. سمورو قصو ٻڌڻ بعد پاڻ حجر اسود کڻي چادر تي رکي هر قبيلي واري کي چادر جي ڪنڊ کان وٺڻ لاءِ چيو. اهڙي نموني حجر اسود کڻي مقرر هنڌ تي آڻي پوءِ پنهنجي هٿن مبارڪ سان کڻي ڪعبة الله شريف ۾ لڳايائون ۽ مسئلو خير خوبيءَ سان طئي ٿي ويو. پاڻ ڪريم ﷺ جي عمر اجا 40 سالن کي پهتي ئي نه هئي ته الله پاڪ سندن طبيعت ۾ گوشه نشيني رکي. گهربل ڪاڏو کڻي غار حرا ۾ وڃي الله تعاليٰ جي عبادت ذڪر فڪر ۽ مراقبو فرمائيندا هئا،اهو معمول هين. رسول ڪريم ﷺجن جي عمر تقريباً چاليه سال ۽

چاليھ ڏينھن يا ڏھ ڏينھن ٿي ته ھڪ ڏينھن جبريل امين وٽن بشري صورت ۾ اچي چيو”اِقراء“ يعني پڙھ. فرمايائون ”مااَنا بقارءِ“ يعني مان پڙھڻ وارو نه آھيان. حضرت جبريل پاڪر پري ٿي پيرائين چوندو رھين ليڪن پاڻ ساڳيو ئي جواب پئي ڏنو. آخر حضرت جبريل”اقراء باسم ربڪ“ کان ”مالم يعلم“ تائين پڙھيو.

ھن دفعي حضور صلى الله عليه وسلم جن به ساڳئي طرح پڙھي ويا. سبحان الله! جيستائين جبريل اقراءاقراء چوندو رھيو، پاڻ صلى الله عليه وسلم نه پڙھيا، ليڪن جڏھن ”اقراء باسم ربڪ“ چيو ته رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ھڪدم قرات ڪري ويا. الله تبارڪ و تعاليٰ کي ھي ڏيکارڻو ھو ته اي جبريل! فقط اقراء چوڻ سان ڪيترو به زور پريندين، منھنجو حبيب نه پڙھندو جيستائين منھنجي نالي سان شروع نه ڪندين تانڪ معلوم ٿئي ته حبيب ڪبريا اڳيئي علم عرفان کان متصف آھن. حضور فرمائن ٿا حضرت جبريل مون وٽان ھليو ويو مگر آيتون منھنجي دل تي لکجي ويون. غار حرا کان ٻاھر نڪتو ته ٻڌم”يا محمد انڪ رسول الله وانا جبريل“ يعني اي محمد صلى الله عليه وسلم پاڻ الله جا رسول آھيو ۽ مان جبريل آھيان. مان ڏسڻ لاءِ مٿي تڪيو ته آسمان جي

ڪناري تي جبريل امين بشري صورت ۾ موجود فرمائي ٿو”يا محمد انڪ رسول الله وانا جبريل“(سيرت ابن هشام) جيتوڻيڪ تاريخ ۾ اختلاف آهي، تاهم 17 رمضان المبارڪ سومر جو ڏينهن چيو وڃي ٿو. جبريل پنهنجو پير مبارڪ زمين تي هنيو ته اتان چشمو نڪتو، ان مان وضو ڪري ٻه ٻه رڪعتون نماز پڙهي. حضور صلى الله عليه وسلم جن به ساڳئي نموني وضو ڪري ٻه رڪعتون نماز ادا ڪئي.

بعد ۾ اهو سمورو قصو اچي گهر ۾ ٻڌايو، جنهن تي چئن ماڻهن سردست بنا سوال جواب جي نبوت جو اقرار ڪندي ايمان آندو. عورتن ۾ بي بي خديجة الڪبريٰ، ٻارن ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهہ، مردن ۾ حضرت ابوبڪر صديق ۽ آزاد ڪيل غلام زيد بن حارث(تاريخ طبري)

حضرت ابوبڪر صديق پنهنجي قوم ۾ مقبول، محبوب، ذي نسب ۽ نرم مزاج هو. اسلام آڻڻ بعد جن تي ڪيس ڀروسو هو تن کي اسلام جي دعوت ڏيڻ شروع ڪيائين. عثمان بن عفان، زبير بن العوام، عبدالرحمان بن عوف، سعد بن ابي وقاص ۽ طلحه بن عبدالله سندس هٿ تي

اسلام قبولي پوءِ حضور ﷺ جن وٽ اچي باقاعده اصحابي ٿيا.
دين اسلام جي اعلانيه تبليغ سان قريشن جي وڌندڙ مخالفت ڏينهون ڏينهن سخت ٿيندي ويئي. جن ايمان آندو هو، حضور ﷺ جن مجبور ٿي انهن کي حبش ڏانهن هجرت جو حڪم ڏنو، ڇاڪاڻ ته حبش جو بادشاھ نجاشي عادل هو. نبوت کان پنج سال بعد حبش ڏانهن ويندڙ مهاجرن جو پهريون ٽولو جنهن ۾ پندرهن ماڻهو يعني يارنهن مرد ۽ 4 عورتون شامل هيون متفرقه طور خفيه نموني شيعبه بندر تي آيا جتان کين تجارتي جهازن اڌ اڌ دينار ڪرايه تي کنيو. قريشن پيڇيو ڪيو ليڪن جهاز اڳ ۾ نڪري ويا.
انهن مهاجرن ۾ حضرت عثمان بن عفان ۽ سندن اهليه بي بي رقيه (سيد العالمين جي نياڻي) شامل هئا (تاريخ طبري) ان دوران امير حمزه ۽ حضرت عمر فاروق به اسلام قبول ڪيو. هاڻي ڪافر ظاهر طور مقابلي جهڙا نه رهيا. حضرت ابو طالب ۽ بي بي خديجة الڪبريٰ هجرت کان ٽي سال اڳ داعي اجل کي لبيڪ چئي موڪلائي ويا.

سندن انتقال بعد حضور ﷺ جن کي ايترو ته سخت صدمو پهتو جو ان سال کي ”عام الحزن“ يعني غم جو سال سڏڻ لڳا. اڳ ڪافر حضرت ابو طالب جو خيال رکندا هئا، هاڻي ته اڳ کان وڌيڪ تڪليفون ڏيڻ لڳا. حضور ﷺ جن مجبور ٿي مڪه معظمه جي اصحابن کي مديني منوره ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ چيو. ان بعد هو آهستي آهستي موقعو ملڻ تي مديني شريف ويندا رهيا.

پاڻ ڪريم ﷺ جن هجرت لاءِ ايزدي ارشاد جي انتظار ۾ پوئتي رهيا. حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ حضرت ابوبڪر صديق کانسواءِ ٻيا جيڪي اصحاب مديني وڃڻ کان رهجي ويا هئا تن کي ڪافرن قيد ۾ رکيو يا سخت تڪليفن ۾ مبتلا ڪيو صديق اڪبر بار بار هجرت جي اجازت پئي گهري ليڪن سيد ڪونين فرمايو پئي ته ترسو، متان مان به توهان جو ساٿي ٿيان. ابوجهل قريشن کي چيو ته هر هڪ قبيلي مان هڪ دلير جوان مرد چونڊيو انهن کي ترارون ڏيئي موڪليون.

حضور ﷺ جن کي هلاڪ ڪري ايندا ته قصو ختم ٿيندو ۽ چٽي پونداسين. قصاص سڀني تي ورهائجي پوندو ۽ بنو مناف ۾ اها طاقت نه آهي جو سڀني قبيلن سان مقابلو

ڪن تنهنڪري مجبورا ديت قبول ڪندا معاوضو ڀري ڏيندا سين، اها ڳالهه سڀني کي وڻي ويئي نيٺ پروگرام ٺهي ويو. ان حالت ۾ حضرت جبريل، حضور ﷺ جن کي اچي ٻڌايو ته اڄ رات پنهنجي بستري تي نه سمهجو. حسب قرار داد، قريش رات جي وقت سندن دروازي تي گڏ ٿيڻ لڳا. جڏهن ڏٺائون ته ڪافر اچي سهڙيا آهن. تڏهن حضرت علي کي فرمايائون ته منهنجي سائي چادر ويڙهي سندم بستري تي آرامي ٿيو اوهان کي ڪجهه نه ٿيندو. ان کان اڳ ماڻهن جو امانتون به حيدر ڪرار جي حوالي ڪيون هئائون، جيئن ٻئي ڏينهن اهي مالڪن کي ڏيئي پوءِ مديني اچن. اهڙي نموني نبوت بعد 13 سال مڪي ۾ گذاري مديني منوره هجرت ڪرڻ تي مجبور ٿيا. ڪافر ابوجهل سميت سندن گهر کي گهيرو ڪري ويٺا ئي هيا ته پاڻ مٺيءَ جو ٻڪ سندن منهن ۾ هڻي ٻاهر نڪري ويا، ڪنهن به نه ڏٺن. هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ جيڪو گهيري ۾ شامل نه هيو، انهن کي ٻڌايو ته حضور ﷺ جن اوهان کي منهن ۾ مٽي هڻي نڪري ويا آهن. منهن مٿي کي هٿ لائي ڏٺائون ته واقعي مٽي لڳل هئي. اندر وڃڻ سان فقط حضرت علي ڪرم الله وجهه نظر آين.

سخت شرمنده ٿيا. رسول ڪريم ﷺ جن اتان سڌو حضرت ابوبڪر صديق جي گهر آيا جتان غار ثور جو رخ ڪيائون.

حضرت صديق اڳ ۾ ئي تياري لاءِ ٻه ڏاچيون پالي مزدوريءَ تي بني عبد بن عدي جي بني سهم جي خاندان عاص بن وائل جي هڪ شخص جي حوالي ڪيون هيون. ايمان نه آندو هئائين، ليڪن قريشن جو مخالف پروسي جهڙو ماڻهو رستي جو سونهون هو. کيس چيائون ته فلاڻي رات اسان وٽ فلاڻي وقت اچجانءِ. انکان علاوه فهيره جيڪو صديق اڪبر جو ٻانهو سندس ٻڪريون چاريندو هو.

ان کي چيائون ته شام جو ٻڪريون غارثور وٽ آڻيندو ڪر، جيئن انهن جو کير يا گوشت وغيره کائون. ان کانسواءِ عبدالله بن ابوبڪر کي چيائون، ته تون سڄو ڏينهن ڪافرن جون ڳالهيون ٻڌي اچي شام جو احوال ڏيندو ڪر. غارثور ۾ اسماءِ بنت ابوبڪر، جنهن ايمان ته اندو هو ليڪن ڪافرن ۾ ڏنل هئي، حضور ﷺ جن وٽ اهڙي وقت ماني پهچائي ويندي هئي، جو کيس ڪوئي نه ڏسي سگهي. ياد رهي ته پهرين موقعي تي

قريش هنن ٻنهي ساٿين جو پيچو ڪيو ۽ غارثور وٽ به آيا ليڪن ان جو منهن انتهائي سوڙهو هيو ٻيو ته منهن وٽ ڪوريڙي جو ڄار ۽ ان ۾ ڪبوتر جا لٿل آنا ڏسي سوچيائون ته هن ۾ گهڻي وقت کان ڪوئي اندر نه ويو آهي، تنهنڪري خالي موٽي ويا. پروگرام مطابق آخري رات اٺن وارو نوڪر ٻيئي اٺ ڪاهي آيو.

عامر بن فهيره جنهن اسلام قبول ڪيو هو تنهن کي به خدمت جي خيال کان گڏ کنيائون ۽ چار ئي مديني روانا ٿيا. اصحابن کان روايت آهي ته جڏهن اسان حضور جن جي مڪي کان نڪرڻ جو ٻڌو، مديني ٻاهران سنڌن اچڻ جو روز انتظار ڪندا هئاسين.

نيٺ 12 ربيع الاول سومر ڏينهن سج لڙئي بعد ”قبا“ ۾ عمرو بن عوف وٽ پهتا. حضرت علي ڪرم الله وجهہ به ٽي ڏينهن مڪه مڪرمه ۾ رهي ماڻهن جون امانتون واپس ڪري روانو ٿيو ۽ ”قبا“ ۾ اچي حضور صلى الله عليه وسلم جن سان گڏيو. رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن اتي مسجد قبا جو بنياد رکيو ۽ اڄ تائين هي مسجد اول جي نالي سان مشهور آهي. جمع ڏينهن قبا مان روانو ٿي بني سالم بن عوف وٽ پهرين جمع نماز پڙهي اتي به مسجد قائم ڪئي. جمع جو

خطبو پڻ پڙهيائون جيڪو اسلام ۾ جمع نماز جو پهريون خطبو هو.

*

الله وياج کي گهٽائي ۽ خيرات کي وڌائي ٿو ۽ جيڪي بي شڪر (سندس) چوڻ نه ٿا مڃن خدا انهن کان راضي ناهي (القرآن)
۽ انصاف سان سڌي توريو ۽ گهٽ نه توريو. (القرآن)
سچو ۽ امانت دار سوداگر قيامت جي ڏينهن صديقن ۽ شهيدن سان گڏ هوندو. (ترمذي)

# انسانيت جو محسن اعظم صلى الله عليه وسلم

## خادم حسين پنپرو

سرور ڪائنات، پيشوائي انبياءِ، هادي برحق، رحمت للعالمين، فخر موجودات، محبوب خدا، حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلى الله عليه وسلم جن پوري انسانيت جا محسن اعظم هئا، سندن پيغام ۽ تعليمات هڪ جهڙا عالمگير آهن، ڪنهن خاص فرقه، ملڪ يا زماني لاءِ مخصوص ڪونه آهن.ٻين مذهبن ۽ پيغمبرن جي زندگيءَ ۾ ڪمن تي نظر وڌي وڃي ته هيءَ ڳالهه واضح ٿي وڃي ٿي ته ڪنهن به انسانيت جي فلاح ۽ بهبود ۾ ان جي علم و افتخار جي لاءِ ايترو پائيدار ۽ زبردست ڪم نه ڪيو آهي، جهڙي طرح رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جن ڪيو. سندن احسان عظيم جي ڪري انسانيت ڪڏهن مٿي نٿي ڪٿي سگهي.

صرف نبي آخر زمان صلي الله عليہ وسلم جي ذات وصفات اهڙي آهي جنهن جي متعلق دعويٰ سان چئي سگهجي ٿو ته تمام دنيا بنا امتياز رنگ ۽ نسل، وطن ۽ تمدن سندن تعليمات جي ممنون آهي، نه ته ٻئي ڪنهن هاديءَ يا معلم جي تعليمات، خاص زماني ۽ علائقي کان وڌيڪ نه هيون ۽ اهي هڪ مخصوص طبقه لاءِ هيون، پوري دنيا لاءِ نه. رسول ڪريم ﷺ جن جو احسان عظيم هيءُ به هو ته پاڻ ﷺ جيڪو پيغام ڏنائون اهو پوري ڪائنات ۽ ٻنهي جهانن لاءِ ڏنو. سندن رحمت ۽ احسان جي بارش سڀني تي هڪجهڙي پيئي.

قرآن پاڪ ۾ آنحضرت ﷺ جن کي ”رحمت للعالمين“ سان مخاطب فرمايو ويو آهي. پاڻ ﷺ دنيا جي لاءِ هڪ رحمت ۽ اڪرام بنائي موڪليا ويا هئا. انسانيت جيتري قدر به ان تي ناز ڪري گهٽ آهي.

حضور ڪريم ﷺ جن جي سيرت پاڪ جون خصوصيتون صرف هي ڪونه آهن ته پاڻ ﷺ سڳورن انسانيت جو درجو بلند ڪرڻ لاءِ بي غرض خدمتون ڪيون، حيرت انگيز ذاتي، جسماني ۽ مالي ايثار کان ڪم ورتو، انسانن جي فلاح ۽ بهبود جي لاءِ سڀ

ڪجھ قربان ڪيائون ۽ پنھنجي سچي زندگي انسانيت جي
پلي لاءِ صرف ڪيائون. بلڪ پاڻ ﷺ هڪ اهڙو
ڪارنامو سر انجام ڏنو آهي جنهن جو نظير دنيا پيش
ڪرڻ کان قاصر آهي.
رسول خدا ﷺ جن جي تعليمات انهن جي زندگيءَ ۾
اهڙا حيرت انگيز نتيجا برآمد ڪيا جو ڪنهن به مذهب
جي رهبر ۽ هاديءَ جي زندگي هڙي ڪاميابي ڏيکارڻ
کان قاصر آهي. سڀ کان پهريائين حضور ﷺ جن
عرب جي اصلاح ڪئي.
مثال موجب نيڪي گهر کان شروع ڪئي ويئي، ۽ دنيا اڄ
حيرت سان ڏسي رهي آهي ته رسول الله ﷺ جن عربن
جي حالت بدلائي ڇڏي ڪيئن نه انهن جي بدعادتن،
بڇڙين رسمن ۽ بربريت کي فلاح ۽ نيڪيءَ ۾ تبديل
ڪري ڇڏيو ۽ خدائي اطاعت جي صف ۾ آڻي بيهاريو.
جيڪي هڪ ٻئي جي جان جا دشمن هئا اهي پاڻ ۾ سيهي
جي ديوار وانگر صف بسته ٿي ويا، ۽ دنيا ڏٺو ته اهي ئي
عرب دنيا تي ڪهڙي طرح ڇانئجي ويا ۽ اسلام جي
حقانيت جو ڌاڪو دنيا جي جاهل ۽ سرڪش قومن کي
مڃائي ڇڏيو. جاهليت ۽ ظلمت ۾ ٻڏل عربن علم و عمل ۽

ذهني بلندي ۽ فوقيت ۾ دنيا کان جيڪو خراج تحسين وصول ڪيو. اهو حضور صلى الله عليه وسلم جن جي تعليمات جو سڌو سنئون مظاهرو آهي. ڇا انسانيت انهن احسانن کان انڪاري ٿي سگهي ٿي، جيڪي اسلام مٿن ڪيا آهن؟ عربن جي تمدن ۽ سندن ڪاميابي مان اڄ تمام انسانيت فائدو حاصل ڪري رهي آهي. پر هي صاف ظاهر آهي ته هي سڀ ڪجهه انسانيت ۽ تمدن عالم جي بچائڻ واري رهبر اعظم حضرت محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم جن جي تعليمات ۽ پيغامات جو نتيجو آهي.

حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن جي تعليمات ۽ ڪارنامن جو دائرو وسيع ٿي ويو ۽ جيڪو ڪم قوم عرب جي اصلاح لاءِ شروع ڪيو ويو هو، جو نهايت ڪامياب رهيو ۽ سڄي دنيا جي لاءِ عام ٿي ويو، جنهن ۾ عرب ۽ غير عرب، ڪاري، گوري، عالم، جاهل، امير، غريب، ڪمزور، طاقتور، مطلب ته ڪنهن به شيءِ جو امتياز نه رهيو. ڇا دنيا جي ڪنهن رهبر مذهب جي خدمات جو اهڙو شاندار امتيازي باب ڏيکاري سگهجي ٿو؟

رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جي مبارڪ زندگي هوندي ته هڪ جهڙي رحمت ۽ برڪت آهي، مگر دنيا ۽ انسانيت تي

جيڪي سڀ کان وڏا احسانات پاڻ سڳورن ﷺ ڪيا آهن، انهن ۾ به ايتري قدر ممتاز ۽ قابل فخر آهن، انهن جو نظير نٿو ملي. اهي ٻئي امتيازي ڪارناما هي آهن:

(1) حضور جن دنيا جي تمدن کي بربادي‌ءَ کان بچائي ورتو نه ته تمدن جي نظام جو قطعي برباد ٿيڻ يقيني هو. رومن تهذيب جي زوال کان پوءِ يورپ ۽ اقوام عالم جنهن جهالت ۽ بربريت جي دور مان گذري رهيا هئا، ان جا حالات پڙهڻ سان ڏڪڻي اچيو ٿي وڃي. رسول الله ﷺ جن جو هيءُ احسان عظيم دنيا ڪڏهن به ڪو نه وساريندي جو پاڻ ﷺ اونداهي‌ءَ ۽ ظلمت ۾ هدايت جي روشني ڏيکاريائون ۽ تمدن جي هڪ زبردست انهدام کي بچائي ورتائون.

(2) ٻيو احسان عظيم هي آهي جو حضور ﷺ جن انسانيت کي هڪ رشته ۾ ڳنڍي ڇڏيائون. اخوت، مساوات ۽ امن آشتي کي واحد اداره ۾ شامل ڪري دنيا کي ترقي‌ءَ ۽ امن جي رستي تي آندائون. انهي‌ءَ لحاظ کان به رسول خدا ﷺ جن انسانيت جا نجات ڏياريندڙ آهن ۽ امن عالم جا زبردست موسس قرار ڏنل آهن.

هيءَ واقعو آهي جو رسول الله جن جي جلوه افروز ٿيڻ کان اڳ دنيا تي جهالت ۽ بربريت جي ڪاري چادر چڙهي پئي هئي. هندومت، زردشتي، رهب، عيسائيت يا يهوديت، مطلب ته ڪو به مذهب اهڙو نه هو جنهن جي تعليمات ۽ پيغامات کي ماڻهن پس پشت ڪري ان جي برعڪس راه اختيار نه ڪئي هجي. ڪنهن به قوم تي مذهب جو حقيقي اثر برقرار ڪونه رهيو هو، ۽ دنيا انهي اونداهي دور ۾ پٽڪي رهي هئي.

سڀني مذهبي پيشوائن ۽ ديني رهبرن جي تعليمات کي ماڻهن وساري ڇڏيو هو. عيسائيت، جيڪو سڄي دنيا ۾ سڀني کان وڌيڪ ”گهٽ عمر“ مذهب هو، برباد ۽ تلف ٿي چڪو هو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پاڪ تعليمات کي قطعي وساريو ويو هو. سرور ڪائنات صلی اللہ علیہ وسلم جن عرب ۾ هدايت جي شمع روشن ڪئي ۽ عربن ان جي روشني دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچائي ڇڏي. رشد و هدايت سان تمام دنيا کي جلوه گر بڻائي ڇڏيائون. جيڪي اهل بصيرت هئا سي صداقت جي رستي تي اچي ويا ۽ جيڪي بي بصر هئا سي اڄ تائين گراهيءَ ۾ پٽڪي رهيا آهن.

دنيا کي نجات ڏياريندڙ ۽ تمدن کي بچائڻ وارو جيڪڏهن ڪو انسان عظيم هو ته اهو عرب جو امي رهبر هو، جنهن عالمگير اخوت ۽ امن عالم جو مضبوط ۽ مستحڪم بنياد وڌو، ڇو ته سندن بغير ڪو به تمدن استوار نٿي ڇورائي سگهيو. هيءُ هڪ واقعو آهي ڇو ته بنان ڪنهن اتحاد، عمل ۽ اعتقادات جي ڪو به تمدن نٿو بڻجي سگهي. جنهن قدر هيءُ دائره اتحاد و اخوت وسيع ٿيندو، اهڙي طرح تمدن به وسيع، همہ گير مستحڪم ٿيندو رهندو ۽ ان جو اثر پائيدار ۽ همه صفت ٿيندو.

اها حضرت محمد مصطفيٰ صلی اللہ علیہ وسلم جن جي ذات گرامي هئي جو سندن ذهن ۾ اتحاد عالم جو زبردست خيال پيدا ٿيو، نه ته هن کان اڳ ڪنهن به مبلغ پنهنجي وطن قبيلي قوم يا زمانه جي حدن کان ٻاهر قدم ڪونه رکيو هو، ۽ نه انهن جي تعليمات تي ماڻهن ڪو ڌيان ئي ڏنو. حبيب ڪبريا حضرت محمد صلی اللہ علیہ وسلم جن سڀ کان پهرين عالمگير انسانيت جو هڪ زبردست اداره قائم ڪيو، جنهن جو بنياد مساوات ۽ اخوت تي رکيائون ۽ انهيءَ خيال ۽ پروگرام کي انتهائي ڪاميابيءَ سان عملي جامه پهرائي ڏيکاريو. بني نوع انسان جي هن رهبر جو هيءُ

ڪارنامو سڀ کان زياده اهم ۽ درخشان آهي. خود الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ پنهنجي لاءِ ”رب العالمين“ جا لفظ استعمال ڪيا آهن، ”رب بني اسرائيل“ يا ”رب الناصرين“ ڪونه لکيو آهي. هن مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته خدائي پيغام سڀني انسانن لاءِ عام آهي، ڪنهن خاص فرقي يا زماني تائين محدود ڪونه ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سچ ۽ حق جي پيغام کي دنيا ۾ پهچائڻ وارو هادي ۽ رهبر محبوب خدا ﷺ جن به پوري ڪائنات جي لاءِ رحمت بڻجي آيا ۽ سندن پيغام حريت و اخوت به تمام انسانيت جي لاءِ آهي. حضور ڪريم ﷺ جن جي تعليمات سڀني انسانن کي هڪ رشته ۾ منسلڪ ڪري هڪ عالمگير برادري قائم ڪري ڇڏي، جنهن تي اسان کي ناز آهي پر ان سان گڏ سندن ڏيکاريل رستي تي پوري طرح عمل ڪرڻ جي پڻ سخت ضرورت آهي.

*

۽ سڀيئي (گڏجي) الله (جي دين) جي رسي کي پڪڙي رکو ۽ هڪ ٻئي کان الڳ نه ٿجو ۽ الله جو اهو احسان ياد ڪريو جڏهن اوهان (هڪ ٻئي جا) دشمن هئا ۽ پوءِ الله

اوهان جي دلين ۾ محبت پيدا ڪئي ۽ اوهان ان جي فضل سان ڀائر بڻجي ويا.
(القرآن).

# امام الانبياء صلی اللہ علیہ وسلم جو اخلاق

## سيد اظهر گيلاني

اخلاق لغوي حيثيت سان خلق جو جمع آهي، خلق ان راسخه نفسايه جو نالو آهي، جنهن جي طفيل خلق جي صاحب جا افعال و اعمال سهولت سان صادر ٿيندا آهن. هي ڪلي منزل جي هڪ جنس آهي، ان جا ٻه نمايان قسم آهن.(1)خلق حسن(2) خلق سيء. انهن مان هر هڪ بڪثرت انواع تي مشتمل آهي. هر خلق حسن جي مقابله ۾ خلق بد به ٿئي ٿو، مثلاً سخاوت جي مقابلي ۾ بخل، شجاعت جي مقابلي ۾ بزدلي، نيڪي جي مقابلي ۾ بدي وغيره.

صداقت تي شاهد، صداقت نبي جي.

فضيلت تي مهر آه، فضيلت نبي جي.

اخلاق حسنه جو تذڪرو

محمد صلی اللہ علیہ وسلم جن اخلاق حسن جا سر چشمه ۽ جمله ستوده فعال جا مصدر ۽ مرجع هئا. هن ڏس ۾ علم جي دامن ناقص، وسعت قلم قاصر، ڪلڪ انهن جي اخلاق حميده جي قرطاس تي، تصوير ڪشي ڪيئن ٿي ڪري سگهي؟

سبحان زماني ڪي، ارواح جي عالم ۾،

تصوير ٿي تڙپائي ۽ طرز سخن ان جي،

آنحضرت صلی اللہ علیہ وسلم جن محبوب خدا، ختم الانبيا، شافع روز جزا، باعث دنيا و عقبيٰ، مالڪ ارض و سما:- رشڪ عيسيٰ، رشڪ موسيٰ، باعث دنيا، وارث عقبيٰ، آهي يڪتا، شافع محشر صلی اللہ علیہ وسلم.

امڪان جي عالم ۾ هر حڪيم کان حڪيم تر، هر دانا کان دانا تر، هر عدالت شعار کان زياده عادل، هر رحيم ۽ مهربان کان وڌيڪ رحيم، بلڪه مجسمه حڪمت و دانش، عادل و سراپا رحمت هئا:-

نور مجسم، رحمت يزدان،

دهر جو سرور شافع محشر.

صحيح مسلم ۾ لکيل آهي، هڪ ماڻهو حضور ﷺ جن جي ڪچهري ۾ داخل ٿي ڏٺو ته آنحضرت ﷺ جن تڏي تي، سر جي هيٺيان ڪجي جو وهاڻو رکي سمهيا پيا هئا. سندن چهره انور ۽ جسم اطهر تي تڏي ۽ وهاڻي جا نشان موجود هئا. هٿ جوڙي عرض ڪيائين. حضرت، عجم ۽ روم جا بادشاهه ريشم ۽ اطلس جي سينگاريل سيجن تي سمهندا آهن، اوهان ٻن جهانن جا سردار اهڙيءَ حالت ۾ ڇو سمهيا پيا آهيون؟

پاڻ فرمايائون:”حالانڪ هو ريشمي سيجن تي سمهندا آهن، مگر رب العزت جي دربار ۾ آءٌ باعزت ۽ گرامي تر آهيان. رهي دنيا، دنيا سان منهنجو ڪهڙو ڪم؟“

دراصل انسان جو مثال ائين آهي، جيئن ڪو سوار سفر جي عالم ۾ هڪ وڻ وٽان گذر ڪري، ۽ ان وڻ جي ڇانوَ ۾ جهٽ سوا آرام ڪرڻ لاءِ لهي، جڏهن ڇانو لڙي هڪدم اُٿي سامان ٻڌي، وڻ کي خيرباد چئي روانو ٿي وڃي.

امام باقر کان روايت آهي ته آنحضرت ﷺ جن مهد کان لحد تائين سانده ٽي ڏينهن پيٽ ڀري ڪڻڪ جي ماني

نه ڪاڌي هئي، جيڪڏهن چاهين ها ته اعليٰ قسم جو ڪاڌو به ڪائي ٿي سگهيا، مگر ڪوشش ڪري لذيذ طعام نه واپرائيندا هئا. ٿي پيرا جبريل امين ”گنج هائي زمين“ جون ڪنجون کڻي سندن خدمت با برڪت ۾ پيش ٿيو، حق جي طرفان اهو پيغام به ڏنائين،”جيڪڏهن اوهان جو ارادو هجي ته روئي زمين جي ظاهري بادشاهي به اوهان جي حوالي ڪئي وڃي، ۽ آخرت جي ثواب ۾ به ڪمي ڪا نه ايندي.“ ليڪن حضرت صلى الله عليه وسلم جن ”گنج هائي زمين“ جون چاٻيون قبول نه ڪيون.

زمانه منهنجي اڳيان مال و رز کي پيش ڪيو”اظهر“

مگر مون فائدو پنهنجو ڏنو انڪار و نفرت ۾

خنده روي

آنحضرت جن جي ڪل جو اُچو آواز نه ٻڌو ويو هو، صرف مشڪندا هئا، جيڪڏهن ڪو انسان اڻنگي روش اختيار ڪندو هو ته ان جو مقابلو حسن سلوڪ ۽ خنده پيشاني سان ڪندا هئا. امام جعفر صادق رضه کان روايت آهي ته ”هڪ سائل دربار رسالت ۾ حاضر ٿي، بخشش جو عرض ڪيو.“ پاڻ فرمايائون ”اڄ ڪو ماٺهو

مون کي قرض ڏيندو.“ هڪ انصاري جهڪي عرض ڪيو بنده حاضر آهي، پاڻ فرمايائون ته”سائل کي چار وسق خرمو ڏي“.

ڪجھ وقت ڪانپوءِ انصاري خدمت ۾ حاضر ٿي، قرض جي تقاضا ڪئي.

حضور ﷺ جن فرمايو”انشاءَ الله ملڻ تي اوهان کي ملي ويندو.“ اهڙي طرح هو ٽي دفعا آيو ۽ ساڳيو جواب مليس، پوئين پيري انصاري عرض ڪيو ته يا رسول الله اوهان هر پيري ساڳيو الفاظ دهرائيندا آهيو، ڇا سبب آهي؟

پاڻ مشڪندي فرمايائون ته اڄ ڪهڙو شخص مون کي قرض ڏيندو؟ هڪ ماڻهو ڪچهري مان اٿي بيٺو. حضور ﷺ جن حڪم ڏنس ته ”هن کي اٺ وسق خرمو ڏي“ انصاري عرض ڪيو”آقا، اوهان جي حڪم تي مون چار وسق خرمو ڏنو هو.“ حضور ﷺ جن فرمايو”مون چار اوهان کي انعام طور ڏنو.“

نيڪي ڪرڻ جڳائي، ان جي بدي جي بدلي،

قتل عدو جي قابل، شمشير آه احسان.

تواضع ۽ انڪساري

آنحضرت ﷺ جن معصومين ڪريمين جا سرتاج ۽ هر گناه کان پاڪ هئا:-

ٿهي ٿو واه جو سر تنهنجي تي اي سرور تاج

سڏن ٿا توکي حسينان دهر سڀ سرتاج

انهيءَ هوندي به هر روز ستر دفعا توبه ڪندا ۽ اتوب الي الله فرمائيندا هئا. سلام ڏيڻ ۽ هٿ ملائڻ ۾ به تڪڙ ڪندا هئا، يتيمن سان پيار، غريبن سان همدردي ۽ مسڪينن جي مدد ڪندا رهندا هئا.

هڪ ماڻهو دربار رسالت ۾ حاضر ٿي ڏهه درهم هديه پيش ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيو، ان وقت حضور ﷺ جن جو پهراڻ ڦاٽل هو. حضرت علي ڏانهن نهاري فرمايائون"اي علي، منهنجي لاءِ بازار مان پهراڻ خريد ڪري اچ." اميرالمومنين فرمائن ٿا ته "آءٌ بازار مان ڏهين درهمين پهراڻ خريد ڪري آيس، حضور ﷺ جن ڏسي فرمايو" مون ڪي انهيءَ کان سادو ۽ گهٽ قيمت

وارو پهراڻ گهرجي. دڪاندار واپس نه وٺندو چا؟ ’’مون عرض ڪيو ته شايد هو واپس ڪرڻ تي راضي ٿئي. آءٌ دڪاندار وٽ ويس هن اها رقم واپس ڪئي. آنحضرت صلی‌الله علیه‌وسلم جن مون سان بازار ڏانهن گڏجي هليا. رستي ۾ هڪ امير جي نوڪرياڻي روئي رهي هئي. حضور صلی‌الله علیه‌وسلم جن شفقت سان پڇيس ته تنهنجي رئڻ جو ڇا سبب آهي؟ ڪنيز عرض ڪيو مون کي گهر جي مالڪن سودي جي لاءِ چار درهم ڏنا هئا، اهي رستي ۾ گم ٿي ويا آهن. آنحضرت جن ڪنيز کي چار درهم ڏئي، هدايت ڪئي ته بازار مان سودو وٺي فوراً گهر وڃ.

حضرت صلی‌الله علیه‌وسلم جن چار درهم ڏئي، بازار مان پهراڻ خريد ڪيو، واپس ورڻ تي هڪ انگ اگهاڙو انسان بلند آواز سان چئي رهيو هو ته اڄ جيڪو ماڻهو مون کي پهراڻ پارائيندو، خدا پاڪ ان کي بهشتي وڳي سان نوازيندو.“

حضور صلی‌الله علیه‌وسلم جن پهراڻ ان جي حوالي ڪيو. دوباره بازار پهچي چئن درهمن ۾ ٻيو پهراڻ خريد ڪيو. جيئن جو واپس ورياسو، رستي ۾ ساڳي نوڪرياڻي نظر آئي.

آنحضرت جن پڇيس ته”تون اجا تائين اتي ڇو ويٺي آهين؟“هن عرض ڪيو، دير ٿي وئي آهي، مار جي ڊپ کان گهر نه ٿي وڃان.

آنحضرت ﷺ جن ان سان گڏجي سندس گهر جي دروازي تي پهچي ٻه دفعه فرمايو”السلام عليڪم يا اهل البيت“ اندران ڪو به جواب نه آيو. آخرڪار ٽين دفعه آواز ٻڌڻ ۾ آيو. عليڪم السلام يا رسول الله و رحمة الله وبرڪاته، حضرت جن فرمايو”پهريون پيرو اوهان سلام جو جواب ڇو نه ڏنو هو؟“ گهر جي مالڪن نهايت عجز سان عرض ڪيو اسان جي دل ٿي گهريو ته اوهان ڪثرت سان سلام ڏيو، جيئن ڪثرت سان اسانجي مٿان مهر ۽ برڪت جي برسات وسندي رهي. آنحضرت ﷺ جن ڪنيز جي دير سان اچڻ جي معافي گهري. انهن دست بسته ٿي عرض ڪيو ”يا رسول الله ﷺ اوهان جي تشريف وٺي اچڻ تي هن ڪنيز کي هميشه لاءِ آزاد ڪيو ويو. حضور ﷺ جن فرمايو“ الحمد لله مون پنهنجي زندگي ۾ اهڙا برڪت پريا 12 درهم نه ڏٺا آهن، جن جي وسيلي ٻه اگهاڙا ڍڪجن، ۽ هڪ بندو آزاد ٿي وڃي.“

ڇڏ تعلي کي اي انسان ڪر تواضع اختيار،

رتبه مسجد جو مناري جو آ گهٽ، محراب کان.

آهين رسول حق جو، تاثير آ دعا ۾،

لله مونکي قبله هر دم دعا ڪندو رهه.

سخاوت:

آنحضرت صلی الله علیه وسلم جن جي سخاوت جا هزارها مثال موجود آهن. پاڻ صلی الله علیه وسلم هر ضرورت مند جي ضرورت پوري ڪندا، انيڪ مال ڏيندا، سوالين کي سوين اُٺ بخشي ڇڏيندا هئا. الغرض در حضور صلی الله علیه وسلم تي جيڪو به آيو، مرادن جون جهوليون پري روانو ٿيو. سندن سخاوت جو معيار ايترو بلند ۽ بالا هو ڪڏهن به وٽن زر و مال نه رهيو. جيڪڏهن هديه وغيره جي ذريعي گهڻو مال ملي ويندو هو، ايتري تائين چين سان نه وهندا هئا، جيترو تائين اهو ضرورت مندن ۾ تقسيم نه ٿي وڃي. پاڻ صدقات وٽڻ ۽ ذخيره گڏ ڪرڻ جي سخت خلاف هئا، سوالي جي سوال پوري ڪرڻ ۾ دير ۽ سستي کان ڪم وٺڻ، اج سڀاڻي

ڪرڻ، دلاسو ڏيڻ، بي پرواھ ٿي هلڻ پسند نه ڪندا هئا. نه هجڻ جي حالت ۾ فرمائيندا هئا ته ميسر ٿيڻ تي ڏيندس.

سخي وٽ زر هجي ۽ ڪين ڏي، هي غير ممڪن آ،

ڪٿي مٺ ڪي رکي ٿو بند، جيتر هٿ ڪليل آهي؟

رهڻي ڪهڻي ۽ حسن سلوڪ

آنحضرت ﷺ جن زمين تي وهندا، سمهندا ۽ طعام تناول فرمائيندا هئا. فقيرن، مسڪينن سان گڏ ويهڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا. خرمو ڪير يا پاڻي سان واپرائيندا هئا. ڪدو ۽ گدرو پسند ڪندا هئا. خود شڪار نه ڪندا هئا، مگر شڪار جو گوشت کائيندا هئا پنهنجي مبارڪ هٿن سان ڪپڙن کي پيوند لڳائيندا ۽ نعلين کي چتيون هڻندا هئا. خانئه اقدس جو در هٿ سان کوليندا ۽ بند ڪندا هئا. بڪرين ۽ اُٺڙين جو ڪير ڏهڻ، اُٺن کي هٿ سان نيل هڻڻ، گهرو ڪم ۾ حصو وٺڻ، نوڪر سان گڏ برابر ڪم ڪرڻ ضروري سمجهندا هئا. نماز جو وضو پنهنجي مبارڪ هٿن سان ڪندا هئا. ڪچهري ۾ بغير وهاڻي ۽ ٽيڪ جي وهندا هئا. ڪاڻو ايترو ڪيندا هئا جيتري ضرورت سمجهندا هئا. ڪڏهن به اوڳرائي نه ڏنائون. جيڪو به

ماڻهو دعوت ڏيندو هو وقت جي پابندي سان ان وقت پهچي ويندا هئا. جيڪا به چيز اڳيان ايندي هين بسم الله ڪري کائيندا هئا. ان تي ڪا به ٿيڪا ٿپٽي ڪا نه ٿيندي هئي، بک جي شدت سبب ڪڏهن پيٽ سان پٿر به ٻڌٽا پوندا هين. اڇا ۽ ٿلها ڪپڙا پائيندا هئا، يمني چادر ۽ نازڪ ۽ نفيس هوندي هئي، هرگز استعمال نه ڪيائون. ڪلهن تي سفيد چادر يا ڪاري ڪملي هوندي هين.

خدا ۽ محمد جو آ نور واحد،

ڪٿي تون خدا کان جدا ڪملي وارا؟

سر تي دستار مبارڪ، جسم تي پهراڻ، هيٺ پاجامه پائيندا هئا. پاجامو پائڻ وقت سڄي پاسي کان ابتدا ڪندا هئا. هڪ قيمتي لباس به هوندو هين. اهو جمع جي ڏينهن پائيندا هئا ۽ نماز پڙهائيندا هئا. سفر يا گهر ۾ هڪ سفيد چادر هوندي هين، ان کي ٻيٽو ڪري، مٿان تشريف رکندا هئا. اها آئي وئي لاءِ به ڪتب آڻيندا هئا. بدبو کان نفرت، خوشبو کي پسند فرمائيندا هئا. آنحضرت جن اُٺ، گهوڙي ۽ گڏه جي سواري ڪئي آهي. بغير زين يا پلاڻ جي به

سواري فرمائيندا هئا. سواري تي خادم کي به پيلھ کڻندا هئا. پيادل، پيرين اگهاڙي هلڻ ۾ به ن ڪيپائيندا هئا.

عالمن، اديبن ۽ شاعرن کي عزت ڏيندا هئا. مهمان جي خدمت ڪندا ۽ ان کي سيرانڌي جي پاسي کان وهارڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. حق چوڻ ۾ ڪڏهن به دريغ نه ڪيائون. پلي بڌڻ وارو راضي رهي يا ناراض، ان جي پرواھ نه ڪندا هئا.

حق چوڻ کان ڪين هٽبو، حق پرستي آ اصول

راۃ حق ۾ سر ڏيڻ واري کي چئبو آ شهيد.

حاصل ڪلام

آنحضرت ﷺ جن جي مثالي ۽ سبق آموز زندگي اسان جي لاءِ مشعل راه آهي. سندن رهڻي ۽ ڪهڻي، ادب ۽ اخلاق، لطف ۽ ڪرم، معافي ۽ مروت، صبر ۽ تحمل، اراده جي پختگي ۽ توڪل بر خدا، سادگي ۽ صداقت، فقر ۽ فاقه، فرض شناسي ۽ ديانتداري، وقت جو قدر ۽ وعده وفائي، عنايت ۽ سخاوت، ايثار ۽ قرباني، مساوات ۽ محبت، عبادت ۽ رياضت، صرفه ۽ قناعت، حق گوئي ۽

حق پرستي، دليري ۽ شجاعت، همت ۽ بي باڪي، بردباري ۽ حيا وغيره.

بَرن سان به جيڪو ڪري ٿو ڀلائي،

مونکي فخر آهي، انهيءَ مهربان تي.

آنحضرت صلى الله عليه وسلم جي سيرت ۽ عملي زندگي جي ڪهڙي تعريف ڪجي؟ اسان کي اُنهن جي اخلاق جي وسعت ۽ آثار جي نمايان نقش تي هلڻ گهرجي، ان جي تقليد ڪرڻ ۾ فخر سان گڏ دنيا ۽ عقبيٰ جي بهتري ۽ ڀلائي آهي.

رهبرِ عالمين، مرسل آ،

خضر پارن جو انتظار نه ڪر.

*

۽ فضول خرچي نه ڪريو، ڇو ته فضول خرچي ڪرڻ وارن کي الله پسند نه ٿو ڪري(القرآن)

*

ماءُ ۽ پيءُ سان (سٺو)سلوڪ ڪندا رهو ۽ رشته دارن يتيمن ۽ محتاجن سان(به) ۽ ماڻهن سان سهڻي نموني(نرمي سان) ڳالهايو ۽ نماز پڙهندا ۽ زڪوات ڏيندا رهو(القرآن)

# رسول ﷺ جي محبت ايمان جو لازمي حصو

## محمد جي ابڙو

اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته عام طور دنيا ۾ ٻه شيون آهن، جي محبت جي جذبي کي اڀاريندڙيون آهن، جن مان هڪ احسان ۽ ٻيو صفتن جو ڪمال آهي. جيڪو شخص اسان تي احسان ڪندو رهي ته ان سان محبت ڪرڻ تي اسين مجبور هوندا آهيون ۽ اسان جي دل ۾ ان لاءِ شڪر جو جذبو پڻ موجود هوندو آهي. اهڙي طرح جنهن شخص ۾ ظاهري ۽ باطني خوبيون هجن ۽ ان سان گڏو گڏ سهڻي صورت ۽ سيرت رکندڙ هجي ته ان جي طرف اسان جي دل جولاڙو ٿيندو. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته ان سان به محبت ڪرڻ لڳندا آهيون. ان نقطئه نظر کان مومن جي حقيقي محبت جو مرڪز الله تعاليٰ آهي ۽ اسان

ڪي سڀ ڪان وڌيڪ محبت ان سان هئڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته انسان وٽ جيڪي ڪجھ آهي سو الله پاڪ جي فضل ۽ ڪرم جو نتيجو ۽ رب العالمين سڀني سهڻين صفتن، هر قسم جي ڪمال ۽ هر طرح جي حسن و جمال جو اصل بنياد آهي.

اهو ئي سبب آهي جو هڪ مومن جيڪو الله پاڪ جي احسانن کي ڄاڻي ٿو ۽ ان جي”اسمائي حسنيٰ“ جو علم رکي ٿو، سو سڀ ڪان وڌيڪ الله سان محبت ڪري ٿو. جيئن قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي ته،

”ايمان وارا الله سان ئي محبت ڪن ٿا.“

اهڙي طرح هڪ مومن الله پاڪ کان پوءِ سڀ کان وڌيڪ محبت رسول الله سان ڪري ٿو ڇاڪاڻ ته هو ڄاڻي ٿو. ته دنيا جي سڀني نعمتن کان وڌي نعمت اها آهي ته انسان کي دنيا جي نعمتن ۽ دنيا جي زندگي جو صحيح استعمال معلوم ٿئي ۽ ان سان گڏو گڏ آخرت جي دائمي ۽ بي پايان نعمتن جي حاصل ڪرڻ جو طريقو معلوم ٿئي، اها نعمت جنهن عظيم هستي جي ذريعي سڀني انسانن کي حاصل ٿئي ٿي، سو الله جو رسول آهي، ان

ڪري الله جو پيارو رسول، الله ڪان پوءِ انسان لاءِ محسن اعظم ٿئي ٿو. سچ پچ ته هڪ مومن جي دل هميشہ رسول جي محبت ۾ سرشار رهي ٿي ڇاڪاڻ ته ڪيس اها پروڙ آهي ته ڪيئن نه الله جي رسول ان عظيم ترين رحمت ۽ نعمت ڪي نادان انسانن تائين پهچائڻ لاءِ تڪليفون سٺيون ۽ جن انسانن ڪي الله جو رسول نعمتن سان مالا مال ڪرڻ ۽ الله جي رحمت ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ لاءِ چوي ٿو سي انسان ان جا ازلي دشمن ٿي وڃن ٿا- مگر الله جو پيارو رسول جيڪو رحمت للعالمين آهي سو انهن دشمنين ۽ مخالفتن جي باوجود پنهنجي دشمنن ڪي ان عظيم نعمتن حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳو رهي ٿو ۽ پنهنجي سموري عمر ان ۾ صرف ڪري ٿو ۽ الله ڪانسواءِ ٻي ڪنهن ڪان ان جي اجوري جو طلبگار نه آهي. اهڙو محسن اسين ڪٿان حاصل ڪري سگهون ٿا ۽ اهڙي پاڪ هستي سان محبت ڪرڻ ڪانسواءِ اسين ڪيئن جيئرا رهي سگهون ٿا؟

ساڳي طرح هڪ مومن جڏهن اهو خيال ڪري ٿو ته الله جي آخري رسول ﷺ جي ذريعي اسان ڪي جيڪا شريعت ملي آهي، آخري، مڪمل، دائم ۽ محفوظ آهي ۽

اسان سان ان جي محفوظ رهڻ جو وعدو ڪيو ويو آهي ۽ سندس عملي تشريح لاءِ حضور اڪرم ﷺ جي سيرت پاڪ محفوظ شڪل ۾ موجود آهي. هونءَ به جڏهن الله جي رسول جي سيرت ڪي ڏسجي ٿو ته ان جو هر گوشو ۽ هر پهلو ڪمال جي آخري درجي تي آهي ۽ رسول جي زندگي هر رخ حسن و جمال ۽ خوبيءَ جي ڪمال سان اهڙي نموني سان سامهون اچي ٿو جو رسول جي حياتيءَ کي انسانيت جي ڪمال جو آخري ۽ مڪمل نمونو تسليم ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.

هڪ مومن يقين رکي ٿو ته الله سندس حقيقي محسن ۽ پالڻهار آهي، رحمان ۽ رحيم آهي، رئوف ۽ ودود آهي ۽ سمورين صفتن جو سرچشمو آهي- اهڙيءَ ريت الله جو آخري رسول جناب محمد مصطفيٰ ﷺ پڻ الله کان پوءِ سندس وڏو محسن آهي ۽ اهو پڻ رئوف و رحيم سان گڏوگڏ انسانيت جو اعليٰ ترين نمونو ۽ ڪمال و جمال جي صفتن جو بهترين روپ آهي. ان سلسلي ۾ سورة احزاب ۾ ارشاد ربانيءَ جو مطلب آهي ته:

”نبي سڳورو ايمان وارن سان پنهنجي جي هستيءَ کان به وڌيڪ قريبي تعلق رکي ٿو“ ساڳي طرح سورة التوبة ۾ خداوند قدوس جي فرمان جو مطلب آهي ته:

”بيشڪ اوهان وٽ اوهان مان هڪ اهڙو رسول آيو آهي جنهن کي اوهان جو تڪليف ۾ ڦاسڻ ڏکوئيندڙ آهي، اوهان جي ڀلائي جي خواهش، اٿس ايمان وارن تي گهڻي شفقت ڪندڙ نهايت ٻاجهارو آهي.“

انهيءَ مان اسان ڏٺو ته هڪ مومن کي سڀ کان وڌيڪ الله سان ۽ ان کان پوءِ رسول ڪريم ﷺ سان محبت ڪرڻ گهرجي ۽ سڀني محبتن کي رسول الله ﷺ جي محبت مٿان قربان ڪرڻ تي زور ڏنو ويو آهي.

بخاري ۽ مسلم ۾ حضور اڪرم ﷺ جن جي فرمان جو مطلب آهي ته ”توهان مان ڪو به قرآن ڪريم ۽ حديث شريف جي انهن ارشادن مان جتي اها ڳالهه واضح ٿئي ته رسول ﷺ جي محبت ايمان جي بنيادي تقاضا آهي اتي اها به خبر پوي ٿي ته ان محبت جو نتيجو ڪهڙو آهي- ان سلسلي ۾ اها مجيل حقيقت ته محبت جو مرڪز دل آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۾ محبت گهر ڪري

وڃي ٿي ته ان جي سڄي زندگي ان رنگ ۾ رنگجي وڃي ٿي. ان طرح سان رسول صلى الله عليه وسلم جي محبت جو لازمي نتيجو اهو آهي ته انسان پنهنجي سمورين محبوب ۽ دل پسند شين کي رسول جي خوشيءَ تي نثار ڪري ڇڏي ٿو ۽ رسول صلى الله عليه وسلم جي حڪمن جي پيروي فقط فرض سمجهي نه ٿو ڪري مگر محبت جي مستيءَ ۽ جنون وچان ڪري ٿو. اهڙي حالت ۾ سندس سينو سنت جي تابعداري سان پرپور رهي ٿو ۽ ان جي دل رسول صلى الله عليه وسلم جي اطاعت سان ٿمٿار رهي ٿي. کيس فقط هڪ ڌن هوندي آهي ته ڪانئس محبوب رسول راضي هجي ۽ اهو ئي فڪر تڙپائيندو رهندو ته پياري رسول صلى الله عليه وسلم جي هڪ اشاري تي پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏي. اهائي خدا ۽ رسول صلى الله عليه وسلم سان سچي محبت آهي، جيڪڏهن محبت جو اهو اثر ظاهري نه ٿئي ته محبت جي دعويٰ غلط آهي. ان جي تائيد ۾ سورة آل عمران ۾ ارشاد رباني ته:

”(اي رسول چئو ته جيڪڏهن اوهين الله سان محبت رکو ٿا ته منهن جي تابعداري ڪريو ته الله اوهان سان محبت ڪندو ۽ اوهان کي اوهان جا گناهه معاف ڪندو- ۽ الله

معاف ڪندڙ نهايت رحم وارو آهي-(اي رسول!) چئو ته الله ۽ رسول صلى الله عليه وسلم جي تابعداري ڪريو.“

رسول صلى الله عليه وسلم جي محبت جو پيو روپ اهو آهي ته مومن کي سيرت پاڪ جو هر گوشو محبوب هجي ۽ کيس هر وقت اها جستجو هجي ته رسول صلى الله عليه وسلم کھڙو پيغام آندو هو ۽ سندس زندگي پاڪ جا مختلف پهلو ڪيئن گذريا- ان جي نظر ۾ رسول جي شخصيت بهترين هستي هجي، رسول صلى الله عليه وسلم جي هر قول ۽ فعل لاءِ سندس دل ۾ جاءِ هجي، هر ننڍي توڙي وڏي ڪم ۾ رسول پاڪ صلى الله عليه وسلم جي سهڻي طريقي جي تلاش ۾ هجي جڏهن کيس اسوه حسنه ملي وڃي ته بنا چون چرا جي ان جي آڏو سر تسليم خم ڪري ۽ ان جي تقليد يا اتباع جي ڪري کيس وقتي طور ڪن تڪليفن يا پريشانين کي منهن ڏيڻو پوي ته اهي خنده پيشانيءَ سان سهي ۽ محبت جي اصل تقاضا پوري ڪري جيئن سورة احزاب جي هڪ آيت جو مطلب آهي ته،

”(اي مسلمانو!) بيشڪ اوهان لاءِ (يعني) جيڪو الله(جي ثواب) ۽ قيامت جي ڏينهن جي اميد رکي ٿو ۽ الله کي گهڻو

ياد ڪري ٿو تنهن لاءِ الله جي رسول(جي طريقي) ۾ علمي پيروي آهي.)“

اها سورة خندق جي جنگ جهڙي صبر آزما معرڪي کان پوءِ نازل ٿي هئي ۽ ان ۾ وڏي تفصيل سان ٻڌايو ويو آهي ته ڪهڙي طرح سان هڪ مومن انتهائي نازڪ حالت ۾ به رسول ﷺ جي محبت جو حق ادا ڪري ٿو ۽ جان کي جوکي ۾ وجهي رسول ﷺ سان محبت جو ثبوت ڏي ٿو.

رسول ﷺ جي محبت جي هڪ اها به تقاضا آهي ته الله جو رسول ﷺ جنهن مقصد لاءِ آيو هو ۽ جنهن مشن کي تڪميل تي پهچائڻ لاءِ سموري زندگي پوري ڪيائين، مومن ان مقصد کي پنهنجي زندگيءَ جو نصب العين بنائي ۽ اهڙي طرح تڪليفن سهڻ ۽ قربانين ڏيڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪري، جهڙي طرح حضور اڪرم ﷺ پنهنجي زندگي کي وقف ڪيو هو.

محبت جو اهو مجيل دستور آهي ته جنهن جاءِ تي محبوب جو پگهر وهي اتي عاشق پنهنجو رت ڏي ۽ جتي محبوب جي اک جو اشارو ٿئي اتي سر ڏيڻ کان نه گسي.

جيڪڏهن محبت جو اهو دستور آهي ته پوءِ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته هڪ مومن رسول ﷺ سان محبت جي دعويٰ به ڪري ۽ ان جي مشن ۾ پاڳي پائيوار نه ٿئي- رسول الله ﷺ جي مشن جون مختصر جهلڪون هن ريت هيون، مڪمل طرح الله پاڪ جي بندگي ڪرڻ ۽ شرڪ و بدعت جي پاڙ پٽڻ: اڻ ڄاڻ ۽ نادان انسانن تي پنهن جي قول ۽ عمل سان حق جي شهادت پهچائڻ ۽ ان دعوت تي لبيڪ چوندڙن کي گڏ ڪري انهن جي تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪرڻ ۽ انهن کي گڏ ڪري دنيا ۾ دين پکيڙڻ، حق کي غالب ڪرڻ ۽ باطل کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهن جي سموري طاقت لڳائڻ- انهيءَ مقدس مشن لاءِ رسول ﷺ پنهنجو سڀ ڪجهه لٽايو، راتين جي ننڊ ۽ ڏينهن جو آرام قربان ڪيو، وک وک تي نازيبا لفظ ٻڌا ۽ پٿر کائڻا پيا وطن کان بي وطن ٿيڻو پيو ۽ ان واسطي فقر وفاقي جي زندگي بسر ڪئي.

سوچڻ جو مقام آهي ته پوءِ رسول ﷺ جي محبت جي دعويٰ ڪرڻ وارن مومنن کي ان سلسلي ۾ ڇاڪرڻ گهرجي؟ ان جو جواب هر محبت رکندڙ دل وارو سولائيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو. جيڪڏهن اڄ اسان

جي سامهون حق پامال ٿي رهيو آهي، رسول ﷺ جون نشانيون هڪ هڪ ڪري ختم ڪيون پيون وڃن، اسان سان بغاوت جي وبا عام پکڙجي رهي آهي ۽ اها وبا عام انسانن کان وڌيڪ رسول ﷺ جي نالي وٺندڙن ۾ تيزيءَ مان وڌي رهي آهي ۽ باطل نظرين جا حامي پنهنجي نظرين جي قيام ۽ بقا لاءِ ميدان تي نڪري آيا آهن، مگر اسين غفلت جي ننڊ ۾ ستا پيا آهيون ته ان جو مطلب فقط اهو آهي ته اسان جي دل عشق جي درد کان محروم آهي ۽ اسان جا سينا محبت جي گرميءَ کان خالي آهن.

*

۽ سڀيئي(گڏجي)الله(جي دين) جي رسي کي پڪڙي رکو ۽ هڪ ٻئي کان الڳ نه ٿجو ۽ الله جو اهو احسان ياد ڪريو جڏهن اوهان (هڪ ٻئي جا) دشمن هئا ۽ پوءِ الله اوهان جي دلين ۾ محبت پيدا ڪئي ۽ اوهان ان جي فضل سان ڀائر بڻجي ويا (القران)

# حضور ﷺ جن جو شان
# ڀٽائي عليه الرحمة جي نظر ۾

## سيد نجف علي شاهه ڪمتر نقوي

(سنڌي ادبي بورڊ طرفان حڪم پهتو ته رسالي مهراڻ جي”سيرت نمبر“، جيڪو چوڏهين صديءَ جي اختتام ۽ پندرهينءَ صدي هجريءَ جي استقبال جي باري ۾ شايع ٿيڻ وارو آهي، اُن لاءِ حضور جن جي باري م ڪو مضمون يا نعتيہ شعر موڪليان- قاسمي صاحب جهڙي برگزيده عالم ۽ سنڌي زبان جي منفرد اديب جو چيو موٽائڻ جي مون کي جرئت ڪا نه ٿي سگهي، تنهن ڪري مضمون لکڻ جو ارادو ڪيم. ارادو ته ڪري ويهي رهيس پر سنبت ڪندي ئي دماغ ۾ ايترا ته خيال سمائجي ويا جو منهنجو دماغ ڪو به فيصلو نه ڪري سگهيوته لکان ته ڇا لکان! ۽ جي نه لکان ته ڇا نه لکان؟ ڇو جو اسان صوفي فقيرن جا حضور سرور ڪائنات

جي باري ۾ جيڪي خيال آهن اُنهن جو برملا اظهار ڪرڻ سان شرع شريف جي تعزير جو سزاوار ٿي پوان ها- چاڪاڻ جو شرع شريف سراسر عقل آهي تصوف جو مسلڪ عشق. جتي عقل جو دنگ ٿو اچي، اُتان عشق جي منزل شروع ٿئي ٿي، عقل جي اوچون ٿيڻ کان پوءِ ئي عشق رهبري ڪري ٿو. هاڻي جي عشق جي ڳالهين کي عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکبو ته ڪو ڦاسيءَ تي لٽڪيل نظر ايندو، ڪنهن جي جيئري ئي کل لٿل نظر ايندي ته ڪو گهاڻي ۾ پيڙبو ڏسڻ ۾ ايندو. تنهن ڪري تمام گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ اهو فيصلو ڪيم ته بجاءِ انهيءَ جي جو آءٌ پنهنجن خيالن جو ِاظهار ڪريان، حضرت شاهه عبداللطيف جي زباني حضور ﷺ جن جي تعريف ڪريان ته بهتر ٿيندو. ائين ڪرڻ سان هي فقير به تعزير کان بچي ويندو ۽ دنيا کي به خبر پئجي ويندي حضور ﷺ جن جي باري م شاهه صاحب جي ڪهڙي راءِ هئي. انهيءَ تمهيد کان پوءِ جيڪي به لکيو ويندو سو شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي خيالن جي عڪاسي سمجهڻ گهرجي)

اِهو ظاهر آهي ته صوفي فقيرن حضور ﷺ جن کي جنهن زاويئه نگاه کان ڏٺو، اُن نظر سان دنيا حضور ﷺ جن کي نه ڏسي سگهي. جيڪڏهن ڪو به فرد حضور ﷺ جن کي اُنهي مخصوص نگاه سان ڏسي وٺي ها ته اُهو به اسان جهڙو ئي بنجي پوي ها.

جيڏيون ڏٺان جي صورت ساهڙ ڄام جي،
ته سڪ ٿي ستيون ڪين ڪي، ڪاندن پاسي ڪي
منهانئي اڳي، گهڙيون سپ گهڙا ڪٺي.
يا
جيڪي ڏٺو مان، سو جي ڏٺو جيڏئين،
گهر ورنين سان، هوند گهڻن گهوري ڇڏئا.
يا
ڏٺان جي ٻروچ، مون جيئن هوت اکين سين.
مون کي چيان لوچ، پاڻا پيئيون ڇپرين.
يا
ٻاروچو ٻيءَ پُت ، جيڪس ڏٺو جيڏيين،
مون جيئن موڙهن مت، پسنديئين پنهوءَ کي.

هتي هڪ اشتباه رفع ڪرڻ ضروري آهي- گهڻن ماڻهن جي اها راءِ آهي ته شاه صاحب حضور ﷺ جن کي

ساهڙ سان، پنهوءَ سان، ٻيجل سان، مڱڻي سان يا ڪن ٻين ڪردارن سان تشبيھ ڏني آهي. اهو خيال سراسر غلط آهي- شاه صاحب ڪي حضور ﷺ جن جي باري ۾ پنهنجي خيال جي اظهار کي کولي بيان ڪرڻ کان ٻه ڳالهيون مانع هيون. هڪ ته حضور ﷺ جن جو نالو وٺي ڪجھ چوڻ ادب جي خلاف آهي. اهل تصوف حضرات، قرآن شريف جي ڪنهن آيت، ڪلمي يا صلوات ۾ آيل حضور ﷺ جن جي اسم مبارڪ کان سواءِ پنهنجي ڪنهن به خانگي گفتگو ۾ حضور ﷺ جن جي رُکي نالي وٺڻ کي بي ادبي سمجهندا آهن. جيئن هڪ فارسي شاعر چيو آهي ته:

هزار بار بشويم دهن زمشک و گلاب

هنوز نامِ تو گفتن کمال بي ادبي ست

ٻيو ته شاه صاحب جي وقت ۾ سنڌ ۾ ڪٽر مذهبي حڪومت جو دؤر هو- تنهن ڪري جي شاه صاحب حضور ﷺ جن جو ذڪر واضح طور تي ڪري ها ته ڪنهن نه ڪنهن اکر جي آڙ ۾ تعزير جو سزاور ٿي پنهنجي زندگي وڃائي ويهي ها ۽ عوام سندس ڪلام ۽ پيغام کان محروم رهجي وڃي ها- تنهن ڪري شاه

صاحب پنهنجو انداز بيان اهڙو اختيار ڪيو جنهن ڪي ادبي زبان ۾”مرموز اظهار خيال“ يا ڳجهارت جي طور تي ڪيل ڳالهه چيو ٿو وڃي- شاه صاحب جي شعر ۾ ڪي جايون اهڙيون به اچن ٿيون جن ڪي ڏور يا تلميح به چئي سگهجي ٿو، تنهنڪري اهو تصور اصل نه ڪيو وڃي ته شاه صاحب حضور ﷺ جن ڪي ڪهاڻيءَ جي ڪردار سان تشبيهه ڏني آهي بلڪ ائين سمجهيو وڃي ته شاه صاحب حضور ﷺ جن جي باري ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪنهن ڪردار ۾ لڪائي يا ائين چئجي ته رومال ۾ ويڙهي بيان ڪيو آهي.

صوفي بزرگن جو اصل ڪان وٺي اهو خيال آهي ته حضور ﷺ جن جي نور جو ظهور ازل ڪان به اڳي ٿيل هو- ان باري ۾ هو حضور ﷺ جن جي حديث”اول ما خلق الله نوري“ ۽ ”لولاڪ لما خلقت الافلاڪ“ واري حديث قدسيءَ جو سهارو ٿا وٺن- ان باري م شاه صاحب فرمائي ٿو ته-

نڪا ڪُن فيَڪون هئي، نڪو لڳ لحم
بنيو هو نه بت ۾، اجا ڪي آدم،
مون توهين سين سڱ، اها ساڃاءِ سپرين.

يا

نڪا ڪن فيڪون هئي، نڪا مورت ماه
نڪا سڌ ثواب جي، نڪو غرض گناه،
هيڪيائي هيڪ هئي، وحدانيت واه،
لَڪيائين لطيف چئي، ڳجهاندر ڳاه،
اکين ۽ ارواح، اها ساڃاءِ سپرين.

پروردگار عالم حضور صلى الله عليه وسلم جن جي نورکي ته خلق ڪيو پر سواءِ اُن ذات پاڪ جي سندن نور کي لِکڻ يا پرجهڻ، پروڙڻ، ڏسڻ، پسڻ يا سمجهڻ وارو پيو ڪو به ڪو نه هو-

سهڻيءَ جا سينگار، اَڻ لکئا اڳي هئا،
نڪا ڪُن فيَڪون هئي، نڪا ٻي پچار،
ملڪنئان مهند هئي، توڏيءَ جي تنوار،
محبت ساڻ ميهار، لايائين لطيف چئي.

يا

سهڻي کي سينگار، اَڻ لکئا اڳي هئا،
ڪُن فيَڪون ڪانه هئي، نڪا ٻي پچار،
مرڪي ساڻ ميهار، لايائين لنءُ لطيف چئي.

تنهن ڪري انهي نور جي خالق ارادو ڪيو ته انهيءَ نور کي لکڻ يا پرکڻ وارا ڪي پيدا ڪجن- بس پوءِ صرف”ڪُن“ جو آواز آيو ۽ ملائڪ، جنِ، دنيا، آسمان، سج، چنڊ، تارا، ڪتيون وغيره هڪ لمحي کان به گهٽ وقت ۾ پيدا ٿي پيا-

جڏهن ڪُن فيَڪون چئي، خلقيا روح خداءِ ،
گڏ جت گذران هو، جڙ لڳي تنهن جاءِ،
مون توهين سين آه،اُها ساڃاءِ سپرين.
يا
فيَڪون فدا ڪري، ڪهيائين سين ڪُن،
تعظيما تمام ڪري، پوءِ پڙيائين پون،
مارو تهائين مون، پينر پاڳي آئيو.

جڏهن روح خلقجي چڪا ته ڪائنئن سڀ کان پهرين اِهو سوال ڪيو ويو ته”اَلَست بربڪم“ چا آءٌ اوهان جو رب آهيان؟ ته جواب آيو”قالو بليٰ“ چيائون ته ها(بيشڪ تون اسان جو رب آهين)- انهي”قالو بليٰ“ جو مفهوم صوفي سڀورا اِهو ٿا وٺن ته انهيءَ وعدي ۾ الله پاڪ جي وحدانيت سان گڏو گڏ حضور ﷺ جن تي ايمان آڻڻ ۽

سندن پيروي سچي دل سان ڪرڻ به هڪ لازمي شرط آهي-

گهيڙ لنگهيو گهاري، ميثاقا ميهار سان،
اَلستُ بربڪم، قالو بليٰ، پر ِاها پاري،
ڏِسئو ڏيکاري، پرت پريان جو پيچرو.

يا

اَلست اَرواحن کي، جڏهن چيائون جيئن،
قالو بليٰ قلب ۾، ٿيو تناول تيئن،
محبتي ميهار جي، آءٌ نهوڙي نينهن،
سرتيون ساهڙ سينءَ، هلڻ مون حق ٿيو.

يا

اَلست بربڪم، جڏهن ڪن پيوم،
قالو بليٰ قلب سين، تڏهن تت چيوم،
تهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين.

اصل مقصد حضور صلى الله عليه وسلم جن جي ذات ۽ سندن نور کي دنيا سان متعارف ڪرائڻو هو، تنهن ڪري اهانا بهانا ڪري حضرت آدم ۽ ڏاڏي حوا کي زمين تي لاٿو ويو- سندن ئي اولاد مان لکن جي تعداد ۾ نبي خلقي حضور صلى الله عليه وسلم جن جي استقبال ۽ تعارف لاءِ دنيا جي تختي تي آندا

ويا- آخر هڪڙو سپاڳو ڏينهن اهڙو به اچي ويو جو حضور ﷺ جن هن دنيا کي پنهنجي مقدس قدمن سان نوازيو- انهي وقت جو تصور شاعرن جي دماغ ۾ هڪ عجيب قسم جو سرور ۽ مسرت پيدا ٿو ڪري- شاهه صاحب جن فرمائين ٿا:-

جوڙي جوڙ جهان جي، جڏهن جوڙيائين،
خاوند خاص خلقي، محمد ﷺ مڪائين،
ڪلمون تہ ڪريم تي چڙهو چيائين،
اَنا مولاڪَ و اَنتَ محبوبي ائين اُتائين،
ڏِکي ڏنائين، ٻئي سرائون سيد کي.

جڏهن حضور ﷺ جن جو ظهور ٿيو ته پوءِ ٻئي پاسي نهارڻ جي ڪا به ضرورت باقي ڪا نه رهي:-

وحده ”لاشريڪ لہ“، جان ٿو چئين ِايئن،
ته مڃ محمد ڪارڻي، نرتون منجهان نينهن،
سو تون وڃئو ڪيئن، نائين سر ٻين کي.

جن صحيح معنيٰ ۾ درست طريقي سان حضور ﷺ جن تي ايمان آندو تن جي باري ۾ شاهه صاحب چيو آهي ته:-

وحده، لاشريڪ لہ، جن اتم سين ايمان،

تن مڃئو محمد ڪارڻي، قلب ساڻ لسان،
او فائق ۾ فرمان، اوتڙ ڪنهن نه اولئا.

حضور ﷺ جن تي سچائيءَ سان ايمان آڻڻ وارن جي گمراه ٿيڻ جو ڪو سوال ئي پيدا ڪو نه ٿو ٿئي-

اوتڙ ڪنهن نه اوليا، ستڙ ويا سالم،
هيڪائي هيڪ ٿئا، احمد سين عالم،
بي بها بالم، آڳي ڪيا اڳهين.

وري شاهه صاحب چوي ٿو ته:-

آڳي ڪيا اڳهين نسورو ئي نور،
لاخوف عليهم ولا هم يحزنون، سچن ڪونهي سور،
مولىٰ ڪئو مامور، انگ ازل ۾ ان جو.

جڏهن حضور ﷺ جن هن دنيا ۾ نزول فرمايو ته شاعر جي خوشيءَ جي ڪا حد ئي نه رهي ۽ بيساخته چئي ڏنائين ته:”سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾“

آڳم ريءَ نه انگ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،
سيڻن ريءَ سيد چي، روح نه رچن رنگ،
سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾

يا

جاني آيو جوءِ ۾، ٿيو قلب قرار،

وهلو وڃائين ويو، ڪري غم گذار،
نظارو نروار، پي پيالو پنهنجو.
اڳ ۾ سندس نظارو ڳجهو هو پر هاڻي سندن آئي اهو نظارو نروار ٿي پيو سندن اچڻ جي خبر دنيا ۾ اهڙي پکڙجي وئي جو:-
بر مڙوئي بوءِ، ڇپر ڇائون مڪيون،
ٻہ ٻہ ٿي پنپور ۾، هنڌ مڙيئي هوءِ،
راڻن وري روءِ، گندر لٿا گولين.
يا
جڏهن پيئي ڇٽ، ڇپر هوت پنهوءَ جي،
پر هي ويٺيون پٽ، گندر لٿا گوليين.
يا
جڏهن پيئي باس، ڇپر هوت پنهوءَ جي،
اديون آريچن جا، وٽن مڪا واس،
آيل پُني آس، پنهو آيو ڪيچ ۾.
شاهه صاحب حضور ﷺ جن جي استقبال جو حڪم هن طرح ٿو ڏئي:-
پڪا پڪاريو، ڇام تماچي آئيو،
گوندر لاهيو گندريون، آتڻ اُجاريو،

ڪينجهر قرارئو، سهي سام بخشئي.

سندن مبارڪ آمد جي خوشيءَ ۾ شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

پڪن پوءِ پچار، اڄ تماچي آئيو،
مرڪن ملاحن جا، مٿي پانڌيءَ پار،
وڏي ڄام ڄمار، جنهن مياڻيون موڪيون.

پاڻ ڪينجهر کي قراريائون، مياڻيون موڪيائون يا سادن اکرن ۾ ائين چوان ته پاڻ هن دنيا ۾ تشريف فرمايائون ته سندن اچڻ جي ڪري هن دنيا کي جيڪي انيڪ فائدا حاصل ٿيا تن مان ڪن جو ذڪر ڪندي شاعر چوي ٿو ته:-

برو هو ڀنڀور، آرياڻيءَ اُجاريو،
لاٿو سڀ لوڪ تان ها ڙهي ڏٽيءَ هور
چوريون چرڻ سکيون، پنهون ڪيائون پور،
آيو سو اتور، جنهن ڏکيون ڏِک وهاريون.

هن بيت جي آخري سٽ غور طلب آهي- سسئيءَ وارو پنهون جڏهن ڀنڀور ۾ آيو هو ته ڀنڀور ۾ باهه ٻري وئي سڪي سهنجي سسئيءَ کي ڏکن جا ڏاڻ ۽ سورن جا سامان نصيب ٿيا- پنهوءَ جي ڪري سسئيءَ کي جبل

جهاڳِٽا پئجي ويا، جهنگن ۾ جهوتون ڏيٽون پيون ۽ ڪيس برن ۾ پٽڪٽو پئجي ويو- برعڪس اُن جي هي پنهون يعني حضور ﷺ جن آيا ته گناه گارن گناهن کان توبه ڪئي، حضور ﷺ جن جي نقش قدم تي هلي ماڻهو صراط المستقيم جا سونهان ٿيا، مطلب ته پنهور يا هي جهان جيڪو سپني خرابين جو حامل هو سو سڌري پيو ۽ انهي آرياڻي اچي پنهور تان ڏک ڏولاوا ڏور ڪيا. ماڻهن کي سنئين راه سونهائي ۽ بجاءِ ڏک ويٺلن(سکين سهنجين) کي ڏکيو ڪرڻ جي پاڻ ڏکين کي اچي ڏِک ويهاريائون يعني کين سورن مان ڪڍي سکيو ڪيائون.

شاه عبداللطيف ڀٽائي جڏهن حضور ﷺ جن جي نعت چوڻ شروع ٿو ڪري ته واهڙ وهايو ڇڏي. سندس رسالي مان حضور ﷺ جن جي باري ۾ چيل نعت جو مختصر انتخاب ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. بهرحال آءٌ مضمون جي گنجائش کي مد نظر رکندي ڪجھ مثال پيش ٿو ڪريان- شاه صاحب چوي ٿو ته:-

جکري جهڙو جوان، ڏسان ڪو نه ڏيهه ۾،
مهڙ مڙني مرسلين، سرس سندس شان،
فڪان قاب قوسين، اي ميسر ٿيس مڪان،

آگي جو احسان، جنهن هادي ميڙيم هڙو.

فڪان قاب قوسين جي اپٽار اڳتي هلي ڪبي. هتي صرف اهو ڏسڻ مقصود آهي ته شاهه صاحب حضور ﷺ جن جي تعريف ۽ نعت ڪهڙي سهڻي نموني سان ڪئي آهي. هڪ بيت ۾ شاهه صاحب چوي ٿو:-

راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آديسي آيو،
چوڏهينءَ ماه چنڊ جيئن، ڪيوساميءَ سهائو،
لٿو اونداهو، جوڳيءَ سندي جوت سان.

يا

راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آيو آديسي،
ڪٿوريءَ خوشبوءِ سين، ولات سڀ واسي،
سوڌو سناسي اُتاهين ٿي آئيو.

حضور ﷺ جن کان اڳ ۾ سندن استقبال لاءِ سندن پيغام جو ڪو ٿورڙو حصو کڻي جيڪي نبي يا پيغمبر يا تن سان حضور ﷺ جن جي پيٺ ڪندي شاهه صاحب فرمايو ته:-

جڪرو جس ڪرو، ٻيا مڙيئي مله،
سسي جي سهاڳ جي، ڪنهن نه پوي ڪل،
مٿي ان مرسل، اصل هئي ايتري.

يا

جڪرو جس ڪرو، ڀيا سڀ انيراءِ،

جئائين گهڙيو جڪرو، تئائين نه ڀيا،

مٿي تہ ماڳا، اصل هئي ايتري.

ڪنهن به ٻئي نبيءَ کي معراج جو رتبو نصيب ڪو نه ٿيو- جيڪڏهن حضرت عيسيٰ کي زمين تان مٿي کنيو ويو ته به کيس چوٿين آسمان تي ترسايو ويو، پر حضور ﷺ جن کي معراج ۾ اهڙي جاءِ تي گهرايو ويو جنهن جاءِ جي ويجهو جيڪڏهن حضرت جبرئيل جهڙو مقرب ملائڪ به وڃي ها ته سندس پر سڙي وڃن ها. صوفي فقير جڏهن حضور ﷺ جن جي معراج ماڻڻ جو تصور ڪن ٿا ته سندن تخيل به انتهائي بلندين تي پهچيو وڃي- معراج تي گهرائجڻ کان اڳي حضور ﷺ جن جي پرخلوص ۽ حد کان وڌيڪ نهٺائيءَ ۽ نماڻائيءَ واري عبادت يعني پنهنجي عبديت جي اظهار واري انمول ادا جو ذڪر ڪندي شاھ صاحب چوي ٿو ته:-

نرتي تند نياز سين، ٻيجل ٻرائي،

راجا رتولن ۾، ورنائي وائي،

ڪوٺايائين ڪوٺ ۾، ٻارٿ ٻاجهائي،

راجا راڳائي، هر دوئي هيڪ ٿيا.

يا

نرتي تند نياز سين، ٻرائي ٻيجل،

راجا رتولن ۾، اُتائي امل،

راز ڪيائين راءِ سين، ڪه موچاريءَ مهل،

انا احمد بلا ميم سئن هنئين سائل،

ڪ ڪ پيئي ڪل، ته هر دوئي هيڪ ٿيا.

يا

ڪنين ڪنين ماڙهئين، پيئي ڪل ڪائي،

رسئا جي رمز ڪي، تن پارسي پائي،

اَلاِنسان سري و اَنا سره، ورتي اِيءَ وائي،

راجا راڳائي، هر دوئي هيڪ ٿيا.

جيڪڏهن خيالن جي بلندي اهڙي منزل تي پهچي وڃي ته پوءِ انسان جي لاءِ اهو لازم ٿيو پوي ته هو"حقيقتِ محمديءَ " کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري. اهڙي مقام تي پهچڻ جي لاءِ "فڪان قاب قوسين" جو سهارو وٺڻو ٿو پوي.

مونا طور سينا، سدا سناسين

سجده ۾ سيد چي، گوڏا گودڙين،

”فڪان قاب قوسين او ادنيٰ“ ٿا نانگا اينءَ نمن.......الخ-
هي بيت ٻڌي هئڻ جي ڪري سچو نٿو ڏيان. هتي صرف
”فڪان قان قوسين او ادنيٰ“جي معنيٰ تي غور ڪرڻ
آهي-اِن آيت جي لفظي معنيٰ اها آهي ته (الله پاڪ ۽
حضور ﷺ جن جي وچ ۾ معراج واري وقت) صرف
ٻن ڪمانن جيترو يا ان کان به گهٽ مفاصلو هو). هاڻي
سوال اِهو ٿو پيدا ٿئي ته اهو ٻن ڪمانن وارو مفاصلو
ڪيئن ماپجي- اهل تصوف حضرات جي خيال موجب
جيڪڏهن ٻن ڪمانن کي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون
اُبو ڪري بيهاربو(هن شڪل () وانگر) ته ٻنهي ڪمانن
جا هيٺيان ۽ مٿيان چڙا پاڻ ۾ مليل نظر ايندا، صرف وچ
واري حصي ۾ ڪجھ وڇوٽي نظر ايندي- جيڪڏهن
هيٺيان چيڙا پاڻ ۾ مليل آهن ته”ونحن اَقرب اِلهٰ مِن حبل
الوريد“ ۽ جيڪڏهن مٿيان چيڙا پاڻ ۾ ملن ٿا ته”اَنا احمد
بلا ميم“- مطلب ته راجا راڳائي هر دوئي هيڪ پيا
سمجهڻ ۾ اچن. پر جيڪڏهن انهن ٻنهي ڪمانين جي وچ
وارن حصن ۾ اهو مفاصلو رهجي نه وڃي ها ته”بلاميم“
جو ڪو سوال ئي پيدا ڪو نه ٿئي ها- انهي پارسيءَ کي

پائڻ ڪان پوءِ شاه لطيف جيڪي سمجهيو آهي، تنهن کي
هن طرح لفظن جي پهراڻ ڏنو پارائي:-

ڏاتار ۾ مڱڻي، ڪو نه وسيلو وچ،
سائي تان تندن جي، سائي چارڻ ِچت،
جي هتي جي هُت، ته ڳالهه مڙيائي هيڪڙي

يا

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين.
هئا اڳهين گڏ، پر ٻڏڻ ۾ ٻه ٿيا.

يا

احد احمد پاڻ ۾ وچان ميم فرق،
آهي مستغرق، عالم انهيءَ ڳالهه ۾.

جيئن ته اهي ڳالهيون عام سمجهه کان بالاتر آهن ۽ انهن رازن ۽ رمزن کي عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ عام انسان جي وس کان ٻاهر آهي، تنهن ڪري شاه صاحب ماڻهن کي خاڪي ۽ نوريءَ“ جي اُلجهيل مسئلي کي سلجهائڻ جي خيال سان عام فهم زبان ۾ سمجهائي ٿو ته:-

هٿين پيرين اڪٽين، منهن نه مهاٽي،
جيئن سڳو وچ سرندڙي، تيئن راٽين ۾ راٽي،
اصل هئي ان ۾، اهل چاماٽي،

سمي سچاڻي، ٻيڙو ٻڌس ٻانهن ۾.
يا
نه وڏي نه وڪڙي، نه ڪٽي نه ڪاءِ،
پاڪ رکيائين پچرو، تن تماچيءَ لاءِ.
تنهن کي گندري چوڻ گناه، جنهن جي جهوليءَ چنڊ جهلي پيو.
اهڙيون سونهپ جون ُسڌيون ڏيندي شاه صاحب جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم جن جي تعريف ڪئي آهي يا سندن نعت چئي آهي ته اُتي زمين آسمان جا قلابا ملائي ڇڏيا اٿس- چوي ٿو ته:
روءِ راڻي جي ناه ڪو سوڍو سوائي،
بدو ثنا لطيف چي، لالي تنهن لاءِ،
ڪانهي بي وائي، ٿيو مڙوئي مينڌرو

روءِ راڻي جي ناه ڪو، سوڍو سپن سونهن،
لاثائين لطيف چي، مٺان دلين دونهن،
ڪانهي ٻي ورونهن، ٿيو مڙوئي مينڌرو.

ٻاروچا ٻيا گهڻا، منهنجو ِاجهو آرياڻي،

چوندي رکيم چت ۾، ساڃن سجاڻي،
جا وندر وڪاڻي، تنهن جو موتڻ ڪو مس ٿئي.

ڪڪيءَ هاڻيون ڪاريون، چڇيءَ هاڻا چج،
پاند جنين جي پاند سين لڳو ٿئي لج،
سمو چام سهج، اُپو ڪري ان سين.

ڪانڌ پين ڪيترا، مون ور وڏي جوءِ،
هڪ نه آڇي اُوءِ، جي ڏسي ڏوه اکين سين.

سياڻن سچ چيو آهي ته صحيح معنيٰ ۾ سچو سڄڻ اهو آهي جيڪو ڏک ڏکي ۾ عيبن جي اُپٽار نه ڪري- انهي نڪتي کي بنياد بڻائي شاه صاحب حضور ﷺ جن جي باري ۾ فرمائي ٿو ته:-

ڪانڌين ڪيترا، مون ور وڏي ڪاند،
پاڻا ڍڪن پاند، ڏسي ڏوه اکين سين.

يا

ڪانڌين ڪيترا مون ور وڏي ذات،
لوڪ نه آڻي وات، جي ڏسي ڏوه اکين سين.

يا

ڪانڌين ڪيترا، مون ور وڏي وَٿَ،
مٿان ڏيئي هٿ، جنهن عيب منهنجا ڍڪيا.

حضور ﷺ جن جي مرتبي کي صوفي فقير ڪيترو مٿي ٿا سمجهن، ان جو اندازو اوهين هيٺين بيتن مان لڳائي سگهو ٿا:-

مونهان ُسڌيون ڏين، هن ديواني درياه جون،
ڪوڙ اوڏائي ڪين ڪن، رڳو سچ سودين،
عجز جو اڌ رات کي، وکر وهائين،
ساٿ نباهيو نين، ثابت انهي سير مان.

يا

ڏٺ نه ڪُتو ڏوٺئين، جيڪي ڏٺ ڪرين
اهڃانيون عالم جون، اوريائين آٽين
تهان پوءِ ڏسين، پريان سندي ڳالهڙي.

يا

ڏٺ گهٽائي ڪن، ان اوراهين ڏيهه جو
سندا ڪاهوڙين، پري سجهن پيچرا.

اهڙي هادي رهنما جو هن دونهائيل دنيا ۾ اچڻ غنيمت آهي.

ريءَ مصلحت مگٽا، قصر ڪين اچن

نور تجلو نور سين، نمئو نين پسن
خيمي ۾ کنگھار جي، چانڊوٽا چمڪن
لڏائين لطيف جي سندا ڏاڻ ڏسين
تيلاھ ملڪ ڏٽين، مجئو مگٽھار کي.

حضور ﷺ جن جي سخاوت ۽ فيض رسانيءَ جو ذڪر ڪندي شاھ صاحب چوي ٿو

پانڊپ سين نه پاڙيان، سوين پيا سردار
آهي مثل مينهن جي، سخي تنهن جي سار
حاتم هڙده هزار، جهڙ تنهن جي جهپئا.

يا

جهڙ تنهن جي جهپئا، هزارين حاتم
ڪوجهن سندا ڪم، ڪامل ريءَ ڪير ڪري.

يا

سما تو سر چٽ، نه ته پاڳارا پرس ٻئا
ڳهڻ تنهن جي ڳجڙي، اچي جال جگٽ
جن جيهائي پٽ، تن تيهائي ٻڪئا.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته اهڙي سخيءَ جي در تي صدا ڪيئن ۽ ڪهڙي طريقي سان هڻجي؟ ان جو جواب لطيف سائين هيئن ٿو ڏئي:-

ڄاڻين ته به نه ڄاڻ، هيءُ در اٻوجهن جو
اِن در سيئي اگهيا، جن نه پايو پاڻ
ريجهاڻو راڄاڻ آهي اجهو جنهن جو.
يا
ميراسي مڱڻا، سڀڙ سڏ ڪئا
سڀوجهن سئا، اٻوجهن آسرو
يا
ٻاجهاڻو ٻيلي ڏٺي، ٻجهان ٻاجهه ٿئي
سپڙ سا سئي جيڪا چارڻ چت ۾
هن ڪان پوءِ شاه صاحب پاڻ سوال ڪري يا صدا هڻي ٿو سمجهائي ته جي گهرڻو اٿوَ ته هن نموني سان گهرو:-
تون سمو آءُ گندري،مون ۾ عيبن لک
هن منهنجي حال جي توکي سڀ پرک
ڪارڻ رب الک، متان مانگر مٺئين.
يا
تون سم آءُ گندري، مون ۾ عيبن ڪوڙ
پسي ڪکيءَ ڪوڙ، متان مانگر مٺئين.
يا
تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏاتر آءُ ڏڏ

سڄي تنهنجو سڌ، ڪلهي پاتم ڪينرو.

يا

تون سپڙ آءٌ سيڪڙو، تون ڏاتار آءٌ ڏوه

تون پارس آءٌ لوھ، جي سجين ته سون ٿيان.

يا

ڏاتار ته تون، ٻيا مڙيئي مڱڻا

مينهن مندائتا وسڻا، سدا وسين تون

جي گهر اچي مون، ته ميريائي مان لهان.

آخر ۾ لطيف فيصلو ٿو ڪري ته:-

جي تون آسائتو آهين ، ته وَنءُ جکري لائي

متان وڙ وڃائيين، ڪنهن ٻئي در ليلائي

سمي سامائي، چنتا لٿي چارڻين.

ليڪن ان ۾ هڪڙو ۽ صرف هڪڙو شرط آهي، جنهن جي پوئواري ضرور ڪرائڻي آهي- جي اهو شرط پورو نه ڪيو ويو ته پوءِ ڪا به اُميد رکڻ بيڪار ثابت ٿيندي.

اهو شرط هي آهي ته:-

سگ ڪري سين سينهن، ڪنڌ ۾ ڦيرج ڪيڏهين

رهج راڻي پٽ ۾، نرتئون منجهان نينهن

اينءَ م وسج عام تي، جيئن مومل وسن مينهن

سندي حشر ڏينهن سوڍوسارينديٖنءَ گهڻو.
اسان صوفين کي اهو ٻڌائيندي ڪا به هٻڪ ڪا نه ٿي ٿئي ته حضور ﷺ جن جي باري ۾ جيڪي به ڪجھ چيو ويو آهي ته سو حضور ﷺ جن جي اصلي مرتبت کان گهڻو گهڻو گهٽ آهي يا حضور ﷺ جن جي شان اَقدس ۾ جيڪي به ڪجھ لکيو ويو آهي اُن کان حضور ﷺ جن جو رتبو گهڻو گهڻو مٿي آهي، ڇو جوِ انساني فهم يا تدبر اُنهن بلندين تائين پهچڻ کان قاصر آهي، تنهن ڪري مجبوراً ائين ٿو چوڻو پوي ته:-
هر چند و صفت مي ڪنم، ليڪن ازان بالاتري.

*

۽ احسان ڪريو. الله احسان ڪرڻ وارن کي پيارو گهري ٿو. (القرآن)

*

بيشڪ الله توبہ ڪرڻ وارن کي پنهنجو دوست بنائي ٿو ۽ صفائي رکڻ واري کي به.
(القرآن)

# سيرت پاڪ تي لکيل سنڌي ڪتابن جي فهرست

## ڊاڪٽر گل حسن لغاري

”سنڌ ۾ سيرت پاڪ جي ارتقا ۽ اوسر“ متعلق جناب علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن جو مقالو ٽماهي”مهراڻ“ جي نمبر 1- سال 1979ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ سيرت پاڪ جي فن بابت ۽ سنڌي ۾ لکيل سيرت پاڪ جي ڪتابن متعلق، عالمانه ۽ محققانه تفصيل بيان ڪيل آهي. هتي جيڪا سيرت پاڪ جي لکيل سنڌي ڪتابن جي فهرست پيش ڪجي ٿي سا دراصل مون بهاءُ الدين ذڪريا ملتان يونيورسٽي وارن جي گذارش تي تيار ڪئي آهي. ملتان يونيورسٽي جي طرفان اهو فيصلو ڪيو ويو ته اردو، سنڌي انگريزي، پشتو، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ سيرت پاڪ جي موضوع تي لکيل ڪتابن جي ”فهرست“ تيار ڪري، شايع ڪئي

وجي. انهيءَ ڪم جي ترتيب ۽ تدوين لاءِ هڪ خاص”سيرت پراجيڪٽ“ جي نالي سان شعبو قائم ڪيو ويو. هن شعبي جي طرفان، سنڌ جي تقريباً سڀني برک ادارن، اديبن ۽ محققن کي خط لکي، گذارش ڪئي ويئي ته سيرت پاڪ تي لکيل سنڌي ڪتابن جي فهرست ٺاهي موڪلي وڃي، جيئن ان کي به شايع ڪري سگهجي. هن قسم جي فهرست کي ترتيب ڏيڻ لاءِ هڪ مخصوص ڪارڊ جو نمونو به موڪليو ويو هو، ان ڪري انهي ڪارڊ موجب فهرست تيار ڪري، ملتان يونيورسٽيءَ کي پيش ڪئي ويئي آهي. جيڪي به ڪتاب، جنهن لائبريري، اداره يا ذاتي ڪتبخاني مان مليا آهن ته انهن جو نالو به لکيو ويو آهي (جيتوڻيڪ اهو هن سنڌي فهرست ۾ چاڙهايل نه آهي).

مون پنهنجي وس آهر، ڪتابن جي تلاش ڪئي آهي. تنهن هوندي به ممڪن آهي ته سيرت پاڪ تي لکيل ڪتاب اڃا به موجود هجن ۽ منهنجي نظر مان نه گذريا هجن، تن کي اڳتي هلي شامل ڪري سگهجي ٿو. جتان ۽ جن ادارن مان مونکي مدد ملي آهي، سي هن ريت آهن:-

1- انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي.

2- سنڌ يونيورسٽي لائبريري ڄامشورو.
3- سنڌ پراونشل لائبريري حيدرآباد.
4- شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد.
5- قاضي غلام محمد قريشي(ذاتي ڪتبخانه)هالا پراڻا.
6- سنڌي ادبي بورڊ لائبريري ڄامشورو.

انهيءَ جي علاوه، جن دوستن ۽ بزرگن، هن سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪئي، تن جو به ٿورائتو آهيان، جيئن ته: محترم علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب، جناب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاحب، جناب ڪريم بخش خالد صاحب ۽ جناب احمد خان آصف صاحب.

فهرست

1- مخدوم محمد هاشم ٺٽوي:”قوت العاشقين“(منظوم).(تاليف 1127 ه) صفحا 350، پهريون ڇاپو، 1950ع قيمت..... ..... مسلم ادبي پريس حيدرآباد سنڌ.

2- .... .... ...”وسيلة الغريب اليٰ جناب الحبيب“ صفحا 65، ڇاپو پهريون، سال 1972ع، قيمت .... شاهه ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد سنڌ.

3- مخدوم عبدالله نريسي وارو:- ”قمر المنير“(منظوم)(تاليف 1182 ﻫ) صفحا 234، چاپو ڇپريون، سال 1952ع، قيمت 50-2 رپيا. ڇپائيندڙ: حاجي عبدالله لغاري، الهلال پريس ٽنڊوالهيار.

4-............”بدرالمنير“ صفحا55، چاپو ڇپريون، سال..... قيمت.....الهلال پريس ٽنڊوالهيار.

5-.... ....... ..”ڪنزالعبرت“ (ڪتاب دستياب ٿي نه سگهيو).

6- مخدوم عبدالسلام،”شمائل نبوي “(منظوم).(تاليف 1197 ﻫ)صفحا 300، چاپو ڇپريون، سال.... .... ڪريمي پريس بمبئي، ليٿو چاپو.

7- حڪيم فتح محمد صغير سيوهاڻي: ”فتح محمدي“ صفحا 100، چاپو ڇپريون، سال 1911ع قيمت 31-0 پئسا، ڇپائيندڙ:شيخ عبدالعزيز، وڪٽوريه پريس سکر ۾ ڇپيو.

8-.... ... .... ”اخلاق محمدي“ صفها 78، چاپو ڇپريون، سال 1912ع،قيمت .........وڪٽوريا سکر ۾ ڇپيو.

9- لالچند امر ڏنومل جڳتياڻي:”محمد رسول الله عرف حضرت محمد جي حياتي جو احوال“ صفحا 138، چاپو

ڇپرايون، سال 1911ع قيمت ..... ...... پريميئر اسٽيم پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ.

10- هوتچند ڏيئل مل جڳتياڻي: ”اسلام جو پيغمبر“ صفحا 64، ڇاپو پهريون، سال 1931ع قيمت.... .....ڪوڙو مل سنڌي ساهت منڊل، نيشنل پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ.

11- امر لعل وسٽمل هنگورائي:”مير محمد عربي“ صفحا 64، ڇاپو پهريون، سال 1947ع ، قيمت..... ........ لائين پرنٽنگ پريس ڪراچي سنڌ.

12- ڄيٺ مل پرسرام گلراجاڻي:”پيغمبر اسلام“ ( هي ڪتاب دستياب ٿي نه سگهيو).

13- علي خان ابڙو:”احاديث نبوي“ صفحا 54، ڇاپو پهريون، سال 1917ع، ٻيا ڇاپا 1919-1938ع پوڪرداس اينڊ سنز حيدرآباد سنڌ. قيمت ........

14-..........”حالات يا سوانح عمري رسول ڪريم“ صفحا 94، ڇاپو پهريون، سال 1919ع قيمت 0-50 پئسا، ڇپائيندڙ: سيد مٺن شاهه فقير جو پڙ حيدرآباد سنڌ. ڪرائون سائيز، اسٽينڊرڊ پريس حيدرآباد سنڌ.

15- .........”حالات نبوي عرف حيات النبي “ صفحا، 94، ڇاپو پهريون، سال 1928ع قيمت...... ..... ڇپائيندڙ:

ميشرس ويڙهو مل ڪتڻ مل لاڙڪاڻو سنڌ. شيواجي پريس لاڙڪاڻو.
(قاضي سليمان مرحوم منصور پوري پٽياله جي مشهور ڪتاب”رحمت للعالمين“ جو مختصر سنڌي ترجمون آهي).
16-ميان امام بخش هيڊ ماستر وزيرآباد، ”مداح“، اهل اسلام جون(منظوم) صفحا 33، ڇاپو چوٿون، سال 1909غ قيمت 15-0 پئسا، ڇپائيندڙ:منشي پوڪرداس شڪارپور سنڌ وڪٽوريا پريس سکر.
17-فقير عبدالحڪيم حاجي غلام محمد سومرو، والس آباد تعلقه ڳڙهي ياسين:”سيرت نبوي عرف معراج نامون“ صفحا 112، ڇاپو پهريون، سال مئي 1927ع، قيمت 1 روپيه پنجاه پئسا، ڇپائيندڙ:هيمنداس تاجر ڪتب نئون سکر سنڌ(ابوالعلائي اسٽيم پريس آگره ۾ ڇپيو)
18- مولوي حڪيم محمد عبدالڪريم چشتي:”اُمهات المؤمنين عرف ازواج النبي“ صفحا80، ڇاپو پهريون، سال 1928ع قيمت 0-1 روپيو، ڇپائيندڙ:حڪيم محمد عبدالحق، اسلاميه بوڪ ايجنسي سکر سنڌ. رفيق عام

پريس لاهور ۾ ڇپيو. ٻيو ڇاپو سال 1964ع صفحا 124، قيمت 1 روپيه پنجاهه پئسا، همدرد پريس سکر سنڌ.

19- ....... ”حالات محمدي“ صفحا 16، ڇاپو پهريون، سال 1936ع قيمت 15-0 پئسا، ديا سنگهه بجلي پريس شڪارپور سنڌ.

20- ...... ”احسانات محمدي“ صفحا 34، ڇاپو پهريون، سال 1937ع قيمت 15-0 پئسا، ڇپائيندڙ:غوث احمد طبيائي شڪارپور سنڌ. مسلم پريس شڪارپور.

21- ......... ”ڪمالات محمدي“ صفحا 14، ڇاپو پهريون، سال 1936ع قيمت 15-0 پئسا، ڪرائون سائيز، شري ڪرشن ليٿو پريس سکر سنڌ.

22-.........”هدايات محمدي“ صفحا 56، ڇاپو پهريون، سال جنوري 1947ع قيمت .......ڇپائيندڙ: شهاب الدين چشتي، بلوچ ليٿو پريس، جهونا مارڪيٽ ڪراچي سنڌ.

23-......... ”جواهرات“ صفحا 52، ڇاپو پهريون سال 1928ع قيمت ......... ڇپائيندڙ ويڙهو مل ڪٽڻ مل لاڙڪاڻو سنڌ. ٻيو ڇاپو 1942ع صفحا 42، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد سنڌ.

24- ........ ”اقوال محمد صلي الله عليه وسلم“ صفحا 47، چاپو پهريون، سال 1936ع ڪرائون سائيز، شڪارپور ۾ ڇپيو.
25- ........ ”سردار دوجهان“ صفحا 30، چاپو پهريون، سال 1933ع قيمت ..........شري ڪرشن ليٿو پريس سکر سنڌ.
26- سيد حسين علي شاه:”انيس العاشقين في معجزات حضرت سيد المرسلين عليہ الصلواة والسلام“ صفحا 174، چاپو پهريون، سال آگسٽ 1927ع قيمت 0-75 پئسا، ڇپائيندڙ: هريسنگ ڪتبخانه سکر سنڌ. رفاه عام پريس لاهور ۾ ڇپيو.
27- ........”معراج محمدي“، صفحا 226، چاپو پهريون، سال 1928ع قيمت 2 رپيه 25 پئسا، ڇپائيندڙ:هريسنگ ڪتبخانه سکر سنڌ. اليڪٽرڪ ابوالعلائي پريس آگره.
28- مخدوم محمد صالح پٽي هالائي: ”سيرت النساءِ“،صفحا 104، چاپو پهريون، سال 1929ع، قيمت..... ..... ڇپائيندڙ: قاضي محمد هاشم”مخلص“ حيدرآباد سنڌ. ٻيون چاپو، 1955ع محمد يوسف ائنڊ برادرس حيدرآباد سنڌ. فردوس پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو.

29- ..........”اسان جو پيارو آقا“، صفحا 99، ڇاپو پهريون، سال .........ڊيمي سائيز، ڇپائيندڙ:محمد يوسف ائنڊ برادرس حيدرآباد سنڌ. فردوس پريس حيدرآباد.
30- (مترجم) مخدوم محمد روشن صديقي ٻاٿائي:”القانتات“ ترجمه ”الصالحات“ از مولانا اصغر حسين ديوبندي، صفحا 72، ڇاپو پهريون، سال جون 1937ع، قيمت .........ڪرائون سائيز، ليٿو ٽائيپ، ڇپائيندڙ: ڀائي عباس پريس فريئر روڊ ڪراچي سنڌ.
31- حڪيم عبدالخالق”خليق“ مورائي سنڌ: ”آخري رسول ﷺ“ صفحا 28، ڇاپو پهريون، سال سيپٽمبر 1925ع - 1344ھ، قيمت 0-50 پئسا، ڪريمي پريس لاهور.
ڇاپو ٻيو، سال 1975ع، صفحا 149، قيمت .........ڇپائيندڙ: محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد سنڌ. نيو هلال پرنٽنگ پريس رساله روڊ حيدرآباد.
32- محمد بخش واصف:”اسان جو پيارو رسول ﷺ“ صفحا 200، ڇاپو پهريون، سال 1931ع- 1349 ھ، قيمت 0-1 روپيو، ڇپائيندڙ: سنڌي مسلم سوسائٽي ڪتاب

نمبر 1 حيدرآباد سنڌ. سٽينبرڊ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد. چاپو ٻيو سال 1935ع.

33- جڳت گرو- مولانا صديق ديندار چن بسويشور:(مترجم محمد حسن صديقي نصيرآباد، ضلع لاڙڪاڻو سنڌ) ”سرور عالمﷺ“ صفحا 162 چاپو پهريون، سال ڊسمبر1927ع قيمت 0-4روپيا، چاپو ٻارهون، 1929ع ليٿو ڪاپي، ڇپائيندڙ: اراڪين مجلس ديندار انجمن ڪراچي.سنڌ ضيا پريس ڪراچي.

34- قاضي عبدالرزاق: ”اسان جي پياري رسول جي عملي زندگي جا مثال، عرف اُسوه حسنه“ صفحا 40، چاپو پهريون، سال مئي 1938ع قيمت ......،...... سنڌ نيشنل پريس ڪراچي.

35- ..........”پياري نبي جي حڪمت ڀري تعليم“(حصه اول) صفحا 110، چاپو پهريون، سال 1951ع قيمت 4 روپيا، ڇپائيندڙ: مولوي عبدالعزيز حيدرآباد سنڌ، ......چاپو ٻيو، صفحا 110، سال 1973ع قيمت ........ڇپائيندڙ: محمد انور مورو خان بلوچ، ڪرائون سائيز، پاڪستان پريس ڪراچي.

36- ..........."اسان جو پيارو نبي " صفحا 184، چاپو ڇهريون، سال 1959ع قيمت ......... ڇپائيندڙ: مدينه دارلاشاعت، آئوٽ رام روڊ ڪراچي سنڌ. ڪرائون سائيز، شمشير پرنٽنگ پريس ميمن سوسائٽي ڪراچي.
37-(مترجم) علي حيدر(حيدري) ملڪاڻي دادو سنڌ:(مؤلف احمد علي دروازه خيران والا لاهور) "تحفه معراج النبي صلى الله عليه وسلم"، صفحا 20، چاپو پهريون، سال نومبر 1930ع ڊيمي سائيز، رفاة عام پريس لاهور.
38- مخدوم مولوي غلام حيدر صديقي هالائي: "اُسوهء محمدي صلى الله عليه وسلم"، صفحا 90، چاپو پهريون. سال 1935ع - 1354 ھ، قيمت .......... ڊيمي سائيز، ڇپائيندڙ : مخدوم مولوي غلام حيدر صديقي. مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ.
39- ممتاز علي طيباڻي: "سيرة الرسول" صفحا 18، چاپو پهريون، سال مارچ 1935ع قيمت ........ ڇپائيندڙ شيخ عبدالرحمان وڪيل، ڊيمي سائيز، مسلم پرنٽنگ پريس شڪارپور.
40- مولوي محمد هاشم:"بنات الرسول" صفحا 16، چاپو پهريون، سال 1945ع قيمت ......... ڇپائيندڙ: حڪيم

مولابخش نئون ڳوٺ، متصل رڪ ريلوي اسٽيشن، مسلم پرنٽنگ پريس شڪارپور سنڌ.

41- ........... ”معراج نامون سنڌي“ (منظوم) صفحا 163، ڇاپو پهريون، سال 1913ع -1332 ه، ڇپائيندڙ: قاضي عبدالڪريم ابن مرحوم قاضي نور محمد، مالڪ مطبع ڪريمي بمبئي.

ٻيو ڇاپو 1926ع - 1345 ه، ڇپائيندڙ: هيمنداس تاجر ڪتب نئون سکر. ابوالعلائي اسٽيم پريس آگره.

42- مولوي نثار احمد: ”سيرت رسول صلي الله عليه وسلم “ صفحا 55، ڇاپو پهريون، سال جون 1938ع قيمت 50-0 پئسا، ڇپائيندڙ: مڪتبهء شمسيه بئراج روڊ سکر سنڌ. اُردو- سنڌي پريس سکر.

43- ميان محمد صاحب:”ديدار رسول صلي الله عليه وسلم“ صفحا 15، ڇاپو پهريون، سال 1922ع 1341 ه قيمت ......... ڇپائيندڙ: مولوي عبدالڪريم، ڳوٺ رضا محمد ڏيرا ضلعي لاڙڪاڻه سنڌ، قادريه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو.

44- مولانا محمد علي، ترجمه از مولانا دين محمد ”وفائي“: ”حيات محمد صلي الله عليه وسلم“ صفحا 92، ڇاپو پهريون، سال جون 1930ع ڪرائون سائيز، چار هزار ڪاپيون،

مفت تقسيم ڪيون ويون. ”الوحيد“ برقي پريس، بيلاسس اسٽريٽ ڪراچي سنڌ.

45- غلام محمد شهواڻي: ”رسول پاڪ يعني حضرت محمد عربي صلى الله عليه وسلم“ صفحا 45- ڇاپو پهريون، سال 1940ع قيمت ........... ڇپائيندڙ: سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد سنڌ. مسلم ادبي پرنٽنگ پريس ميمڻ محله حيدرآباد. ٻيو ڇاپو، صفحا 39، ديش متر پريس حيدرآباد سنڌ. ٽيون ڇاپو، صفحا 32، سال 61-1960ع آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد سنڌ.

46- مولوي عبدالرزاق نوشهرائي: ”نبوي اخلاق“ صفحا 41، ڇاپو پهريون، سال 1945ع قيمت ...... ڇپائيندڙ: آزاد بوڪ ڊيپو صدر حيدرآباد سنڌ. آفتاب پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

47- قربان علي زنگيجو ”دليل“ رتوديرو: ”شان محمد صلى الله عليه وسلم“(منظوم) صفحا 17، ڇاپو پهريون، سال 1951ع قيمت......... ڊيمي سائيز. ڇپائيندڙ: نور محمد عثمان ڪاٺياواڙ اسٽور لاڙڪاڻه سنڌ. ڪلهوڙا پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو.

48- مولي خير محمد نظاماڻي:” اسان جو پيارو نبي صلی الله عليه وسلم“ صفحا 44، ڇاپو پهريون، سال 1931ع - 1350ھ، قيمت ...... ”الوحيد“ اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، بيلاسس اسٽريٽ ڪراچي سنڌ.

49-حڪيم مولوي فتح محمد سيوهاڻي: ”حيات النبي صلی الله عليه وسلم“ صفحا 280، ڇاپو پهريون، سال 1914ع قيمت....... ٻيا ڇاپا سال 1926- 1953- 1955- 1959- 1966ع ڊيمي سائيز، ڇپائيندڙ:سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ(ڄامشورو).

50- حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”اخلاق محمدي“ صفحا 132، ڇاپو پهريون، سال 1916ع، ٻيو ڇاپو، سال 1978، قيمت 0-7 روپيا، (ڊيمي سائيز)، ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ(ڄامشورو).

51- مولوي فضل احمد غزنوي:”سيرت النبي“ صلی الله عليه وسلم،(جلد اول) صفحا 486، ڇاپو پهريون، سال 1944ع- 1364 ھ، قيمت ...... ڇپائيندڙ اداره تبليغ اسلام حيدرآباد سنڌ.

52-.......... ”سيرت النبي “(جلد دوم) صفحا 454، ڇاپو پهريون، سال جون 1946ع، قيمت ...... ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ اداره تبليغ اسلام حيدرآباد سنڌ.

53- حافظ عبدالله”بسمل تڪڙائي “: ”مثنويءِ محمدي “ (منظوم) صفحا 53، ڇاپو پهريون، سال 1950- 1951ع، قيمت 0-1 روپيو، ڪرائون سائيز، اسلامڪ پريس حيدرآباد سنڌ. ٻيو ڇاپو، سال 1963ع، صفحا 112، ڪرائون سائيز، اردو اڪيڊمي ڪراچي سنڌ.

54- محمد عثمان ڏيپلائي: ”سيرت محمدي“ صلى الله عليه وسلم، صفحا 118، ڇاپو پهريون، سال 1947- 1948ع ، قيمت 1 روپيو پنجاهه پئسا، ڊيمي سائيز، اسلاميه دارالاشاعت حيدرآباد.

55-.........”سيرت الرسول صلى الله عليه وسلم“ صفحا 68، ڇاپو پهريون، سال فيبروري 1947ع، قيمت 62 پئسا ڇپائيندڙ: محمد خان غني، هاشمي پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ.

56- در محمد اُستو:”نور محمدي صلى الله عليه وسلم“ صفحا 29، ڇاپو پهريون، سال 1951ع، قيمت ...... ڇپائيندڙ: مولوي محمد عظيم شڪارپور سنڌ.

57- الحاج محمد صديق ميمڻ:”ڪامل رهنما“ صفحا 74، چاپو پهريون، سال 1949ع، قيمت 75-0 پئسا، ڇپائيندڙ: مسلم ادبي پرنٽنگ پريس ميمڻ محله حيدرآباد سنڌ. ٻيو ڇاپو صفحا 86، آر - ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد سنڌ.

58- حافظ محمد احسن چنا: ”بنات الرسول صلى الله عليه وسلم“ صفحا 44، چاپو چوٿون، سال مئي 1952ع، قيمت 62-0 پئسا، ڇپائيندڙ: آر- ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد سنڌ. مدينه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

59-(مترجم) حافظ ...... ...... ”سراپا رسول صلى الله عليه وسلم“ صفحا 44، چاپو پهريون، سال 1963ع- 1383 ھ، قيمت 75-0 پئسا، ڊيمي سائيز، ڇپائيندڙ: حڪيم عبدالحق تاجران ڪتب سکر سنڌ.

60- ......... ”مظاهر مصطفوي عرف عنايات حضرت حبيب صلى الله عليه وسلم“ صفحا 112، قيمت 1 روپيو پنجاھ پئسا، چاپو پهريون، سال 1962ع، ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: انجمن آفتاب ادب دادو سنڌ.

61-......”افضل الاذڪار احسن الاشعار“(منظوم) نعتيه ڪلام، صفحا 50، چاپو پهريون، سال 1966ع، قيمت

0-75 پئسا، ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: حڪيم عبدالحق تاجر ڪتب سکر، حيدري پريس حيدرآباد.
62-.........”گلدسته اَحسن“(منظوم) صفحا 44، ڇاپو پهريون، سال 1964ع، قيمت 0-75 پئسا، ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: حڪيم عبدالحق تاجر ڪتب سکر.
63- حاجي محمد حسن چانديو ”گلزار مدينه “(منظوم) صفحا 34، ڇاپو ٻيو سال ...... قيمت....... ڪرائون سائيز، فيض عالم پريس لاڙڪاڻو.
64- حڪيم محمد صادق ”طالب“ خيرپور ناٿن شاهه:”محمد صادق الامين“ صفحا 40،ڇاپو پهريون، سال 1948ع، قيمت ......... ڪرائون سائيز، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
65- حبيب الله پنهور:”خلاصهء رحمت“ صفحا 16، ڇاپو پهريون، سال 1954ع، 1374 ھ، قيمت ....... هاشمي پريس حيدرآباد.
66- رفيق احمد ”رفيق“: ”پيغمبر اسلام“ صفحا 48، ڇاپو پهريون، سال 1954ع قيمت 0-50 پئسا، ڪرائون سائيز، سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

67- محمد شاھ ايم لطيفي: ”محمد رسول الله “ صلى الله عليه وسلم، صفحا 43، ڇاپو پهريون، سال 1954ع، قيمت 50-0 پئسا، ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ:محمد شاھ ايم لطيفي پاٽوٺ، نوان هالا.

68- رشيد احمد لاشاري:(تاريخ اسلام) ”محمد“ صلى الله عليه وسلم، صفحا 251، ڇاپو پهريون، سال جنوري 1954ع، قيمت ........ ڇپائيندڙ: ايجوڪيشنل بوڪ ڊيپو حيدرآباد. تاج محل پريس شاهي بازار حيدرآباد.

69- مولانا دين محمد اديب فيروز شاهي:”نور عليٰ نور “ صفحا 198، ڇاپو پهريون، سال 1955ع، قيمت 1 روپيه 87 پئسا، ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: آر- ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد، ڇاپو ٻيو، صفحا 200، سال 1956ع، قيمت 0-2 روپيا.

70- ......... ”زادالاديب في الصلواة علي النبي الحبيب “ صفها 65، ڇاپو پهريون، سال 60- 1959ع، قيمت 75-0 پئسا، ديمي سائيز، ڇپائيندڙ: آر- ايچ احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد.

71- مولانا ابوالاعليٰ مودودي:”حقيقت معراج“ صفحا 52، ڇاپو پهريون، سال 1955ع، قيمت ...... ڇپائيندڙ:

پرنسپال اورنٽيل ڪاليج حيدرآباد. چندن اليڪٽرڪ پريس حيدرآباد.
72- ........ ”نبوت محمدي ﷺ“(حصو پيو) صفحا 32، ڇاپو پهريون، سال ........ قيمت ......... ڇپائيندڙ: جماعت اسلامي حيدرآباد. ڊيمي سائيز، آفتاب اليڪٽرڪ پريس حيدرآباد.
73- (مترجم) حبيب الله مولابخش پٺو:”رسول مقبول ﷺ“ ترجمون اردو ڪتاب ”الله ڪَي پياري نبي“ از مولوي امير حسن نوراني. صفحا 64، ڇاپو پهريون، سال 1956ع، قيمت 0-50 پئسا، ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ:انوار بوڪ ڊيپو ڪراچي.
74- غلام نبي مهيسر:”ثناءِ سرور ڪائنات “ صفحا 20، ڇاپو پهريون، سال 1940ع، قيمت ......... ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: مولوي محمد عظيم شڪارپور.
75- ........ ”عشاق النبي ﷺ“ صفحا 18، ڇاپو پهريون، سال 1956ع، قيمت .......... ڪرائون سائيز ڇپائيندڙ: مولوي محمد عظيم شڪارپور.
76- لطيف، عبدالڪريم، ثنائي ۽ صاحبڏنو:”عشق محمدي“ صفحا 36، ڇاپو پهريون، سال 1956ع قيمت

......... ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: حڪيم عبدالحق، مالڪ اسماعليه بوڪ ڊيپو سکر.
77- عبدالغفور هالائي: ”گنبذ خضرا“ صفحا 14، ڇاپو پهريون، سال 1934ع قيمت .......... ڪرائون سائيز ڇپائيندڙ: عبدالغفور هالائي.
78- ابوبڪر شبلي: ”مجموعه مولود شريف “ (منظوم صفحا 32، ڇاپو پهريون قيمت........ ڪرائون سائيز، ڇپائيندڙ: ڪتب خانه مقبول عام سکر.
79- منظور احمد صديقي: ”الوحي الوفي “ صفحا 86، ڇاپو پهريون، سال 1956ع قيمت 0-2 روپيا، ڪرائون سائيز حيدري پريس حيدرآباد.
80- حاجي حقير ابن مگڻ ٽنڊو قيصر: ”شاه عرب “ صفحا 104، ڇاپو پهريون، سال 1956ع قيمت50-1، (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد. مدينه پريس حيدرآباد. ٻيو ڇاپو، سال 1966ع، ٽيون ڇاپو 1969ع.
81- مير گل حسن مقيم علي آباد: ”سوانح عمري رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم“ صفحا 172، ڇاپو پهريون، سال..... قيمت

...... (ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: ميان محمد جعفر ميرپور بٺورو. فيض رحماني پريس ڪراچي.
82-(مترجم) ڪريم ڏنو راڄپر:”اقوال رسول صلى الله عليه وسلم“ صفحا 77، ڇاپو پهريون، سال 1957ع قيمت 0-1 روپيو.
ٻيو ڇاپو 1975ع (ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: محمد ابراهيم راڄپر حيدرآباد. سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد.
83- فقير محمد قاسم: ”هدايت الابرار في تحقيق ان المصطفيٰ نورالانوار“ صلى الله عليه وسلم صفحا 18، ڇاپو پهريون، سال 1954ع - 1374 ھ، قيمت ........(ڊيمي سائيز) فيض عام پريس ڪراچي.
84- مولانا محمد عبدالله ڪڏهري:”القوال الاظهر في ثبوت بشريته الرسول الانوار “ صفحا 34، ڇاپو پهريون، سال 1959ع قيمت 0-1 روپيو(ڪرائون سائيز) لطيف پرنٽنگ پريس نوابشاھ.
85- ڊاڪٽر محمد عمر شيخ(هوميوپيٿڪ): ”اقوال محمد صلى الله عليه وسلم “، صفحا 38، ڇاپو پهريون، سال جنوري 1958ع قيمت 37-0 پئسا، ڇپائيندڙ: شيخ حاجي محمد ائنڊ سنز لاڙڪاڻو(ڪرائون سائيز) پاڪستان پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو.

86- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ:”مداحون ۽ مناجاتون “(منظوم) صفحا 510، ڇاپو پهريون، سال 1959ع قيمت 6-50 روپيا(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد.
87- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ:”مناقبا“(منظوم) صفحا 387، ڇاپو پهريون، سال 1960ع قيمت 5-0 روپيا، (ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
88- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ:”معجزا “(منظوم) صفحا 290، ڇاپو پهريون، سال اپريل 1960ع قيمت 3 روپيا پنجاھ پئسا، ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. محمد پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
89- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: ”ٽيھ اَکريون “(منظوم)( حصه اول) صفحا 509، ڇاپو پهريون، سال 1960ع قيمت 6-0 روپيا، ڇپائيندڙ:سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد.
90- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ:”ٽيھ اَکريون“ (منظوم)(حصه دوم) صفحا477، ڇاپو پهريون سال

1961ع قيمت 0-6 روپيا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
91- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،”مولود“ (منظوم) صفحا 458، ڇاپو پهريون، سال 1961ع قيمت 5 روپيا پنجاهه پئسا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
92- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ”نڙ جا بيت“ (منظوم) صفحا 418، ڇاپو پهريون، سال آگسٽ 1970ع قيمت 0-8 رپيا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
93-ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،”ڏور بيت “(منظوم)صفحا 738، ڇاپو پهريون، سال 1970ع قيمت 0-14 روپيا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. جمالي پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
94- محمد عاقل شيخ: ”ثناءِ محمدي“ (منظوم) صفحا 40، ڇاپو پهريون، سال 1936ع قيمت ........ (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: هريسنگھ سنس بوڪ ڊيپو سکر.
95- سرور علي ”سرور“ حيدرآباد: ”ڪارٽي “ شاهه جو فلسفو. صفحا 325، ڇاپو پهريون، سال 60-1959ع

قيمت ....... (ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس تلڪ چاڙهي حيدرآباد. مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

96- سيد جيئل شاهہ: ”سيرت آنحضرت صلی الله عليه وسلم“ ماهانه ”پيغام“ ڪراچي، سال فيبروري 1979ع صفحي 13 کان 63 تائين، ڇاپو پهريون، ڇپائيندڙ: اطلاعات کاتو، سنڌ سرڪار ڪراچي.

97- آخوند مير محمد: ”مولود شريف“ (منظوم) صفحا، 48، ڇاپو پهريون، سال 1960ع قيمت ...... (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: محمد يوسف ائنڊ برادرس حيدرآباد.

98- محمدي متوالو: ”حب رسول صلی الله عليه وسلم“ صفحا 40، ڇاپو پهريون، سال 1959ع قيمت ....... .....(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس حيدرآباد.

99- مولوي عبدالهادي:”مولود شريف“ (منظوم) صفحا 64، ڇاپو چوٿون، سال 1968ع قيمت 2 روپيه 50 پئسا،(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: آر- ايچ - احمد ائنڊ برادرس تلڪ چاڙهي حيدرآباد. (ڇاپو ٽيون، سال 1966ع فردوس پريس مکي گهٽي حيدرآباد).

100- مجذوب لاشاري: ”مثنوي عشق محمدي صلی‌الله علیه‌وسلم“ (منظوم) صفحا 151، ڇاپو پهريون، سال 1966ع، قيمت ......( ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: آر ايم- فتح برادرس حيدرآباد.

101- مولوي عبدالرحمان پٿو:”ميلادشريف“ (منظوم) صفحا 40، ڇاپو پهريون، سال 1966ع قيمت ..... (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: باغبان پبليڪيشنس حيدرآباد.

102- مخدوم عبدالرؤف پٽي: ”مولود شريف“ (منظوم) صفحا 128، ڇاپو پهريون، سال 1961ع قيمت 1 روپيه 50 پئسا (ڪرائون سائيز)

103- نور احمد ٻيلوي: ”مجاز محمد صلی‌الله علیه‌وسلم“ صفحا 24، ڇاپو پهريون، سال ........قيمت......... (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: نور احمد ٻيلوي حيدرآباد.

104- مولوي جان محمد ”جوهر“ ڪنديارو: ”سيدالڪونين“ صفحا 54، ڇاپو پهريون، سال ......... قيمت 75-0 پئسا، ڇپائيندر مولوي جان محمد، مدرسه عربيه انوار العلوم ڪنديارو.

105- غلام صديق پٺو: ”معراج محمدي ﷺ“ صفحا 21، ڇاپو پهرين، سال ........ قيمت ........ ڇپائيندڙ: مرتضيٰ بوڪ ڊيپو لاڙڪاڻو.

106- مفتي عبدالرحيم سڪندري ”ذڪر عيد ميلادالنبي ﷺ“ صفحا 80، ڇاپو پهريون، سال 1968- 1388ھ قيمت .......... ڇپائيندڙ: سني دارالاشاعت قادريه سڪندريه شاهپورچاڪر، ضلع سانگهڙ.

107- آر- ايم سرهيو: ”رسول الله ﷺ جي زندگي جا مختصر حالات“، صفحا 8، ڇاپو پهريون، سال 1956ع قيمت..........تاج محل پريس حيدرآباد.

108- مولانا رحيم بخش ”قمر“ لاکو: ”جمال مصطفيٰ في ثبوت امام الانبياءِ“ صفحا 60، ڇاپو پهريون، سال 1961ع قيمت 75-0 پئسا، (ڊيمي سائيز) فردوس پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

109- ........... ”دربار مدينه عرف موتين جهڙا مولود“ (منظوم) صفحا 20، ڇاپو ٻيو، سال 1967ع قيمت 25-0 پئسا،(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: مولوي محمد عظيم ائنڊ سنز تاجر ڪتب شڪارپور، محمدي پريس شڪارپور.

110- .......... ”سچڻ آيو سهنج ٿيا“ (منظوم) صفحا 12، چاپو پهريون، سال 1969ع ، قيمت 37-0 پئسا،(ڪرائون سائيز) حيدري پريس حيدرآباد سنڌ.

111- مولوي عبدالرحمان پٺو:”عشق رسول ﷺ“ صفحا 32، چاپو پهريون، سال 60-1959ع قيمت 50-0 پئسا، (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس تلڪ چاڙهي حيدرآباد. مدينه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

112- ..........:”رهبر اعظم ﷺ“ صفحا 88، چاپو پهريون، سال 1966ع - قيمت .........(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ امين پيپر مارٽ حيدرآباد، مدينه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

113- گل محمد ”آزاد “ صوفي:”دربار نبوي جا فرمان ۽ فيصلا “ صفحا 152، چاپو پهريون، سال 1964ع قيمت 2 رووپيه 50 پئسا ڇپائيندڙ: آر- ايچ- احمد ائنڊ برادرس تلڪ چاڙهي حيدرآباد. مدينه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

114- سيد زوار حسين شاهه رضوي ڪربلائي: ”حقيقت بنت رسول ﷺ“(حصه دوم) صفحا 54، چاپو پهريون،

سال مارچ 1966ع قيمت 62--0 پئسا، ڇپائيندڙ: پنجتني اماميه پريس اسٽيشن روڊ حيدرآباد.(ڊيمي سائيز)
115- شير محمد حاجي محمد صالح: ”صداقت رسول صلي الله عليه وسلم“ صفحا 28، ڇاپو پهريون، سال 1968ع، قيمت.... ....(ڪرائون سائيز) چندن پريس شڪارپور.
116- فقير سيد وحيدالدين (مترجم) رشيد احمد لاشاري:” محسن اعظم ۽ محسنين“ صفحا 214، ڇاپو پهريون، سال 1964ع، قيمت 0-5 روپيا، ڇپائيندڙ: فقير اسپننگ ملز لميٽيڊ گمبٽ، خيرپور ميرس. لائين آرٽ پريس لاهور.
117- مولانا قاضي محمد عثمان ٽريچاٽي، پنوعاقل: ”شمائل ترمذي شريف عرف صفات ' النبي“ صفحا 125، ڇاپو پهريون، سال 1963ع، قيمت 0-2 روپيا، ڇپائيندڙ: حڪيم عبدالحق تاجران ڪتاب سکر.
118- سيد ساجد علي”ساجد“ حيدآباد: ”غزوات النبي صلي الله عليه وسلم“ صفحا 118، ڇاپو پهريون، سال 1968ع، قيمت... ..... (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: حبيب الله محمد اسحاق ميمڻ، احباب پبليڪيشن لجپت روڊ حيدرآباد.
119- منصور احمد: ”سرور ڪائنات “ صفحا 26، ڇاپو پهريون، سال 1965ع، قيمت 25-0 پئسا،(ڪرائون

سائيز) ڇپائيندڙ: برڪت علي ائنڊ سنز ڪراچي. حيدري پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

120- سيد حبيب الله شاهه: ”سرور ڪائنات “(حصه اول ) صفحا 170، ڇاپو پهريون، سال 1969ع، قيمت 4-0 روپيا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: نسيم بوڪ ڊيپو فوجداري روڊ حيدرآباد.

121- ....... ”سرورڪائنات“(حصه دوم).

122- قاضي علي اڪبر درازي روهڙي: ”عشق حبيب ﷺ“ صفحا 154، ڇاپو پهريون، سال 1969ع، قيمت 2-0 روپيا، ڇپائيندڙ: قاضي علي اڪبر درازي، قاضي محله روهڙي، ڇاپو ٻيو جولاءِ 1977ع.

123- غلام محمد ايس پنهور: ”ميلاد النبي“ ﷺ صفحا 156، ڇاپو پهريون، سال 1966ع- 1386- ه، قيمت 1-50 روپيو،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: غلام محمد ايس پنهور، عامل ڪالوني نمبر 6 حيدرآباد. سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

124- ...... ........ ...... ”اسماءُ النبي“ﷺ صفحا 404، ڇاپو پهريون، سال ..... .... .... قيمت 4-0 روپيا، فردوس پريس حيدرآباد.

125- حافظ شمس الدين عباسي: ”عشق رسول ﷺ“ صفحا 103، چاپو پهريون، سال 1969ع،-1389 ه قيمت 1 روپيه پنجويه پئسه، ڇپائيندڙ حافظ شمس الدين عباسي، براج ڪالوني سکر.(ڊيمي سائيز) مدينه پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

126- مولوي عبدالحي: ”معجزات محمدي ﷺ“ صفحا 110، چاپو پهريون، سال 1965ع، قيمت 2 روپيه 50 پئسه (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: مولوي محمد عظيم ائنڊ سنز شڪارپور. محمد اليڪٽرڪ پريس شڪارپور.

127- ........”معراج محمدي“ صفحا 72، چاپو ٻيون، سال 1970ع، قيمت 0-1 روپيو، (ڪرائون سائيز) محمدي پريس شڪارپور.

128- ....... ”نور محمدي“ صفحا 47، چاپو پهريون، سال 1964ع، قيمت 0-1 روپيو، ڇپائيندڙ: مقبول احمد ائنڊ برادرس شڪارپور. محمدي اليڪٽرڪ پريس، شڪارپور سنڌ.

129- مخدوم امير احمد:”ٻنهي جهانن جو سردار ﷺ“ صفحا 359، چاپو پهريون، سال 1962ع، قيمت 0-2

روپيا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ:آر - ايڇ- احمد ائنڊ برادرس تلڪ چاڙهي حيدرآباد.

130- .......... ”حقيقت معراج “ صفحا 24، ڇاپو پهريون، سال 56-1955ع، قيمت 37-0 پئسا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: باغبان پبليڪيشن حيدرآباد.

131- ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي: پارس ”رحمة للعالمين“ (ڪتاب نمبر 2) صفحا 120، ڇاپو پهريون، سال 1927ع، قيمت .........(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: سيڪريٽري، لطيف اڪيڊمي سکر. سنڌ زميندار پريس سکر.

132- ....... اسلاميات ”ٻنهي جهانن جي سردار جي سونهاري سيرت “ صفحا 72، ڇاپو اٺون، سال 1978ع، قيمت 3 روپيه 50 پئسا، ٻيا ڇاپا، ترتيب وارن هن ريت آهن : 1976- 1974- 1972- 1970- 1968- 1966- 1964ع ڇپائيندڙ:عجائب اسٽورس، فريئر روڊ سکر.

133- شاهه نواز”شائق “ بدينوي: ”دربار محمدي ﷺ“ (منظوم) صفحا 32، ڇاپو پهريون، سال 1972ع، قيمت .......(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: لاڙ ادبي سوسائٽي بدين. بدين پريس بدين.

134- ......... ”مٺو نالو محمد ﷺ جو“ منظوم (حصه اول) صفحا 19، ڇاپو پهريون، سال 1978ع، قيمت 0-1 روپيو، (ڊيمي سائيز) اسٽار پرنٽرس، پائي خان جي چاڙهي حيدرآباد.

135- سنڌ يونيورسٽي طرفان ڪيل سيرت پاڪ جو جلسو: ”جلسه سيرت النبي ﷺ “ صفحا سنڌي 10، اردو 9، انگريزي 8. ڇاپو پهريون، سال 1971ع - 1391 ھ. سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد.

136- پروفيسر ملڪ عنايت الله: ”مديني جو مير ختم المرسلين حضرت محمد مصطفيٰ“ ﷺ ”سرڪار مدينه“ اردو جو ترجمو. ترتيب ڏيندڙ: مولوي دين محمد ”وفائي“ صفحا 54، ڇاپو پهريون، سال 1973ع، قيمت...... (ڊيمي سائيز) ”وفائي“ پبلشنگ هائوس ڪراچي.

137- مولانا محمد خان لاکو سرهاڙي:”معراج النبي ﷺ “ صفحا 210، ڇاپو پهريون، سال 1974ع هديه 0-10 روپيا، (ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ سني دارالاشاعت قادريه سڪندريه نيو ڪالوني شاهپورچاڪر ضلع سانگهڙ.

138- مولانا محمد عبدالحي:”خدا جي پياري پيغمبر جي پاڪ زندگي“ صفحا 206، ڇاپو پهريون، سال نومبر 1975ع، قيمت 0-12 روپيا، (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: فرقان پبليڪيشنس 266-7 سي لطيف آباد حيدرآباد.
139- ڊاڪٽر عبدالحي: ”اُسوهء رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم“ صفحا 694، ڇاپو پهريون،سال 1975ع قيمت ....... (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: اداره‌ء اشاعت اسلام ڪراچي. زير نگراني:عبدالعزيز شيخ، 13 عامل ڪالوني حيدرآباد. نفيس پرنٽنگ پريس لجپت روڊ حيدرآباد.
140- مولوي محمد عظيم”شيدا“: ”سيرت مصطفيٰ“ صلى الله عليه وسلم صفحا 521، ڇاپو پهريون، سال 1976ع - 1396 ھ، قيمت -12 روپيا،(ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. مصنف کي هن سيرت پاڪ جي ڪتاب تي، حڪومت پاڪستان جي طرفان، فيبروري 1980ع تي، ڏھ هزار روپيا بطور انعام مليا.
141- فقير محمد اسماعيل ڪنڀار(خاطي) ٺٽوي: ”برڪات الصلواة“ صفحا 132، ڇاپو پهريون، سال 1976ع،(ڪرائون سائيز) ڇاپو ٻيون، سال 1978ع.

چڇپائيندڙ: ۽ مفت تقسيم ڪندڙ: حاجي عبدالحسين وينجهر ٺٽوي ايف 68، ايس- آءِ - ٽي - اي، ڪراچي 28 پاپولر پرنٽرس ”عبرت “ حيدرآباد.

142- ......... ”جمال حبيب “ صفحا 259، چاپو پهريون، سال 1976ع، (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ ۽ مفت تقسيم ڪندڙ: حاجي عبدالحسين وينجهر ٺٽوي.

143- قمرالدين سهتو: ”النبي الامين و القرآن المبين “ صفحا 70، چاپو پهريون، سال جنوري 1977ع، قيمت .......... (ڊيمي سائيز) ڇپائيندڙ: قمرالدين سهتو، بنگلو نمبر 6 براج ٽائون سکر. مڪلي پرنٽرس ناظم آباد ڪراچي.

144-مولانا ابوالعطا غلام رسول:”اخلاق محمدي“ صفحا 44، چاپو پهريون، سال 1978ع، قيمت ...... ڇپائيندڙ: شعبئه نشر و اشاعت مدرسه اسلاميه، دارالعلوم مدينه، پريا روڊ ضلع نواب شاهه.

145- پروفيسر ڪريم بخش نظاماڻي:”سيرت طيبه“ صفحا 270، چاپو پهريون، سال 1978ع، قيمت..... (ڪرائون سائيز).

146-(مترجم) عبدالڪريم قريشي ڳوٺ ٻير تعلقو قنبر علي خان:”فضائل النبي ترجمه شمائل الترمذي“ صفحا 256، ڇاپو پهريون، سال 1963ع، قيمت .........(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: حاجي نظام الدين سکر. آفسٽ ليٿو پريس ڪراچي.

147- حمل خان لغاري:” معجزو هرڻيءَ جو “ صفحا 7، ڇاپو ٽيون سال .......... قيمت 25-0 پئسا، ڇپائيندڙ: مولوي محمد عظيم ائنڊ سنز شڪارپور. محمدي پرنٽنگ پريس شڪارپور.

148- مولوي حافظ حڪيم گل محمد صديقي: ”القول المعقول في بيان معراج الرسول صلى الله عليه وسلم“ صفحا 39، ڇاپو پهريون، سال .........(ڊيمي سائيز) انقلاب اليڪٽرڪ پريس سکر.

149- ماستر علي محمد لاڙڪاڻو:”وفات نامون“ (معجزات حضرت رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم حضرت علي ؏ حضرت امام حسين)، صفحا 78، ڇاپو ٻيو، سال 1914ع، قيمت 37-0 پئسا،(ڪرائون سائيز) نولڪشور لميٽيڊ پريس لاهور.

150- سيد محمد رشد الله جهنڊو شريف:-”سمر آخرت ترجمه سفر سعادت “(حصه اول) صفحا 194، ڇاپو پهريون، سال ........ ڇپائيندڙ: حاجي محمد امام الدين شاهه صاحب ٺل شريف. محمدي پريس لاڙڪاڻو.
151- مسرور ڪيفي:”مدني محبوب“(منظوم) صفحا 96، ڇاپو پهريون، 1962ع، قيمت 0-2 روپيا،(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: مڪتبهء فروغ ادب ڪراچي 2.
152- (مترجم) عبدالله ”اثر“ مرحوم: ”جام ڪوثر“ ترجمه قصيده برده(منظوم) صفحا 26، ڇاپو پهريون، سال 1947ع - 1366 ھ، ڇپائيندڙ: بشير احمد ائنڊ سنز جهونا مارڪيٽ ڪراچي.(ڊيمي سائيز) آزاد پريس ڪچهري روڊ ڪراچي.
153- پير پاون علي شاهه ”ساقي“: ”مناجات ساقي بدرگاهه رسالت“ (منظوم) صفحا 15، ڇاپو پهريون، سال 1956ع، (ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: جيلاني پبليڪيشن بدين. قرآن پرنٽنگ پريس حيدرآباد.
154- محمد رمضان ميمڻ ”آزاد“: ”دربار مدينه عرف ڪلام آزاد“(منظوم) صفحا 26، ڇاپو پهريون، سال

....... قيمت 0-1 روپيو، (ڪرائون سائيز) چپائيندڙ عليگڙھ بوڪ اسٽور نيم جي چاڙھي سکر.

155- مخدوم آفتاب احمد خان صديقي:”نور سرور ﷺ“ (منظوم) صفحا 8، ڇاپو پهريون، سال 1976ع، قيمت 0-75 پئسا، (ڊيمي سائيز) سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

156- محمد نوح پنهور ”ناقص“ :” نعت حبيب ﷺ“(منظوم) صفحا 26، ڇاپو پهريون، سال 1961ع، قيمت 0-25 پئسا، سنڌ پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

157- عبدالواحد سنڌي ۽ سليم هالائي:”رسول پاڪ ﷺ جن ڪير هئا ۽ ڪيئن هئا“صفحا 95، ڇاپو پهريون، سال 1949ع، قيمت 1 روپيه 50 پئسا، ماڊرن سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي.

158- قادر بخش چنا:”حالات سرور ڪائنات ﷺ“ صفحا 48، ڇاپو پهريون، سال 1963ع، قيمت 0-75 پئسا،(ڪرائون سائيز) ڇاپو ٻيو، سال 1964ع. محمدي پريس لکيدر شڪارپور.

159- ........... ”نبوت محمدي جو عقلي ثبوت “ صفحا 32، ڇاپو پهريون، سال 1964ع، قيمت 25- پئسا، (ڪرائون سائيز) محمد پريس لکيدر شڪارپور.

160- ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي: ”سنڌي نعتيه شاعري “(منظوم) صفحا 300، ڇاپو پهريون، سال 1980ع، قيمت ..... .....(ڪرائون سائيز) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو.

161-(مترجم) مولوي علي محمد مهيري:”قصيده برده“(منظوم سنڌي ترجمون) صفحا 32، ڇاپو پهريون، سال ....... ليٿو- بمبئي.

162- علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب:”مٺو مرسل “ تاليف 1978ع، (خطي)، صفحا تقريباً 100، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو لائبرري ۾ موجود آهي.

163- قاضي غلام محمد قريشي هالا پراڻا:”سيدالمرسلين “ تاليف 1952ع،(خطي)، صفحا 88، ذاتي لائبرري، قاضي غلام محمد قريشي هالا پراڻا ۾ موجود آهي.

164- مولوي عبدالرحيم مگسي: ”سيرت النبي صلى الله عليه وسلم “(هي ڪتاب دستياب ٿي نه سگهيو.)

165- محمد اسحاق هالائي: ”رهبر اعظم ﷺ“ (هي ڪتاب دستياب ٿي نه سگهيو.)

صفحو 24

# رسول خدا جون شاديون ۽ سندن مغربي نقاد

## قربان علي بگٽي

جناب محمد ﷺ جن جي عظيم ترين شخصيت کان سندن ڪٽر مخالفن به انڪار ڪونه ڪيو آهي. پوري انساني تاريخ ۾ هن جهڙو لعل ڪنهن ماءُ نه ڄڻيو:
بقول مشهور صحابي شاعر حضرت حسان بن ثابت جي ته:
”واجمل منک لم تلد النساءَ“
رسول خدا جو آندل اسلامي انقلاب ايڏو ته وسيع ۽ جامع آهي جو سڀ دنيوي انقلاب ان جي آڏو خاڪ برابر به نه آهن.

1789ع جي انقلاب فرانس بابت ڪارلائل جو ڪتاب "Past and Present" يا 1917ع جي ڪميونسٽ انقلاب بنسبت مسٽر اي-ايچ-ڪار جو ڪتاب "Bolshevik Revolution" پڙهي ڏسو.

معلوم ٿيندو ته حضرت محمد ﷺ جي اسلامي انقلاب جي پيٽ ۾ مٿين انقلابن جي ڪوڏيءَ جي حيثيت به ڪانه آهي.

ارڙهين صديءَ جي مشهور يورپي مؤرخ گبن (gibbon) ڪي جيتوڻيڪ رسول خدا سان ڪا همدردي ڪانه هئي پر ان هوندي به هو پنهنجي ڪتاب "رومي سلطنت جو زوال" (Decline and fall of Roman Empire) ۾ پيغمبر انسانيت جي آندل انقلاب کي "هڪ يادگار انقلاب" جي نالي سان موسوم ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته:

"هن انقلاب اقوام عالم تي نوان ۽ دائمي طور گهرا نقوش چڙهي ڏنا آهن." (صفحه 1649 لنڊن).

"حسن يوسف دم عيسيٰ يد بيضاداري

آنچ خوبان همه دارند تو تنها داري"

پر افسوس جو اهڙي انقلابي ۽ عالمگير شخصيت جي سيرت لکڻ وقت مغربي عالمن انصاف ۽ ديانتداريءَ جو خون ڪيو آهي. هن عظيم انسان جي خلاف نهايت ئي غير مهذب ۽ اخلاق کان ڪريل الفاظ به ڪتب آندا اٿن. عيسائي عالمن جي انهيءَ شرمناڪ رويي جي مذمت ڪندي حضور ﷺ جن جو مشهور مصري سير نگار ڊاڪٽر محمد حسين هيڪل مرحوم (وفات 1957ع) پنهنجي ڪتاب ”حيات محمد ﷺ“، ۾ لکي ٿو ته ”مسيحي اڪثريت جي زبانن ۾ حضرت محمد ﷺ جي باري ۾ جيڪي الفاظ چيا وڃن ٿا اُهي لفظ هڪ ادنيٰ انسان لاءِ به هوند برداشت نه ڪجن. ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سندن سينن ۾ اسان جي پيغمبر سڳوري خلاف ڪيڏو نه زهر ڀريل آهي.“ (صفحه 5) عيسائي عالمن هڪ سوچيل سمجهيل پلان جي ماتحت رسول خدا جي خلاف ڪوڙي پروپيگنڊا ڪري، پنهنجي عوام کي نفرت ڏياري. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو مغرب جا ڪيترائي پڙهيل دانشور شخص به متاثر ٿي ويا. خود مسلمان قوم جو هڪ طبقو مذڪوره ڪتاب پڙهي مذبذب ٿي وڃي ٿو. سر وليم ميور (Muir) جو ڪتاب ”حيات

محمد“ (Life of Mohammed) توڙي پروفيسر مرگيو لوٿ (Margoliouth) جو ڪتاب ”محمد“ (Mohammad) ڪُليل شهادت جي حيثيت رکن ٿا.

مخالفت جو سبب احساس ڪمتري

عيسائي عالمن ۽ پادرين ڏٺو ته مسلمانن پنهنجي نبيءَ سڳوري ﷺ جي هر چيل لفظ کي رڪارڊ ڪيو آهي. دنيا ۾ ٻئي ڪنهن به پيغمبر يا رشيءَ جي سوانح عمري ان نموني سان قلمبند ٿيل ئي نه آهي. حضور ﷺ جي سوانح نگارن جو هڪ اهڙو سلسلو آهي جو ڪڏهن به ختم ڪونه ٿو ٿئي. رسول ڪريم ﷺ جي سوانح لاءِ جيتوڻيڪ پروفيسر مرگيو لوٿ جو ڪتاب سخت زهر آلوده ۽ تعصب سان ڀريل آهي، ان جي باوجود هو پنهنجي ڪتاب ”محمدﷺ“ (Mohammad) ۾ اعتراف ڪرڻ تي مجبور ٿيو ته ”محمد (ﷺ) جي سوانح نگارن جو هڪ طويل سلسلو آهي جنهن جو ختم ٿيڻ ناممڪن آهي، پر ان ۾ جڳهه وٺڻ قابل عزت آهي.“

“The biographers of the prophet Mohammad form a long series it is impossible to end but

in which would be honourable to find a place.”

جان ڊيون پورٽ (Daven Port) 1870ع ۾ پنهنجي ڪتاب ”Apology for Mohammad and Koran“ ۾ لکي ٿو ته ”ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سڀني قانون دانن ۽ فاتحين مان هڪڙو به اهو نه آهي، جنهن جي سوانح عمري محمد صلى الله عليه وسلم جي سوانح عمري کان وڌيڪ مفصل ۽ سچ هجي.“ ان جي برعڪس خود عيسائين جي پيغمبر حضرت عيسيٰ جي زندگي بابت احوال افسانن کان وڌيڪ ڪجهه به نه آهي. ايتري قدر جو ويهين صدي يورپ جو ممتاز مفڪر ۽ فلسفي آنجهاني برٽراند رسل پنهنجي ڪتاب “Why I am not a christian” ۾ ٿو لکي ته ”تاريخي طور تي هيءَ ڳالهه نهايت ئي مشڪوڪ آهي ته عيسيٰ نالي شخص به ڪڏهن پئدا ٿيو هو، جي وري پيدا ٿيو ته اسان کي هن بابت ڪا خبر نه آهي.“

“Historically it is quite doutful whether Christ ever existed at all, if he did, we do not know any thing about him.” (p. 11)

اسان جي قرآن مجيد ۾ رتيءَ پر به ڦيرو ڪونه آهي. هيءَ ڪاتب اڄ به اسان وٽ ساڳيءَ شڪل ۾ موجود آهي، جنهن نموني رسول خدا تي نازل ٿيو هو. قرآن جي زبان ڳالهائڻ وارا ڪروڙن جي تعداد ۾ دنيا ۾ موجود آهن. هن ئي ڪتاب کي اهو شرف حاصل آهي جو ان جا حافظ هزارن جي تعداد ۾ پوريءَ دنيا ۾ موجود آهن. انگريز عالم پروفيسر نڪلسن (Nichalson) به قرآن شريف جي محفوظيت کي تسليم ڪندي پنهنجي ڪتاب ”عربن جي تاريخ“ "Alterary History of the Arabs" ۾ قرآن بابت لکي ٿو ته ”(قرآن جو) متن جنهن نموني اسان وٽ پهتو، ان ۾ مختلف قرائتون گهٽ ۽ غير ضروري آهن، پر قرآني متن جي صحت شڪ و شبهه کان بالاتر آهي.“

“In text as it has come down to us the various readings are few and un important, and its genuineness is above suspicion.” (P-143)

ان جي برعڪس موجوده انجيل مقدس جي متن بابت خود عيسائي عالم سخت الجهن ۾ مبتلا آهن. انجيل اصلوڪي زبان ۾ قرآن مجيد وانگر دستياب نه آهي، ۽ نڪي ان جا

حافظ آهن، ۽ نه قاري. اپريل 1965ع ۾ مشهور رساله لائيف (Life) جو بائبل نمبر شايع ٿيو هو. ان جو بيان آهي ته ”هي انجيل انسانن جو لکيل ڪتاب آهي...... ان جا اڪثر الفاظ ماڻهن جا تصنيف ٿيل آهن، جن جا نالا به اسان کي معلوم نه آهن ۽ عيسائيت جي ڦهلجڻ کان پوءِ غلطيون وڌنديون رهيون، تان جو عهد نامه جديد ۾ عهدنامه قديم کان به زياده تبديلويون ٿيون آهن.“

**بيو مکيه سبب صليبي لڙايون**

اسلام ۽ پيغمبر اسلام تي مغربي ليکڪن جي حملي جو بيو مکيه سبب يارهين صديءَ ۾ لڙيل ”صليبي جنگيون“ (War of Crusades) آهن جن ۾ مشهور مسلمان ۽ ڪرد ليبر سلطان صلاح الدين ايوبي کانئس بيت المقدس واپس ورتو هو. مسلمانن جي خلاف انهن لڙاين ۾ سپئي يورپي قومون پوپ جي اپيل تي متحده رهيون. جنگين جي تفصيل لاءِ ملاحظه ٿئي پروفيسر لين پول جو ڪتاب ”Saladin and fall of jeruslam .

صليبي لڙاين کان پوءِ يورپي لوڪن جي ذهن ۾ پيغمبر خدا ﷺ جي شخصيت بابت سخت تعصب ويهي ويو ۽ انهن نهايت ئي ڪريل لفظن ۾ اسان جي رسول پاڪ

ﷺ تي حملا شروع ڪري ڏنا. اهو سلسلو اڃان تائين جاري آهي. سابق جرمن نو مسلم مسٽر ليئوپولڊ اسد پنهنجي ڪتاب ”شاهراه مڪه“ ( The Road to Mecca) ۾ صليبي لڙاين جي اثرات بابت نهايت ئي فڪر انگيز بحث ڪيو آهي جو پڙهڻ وٽان آهي.

هو پاڻ مغرب ۾ پيدا ٿيو، بعد ۾ اسلام قبول ڪيائين، ان ڪري سندس راءِ مستند ۽ وزني آهي. هو به چوي ٿو ته اسلام ۽ پيغمبر اسلام خلاف مغربي عيسائي قومن جي تعصب ۽ ڪيني لاءِ صليبي جنگيون جوابدار آهن. ناظرين جي مطالع ۽ معلومات لاءِ مسٽر اسد جي ڪتاب مان حوالو عرض رکجي ٿو.

“The damage caused by the crusades was not restricted to a clash of weapons: it was, first and foremost, an intellectual damage the poisoining of the weastern mind against the Muslim word through a deliberate misrepresentation of the teaching and ideals of Islam. For, if the call for a crusade was to maintain its validity, the prophet of the

Mulims had, of necessity, to be stamped as the Ani-Christ and his religion depicted. In the most lurid terms as a fount of immorality and perversion. It was at the time of the crusadesualism and brutal violence, of an observance of ritual instead of a purification of the heart, entered the western mind and remained there, and it was then that the name of the prophet Muhammad the same Muhammad who had insisted that his own followeres respect the prophets of other religions - was contemptuously transformed by Europeans in to “Mahound” (P-6 and 7)

(ترجمو:”صليبي جنگين جيڪا تباهي مچائي، اها هٿيارن جي ويڙهه تائين محدود نه هئي. اها پهرين ۽ اولين ذهني تباهي هئي جنهن مغربي ذهنن کي اسلامي دنيا جي خلاف اسلام جي تعليم ۽ آدرش جي سوچيل سمجهيل غلط بياني وسيلي، زهر آلوده ڪيو. چو جو، جيڪڏهين صليبي جنگ جي ڪوٺ کي جائز قائم رکڻو هو ته مسلمانن جي

پيغمبر ﷺ کي ضروري طور تي، عيسيٰ دشمن ڪوٺي، سندس مذهب کي بداخلاقي ۽ عياشيءَ جي بنياد جي پوائٽن لفظن ۾ پيش ڪرٽو هو. اهو کل جهڙو خيال صليبي جنگين دوران مغربي ذهن ۾ داخل ٿيو ۽ اتي ئي ويهي رهيو ته اسلام اينگي عياشي ۽ وحشيانه تشدد وارو ۽ روح جي پاڪائي جي بدران رسمن جي پابنديءَ جو مذهب هو. ۽ انهيءَ کان پوءِ يورپي لوڪ حضرت محمد ﷺ جن کي ذڪار وچان ”ماهوند“ ڪوٺڻ لڳا، جنهن پنهنجن پوئلڳن کي هدايت ڪئي هئي ته پين مذهبن جي پيغمبرن عليهم السلام جو به احترام ڪريو.“)

اسد صاحب جي بقول صليبي لڙاين جي ئي ڪري يورپي لوڪن جا ذهن اسلام خلاف زهر آلوده ٿيا. هنن اسلام کي جبر ۽ تشدد وارو مذهب سمجهيو ۽ محمد ﷺ کي نعوذ بالله ”ماهوند“ ڪوٺڻ لڳا. هي هٿيارن جو جهيڙو نه هو، پر اها لڙائي يورپين جي ذهني نقصان ۽ شڪست جي صورت ۾ ظاهر ٿي هئي. اسد صاحب اڳتي هلي پنهنجي ڪتاب ۾ انڪشاف ڪيو آهي ته شعوري چاهي غير شعوري طرح يورپي ذهنن تي اجان تائين مذڪوره جنگين جو پوت سوار آهي.

هڪ مغربي ليکڪ منٽگمري واٽ ( Mantgomery Watt) پنهنجي ڪتاب ”مڪي محمد ﷺ“ (Mohammad at Mecca) ۾ لکي ٿو ته ”محمد ﷺ کي دغاباز سمجهڻ سان مسئلا حل ڪونه ٿيندا پر وڌيڪ پيدا ٿيندا. مغرب ۾ تاريخ جي ڪنهن به هستيءَ خلاف ايتري ڌڪار نه آهي جيتري محمد ﷺ خلاف. هن جو قدر پين سيڻي جي مقابلي ۾ گهٽ ڪيو وجي ٿو.“

“To suppose Muhammad as imposter raises more problems than it solves. Moreover, none of the great figures of history is so poorly appreciated in the west as Muhammad.”

اهو ئي سبب آهي جو مغربي مصنفن حضرت محمد ﷺ خلاف طرحين طرحين جا بيهودا الزام مڙهيا، خاص طور تي انهن رسول خدا ﷺ جي شادين تي به اعتراض ڪيا.

مهراڻ جي سيرت نمبر لاءِ جڏهن مون کي مضمون لکڻ لاءِ دعوت ڏني وئي ته ان موقعي کي غنيمت سمجهي مون سيرت بابت هي مضمون لکيو. مهراڻ هڪ علمي ۽

ادبي پرچو آهي، سنڌ جا اڪثر پڙهيل ۽ دانشور ان جو مطالع ڪندا رهندا آهن. اميد اٿم ته قارئين حضرات هي مقالو غور سان پڙهندا.

**رسول ڪريم ﷺ جون شاديون**

رسول ڪريم ﷺ جي مغربي سيرت نگارن خاص طور سر وليم ميور (Muir) صاحب پنهنجي ڪتاب "حيات محمد (Life of Mohammad) ۾ حضور ﷺ جن جي مڙني شادين تي اعتراض ڪندي هن عظيم ترين شخصيت تي "شهوت پرستي" (Profilgacy) جو نعوذ باالله الزام مڙهي ٿو. ميور جيتوڻيڪ عربي دان به هو، پر ان اسان جي پياري پيغمبر ﷺ جي سوانح حيات تعصب جي عينڪ چاڙهي لکي آهي. "ڪٽر جنين اکين ۾ سي ڪيئن پرين پسن." جنهن شخص پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ عربستان ڏيهه ۾ عظيم ترين اسلامي انقلاب برپا ڪري جاهل بدو عربن کي اخلاق، تهذيب ۽ شائستگي سيکاري، تنهن تي شهوت پرستيءَ جو بيهوده ۽ واهيات الزام مڙهڻ سخت تعصب، جهالت ۽ شرارت آهي.

هڪ مغربي مصنف وليم ڊريپر (Draper) پنهنجي مشهور ڪتاب "يورپ جي ذهني ارتقا جي تاريخ" ( A

History of the intellectual Development of Europe) ۾ رسول خدا جي عظمت ۽ سندس تاريخ ساز شخصيت کي تسليم ڪندي لکي ٿو ته ”569ع ۾ (رومي بادشاه) جسٽينين جي وفات کان چار سال پوءِ عربستان جي شهر مڪه معظم ۾ هڪ اهڙو شخص پيدا ٿيو جنهن سڀني ماڻهن جي ڀيٽ ۾ انساني نسل کي وڌ ۾ وڌ متاثر ڪيو هو.“

“Four years after the death of Justinia (569 A. D) was born at Mecca, in Arabia, the man who, of all men, has exercised the greatest influence upon the human race.”

ڇا اهڙي پاڪ دامن انسان تي ڪو به بيهوده الزام مڙهي سگهجي ٿو جو هڪ مغربي عالم باسورٿ سمٿ (Smith) جي لفظن ۾ ”سڀني مصلحن جي ڀيٽ ۾ هو (محمد صلي الله عليه وسلم) عظيم ترين.“ He is the greatest of “all the Reformers.”

اهڙيءَ بلند هستيءَ جي ڪردار بابت ميور جي الزامن جي ڪهڙي حيثيت ٿي سگهي ٿي؟ ان هوندي به اسان جو فرض آهي ته رسول خدا صلي الله عليه وسلم جي مغربي سوانح نگارن جي

طرفان اٿاريل اعتراضن جا جواب ڏيون. رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جي شخصيت بابت اسان جا نوجوان مغربي سيرت نگارن جا ڪتاب پڙهي گمراهه ٿي سگهن ٿا، ڇو جو ڪين ديني تعليم ميسر نه آهي. هي ڪم وڏن ديني عالمن کي ڪرڻ کپندو هو، پر افسوس جو انهن پنهنجن سيرت جي ڪتابن ۾ ڪا خاص ڪوشش نه ڪئي آهي. برصغير هند و پاڪ ۾ مرحوم سر سيد احمد خان پنهنجن تصنيف ”خطبات احمديه“ ۾ ميور جي ڪن اعتراضن جا جواب ڏنا آهن، جي اڻپورا ۽ غير تسلي بخش آهن، ڇو جو اخلاص جي باوجود سر سيد مرحوم ڪتاب و سنت جي علم سان مزين نه هو ۽ پيو ته هن جو پنهنجو رجحان به تجدد پسندي جو هو، انهن سببن ڪري پنهنجين ڪوشش ۾ ناڪامياب ٿيو.

هن مختصر گذارش ڪرڻ بعد هيٺئر اسين پياري پيغمبر صلى الله عليه وسلم جي شادين ۽ سندن ازواج مطهرات بابت ذڪر ڪنداسين.

**بيبي خديجة الڪبريٰ رضه سان شادي**

نبي صلى الله عليه وسلم جن جي پهرين شادي حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها سان ٿي هئي. ان وقت حضور

ﷺ جن جي عمر اٽڪل 25 سال هئي ۽ بيبي صاحبه چاليهن سالن جي عورت هئي. سندن فرزند حضرت ابراهيم کان سواءِ باقي سڀ ٻار حضرت خديجہ مان ڄاوا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن اٺاويھ سال حضرت خديجة الڪبريٰ سان گذاريا ۽ نيڪ سيرت خاتون جي وفات وقت سرورِ ڪائنات عليہ الصلوات و السلام جن جي عمر مبارڪ پنجاه کان به مٿي ٿي وئي هئي. ان وقت عرب ۾ هڪ کان وڌيڪ شادي ڪرڻ جو رواج پڻ عام هو، پر ان هوندي به پاڻ ڪريم ﷺ جن فقط هڪ شاديءَ تي اڪتفا ڪئي. بيبي صاحبه جي بطن مبارڪ مان ڪيئي پٽ ڄاوا پر اهي سڀ صغر سني ۾ وفات ڪري ويا. فقط چار نياڻيون هيون جي خدا جي فضل سان زنده رهيون. نرينه اولاد نه هجڻ ڪري به ماڻهو ٻي شادي ڪندا آهن پر حضور ﷺ جن ائين ڪرڻ کان گريز ڪيو، تان جو حضرت خديجہ انتقال ڪري وئي هئي. محمد ﷺ جن نبوت کان اڳ بيبي صاحبه جي معيت ۾ سترهن سال گذاريا ۽ نبوت عطا ٿيڻ کان بعد ۾ يارهن سال، ڪل رفاقت اٺاويھ سال ٿي هئي. اولاد جي نڪته نگاه سان به حضور ﷺ جن جي حياتي لائق

توجه آهي. سندن عمر مبارڪ پنجاھ سالن ڪان قريب پهتي هئي ته پاڻ ڪريم ﷺ جن کي پهرين گهر واريءَ جي بطن مان ٻار ڄاوا هئا. حضور ﷺ جن جو فرزند حضرت ابراهيم، جنهن جي وفات ننڍپڻ ۾ ٿي هئي، سو بيبي ماريہ قبطي مان ڄائو هو. هن ٻالڪ جي ولادت وقت حضور ﷺ جن جي عمر سٺ سال هئي. مطلب ته انهن ٻنهي گهر وارين يعني حضرت خديجہ ۽ بيبي ماريه قبطي کان علاوه حضور ﷺ جن کي باقي ازواج مطهرات مان ڪو به ٻار تولد نه ٿيو، حالانڪه اهي بيبيون سڀوريون ٿيهن کان وٺي چاليهن سالن جي عمر جون هيون.

## حضور ﷺ جن جواني ۾ پاڪ دامن هئا - ميور جي شهادت

مٿي عرض ڪيو ويو ته حضور ﷺ جن جو پهريون نڪاح بيبي خديجہ سان اٽڪل پنجويهن ورهين ۾ ٿيو، جڏهن بيبي صاحبه چاليهن ورهين جي هڪ ڦلاوتڻ عورت هئي. حضور ﷺ تي شهوت پرستيءَ جو الزام لڳائڻ تي مغربي عالمن کي شرم اچڻ گهرجي. هڪ

شهوت پرست انسان نوجوان ٿي ڪري پاڻ کان پندرهن سال وڏيءَ عمر واريءَ عورت سان ڪيئن شادي ڪندو ۽ پنهنجي سڄي عمر ان هڪڙيءَ جي رفاقت تي صرف ڪندو؟ خدارا ذرا سوچيو ۽ عقل کان ڪم وٺو. ڇو تعصب ۾ انڌا ٿيا آهيو، چوندا آهن ته جواني ديواني آهي، انهيءَ عمر ۾ انسان جي ڪردار ۽ پاڪ دامنيءَ کي پرکيو وڃي ٿو. حضور ﷺ جن جي جوانيءَ واري عمر لاءِ سندن ڪٽر مغربي نقاد به شاهدي ڏين ٿا ته اها عفت ۽ پرهيزگاري ۾ گذري هئي. مثال طور خود سر وليم ميور صاحب پنهنجي ڪتاب ”حيات محمدﷺ“ (Life of Muhammed) ۾ هڪڙي هنڌ حضور ﷺ جي جوانيءَ واريءَ عمر ۾ سندس اخلاق، خصلتن، توڙي عادات و اطوار جي بيحد تعريف ڪري ٿو، جن اسباب ڪري حضور ﷺ جن کي ”الامين“ جو خطاب عرب ۾ مليو هو. ميور لکي ٿو ته:

“Our authorities, all agree in ascribing to the youth of Mohammad a modesty of deportment and purity of manners are among the people of Mecca... Endowed with a

refined mind and delicate taste, reserved and melitative. he live much within himself, and the ponderings of his heart no doubt supplied occupation for leisure hours spent by others of a lower stamp in rude sports and profgacy. The fair character and honourable bearing of the unobtrusive youth won the approbation of his fellow-citizens; and he recieved the title, by common consent, of Al—Ameen, the Trust worthy.” (-38-39)

(ترجمو:اسان جا مصنف جيڪي محمد (صلی اللہ علیہ وسلم) جن جي جواني واري عمر کي حياءُ واري ورتاءُ ۽ سليقه مند سچائي سان نسبت ڏيکارڻ ۾ متفق آهن، اهي سڀئي مڪي وارن منجهان آهن... پاڻ سڌريل ذهن ۽ نازڪ ذوق جا مالڪ ۽ نويڪلائي پسند هئا، ۽ پنهنجو پاڻ پروڙڻ جي سوچ فڪر ۾ گذاريندا هئا ۽ انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته هيٺين ذهن رکندڙن جي وحشيانه وندر ۽ عياشيءَ ۾ گذرندڙ فرصت جي گهڙين بابت دل ۾ ڳڻ ڳوت ڪندا هئا. سٺي ڪردار ۽ معزز ورتاءُ واري هن حيادار نوجوان پنهنجي

شهر واسين جون دليون جيتي ورتيون ۽ عام منظوريءَ سان ڪيس ”الامين“ جو خطاب مليو جنهن جي معنيٰ آهي ”سچو“ يا پروسي جوڳو.)

## حضرت عائشه رضه سان شادي

بيبي خديجه رضه جي وفات تي سرڪار مدينه کي صدمو رسيو. صحابين سڳورن مان ڪنهن صلاح ڏني ته هو حضرت ابوبڪر جي نياڻي حضرت عائشه سان نڪاح ڪري. هن نڪاح ڪرڻ جو مطلب اهو به هو ته حضرت ابوبڪر رضي الله عنه سان رشته داري جا تعلقات قائم ٿيڻ جو حضور صلی الله علیه وسلم جن جي وزيرن مان هڪ وزير هو. احاديث ۾ نبي ڪريم صلی الله علیه وسلم حضرت ابوبڪر جي عظمت ۽ فضيلتن جي بي حد تعريف ڪئي هئي. حضرت عائشه نڪاح جي وقت صغير هئي ۽ نون ورهين جي عمر ۾ هن جي رخصتي ٿي هئي. ان ڪري حضور صلی الله علیه وسلم جن جي ساڻس دلي رغبت جو سوال ئي پيدا نه پيو ٿئي.

## بيبي سوده رضه سان نڪاح

مٿي عرض ڪيو ويو ته حضرت عائشہ رضه نڪاح جي وقت صغير هئي، ان ڪري رسول خدا صه حضرت سوده رضه سان شادي ڪئي. ان کان اڳ ۾ حضرت سوده پنهنجي مڙس سان گڏ قريش جي ظلمن کان عاجز ٿي حبش ڏانهن هجرت ڪري وئي هئي. اتان واپسيءَ بعد واٽ تي سندس مڙس جو انتقال ٿيو ۽ هيءَ ويچاري ڦلاوڻن (بيوه) ٿي وئي. ان وقت مسلم امت ٿوري تعداد ۾ هئي. ٻڍايو ته هيءَ نيڪ سيرت خاتون ڪاڏي وڃي. حضرت سوده رضه پنهنجيءَ رضا خوشيءَ سان نبي صلی اللہ علیہ وسلم سان شادي ڪرڻ ٿي گهري جا حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن قبول ڪرڻ فرمائي.

## حضرت حفصه رضه سان شادي

بيبي حفصه رسول ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جي هڪ ٻئي وزير حضرت عمر رضه جي نياڻي هئي. هن رشته ڪرڻ جو مقصد اهو به هو ته پاڻ ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن حضرت عمر جي ويجهو ٿين. حضرت حفصه جو مڙس خنيس بدر جي لڙائيءَ ۾ شهيد ٿيو. جيئن مٿي عرض ڪيو ويو، ان وقت

اسلامي امت ۾ مڙدن جي ٿورائي هئي، ان ڪري حضرت عمر رضه پنهنجي بيوه ڌيءَ حفصه جي شاديءَ لاءِ پهريائين حضرت ابوبڪر ۽ پوءِ حضرت عثمان کي چيو، پر ٻنهي جي نابري وارڻ تي آخرڪار سال ٽئين هجريءَ ۾ رسول الله ﷺ حضرت حفصه هڪ ڦلاوتڻ عورت سان شادي ڪئي. ساڳي سال هڪ صحابي حضرت عبدالله ابن جحش اسد جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويو ۽ هن جي ڦلاوتڻ زال حضرت زينب رضه سان حضور ﷺ جن شادي ڪئي. هڪ سال بعد ابو سلمہ جي موت کان پوءِ سندس ڦلاوتڻ زال ام سلمه حضور جن جي نڪاح ۾ آئي.

## حضرت زيد جي مطلقه زال زينب رضه سان شادي

حضرت زينب بنت جحش رسول ڪريم ﷺ جي ڦاٿ هئي. حضور ﷺ جن پاڻ هن جو نڪاح پنهنجي آزاد ڪيل غلام حضرت زيد رضه سان ڪرڻ پئي چاهيو، پر عرب ۾ ان وقت نسلي غرور اوج تي هو. حضرت زينب رضه جي مائٽن پنهنجي وقار جي منافي سمجهيو ته قريش

جي هڪ عورت جي شادي هڪ غلام سان ڪرائجي، پر حضور ﷺ جن هن نسلي غرور جي لعنت مٽائڻ لاءِ حضرت زينب رضه جي شادي زيد سان ڪرائي پر بعد ۾ ٻنهي جي وچ ۾ اڻ بڻت پيدا ٿي هئي، ان ڪري حضرت زيد رضه زينب کي طلاق ڏني، ان کانپوءِ سندس مائٽن زينب جو نڪاح خود حضور ﷺ جن سان ڪرايو هو.

## ام المساڪين حضرت زينب رضه سان شادي

ام المؤمنين حضرت زينب بنت خزيمہ اڳ ۾ حضرت عبيده بن حارث سان پرڻيل هئي. هن جو مڙس بدر جي لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويو. پاڻ ڏاڍي سخي عورت هئي، ان ڪري ام المساڪين يعني مسڪينن جي ماءُ جي لقب سان مشهور ٿي وئي. حضور ﷺ جن هن نيڪ ڦلاوتڻ عورت سان شادي ڪئي. پاڻ ڪريم ﷺ جن جي حرم ۾ هڪ يا ٻه سال رهڻ بعد وفات ڪري وئي. حضرت خديجه کان پوءِ ٻئي نمبر تي حضرت زينب انتقال ڪري وئي هئي.

## بيبي جويره رضه سان شادي

بني مصطلق جي لڙائيءَ ۾ مسلمانن جي هٿ ڪيترائي جنگي قيدي چڙهيا، انهن ۾ مردن سان گڏ عورتون پڻ هيون. انهن عورتن مان عرب سردار حارث جي ڌيءَ حضرت جويريه رضه پڻ هئي. حارث پاڻ حضور صلى الله عليه وسلم جن وٽ ڪهي آيو ۽ پنهنجن پن پٽن سان گڏ اسلام قبول ڪيائين. جويريه جو مڙس اڳ ۾ ئي گذاري ويو هو ان ڪري حارث پنهنجيءَ هن ڦلاوتڻ ڌيءَ جو سڱ حضور صلى الله عليه وسلم جن کي ڏنو. شاديءَ بعد مسلمانن بني مصطلق جي سڀني گرفتار ڪيل ماڻهن کي انهيءَ بهاني سان ازاد ڪيو ته جنهن قبيلي مان نبيءَ صلى الله عليه وسلم جي شادي ٿي آهي ان کي گرفتاريءَ ۾ رکڻ روا نه آهي.

## حضرت ام حبيبه رضه سان شادي

هيءَ خاتون ابو سفيان جي ڌيءَ ۽ حضرت معاويہ رضه جي ڀيڻ هئي. حضرت ام حبيبہ به حبش ڏانهن هجرت ڪري وئي هئي. اتي سندس مڙس عبيدالله عيسائي مذهب اختيار ڪيو. هن جو مڙس اتي ئي گذاري ويو ۽ اهڙيءَ طرح حضرت ام حبيبہ ڦلاوتڻ ٿي وئي. ابو سفيان احد جي لڙائيءَ

۾ حضور ﷺ جن خلاف لڙيو ۽ بعد ۾ مسلمان ٿيو. پاڻ ڪريم ﷺ جن هڪ هنڌ ابو سفيان جي تعريف ڪندي فرمايو ته:”من دخل دار ابي سفيان کان آمنا“ (جو ابو سفيان جي گهر ۾ گهڙندو امن وارو آهي.) بيبي ام حبيبہ سان شادي ڪرڻ جو مقصد بني اميه سان رشته داري پڻ قائم ڪرڻي هئي، ان ڪري رسول خدا ﷺ ابوسفيان جي ڌيءَ بيبي ام حبيبہ سان شادي ڪئي هئي.

صفحو 25

## صفيه، ماريه ۽ ميمونه رضه سان شاديون

سن ستين هجريءَ ۾ مسلمانن جي يهودين سان خيبر جي لڙائي لڳي هئي. ان ۾ هڪ يهودي سردار جي ڌيءَ حضرت صفيہ پڻ گرفتار ٿي آئي. يهودي مسلمانن خلاف دائمي طور لڙندا رهيا ۽ انهن لاءِ دردِ سر ثابت ٿيا. حضور ﷺ جن هن قبيلي سان رشته داري قائم ڪرڻ جي ارادي سان حضرت صفيہ رضه سان شادي ڪئي، جا به هڪ ڦلاوتڻ عورت هئي ڇو جو سندس مڙس خيبر

جي لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. ساڳي سال حضور ﷺ جن حضرت ماريہ قبطيءَ سان شادي ڪئي جا مقوقس مصر جي بادشاه کين سوکڙيءَ طور موڪلي هئي. حضور ﷺ جن جو فرزند حضرت ابراهيم بيبي ماريہ قبطيءَ جي بطن مان ڄائو هو ۽ ننڍي هوندي لاڏاڻو ڪري ويو، جنهن جي وفات تي حضور ﷺ جن غمگين ٿيا. سندن اکين مبارڪن مان ڳوڙها ڪرندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته:"العين تدمع و القلب يحزن و انا بفراقک يا ابراهيم لمحزونون" (اکين مان ڳوڙها ڪرن ٿا، دل غمگين آهي. اي ابراهيم! تنهن جي وڇوڙي ڪري اسين غمزده آهيون.)

ساڳي سال هڪ ٻي ڦلاوتڻ عورت حضرت ميمونہ رضه حضور ﷺ جن سان شادي ڪرڻ چاهي. سندس هيءَ استدعا حضرت محمد ﷺ جن قبول ڪرڻ فرمائي ۽ ساڻيس شادي ڪيائون.

## چار شاديون ۽ اسلام

اسلام ۾ هڪ ئي وقت چئن شادين ڪرڻ جي اجازت آهي، بشرطيڪ انهن جي وچ ۾ انصاف ڪيو وڃي ۽

زالن جي حقن جي حفاظت ڪئي وڃي. قرآن مجيد ۾ مسلمانن کي حڪم ڏنل آهي ته:”فانکحو اماطاب لکم من النساء مثنيٰ و ثلاث و ربٰع فَاِن خفتم الا تعدلو افواحدة اوما ملکت ايمانکم.“ هاڻي ڪو شخص مونجهاري ۾ پئجي سگهي ٿو ته اسلام ۾ مشروط طور هڪ ئي وقت چئن زالن جي پرڻجڻ جو حڪم آيل آهي، پر رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم چئن کان مٿي شاديون ڪيون هيون. ان سوال جو جواب هن طرح آهي ته چئن زالن رکڻ واري آيت هجرت کان پوءِ اٺين سال نازل ٿي هئي، جڏهن ته رسول صلى الله عليه وسلم جن سڀئي شاديون مٿينءَ آيت جي نزول کان اڳ ۾ ڪيون هيون. اهڙيءَ طرح معترضين جي ان سوال جو جواب به ملي وڃي ٿو ته عام مسلمانن کي ته چئن زالن پرڻجڻ جو حڪم ڏنل آهي، پر نبي صلى الله عليه وسلم ان کان وڌيڪ شاديون ڪيون.

## رسول الله صلى الله عليه وسلم کان اڳ به پيغمبرن هڪ کان وڌيڪ شاديون ڪيون

ڪيترن ئي ذهنن کي رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم جي شادين بابت مونجهارو پيدا ٿيو آهي. سندن مخالف سوانح نگارن

جهڙوڪ ميور ۽ ٻين هن عظيم انسان تي عياشي (Profilgacy) جو الزام مڙهيو. جنهن شخص ويهن سالن جي عرصي ۾ عرب ڏيهه ۾ هڪ وڏو انقلاب برپا ڪيو، ماڻهن کي تهذيب ۽ شائستگي سيکاري، ان لاءِ الزام مڙهڻ ته هو پاڻ اخلاق کان ڪريل هو، سخت تعصب ۽ جهالت تي مبني آهي. ڇا ڪو به اونده ۾ رهڻ وارو شخص ٻئي ڪنهن کي به روشني ڏيئي سگهي ٿو؟ ماڻهو ڇا به چون پر اها حقيقت آهي ته اڳين پيغمبرن به هڪ کان وڌيڪ شاديون ڪيون ۽ سندن شريعت ۾ تعداد ازواج (Polygamy) جو رواج هو. حضرت ابراهيم عليه السلام، حضرت يعقوب عليه السلام، حضرت موسيٰ عليه السلام توڙي دائود عليهم السلام هڪ کان وڌيڪ شاديون ڪيون هيون. اها ئي رسم هندن جي وڏن رشين ۾ هلندي پئي آئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو مثال ته ڏيئي نٿو سگهجي، جيڪڏهن هن جي سنت تي هلجي ته دنيا جو خاتمو ٿي سگهي ٿو، ڇو ته مقدس انجيلن مطابق حضرت عيسيٰ عليه السلام ڇڙو رهيو، سڄي عمر شادي ئي ڪونه ڪيائين.

رسول ڪريم ﷺ جي گهريلو زندگيءَ ڪي ٽن دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

## پهريون دور

نبيﷺ پنجويهن سالن جي عمر تائين ڇڙا رهيا ۽ هن ئي عمر ۾ ڪيس مڪه جا رهاڪو الامين ڪوٺيندا هئا. سندن هيءَ ڇڙائپ واري زندگي نهايت پاڪيزه رهي. مٿي مون سندس تنقيد نگار سوانح لکندڙ سر وليم ميور جي شهادت نقل ڪئي، جنهن ۾ هن صاحب رسول ڪريم ﷺ جي جوانيءَ واري حياتيءَ جي بيحد تعريف ڪئي آهي ته اها عفت ۽ ايمانداريءَ واري هئي، جنهن ڪري ماڻهن ڪيس ”الامين“ جو لقب ڏنو هو.

## ٻيو دور

جڏهن پيغمبر خدا ﷺ پنجويهن سالن جي عمر کي پهتو ته هن چاليهن ورهين جي هڪ ڦلاوتڻ عورت بيبي خديجه رضه سان شادي ڪئي. سندس پهرين شادي هڪ بيوهه عورت سان ٿي سا به هن کان پندرهن ورهيه وڏي هئي. رسول الله ﷺ پاڻ هڪ معزز قبيلي قريش سان تعلق رکندا هئا، هو سولائيءَ سان هڪ حسين ڪنواريءَ

چوڪريءَ سان پرڻجي پئي سگھيا. بيبي خديجه سان رسول خدا ﷺ ستاويھ سال گڏ ازدواجي زندگي گذاري، تان جو بيبي سڳوريءَ جو انتقال ٿيو. ان عرصي دوران هن ٻي ڪا به شادي نه ڪئي. بيبي صاقّحبه جي وفات وقت حضور ﷺ جن جي عمر مبارڪ ٻاونجاھ سال هئي. حضرت خديجه رضه کان پوءِ حضور ﷺ جن حضرت سوده رضه سان شادي ڪئي جا به عمر ۾ وڏي هئي. هوءَ پنهنجي مڙس سان گڏ حبش ڏانهن هجرت ڪري وئي ۽ سندس مڙس جو انتقال اتي ٿيو هو.

## ٽيون دور

هاڻي ٽيون دور ملاحظه ڪريو. هجرت جي ٻئي سال ۾ رسول خدا ﷺ قريش سان جنگيون لڙيون هيون، جنهن ۾ عرب جا ٻيا قبيلا به شامل هئا. هنن جنگين ۾ ڪيترائي مرد شهيد ٿيا هئا، جي ئي پنهنجن فئملين کي سپورٽ ڪندا هئا. هي جنگيون مسلسل اٺين هجري سنه تائين هلنديون رهيون. انهيءَ دور ۾ رسول خدا ﷺ سڀ شاديون ڪيون هيون، جن تي موجوده ذهن جا ماڻهو اعتراض وارينداآهن. لطف جي ڳالھ هي آهي ته ان وقت

رسول خدا ﷺ جي دوستن توڙي مخالفن مٿس ڪو اعتراض نه ڪيو. هنن ڏٺو پئي ته نبي بيوه عورتن کي سهارو پئي ڏنو ۽ هنن جي سار سنڀال پئي لڌائين. جيئن مٿي عرض ڪيو ويو ته رسول الله ﷺ کي فقط ٻن گهر وارين حضرت خديجه ۽ حضرت ماريه قبطيءَ جي بطن مبارڪ مان ٻار ڄاوا هئا.

## رسول الله ﷺ جون شاديون - هڪ عيسائي مصنف جي نظر ۾

جيتوڻيڪ سر وليم ميور، فشر ۽ ڪئناٽو جهڙا ڪيا مصنف رسول خدا ﷺ جي شادين تي اعتراض ڪن ٿا، پر مغرب ۾ ڪي حق پرست ليکڪ به ٿي گذريا آهن، جن رسول خدا ﷺ جو دفاع به ڪيو آهي. مسٽر باسورٿ سمٿ (Bosworth Smith) انهن مان هڪ هو. اسان جي پياري نبي ﷺ جي شادين تي تبصرو ڪندي هو پنهنجي ڪتاب (Mohammad and Mohammandism) ۾ لکي ٿو ته ”بهرحال هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته حضرت محمد ﷺ رحم جي ارادي سان ڪيترين ئي شاديون محض ان ڪري ڪيون، جو

اهي عورتون لاوارث ۽ نڌڻڪيون هيون. رسول خدا جون گهر واريون گهڻو ڪري سپئي ڦلاوتڻ (بيوه) هيون ۽ دولت توڙي سونهن سوپيا جي لحاظ کان به نمايان ڪونه هيون. پر قصو مورڳو الٽو هو.“ (يعني نه سونهن واريون هيون ۽ نه دولتمند.)

“It should be remembered, however, that most of Muhammad's marriages may be explained, at least, as much by his pity for the forlon condition of the person's concerned, as by other motives. The were almost all of them widows who were not remarkable either for their beauty or their wealth, but quite the revers.” (Quoted in “Life of Mohammad” Page 245).

عياش رهڻي ڪهڻي ۾ سادا نه هوندا آهن

حضرت محمد ﷺ جي شادين جي روداد مٿي بيان ٿي. فقط متعصب ۽ دل جو ڪارو انسان ئي ان مان شهوت پرستي يا عياشي جو انومان ڪڍي سگهي ٿو. هونءَ به

عياش انسانن جي رهڻي ڪهڻي ڪڏهن به سادي ڪانه هوندي آهي. رسول خدا ﷺ ايڏي وڏي پاور رکندي به ٿڦ ٿانگر کان پري رهندا هئا. هر ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندا هئا. حضرت بيبي عائشه صديقه حضور ﷺ جن بابت ٻڌائي ٿي ته ”کان يحلب شاته و يخيط ثوبه کان بشرامن البشر.“ يعني رسول خدا ﷺ جن پنهنجيءَ ٻڪريءَ کي پاڻ ڏُهندا هئا، پنهنجن ڪپڙن کي پاڻ ٽوپو ڏيندو هو ۽ انسانن مان هڪ انسان هو. ”سندن سادگيءَ کي مغربي مصنفن به نوٽ ڪيو آهي. مثال طور ارڙهين صديءَ جو نامور يورپي تاريخ دان گبن (gibbon) پنهنجي ڪتاب ”رومي سلطنت جو زوال“ ( Decline and fall of Roman Empire) ۾ حضور ﷺ جن جي سادگي واريءَ حياتيءَ بابت لکي ٿو ته حضور ﷺ جن کي شاهاڻي شان شوڪت کان نفرت هوندي هئي. باھ پاڻ دکائيندو هو، گهر جي ايوان ۾ پاڻ ٻوهاري ڏيندو هو. هٿن سان کير ڏهندو هو. پنهنجي جتي توڙي اوني پوشاڪ کي پاڻ چتيون هڻندو هو.

راهبانه زندگي کان ڪناره ڪشي ڪري رسول خدا ﷺ عربن جو پرهيز وارو ۽ سادو کاڌو بغير تڪليف

جي ڪائيندو هو. ان باري ۾ ڪا به وڏائي محسوس نه ڪندو هو. ڪنهن ڪنهن موقعي تي حضرت محمد صلى الله عليه وسلم پنهنجي اصحاب سڳورن جي ميزبانيءَ جا فرائض بجا آڻيندو هو. پر هن جي گهريلو زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي هفتن تائين گهر جي چلهه تي باهه نه ٻرندي هئي.“

“The good sence of Muhammad, despised the pomp of royalty; the Apostle of god submitted to the menial offices of the family, he kindled the fire, swept the floor, milked the cows and mended with his own hands shoes and his woollen graments. Disdianing the penance and merit of a hermit, he observed without effort and vanity, the abstemious diet of an Arab and a soldier. On solemn occasions he feted his companions with hospitable plenty; but in domestic life, many weeks would elapse without a fire

being kindled in the hearth of the prophet.” (Page -49).

مؤرخ گبن رسول خدا ﷺ جي سادگيءَ بابت مٿي جو ڪجھ لکيو ان کي پڙهي ڪو مخبوط الحواس ۽ پاڳل انسان ئي هن عظيم شخص تي عياشي جهڙو بيهوده الزام مڙهيندو. دل ٿي گهريم ته پنهنجي پياري پيغمبر ﷺ جي سادگيءَ بابت هڪ ٻئي نامور مغربي مؤرخ پروفيسر اسٽئنلي لين پول (Stanly Lane Pool) جي ڪتاب ”رسول خدا ﷺ جون تقريرون ۽ آمهون سامهون جي گفتگو“ ( The speeches and table-talk of the Prophet Mohammad.) مان هڪ حوالو پيش ڪجي ٿو.

لکي ٿو ته ”رسول خدا ﷺ پنهنجن عادتن ۾ نهايت ئي سادو هو، جيتوڻيڪ هو پنهنجي شخصيت جو ڪافي لحاظ ڪندو هو. جڏهن هو پنهنجي اقتدار جي اوج تي رسيو، ان وقت به هن جو کائڻ پيئڻ، پوشاڪ ۽ گهر جو فرنيچر به قديم طرز جو رهيو. هو پنهنجين گهر وارين سان گڏ هڪ ساده ڪکائي گهرن جي قطار ۾ رهندو هو. اهي گهر هڪ ٻئي سان کجيءَ جي شاخن ذريعي جدا ٿيل

۽ مٿيءَ ۾ مضبوط ٿيل هئا. هو پاڻ باھ ٻاريندو هو، گهر ڪي ٻوهاري ڏيندو هو ۽ ٻڪرين کي پاڻ ڏهندو هو. تحقيق رسول خدا ﷺ جي گهر جي ٻاهران هڪ بينچ يا گئلري رکيل هئي، جتي ڪيترائي غريب ماڻهو ويٺل نظر ايندا هئا، جن کي ڪلي طور نبي ﷺ جي سخاوت جو آسرو هو ۽ ان تي پاڙيندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو اهڙن ماڻهن کي اصحاب بينچ ڪري ڪوٺيندا هئا. هن جو رواجي کاڌو ڪتل، پاڻي، جَوَن جي ماني هوندي هئي. کير ۽ ماکي کائڻ جو شوقين هو، پر اهو به اڪيلو ڪڏهن ڪڏهن کائيندو هو، ان ۾ به ٻيا ڀائيوار هوندا هئس. عرب جي بادشاه ٻڌجڻ کان پوءِ به صحرائي ماحول هن لاءِ سازگار رهندو هو ۽ ان کي پسند ڪندو هو.“

“In his habits he was extremely simple, although he besttowed great care on his person. His eating and drinking, his dress and his furniture retained, even when he reached the fullness of power, their almost primitive nature. He lived with his wives in a row of humble cottages seprated from one

another by palm – branches, cemented together with mud. He would kindle the fire, sweep the floor, and milk the goats himself. The little food he had was always shared with those who dropped in to partake of it. Indeed outside the prophet's house was a bench or a gallery, on which were always found a number of poor who lived entirely upon his generosity, and were hence called the people of the bench. His ordinary food was dates and water, or barley bread: milk and honey were luxuries of which he was fond, but which he rarely allowed himslef. The desert atmosphere seemed most congenial to him even when he was sovereign of Arabia.” (Page 45-47).

اهڙيءَ رهڻي ڪهڻي واري ماڻهوءَ کي عياش ڪوٺڻ مغربي مصنفن جي ايتري زيادتي آهي، جنهن جي مذمت ۾ الفاظ ئي ڪونه ٿا ملن.

## حضرت محمد ﷺ ۽ عورتن جا حق

رسول الله ﷺ جا مخالف ۽ دشمن طعنو ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته اسلام ۾ تعدد ازواج جي ڪري عورتن جي حقن کي ڪچلايو ويو آهي ۽ حضرت محمد ﷺ جي نزديڪ عورتن جي ڪا به سماجي حيثيت نه آهي. اسان جا ڪي مسلمان اديب دوست به هن فريب جا شڪار ٿيا ۽ افسانوي رنگ ۾ هو اسلام جي عائلي نظام تي جلهون ڪندا رهن ٿا. پر حقيقت ۾ اها اسان جي دوستن جي غلط فهمي ۽ ڪم علمي آهي. دنيا جي ڪنهن به رشي يا پيغمبر عورتن کي عاليشان مرتبو نبيءَ جي مقابلي ۾ ڪونه بخشيو آهي. اسان جو نبي ﷺ عورت ذات جو به وڏو محسن آهي. هن عورتن بابت جاهليت وارا سڀ تصورات ۽ وهم مٽائي ڇڏيا. رسول خدا ﷺ جي مٿان نازل ٿيل قرآن مجيد جي هڪ وڏي سورت ”النساءَ“ ۾ عورتن جا مسئلا بيان ٿيل آهن.

اسلام ۾ عورت کي ملڪيت جو حق ڏنو ويو آهي. قرآن ۾ عورتن جي ملڪيت جي وراثت لاءِ حڪم ٿيل آهي ته:”للرجال نصيب مما ترک الوالدان والاقربون مما قل منہ او کثر نصيبا مفروضا“ (سورة النساءِ) ”جو ڪجھ

ٿورو گهٽو پيءُ ماءُ يا ويجها عزيز ڇڏي وڃن ان ۾ مردن جو به حصو آهي، عورتن جو به حصو آهي، هڪ مقرر ٿيل حصو“ اسلام جي ظهور کان اڳ جاهليت جي دور ۾ عرب پنهنجن نينگرين کي جيئرو پوري ڇڏيندا هئا. رسول خدا ﷺ هن لعنت کي اچي ختم ڪيو. قرآن ۾ هڪڙي هنڌ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته ”واذالموؤدة سئلت باي ذنب قتلت“ جڏهن زنده پوريل ڇوڪرين کان پڇيو ويندو ته کين ڪهڙي ڏوهه سبب قتل ڪيو ويو هو. ايمان آڻڻ کان پوءِ هڪ صحابي رسول الله ﷺ کي اهو قصو ٻڌايو ته ڪيئن نه هن پنهنجيءَ نينگريءَ کي جيئرو پوريو. حديث ۾ اچي ٿو ته هيءَ دلخراش واقعو ٻڌي رحمة للعالمين ﷺ جي اکين مبارڪن مان ڳوڙها ڪري پيا هئا. صنف نازڪ جي حقن جي حفاظت لاءِ احاديث ۾ رسول ڪريم ﷺ جا ايترا ته فرمان نقل ڪيل آهن جن کي قلمبند ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. پڙهندڙن کي گهرجي ته هن موضوع بابت مولانا ابوالڪلام آزاد مرحوم جو عربيءَ مان ترجمو ٿيل ڪتاب ”مسلمان عورت“ جو مطالع ڪن.

مان مجان ٿو ته اڄوڪي مسلم معاشره ۾ عورتن سان سخت زيادتي ڪئي ٿي وڃي. پر ان لاءِ اسلام ۽ حضرت محمد صلى الله عليه وسلم جي تعليم جوابدار نه آهن. خرابي ان ڪري پيدا ٿي آهي جو مسلمان ان تي عمل نه ٿا ڪن. اسان جي مصنفن کي گهرجي ته هن سلسلي ۾ اسلام تي تنقيد نه ڪن. ان ۾ ڏوهه اسلام کان غير واقف مسلمانن جو ئي آهي. مغرب جي ڪيترن ئي عالمن پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو آهي ته اسلام عورتن کي حقيقي آزادي سان نوازيو آهي ۽ حضرت محمد صلى الله عليه وسلم عورتن جي حقن جو وڏو چئمپين هو. هيٺ ڪن عالمن جا رايا نقل ڪجن ٿا. پڙهندڙن کي گذارش آهي ته ان کي غور سان پڙهن.

مسز ايني بيسنٽ (Annies Besant) جي راءِ

مشهور انگريز خاتون مسز ايني بيسنٽ (وفات 1933ع) جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ هن جو وڏو رول رهيو آهي. ٿياسفٽ هجڻ کان علاوه وڏي سياسي مفڪر به هئي. وڏيڪ ته عورتن جي حقن جي حفاظت لاءِ به سڄي عمر جدوجهد ڪيائين.

مسز بيسنت پنهنجي ڪتاب ”حضرت محمد ﷺ جي زندگي ۽ تعليمات“ ( Life and Teachings of Mohammad) ۾ لکي ٿي ته:”مان هميشہ سوچيندي آهيان ته عيسائيت جي ڀيٽ ۾ اسلام ۾ عورت وڌيڪ آزاد آهي. جو مذهب فقط هڪ زال سان شادي ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿو (عيسائيت)، تنهن جي مقابلي ۾ اسلام ۾ عورت ذات وڌيڪ محفوظ آهي. القرآن ۾ عورت بابت قانون وڌيڪ انصاف ۽ لبرلزم تي مبني آهي. اسلام ۾ ته عورتن کي ملڪيت رکڻ جو حق هر وقت ۽ منڍ کان وٺي ڏنل آهي، پر عيسائي انگلئنڊ فقط گذريل ويهن سالن کان عورتن کي ملڪيت رکڻ جي حق سان مشرف ڪيو آهي. اسلام تي اهو الزام ته عورتن کي ڪو روح ئي ڪونہ آهي، سراسر بهتان ۽ من گهڙت آهي.“

“I offen think that woman is more free in Islam that in Christianity. Woman is more protected by Islam than by the faith which preaches monogamy. In Al-Quran the law about woman is more just and liberal. It is in the last twenty years that chirstian England

has recognized the right of woman to propert; while Islam has allowed this right from all time.... It is slanders to say that Islam preaches that woman have no souls." (Page 45-47).

جارج برناردشا جي راءِ

اهو ڪهڙو پڙهيل شخص آهي جو جارج برناردشا جي شخصيت کان واقف نه هوندو. هن انگريز ڊراما نويس ۽ مفڪر 1952ع ۾ وفات ڪئي آهي. پنهنجيءَ ڦوهه جوانيءَ کان سوشلسٽ خيالات رکندو آيو. هو سوشلزم جي نظام جو وڏو چاڻو ۽ عالم ٿي گذريو آهي. ان جي ثابتي سندس هڪ لکيل ڪتاب ( An intellegient woman's guide to Socalism...) مان ملي ٿو.

ٻي مهاڀاري لڳڻ وقت جڏهن سڄي دنيا جنگ جي شعلن ۾ وڪوڙجي وئي ته ان وقت جارج برناردشا بيان ڪيو هو ته "ڪاش اج محمد ﷺ جيئرو هجي ها ته اسان جي وچ ۾ صلح ڪرائي جنگ جي تباه ڪارين کان دنيا کي بچائي وجي ها."

مسز اينيءَ بيسنت پنهنجي ڪتاب ۾ اڳت هلي اسلام ۾ عورتن جي حقن بابت جارج برنارڊشا جي هڪ خط جو حوالو ڏئي ٿي. مسٽر شاهي خط قبرص جي هڪ مسلمان مسٽر نجم ثاقب کي لکيو هو. مسٽر برنارڊشا چوي ٿو ته ”عورتن ۽ ٻارڙن جي حيثيت توڙي جانورن سان رحمدلي ڏيکارڻ وارن معاملن ۾ حضرت محمد ﷺ جي تعليمات مغربي عيسائي خواه جديد فڪر کان گهڻي مٿي ۽ اڳاتي آهي.“

“The famoous British dramatist; george Bernard Shaw, in his letter to Mr. Najmi Saqib of Cyprus acknowledges that Prophet Muhammad's teachings on the status of woman, exposure of female children and kindness to animals were far ahead of western christian thought; even of modern thought.” (Page 25-26).

اهڙيءَ طرح مشور برطانوي مستشرق پروفيسر گب (h.A.R. gibb) به تسليم ٿو ڪري ته اسلام ۾ عورتن جي حقن کي محفوظ ڪيو ويو ۽ وڌيڪ ته ”حضرت

محمد ﷺ جي اصلاحات عورتن جي حيثيت کي وڏايو ۽ بلند ڪيو. اها اهڙي عام ڳالھ آهي جنهن کي سموري دنيا تسليم ڪري ٿي.“ ملاحظه ٿئي گب جو مشهور ”ڪتاب Mohammandism“

“That his (Mohammad's reforms enhances the status of woman in general is universally admitted.” (Page 32).

اسان ڪيترن ئي مغربي عالمن ۽ دانشورن جا حوالا نقل ڪري سگهون ٿا، جن پنهنجن ڪتابن ۾ تسليم ڪيو آهي ته حضرت محمد ﷺ عورتن جي حقن جو وڏو علمبردار هو. هن جي تعليمات جي اثر ڪري معاشري ۾ عورت کي جوڳو مقام نصيب ٿيو آهي. عورتن کي علم جي سکيا ڏني وئي ۽ انهن تاريخ اسلام ۾ تفسير، حديث توڙي فقہ جي ميدان ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو.

حضرت محمد ﷺ مڙدن سان گڏ عورتن کي به علوم پرائڻ جي تلقين ڪئي، جيئن پاڻ فرمايو اٿن ته:”طلب العلم فريضة عليٰ كل مسلم و مسلمة“ طوالت جي خوف ڪري مون اختصار کان ڪم ورتي هن موضوع بابت فقط ٻن ٽن نامور مغربي عالمن جا حوالا نقل ڪيا آهن.

## يورپي تهذيب ۾ عورت جو مقام

جيڪي ماڻهو ذهني غلامي ۾ مبتلا ٿي دعويٰ ڪن ٿا ته رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم ته عورتن کي ڪا به حيثيت نه ڏني، شريعت اسلام ۾ هڪ کان وڌيڪ زالن رکڻ (Polygamy) جي موڪل آهي، تن کي خبر ئي نه آهي ته خود يورپ ۾ عورتن سان ڪهڙي بچڙي نموني جي هلت ڪندا هئا. ڪنهن سمي پوري يورپي تهذيب ۾ عورتن تي ڏائڻ (Witch)هجڻ جي الزام ۾ ڪين جيئري جلائي ڇڏيندا هئا. ان ظلم جي مذمت ڪرڻ ۾ الفاظ ڪونه ٿا ملن. يورپ جو عظيم ترين فلسفي ۽ ناميارو دانشور آنجهاني براٽراندرسل (Bertrand Russel) پنهنجي هڪ ڪتاب ”اخلاقيات ۽ سياست ۾ انساني معاشره“ (Human Society in ethics and Politics) ۾ ڏائڻ عورتن بابت انجيل مقدس جو هڪ فرمان نقل ڪري ٿو ته ”ڪنهن به ڏائڻ عورت جي رهڻ کي اوهان برداشت ئي نه ڪيو.“ رسل لکي ٿو ته انجيل جي هن ئي حڪم تحت فقط جرمنيءَ ۾ سؤ سالن جي عرصي اندر يعني 1450ع کان 1550ع تائين هڪ لک ڏائڻ عورتون موت جو شڪار ڪيون ويون هيون.

“As a result of this text in germany alone، some one lac withces were put to death during the century from 1450 to 1550.” (Page 32).

ڇا ان قسم جا ڀيانڪ مثال اسان وٽ ملن ٿا. يورپي لوڪن ۾ ته عورت کي ڪو درجو ڪونه هوندو هو. ان سلسلي ۾ ممتاز دانشور آنجهاني برٽراندرسل (وفات 1970ع) جو ڪتاب ”شاديون ۽ اخلاقيات“ ( Marriages and Morales) جو مطالعو ڪرڻ نهايت ئي مفيد ۽ ڪارائتو آهي. اوهان کي خبر هئڻ گهرجي ته هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ تي پادرين رسل جي خلاف مخالفت جو طوفان کڙو ڪيو هو. 1940ع ۾ نيو يارڪ ۾ رسل فلاسفي جو پروفيسر هو. پادرين احتجاج ڪري رسل کي نوڪريءَ مان ڪيرائي ڇڏيو هو. برٽراندرسل جو هي ڪتاب مون نهايت ئي غور ۽ شوق سان پڙهيو. اختلافات جي باوجود تسليم ڪرڻو پوندو ته موضوع جي لحاظ کان رسل جو ڪتاب خاص مقام جو مالڪ آهي. هيٺ مٿئين ڪتاب جي ڪجھ بابن جو اختصار پيش ڪجي ٿو. اسلام ۽ حضرت محمد ﷺ جي تعليمات جا نقاد ان کي غور سان پڙهن.

برٽراندرسل پنهنجي ڪتاب ۾ عيسائين جي مذهبي ڪتاب ”انجيل“ ۾ حضرت عيسيٰ جو هڪ قول نقل ڪيو آهي ته ”اي عورت منهن جو توسان ڪهڙو واسطو“؟
“Woman! What have I to dee with thee.” (John II، 4).
عورت لاءِ عيسائيت ۾ شادي ڪرڻ به ايترو پسنديده فعل نه آهي، جيترو ڪنواري رهڻ ۽ جي شادي ٿي وڃي ته پوءِ ڪئٿالڪ فرقي ۾ طلاق ڏيڻ به ممنوع آهي. حيرت آهي ته ويهين صديءَ ۾ اٽليءَ جي پارليامينٽ ۾ وڏيڪان جي مخالفت ڪري طلاق جو بل پاس ٿي نه سگهيو. مشهور عيسائي عالم ۽ درويش (سينٽ) پال (Paul) جنهن کي عيسوي سنه کان سٺهٺ سال پوءِ رومي بادشاهه نيرو (Neru)مارايو هو، سو مٿئين دل سان شادي جي اجازت ڏي ٿو. شاديءَ کان پوءِ جنسي تعلقات بابت انهيءَ عيسائي عالم سينٽ پال جو قول آهي ته ”شاديءَ ۾ جنسي تعلقات قائم ڪرڻ نجات حاصل ڪرڻ جي راهه ۾ رڪاوٽ آهي.“

“Sextual intercourse even in marriage is some thing of a handicap in the a hempt to win salvation.”

سينٽ پال جو هڪ ٻيو قول نقل ڪندي برٽرانڊ رسل لکي ٿو ته هو شاديءَ جي اجازت هيٺين الفاظ ۾ ڏي ٿو ته ”سڙڻ کان شادي ڪرڻ بهتر آهي.“

“It is better to marry than to burn.”

ٻئي طرف اسان جي فطري دين اسلام ۾ نڪاح ڪرڻ سنت آهي. حضور ﷺ جن جو ارشاد آهي ته ”النڪاح من سنتي فمن رغب عن سنتي فليس مني.“ (يعني ته نڪاح ڪرڻ منهنجي سنت آهي، جيڪو به ان کان منهن موڙي ٿو سو مون مان نه آهي.) حضرت محمد ﷺ عيسائي مذهب جي ”ڇڙي رهڻ واريءَ زندگيءَ کي ممنوع قرار ڏنو. سندن قول آهي ته ”توالد واوتنا سلوٰ“ پيدا ڪيو ۽ نسل وڌايو. يورپي معاشري ۾ عورت کي ”اُم الخبائث“ يعني برائين جي جڙ تصور ڪيو ويندو هو.

پروفيسر برٽراندرسل پنهنجي مٿي مذڪور ٿيل ڪتاب ۾ هڪ ٻئي نامور عالم ليڪي (Lecky) جي ڪتاب ”يورپي اخلاقيات جي تاريخ“ ( History of European

(Morales مان هڪ حوالو ڪوري ٿو. ليڪي چوي ٿو
ته ”عورت کي جهنم جو دروازو ۽ سڀني انساني بيمارين
جي ماءُ قرار ڏنو ويو. عورت کي عورت سڏائڻ تي شرم
محسوس ڪرڻ کپي، عورت ذات جي ڪري دنيا ۾
ڪيترائي عذاب ۽ قهر نازل ٿيا. ان ڪري عورت کي
کپي ته هو سدائين توبه ۽ استغفار ۾ رهي، عورت کي
پنهنجي پوشاڪ تي شرم اچڻ کپي چو ته اها سندس زوال
جي يادگيري آهي. خاص طور پنهنجي حسن تي عورت
کي شرم اچڻ گهرجي چاڪاڻ ته اهو شيطان جو وڏي ۾
وڏو هٿيار آهي.“

“Woman was represented as the door of hell, as the mother of all human ills. She should be ashamed at the very thought that she is a woman. She should live in continual penance, on account of the curses she has brought upon the world. She should be ashamed of her dress, for it is the memorial of her fall. She should be especially ashamed of her beauty, for it is the most potent

instruement of daemon.” (Marriage and Morales Page-35).

يورپ ۾ نسواني حقن جي تحريڪ سترهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ فرينچ انقلاب جي ڪاميابيءَ کان پوءِ شروع ٿي هئي. سول قانون ۾ ترميم ڪري ڌيئرن کي ورثي جو حق مليو. يورپ ۾ عورتن جي آزاديءَ بابت پهريون ڪتاب 1792ع ۾ شايع ٿيو هو، جو هڪ پرجوش عورت مئري وولس ٽونيڪرافٽ (Wolls Tonecraft) لکيو هو. سندس ڪتاب جو نالو آهي ”عورتن جي حقن جي حمايت“ ( Vindication of the Rightst of Women) هن ڪتاب يورپي عورتن کي پنهنجي حقن کان آگاهه ڪيو. مٿئين مائي صاحبه جي ڪتاب ڇپجڻ کان پوءِ 1840ع ۾ برطانيا جي شهره آفاق اديب، مفڪر ۽ دانشور آنجهاني جان اسٽوئرٽ مل (Mill) جو ڪتاب (Subjection of Women) شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ عورت جي مظلوميت بيان ڪري، مل انهن کي معاشره ۾ صحيح مقام ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. ردعمل جو شڪار ٿي يورپ ۾ عورتن کي ايتري ته آزادي ملي جو اها هاڻي خود انهن لاءِ مصيبت ثابت ٿي. عورت بالغ ٿي ته پنهنجي

معاش جو فڪر پاڻ ڪري. هوءَ بالغ ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي پيءُ ماءُ جي گهر مسواڙ تي رهي سگهي ٿي. مشهور عرب اديب ڊاڪٽر يحيٰ خشب پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ هڪڙي هنڌ دل ڏاريندڙ واقعو بيان ڪيو. چوي ٿو ته هو فرانس ۾ پي ايچ ڊي ڊگري وٺڻ لاءِ پئرس ويو هو، جتي هن هڪ فرينچ کان جاءِ مسواڙ تي ورتي. ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو ته ان فرينچ جي گهر هڪ ڇوڪري به ويٺل هئي. جاءِ جي ائگريمينٽ ڪرڻ وقت اها روئڻ لڳي. مون تنهن تي ڇوڪريءَ کان روئڻ جو سبب پڇيو، جنهن جي جواب ۾ چيو ته مان اوهان جي لئنڊ لارڊ جي ڌيءَ آهيان، اڃان ڪنواري آهيان، شادي به ڪانه ڪئي اٿم. منهنجو پيءُ اوهان واري جاءِ مون کي مسواڙ تي ڏيو ڏي، پر ڇاڪاڻ ته اوهان وڌيڪ مسواڙ ڀري ڏني آهي، ان ڪري جاءِ اوهان کي ملي. ٻڌايو ته مان ڪاڏي وڃان؟ ڇا ان جو نالو ترقي پسندي آهي؟

آمريڪا ۾ به ساڳيو حال آهي. اتي به عورتن جي ڇڙواڳيءَ وڏا مسئلاپيدا ڪيا آهن. سوزاڪ جي بيماري ننڍن توڙي وڏن ۾ عام آهي ۽ هن موذي مرض جي خاتمي لاءِ آمريڪي حڪومت ڪروڙين ڊالر خرچ ڪري ٿي.

عائلي نظام درهم برهم آهي. حرامي ٻچا ايڏا ته پيدا ٿا ٿين جو انهن جي ڪفالت دردِ سر آهي. حرامي ٻچن جي تناسب جو هي حال آهي جو جرمني جو مشهور سوشلسٽ سياستدان ولي برانڊٽ، جيڪو جرمنيءَ جو چانسلير جي اعليٰ عهده تي فائز رهيو، تنهن پبلڪ تقرير ۾ چيو ته ”هو حرامي ٻار آهي. ماءُ جي خبر اٿم پر پيءُ الائي ڪيرآهي. خبر نه اٿم ته ڪنهن جي نطفي مان پيدا ٿيو آهيان!“

پروفيسر پٽرڪ سوروڪن (Sorokin) پنهنجي ڪتاب ”آمريڪا ۾ جنسي انقلاب“ ( Sextual Revolution in America) ۾ امريڪي فئملي جو اهڙو ته نقشو چٽيو آهي جو پائنجي ٿو ته اڄ سڀان پوريءَ آمريڪي قوم جي ستيا ناس ٿي ويندي ڇا اهڙي زوال پذير معاشري جا علمبردار حضرت محمد ﷺ تي عورتن بابت الزام لڳائين ٿا؟ عورتن جي حقن جي علمبرداري فقط حضرت محمد ﷺ ڪئي اهي. اوهان ڪيترو وقت سچ کي ترىءَ هيٺ لڪائيندا؟

مشهور برطانوي سوشلسٽ مفڪر ۽ ڊراما نويس جارج برنارڊشا آنحضرت ﷺ جي شخصيت کي پرزور

خراج عقيدت پيش ڪندي لکي ٿو ته ”عيسائين توڙي سندن مشنرين اسلام جو خطرناڪ نقشو چٽيو آهي. نه فقط ايترو پر هنن نبي ڪريم حضرت محمد ﷺ ۽ هن جي مذهب خلاف منظم ۽ رٿيل پروپئگنبدا ڪئي آهي. مون اسلام توڙي رسول خدا ﷺ جي زندگيءَ جو مطالع خبرداريءَ سان ڪيو آهي. مون بحيثيت نقاد ۽ تاريخ جي شاگرد طور ائين ڪيو آهي. آخرڪار ان نتيجي تي پهتو آهيان ته حضرت محمد ﷺ في الحقيقت تمام وڏو ماڻهو هو. هو انسان ذات جو محسن ۽ نجات دهنده هو، جا ان وقت درد ۽ ڪرب ۾ لچي ڦٿڪي رهي هئي.

“The christians and their missionaries have presented a horrible picture of Islam. Not only that they also carried out an organized and plannes propaganda against the personality of prophet Mohammad and the religion he preached. I have done so both as a student of history and as a critic. And I have come to the conclusion that Muhammad was indeed a great man and a

deliverer and benefactor of mankind which was tillthen writhing under a most agonising pain.”

عيسائين جي مسلسل پروپئگنڊا جو اهو نتيجو نڪتو جو گذريل صديءَ کان وٺي مغرب ۾ حضور ﷺ جي ڪن سوانح نگارن هن عظيم انسان جي شادين تي اعتراض ڪندي هن کي عياش يا شهوت پرست (Profilgate) سڏيو. شادين بابت صحيح صورتحال مٿي بيان ڪيو ويو.

**حضور ﷺ جن مهاتما گانڌيءَ جي نظر ۾**

مهاتما گانڌي (قتل ٿيل 1948ع) ويهين صديءَ ۾ وڏي ۾ وڏو سياستدان ٿي گذريو. مشهور سائنسدان آئن اسٽائن چوندو هو ته ”مون کي گانڌيءَ جي همعصر هجڻ ۾ خوشي ۽ فخر آهي“ مولانا آزاد مرحوم هن کي ”موجوده هندستان جو عظيم ترين فرزند“ ڪوٺيو هو. مسٽر گانڌي اسان جي نبي سڳوري ﷺ کي نذرانه عقيدت پيش ڪندي چوي ٿو ته ”مون کي ان ڳالھ تي تعجب ايندو آهي جڏهن ڪاري ڪنبل پائڻ تي مون کان ڪو مسلمان سوال ڪندو آهي. مان انهن کي ٻڌائيندو آهيان ته ڪاري ڪنبل پائن جي مراد حضرت محمد ﷺ کي ذاتي خراج

عقيدت پيش ڪرڻ آهي، جنهن جهڙو عظيم ترين انسان وري دنيا ۾ پيدا ئي ڪونه ٿيو. رسول خدا ﷺ پنهنجي روز مره جي حياتيءَ ۾ ايڏو ته سادو هو جو وهم ۾ ئي نه اچي سگهندو هو ته ڪو هو لکن انسانن جي دلين تي حڪمراني ڪري رهيو آهي. 1936ع جي اليڪشن کان پوءِ ڪانگريسي گورنمنٽون قائم ٿيون هيون ته مون ڪين حضرت عمر رضه جي نقش قدم تي هلڻ لاءِ تلقين ڪئي هئي، چو جو حضرت فاروق اڪبر رضه نبي ﷺ جي هر قول ۽ دعوت تي لبيڪ چئي ان جو مڪمل نفاذ ڪري عام ماڻهوءَ جي زندگي سڌاري ڇڏي هئي.“

“I am only surprised when some Muslim asks me as to why I always use black blankets; i tell them that I do so as a token of my personal homage to Prophet Muhammad who was the greatest man the world has over produced. He was so simple in his day to day life thatone could hardly imagine that he was the man who was ruling over the hearts of the millions all over the world. I instructed

the congress governments، immediately after they assumed power after the elections of 1936 that they should follow the footsteps of Hazrat umer who thoroughly implemented every preaching of prophet Muhammad and thus bettered the lot of the common man.”

نبي ﷺ جي تاريخي ڪردار، سادگي ۽ جمهوري ماحول پيدا ڪرڻ تي مشهور انگريز اديب ۽ مصنف ڊاڪٽر سئمل جانسن (Johnson) هن کي ايڏي وقت گذرڻ جي باوجود جديد دور جو انسان ڪوٺي ٿو.

“His purely historical character, his simple humanity. claiming to be a man among men, his intenserealism avolding all mystical remoteness; the throughly democratic and universal form under which his ideas of divine monrchy led him to conceive the relations of men, the force of ethical appeal

all affiliate Muhammad with the modern world.”

حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته اوهان مان ڪو دعا گهري ته هن ريت نه گهري:ته الله تعاليٰ مون کي بخش ڪر جيڪڏهن تون چاهين يا رحم ڪر جيڪڏهن تون چاهين. پر هيئن چوي: مون کي بخش ڪر چو ته الله جل جلالہ تي ڪوئي جبر ڪرڻ وارو ڪونهي.
(موطا)

# غزوهء خندق

## پروفيسر غلام رباني عزيز

## مترجم: مولوي محمد صديق لاکو

هن جنگ جي اهميت جا ٻه سبب آهن:- پهريون هي آهي ته حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن مدينه منوره جي حفاظت لاءِ هڪڙي اهڙي شيءِ جي فائدي کي آزمايو، جنهن کان عرب بلڪل اڻ واقف هئا. ٻيو هي ته پهرين ٻن لڙاين (بدر ۽ احد) جي برعڪس، قريشي هن جنگ لاءِ پنهجي حليف قبائل کي به ، اسلام جي خلاف ميدان جنگ ۾ مقابلي لاءِ تيار ڪيو. جڏهن جنگ ختم ٿي وئي ته قريشن جي مايوسيءَ جي حد نه رهي، ڇو ته جڏهن هيءَ مهم ڊرامائي انداز ۾ واقع ٿي ته هر هڪ سوچڻ واري جو دماغ الجهن کان خالي نه رهيو ۽ تقدير جي خنده

استهزا(کل ٺوڪ) انهن جي شيطاني تدبيرن جي سلسلي جي پاڙ پٽي ڇڏي.

## يهودين جي خود غرضي

جڏهن رسول ڪريم ﷺ جن بنو نضير کي انهن جي اندروني مخفي حرڪتن سبب مديني کان ڪڍي ڇڏيو ته سلام بن ابي الحقيق، حئي بن اخطب، ڪنانه بن ربيع، هوزه بن قيس ۽ ابو عماره وائلي، جيڪو يهودين جي چڱن مڙسن مان هو، اهي سڀئي وفد جي صورت ۾ مڪي جي قريشن وٽ ويا ۽ انهن کي مسلمانن جي خلاف ڀڙڪايو. پر ڪجھ اهي يهودي جيڪي ڪم طاقت جنگ ڪرڻ جهڙا نه هئا، پر بنوقينقاع ۽ بنو نضير جي جلاوطني جي ڪري انهن جي افرادي قوت ۾ ڪمي اچي وئي هئي ۽ انهي واقعي کان ايترا ته مرعوب ٿي ويا هئا، جو انهن جي توانائي جواب ڏئي وئي هئي، ڇو ته لوھ کي لوھ ڪپيندو آهي. انهيءَ لاءِ انهن سوچيو ته ڇو نه قريشن کي، جيڪي مهاجرن جا پائر آهن، ان هفت خوان جي طئي ڪرڻ تي آماده ڪيو وڃي: جيڪڏهن اهي ڪامياب ٿي ويا ته اسان کي ٻيو ڇا گهرجي ۽ جيڪڏهن ناڪام ٿيا

تڏهن به اسان جو ڪجھ به نٿو بگڙجي، پر جيڪا ٻنهين طرفن کان قتل و غارت ٿيندي، انهيءَ جي نتيجي کان آخرڪار اسان ئي فائدي مند رهنداسين.
جڏهن حضور اڪرم ﷺ جن مشرڪن جي عقائد جي تنقيد شروع ڪئي ته مڪي جا ماڻهو هڪ هڪ، ٻه ٻه ٿي اسلام قبول ڪرڻ لڳا ۽ قريشن جو دفاع روز بروز ڪمزور ٿيندي ٿي ويو ۽ اهي پنهنجي اباڻي مذهب جي باري ۾ شڪ جو شڪار ٿي ويا. ڇو ته جيڪو شخص انهن کان جدا ٿي اسلام برادريءَ ۾ شامل ٿيو پئي، انهيءَ ۾ حيرت انگيز خوشگوار تبديليون ظاهر ٿي ٿيون. انهيءَ وفد جي اچڻ تي قريشن انهن کان دريافت ڪيو ته ”توهان اهل ڪتاب آهيو، اسان اوهان کان پڇون ٿا ته اسان جو دين بهتر آهي يا محمد ﷺ جو.“ڇو ته يهودين کي قريشن جي خاطر داري ڪنهن به حالت ۾ منظور ڪرڻي هئي، چوڻ لڳا ته”بلاشبه توهان جو دين بدرجهار اسلام کان بهتر آهي.“ قريشن کي انهيءَ منافقانه فتويٰ تي ڏاڍي خوشي ٿي، ۽ اهي مسلمانن جي خلاف لشڪر ڪشي تي دل و جان سان آماده ٿيا. انهيءَ کان پوءِ يهودي بنو غطفان

۽ بنو سليم وارن وٽ ويا. بنا دير اهي به قريشن سان ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا.

### ڪافرن جو لشڪر

جڏهن لشڪر تيار ٿيو، ته ان ۾ چار هزار غطفاني هئا. انن جو تعداد پندرنهن سئو هو، ٽي سئو گهوڙا هئا، لشڪر جو علم(جهندو) عثمان بن طلحه بن ابي طلحه رضه وٽ هو ۽ فوج جي ڪمان عيينه رضه بن حصن فزاري وٽ هئي. بنو اشجع جي چار سئو ماڻهن جو ڪماندر مسعود بن رخيله هو، بنو اسد جي هڪ هزار ماڻهن جي ڪمان طلحه بن خويلد سنڀالي، بنو مره جو تعداد به چار سئو هو ۽ انهن جي ڪماندر جو نالو حارث بن عوف هو، لشڪر جو تعداد ڏه هزار هو ۽ ابو سفيان سپہ سالار اعظم هو.

### بنوقريظ جي غداري

عرب قبائل ۾ انهيءَ باه کي پڙڪائڻ وارو بنو نضير جو قبيلو هو، جيڪو مديني جي جلاوطني کان پوءِ، سڙيل پيرن واري ٻلي وانگر ٻڪندو ڦرندو رهيو ٿي. قريش ته پهريائين مسلمانن جي بيخ ڪني تي شڪست کائي ويٺا هئا، انهيءَ لاءِ اهي هر اهڙي دعوت، جنهن ۾ مسلمانن جي مخالفت جو ڪو نه ڪو پهلو نڪري، ته ان کي بصد

مسرت خوش آمديد چوڻ وارا هئا، ڇو ته قبائل عرب ۾ ان وقت تائين قريش جي اثر رسوخ ۾ ڪو خاص فرق نه پيو هو. جڏهن انهن کي سڏيو ويندو هو ته جلدي ايندا هئا، بنو قريظ ته اڃا انهيءَ مهم ۾ شريڪ نه ٿيا هئا ۽ ظاهر آهي ته انهن جي تعاون کان سواءِ اها اسڪيم ڪڏهن به ڪامياب نه ٿي سگهي ها ۽ اهي واعده خلافي تي آماده نه هئا. انهي لاءِ ته حُيي بن اخطب رات جو ڪعب بن اسد سان جو بنوقريظ جو سردار هو، ملڻ آيو. انهيءَ قلعي جو دروازو بند ڪري ڇڏيو، ۽ اصرار ڪرڻ جي باوجود به دروازي کولڻ تي رضا مند نه ٿيو ۽ حُيي کي صاف چئي ڏنو، ته تو ن منحوس ماڻهو آهين، آئون نه تو سان ملڻ ٿو گهران، نه محمد ﷺ سان نقض عهد ڪرڻ تي تيار آهيان. جڏهن انهن مون سان ڪڏهن به وعده خلاف نه ڪئي آهي ته آئون غداري جو ارتڪاب ڪيئن ٿو ڪري سگهان، انهي لاءِ مونکي پريشان نه ڪر. پر جڏهن حُيي ڪهڙي طرح به نه ويو ته مجبورن ڪعب دروازو کوليو ۽ چوڻ لڳو: اي حُيي تو منهنجي لاءِ دنيا پر جي ذلتن ۽ رسواين جو تحفو آندو اٿئي. ڏس آئون وري به توکي آگاهه ڪريان ٿو، ته اهڙي ڪڪر تي اميد رکيو ويٺو آهين،

جنهن ۾ گوڙ ۽ ڪنوڻ ته آهي، پر ان ۾ پاڻيءَ جي هڪ ڦڙي به نه آهي. مونکي انهي جنجال ۾ نه وجهه، جو وفاداري جي بدلي ۾ غداري ڪرڻ حد ڪان زياده مشڪل معلوم ٿئي ٿي“. ليڪن حُيي به پڪو ضدي هو ۽ ان ڳالهه تي مضبوط ٿي بيٺو ۽ انهي وقت ويو، چو ته ڪعب بن اسد جو عقل جواب ڏئي ويو.

بهرحال حيي پنهنجي چرب زبانيءَ سان ڪعب کي يقين ڏياريو، ته تون مسلمانن ڪان خوامخواه مرعوب نه ٿيءُ. پهريائين ته هي طئي ڪيو ويو آهي ته انهيءَ جي باري ۾ اسان انهن کي حتمي طور تي قسم نامون وٺنداسون ۽ جيڪڏهن بالفرض محال اسان کي شڪست ملي ته به توسان عهد ڪيان ٿو ته آئون خيبر ڪان ٺپڙ ڪٽي تو وٽ ايندس ۽ ڏک سک ۾ توسان گڏ هوندس. هر انهيءَ لفظي ضمانت جي قدر و قيمت ئي ڪا نه آهي(جيتوڻيڪ حيي انهيءَ ڪان پوءِ مديني ۾ آيو هو) پر ڪعب وري به ڌوڪو کائي ويو. ائين چو ته ان کي ياد نه رهيو، جڏهن ته خود حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم سان پنهنجي معاهدي جي لباڙ هٽڻ ۾ بي باڪ آهي، ته اُن مطلب پرست يهوديءَ ڪان وفا جي اميد ڪيئن رکي سگهجي ٿي، جيڪڏهن اُن هن ڳالهه جو

سوچيو هوندو، ته بنو قريظ جو انجام هن کان مختلف هوندو.

حال جي تحقيق

حضور اڪرم ﷺ جن کي جلد معلوم ٿي ويو ته ڪعب بن اسد به سازش ۾ شريڪ آهي، پاڻ سڳورن حال جي تحقيق لاءِ حضرت سعد بن معاذ ۽ سعد عباده کي ڪعب ڏي موڪليو. تاڪيد فرمايو ته جيڪڏهن بنو قريظ معاهدي تي قائم آهن، ته مسلمانن جي حوصلن بلند رکڻ لاءِ ان جي خوب تشهير ڪئي وڃي، پر جي ڪڏهن واعده خلافي ڪري چڪا آهن ته ظاهر نه ڪيو وڃي، متان بد دليءَ کي فروغ نه ملي. جڏهن به رڪني وفد بنوقريظ وارن وٽ پهتو، ڏٺائون ته نقشو بدليل آهي. ليڪن وفد معاهدي جي پابندي ۽ ان جي پاڪائي جي حتي المقدور ڪوشش ڪئي، ليڪن پٿر کي نشان نه لڳي سگهيو ۽ وفد ناڪامياب ٿي موٽيو.

خندق جي باري ۾ مشورا

قريش ۽ انهن جي حليفن جو لشڪر مڪي کان نڪري منزلون ڪندو اچي رهيو هو. چو ته کلي ميدان ۾ نرم دلي سان مقابلو ڪرڻ ڏاڍو مشڪل هو ۽ مديني جي غير

مضافي آباديءَ کي بچائڻ به نهايت ضروري هيو. انهيءَ جي سوچ ويچار کان پوءِ سڀئي ماڻهو حضرت سلمان فارسيءَ جي انهيءَ راءِ سان متفق ٿي ويا ته شهر جي غير محفوظ حصي کي بچائڻ لاءِ خندق کوٽائي وڃي.
مديني جي ٽن طرفن کان کجن جا باغ ۽ جاين جو سلسلو اهڙي طرح پکڙيل هو، ۽ پاڻ ۾ اهڙا ڳنڍيل هئا جو فصيل معلوم پئي ٿي ۽ هيڏي دشمن جي حملي ڪرڻ جي ڪا به گنجائش نه هئي. حضور اڪرم ﷺ جن، شهر جي شمالي حصي کي، جيڪو غير محفوظ هو، غور سان ان جو جائزو وٺي ننڍين ننڍين حصن ۾ ورهايائون ۽ هر ڏهن گزن جي زمين جي کوٽائي جو ڪم ڏهن ماڻهن جي حوالي ڪيائون. خندق جي اونهائي پنج گز هئي ۽ ان جي ويڪرائي به اوتري هئي، جيئن ته گهوڙو چلانگ هڻي ٻئي طرف نه پهچي سگهي.
حضور اڪرم ﷺ جن جي شرڪت
خندق جي کوٽائي جو ڪم شروع ٿيو ته پاڻ سرور ڪائنات ﷺ مٽيءَ جي کوٽڻ ڍوئڻ ۽ پٿرن جي پچڻ ۾ برابر شريڪ هئا، چو ته ڪفارن جو لشڪر اچي رهيو هو، ۽ تشويش ناڪ افواهن مديني جي فضا کي ٿرٿلي ۾

وجهي چڙهيو هو. انهيءَ لاءِ ڪم جو وقت معمول کان زياده هو ۽ ڪم جي رفتار تمام تيز هئي. مسلمانن لاءِ نهايت معاشي تنگي جو زمانو هو، کائڻ پيئڻ ۽ رسد جي فراهمي جو خاص بندوبست نه هو، مشڪل سان ڪو خوش قسمت گهراڻو اهڙو هو، جنهن کي ڪئي فاقا نه ڪرڻا پيا هجن. خود حضور اڪرم ﷺ جن جي اهڙي حالت هئي. هڪ دفعي اصحاب سڳورن بک جي شڪايت ڪئي، ته اسان پيٽ سان پٿر ٻڌا آهن. رحمت للعالمين ﷺ پيٽ مبارڪ تان پهرياڻ کنيو ته پاڻ سڳورن ﷺ کي پيٽ سان ٻه پٿر ٻڌل هئا. بهرحال ويهن ڏينهن جي انتهائي محنت ۽ اعصاب شڪن مشقت سان خندق تيار ٿي، تڏهن مسلمانن کي مڙئي اطمينان نصيب ٿيو. اضطراب ۽ پريشانيءَ جو هي حال هو ته بعض اصحاب سڳورا، جن ۾ معتب بن قشير بدري خاص طور تي قابلِ ذڪر آهي، هي چئي ٻڌائيندو رهيو ته رسول ڪريم ﷺ ته اسان کي قيصر و ڪسريٰ جي خزانن جي بشارت ڏئي رهيا آهن، پر حالت هيءَ آهي ته اسان رفع قضا حاجت لاءِ گهرن کان نڪري نٿا سگهون، اسانکي اتفاقي واقعن کان بزدل نه ٿيڻ گهرجي. صحابه

ڪرام به گوشت ۽ ڪل جا انسان هئا، موت اکين سامهون اچي رهيو هو. دماغ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو، ۽ موت جو دروازو موت کان زياده حوصلي شڪن هوندو آهي. انهيءَ کان علاوه سڀ ماڻهو هڪ جهڙا نه هوندا آهن، هر جماعت ۾ ڪجهه نه ڪجهه ماڻهو اهڙا هوندا آهن، جيڪي سنگين حالات کان جلدي متاثر ٿيندا آهن.

ڪافرن جي لشڪر جي آمد

هڪ اڌ ڏينهن جي انتظار کان پوءِ مشرڪن جو جم غفير(وڏو لشڪر) به پهچي ويو. جڏهن خندق کي وچ ۾ حائل ڏٺائون. هن کان اڳ عربن جو انهيءَ سان واسطو نه پيو هو، انهيءَ لاءِ انهن وٽ ان جي پڄڻ جو ڪو به طريقو نه هو. خندق جي ٻئي ڪناري تي اسلامي لشڪر انهن جي دراز دست جي روڪ ٿام جي لاءِ همه تن مضبوط بيٺا هئا. انهيءَ نئين صورت حال انهن کي شيطاني منصوبي جي باري ۾ متردد(پريشان) ڪري ڇڏيو ۽ ڪوڙين اميدن جي هوائي قلعي جي زمين خشڪ ٿيندي رهي. ڪافرن کي نفسياتي محاذ تي پهرئين ڏينهن ئي شڪست ٿي.

هيڏي اسلامي لشڪر ۾ منافقن جي تخمينه جي سبب ڪي ماڻهو دل برداشته نظر اچي رهيا هئا، جنهن ڪري بعض اوقات ناقابل رشڪ حالت پيدا ٿي وجي پئي. پر اهڙن ماڻهن جو تعداد زياده نه هو، ان ڪري گهڻي ڀاڱي برابري رهي، ۽ ڪا خاص الجهن نظر نه آئي. منافق هڪ هڪ ٿي هن بهاني سان جدا ٿي ويا ته انهن جا گهر غير محفوظ هئا. انهن جي علحدگي جي ڪري ايترو ضرور فائدو ٿيو ته اسلامي لشڪر ۾ بددلي پيدا ڪرڻ وارا عناصر نڪري ويا ۽ مسلمان پوري طرح برابري سان نصب العين جي حاصل ڪرڻ ۾ منهمڪ (مشغول) رهيا.

**معاهدا**

ڏينهن گذرندا رهيا ۽ خطرن جي هيبت جي تاريڪي گهٽائي ۾ وڌي رهي، جيئن ته بعض ماڻهن جا لڱ منهن ۽ اکين جي بينائي ويندي ڏسي ڪري حضور اڪرم ﷺ جن کي خيال آيو ته متان سنگين حالتن جي ڪري انصار همت هاري وهن. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ﷺ عيينه بن حصن ۽ حارث به عوف کي مخفي پيغام موڪليو ته جيڪڏهن تون پنهجا چار هزار ماڻهو وٺي جدا ٿي وڃين

ته اسان مديني جي پيداوار جو ٽيون حصو بطور حق الخدمت ادا ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. انڌي کي ڇا گهرجي، به اکيون. هاڻي ته غير يقيني پڙدا مستقبل تي اچي وڃن ٿا. ڪير ڪٽي، ڪير هارائي. بالفرض مسلمانن تي شڪست به اچي وڃي، تڏهن به ايتري فائدي جي اميد رکي نٿي سگهجي، جيئن انهن ان کي غنيمت سمجهيو ۽ معاهدو لکي ڏنو.

## انصار جي ثابت قدمي

هاڻي معاهدي تي باقي دستخط رهيل هو، جو رسول اڪرم صه جن حضرت سعد بن معاذ ۽ سعد بن عباده کي مشوره لاءِ طلب فرمايائون. معاهدو ڏسي ڪري انهن دريافت ڪيو ته: ”يارسول الله صلى الله عليه وسلم! هي حڪم خداوندي آهي يا اوهان جي طرفان آهي؟“ فرمايائون: ”منهنجي راءِ آهي “ عرض ڪيائون ”يارسول الله صلى الله عليه وسلم! ڪفر جي حالت ۾ به ڪنهن شخص کي جرا ءت نه ٿي جو اسان جي باغن طرف اک کڻي ڏسي سگهي. هاڻي جڏهن خدا تعاليٰ اسان کي اسلام جي نعمت سان نوازيو آهي ۽ اوهان جي تشريف اسان جي وقار ۾ اضافو

ڪيو آهي، هي ڪهڙو حڪم آهي جو اسان غطفانين جا هميشه معتوب بنجي وڃون. هاڻي ان ڳالھ جو فيصلو تلوار ڪندي ته ڪير زياده طاقتور آهي،“ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن، حضرت سعد بن عباده جا جوشيلا جملا، جيڪي ايماني حڪمت ۽ يقين جي پختگي سان ڀرپور ظاهر هئا، ٻڌا ته فرط مسرت سان سندن چهرو مبارڪ ٻهڪندو رهيو ۽ معاهدي جو مسودو ڦاڙي اڇلي ڇڏيائون.
جيئن ته ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ خندق حائل هئي، انهيءَ ڪري دست بدست جنگ ڪرڻ جو موقعو نه ٿي ملي سگهيو، ان ڪري ڪڏهن تيز اندازي سان ته ڪڏهن پٿر بازي سان دل جي باھ ڪڍي وئي ٿي. هر هڪ مسلمان ان لحاظ کان ضروري فائدي ۾ هو، جو اهي شهر جي اندر هئا، پر خوراڪ جي ڪمي ۽ اوکائي جي ڪري انهن جي حالت ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندي ٿي ويئي.
عمرو بن عبدود ۽ حضرت علي ڪرم الله وجہ
ڪافرن جي لشڪر جي بعض ڪماندرن جو هي معمول(عادت) هو ته رزانو صبح جو سوار ٿي نڪرندا هئا، شهر جي چوڌاري اوسي پاسي ڦسندا هئا، پر جڏهن ته مسلمانن جي سخت ناڪا بندي هئي، ڪجھ نه ٿيندو هو

ته گهمي ڦري ناڪامياب ٿي موٽي ويندا هئا. هڪ ڏينهن عمرو بن عبدود، عڪرمہ بن ابوجهل، هبيره بن ابي وهب ۽ ضرار بن الخطاب خندق جي چوڏاري ڦرندا ڏسندي هڪ اهڙي جاءِ تي اچي بيٺا جتان خندق جي ويڪرائي گهٽ هئي. عمرو بن عبدودو سيني کان اڳتي هو ۽ رجز پڙهي پڙهي مبارزت جي دعوت ڏئي رهيو هو. اهو شخص عرب جي نامور بهادرن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي، جيڪو هزار سوارن جي برابر سمجهيو ويندو آهي. عمرو بن عبدود غزوه بدر ۾ زخم کائي چڪو هو ۽ هينئر به انتقاميِ ارادي سان آيو هو. گهوڙي کي اڙي هڻڻ جي دير هئي، ته اک چنبپ ۾ ٻئي ڪناري پهچي ويو، ۽ آواز ڪري چوڻ لڳو ته ڪير مقابلو ڪندو؟ مسلمانن جي طرفان ڪو به جواب نه آيو، ته حضرت علي رضه اٿيو ۽ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن کان اجازت گهريائين. پاڻ سڳورن اشارو ڪيو ته بس ڪر. عمرو وري پڪاريو، ته هن طرف کان فاتح خيبر اٿيو، ۽ حضور صلى الله عليه وسلم جن اجازت ڏني، ته رجز پڙهندي دشمن جي سامهون ٿي بيٺو. انهيءَ دريافت ڪيو ته ”تنهنجو نالو؟“ چيائون ”علي“. ”علي بن مناف؟“ نه، علي بن ابي طالب “ ”چا تنهنجي

اعمام(چاچن) مان ڪو موجود نه آهي؟ ميان صاحبزادا، آئون توکي قتل ڪرڻ نٿو گهران“. عربن جو دستور هوندو آهي ته جيڪو شخص حسب و نسب ۽ شهرت ۽ ناموس ۾ ان جو برابر نه هوندو آهي، ته ان سان ڪڏهن به نه وڙهندا ۽ جيڪڏهن هڪ دفعو انڪار ڪري ويٺو ته پوءِ انهيءَ کي جنگ جي لاءِ آماده ڪرڻ حد کا زياده مشڪل هوندو آهي. حضرت علي رضه سوچيو ته جيڪڏهن هي  شخص پنهنجي انڪار تي ضد ڀڏي ويهي رهيو ته اسان جي توهين ٿي پوندي. فوراً گفتگوءَ جو رخ مٽائي فرمايائون:”عمرو! تون چوندو هئين ته ميدان جنگ ۾ دشمن جي ٻن ڳالهين مان هڪ ضرور مڃيندس، ڇا هاڻي ان تي قائم آهين؟“ ”جي! قائم آهيان”. ”ڇڳو جيڪڏهن هيءَ ڳالهه آهي ته مان توکي قبول اسلام جي دعوت ڏيان ٿو“. علي! مون کي انهي سان ڪا به دلچسپي نه آهي. ”ته پوءِ اچ ته جنگ ڪريون“. چو ته انڪار ڪري نٿي سگهيو، بي دليءَ سان هائو ڪرڻي پيس. پر غصي کان ڳاڙهو لال ٿي رهيو هو. حملو ڪرڻ وارو هو، ته حضرت علي اشارو ڪيو ته”ذرا بيهه، تون سوار آهين،  آئون پيادل آهيان، مقابلو ڪرڻو آهي ته گهوڙي

ڪان هيٺ لهہ“ ڪنڌ ڳچو آڪڙيل ڪاوڙ ڪان بدحواس ته ٿي رهيو هو، لهي پيو ۽ زور سان تلوار جو وار ڪيائين ته لوھ جو خوذ ٽڪرا ٿي پيو ۽ پيشاني زخمي ٿي پئي. جواباً حضرت علي رضه هٿ هنيو ته عمرو بن عبدود جي ٻانهن جسم کان ڌار ٿي وئي، ڪريو ۽ مري ويو، سندس ساٿي جان بچائي ڀڄي ويا.

## هڪ مخدوش روايت

عمرو بن عبدود جي باري ۾، تمام ارباب سير مولانا شبليءَ سميت، هن ڳالھ تي متفق آهن ته جڏهن هي مقابلو پيش آيو، ته عمرو جي عمر 90 سال هئي ۽ ايترو ته چاق چوبند ۽ طاقت ور هو، جو وڏا وڏا بهادر ۽ شيردل نوجوان ان جي مقابلي کان ڪوءُ کائيندا هئا. جيئن ته اسلامي لشڪر مان حضرت علي رضه کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به مقابلي جي همت نه رهي. هي اُنهيءَ روايت پرستي جو(جيڪو اسان جي رڳن ۾ خون ۾ جاري ۽ ساري آهي) ڪرشمو آهي، ته اسان غور ۽ فڪر جي صلاحيتن کان محروم ٿي چڪا آهيون ۽ ڪيتري به معتبر ڳالھ چو نه هجي، اسان جي زور اعتمادي ان کي

صحيح سمجهڻ ۾ ذرو به فڪر يا ويچار نه ڪندي آهي، چو ته عرب اهڙي گرم ملڪ ۾ آهن جتي سٺ سالن کان بعد مضبوط ماڻهو به هڏن جو پڃرو ٿي وڃي ٿو. عمرو بن عبدود جي ٻانهن ۾ اهڙي طاقت ڪهڙي طرح ۽ ڪٿان آئي، جو پيرسني ۾ به هو ڪنهن کي خيال ۾ ئي نه آڻيندو هو.

موجوده دور ۾ سائنس جي يڪسان ترقيءَ جي ڪري، عام ماڻهو جي اوسط عمر گذريل زماني جي باري ۾ ڏيڍوڻي ٿي وئي آهي. سڄي دنيا گهمي ڏسو، رياست هنزه جو به چڪر هڻي اچو، توهان کي هرگز ڪو اهڙو ماڻهو ملي نه سگهندو، جو 90 سالن جي عمر ۾ به روايتي ابن عبدود جي طرح چاق و چوبند ۽ تيار هجي، جو نوجوانن کي چيلنج ڏيندو ڦري. محمد علي ٿڌي ملڪ جو رهڻ وارو آهي. مشڪل سان 35 يا 40 سالن جي عمر ۾ آهي ۽ حالت هيءَ ته هاڻي ان جا جوڙ ۽ پاسريون ڍرا ٿي ويا آهن، مگر ان غير انساني راند سان انهيءَ جو تعلق رهيو آهي ۽ ناتو نه ڇنو آهي. هڪ ڏينهن اوچتو ريڊيو تي هيءَ وحشت ناڪ خبر ٻڌي وئي ته محمد علي ميدان مقابلي ۾ ڍير ٿي پيو. راند ۽ جنگ جا طريقا مختلف هوندا آهن ته

ان جا نتيجا به هڪجهڙا نه هوندا آهن. جڏهن ته محمد علي جي جسماني قوت هن عمر ۾ جواب ڏئي وئي آهي، ڇا عمرو بن عبدود آب حيات پي آيو هو، جو 90 سال جي ڪشمڪش واري حياتي ۾ به ان کي اهڙو متاثر نه ڪري سگهي. پڻ هن ڳالھ کان پلجڻ نه گهرجي، جو هي عرب جو بهادر سپاهي شاه نامه يا داستان امير همزه جو ڪوبه روايتي ڪردار نه هو. غالب گمان هي آهي ته امير المؤمنين جي ان ڪارنامي جي اهميت کي گهٽائڻ خاطر ڪنهن حاسد 90 سال جو گپوڙو هٽي ڇڏيو، ڇو ته نوي سال جو عمر رسيده پوڙهو ڪٿ تان بئي ماڻهوءَ جي مدد کان سواءِ اٿي نه سگهندو آهي.

**حضرت سعد بن معاذ رضه جو زخمي هجڻ**

حضرت عائشه رضه کان مروي آهي ته خندق جي جنگ دوران، آئون ۽ ام سعد بنو حارثه جي قلعي ۾ مقيم هئاسون. مون هڪ ڏينهن ڏٺو ته سعد بن معاذ زره پاتل اسان جي قلعي جي پرسان لنگهيو، هو مسلح هو ۽ رجز پڙهندو ٿي ويو. ام سعد ڏٺو، پٽ کي شاباس چيائين ۽

ڪاميابيءَ جي دعا ڪيائين. مون چيو ته توهان جي پٺ جي زره چوٿي آهي ۽ هٿ اڻ ڍڪيل آهن. سوءِ اتفاق سان حيان بن قيس جڏهن ان کي ان حال ۾ ڏٺو ته، نشانو وٺي پوري طرح هٿ کي نشانو بڻايو جو هٿ جي رڳ ڪپجي ويئي. حضرت سعد باري تعاليٰ جي درگاهه ۾ دعا گهري ”اي خدا، تون مونکي جلدي شفا بخش، ته جيئن مان مشرڪن جي خلاف سڄي عمر تنهنجي راهه ۾ جهاد ڪندو رهان. هي اهي بدبخت آهن، جن تنهنجي نبيءَ جي تڪذيب ڪئي. انهيءَ ۽ ان جي جان نثارن کي وطن کان باهر ڪڍيو ۽ جيڪڏهن منهنجي جان ان زخم کان آجي نٿي ٿئي ته مون کي گهٽ ۾ گهٽ ان وقت تائين ضرور جيئرو رک، ته آئون بنو قريظ کي، جن مسلمانن سان معاهدي جي خلاف ورزي ڪري نهايت قبيح ڪردار ادا ڪيو آهي، تباهه ۽ ”برباد هجڻ ڏسي سگهان“ حضرت معاذ هن زخم کان شفاياب ٿي نه سگهيو. هڪ اڌ دفعو زخم پرجڻ وارو هو. پر تقدير کان شفا نه هئي. رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم پاڻ ان باري ۾ فڪرمند رهيا، پر تڪليف بجان حق ثابت ٿي، البت بنو قريظ جي تباهي ۽ بربادي جي دعا ضرور منظور ٿي.

## حضرت صفيه ۽ حضرت حسان رضه

حضرت صفيه بنت عبدالمطلب کان مروي آهي ته جنهن قلعي ۾ بنوهاشم جون عورتون ۽ ٻار حفاظت ۾ هئا، انهن جي پاسباني جا فرائض حضرت حسان بن ثابت جي سپرد هئا، هڪ ڏينهن اُن هڪ يهوديءَ کي قلعي جي اوسي پاسي گهمندي ۽ گهوري ڏسندو ڏٺو، ڇو ته بنو قريظ حمله ڪرڻ وارن سان ملي ويا هئا، انهيءَ لاءِ حملي(يا ڇاپي) جي َپوَ کان قلعي وارا ڪافي محتاط هئا. حضرت صفيه رضه سمجهي وئي هئي ته يهوديءَ جي نيت درست نه آهي، انهيءَ حضرت حسان کي چيو ته يهودي اڪيلو آهي، تون انهيءَ جو ڪم پورو ڪر، متان هيءُ شرپسند ڪو فتنو اٿاري وجهي. انهيءَ چيو ته”بي بي ! جيڪڏهن مون ۾ اها صفت هجي ها ته منهنجو مقام هي نه هجي ها.“ مجبوراً حضرت صفيه رضه تنبوءَ مان هڪ ڪاٺي ڪڍي ۽ يهوديءَ کي ان جاءِ تي ڍير ڪيو، ان تي وري ان کي چيائين،”وڃ ان جي ذره ۽ تلوار ڪٽي اچ.“ پر حضرت حسان ساڳيو جواب ڏنو، هيءُ ڪم ان شيردل عورت کي ڪرڻو پيو.

## حضرت نعيم بن مسعود رضه دربار رسالت ۾

بنو غطفان جو هڪ سردار، جنهنجو نالو نعيم بن مسعود هو، اسلام آڻي چڪو هو، پر اها ڳالهه پوريءَ طرح لڪل راز ۾ هئي. هو حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، عرض ڪيائين ته ”يا رسول الله صلى الله عليه وسلم! مسلمانن تي دشمنن جو زور وڌي رهيو آهي ۽ محاصري جي ختم ٿيڻ جا آثار به نه آهن، آئون توهان جي ڪهڙي خدمت ڪري سگهان ٿو.“ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن فرمايو، ”نعيم جڏهن ته ڪافرن کي تنهنجي مسلمان ٿيڻ جو قطعي علم ڪو نه آهي، انهيءَ ڪري تون انهن سان اهڙو رنگ ڍنگ هل جو دشمن ۾ ڦڏيڙ پئجي وڃي، انهيءَ کان سواءِ ٻيو حيلو نظر نٿو اچي“. حضرت نعيم رضه نهايت ئي هوشيار ۽ سمجهدار هو ۽ جڏهن اسلام جي ڀلائي ۽ بهبوديءَ لاءِ سچيءَ دل سان خواهشمند هو، انهيءَ ڪري ٿوري دير ۾ غور ۽ فڪر کان پوءِ تدبير سوچي وئي ۽ سڀ کان پهريائين بنوقريظ وارن وٽ ويو ۽ چوڻ لڳو،”توهان چاڻو ٿا ته هميشہ آئون توهان جو خير خواه ۽ همدرد رهيو آهيان. آئون توهان کي هڪ ڳالهه ڪرڻ گهران ٿو. هن شرط سان ته ان جي شهرت نه ڪندا.“

جڏهن بنوقريظ وارن اخفاءِ راز جو يقين ڏياريو، ته حضرت نعيم چيو ته ”اي بنو قريظ! مسلمان توهان جا پاڙيسري آهن، انهن کي مچرائي توهان سياسي بصيرت جو ثبوت نه ڏنو آهي. هي صحيح آهي، ته جيڪڏهن قريشن کي ڪاميابي ٿي، ته توهان نقصان ۾ نه رهندا، پر جيڪڏهن انهن کي شڪست ٿي، ته ان وقت توهان جي بيوسيءَ جي ڪفالت ڪير ڪندو. قريش ۽ بنوغطفان ته پنهنجي پنهنجي گهرن جي واٽ وٺندا، توهان سڀني کي مسلمانن جي انتقام کان ڪير بچائيندؤ. هاڻي توهان جي بچاءَ جي صرف هڪ ئي صورت رهي آهي، ته جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ کان پهريائين قريش ۽ بنو غطفان وارن جا ڪجھ ماڻهو گروي طور پاڻ وٽ رکو، تان ته شڪست جي صورت ۾ اهي توهان کي اڪيلو ڇڏي ڀڄي نه وڃن.“ چو ته خدشو معقول وجوهات تي مبني هو، ۽ حالات ۾ تبديليون اچي رهيون هيون، ان ڪري يهودي سوچ ۾ پئجي ويا.

# يرغمال جي شرط

انهيءَ کان پوءِ هو هڪ ٻئي جي پويان قريش ۽ بنو غطفان وارن وٽ ويو، ۽ انهن کي اعتماد ۾ وٺي چوڻ لڳو”اي قريش جا سردار! توهان يهودين تي ڪيئن اعتماد ڪيو آهي؟ مونکي با وثوق ذرائع سان معلوم ٿيو آهي ته هو پنهنجي ڪئيءَ تي پشيمان آهن. ۽ منفي طور تي محمد(صلى الله عليه وسلم) سان رابطو قائم ڪيو آهي، جيئن ته جلدي اُهي توهان کي يرغمال جي گهر ڪندا. جيئن ته توهان جا ماڻهو مسلمانن کي ڏئي تقصيرات معاف ڪرائن، اهي پاڻ ته انهي طرح بچي ويندا، توهان ڦاسي ڪري رهجي ويندا. انهيءَ جي لاءِ مان توهان کي مشورو ڏيان ٿو، ته يرغمال جي شرط تي ڪڏهن به رضامند نه ٿيندا.“ قريش ان صورت حال کان پهريائين بد دل ٿي رهيا هئا. هيءَ وحشت ناڪ خبر خود انهن جي لاءِ بهانو بنجي وئي. نه جاءِ رهڻ جي نه پير ڪڍڻ جي، سر جهڪائي ويٺا ته ڇا ڇا ڪرڻ گهرجي. ڪافي بحث مباحثي کان پوءِ طئي ڪيائون، ته يهودين جي منشا معلوم ڪرڻ لاءِ فوري هڪ وفد موڪليو وڃي. جيئن ته ابو سفيان اُن رات جو عڪرمه بن ابوجهل جي اڳواڻيءَ ۾ هيٺ هڪ وفد بنو

قريظ ڏي موڪليو، اراڪين وفد چيو. ”اي بنو قريظ! اسان جو لشڪر موجوده صورت حال کان بيزار ٿي چڪو آهي.
انهيءَ ڪري ته اج ڏينهن کان هر روز جي ڪلڪل کان جان ڇڏائڻ خاطر اسان فيصلو ڪيو آهي ته سڀاڻي مديني تي حملو ڪري، پاڻ مٿجي وچون يا مسلمانن کي مٿائي ڇڏيون، ڇا توهان اسان سان ساٿ ڏئي سگهندا؟. يهودين جواب ڏنو ته، سڀاڻي ڇنڇر جو ڏينهن آهي“ ۽ ان ڏينهن ۾ اسان کي جنگ وڙهڻ جي اجازت نه آهي. انهيءَ کانسواءِ اسان کي هي خدشو آهي  ته جيڪڏهن شڪست ٿي ته توهان جا ماڻهو ته پنهنجي پنهنجي گهرن ڏانهن ڪوچ ڪري ويندا، اسان جو ڇا ٿيندو، ان ڪري جيستائين توهان پنهنجا ماڻهو يرغمال طور تي اسان جي حوالي نه ڪندا، ته اسان مسلمانن جي خلاف توهان جي مدد ڪري نه سگهنداسين، هي گفتگو ٻڌي ڪافرن کي يقين ٿيو ته جو ڪجهه نعيم بن مسعود چيو هو، اهو حرف بحرف درست هو.

## طوفاني هوا

حضرت نعيم رضه بن مسعود جي اسيڪم سان يهودين ۽ قريشن جي دل و دماغ ۾ نفاق ۽ بي اعتمادي جي لهر پيدا ٿي وئي، جڏهن ته اتفاق سان ان رات اهڙي هولناڪيءَ جي هوا آئي، جو تنبن جا رسا ٽٽي پيا. گهوڙا ۽ اُٺ بدحواس ٿي ڀڄي ويا، بيابان جي چانوي ميدان ۾ سر لڪائڻ جي به پناهه گاهه نه هو. افراتفري ۽ نفسا نفسي جو هي عالم هو، هو خدا جي پناهه. هان و هون شور ۽ گوڙ جو اهو هنگامو هو جو هر شخص همه تن اضطراب ۽ سراپا پريشاني ۾ هو، ڇو ته انهيءَ موسم ۾ هوا جي اهڙي شدت عادت جي خلاف هئي، انهيءَ ڪري اسلامي لشڪر جا به ڪجهه ماڻهو وحشت ۽ دهشت جي گرفت ۾ هئا، ايتري ۾ حضور اڪرم ﷺ جن تشريف آور ٿيا، فرمايائون، ”ڪير آهي، جو ڏسي اچي ته ڪافرن جي لشڪر جو ڪهڙو حال آهي.“ هر شخص سردي جي شدت ۽ هوا جي شور ڪان ڏڪي رهيو هو، ڪير ورندي ڏئي! حضرت حذيفه ڪان مروي آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن مونکي ڏسي فرمايو: ”ميان! تون وڃ ۽ ڏسي اچ ته مشرڪن جو ڪهڙو حال آهي،“ جيئن ته هوا جي

زور ۽ شور ۾ ڪنهن به قسم جي ڪمي نه آئي هئي، بڪ سان وڪ ڪڻڻ ڏاڍي مشڪل هئي، پر جان جو خطرو انهيءَ کان به زياده هو، پر تعميل ارشاد کان سواءِ ٻيو ڪو به چارو نه هيو. مون ڏٺو، ته عجب آهي ميدان صاف هو، تنبو ۽ جهوپڙين جو ته نالو نشان مٽجي ويو هو، هنڌ بسترا، کائڻ، رڌ پچاءَ جا ٿانو، اٺن جا پاکڙا، گهوڙن جون زينون ۽ باقي ساز و سامان ساري جو سارو طوفاني لهرن ۾ ڪٿان کان ڪٿي پهچي ويو هو. خود ابو سفيان تي ( جو ان فتني جو باني آهي) بد حواسي مسلط هئي، ۽ ڪافرن جي لشڪر جو هر ماڻهو بد حواسيءَ ۾ مبتلا هو. جيئن ته ٺپو ڏيئي سوار ٿيو، جنهن جي هڪ ڄنگهه رسي سان ٻڌل هئي، گهبراهٽ ۾ بغير رسي کولڻ جي سوار ٿيو، ۽ غصي ۾ اچي اٺ کي دعوت پڪار ٻڌائيندو، هوش و هواس سالم ٿيس، ته اُٺ تان لهي رسي کوليائين، ۽ ٻوڙي وجي ٻيٺو. بد حواسي جو مرض لا علاج آهي. سپه سالار جي بد حواسي سپني کي وٺي ٻوڙيو، ڏهه هزار ماڻهو، پندرهه سئو اٺ ۽ پنج سئو گهوڙن جي جان ۾ ڦلڪٽا پئجي ويا هئا ۽ گهوڙا اٺن سان ۽ اٺ

گھوڙن سان ٽڪرجي ٽڪرجي ڪري پيا هئا، ۽ انن جا پير ۽ گھوڙن جي سنبن جا ترا روندا ٿي رهيا هئا.
حضرت حذيفه رضه کان روايت آهي ته جيڪڏهن حضور ﷺ جن جي مونکي اجازت ڏنل هجي ها، ته ان حالت ۾ ابو سفيان کي قتل ڪرڻ منهنجي لاءِ مشڪل نه هو. خطرن جي اها هيبت گهٽي جيڪا گذريل ٻن هفتن کان مديني جي فضا تي ڇانيل هئي. اک ڇنڀ ۾ فضا صاف ٿي وئي ۽ آسمان صاف ٿي ويو. انهي محاصري جي دوران مسلمانن جي پريشاني جو هي عالم هو، جو اسلامي لشڪر جون چار نمازون هڪ ڏينهن ۾ قضا ٿي ويون، بعد ۾ ادا ڪيون ويون، ڇو ته ان جنگ ۾ ٻنهي لشڪرن جو آمهون سامهون مقابلي جو موقعو ملي نه سگهيو، انهيءَ ڪري مسلمانن جي شهيدن جو تعداد تمام ٿورو هو. هِتي هُتي جي جهوپڙن ۾ حضرت طفيل بن نعمان جي علاوه حضرت ابن انيس، عبدالله بن سهل، ثعلبه بن عتمه ۽ ڪعب بن زيد رضه شهيد هئا. ڪفار ۾ عمرو بن عبدود جي علاوه صرف هڪ ماڻهو ماريو ويو.

هن غزوه ۾ مهاجرن جو علم حضرت زيد بن حارثه وٽ هو، ۽ انصارن جو حضرت سعد بن عباده وٽ هو. قائم مقامي جا فرائض حضرت عبدالله بن ام مڪتوم رضه جي سپرد ڪيا ويا هئا.

## مهم جو تجزيو

انهيءَ مهم جي ڪاميابي ۾ جن جن ماڻهن ڪردار ادا ڪيو، ان جو مختصر جائزو بي محل نه ٿيندو. پهريون نمبر حضور اڪرمﷺ جي اڳواٽيءَ جون صلاحيتون آهن. ذرا ان حالت جو اندازو لڳايو، ته ڏهن هزارن جو جم غفير(وڏو لشڪر) جنهن ۾ هر هڪ مسلمانن جي خون جو پياسي هو، مديني کي گهيرو ڪري رکيائون. بنو قريظ وارن علي الاعلان معاهدو ٽوڙي ڇڏيو هو، ۽ مسلمانن جي استحصال جي لاءِ عرب جا مشرڪ به کلهو ڪلهي ۾ هٽي بيٺا. خود مسلمانن جي صفن ۾ منافقن سخت بد دلي پکيڙي ڇڏي هئي، افواهن جي هوا غلط بيانن جي آنڌيءَ صبر و سڪون کي برباد ڪري ڇڏيو هو. يهودين جي رات جي حملي جي خوف کان، عورتن ۽ ٻارن قلعي ۾ پناه ورتي هئي، ڪائڻ جي شين جو اهڙو ته

قحط هو جو ڪيترا ڏينهن ان جو هڪ داڻو به اڏري اچي وات ۾ نه پيو. نامعلوم خوف ۽ بي يقينيءَ سان دليون ڌڪ ڌڪ ڪري رهيون هيون، اسلام لشڪر جي ڪل تعداد ٽي هزار هو، جنهن ۾ گهٽتائي نه ٿي سگهي هئي، اضافو نه ٿي سگهيو، مقابلي ۾ ڏهه هزار اهي جيڪي خدا کي نه سڃاڻڻ وارا هئا. جن جون اکيون غصي ۾ باهه وانگر ٻري رهيون هيون ۽ جيڪڏهن انهن جو وس هلي ته مسلمانن کي ڪچو کائي وڃن. قرآن حڪيم ان خطرات جي منظر کي چٽيو آهي، هڪڙي نظر ان تي وجهو:
(اوهان اهو وقت ياد ڪريو) جنهن وقت اوهان جي مٿان ۽ هيٺان اوهان تي چڙهائي ڪري آيا ۽ ان وقت اکيون ڏرا ڏئي ويون ۽ دليون نرگهٽن کي پهتيون ۽ اوهان الله بنسبت ڪيترا گمان ڪيا. اي ايمان وارن کي آزمايو ويو ۽ کين سخت لوڏيو ويون.
(سورة احزاب ع 2).
هاڻي حضور اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم جي ذميدارين تي به نظر وجهو. خندق کوٽي وڃي ٿي ته سرور ڪائنات صلی اللہ علیہ وسلم به ڪم ۾ شريڪ آهن. صحابه ڪرام فاقي ۾ آهن ته حضور صلی اللہ علیہ وسلم به ڪنهن شيءَ کي هٿ مبارڪ نٿا لائن. محاصرو طويل

ٿي رهيو آهي، محصورين جي طاقت برداشت ڏينهن به ڏينهن گهٽجي رهي هئي. ڪمزور دلين جو سهارو بنيا، ٻارن ۽ عورتن کي تسلي ڏنائون، شهر وارن لاءِ رسد گاه جو سٺو وڏو انتظام ڪيائون. دشمنن جي چالين جي نقصان لاءِ سوچڻ، جنگ جي محاذ جي هر لمحي جي ڦرڻ واري نقشي کي سامهون رکڻ ۽ ناڪابندين کي مضبوط بنائڻ، غرض ته مسائل جو بي پايان دفتر آهي، جنهنجو مرڪزي نقطه حضور اڪرم ﷺ جي ذات گرامي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جنهن حوصلي، استقلال، صبر ۽ استقامت سان مصيبتن جي ان هفت خوان کي طئه ڪيو، اهو حضور اڪرم ﷺ جي قائدانه صلاحيتن جي تمام وڏي خراج تحسين آهي. قرآن حڪيم ۾ ارشاد آهي: وَرَفعنا لَکَ ذِکرَکَ .

## اصحاب سڳورن جو ڪردار

ٻئي نمبر تي اصحاب سڳورا آهن. هي مسلمانن جي سراپا جان نثار جماعت آهي. جن جرئت، دليري، جفاڪشي ۽ نظم و ضبط جو اهڙو مثالي مظاهرو ڪيو، جو جنهن جو داد ڏئي نه ٿو سگهجي. دشمنن جو هجوم، موسم جي شدت

۽ کائڻ پيئڻ جي سامان جي اڻ هوندگي، اهڙي صورت پيدا ٿي آهي جو مستقبل حد درجي جو مخدوش نظر اچي رهيو آهي. ڪنهن ڪان به مادي يا فوجي امداد جي اميد نه هئي. جيئن جيئن ڏينهن گذرندا ويا تيئن شدائد يا مصائب ۾ واڌارو ٿيندو رهيو. هر طرف هوا جي مٿي آهي ۽ حضور اڪرم صه جي ذات قدسي صفات کان سواءِ روشنيءَ جو شعاع ڪٿي به نظر نه ٿي آيو. پر صد آفرين آهي انهن جان نثارن تي جن جا سردي کان هٿ پير بي حس آهن، آندا بک کان قل هو الله پڙهي رهيا آهن، نقاهت ۽ ڪمزوريءَ کان پير کڻڻ مشڪل آهن. اهو ئي حال اهل و عيال جو آهي. ٻار فاقن جي ڪري چيکون ڪري رهيا آهن ۽ مصيبت جون ماريل مائون سيني تي پٿر رکي ويٺيون آهن. هي سڀ ڪجهه آهي، پر دليون نور ايمان سان منور آهن. اهي جرئت ۽ استقامت جو اهڙو مضبوط پٿر آهن، جن کي حوادث طوفاني به پنهنجي جڳهه تان لوڏي نٿا سگهن، ۽ جن جا استقلالي پير ذرو به لغرش ۾ نه آيا. دشمن جو هر وار سيني تي سهندا رهيا پر پٺ نه ڦيرايائون. وحشت ناڪ افواهن جي زهريلي تير کي دلين جي خوشيءَ سان برداشت ڪندا هئا، پر چڻ ته صبر

جون مهرون لڳل هئن. حضور اڪرم ﷺ جن سامهون ٿيندا هئا ته چهرا نور ايمان سان منور ٿي ويندا هئا ۽ سارا ڏک سور پلجي ويندا هئا. دور سعادت جا هي اهي مسلمان، جو رسول اڪرم ﷺ جي هر حڪم تي جان ڏيندا هئا ۽ جن کي پاڻ سڳورن ﷺ جي خوشنودي ٻنهي جهانن جي مسرت کان وڌيڪ پياري هئي، جيڪڏهن اهي ماڻهو ڪنهن منزل تان ترڪي پون ها يا حوصلو وڃائي وهن ها، ته اهل مديني جي ڪافرن ۽ يهودين جي هٿان جو ڪجهه پيش اچي ها، ان جي نظاري جي تاب جو تصور اڪيون نه جهلي سگهن ها.

## حضرت نعيم رضه جو ڪردار

ٽيون نمبر ڪردار حضرت نعيم بن مسعود رضه جو آهي، جنهن جي مومنانه بصيرت ڪنهن به داد و ستائش جي محتاج نه آهي، انهيءَ پنهنجي حسن تدبير سان انهيءَ لا ينحل عقدي کي آسانيءَ سان حل ڪيو. اها ان جي خداداد فراست جو شاهڪار هو، ۽ هي اهو هٿيار آهي، جنهن کان بچاءُ ڪرڻ تمام ڏاڍو مشڪل آهي، جنهن جي تير جي نشان کان ڪڏهن به هوشيار نه رهي سگهي ٿو.

اعتراض ۽ جواب

مولانا شبلي ان روايت جي صحت جو صاف انڪار ڪيو اهي، ته هو هڪ جليل القدر صحابيءَ جي ان ڪذب بياني جي نسبت ڪرڻ تي راضي نه آهي، ڇوته هو انهيءَ کي ان ڪردار کان محروم ڪرڻ گهري ٿو، جنهن مسلمانن جي ڪاميابي کي هم ڪناري ڪيو. حالانڪه حضرت نعيم رضه جي عظيم ڪارڪردگي نه فريب آهي نه غلط بياني، پر خداداد عقل جو صحيح استعمال آهي. جيڪڏهن هو انهيءَ تدبير کي ڪم نه آڻي ۽ ٻئي ڌينهن مسلمانن تي حملو هجي ها، ته ڪير چئي سگهي ها، ته ڪاميابيءَ جو اُٺ ڪهڙي موڙ تي ويٺو آهي، ۽ پوءِ جيڪي بي پناه خونريزي ٿئي ها، انهيءَ جي اندازي ڪرڻ لاءِ ڪنهن حساب دان جي ضرورت نه آهي.

خونريزي اسلامي دستور جي روءِ سان بدترين عمل آهي، جيڪڏهن ڪو مسلمان ٻئي مسلمان کي بنا سبب جي قتل ڪري ته قصاص کان علاوه ان کي دائمي جهنم جي بشارت ڏني ويئي آهي. جيڪڏهن ڪو مقتول غير مسلم آهي ته خون بها ادا ڪرڻي آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن فرد يا جماعت کي امن عامه جو خطرو آهي ته اهراق دم

(رت وهائڻ) فرض ٿي ويندو آهي. ان ۾ ڪفر ۽ اسلام جي ڪا به تخصيص نه آهي، ”الفتنة اڪبر من القتل“ هن بنا تي، هڪ اهڙي غلط بياني ڪي، جنهن جو مقصد اڪيلو مسلمانن جي ڪامراني ۽ اسلام جي سربلندي هجي، ان ڪي ڪير نا درست چئي سگهي ٿو.
فوجي مهارت جي تڪميل لاءِ پهرين شرط اخفاءِ راز آهي. جيڪڏهن بالفرض ڪو به مسلمان سپاهي دشمن جي هٿ چڙهي وجي، ته ڇا ڪوڙ ڳالهائڻ کان بچڻ خاطر ان سان سمورا راز کولي ڏيڻ گهرجن؟ سچ ڳالهائڻ ۽ ديانتداري انسان جي بهترين اوصاف ۾ شمار ٿيندا آهن، پر مهل ۽ موقعي جو لحاظ رکڻ نهايت ضروري آهي، جن صورتن ۾ بي دريغ انسانن کي قتل ڪرڻ جي اجازت آهي(و اقتلواهم حيث ثقفتمواهم) جنگي قيدين کي غلام بنائڻ درست هو، دشمن جو مال متاع ڦرڻ ناروا نه هو، اتي اهڙي معمولي ڳالھ کي جيڪا الحرب خدعة جي ماتحت اچي سگهي ٿي. ناجائز چوڻ انسان جي فراست جي تحقير آهي، تلوار هلائڻ، هوائي جهاز سان بم ڪيرائڻ، ۽ توبن سان انساني آباديءَ کي نابود نيست ڪرڻ، انهيءَ لاءِ قابل اعتراض نه آهن، جو هيءُ لڙائي

جا هشيار آهن، ته انسان جي صحيح تدبير ۽ بجا استعمال ڪرڻ جنهن ڪي فوجي چال چوڻ گهرجي، ۽ جو بلاشبه دانائيءَ جو بي خطا تير ترڪش ۾ آهي، ڪهڙي طرح ان کي غلط قرار ڏنو وڃي، انهيءَ ڪري ان روايت جي صحت ۾ قطعاً ڪنهن به شبهي جي گنجائش نه آهي. پر ان حقيقت ۾ ذرو به مبالغو نه آهي، ته جيڪو ڪم ٽي هزار مسلح مجاهدن جي تيرن ۽ نيزن سان نه ٿي ٿيو، اهو اُن مرد مؤمن جي تدبير ڪري ڏيکاريو.

## طوفاني هوا

هاڻي هڪ اهڙو عنصر باقي آهي، جنهن ڪافر قريش جي ناپاڪ منصوبي کي خاڪ ۾ ملائڻ ۽ انهن جي شيطاني اسڪيمن کي ناڪام بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. جيئن ته ان جو ذڪر نه ڪرڻ ۽ انهيءَ جي ڪارگذاري کي داد نه ڏيڻ تمام وڏي بي انصافي ٿيندي. هيءَ اها برقي رفتار طوفاني هوا هئي. جنهن جهٽ پٽ جنگ جي نقشي کي بدلائي ڇڏيو، ۽ جنهن جي بي پناه يلغار جي سامهون هر شيءَ جا پير نڪري ويا. چنانچه خيمن جون قناطون ۽ ڪچيون پڪيون جهوپڙيون مقابلي

جو تاب نه جهلي سگهيون ۽ هوا ۾ اڏري ويون، اٺن ۽ گهوڙن ۾، گڏهن ۽ خچرن ۾ افراتفري پئجي وئي، لشڪرن جي جان ۾ ڦلڪٽا پئجي ويا ۽ ڪنهن کي ڪنهن جو هوش نه رهيو. جيڪڏهن انهيءَ رات طوفاني هوا ڪنڪريٽ(واري يا بجري) سان پنهنجو رول نه ادا ڪري ها، ته ٻئي ڌرين تصادم ضرور ٿئي ها، ڇو ته اسلامي لشڪر جي حالت حد کان زياده سقيم هئي، ان ڪري انهن جي تقاضائن سان فرض پورو ٿيو. انهن جي وس جي ڳالھ نه هئي، ڇو ته انهن ڏھ هزار ماڻهن ِکي ڪروڪر ڪرڻ جي لاءِ موجوده اسلامي جماعت کان ڪيئي ڀيڻا ٿولا به ناڪافي هئا، ان ڪري باد صرصر(تيز هوا) جي طوفان چند ڪلاڪن ۾ ڪري ڏيکاريو، عام حالت ۾ ان جي تصور ڪرڻ به مشڪل هيو. قرآن حڪيم جو ارشاد آهي: فارسلنا عليهم ريحاً صر صرً و جنوداً لم تروا ها(احزاب ع 2) ترجمو: پوءِ اسان هوا موڪلي ۽ اهڙا لشڪر(موڪليا) جنکي اوهان نه ٿي ڏٺو.

پروفيسر منٽگمري واٽ ڪافر قريش جي ناڪاميابيءَ جا هيٺيان سبب بيان ڪيا آهن:(1) مسلمانن جي فوجي رنگ

ڍنگ ۾ اعليٰ درجي جو اتفاق هو. انهن ۾ ڪنهن به قسم جي سستي نه هئي، اهڙي طرح نظام جاسوسي تمام مڪمل هو، هو انهن دشمنن جي هر چال کان گهڻو ڪري واقف هوندا هئا.

(2)غزوه احد جي موقعي تي ڪفار جي لشڪر نهايت اهم ڪردار ادا ڪيو هو، هن جي باري ۾ چھ سؤ گهوڙا آندا هئا، پر خندق انهن جي افاديت کي ختم ڪري ڇڏيو.

(3) گذريل جنگ اهڙي وقت سامهون آئي، جنهن وقت فصل پچي راس ٿيا، هئا، تڏهن مسلمان فصلن کي دشمنن کان بچائڻ خاطر شهر کان ٻاهر نڪري آيا هئا. هن دفعي فصل لٽجي ويا هئا ۽ گاهه جو ذڪر هو، چھ سؤ گهوڙا ۽ ڪيئي هزار اُٺ بک جي وگهي مرڻ لڳا، ته حملہ ڪرڻ وارن کي مجبوراً محاصرو ڇڏڻو پيو، ۽ مهم ناڪام ٿي.

(4)حضور اڪرم ﷺ جي طفيل مسلمانن جي صفن ۾ مڪمل طرح اتحاد هو، پر قريش جي حالت انهن کان مختلف هئي. هر قبيلو ٻئي کان بد ظن هو. جيڪڏهن بنو قريظ تي هر طرف کان دٻاءُ پئجي رهيو هو، ليڪن انهن کي ڪنهن ٻئي محاذ جي کولڻ جي جرائت نه ٿي، اهڙي طرح مسلمان هڪ خطرناڪ مصيبت کان بچي ويا.

*

حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته اوهان مان ڪو دعا گهري ته هن ريت نه گهري: ته الله تعاليٰ مونکي بخش ڪر جيڪڏهن تون چاهين يا رحم ڪر جيڪڏهن تون چاهين. پر هيئنئن چوي ته: مونکي بخش ڪر، چو ته الله جل جلالہ تي ڪو ئي جبر ڪرڻ وارو ڪونهي.(موطا)

# غزوات عهد رسالت ۾

## مير محمد بخش خان ٽالپر

اسلام ۾ جنگيون ٻن قسمن جون هونديون آهن، 1- ”غزوه“ 2- ”سريہ“. ”غزوه“ ان جنگ کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ خود آقاءِ دوجهان پاڻ بنفس نفيس شريڪ ٿيا هجن ۽ ”سريہ “ ان کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ آقاءِ نامدار، خود شريڪ نه ٿيا هجن، پر ٻين اصحابن سڳورن کي منتخب ڪري جنگ ڏي روانو ڪيائون. سريہ لشڪر جو اهو حصو آهي، جيڪو لشڪر کان جدا ٿي وڃي ۽ موٽي وري اچي لشڪر سان ملي، ان جو تعداد هڪ سئو کان پنجن سون تائين هجي. جيڪڏهن ان جو تعداد پنج سئو کان اٺن سون تائين آهي ته ان کي ”منر“ چوندا آهن. پر جيڪڏهن ان جو عدد اٺن سون کان چئن

هزارن تائين آهي ته ان کي ”جيش“ سڏيو ويندو آهي. پر جيڪڏهن ان جو ڳاڻاٽو چئن هزارن کان مٿي اهي ته ان کي ”حجل“ ۽ وڏي لشڪر کي ”خميس“ چوندا آهن، جنهن جا پنج حصا هوندا آهن: مقدم، قلب، ميمنه، ميسره ۽ رساق. ”ڪتيبه“ اهو لشڪر جيڪو ٽڙيل پکڙيل نه هجي ۽ هڪ جاءِ تي مجتمع هجي.

اهي غزوات جن ۾ حضور صلى الله عليه وسلم جن بنفس نفيس پاڻ شرڪت ڪئي آهي، انهن جو تعداد 27 آهي، جيئن ”مواهب“ ۾ آهي. صاحب ”روضة الحباب “ جي قول موجب 21 غزوا آهن ۽ هڪ ٻئي قول مطابق 24 غزوات آهن. صحيح بخاري ۾ حضرت زيد بن ارقم رضه کان مروي آهي ته ڪل غزوا 19 آهن. انهن مان 9 غزوا اهڙا آهن جن ۾ جاني ۽ مالي نقصان ٿيو آهي، اهي آهن:-(1) بدر (2) احد (3) احزاب (4) بنو قريظه (5) بنو المصطلق (6) خيبر (7) فتح مڪہ(8) حنين(9) طائف. سرايہ جو تعداد 47 آهي ۽ بعض جي راءِ آهي ته 56 آهن(1) .

هتي انهن چند غزوات جو ذڪر ڪرڻ مقصود آهي، جيڪي معتبر ۽ مشهور معروف آهن ۽ جن جي روايت ۾ ڪنهن به قسم جو شڪ يا شبهه نه آهي.

## (1)غزوه ابواءِ يا جنگ ودان:-

هي مقام مديني منوره کان جنوب مغرب ۾ هڪ مشهور ضلع آهي. ابواءِ ۽ ودان هن ضلع جي اهم جاين مان آهن. حره کان مدينه المنوره ۽ شام ڏي رستو وڃي ٿو. ان شاهراه تي ودان جو شهر موجود آهي. مڪه پاڪ ۽ مدينه جي وچ تي رابغ جو شهر آهي، ان کان اتر طرف وڃبو ته پهريائين ابواءِ جو شهر ايندو هڪ مشهور ۽ مسنون روايت ۾ آهي ته حضور اقدس ﷺ جن جي والده ماجده بيبي آمنه رضه ابواءِ ۾ وفات ڪئي (2) ۽ صاحب ”مدارجته النبوت “ لکيو آهي ته ”ودان ۽ ابواءِ جي وچ ۾ 3 ميلن جو مفاصلو آهي.“ ”ضمره“، جيڪي قريشن جا حليف هئا، انهن کي مطيع ڪرڻ ۽ فرمانبرداري واسطي هيءَ چڙهائي ڪئي وئي ۽ حضور پاڪ ﷺ جن سان گڏ به سئو اصحابي سگورا هئا. ودان ۽ ابواءِ تائين لشڪر اجان مس پهتو ۽ دشمنن سان

منهن مقابل جنگ نه ٿي، ضمره مسلمانن جي رعب ۽ تاب کي ڏسي، پنهنجي سردار مخشي بن عمرو جي هٿان، حضور اقدس ﷺ جي خدمت ۾ ُصلح جي درخواست پيش ڪئي رسول الله ﷺ جن مدينه المنوره واپس موٽي آيا ۽ ڪنهن به قسم جو جاني ۽ مالي نقصان نه ٿيو. هن غزوه ۾ جهنڊو حضرت امير حمزه ابن عبدالمطلب رضه جي هٿ ۾ هئو. هي غزوه سنه هجري پهرين سال جي آخر ۾ يا سال ٻئي جي منڍ ۾ ٿي گذريو آهي.

## (2) غزوه بدر:-

غزوه بدر جو واقعو هجرت کان ٻئي سال پيش آيو، ان کي غزوه بدر ڪبريٰ يا غزوه بدر عظميٰ به چوندا آهن. بدر هڪ بستيءَ جو نالو آهي، جيڪا بدر بن مخلف بن نظر بن ڪنانه جي نالي سان منسوب ۽ مشهور آهي، جنهن هت داپاهو ڪيو هو. يا هيءَ بستي بدر بن حارث جي نالي سان منسوب آهي، جنهن هت کوه کوٽرايو هو. بعض وري هڪ عمر رسيده پيرسن ڏي منسوب ڪيو آهي، جنهن جو نالو بدر هو ۽ جيڪو ان جاءِ تي ڪجھ وقت ترسيو هو. ڪن وري هن طرح بيان ڪيو آهي ته ان مقام

جو پاڻي اهڙو ته صاف ۽ شفاف هو جو ان ۾ بدر ڪامل نظر ايندو هو. انهن سببن ڪري بدر کي بدر سڏيو ويو آهي.(1)

حضور انور ﷺ جن کي ٻڌايو ويو ته ابوسفيان بن حرب قريش جي هڪ تجارتي قافلي سان گڏ، شام کان مڪي اچي رهيو آهي ۽ ان سان 30 يا 40 ماڻهن جو وفد به ساڻ آهي. پاڻ سڳورن ﷺ قريش جي قافلي کي روڪڻ ۽ مالِ غنيمت جي حاصل ڪرڻ لاءِ اها تدبير اختيار ڪئي.هوڏانهن ابوسفيان به حجاز ۾ پهچڻ کان پوءِ هر ايندڙ ويندڙ کان مديني جي مسلمانن متعلق حال معلوم ڪندو رهيو، ڇو ته ابوسفيان کي مسلمانن جي حملي ڪرڻ جو انديشو هو. ابوسفيان کي اها خبر معلوم ٿي ته مسلمان ضروري حملو ڪندا ته پاڻ به احتياطي تدبيرون اختيار ڪيائين ۽ مڪي ڏي مدد لاءِ ماڻهو موڪليائين. ابوسفيان جي ماڻهو پهچڻ کان اڳ عاتڪه بنت عبدالمطلب ”هڪ خواب ڏٺو هو ته جنگ لڳندي جنهن ۾ مڪي جا ماڻهو مرندا ۽ شهر ۾ ماتم برپا ٿيندو. ”عاتڪه“ جو اهو خواب، حضرت عباس بن عبدالمطلب کي ٻڌايو ويو ۽ خواب کي مخفي رکيو ويو، ليڪن اهو خواب

آهسته آهسته مڪي جي هر ڪچهري ۾ ذڪر ٿيڻ لڳو، هڪ اهڙي مجلس ۾ ابوجهل به ويٺو هو ته اتان حضرت عباس بن عبدالمطلب! لنگهيو ته ابوجهل حضرت عباس رضه کي چيو ته اي بني عبدالمطلب اوهان ۾ هيءَ نئي نبيه(عاتڪه) ڪڏهن پيدا ٿي آهي، چا اوهان ۾ اهو نبي ڪافي نه آهي. اوهان ۾ مردن ته نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي، پر هاڻي اوهان جون عورتون به نبوت جي دعويٰ ڪن ٿيون. هاڻي ”عاتڪه“ دعويٰ ڪئي آهي ته ٽن ڏينهن ۾ جنگ لاءِ نڪربو، اسان ٽن ڏينهن لاءِ انتظار ڪريون ٿا، جيڪڏهن انهن ٽن ڏينهن اندر ڪجھ به نه ٿيو ته اوهان جي متعلق لکنداسون ته اوهان ماڻهو حرم جي رهندڙن ۾ سڀ کان وڏيڪ ڪذاب خاندان آهيو. ”واقعي ٽئين ڏينهن ابوسفيان جو ماڻهو مڪي ۾ مدد طلبي لاءِ آيو.مڪي شهر ۾ هڪ عجيب ۽ غريب فضا گهلي وئي ۽ سڀ ماڻهو وڙهڻ لاءِ تيار ٿي روانا ٿيا ۽ جيڪي ماڻهو نه پهتا، انهن پنهنجا عيوضي موڪليا.(ابن هشام، اردو، جلد اول)

حضور اڪرمﷺ جي عهد رسالت ۾ غزوه بدر، سڀني غزون ۾ هڪ وڏو غزوه هو. هن کي عظيم اسلامي لڙائيءَ سان تعبير ڪيو ويو آهي ۽ هن ڏينهن کي ”يوم

الفرقان “ به سڏيو ويو آهي، ڇو ته ان ڏينهن دينِ اسلام جي عزت ۽ شان شوڪت جو اظهار ٿيو، حق ۽ باطل جي وچ ۾ امتياز رونما ٿيو، جيئن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي ته ”هن ڏينهن مسلمان ۽ ڪافر جمع ٿيا. هن ڏينهن حق تعاليٰ اسلام ۽ مسلمانن کي غالب ڪيو ۽ ڪفر جي بنيادن کي منهدم ۽ نابود نيست ڪيو. ڪافرن کي ذليل ۽ خوار ڪيو.“

هي واقعو رسول الله ﷺ جن جي هجرت جي 19 مهيني 12 تاريخ رمضان مبارڪ جي پيش آيو ۽ 17 تاريخ رمضان مبارڪ جي ميدان بدر ۾ جمعه جي ڏينهن منهن مقابل شروع ٿي. هن غزوه ۾ مسلمانن جو ڪل تعداد 313 هو. 77 مهاجرين ۽ 236 انصار هئا ۽ اٺ ماڻهو اهڙا هئا جي بدر ۾ ڪن سببن ڪري شرڪت کان عاجز ۽ قاصر رهيا. پر پاڻ سڳورن ﷺ انهن جو مال غنيمت ۾ حصو مقرر فرمايو.

غزوه بدر ۾ مشرڪن جي شهه سوارن جو تعداد هڪ هزار يا 950 هو. هڪ ٻئي قول موجب ڪافرن جو فوجي تعداد 900 کان وڌيڪ ۽ هڪ هزار کان گهٽ هو.

انهن سان هڪ سؤ گهوڙا، 700 يا ڪجهه وڌيڪ اٺ هئا. مڪمل سامان سان زره پوش ٿي آيا هئا ۽ ڪافرن سان گڏ ڳائڻ واريون عورتون به موجود هيون.(1) ۽ مجاهدين اسلام جو اسلحه ڪافرن جي مقابلي ۾ معمولي ۽ اڻ پورو هو، هن غزوه ۾ مسلمانن وٽ 3 گهوڙا، 70 اٺ، ڇهه زرهون ۽ اٺ شمشيرون هيون. هڪ اٺ تي ڪيترائي مسلمان واري وٽيءَ تي سواري ڪندا هئا.(2) غزوه بدر ۾ ڪافرن جا مقتول 70 هئا ۽ اوترائي قيد ٿيا. اسلام جا شيدائي مجاهد 14 شهيد ٿيا، انهن مان 6 مهاجر ۽ اٺ انصار هئا.(3) سيدنا علي رضه ۽ سيدنا امير حمزه رضه ڪافرن جي چڱن مڙسن ۽ لٺ سردارن جون سريون ڌڙن کان ڌار ڪيون. وڌيڪ تفصيل سيرت ابن هشام ۾ آهي.(4)

حق تعاليٰ سبحانہ، پنهنجي پياري حبيب، سرور ڪائنات کي ۽ مجاهدين اسلام کي دشمنانِ دين جي مٿان غلبي ۽ عزت جو شرف ڏنو ۽ ڪافرن جي آب و تاب ۽ سرشاري کي هميشه لاءِ مرغوب ۽ نابود نيست ڪري، اسلامي فاتحن ۽ غازين جو نالو روشن ڪري، اسلام جو

پايو مضبوط ڪيو ۽ دنيا جي عزت ۽ شان شوڪت ڪي درجئه عظميٰ عطا فرمايو.

(3)غزوه سويق:-

جڏهن ابوسفيان غزوه بدر ۾ مسلمانن طرفان هار ۽ شڪست کاڌي، تڏهن ذلت ۽ خواري کان رفع ۽ دفع ڪرڻ خاطر هي نذر ڪيو ته آئون مديني تي ضرور حملو ڪندس ۽ اسلام جي غازين کان پنهنجو پلاند پوري طرح وٺندس. اهو دل ۾ پهه پچائي ٻه سئو سوارن سان گڏ مديني روانو ٿيو. جڏهن مديني جي يهودين بنو نضير قبيله وارن وٽ پهتو ته پهچڻ شرط حيي ابن اخطب، ابوسفيان کان لڪي ويو. سلام بن مشڪم، ابوسفيان کي مهمان ڪري ترسايو ۽ مسلمانن جي جاه و جلال ۽ رعب ۽ تاب کان پوري طرح آگاهه ڪيو ۽ ابوسفيان مسلمانن سان جنگ ڪرڻ جي طاقت نه سمجهي ۽ واپسيءَ ۾ مديني جي نخلستان کي باهه ڏني ۽ ٻن ڪڙمين کي قتل ڪيو. جڏهن هن دردناڪ واقعي جي خبر حضور انور صلی اللہ علیہ وسلم جن کي پهتي، تڏهن پاڻ ڪريم صلی اللہ علیہ وسلم جن ابولبابه بن منذر کي مدينه منوره جو عامل مقرر ڪري، ابوسفيان جي پوءِ

واري ڪئي، مگر ابوسفيان پنهنجو لشڪر ڪدر جي چشمن ڪان وٺي پڇي ويو. جڏهن مجاهد آقاءِ نامدار جي پيرويءَ هيٺ ڪدر رسيا ته مشرڪن بار گهٽائڻ خاطر ستُن جون گوٿريون رستي ۾ اُڇلايون(يعني سويق) ان ڪري هن غزوه جو نالو غزوه سويق رکيو ويو. هيءُ واقعو غزوه بدر کان ٻن مهينن بعد پيش آيو.(5)

## (4) غزوه قينقاع:-

هي واقعو سن 3 هجري ۾ رسولِ خدا ﷺ کي بحران جي غزوه کان بعد پيش آيو. حقيقت هن ريت آهي ته حضور جن قينقاع جي يهودين کي سوق قينقاع ۾ جمع ڪري پيغام الاهي ٻڌايو. ”اي يهود، الله تعاليٰ کان ڊڄو ۽ اسلام اختيار ڪريو، متان ڪٿي قريش جهڙي قوم جو نشانو نه بڻجي وڃو.“ يهودين سرڪشيءَ مان توهين آميز جواب ڏنو ته ”اسان بزدل نه آهيون، جيڪڏهن توهان اسان سان جنگ ڪئي ته اوهان کي خبر پوندي ته جنگ ڇا آهي.“ هي يهودين جو پهريون گروهه هو، جن مسلمانن سان ڪيل جنگ بندي واري واعدي جي انحرافي ڪئي. پاڻ کي سرڪش ۽ طاقتور سمجهي اسلامي مجاهدن سان

جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. هڪ يهودي سوناري بنا چون و چورا جي هڪ مسلمان عرب عورت جو برقعو لهرايو. اتي بيٺل مسلمان جي غيرت جوش ۾ اچي وئي ۽ يهوديءَ کي سمجهائيندي وچي معاملو تلوار تي رسيو. مسلمان غصي مان تلوار سان يهوديءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو. هوڏانهن يهودين به بي صبري مان مسلمان کي قتل ڪري وڌو. ان غيور مجاهد شهيد جي رشتيدارن وري ٻين مسلمانن کان مدد طلب ڪئي ۽ مسلمانن ۾ غيرت جو غصو پيدا ٿيو. اهڙيءَ طرح مسلمانن ۽ بني قينقاع جي يهودين ۾ تنازعو پيدا ٿي ويو. يهودين کي مشهور منافق عبدالله ابن ابي سلول انصاريءَ جي مدد ۽ پٺڀرائي هئي. ان ڪري حضور پاڪ ﷺ مديني جي يهودين جي محاصري ڪرڻ جو حڪم صادر فرمايو.(1)

ان محاصري جي وقت اسلامي جهنڊو حضرت امير حمزه جي هٿ ۾ هو ۽ محاصرو يڪو مسلسل 15 ڏينهن جاري رهيو. جڏهن يهودي محاصري کان تنگ ٿيا تڏهن آڻ مڃي ۽ قبولدار ٿيا ته اسانکي سر جيئدان ڏنو وڃي ته اسان پنهنجا ٻار ٻچا وٺي مدينو خالي ڪري وينداسون. يهودين کي ڇڏيو ويو ۽ يهودين جي بچاءَ خاطر منافق

عبدالله ابن ابي سلول، حضور اڪرمﷺ جن ڪي تمام گهڻي منت وآه و زاري ڪئي. پر ان ڪي بي بنياد قرار ڏنو ويو، اهڙو معاهدو بني قينقاع وارن سان حضرت عباده بن الصامت جو هو، مگر حضور پاڪ ﷺ جي حڪم سان حضرت عباده بن الصامت رضه ان معاهدي تان دست بردار ٿي ويو ۽ يهودي پنهنجي واعدي مطابق گهر خالي ڪري وڃي شام ۾ رهيا ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ هلاڪ ٿي ويا.(2)

(5) غزوه احد:-

هن غزوه جو روحاني راز هيءُ آهي ته جنگ بدر خدا جو جمال هئي ته جنگ احد وري خدا جي جلال جي صورت هئي. مسلمانن کي محض ڪاميابي ۽ مال غنيمت جو خوگر بڻائڻو نه هو، پر انهن کي قربانيءَ ۽ ايثار لاءِ به تيار ڪرڻ ۽ شهادت جي لذت کان به هم ڪنار ڪرڻو هو- ابن خلدون غزوه احد متعلق لکيو آهي ته ”جنگ بدر جي شڪست کان پوءِ مڪه جي ڪافرن پاڻ ۾ مشورو ڪيو ۽ مڪي جي تاجرن کان مالي امداد گهري ته رسول خدا سان جنگ جون مڪمل تياريون ڪري سگهجن.

تاجرن انهن جي همٿ افزائيءَ لاءِ هر طرح جي مالي امداد جو تعاون ڪيو. دين جا مخالف پنهنجي پهلوانن ۽ احابيشن کي ساڻ ڪري نڪتا.(احابيش اهي آهن جن جبل حبش وٽ باهمي امداد جو قسم کنيو هو.) مشرڪين مڪه پاڻ سان گڏ عورتون به کنيون هيون ته لشڪري ننگ ۽ ناموس جي حفاظت لاءِ قربان ڪري ڇڏيندا ۽ پڇڻ جي همٿ ڪڏهن به ڪين ڪندا. ڪافر سمورا گڏجي ذوالحليفه وٽ اچي لٿا. ذوالحليفه احد جبل جي قريب آهي. مڪي جي مشرڪن جو تعداد ٽي هزار هو، جن ۾ 700 سئو زره پوش هئا ۽ ٻه سئو سوار هئا. انهن سان 15 مغني عورتون هيون جن سان دف ۽ غنا ء جا سرود ۽ سامان هئا، جيڪي بدر جي مقتولن تي روئي دردمندانا مرثيا پڙهي رهيون هيون.

رسول صلی اللہ علیہ وسلم پنهنجي جان نثار اصحابن سڳورن کي مشورو ڏنو ته شهر ۾ قلع بند ٿي، مورچا تيار ڪن ۽ دشمنن جو بهادريءَ سان مقابلو ڪيو وڃي. ليڪن مجاهدين اسلام اصرار ڪيو ته شهر کان ٻاهر نڪري هميشه لاءِ مشرڪن کي سبق سيکاريو وڃي. ليڪن عبدالله ابن ابي سلول منافق مخالفت ڪئي ته شهر ۾ قلع

بند ٿي جنگ ڪئي وڃي، ڇو ته هو ڪافرن سان مليل هو ۽ پاڻ کي نروار ۽ ظاهر ڪرڻ نه پيو گهري. پر رسولِ خدا ﷺ پنهنجي ساٿين، اصحاب سڳورن جي اصرار کي ترجيح ڏيندي پاڻ ڪريم ﷺ جن هٿيار ٻڌي، دشمنن جي مقابلي لاءِ شهر کان ٻاهر نڪتا. جن اصحابن ٻاهر نڪري مقابلي لاءِ عرض ڪيو هو، انهن وري پنهنجي آقا کي نماڻو عرض ڪيو ته اوهان چاهيو ته شهر ۾ ئي قلع بندي ۽ مورچا بندي سان مقابلو ڪيو وڃي، پاڻ فرمايائون ته ”پيغمبر کي اهو زيب نٿو سونهين ته هٿيار ٻڌي ۽ بغير قتال جي لاهي ڇڏي“ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ابن ام مڪتوم کي مدينه جو عامل مقرر فرمايائون، جيئن ته پوئتي رهيل ڪمن ۽ ماڻهن جي سنڀال وغيره ڪري. پاڻ سڳورا ﷺ هڪ هزار مجاهد سپاهين سان جڏهن مدينه ۽ احد جي وچ تي پهتا تڏهن عبدالله ابن ابي سلول ٽيون حصو لشڪر وٺي واپس هليو ويو، ڇو ته مسلمانن هن جي راءِ کي ترجيح ڏيڻ جي بجاءِ مخافت ڪئي ته شهر ۾ رهي جنگ نه ڪبي.

پاڻ سڳورن ﷺ ميدان احد ۾ اسلامي فوج کي هن طرح مرتب ڪيو. احد جبل جي هڪ ڪڪ ۾ پهاڙ کي

پنهنجي طرف کان رکيائون، ۽ حضرت عبدالله بن جبير کي 50 تير اندازن جو سپهه سالار مقرر ڪري، مجاهدين جي حفاظت لاءِ انهن جي پٺيان جبل جي چوٽيءَ ۾ وهاريو ۽ پاڻ فرمايائون ته: ”فتح ٿئي يا هار توهان کي اها جاءِ ڪنهن به صورت ۾ ڇڏڻي نه آهي.“ ڇو ته ان طرف کان دشمن جي حملي ڪرڻ جو انديشو هو ته جيڪڏهن دشمن حملو ڪري ته انهن کي تيرن سان جواب ڏين.

پاڻ سڳورن ﷺ ان ڏينهن اسلامي فوج جو علم حضرت مصعب بن عمير کي عطا ڪيو. پاڻ سمره بن جندب فزاري ۽ رافع بن خديجه کي تير اندازن ۾ شامل ڪرڻ جو شرف عطا ڪيو. ان وقت انهن جوانن جي عمر 15 سالن کان گهٽ هئي ۽ ڪيترن اصحاب سڳورن کي ميدانِ احد کان واپس ڪيو ويو، جن جي عمر 14 سالن کان گهٽ هئي. پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي تلوار مبارڪ ابو دجانه بن سماڪ بن خرشه کي ڏنائون، جيڪو بنو ساعده قبيلي جو هڪ وڏو بهادر هو ۽ هميشه ميدان جنگ ۾ وڏي فخر سان لهندو هو.

جنگ احد ۾ حضرت حمزه، طلحه، شيبه، ابودجانه ۽ نضر بن انس رضه وڏي شجاعت ۽ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هن گهمسان جي لڙائيءَ ۾ انصارن جي هڪ جماعت شهيد ٿي وئي. آخرڪار مڪي جي مخالفن جا پيرا اکڙي ويا ۽ تير اندازن مشرڪن کي پڇندو ڏسي ۽ مال غنيمت جي خيال کان هيٺ لهي آيا ۽ مشرڪن پلٽي حملو ڪيو. جنهن جاءِ کان تير اندازن جي حفاظتي دستو بيٺل هو، ڪافر مسلمانن جي پٺين پاسن کان ڦري آيا. جنگ جو رُخ بدلجي ويو ۽ ڪافي مسلمان شهيد ٿي ويا ۽ رسول خدا ﷺ جا دشمن به پاڻ سڳورن وٽ پهچي ويا. اسلامي علمبردار حضرت مصعب بن عمير به آنحضرت ﷺ جي حفاظت ڪندي شهيد ٿي ويو.

سرور ڪائنات ﷺ جو چهرو مبارڪ زخمي ٿي پيو ۽ پٿر لڳڻ سبب”ثنايا سفليٰ“ ڏند مبارڪ به شهيد ٿي پيا(يعني بئي اڳيان دند) ۽ مٿي مبارڪ ۾ خود جون ڪڙيون گهڙي ويون. اهي زخم عتبہ بن ابي وقاص ۽ عمرو بن قميسه ليثي ڪيا هئا. ان ڏينهن حضرت حنظله، ابوسفيان تي حملو ڪيو، ليڪن شداد ابن اسود ليثي وڏي ان کي شهيد ڪري وڌو. پاڻ سڳورا ﷺ پٿر لڳڻ سبب

ڪڏي ۾ آهلجي پيا ۽ حضرت علي رضه سندن هٿ مبارڪ ڪان جهلي ورتو ۽ حضرت طلحه بغل مبارڪ ڪان هٿ ڏئي جهلي ورتو ۽ ابو سعيد جي والد بن سنان خدري سندن زخمن کي چوسيو خود جون ڪڙيون جيڪي جسم اطهر ۾ چپجي ويون هيون، انهن کي حضرت عبيده بن جراح رضه پنهنجي ڏندن سان چڪي ڪڍيو، جنهن ڪري حضرت ابوعبيده جا ڏند به نڪري پيا.

مشرڪ ايتري ۾ رسول خدا صلى الله عليه وسلم تائين پهچي ويا ۽ مدافعت ڪندڙ مسلمان شهيد ٿي ويا ۽ انهن ۾ آخري جان نثار اصحابي عماد بن يزيد بن ساڪن هو. ابو دجانه به آنحضرت صلى الله عليه وسلم جن تي جهڪي پيو ۽ تير سندس پٺي تي وسي رهيا هئا، مگر هن دلير بهادر تر جيترو به پاسو نه چوريو ۽ قتاد بن نعمان جي اک نڪري ڳل تي لڙڪي رهي هئي. حضور صلى الله عليه وسلم جن پنهنجي دست مبارڪ سان تارو اک ۾ وڌو ۽ ان اک ۾ اڳئين کان آڳر نور اچي ويو. نضر بن انس صحابه جي هڪ جماعت کي ڏٺو ۽ اهي چئي رهيا هئا ته رسول خدا صلى الله عليه وسلم شهيد ٿي ويو. ۽ اهي دهشتگي ۽ جنگ جي هولناڪي سبب اهي الفاظ چئي رهيا

هئا. حضرت نضر بن انس مسلمانن جي اها حالت ڏسي ۽ مخاطب ٿي چيو ته ”هاڻي دنيا ۾ رهي ڇا ڪندا، اُٿو ته پاڻ به ان مقصد تان قربان ٿيون .“ پوءِ مسلمانن ۾ جوش آيو ۽ وڙهندي وڙهندي شهيد ٿيا. ان ڏينهن حضرت نضر بن انس رضه جي جسم تي 70 زخمن جا نشان هئا ۽ حضرت عبدالرحمان بن عوف جي جسم تي 20 زخم هئا. حضرت حمزه کي وحشي جيڪي جبير بن معدم بن عديءَ جي غلام شهيد ڪيو، هن شرط تي جيڪڏهن امير حمزه کي شهيد ڪندين ته توکي آزاد ڪيو ويندو.

علمبردار حضرت مصعب عمير رضه جي شهادت کان پوءِ مسلمانن اِئين سمجهيو ته خود رسول خدا صلى الله عليه وسلم شهيد ٿي ويا آهن، ان ڪري مسلمان دل شڪسته ٿي پيا. حضرت ڪعب بن مالڪ جيڪو بنو سلمه جو وڏو شاعر هو، ان رسول اڪرم صلى الله عليه وسلم کي ڏٺو ۽ مسلمانن کي خوشخبري ڏني ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن موجود آهن. مسلمانن جي دل جوئي ٿي ۽ رسول خدا صلى الله عليه وسلم وٽ اچي جمع ٿيا. پاڻ جبل جي ڪوپ مان چڙهڻ شروع ڪيائون، انهن ۾ حضرت ابوبڪر، حضرت علي، حضرت زبير، ۽ حضرت حارث بن زيد انصاري رضه وغيره شامل هئا.

حضرت علي رضه پاڻي آندو ۽ چهرو مبارڪ ڌوئي صاف ڪيو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ويٺي نماز پڙهيائون.

جنگ احد ۾ 75 مجاهد اسلام شهيد ٿيا جن ۾ گهڻائي انصارن جي هئي، آقائي نامدار شهداءِ احد متعلق فرمايو ته هر هڪ شهيد کي پنهنجي پنهنجي خون آلوده ڪپڙن ۾ پنهنجي جاءِ تي مدفون ڪيو وڃي. يوم احد ۾ 22 مشرڪ قتل ڪيا ويا. ابوسفيان جبل تي چڙهي هيءُ اعلان ڪيو ته ”جنگ و جدال جو اهو ئي دستور آهي ته ڪڏهن هڪ طرف غالب اچي ته ڪڏهن ٻئي طرف. جنگ احد، جنگ بدر جو جواب آهي، ”هبل“ جو شان بلند هجي، وري ٻئي سال ملنداسين.“ رسول پاڪ ﷺ فرمايو ته، ابوسفيان کي چئو ته ”اسان کي منظور آهي.“ پوءِ اسلامي دشمن مشرڪ مڪي واپس ويا.(1)

ڪن مؤرخن غزوه احد ۾ مسلمانن جي شڪست سمجهي. در حقيقت ۾ مشرڪن جي فتح به ڪا نه ٿي آهي، ڇو ته ڪافرن ڪو به علائقو فتح نه ڪيو. نه وري مال غنيمت هٿ ڪيو نه ڪو قيدي بنايائون.

غزوه احد ۾ مسلمان صحابيه عورتن به پنهنجي بهادري ۽ جذبه ايمانيءَ جو اظهار ڪيو، خصوصاً سيئه بنت ڪعب زوجه حضرت زيد بن عاصم پنهنجي ٻن صاحبزادن حضرت عمار ۽ عبدالله سان گڏجي قتال ڪيو ۽ هن محترمه صحابيه به هڪ مشرڪ کي موت جو ذائقو چکايو. هن جنگ ۾ حضرت امير حمزه کي اسدالله ۽ اسد رسول جو لقب عطا ٿيو. هن جنگ ۾ 70 مجاهد شهيد ٿيا ۽ 22 مشرڪ قتل ٿيا، جن مان 2 ڪافر رسول خدا ﷺ قتل ڪيا ۽ 3 مشرڪ شير خدا حضرت حمزه رضه قتل ڪيا ۽ 6 ڪافر حضرت علي ڪرم الله وجهه قتل ڪيا.(2)

## (6) غزوه خندق:-

جنگ خندق جو واقعو 4 هجري ۾ مسلمانن کي پيش آيو. ان جي سامهون اچڻ جو هي سبب هو ته جڏهن بنو نضير يهودي خيبر جي طرف جلاوطن ٿي ويا، ته انهن پنهنجي چند اڳواڻن جي سرڪردگي هيٺ مسلمانن کي بدلو وٺڻ ٿي گهريو، جن ۾ سلام بن الحقيق، ڪنانه بن ربيع بن الحقيق، سلام بن مشڪم، حيئي بن اخطب شامل هئا. اهي

سپئي، هود بن قيس ۽ عماره سان گڏجي مڪه جي مشرڪن وٽ ويا.جيئن ته انهن سان ملي مسلمانن خلاف هڪ محاذ تيار ڪن ۽ مڪي وارن کي هيءَ لالچ ڏني وئي ته جيڪو به شخص آنحضرت صلى الله عليه وسلم جن جي خلاف اٿندو ته ان کي مال ذريعي مدد ڪنداسون. مڪي وارن انهيءَ طمع کي قبول ڪري ۽ محاذ آرائي لاءِ تيار ٿي ويا ۽ غطفان قبيلي جي سردار عيينه بن حصن فزاري ۽ اشجعه قبيلي وارن کي به جنگ ڪرڻ ۽ ساٿ ڏيڻ لاءِ آماده ڪيو. اهي سپئي مشرڪ ۽ يهودي ابوسفيان جي سپه سالاري هيٺ جنگ ڪرڻ لاءِ نڪتا ۽ ابوسفيان سان قبيلي ڪنانه ۽ قبيلي احابيش وارن جو ته اڳ ۾ ئي معاهدو ٿيل هو، انهن جي مجموعي طاقت ڏهه هزار هئي ۽ جبل احد طرف لٿا.

جڏهن رسول خدا صلى الله عليه وسلم کي ڪفارن جي سازش ۽ جنگ جي تياريءَ جي خبر ملي ته پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم حضرت سلمان فارسيءَ جي مشوره سان خندق کوٽڻ جو حڪم صادر فرمايو، ۽ خندق کوٽڻ ۾ پاڻ نفس نفيس به شامل ۽ شريڪ هئا. خندق جي کوٽڻ وقت هڪ پٿر ظاهر ٿيو جنهن جي ٽوڙڻ جي طاقت ڪنهن به مرد مجاهد کي نه

ٿي ۽ پاڻ ڪريم ﷺ جن ان پٿر کي بسم الله چئي ڌڪ هنيائون. پاڻ فرمايائون ته ”الله اڪبر، مونکي شام جون ڪنجيون عطا ٿيون ۽ بلاشبه شام جا سرخ محلات ڏٺم“: ٻئي ضرب سان پاڻ فرمايائون ته ”الله پاڪ مونکي“ فارس، جون ڪنجيون عطا ڪيون، خدا جو قسم هن وقت ”مداين، جا سفيد ڪنگرا نظر اچن ٿا.“ ٽئين ڌڪ سان فرمايائون ته ”الله تعاليٰ مونکي يمن، جون ڪنجيون عطا ڪيون ۽ هتان صنعا، جي دروازن کي ڏسي رهيو آهيان“. پٿر واريءَ وانگر دز ٿي ويو، خندق يا کاهيءَ جو مفاصلو ٻڳهائيءَ ۾ تقريباً 350 ميٽر هو.

آقائي نامدار پنهنجي جان نثار 3000 هزار سپاهين سان جبل سلع وٽ با مسلح ٿي ويٺا. هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته اسلامي لشڪر جو تعداد 900 سؤ هو ۽ پنهنجو نائب يا جاءِ نشين حضرت ابن اُم مڪتوم کي مقرر ڪيائون، ٻارن ۽ مستوارت کي قلع ۾ محفوظ ڪيو ويو. خندق مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ تي هئي. بنو قريظ قبيلي جي يهودين جو رسول خدا ﷺ سان معاهدي ٿيل کي ٽوڙي ۽ مخالف لشڪر سان ملي، مديني تي حملي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. جڏهن بنو قريظ جي غداريءَ جي پاڻ

سڳورن کي خبر ملي ته پاڻ ڪريم ﷺ جن سعد بن عباده، سعد بن معاذ، خوات بن جبير ۽ حضرت عبدالله جن کي يهودين جي غداري معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. اصحاب سڳورن انهن جي کلم کلا غداري واري راز کي معلوم ڪيو ته اِهي اهل اسلام جا پڪا دشمن آهن تڏهن اصحاب سڳورن عرض ڪيو ته اي رسول خدا ﷺ، عضل ۽ قارھ جي قبيلي وارا ،رجيع وارن سان بدعهدي ڪرڻ گهرن ٿا. اهو ٻڌي بنو حارث ۽ بنو سلمه به مايوسي جو اظهار ڪيو، پر الله تعاليٰ انهن کي ثابت قدم رکيو، برابر مسلمان پورو هڪ مهينو محصور رهيا، لڙائيءَ جي نوبت ڪا نه آئي.

سرور ڪائنات ﷺ، انصارن جي سردارن سعد بن معاذ ۽ سعد بن عباده سان هن ڳالھ جو مشورو ڪيو ته عيينه بن حصن ۽ حارث بن عوف کي مديني جي پيداوار جو هڪ پاڱي ٽيون حصو ڏئي صلح ڪجي، ڇو ته سمورا عرب اوهان تي چڙهائي ڪري آيا آهن. اصحاب سڳورن وراڻيو ته سائين جيڪڏهن امر الاهي آهي ته اسان کي انڪار جي مجال نه آهي ۽ جيڪڏهن هي تجويز اوهان کي مرغوب ۽ پسند آهي ته اوهان جي خاطر اسان

ڪي قبول آهي، يا وري اسان جي فائدي لاءِ چاهيو ٿا“ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو ته: ”اها ڳالهه اوهان جي فائدي لاءِ آهي“ حضرت سعد بن معاذ عرض ڪيو ته”سائين جڏهن اسين مشرڪ ۽ بت پرست هئاسون ته به اهي ماڻهو اسان کي هڪ ڪجور بطور خراج وٺي نه سگهيا. هاڻي اسان مشرف بالاسلام ٿيا آهيون ۽ الله تعاليٰ اوهان جي ذات بابرڪات سان اسان کي عزت بخشي آهي. هاڻي ڪافرن کي پنهنجو مال ڏيون، هرگز نه، بخدا انهن ڪافرن لاءِ تلوار کان سواءِ ٻيو ڪجهه به اسان وٽ نه آهي“. پاڻ سڳورن ﷺ کي سعد بن معاذ جو تسلي بخش جواب وڻيو ۽ ان تي قائم رهيا.

جڏهن محاصرو طويل ٿي ويو ته ڪافرن جا چند سوار خندق جي ڪناري کان ظاهر ٿيا، جن ۾ عڪرم بن ابوجهل، عمرو بن عبدود ۽ ضرار بن خطاب شامل هئا، جڏهن خندق ڏٺي ته پڪاري چيائون ته ”هيءَ هڪ اهڙي چال آهي جنهن کان عرب واقف نه آهن.“

ائين چئي خندق جي ننڍي هنڌ کان ٽپي آيا ۽ مسلمانن کي مقابلي لاءِ للڪاري رهيا هئا. مگر دست به دست حضرت

علي رضه ۽ عمرو بن عبدود جو پاڻ ۾ مقابلو ٿيو، جنهن ۾ حضرت علي رضه عمرو بن عبدود کي قتل ڪيو ۽ باقي ڪافر ڀڄي ويا.

ان مقابلي ۾ حضرت سعد بن معاذ کي تير لڳو، رت بيهڻ کان جواب ڏنو، حضرت سعد بن معاذ رضه باري تعاليٰ جي درگاه ايزدي ۾ دعا گهري ته”اي باري تعاليٰ، جيڪڏهن قريشن ڪافرن سان ڪا ٻي لڙائي ڪرڻي آهي ته مونکي زنده رک، ڇو ته مونکي هن قوم سان جنگ ڪرڻ ايترو محبوب نه آهي، جيترو مڪي جي مشرڪن سان، ڇو ته هن قوم منهنجي پياري رسول ﷺ کي پنهنجي وطن کان ٻاهر ڪڍيو. جيڪڏهن هي جنگ مڪي جي مشرڪن جي آخري جنگ آهي ته مونکي شهادت سان سرفراز فرماءِ“. حضرت سعد بن معاذ جي الله تعاليٰ اها دعا قبول ڪئي بچي ويو.

جڏهن حضرت سعد بن معاذ جي حالت نازڪ ٿي وئي ته عطفان قبيلي جو نعيم بن مسعود رضه رسول خدا ﷺ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته آئون مسلمان ٿيو آهيان. ليڪن منهنجي مسلمانيءَ جي خبر منهنجي قوم کي ڪانه

آهي. جيئن اوهان چاهيو، ائين ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. پاڻ سڳورن فرمايو ته ”تون اڪيلو شخص آهين، اسان ڪان جدا ٿي وڃ ۽ دشمن کي ريب ۽ پولي ۾ وجهه اهو ريب جنگي فن ۾ جائز آهي. حضرت نعيم بن مسعود، حضور صلى الله عليه وسلم جن ڪان موڪلائي بنو قريظ وارن وٽ آيو، حضرت نعيم جي ايام جاهليت ۾ بنو قريظ وارن سان پڳ مٽ ياري هئي ۽ بنو قريظ وٽ قريشن ۽ غطفان وارن جي خامين کي بيان ڪيائين ته ”جيڪڏهن هنن کي فتح نٿي ٿئي ته هو پنهنجي گهرن ۾ هليا ويندا ۽ اوهان کي اڪيلو ڇڏي ويندا ۽ اوهان ۾ محمد صلى الله عليه وسلم ۽ انجي جانثارن جي مقابلي جي طاقت نه آهي، بهتر آهي ته اوهان انهن کان پڪو واعدو وٺو ۽ انهن جا پٽ پاڻ وٽ گروي رکو ته اهي اوهان سان پوري طرح سان تعاون ڪندا. حضرت نعيم اتان اٿي ابوسفيان وٽ آيو ۽ انهيءَ کي چيائين ته يهودين صلح لاءِ محمد صلى الله عليه وسلم سان خط و ڪتابت ڪئي آهي ته اوهان جا پٽ يرغمال طور مسلمانن وٽ گروي رکن، سو اوهان کان پٽن جي ضرور گهر ڪندا. پوءِ حضرت نعيم، غطفان وارن وٽ آيو ۽ انهن سان به اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪيائين جو ابو سفيان ۽ غطفان وارن

يهودين ڏي پيغام موڪليو ته اسان ايترو وقت ترسي نٿا سگهون ۽ اوهان جنگ لاءِ تيار رهو، يهودين، غطفان ۽ ابوسفيان کي چورايو ته اسان جنگ ۾ اوسيتائين حصو نه وٺنداسين جيستائين اوهين پنهنجا پٽ بطور عهد جي اسان وٽ گروي رکو، طرفين حضرت نعيم بن مسعود جي ڳالهين کي سچو سمجهيو ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي غير معتبر ۽ غداريءَ جي سخنن سان ٿي پڪاريو، ايتري ۾ الله تعاليٰ غطفان ۽ ابوسفيان تي هڪ طوفان آندو جنهن ۾ انهن جا خيما اجڙي ويا ۽ رڌ پچاءَ جو سامان اڏري ويو ۽ جنگي سرود سامان به درهم برهم ٿي ويو ۽ جنگ جو ميدان ڇڏي ڀڄي ويا.(1)

---

(1) ”مدارجة النبوت“:- حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي، اردو ترجمو، جلد 2، ص 131-132، مترجم: منشي معين الدين نعيمي، مدينه پبلشنگ ڪمپني ڪراچي.

(2) سيرت ابن هشام:- اردو ترجمه شيخ غلام علي ائنڊ سنس لاهور، جلد 1، ص 639. ”تاريخ ابن خلدون“:- مترجم ڊاڪٽر عنايت الله، جلد 1،ص 318.

(1) ”مدارجته النبوت“:-حضرت شيخ عبدالحق دهلوي.

(1) ”مدارجة النبوت“:- جلد ٻيون

(2) ايضاً

(3) ايضاً

(4) ”سيرت ابن هشام“:-جلد اول

(5) ”تاريخ ابن خلدون“

(1) ”سيرت ابن هشام“

(2) ”مدارجته النبوت“

(1) ”تاريخ ابن خلدون“

(2) ”سيرت ابن حشام“
(1) ”ابن خلدون“

صفحو 28

حضور صلى الله عليه وسلم جن واپس مديني آيا. هن جنگ ۾ مسلمان عورتن به وڏي بهادري ڏيکاري. خصوصاً بيبي صفيه بنت عبدالمطلب جو نالو سرفهرست آهي، واقعو هن ريت آهي ته جنهن قلعي ۾ بيبي صاحبه رضه محصور هئي، اتي قلع جي ڀاهران بنو قريظ جو هڪ يهودي جاسوسيءَ خاطر قلع جي چوڌاري چڪر هڻي رهيو هو. مون حسان بن ثابت کي چيو ته ”تون ڏسي رهيون آهين ته قلع جي چوڌاري يهودي ڦري رهيو آهي، خدا جو قسم مونکي

اطمينان نه آهي، تون هيٺ لهه ۽ يهوديءَ کي قتل ڪري اچ.“ حضرت حسان بن ثابت وراڻيو ته ”اي عبدالمطلب جي نياڻي، خدا جو قسم، تون ڄاڻين ٿي ته آئون ان ڪم جي لائق نه آهيان.“ بيبي صفيه رضه فرمائي ٿي ته جڏهن حسان بن ثابت کان اها ورندي ملي ته آئون ڪمرڪشي، لٺ هٿ ۾ کڻي قلعي کان هيٺ لٿس ۽ ڪافر قتل ڪري آيس ۽ حسان بن ثابت کي چيم ته وڃي ان جا هٿيار لاهي اچ. حسان بن ثابت چيو ته مونکي انجي هٿيارن جي ڪا به ضرورت نه آهي. بيبي صاحبه پنهنجي بهادريءَ جو مظاهرو ڪندي ڪافرن جا هٿيار به لاهي آئي.(1)

جنگ خندق ۾ ڪافرن مان نوفل بن عبدالله بن المغيره خندق ۾ گهوڙي ٽپائيندي ڪري مري ويو، جنهن جي لاش جي واپسيءَ لاءِ ابوسفيان 100 اٺ ڏيڻا ڪيا، ليڪن حضور پاڪ ﷺ نوفل جي ديت وٺڻ کان انڪار ڪيو(2) اهڙي طرح حضرت سلمان فارسيءَ کي هي خطاب مليو ته ”سلمان اسان اهل بيت مان آهي“.

## (7) غزو تبوڪ و غزوه جيش العسرت:-

غزوه تبوڪ آقائي نامدار جو آخري غزوه آهي. هن غزوه کي تبوڪ جي نالي سان سڏيو ويو آهي، هن جي نالي لاءِ ارباب سير مختلف توجيهون پيش ڪيون آهن. تبوڪ هڪ جڳهه جو نالو آهي جيڪا مديني ۽ شام جي وچ تي آهي ۽ مديني کان 14 منزلن جي مفاصلي تي آهي. بعض چون ٿا ته قلعي جو نالو آهي."صاحب قاموس" هن طرح بيان ڪيو آهي ته "مديني ۽ شام جي وچ تي هڪ اراضيءَ جو نالو تبوڪ آهي." ڪن جو چوڻ آهي ته هڪ چشمي جو نالو آهي. " صحيح مسلم" جي هڪ روايت آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجي اصحاب سڳورن کي ارشاد فرمايو ته :"آخري حد لشڪر جي اها آهي ته اوهان تبوڪ جي چشمي تي پهچو."ان سببن جي ڪري تبوڪ کي غزوه تبوڪ سڏيو وڃي ٿو.

غزوه تبوڪ جو هي سبب بيان ڪيو ويو آهي ته شام کان مديني هڪ قافلو آيو جنهن خبر ڪئي ته شام روم ۽ عرب جا اهي قبائل جيڪي نصراني ٿيا آهن، مثلاً لحمه، جزام، عامله ۽ غسان وغيره تن گڏجي مديني تي چڙهائي

لاءِ وڏو لشڪر جمع ڪيو آهي. روم جي بادشاھ هرقل سان عرب قبائل پاڻ وٽائڻ خاطر ڪوڙ هنيو ته ”اها مقدس هستي جنهن نبوت جي دعويٰ ڪئي آهي اها هن دنيا مان ڪوچ ڪري وئي آهي ۽ انجي اصحاب سڳورن ۾ سخت قحط ۽ انهن جو مال و متاع ضايع ٿي ويو آهي، انهن جي مملڪت تي باآساني قبضو ڪري سگهجي ٿو.“ هرقل دوم کي اها ڳالھ پسند آئي ۽ ”قباد“ کي چاليھ هزار لشڪر جو اڳواڻ ڪري مديني ڏانهن روانو ڪيو.

جڏهن آقائي نامدار کي ڪافرن جي ايڏي وڏي لشڪر جي خبر پئي ته پاڻ سڳورن به مسلمان عرب قبائل ڏانهن اصحابن کي موڪليو. اصحاب سڳورن کي دشمن جي تياري لاءِ فقرا ء ۽ مساڪين لشڪر تي خرچ ڪرڻ جي ترغيب ڏني وئي. حضرت ابابڪر صديق رضه سمورو مال و متاع گهر جو کڻي آيو ۽ حضرت عمر رضه پنهنجي ملڪيت جو اڌ کڻي آيو ۽ حضرت عثمان ذي النورين ٻه سئو اٺ تيار ڪري ۽ ٻه سئو اوقيه چاندي خدمت اقدس ۾ پيش ڪئي. هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته ٽي سئو اٺ مڪمل ساز و سامان سيمت ۽ هڪ اوقيه سون جو خدمت ۾ پيش ڪيو. ارباب سير بيان ڪيو آهي ته

اسلامي لشڪر ٽيهه هزار هو. ان به پاڱي ٽي حصو لشڪر جو سامان حضرت عثمان رضه ڏنو. مواهب لدنيه مطابق حضرت امير عثمان رضه هڪ هزار اٺ ۽ ست سئو گهوڙا سواري ڏنا ۽ ان ۾ ڏهه هزار دينار جو به ذڪر آهي.

هن غزوه کي فاضح ۽ جيش العسرت ۽ عسرت سڏيو ويو آهي. هن لاءِ ته هن غزوه ۾ ڪافرن ۽ منافقن جي فضيلت ۽ رسوائي بيان ڪئي وئي آهي. هن غزوه ۾ اسلامي لشڪر کي مشقت، بک ۽ اڃ جي تمام گهڻي تڪليف هئي. مسافري تمام وڏي هئي ۽ ان سان گڏوگڏ هوا به گرم هئي. سواريءَ جو هي عالم هو ته 18 اصحابي سڀورا هڪ سواري تي چڙهن پيا. خوراڪ لاءِ معمولي سامان هو، پاڻيءَ جي تمام گهڻي تنگي هئي. حضور ﷺ جن کان ڪيترن بهانا ڪري اجازت ورتي ۽ عبدالله بن ابي سلول منافق به هڪ منزل ڪري پوءِ لشڪر سميت موٽي ويو.

قيصر روم ۽ نصارن کي جڏهن اها خبر پئي ته پاڻ نفس نفيس لشڪر سان گڏ آهن، تڏهن انهن جي دل ۾ خوف طاري ٿي ويو ۽ ميدان جنگ ۾ نه آيا ۽ مسلمانن جا لشڪر

تبوڪ کان اڳتي نه وڌيا ۽ هڪ روايت موجب تبوڪ ۾ 12 ڏينهن رهيا ۽ ٻي روايت ۾ آهي ته ويهه ڏينهن يا ٻه مهينا رهيا. ان عرصي ۾ ”ايلا“، جو حاڪم بحير بن رويه سيد عالم ﷺ جن جي خدمت عاليه ۾ آيو، مصالحت ڪري ۽ جزيه ڏيڻ قبول ڪيائين. ان کان سواءِ اهل حبر ۽ روح وارا به آيا ۽ جزيه ڏيڻ قبول ڪيو. اسلامي فوج باسلامت مديني موٽي آئي.

سرور ڪائنات، عالم آفتاب، سيدالڪونين ، خاتم النبيين جو هي غزوه تبوڪ آخري، غزوه هو، هن کان بعد ٻيو ڪو به غزوه نه آهي، جنهن ۾ پاڻ شريڪ ٿيا هجن.

## نعتيه ڪلام

مُنهنجَي عِشقَ جوَ يَامَ مَحبُوبِ خدَا، آغَازبه ثُون اَنجَام به ثُون

منهنجَو طِاعَتِ ملت، مَذهَب تون، مُنهنجَو دِين به ثُون اِسلام به ثُون

# مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ

منهنجي عشق جو يا محبوب خَدا، آغاز بهَ ۽ انجام به
تون

منهنجو طاعت، ملت، مذهب تون، منهنجو دين به تون،
اسلام به تون

آهين آس به تون، اميد به تون، پيو ڪين ڏٺو سوا تنهنجي
مون

منهنجي قرب جو ڪعبو، قبلو تون، منهنجو حج به تون،
احرام به تون

هر شيءَ ۾ تنهنجو حسن ڏٺم، سڌت کان سوا ٻي ڪا نه پيم

منهنجو اڳ به تون پوءِ به تون، منهنجو صبح به تون ۽
شام به تون

آهي دل ۾ هڪڙي تات مٺا، ۽ وات ۾ تنهنجي بات مٺا

منهنجو مقصد تون، منهنجو مطلب تون، منهنجو ساقي تون ۽ جام به تون

آهين رونق باغ جهان جي تون، هر روز سنڌءِ حسن آهه فزون

صياد به تون، دام به تون ۽ گل پڃي تون، گلفام به تون

آهين حسن ازل جو راز به تون، قدرت جو ناز، غماز به تون

محبوب به تون، مطلوب به تون، قاصد پڃي تون پيغام به تون

ڇا عظمت شوڪت ۽ سطوتم بي مثل وري تنهنجي رحمت

منهنجو درد به تون منهنجو سوز به تون، راحت پڃي تون آرام به تون

دربان سنڌءِ ٿيو روح امين، ايوان سنڌءِ فردوس برين

مون عاشق بيدل جو شاها، بس ننگ به ڦِون ۽ نام به تون

ٻيو منهنجي نظر ۾ ناهي ڪو، منجهه هر دوجهان آهين ”طالب“ جو

سردار به تون، سرڪار به تون، ارشاد به تون، احڪام به تون

*

سجهي ڪو نه سَر(1) ۾ سچڻ تنهنجو ثاني

ڪئي تنهنجي افضل خدا خانداني

مروت، مودت سندءِ آهه شيوو    مسلمان ٿيا ڪئين ٻڌي خوش لساني

تون آئين پچاڙي ۽ اڳواڻ اڳين جو    تون قانون قدرت جو باني مباني

خدا کي چئي حل ڪر مشڪلاتون    ٿين دفع شل شورشون سپ ۽ شاني(2)

ٿيو عرش اعظم تي ديدار توکي    جواب آيو موسيٰ جي لئه لن تراني

ڪلامِ خدا تو وٽان ٿي ٿيو ظاهر    تون ئي نڪته دان تون ئي صاحب معاني

هي مولا جو طالب سنڌِ به آهه طالب

تون منهنجو به جاني، جهانن جا جاني

*

# فيض بخشاپوري

آئينهء حق حامل قرآن محمد

يزدان جو قسم مظهر يزدان محمد

الله سر عرش ثنا خوان محمد
چا صل عليٰ مرتبه و شان محمد

هر چيز ۾ آ نور نهان روح جي صورت
هي ڪون و مڪان جسم آهي جان محمد

هي ارض وسما شوخيء گفتار ڪان پيدا
هي ڪن فيڪون ڪنهن جو آ فرمان محمد

آ فخر نبوت جي نبين جو نبي آ
انسانيت ڪي ناز جو انسان محمد

ڪعبي جي طرح عرش برين ناصيه فرسا
هر نقش قدم منزل عرفان محمد

خورشيد جهان پرتو عڪس رخ انور
آ نقش قدم روضئه رضوان محمد

فرخندگيء مطلع انوار
تابندگيء چهره تابان محمد

الاهي جبريل امين تنهنجو آ دربان
قرآن پي تنهنجو آ، خدائي پي، محمد
خدا پي انسانيت تي تنهنجو آ
امي لقبي تو ڏنو آ درس احسان محمد
حقيقت چا حيثيت تخت سليمان
بوسه ٿو ڪف پا کان وٺي محمد
عرش معليٰ درد دل عيسيٰ جو پي
آ سرور ڪونين مسيحا درمان محمد
جو مسيحا آ بدرقه و سرور سلطان
فرمان خدا آ جو رسولان محمد
خدا جو مانع آ مگر شريعت و قرآن
سجدو آ روا، مفتيان عشق محمد
جي فتويٰ دريا ۾ نهان موجئه طوفان
هرچند خدا ناهي جدا ناهي محمد
خدا کان ٿو ”فيض پئي باده عرفان
ميخانئه توحيد جو هي رند محمد
قلندر

ٿيا سايه فگن ابر ڪرم، مهر قيامت

آ فيض تو سايئه دامان محمد

اظهر گيلاني

جڳ جو رهبر، جڳ جو سرور صلى الله عليه وسلم

ساقيء ڪوثر، شافع محشر صلى الله عليه وسلم

ابر رحمت، بحر سخاوت،
ڪان مروت، شافع امت

وارث جنت، قاسم ڪوثر
صلي الله عليہ وسلم

منزل طہ، سائر اسريٰ،
معدن يوحيٰ، حق جي
منشا

شاه والا، سپ جو افسر صلي
الله عليہ وسلم

انجو ثاني، ڪٿي پيوشاني، حق جو جاني، حق جي نشاني
دين جو باني دين سردار صلي الله عليہ وسلم

حق جو مظهر، پاڪ و
اطهر، روح داور، نورجو
پيڪر

سپ ڪان بهتر، سپ ڪان
برتر صلي الله عليہ وسلم

ڪلمي وارو، سپ ڪان پلارو، جڳ جو پيارو، جڳ جو
سهارو

نور نيارو، حق جو دلبر صلي الله عليہ وسلم

حق جي منزل، رونق محفل، حل مشڪل، اڪمل ڪامل

ميٺيو باطل، حق جي رهبر صلي الله عليہ وسلم

رشڪ عيسيٰ، رشڪ آهي يڪتا، شافع موسيٰ، مالڪ دنيا، محشر صلي الله عليہ وسلم وارث عقبيٰ

تنهنجو ذاڪر، باطن ظاهر، صابروشاڪر، اديب و شاعر نظم تي قادر، آهي ”اظهر“ صلي الله عليہ وسلم

سردار علي شاه

تنهنجي سونهن بنا جڳ ۾ اونده انڌوڪار
تنهنجي سونهن سرڪار
سج چنڊ ڪتيون ٿيڙو سنواريا سارا
آندو توڪان روپ اُڌار تارا
جيڪي چمڪن ٿا ساري جڳ جي سونهن
وڌائي چوڌار
حسن تنهنجي خيرات جنهن ڪان هنڌ هنڌ ٿي
ورهائي هبڪار

توکان آئي بوءِ بهار
چوڌس چمڪا نور نظارا
هي گل ڦل هي گلزار
رحمت تنهنجي رنگ رچايو
لڏي سارنگ جڳ جي سار
جلوا جڳمڳ نور نشاني
هڪ صورت پيو سينگار
ٻول تنهنجا اڻ مول وڻن ٿا
تنهنجي گنجينو گفتار
سائل تو در آهه سوالي
هيءُ لاغر ۽ لاچار

من موهيندڙ پيارا پيارا
تنهنجي روپ جا رنگ هزار
ساوڻ جو سپني تي سايو
ٿي ويا برپٽ باغ بهار
ساٿ سڄڻ تنهنجا سلطاني
جنهن تان ٻئي جڳ ٻلهار
مک مان چڻ پکراج چڻن ٿا
جنهن ۾ هيرا لعل هزار
راحم ڪج ان جي رکوالي
تنهنجي سام پيو سردار

*

# عطا محمد حامي

## حرمين جو سفر

(1)

مڪي جي شهر کي جو پري کان ڏٺو اکين
الفت جو احترام جو سجدو ڪيو اکين

هن پاڪ سرزمين تي پنهنجي دلي مراد جو دامن
پنهنجو قدم رکيم پري ڇڏيم
داخل ٿيس حرم ۾ ته جيڪي ستون هيون سي
اکڙيون ٺري پيون گهڙيءَ ۾ مري ويون
هر هڪ معاملي کي حرص ۽ هوا جي ڳالهه کي
وساري ڇڏيم هتي ڳاري ڇڏيم هتي
اولاد يار دوست دلارا جن سان اٿم پريت سي
پلي ويس پيارا پلي ويس
خود کي ڏٺم ذليل خدا جي بندو گناهگار سراپا قصور
حضور ۾ ۾

هر هڪ ذرو هتي جو    ساري حرم کي نور عليٰ
صفا طور ٿو ڏسان    نور ٿو ڏسان
سارو حرم خدا جي    سچ پچ ته آدمي جي سعادت
عبادت جي جاءِ آ    جي جاءِ آ
ڪعبو ڏٺم ته ڪوڙ جا    هن نفس نامراد جا ڪنڌا
پردا ٽٽي پيا    ڪجي ويا
هر ڪنهن کي پنهنجي    روئي ٿو هر ڪو پار
پنهنجي گناهن جو بار آ    ڪڍي بيقرار آ
فضل ۽ ڪرم جو خير وٺن    دل سان دعا گهرن ٿا غفور
ٿاڪريم کان    ۽ رحيم کان
پهتس هتي ته لوڪ جا    دل ۾ خدا جي ياد جا غنچا
ناتا ٽٽي پيا    ڦٽي پيا
هي يادگار آهي ذبيح ۽    هي شاهڪار آهي خدائي
خليل جو    جليل جو
الله جي رسول جي سجدي    حق جي امام پاڪ علي جي
ڪرڻ جي جاءِ    چمڻ جي جاءِ
اصحاب فيل ڪاڻ ابابيل    هاٿين سندا هجوم هتي جن
ٿيا ڪٽا    ڪيا فنا
هن جاءِ تي نبي کي ستايو    ڪنهن جي مثان حضور کي

قريش هو      آيو نه طيش هو
طرفن جي ڪا تميز هتي      هر سمت ڪان سپن کي ٿو
ڪين ٿي رهي      ڪعبو نظر اچي
چار ئي طرف هتي ٿا      ڪثرت مٽائي پنهنجي ٿا
اچي پاڻ ۾ ملن      وحدت ۾ هڪ ٿين
حاجي طواف ۾ ٿا رهن      ڪاري پٿر کي چاهه منجهان
مست ۽ مگن      ٿا چميون ڏين
هر هڪ مقام تي ٿا خدا جي      دل سان مٿو جهڪائي ٿا
اڳيان جهڪن      اقبال جرم ڪن
مروه صفا جي وچ ۾ ڊڪي      سمجهي عظيم فرض هي سنت
۽ دعا گهريم      ادا ڪيم
پٿريون ڪٺي ڏلهن کي چٽي      ٻڪرو وٺي خدا جي حوالي
مون رمي ڪئي      ڪيم ڪهي
احڪام جي منيٰ جا ۽      پورا خدا جي فضل و ڪرم
عرفات جا هيا      سان سپئي ٿيا
هڪ درد خاص دل کي      دنيا جو رنج روح ڪان
عطا ٿي ويو هتي      وسري ويو هتي
هن درد جي مزي جو بيان      هي ذائقو قلم سان ته لکجي
ٿي نٿو سگهي      نٿو سگهي

هي قال ناهي حال جون محسوس جي ٿيون اهي دل
ڳالهيون ڪيون اٿم سان چيون اٿم

(2)

مڪي جو شهر شان چامن جو چام چائو جتي
شرف ۾ اُم القريٰ مير مصطفيٰ
واهڻ به آهي شهر به فطرت ۾ ڪيڏي سخت هتان
آهيِ سٽي به آ جي مٿي به آ
آدم جو بت بڻيو هو هتان جي سجدو ملائڪن به ڪيو هو
مٿي منجهان خوشي منجهان
بنجر زمين آهي جتان هر چيز ٻاهران ٿي
ڪجھ نٿو ملي گهرائي وجيِ هتي
هي سر زمين آهي پهاڙي آثار فصل جو ڪو نظر ۾
علائقو اچي نٿو
ڪن وادين ۾ شوخ وڏا ٽڪري زمين جي ۾ پلا
شيخ ٿا رهن باغ ٿا رکن
باغن جي تات سنڌ جا ماڻهو شيخن جي نوڪري ۾ هتي
اچي ٿا ڪن ٿا اچي رهن

حاصل ٿئي ٿي تيل جي پئي ٿي نه ڳهرج ڪائي
پيدائش ايتري حڪومت کي ٽئڪس جي
هر ڪنهن کي روزگار محصول ڪنهن طرح جو
تجارت ۾ ٿو ملي حڪومت نٿي وٺي
تعليم ۽ علاج هتي مفت ٿا پيون سڀ سهولتون ٿا هتان جا
ملن عرب وٺن
دنيا سڄي جو مال اچي ٿو محصول جي بغير هلي ٿو
سگهي هتي سگهي هتي
مفلس عرب جي مٽ نه آڏو انهيءَ جي پنهنجو
اسانجو رئيس آ وڏيرو خسيس آ
پنجاب هند سنڌ منجهان ۽ يمن ماڻهو اچي لڳن ٿا هتي
منجهان روزگار سان
عربن جي نوڪري يا ذلت جي زندگي ۾ اچي ٿا
مزوري ٿا ڪن هتي رهن هتي
پورهئي ۾ عيب ناهي مگر ٻئي ملڪ ۾ وڃي نه وطن
شان سان ڪجي کي لڄائجي
دل جي حضور ساڻ هتي چائنٺ چمي رسول جي
حج ڪرڻ کپي موٽي وڃڻ کپي
پنهنجي وطن ۾ پنهنجا سڀئي الله ۽ رسول جا ٿورا مڃڻ

حق ادا ڪجن ڪپن

(3)

قربان گاهہ ۾ جو ويس ميل    بي انت بي شمار هيا جانور
هو متل    ڪٺل
ڏاندن اُنن ڳئن جي ۽ ڏاچين    ٻڪرن گهٽين رڍن جي ۽
جي حد نه هئي    ٻڪرين جي حد نه هئي
ڦٿڪيا ٿي ڪي ته ڪن    ٿي ويا هئا گهڻ جا ته پورا
ڪي چپن تي اچا هو ساهه    اڳئي پساهه
موجود جانور ها وڪامڻ    الله جي حضور اگهامڻ جي
جي واسطي    واسطي
ساٿين تي ڪات وهندي    مردا لڳا ٿي پاڻ به خوف ۽
ٿناٿون اکين اڳيان    هراس ڪان
ڪن جا پيٽل ها ولت ۽ ٻاهر لڪيون    ڦوڪيل هو پيٽ ڪن جو ۽
هين    ڪن جو پٽيل هوتن
ڪنهن کي هيو نه تڙ ته سسي    جيرو هيو نه ڪنهنکي
ڪنهن کي ڪين هئي    ٻڪي ڪنهنکي ڪين هئي
هو ڪنهن ڪپيو ٿي گوشت ٽڪر    ڪاڏائين ٿي انهيءَ کي وجي دل

پنهنجي شوق سان جي ذوق سان
هڪ ٻئي مٿان سٽيل ها لکين جانور هئي ايتري ته بانس جو آئي ٿي
ڪل منهن اٿل
بلبوزرن چڪي ٿي ڪل جانور گهلي سيئي ٿي آڳ حوالي
ڪيا ڪري چڙيا
هي گوشت ڪنهن به ڪم لچي بي سود ناس ٿئي ٿي بچي
ڪين ٿو سگهي ڪين ٿو سگهي
اسڪيم ڪا هجي سڪائي ڪنهن خير جي عمل ۾
ها گوشت کي لڳائي ها گوشت کي

(4)

ٿي ٿله ٿنم منيٰ ۾ جي بيٺا ها حاجين پٿر هنيا ٿي انهن
چپ ڪري کي ذري ذري
جمرو انهن تي نام نپاڳو شيطان پي انهن کي ٿي هر هر
رکيو سين سڏيو سين
نندي وڏي انهن تي ٿي پٿر لتر پتر ٿي انهن صبر
حملا وڏا ڪيا سان سٺا
جمرن کي ڪنهن طرح به حجاج کان انهن کي ڇڏائي نٿي

بچائي نٿي سگهيس سگهيس
اُبتڙ ڪڍهن به عقل جي اٽڃاڻ ٿي مجڻ جو ته
مذهب اسانجو ناهه مشرب اسانجو ناهه
هوندو ڪو راز ان ۾ نٿو سڀ ڳجھ خدا جا ڪوئي به
سمجھ ۾ اچي چاڻي نٿو سگهي

(5)

ڪعبو ڇڏي مديني جي بس دل سان درود پاڪ نبيءَ
تي چڙهي هليس تي پڙهي هليس
گهٽبو ويو ٿي فاصلو ڪٺبي وتندو ويو ٿي پاڪ حرم جي
وئي ٿي راهه چمڻ جو چاهه
جئن جئن ٿياسون شهر مديني جذبات منهنجي دل جا نچڻ
کي ويجهڙا ۽ ٽپڻ لڳا
احساس ٿيو ته عيد اُجايل سجدو سخي جي در تي سڪايل
اکيون ڪنديون اکيون ڪنديون
مولىٰ جي فضل ساڻ محسوس ٿيو ته عرش علىٰ تي
مديني رسي ويس رسي ويس
نيلن تي پئي نگاهه نشو نينهن قلب ۽ نظر حضور تي

جو چڙهيو صل عليٰ پڙهيو
مسجد رسول جي ۾ محسوس ٿيو ته ساري
رسائي نصيب ٿي خدائي نصيب ٿي
داخل ٿيس حرم ۾ ته اهڙو قرار جنهن ۾ هئي
حاصل ٿيو قرار درد جي لغار
هڪ درد خاص جنهن دنيا جي ڪنهن به چيز ۾
جو نرالو هو ذائقو ناهي اهو مزو
دنيا جا درد دور ڪري ظلمات کي به نور ڪري ٿو
ٿو هي درد خاص هي درد خاص
هن درد خاص روح کي الله جي رسول جي الفت
راحت عطا ڪئي عطا ڪئي
الفت رسول جي ۾ اطاعت نالو وڻ نبي جو عبادت
خدا جي آ خدا جي آ
اڳتي وڌيس ته سائي قبي ۾ جنت رياض جنهن کي
لنگهي ويس چون ٿا اتي پهچي ويس
ظاهر ظهور نور عليٰ چاڙهي ٿو لا شريڪ ته ٻئي
نور کي ڏسي نيڻ پيا ٺري
رڳ رڳ ۾ روح، خون ۾ مقصود جي مراد جي
گرمي ملي وئي مکڙي کلي وئي

بي انت بي شمار ڪرم ڳايان ٿو ڳڻ هميشه غفور ۽
ٿيا ڪريم جا رحيم جا
چائث چميم حضور جي ڪا چيز ڪائنات جي
طاري ٿي بيخودي مونکي نه ياد پئي
جلوو رسول پاڪ جي منهنجو دماغ عرش عليٰ
جالي جو مون ڏٺو ڪان مٿي ويو
سجدن ڏنو سرور تلاوت وسري نٿون هتان جي
ڏنو مزو عبادت جو ذائقو
هن جاءِ تي جهڪن ٿا فرشتا الله پي پڙهي ٿو صلواتون
ادب ڪري رسول تي
آهي ادب جي جاءِ سنڀالي حجت چڏي حضور جي در
هلڻ ڪپي تي جهڪڻ ڪپي
قلب و نظر ڪي روح ڪي هٿ احساس ڪي خيال ڪي
روشني ملي پاڪيزگي ملي
فضل و ڪرم جو، رحم جو، ڌوئي چڏي ٿو عيب، خطا ۽
درياه ٿو وهي گناه ڪي
آرمگاه آهي خدا جي اميد گاه آهي اسان جي
حبيب جو نصيب جو
بدڪار بدنصيب گنهگار عاصي جو عيبدار جو

جو اجهو عاجز جو آسرو

اميد آهي مان به هتي الله جي رسول جي صدقي بچي

بخشجي وڃان وڃان

منهنجون خطائون انجي عطائن منهنجي نصيب سان نه ٿيندي نه

اڳيان خسيس ڪنهن جي ريس

اميد آهي ته ٿيندي عنايت محشر ۾ هوندي مون تي

رسول جي شفاعت رسول جي

(6)

ان تي درود جيڪو پيارو ان تي سلام جيڪو سهارو

سپن جو آ سپ جو آ

ان تي درود جيڪو يتيمن ان تي سلام جيڪو غريبن

جو خاص يار جو غمگسار

ان تي درود جنهن تي خدا ٿو ان تي سلام جنهن جو ٿيو

پڙهي درود ڪارڻي وجود

ان تي درود ان تي سلام ان جي ڪري زمين تي پهچڻ

ان تي رحمتون ٿيون برڪتون

هر درد جو علاج درود ۽ سلام آ

هر چيز کان لذيذ محمد جو نام آ

*

---

[(1)] ”سيرت ابن هشام“

[(2)] ”تاريخ واقدي“:- محمد بن عمر واقدي، جلد 4.
”تاريخ طبري“:- جلد اول، حصه 3،عهد رسالت.

صفحو 29

سيد ڪمتر نقوي

زبان خوشتر ڪٿان آڻيان، بيان بهتر ڪٿان آڻيان
هجن جي کير ۾ ڌوتل، اُهي گوهر ڪٿان آڻيان
قلم ڪهڙي هجي وڻ جو، لکڻ لئه مس هجي ڪهڙي
اهو طوبيٰ ڪٿان آڻيان، اهو ڪوثر ڪٿان آڻيان
زمين و فلڪ جا چوڏهن طبق، مدحت لئه ناڪافي
آهيان مجبور جو ايڏو وڏو دفتر ڪٿان آڻيان
بلندي مرتبت جي عرش اعظم کان گهڻو بالا
ڏسڻ کان ماورا جيڪو، اهو منظر ڪٿان آڻيان
جتي ِهن ۾ ۽ ُهن ۾ فرق هئي هڪ ميم جو باقي
انهي نڪتي هنداڻ لئه، دلِ مضطر ڪٿان آڻيان

خرد ادراڪ کان عظمت گھڻو ارفع گھڻو اعليٰ
رسي تن رفعتن کي فھم سو برتر ڪٿان آڻيان
مئي حب محمد جا پيا دريا وھن مون وٽ
مگر مستن ۽ متوالن جي لئه ساغر ڪٿان آڻيان
چريو ”ڪمتر“ کي جيڪي ٿا چون سي سڀ سچا آھن
ھتي سڀ ھوش ويا گم ٿي عقل آخر ڪٿان آڻيان

*

حافظ خير محمد اوحدي

مٺو مرسل محمد مصطفيٰ     خدا جو دادلو، دلدار، دلبر
منٺار بسم الله     يار بسم الله
اڙين آتر، ولھين واھر، وسيلو     ڇپر ڇورن جو، غمگينن سندو
بي وسيلن جو     غمخوار بسم الله
خدا جو نور، جڳ جو     جڙيو آ جنھن جي ڪارڻ
ڪارڻي، آدم کان اڳاٽو     ھي سچو جنسار بسم الله
ستارن کان، قمر کان، سج کان ، دنيا جي ھر شئي کان
شرف واري پرينءَ جي پير ۾ پيزار بسم الله
سونھي لولاڪ جوسر     ڪري جھرمر ڳچيءَ ۾ ھل آتيٰ

تي سدائين تاج سهڻل کي جو هار بسم الله
سچڻ منهنجو اگهڻ منهجي ڪيان سرساه صدقي ۽ چوان
اچي جي پرت مان پيهي سئو وار بسم الله
سخي داتا جي درتي دان سڪندر ڏيو سندس در جو
لئه جهولي جهلي حاتم ٻهاريدار بسم الله
مونکي اعزاز بخشيو ويو ڏنو هي ڏان مونکي ڏيه جي
محمد جي غلاميءَ جو ڏاتار بسم الله
غلام آهيان ستن پيڙهين غلاميٰ جو ازل کان ئي اٿم
کان ۽ ٻانهي جو ٻار اقرار بسم الله
آهيان مديني کان اچي من
عطا ٿئي شل غلامن کي ”اوحدي“
اجازت باريابي جي ڏانهن تار بسم الله
*
اياز قادري
جڳ جو مطلوب مصطفيٰ تون ئي رهبر ۽ رهنما
تون آ تون آ
توسان انسانيت کي شان مليو ساري عالم جو پيشوا
تنهجي آئي، وئي ڪفر جي تون آن
اونده جنهن سان روشن آ جڳ،

جنهن سان بيدار ٿيو جهان سارو
رهنما جي پٺيان مان چو ٻوڙان
دان در تان وٺن ٿا سڀ تنهنجي
جي خدا جو حبيب تون آهين
ڪين ميڙيو مون ڪڇ سوا ڪجهه آ
آ گناهن جي بحر ۾ ڦاٿل
توسان الفت جو چا بيان ڪريان
درد مونکي ڪو لا دوا آهي
جهولي خالي ”اياز“ جي آهي

ضيا تون آن
سو پڙاڏو، صدا، ندا تون آن
رهنمائن جو رهنما تون آن
مالڪِ شاه ۽ گدا تون آن
منهنجي دل جي به مدعا تون آن
مون خطاڪار جي شفا تون آن
منهنجي ٻيڙي جو ناخدا تون آن
ابتدا تون ۽ انتها تون آن
لا دوا درد جي دوا تون آن
صاحب جود ۽ سخا تون آن

سيد شاه محمد شاه شاد

## منجي النساءِ

### پيدائشِ رسولِ محمد جي دؤر ۾

### هي خاص طور دهر جو دستور عام هو

انعام طور عورتن کي وڪيو ويندو هو
عزت هئي نه ڪائي نه ڪو احترام هو

مشهور هو ولادتِ دختر آ بدشگون
هن وهم جو شڪار پي هر خاص و عام هو

دخترجو ڄمڻ جرم هو ببيءَ جي واسطي
حاصل ميان کي جنهن جو حق انتقام هو

محروم هئي وراثتِ مال ومنال کان
عورت تي ظلم روز و شب صبح و شام هو

فطرت جي برخلاف هجن چو نه خواهشون
شوهر جي رضا جوئي بس زوجه جو نام هو

عصمت دري اناث جي بالجبر و بارضا
هي ڪارنامو باعثِ فخرِ عوام هو

عورت رڳو آ مرد جي آرام واسطي
هي نعره پي زبان زدِ خاص و عام هو

”آزاديء اناث “ هر هڪ
هزيان هو، جنون هو،

خاص عام لاءِ سوداءِ خام هو
هو حلقئه اناث ۾ فرياد جو پر ظلم جي شراب سان
نه تاب لبريز جام هو
آخر زمانو آيو جو منظورِ ناپيد ٿي ويو جو ڪهن
خدا هو انتظام هو
پيدا ٿيو مجسمئه نورِ نالو جنهين جو احمدِ
ڪائنات خيرالانام هو
همدردي بشر سان هئي جنهن جي زبان صدق تي حق
لبريز جنهن جي دل جو پيام هو
هو جنهن جي مهرِ عدل ۽ نظر ۾ جو طائرِ بالاءِ بام
جي عدلِ عمر شعاع هو
عورت جي ارتقا لئه ۽ خونِ دل برنگِ مئه لاله
سندس دل ۾ هئي تڙپ فام هو

هن مردِ حق جي دهر ۾ تدبير ٿي معلوم
۽ فرقئه اناث جي تقدير ٿي معدوم

پيغام بس ڏنو پوءِ خدا جي انعام طور ملڪ ۾ وڪڙو
رسول هيءُ نه بيگمات
سمجهو توهان ولادتِ دختر خالق جي برگزيده خلائق آ

كي نيڪ فال محصنات
لائق آ التفات جي عورت عزت سان عورتن جي
سندي حيات معزز آ مرد ذات
ورثي ۾ عورتن کي ڏيو عورت به مرد وانگر آهي
مال ۽ منال جامع الصفات
بيبي ميان جو رشتو، لائق آ احترام جي زوجه
محبت جو راز آهه سندي حيات
جائز نه آه فعل ڪو حقاڪ برخلافيء قدرت آ
فطرت جي برخلاف بري بات
رنج و الم ۾ باعثِ تڪسين سيني ۾ رقص تن جون ته
بيبي آهه ڪن ٿيون تجليات
الله وٽ تميزِ زن و مرد ٿيو عورتن تي فرض تڏهن
ٿئي ته چو؟ صوم ۽ صلوات
فرمان ”اعمَلوا“ آ زن و وا ٿيو ٻنهي تي آهي درِ
مرد واسطي عرصئه حيات
جي فرق آهه ڪو ته رڳو عورت کي ورنه آهه وڏو
ضعف جو آ فرق صبر ۽ ثبات
الغرض هي هو پيام خدا ڪئي جنهن تي مهر ثبت
جي رسول جو خداوندِ ڪائنات

قانونِ حق و شرع کي ٿي دهر ۾ پو سوپ
غلبو مليو اسلام کي باطل کي ملي مات

القصہ آ رسولِ خدا منجيء النساءِ
آ زندگيءَ جو درس جنهن جي سچي حيات

دائم پڙهان ٿو تنهن تي درود ۽ سوين سلام
آ ”شاد“ کي رڳو شة ڪون و مڪان جي تات

(ترجمو)

# سيد منظور نقوي

ياسيدي مڪي المدني، يا هاشمي قرشي مطلبي

اعليٰ حسبي، والا نسبي- يا نبي، يا نبي، يا نبي

| | |
|---|---|
| اي فخر سليمان و عيسيٰ | منهن جا ملجا، منهنجا ماويٰ |
| سڀ توتي پڙهن ٿا صل عليٰ | هندي سنڌي عجمي عربي |
| اي باعثِ تخليق دوجهان | اي غايت خلقتِ ڪون و مڪان |
| اي مقصد ربِ زمين و زمان | اي فقية جهان اُمي لقبي |
| تنهن جي طاعت ۾ دن رين ٻئي | تنهن جي قدرت ۾ ڪونين ٻئي |
| تنهن جي خدمت ۾ ثقلين ٻئي | ٻڌ منهنجي به آه نيم شبي |
| هت حسرت وياس ۾ گهاريان ٿو | عسرت جا ڏينهن گذاريان ٿو |
| بس آقا توڏي نهاريان ٿو | ٿئي منهن جي مديني ۾ طلبي |
| منظور ٿيان تو در آقا | بس آهي اهائي منهن جي |

يثرب جي ٿيان گلين جو گدا
دعا
مج منهنجي دعائَي زير لبي

# سليم ڳاڙهوي

## انوار لک

تنهنجا ديوانا ڏنم، مجبور لک، مختار لک
سئن هٽندا ٿا رهن سلطان لک، پينار لک

منهن مبارڪ تي نمايان رنگ لک، انوار لک
چشم انور کان ٿيا مخمور لک، سرشار لک

آدمي، جن ءِ مَلڪ، حورون، پريون حبدار لک
تاجور تعريف تنهنجيءَ ۾ ٿيا اذڪار لک

نور نرمل، مير مرسل، راهبر سرور سخي
پرت تنهنجيءَ ۾ پرين ڪن ٿا پيا پرچار لک

عرش تي چا فرش تي تنهجا هلن ٿا تذڪرا
نام تنهنجو ٿا اُچارن نامور نروار لک

تنهنجا ڪم، تنهنجا ڪرم، تنهنجا
تنهنجي آئو ٿا جهڪن مهندار

قدم اعليٰ اُتم منصبدار لک

آس ۾ عيسيٰ رهيو، اميد ۾ موسيٰ رهيو
پار تنهجا ٿا پڇن يحييٰ ۽ يوسف يار لک

مير ملڪان ملڪ تنهجي سونهن جي ساراهه ٿي
قرب تنهجي جا ڪروڙين داستان، ڪردار لک

نينهن تنهجي جا نهوڙيل، گهور جا گهايل گهڻا
شان تنهجي تي ڇڪن ٿيا، سونهن جا سردار لک

ڪيترا زخمي جگر، زخمي دليون در تي رڪي
چاهه سان چاڙهن چمن ٿا برهه جا بيمار لک

مرڪ تنهجيءَ سان مرڪن ٿيون پيون مکڙيون هزار
ذڪر تنهجي سان ڪلن ٿا گل گهڻا گلزار لک

تنهجي پيرن جي پٽي ملڪ اُپائي ٿي مٽين
تنهجي ڪوچي ۾ لهن ٿا لعل لک، دينار لک

معرفت جو ملڪ تنهجي ديد سان آباد آهه
عشق جا اظهار ٿيا وهنوار لک، ويچار لک

عاشقن تي اي سڄڻ، تنهجا ڪروڙين قرب ٿيا
طالبن جا طور لک، اعجاز لک، اسرار لک

پار تنهجي ڏانهن پلٽي بي عدد ۽ بيشمار
نينهن تنهجي ۾ لکن نيڻن وهايا نار لک

پاڪ پيرن کي چمڻ جي لاءِ ملنديون منزلون
تنهجي واٽن تي وڇائن ٿا اکيون سالار لک

شاهه شاهن جام، غريبن، ٻيڪسن جا پرجهلا
ڳڻ ڳڻي کهڙا ڳڻيان لائق لکين، ايثار لک

دلبريءَ تنهجيءَ جا دلبر، دلبرن ۾ داستان
پِرت سان نيڻن ۾ پلئن ٿا پيا پيزار لک

بحر ۾، بر ۾، چمن ۾، انجمن ۾، اي حضور
جا بجا جرڪن پيا تنهجا اثر، آثار لک

روح ۾ رغبت ڪروڙن کي ۽ اربن کي اُڪير
چاهه تنهجي ۾ هزارين عشق جا اظهار لک

تنهجا عاشق، تنهجا صادق، تنهجا طالب ٿيا تمام
قيس لک، فرهاد لک ۽ هوت لک، ميهار لک

تنهجي قدمن جي نشانن تان ڦٽا تارا لکين
تنهجي ٻولن سان ڳلن جا ٿا ڪلن انبار لک

ديد تنهجي ٿي بنائي، ديده ور نائين کي
ٿي ويا تنهجي اشاري سان ستل بيدار لک

پار سو پهتو وڃي، جنهن تنهجي دامن کي جهليو
جن رکيو تو سان حسد، مرندا رهيا مردار لک

بره تنهجي ۾ بشر، ڪيئي،
چاهه تنهجي ۾ چريا، نيل ۽ پدم

ڪروڙين، سو هزار — نروار لک
شاهه تي مشرق چمڪن ۽ موهسان — هر طرف آهن حبيبن تي فدا حبدار
مغرب مڳن — لک
مصطفيٰ جي مان ۾ ۽ مجتبيٰ جي — لفظ لک، جملا لکين ناظم لکين،
شان ۾ — نثار لک
چنڊ چهري جو گدا، تارا پسيني تي — پاڪ پيشانيءَ مان اڀرن ٿا پيا انوار
نثار — لک
عرش اعظم کي اجاريو آهه جانب — پاڪ گردن ۾ درودن جا پون ٿا
جي جتيءَ — هار لک
هر طرف هلچل ٿئم، ۽ هر جڳهه — حسن جا جلوا هزارين، عشق جا
پوليون پتم — اطوار لک
بايزيد آهن ادب ۾، احترام اندر جنيد — ٿا پڙهن ”صلوعليٰ“ رومي گهڻا
چاهه سان چنبول ۽ چپيا پڙهن دم دم — عطار لک
درود — ٿا سڌن سردار کي، کولي منهن
لعل ۾ ، گل ۾، ستارن ۾، قمر ۾، — منثار لک
شمس ۾ — جا بجا پکڙيا پيا آهن پرينءَ جا پيار
مٽ نه ٿيندو مور جانب جي جتيءَ — لک
سان ڪو جوان — پلِ مقابل ٿي ٿئسن سالار لک،
جنهن جڳهه تي ٿا جڙن، تڪڙا ٽِلي — سردار لک

قلب ۽ جگر    نذر دل کي ٿا رکن، دلگير لک،
شان ٿيو قرآن سان ۽ تاج ٿيو معراج    دلدار لک
سان    مرتبو ان جو مڃن ٿا يار لک،
سرت سان ۽ سوچ سان سڀ سير    اغيار لک
سبحاني ڪري    پاڪ پرور جا ڪيا سرور سچي
رحمت للعالمين، خيرالبشر،    ديدار لک
خيرالورا    مرد سان مولا ڪيا انعام جا اقرار
عرش تي موقوف ناهي، هر جڳهه    لک
تي، هر گهڙي    جا بجا جانب ثنا، الله جا انوار لک
ان طرح اصحاب، عربي چام سان    جنهن طرح جرڪن ستارا، چنڊ
همدم هئا    سان چوڌار لک
مصطفيٰ جي اهل ۽ اولاد جا اعليٰ    سوبسو آهن سلامن جا هليا
مقام    هيڪار لک
بيشبهه، بيشڪ امام الانبيا، ختم    مقتدي بيت المقدس ۾ نبي ابرار
الرسل    لک
مهربان، همدم محمد، حال جو    دادگر، دلبر سخي، ڪامل سندا
محرم، حليم    ڪردار لک
ڇا ڪندي ذرڙي زبان احمد جي    لفظ گهٽ ٻوليءَ ۾ ڳڻتي ۾ بس
عظمت جو بيان    بيڪار لک

اي خدا، تو موڪليو آهي اسان ڏي مصطفيٰ
لطف لڪ، احسان لڪ، اڪرام لڪ، اقرار لڪ

چام چليو جنهن گهڙيءَ، هلچا مبارڪ جا هليا
آسمان اُجري ويو، ڌرتيءَ ڪيا سينگار لڪ

ڳالهه ۾ ، احوال ۾، تعريف ۾، توصيف ۾
قول لڪ، اقوال لڪ، افراد لڪ، افڪار لڪ

مير جي مدحت ۾ شاعر ۽ سگهڙ، علم اديب
نظم لڪ، مضمون لڪ، ابيات لڪ، اشعار لڪ

ڪين ٿا پورا پون ڪاغذ قلم، دفتر ۽ هٿ
سربسر ساراھ ۾ واصف لکين، وينجهار لڪ

پاڻ ئي چاڻي ٿو پرور، شان سرور جو سليم
چؤطرف چمڪن پيا جانب سندا جنسار لڪ
*

# شيخ عبدالرزاق راز

(1)

زماني تي جهالت جو انوکو دور آيو هو
شريفن جو نه ڪو آقا غريبن جو نه ڪو مولا
يتيمن جو غلامن جو نه ڪو وارث نه ڪو والي
نه ڪوئي حل جو محرم نه ڪوئي سور جو سٿي
زمانو هو ضلالت جو زمانو هو جهالت جو
اچانڪ ٿيو زماني جي مٿان شاهہ امم پيدا
بصورت نور سبحاني، به معنيٰ ظل روحاني

(2)

(3)

مبارڪ ساري دنيا تي محمد مصطفيٰ آيو
محمد نانءُ جنهنجو سو بڌيو آ هادي اڪرم
اسيرن جي دعا بڌجي مريضن جي شفا بڌجي
وسلئي نور جي بارش سو محبوب خدا بڌجي
محمد جنهنکي دنيا ٿي امين و راهبر ڪوٺيو
سلام اي رحمت للعالمين اي هادي اڪبر
اوهانجي ذات تي اي شافع محشر سلام آيو

(4)

ڪٿي پوڄا ستارن جي
ڪٿي ماده پرستي هئي
ڪٿي غارت ڳري عشوه ڳري
بله پرستي هئي
نمود و نام جي خاطر قباحت
هئي ذلالت هئي
نه ڪنهنجو دين پختو هو
نه ڪنهن تي ڪو يقين
ڪنهنجو
رسوم بد جو غلبو هو نمود و
نام جو جلوو
سموري ڪائنات دهر تي
قبضو هو شيطان جو
درندن جي حڪومت هئي نه
انسان جو نشان ڪوئي
امانت جو محبت جو نه خدمت
جو گمان ڪوئي
اچانڪ ٿيو زماني جي مٿان
شاه امم پيدا

مرحبا اڄ يتيمن جو
غلامن جو دلدار آيو
فلاح دوجهان جو هو
علمبردار ٿي آيو
سراج نور حق بڻجي زمين
تي رهبر اعظم
امام الانبيا پيدا ٿيو
خيرالبشر پيدا
زماني جي اڳيان سو
رحمة للعالمين آيو
شريعت جو ڪٽي پيغام آيو دين
جو داور
سلام اي شاهد و مولا سلام
اي سرور رهبر
خدا جي خود فرشتن جو
رسولن جو سلام آيو
اچانڪ ٿيو زماني جي مٿان
شاه امم پيدا
بصورت نور سبحاني به

بصورت نور سبحاني معنيٰ ظل روحاني
بمعنيٰ ظل روحاني

*

## اسد بيگ قليچ بيگ مرزا اسد

ٿيو ورد تنهنجي نام جو ڏينهن رات يا رسول!
واجب ٿي هر نماز ۾ صلوات يا رسول!

شامل ٿي ذات حق ۾ ملڪ، جن ۽ بشر — حامل ٿيا دوجهان جا برڪات يارسول !
سرتاج انبيا ٿئين، اُمت جو آسرو — اخلاق و عدل تنهنجا ٿيا عادات
محبوب ڪبريا ٿئين ۽ سيد البشر — يارسول !
تو آئي جڳ مان ٿور ٿيا اي ختم الرسل ! — سرڪار احديت مان مليئي ڏات يارسول !
توکي مخالف به مڃيو صادق ۽ امين — الحاد و ڪفر و جهل جا ظلمات يارسول !
معبود جي توحيد ٿي ڪئي عبديت ڪمل — ثابت سند ٿي سيد و سادات يا رسول!
بيوائون ۽ يتيم، مساڪين ۽ غلام — معراج جا به ملئيا تو درجات
ٿيو آسرو تنهنجو وحي خداوند — يارسول !

ذوالجلال　　　تنهجا وساري سگهندا نه حسنات
تون شاه انبيا ۽ شهنشاهه ڪائنات　　　يارسول !
آدم کان عيسيٰ تائين، رسوان ثنا　　　تنهجو عمل ٿيو معنيٰ آيات
سندءِ　　　يارسول !
دشمن به تنهجو ڪڏهن ٿکويو نه　　　دارين جو تون فخر و مباهات
تو هٿان　　　يارسول !
ٿيا سرنگون مدرس و مصلح سندءِ　　　تشريف آوريءَ جا اشارات
اڳيان　　　يارسول !
صورت تي تنهجي فخر چو قرآن　　　ڪيو عدل تنهجي تيغ بغزوات
کي نه ٿئي!؟　　　يارسول !
محڪم ازل کان تابه اَبد تنهجي اَمر　　　تو اُمي جا ڏسي هي ڪمالات
۾　　　يارسول !
توئي ته روشناس ڪيو حق کي　　　مصحف کان اڳ جو آئي سندءِ
خلق سان　　　ذات يارسول !
توئي مٽايو فرق امير و غريب جو　　　چاانس، چا ملڪ ۽ جنات
مظلوم پيڙيا هئا جي گهاٽي ۾ظلم　　　يارسول !
جي　　　نه ته جڳ هومبتلاءِ خرافات
محبوب حق جو تون اُهو، جنهنکي　　　يارسول !
خدا سڏيو　　　جڳ کي ڏنو تو درس مسلوات

ڪون و مڪان جي علت نمائي
هئي تنهجي ذات
سليو نه تنهجو ڪنهن ڏٺو، پر آءٌ
چوان ٿو هو
جڏهن تنهجي روضي تي منهنجي
پئي نظر
اشعار جامي جا ٿئي دعائن ۾ مون
پڙهيا
آلين اکين مان ڳوڙها ڳلن تي پيا
ڳڙي
مانع ادب کان تنهجي هو اظهار
عرض جو
شرڪ ۽ خودي جون محفلون تو
آئي ختم ٿيون
بي مايه، بي ثمر سهي، ليڪن قبول
ٿئي

يارسول !
يڪسر بلجي تن جا ويا اوقات
يارسول !
عرش علا تي ٻهر ملاقات
يارسول !
عشق عبوديت جا هي اثرات
يارسول !
سلئي ۾ تنهجي آرض و سماوات
يارسول!
دل جا عيان اکين مان ٿيا جذبات
يارسول !
چپ تي نظامي جي هئي مناجات
يارسول !
چڙ رحمت خدا جي هئي برسات
يارسول!
پر اڪ هئي ترجمان خيالات
يارسول!
هوڏي هبل ته هيڏي ڪريو لات
يارسول!

شايد اسد! صلوات جي سوغات يا
رسول!

*

## حافظ محمد احسن چنا

مالڪ ڪون و مڪين اي رحمت للعالمين
فخرِ آدم زيبِ عالم پيشوائيِ-مرسلين

سرورِ باغِ رسالت، مظهرِ نورِ خدا
واقفِ اسرار اعظم، زينتِ عرش برين

سِر گروة انبيا تون تاجدارِ اوليا
شهسوار- عرصئهِ وحدت امام المتقين

رهبرِ راة هدىٰ تون هاديِ جن وبشر
شافعِ روزِ جزا تون هادي دين- متين

گلشنِ جاه و جلالت رونقِ ارض وسماء
ملڪِ ملڪِ جهان ووالي ڪون ومڪين

سرورِعلي مڪان تون صاحبِ فخرِ زمان
قاسمِ تاجِ نگين تون صاحبِ اهلِ يقين

معدنِ جودوسخا تون منبعِ علم وحيا
مجمعِ بحرِ معظم، وارثِ دنيا و دين

چا چوان مان تنهنجو شان آهي خدا توکي ڪيو
”فخر دنيا، فخر دين، فخر فلڪ، فخر زمين“

تنهنجي آمد جي خبر سپني نبين اڳي ڏني ۾
تنهنجي آئي سيدا مسرور ٿيون دليون حزين

تنهنجي سيرت چا چوان مان آيته(خلق عظيم)
شان ۾ فرمائي تنهنجي آهه رب العالمين

نور پنهنجي مان خدا توکي ڪيو پيدا پرين
مثل تنهنجي ٻيو جهان ساري ۾ ناهي ڪو حسين

خود خدا صلوات توتي ٿو پڙهي يا مصطفيٰ
ٿا پڙهن صلواعليٰ اهل فلڪ اهل زمين

عرش کان اعليٰ ٿيو رتبو تنهنجي دربار جو
تنهنجي دروازه سندو دربان هو روح الامين

خوف احسن کي نه آهي ڪو قيامت ڏينهن جو
جو لقب آقا سندءِ آهي شفيع المذنبين

*

# حبيب ميروخاني

محمد محمد عليہ عليہ الصلواة و عليہ
السلام السلام
محمد نبين جو محمد رسولن جو
منهندار آ سردار آ
محمد ٿيو انبياء جو امام
محمد جو شايان ھي شان وجي خاص مولا جو
ٿيو مهمان ٿيو
ءِ سائٹس ٿيو عرش تي ھم ڪلام
نه طاقت نه همت هجي جاٿي آهي صل عليٰ
ڪير ڪو سير ڪيو
جاٿي مصطفيٰ ويو سو اعليٰ مقام
در مصطفيٰ جا آهن توڙي شاه شاهان ته پي
سپ غلام ڪن سلام
حبيب آ سندن درجو ادنيٰ غلام
*

# محمد عظيم شيدا

بادل جان منهنجون اکڙيون خون بار ٿيون وسن
پنهنجو پيار مصطفيٰ شل هي پرين پسن

ابر بهار جان جن روئي ٿي پٽ پريا
پنهنجو اکين جو ٿار ٿسي ٿل اکيون ٿرن

لولاڪ جنهنجي شان ۾ آ خود خدا چيو
تنهن دلربا حبيب کي شل هي اکيون ٿسن

جنهن نور جي تجلا روشن ڪيو جهان
سو نور منهنجيون اکڙيون شل پسي سگهن

شيدا کي شوق آه مديني ۾ شل مران
جو صحن جنهنجو آه جنت سندو چمن

*

## شير محمد بلوچ

عالم جو آ وجود وجود حضور سان،
تخليق ڪائنات آ مرسل جي نور سان!

جن و بشر ملائڪ و عرش و زمين فلڪ،
پرنور شش جهت آ محمد جي گهور سان!
لولاڪ جو لقاءُ آ قادر جو ڪرشمو،
آراسته فلڪ آهي مطلق ظهور سان!
مولاڪ قول موليٰ اناانت محب ٿئين،
قربت ڏسو رسول جي رب غفور سان !
اعليٰ جمال آهي ۽ اوليٰ ڪمال آ!
شمس و قمر ڪوماٽا بغايت وفور سان!
ادراڪ و علم و عقل هنر معرفت سندو،
احسان ٿيو رسول جو جڳ تي شعور سان!
معراج ۾ منقش امامت حضور جي،
مهل معانقت ٿي ته موسيٰ جي طور سان!
جنهن مهل حق جي دين جو اعلان ٿي ويو،
ڪافر ذڪي ڪنبي ويا فسق وفجو رسان!
ناموس مصطفيٰ جو ٿيو
پٿر جا بت پچي پيا پنهن جي

غلغلو بپا، قصور سان!
جنهن ۾ ڪيائون پاڻ تابع ٿيا تمام خوشي ۽
نوازش پري نظر، سرور سان!
قرآن ۾ بيان ٿيو شان توريت ٿيو گواه انجيل ۽
مصطفيٰ زبور سان!
ڪوثر عطا ٿيو مونکي مديني ناتو نه مو آ ڪوئي
جي مير ڪان شراب طهور سان!
الفت رسول جي ۾ مدهوش رغبت نٿا رکن سي
ٿي ويا سرافيل وصور سان!
ڪلمو پڙهي رسول تي شرڪ فطور نا ڪنهن
ايمان سان مرون، ڪبر و غرور سان!
شاهد غلام تنهنجو غلامي قبول ڪر:
ناتو نه آهي منهنجو ڪو جنت ۾ حور سان!

## محمد اسماعيل عرساڻي فدا

الله الله شان محمد صلي الله عليہ وسلم
عرش عظيم ايوان محمد صلي الله عليہ وسلم

پيش نظر جي شان محمد ذهن اندر احسان محمد
چو نه ٿيون قربان محمد صلي الله عليہ وسلم

دل شيدائي آنِ محمد روح فدائي شان محمد
وجد ۾ سڀ مستان محمد صلي الله عليہ وسلم

بي تعداد احسان محمد بي پايان فيضان محمد
رحمت حق قربان محمد صلي الله عليہ وسلم

آدم کان عيسيٰ تائين سڀ علي رتبه آهن پر
آهي عجائب شان محمد صلي الله عليہ وسلم

سڀ کان بهتر سڀ کان اعليٰ سڀ اعجاز رسل کان بالا
معجزه قرآن محمد صلي الله عليہ وسلم

اي پرسان شان محمد جودِ فيضان محمد
ڏس تون پڙهي قرآن محمد صلي الله عليہ وسلم

عين عنايت چشمئه رحمت بحر حقيقت حسن رسالت
خلق عليشان محمد صلي الله عليہ وسلم

آدم و نوح و ابراهيم و دائود موسيٰ
سيئي ثنا گويان محمد صلي الله

و عيسيٰ    عليه وسلم
لوزان هئاشاهن زمانه حيرت ۾    چا نه هو شوڪت شان محمد
هئا سپ فوزانه    صلي الله عليه وسلم
سيئي بدافعل چڏايا ڪل عمدا    جان جهان قربان محمد صلي الله
اخلاق ڪرايا    عليه وسلم
مشرق وحدت مهر رسالت آيه    ذات عليشان محمد صلي الله عليه
قدرت سايئه رحمت    وسلم
پنهنجن تي ۽ پرابن تي مسلم تي نا    سپ جي مٿان احسان محمد صلي
مسلم تي    الله عليه وسلم
سيدنا صديق مڪرم سيدنا فاروق    سرخيل ياران محمد صلي الله
اعظم    عليه وسلم
سيدنا عثمان معظم رضي الله تعاليٰ    خواهان رضوان محمد صلي الله
عنه    عليه وسلم
حضرت اسد الله الغالب سيدنا بن بو    سرتاج اخوان محمد صلي الله
طالب    عليه وسلم
جامع درويشي شاهي ۽ نافع    ڪير؟ اِهي يارانِ محمد صلي الله
مخلوقات الاهي    عليه وسلم
حامي مهر و صدق وصفا هئا    اصحاب ذي شان محمد صلي الله
ماحي ظلم وجورو جفاهئا    عليه وسلم

ڪان صفا هئا باغ وفا هئابر سخا — انصار و اعوان محمد صلي الله
هئا بحر عطا هئا — عليہ وسلم
خوش اطوارو نيڪ طبيعت — جملئه مقبولان محمد صلي الله
پاڪ دل و پاڪيزه فطرت سيدنا — عليہ وسلم
حسنين جي حالت نت ٿي ڪري — هي هئا فرزندان محمد صلي الله
محو حيرت — عليہ وسلم
مومنو نقش دوئي کي مٽايو نعره — آ نيل مستان محمد صلي الله عليہ
اِلاالله لڳايو — وسلم
همت وارا نيڪ جوانو شمع — ٿس ته سهي فرمان محمد صلي
رسالت جا پروانو — الله عليہ وسلم
بيداري جو وقت هي آهي — هوشيار رهو شيران محمد صلي
هوشياري جو وقت هي آهي — الله عليہ وسلم
پاڻ به جاڳو پيا به جاڳايو علم ۾ — اي غيرت مندان محمد صلي الله
هڪ ٿوم مچايو — عليہ وسلم
دشت و جبل ۾ بحر روان ۾ ساري — پهچايو فرمان محمد صلي الله
عرض وطول جهان ۾ — عليہ وسلم
مشرق کي مغرب سان ملايو ڪنڌ — تذڪره احسان محمد صلي الله
ڪنڌ ۾ پيغام رسايو — عليہ وسلم
علم کي سرمست بڻايو سڀ کي حد — صهبائي عرفان محمد صلي الله

امڪان چڪايو                    عليہ وسلم
ممڪن ناهي ممڪن ناهي مون ڪان ”فدا“ ٿي ممڪن ناهي
شڪر ادا احسان محمد صلي الله عليہ وسلم
*

## عبدالله خواب حيدرآبادي

حمد خدا ۽ نعت نبيءَ جي گلڙن جي سرهاڻ ڪجي
صل- عليٰ جو نور پکيڙي اونده ۾ چانداڻ ڪجي
ڏاتر جنهن کي ڏات ڏني تنهن ذات جو ذڪر و صفات ڪجي
جنهن رات کي ڏينهن ۾ بدلايو، تنهن جوت جمال جي بات ڪجي

الله الله سندن قيادت دنيا دين لئي رحمت ٿي
ڪافر توڙي مشرڪ سان، مخلوق- خدا سان نسبت ٿي

جنهن جي حسن و جمال جي خوشبو واسيو ساري عالم کي

شرف مليو مخلوق کي، تنهنجي صدقي ابن- آدم کي

جهل جي هر ڪنهن مڪتب کي، خود آگاهي جو چاڻ ڏنو
اکر اکر جو وکر وهائي، اکرن ٻاهچاڻ ڏنو

صبر و تحمل شيوو جن جو، صبر و رضا تي تڪيو تن جو
شاهي هوندي فقر قبوليو، آن انهن جو شان چا هوندو

ظاهر خاڪي، باطن نوري، جسم جمال جو مظهر ٿيو
ڪاشف راز حقيقت ڪلي اُمي علم جو مصدر ٿيو

جن جي هستي مٿلن ۾ پي روح وجهي ٿي جئرو ڪيو
تن جي هڪ آڱر جي اشاري چنڊ به ٽڪرا ڪري ڇڏيو

مخلوقن ۾ اشرف ٿي، ۽ عرش و فلڪ تي افضل ٿي
حجت دين حنيفي واري ارض و سما ۾ اڪمل ٿي

تيره سال مڪي جا مشرڪ، مدني مير جا دشمن ها
سر تي سختيون، صدما سهسين سيني اندر مدفن ها

عشق حسن لئه ٿي ويو آتو، خاڪ جو نور سان ٿي ويو ناتو
جوت جمال جي جلون وارو، پوش پرينءَ کي پرور پاتو

مرڪز هڪڙو، محور هڪڙو، ظاهر پردو، باطن هڪڙو
ذات صفات ۾ جذب ٿي ويڙي فيصلو تنهن دم ٿي ويو تڪڙو

سوچيندڙ سپ خواب لهن، طلبيندڙ تعبير لهن
طلب جو آتڻ ڪتيو جن، تن مطلوبن کي محب ملن

# شيخ عبدالحليم ”جوش“

رنگ ۽ نسل جي ليڪن کي مٿائڻ آيو
باھ نفرت ۽ عداوت جي وسائڻ آيو

امن، انصاف، مساوات، محبت، تقويٰ
اھڙو پيغام زماني کي رسائڻ آيو

اهڙي علم ۾ جذهن کو بهنه هو ڪنهن جو سڄڻ
دشمنن کي به اتي دوست بنائڻ آيو

پيش ان سان به آيو ٿي هو همدرديءَ سان
جيڪڏهن ڪو به ڪڏهن کيس ستائڻ آيو

هو صداقت ۽ امانت جي علامت ٿيو اڳ
پوءِ هو پنهنجي نبوت کي مڃائڻ آيو

حسن - اخلاق، مروت ۽ رواداري سان
سنگريزن مان به انسان اپائڻ آيو

علم جو شهر هو، ايمان جو سرچشمو هو
مرڪزِ دين هو، قرآن جو سرچشمو هو.

*

# الحاج رحيم بخش "قمر"

محمد نبي آ، محمد امام
محمد مٿي تي صلواتون سلام.

محمد جي پيرن جي پارس پٽي    محمد مٿو پاڪ ڪوثر ڏٺي
محمد جي جنت، محمد جو جام    محمد مٿي تي صلواتون سلام
محمد نبين جو به آهي نبي    محمد جي طاعت ٿي طاعت ربي
محمد جو هر قول رب جو ڪلام    محمد مٿي تي صلواتون سلام
محمد جو جڳ آ، محمد جو تاج    محمد آ سورج، محمد سراج
محمد مٿي ٿي رسالت تمام    محمد مٿي تي صلواتون سلام
محمد جي ساوڪ، محمد جو سپ    محمد جو گلشن، محمد جو اپ
    محمد مٿي تي صلواتون سلام
محمد کي محمود مليو مقام    محمد کي رشڪ "قمر" ٿو مجان
محمد جي نالي تان صدقي وڃان
محمد جي گولن جو آهيان غلام.    محمد مٿي تي صلواتون سلام.

*

# استاد بخاري

(1)

عجب ڪائي ٿو ان امي تي عالم
جلايا جهل جا جنهن ڪارخانا
خدا جي دوستن جا دوست آهن
زمين تي گهر، اپن تي آستانا

(2)

جنت به اها آ، جت ٿِلندو هوندين
سي جنتي جن ساڻ تون ملندو هوندين
دوزخ جو ٿري هانءُ ته پوندو هوندو
هن ڏانهن نهاري جي تون کِلندو هوندين

# احمد خان آصف مصراڻي

مصطفيٰ آيو ته دنيا تي اثر ٿيندا ويا
جي خدا کان بي خبر ها باخبر ٿيندا ويا
آمنه جي گود ۾ جيئن جلوه گر ٿيندا ويا
ظلمتون گهٽيون ويون روشن سحر ٿيندا ويا
مصطفيٰ جي نور جا هي شمس، ڪي ثاقب، ڪي

مختلف نالا ٿيا انجم ڪي قمر ٿيندا ويا
ڪين سايو ڪو نه هو دنيا تي پاڻ ساماڻا ته چورن جا
ٿيا سايه فگن چپر ٿيندا ويا
خاص محبوب خدا ها پر خدا خير سان خيرالورا
جي خلق لئه خيرالبشر ٿيندا ويا
مصطفيٰ جي شان ۾ ڪيڏا به لِک در حقيقت مختصر ڪان
دفتر طويل مختصر ٿيندا ويا
در محمد مصطفيٰ آصف آخرت جي واسطي سهڻا
پڙهون دم دم درود ثمر ٿيندا ويا

*

# نشتر ناٿن شاهي

درِ حبيب جي مدت کان جستجو آهي
اها تمنا اِها آرزو آهي

نظر ۾ پيار، تڙپ ۾ خلوص هجي    ائين پو چاڻ! سچڻ روبرو آهي
ڏنو آ شان جهانن کي مصطفيٰ جي جنم    حرم جو مان مديني جي آبرو آهي
شباب و حسن مليو ڪائنات کي آھ    جهان حسن ۾ بهتر هي خوبرو آهي
نظر جي ڏوهه، دلين جو قصور هي چئبو    پري اسان هون، مگر ويجهو هو آهي
چمڻ ڏي يار جي قدمن کي پاڪباز ذرا    ازل کان منهنجي دهن جو ٿڪل وضو آهي
نظر جو جام عطا ٿيو، خمار خوب مليا    زهي نصيب حقيقي مليو سبو آهي
نگاة شوق کي وسعت اگر هجي نشتر    جتي به ڏس اُتي يار روبرو آهي

# احمد خان مدهوش

خدا جي ذات کان پوءِ جنهن جي ذات محترم آهي
انهيءَ هستي جي هستي سان جهان جي دم جو دم آهي

انهيءَ جي نام جي باعث بڻيو لوح و قلم آهي — خدا جو نام جنهن جي نام سان باهم رقم آهي
خدا جي نور ۾ هيءُ نور اهڙي ريت ضم آهي — جو هن جي جسم نوراني جو پاڇو ئي عدم آهي
رڳو فخرِ عرب ناهي، رڳو نازِ عجم ناهي — محمد ڪُل جهانن جي مٿان ابرِ ڪرم آهي
ثريا، ڪهڪشان، شمس و قمر سجدا ڪري گهرن — ستارن جو به صبح و شام سرِ تسليم خم آهي
خداءِ بي مثل جي، بي مثل محبوب جي ساراهه — تعارف کان چڙهيل آهي، مٿان کان اُتم آهي
زمين تي، آسمان تي، عرش ۽ تارن ستارن تي — شهر يثرب سندو ساري خدائي تي قدم آهي
مڪين عرش اعظم جي زيارت جي نه راحت پڇ — نه مٽ جنت جو در آهي، نه مٽ ديرو حرم آهي
سرِ محشر حمايت ڪاڻ ايندو هوت حامي ٿي — گنهگارن، حقيرن کي نه ڀئو آ نه غم آهي
گداگر آهيان مدهوش اهڙي شاهه جي در جو — فرشتن جي تمنا جي جبين جنهن در تي خم آهي

# نثار بزمي

شبستان- تمنا ۾
امام الانبيا آيو
انيس - بي ڪسان آيو
رسول - هاشمي
بڻجي بهار - جاودان آيو
شفيع - عاصيان آيو
* * *
منور ٿي وئي دنيا
جمال - روئي تابان ڪان
مديني جي فضا
رشڪ - جنان ٿي وئي
حضور آيو ته
عالم تي بهار آئي
نکار آيو
* * *
جڏهن پهرين اذان اُڀري
مديني مان

مچي ڪفر و ضلالت ۾ ويو
ڪهرام ۽ ماتم
درخشان ٿي وئي دنيا
جڏهن خيرالبشر آيو
* * *
اڄ ي نه ته رات ڪاري هئي
تراشي پٿرن کي
”ديوتا “ سڏبو انهن کي هو
”اهرمن“
ڏند ٽيڙي
حيثيت پنهنجي مڃائيندا هئا
يارو!
صنم خانا ۽
بت خانا
هئا هر جاءِ تي قائم
نوان معبود
۽ معبد
بڻايا ٿي ويا ڪيئي
ڪفر جو دور دورو هو

قيام - زندگي
بحر - الم ۾ غير ممڪن هو
بشير آيو
فصيح آيو
امين آيو
سراج مالڪين آيو
ته لاٿون
نور جون چمڪي ويون
سنسار ساري ۾
ملي ايمان جي دولت
ملي عرفان جي نعمت
ملي قرآن جي قربت
خدا جا شڪر ڳايون ٿا
دليون ڌوپي ٿيون
اُجريون
اکين ۾ روشني آئي
نبوت جي درخشان
تاج
اهڙو ڪنهن نه ڀئي

پاتو
جزاڪ الله ........
جزاڪ الله ........
خدا جو هي ڏنل
انعام زنده باد!
سر- عرش - برين
جنهن جي
خدا سان هم ڪلامي
ٿي
جهڪي َملڪن ڪيا سجدا
مان اُن جي شان ۾ ڪهڙي
ڪريان ڪا خامه فرمائي
جڏهن بلغ العليٰ آهي
جڏهن ڪشف الدجيٰ آهي

*

# بلاول پرديسي

يا نبي ڪير توسان ڪري همسري
توکي ڪون و مڪان ۾ ملي برتري

سرورِ دوجهان، سرورِ ڪائنات — تو سوا هئي هتي، تشنه پيغمبري
تنهنجي آمد سان روشن ٿيا چوڏهن طبق — بزمِ دنيا ۾ شمعِ صداقت ٻري
جسم انسان ۾ ٿيو نور حق جلوه گر — هر طرف آهي جلون جي جلوه گري
وقت جي گود ۾ ظلمتن دم ڏنو — صبح روشن جي ساعت سدوري سري
سينه دهر تان نقش باطل مٽيو — ڪفر جي ڪاڪ محلات پيئي ڏري
بي سهارن کي جڳ ۾ سهارو مليو — دل دکيل درد مندن سان ٿي دلبري
هر طرف امن و الفت جا روشن چراغ — هر طرف روشني هر طرف رهبري
جت حياتي ٿي سڏڪا — اُت اميدن جي رقصان ٿي

پريا روز شب حور و پري
هو سدا آدمي، آدميءَ جو غلام سرڪشي نيٺ بي موت ويئي مري
جن جي مشڪل ۾
مشڪشئي تو ڪئي هر مصيبت جي دريا
سي آگها پڻ ڏٺيءَ در منجهان ويا تري
اگهامي ويا جن تي هيڪر ڪرم جي
اڄ جو انسان وري آهه نظر تو ڌري
گمراهه ٿيو تنهنجي دنيا کي گهرجي وري رهبري
پاڪ نالي تان سؤ بار صدقو ٿئي
مون ”بلاول“ سڪايل جي دلڙي چري
اين ڪتاب اينجا تمام شد بعون الله تعاليٰ